# سامي ۽ جا سلوڪ




مرتب

پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي

سهيڙ

محمد ابراهيم جويو

لغت

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو




شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

# سامي جا سلوڪ

مرتب

**پروفيسر بي. ايڇ. ناگراڻي**

سهيڙ

**محمد ابراهيم جويو**

لغت

**ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو**



**شاهه عبد اللطيف يونيورسٽي خيرپور**

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سامي جا سلوڪ |
| مرتب: | پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي |
| سهيڙ: | محمد ابراهيم جويو |
| لغت: | ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو |
| سال: | جنوري 2015ع |
| ڪمپوزر: | محمد اقبال ابڙو |
| ڇاپيندڙ: | پيڪاڪ پرنٽرس، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ: | شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور |
| قيمت: | 1000 هزار رُپيا |

**ISBN # 969-8447-09-17**

| | |
|---|---|
| Book: | **Sami Ja Sulook** |
| Compiler: | Prof. B.H. Nagrani |
| Accumulate: | Muhammad Ibrahim Joyo |
| Dictionary: | Dr. Abdul Kareem Sandilo |
| Year: | January 2015 |
| Quantity: | 1000 copies |
| Composer: | M. Iqbal Abro |
| Title: | Zafar Aftab Abro |
| Printer : | Peacock Printers Karachi. 021-35680607 |
| Publisher: | **Shah Abdul Latif University, Khairpur** |
| Price: | **Rs. 1000/-** |

**DISTRIBUTOR**

**Peacock Printers & Publishers**

Flat # 404 Rafique Center, Abdullah Haroon Road
Saddar Karachi-300-2152634, 021-35682020

# سنڌاءُ



## ساميءَ جا سلوڪ

## ياڱو ٽيون 311-574

## جلد ٻيو

Shah Abdul Latif University, (SALU)
Khairpur, Sindh, Pakistan.
Tel: Office (0243) 9280285. 9280051-4 Ext. 3019
Fax: (0243) 9280060

# وائيس چانسلر جي ڊيسڪ مان:

سائين محمد ابراهيم جويو سنڌ جو اهو ڏاهو آهي، جيڪو گذريل اٺن ڏهاڪن کان پنهنجي لکڻين ۽ عمل وسيلي سنڌ واسين جي رهنمائي ڪرڻ ۾ رڌل آهي. اهو علم جو ميدان هجي يا ادب جو، سماجي شعبو هجي يا سياسي ميدان، اسان کي جويو صاحب هڪ پاسي ولوله انگيز جذبن واري اڳواڻ جي صورت ۾ ته ٻئي پاسي قلمي پورهيو ڪندڙ جي حيثيت ۾ رهنمائي ڪندو نظر اچي ٿو.

جويو صاحب پنهنجي زندگيءَ جا 99 سال مڪمل ڪري سوين سال ۾ پير پائي چڪو آهي، ۽ 13-آگسٽ 2015ع تي انشاءَ الله پنهنجي زندگيءَ جي هڪ صدي مڪمل ڪندو. اهو معجزي کان گهٽ ڪونهي، جو اسان پنهنجي حياتيءَ ۾ سنڌ جي هڪ ڏاهي، عالم، نقاد، سماج سڌارڪ ۽ سياسي شعور ڏيندڙ کي پنهنجي زندگيءَ جي صدي مڪمل ڪندي ڏسون. سنڌ واسي ان حوالي سان خوش نصيب آهن، جو هنن پنهنجي حياتيءَ ۾ اهو معجزو ۽ ڪرشمو ٿيندي ڏٺو.

سنڌ جي ڪجهه سڄاڻ شخصيتن ان موقعي کي ملهائڻ جو رٿيو ۽ محمد ابراهيم جويو سو ساله جشن ڪاميٽي جوڙي، جويو صاحب بابت پروگرام جوڙيا ۽ سندس ڪتابن جي اشاعت جو انتظام ڪيو. مان به ان ڪاميٽيءَ جي ميمبر آهيان ۽ مون کي خوشيءَ جو احساس ٿي رهيو آهي ته، سنڌ جي ان عظيم ڏاهي کي خراج پيش ڪندڙن مان نه فقط مان بلڪ منهنجو ادارو شاهه عبداللطيف يونيورسٽي شامل آهي، جنهن سائين محمد ابراهيم جويي جي

ڪتابن جي ٽن جلدن کي شايع ڪرائڻ جو ذمو کنيو آهي، ۽ گڏوگڏ هڪ ڏينهن واري ڪانفرنس جو بہ انتظام ڪيو آهي.

انهن ٽن ڪتابن مان ٻيو ڪتاب ”سامي ءَ جا سلوڪ“ اوهان جي هٿن ۾ آهي. اصلوڪو ڪتاب ٻن جلدن ۾ هو، جنهن کي هيڪاندو ڪري، هڪ ئي جلد جي صورت ۾ پيش ڪجي ٿو.

سامي، سنڌ جو اهم ويدانتي فلسفي جو شاعر رهيو آهي. ڪو دؤر هو جو سنڌ جي شاعرن تصوف ۽ ويدانت کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بڻايو هو، پر وقت سان گڏوگڏ اسان جي تصوف ۽ ويدانت سان دلچسپي گهٽجندي ويئي ۽ هاڻي تہ مورڳي رهي ئي ڪانهي. موجوده دؤر جي نفسانفسي، ڀيج ڊاهہ، دهشت گردي، مذهب جي نالي تي نفرتن جو اظهار، اهڙا معاملا ۽ مسئلا آهن، جن جو حل اسان کي صوفي شاعرن جي ڪلام ۽ پيغام ۾ ملي ٿو.

ٻين شاعرن جيان مايا جو موهہ سامي ءَ جي سلوڪن جي مڙني موضوعن ۾ طاقتور نظر اچي ٿو. سندس خيال موجب مايا جي موهہ ۾ جيڪو قاتل آهي، سو وڏو خودغرض ۽ دنيا جي ڏيڻ ۾ قاتل آهي. اسان جي موجوده سماج جو اهو ئي بنيادي مسئلو آهي، جنهن ۾ ڇوٽڪاري لاءِ سامي ءَ ڪيئي ورهيہ اڳ پنهنجي سلوڪن وسيلي تلقين ڪئي آهي. سامي ءَ جا سلوڪ اجوڪي خودغرض سماج جي روين تي ٺهڪي ايندڙ آهن، جن مان اسان کي لاڀ پرائڻ جي گهرج آهي.

ٽيون ڪتاب بہ اشاعت جي آخري مرحلي ۾ آهي، جيڪو هن ڪتاب سان گڏ ڪانفرنس جي موقعي تي پڌرو ڪيو ويندو.

29-12-2014

**پروفيسر ڊاڪٽر پروين شاهہ**
وائيس چانسلر
شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي،
خيرپور، سنڌ

# ﭙﺎ اکر

سائين محمد ابراهيم جويي جي سؤ ساله جشن جي سلسلي ۾ سڄي سنڌ ۾ رٿيل پروگرام ٿي رهيا آهن. انهن پروگرامن سان گڏوگڏ سائين محمد ابراهيم جويي جي لکيل ڪتابن ۽ ٻئي (ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل مواد کي يڪجا ڪري شايع ڪرڻ جو هڪ جامع پروگرام رٿيو ويو آهي.) ڇپيل مواد ٻارنهن جلدن ۾ سهيڙي شايع ڪيو ويندو، جڏهن ته اڻ نوان ڪتاب تياريءَ جي مرحلي ۾ آهن. انهن ڪتابن جي اشاعت جي سلسلي ۾ مختلف ادارن پاران سهڪار حاصل ڪيو ويو آهي.

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ان ڏس ۾ گهرو سهڪار ڪيو آهي، ۽ ٽي ڪتاب سندن سهڪار سان شايع ٿي رهيا آهن. هي ڪتاب هينين ٻن ڪتابن تي ٻڌل آهي:

1) ساميءَ جا سلوڪ (جلد پهريون)
2) ساميءَ جا سلوڪ (جلد ٻيو)

سامي، سنڌ جو ناليرو ويدانتي شاعر آهي، جنهن مجموعي طور انساني سماج ۽ خاص طور تي سنڌي سماج جي ازلي نيڪيءَ جو شاعر آهي. جنهن جي فڪر جو بنياد رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن جي انساني وصفن تي رکيل آهن. سنڌي سماج جن جزن جو مرڪب آهي، انهن جي صحتمندي، اتحاد ۽ قوت لاءِ رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن کي اپارڻ ضروري آهي. انهن وصفن جي تعميل سان سماج جي تربيت ۽ تعمير ڪري سگهجي ٿي. ان لاءِ ٻين شاعرن سان

گڏ، سامي اسان کي اخلاقيات جي ڪامل تعليم ۽ ان سان گڏ قول ۽ فعل جي هم آهنگي ۽ عمل ۽ قربانيءَ جو پيغام ڏنو آهي، اهائي ساميءَ جي شاعريءَ جي بنيادي خوبي آهي. جيتوڻيڪ ساميءَ جا سلوڪ، ٻئي جلد، پروفيسر بي-ايچ ناگراڻي سهيڙيا آهن، پر انهن تي بنيادي ڪم سائين محمد ابراهيم جويي ڪيو ۽ ان سان گڏوگڏ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي پاران تيار ڪيل تحقيق لغت ساميءَ ڪي هن ڪتاب جو حصو بڻايو ويو آهي، تہ جيئن پڙهندڙن کي ساميءَ جي فڪر ۽ فلسفي کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. جيتوڻيڪ ان جو اهم حصو ناگراڻي صاحب جو آهي، پر ٻئي جلد ۾ محمد ابراهيم جويي صاحب جو شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي حوالي سان 'پيرائتو مقدمو ۽ تجزيو' ساميءَ جي فڪر ۽ فن کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو.

ابراهيم جويہ، صاحب جي خواهش هئي تہ، سندس ٻين ڪتابن سان گڏ هن ڪتاب کي بہ اشاعتي پروگرام ۾ شامل ڪيو وڃي. سندس خواهش جو احترام ڪندي، ٻنهي جلدن کي هڪ ئي جلد ۾ تيار ڪيو ويو آهي. ٻئي جلد اڻ لڀ هئا، ۽ هاڻي شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي سهڪار سان اوهان تائين پهچي رهيا آهن.

**پروفيسر محمد سليم ميمڻ**

سيڪريٽري

محمد ابراهيم جويو سؤ سالہ جشن ڪاميٽي

29-12-2014

# ناشر طرفان

(پهرين ڇاپي جي جلد پهرين لاءِ لکيل)

ورهاڱي کان هڪ سال اڳ، مارچ 1946ع ۾، سنڌ جي سنت-ڪويءَ، "ساميءَ"، جي چار سؤ ڏهن چونڊ سلوڪن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو " Song of the Spirit " جي نالي سان شايع ٿيو هو: ترجمو ڪندڙ ڇپائيندڙ ۽ شايع ڪندڙ شانتي ايل. شهاڻي هو. سلوڪن جي ترجمي بابت ديباچي ۾ پاڻ لکن ٿا:

"In 1943, from the tumult of political turmoil to the silent sanctuary of prison walls… in the… barrack of the Karachi District Prison… an irresistible urge arose within me to translate these Slokas into English… till it was time for my release… on 25th November of that year. But I had finished my work much before that date. From 11th of November, the manuscript went round in hands of my friends lodged in other barracks as security prisoners and I had the benefit of their learned criticism during that fortnight…

"This is merely a spadework for some future lover of Sindhi literature and culture to till it and to bring forth… the rich… melodious harvest of beauty, tranquility and unity embedded in the songs of our desert singers…"

(يعني: "1943ع ۾، سياسي هنگامن جي شور مان نڪري،… ڪراچي ضلعي جيل جي چوديواريءَ اندر هڪ بند ڪوليءَ جي خاموش پناهگاهه ۾ آيس،… ته منهنجي اندر ۾ هنن سلوڪن کي انگريزيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جو هڪ اَجهلُ اُمنگ اُڀريو…، تان جو اُن سال جي نومبر مهيني جي 25 تاريخ تي منهنجي رهائيءَ جو ڏينهن به آيو. پر اُن تاريخ کان گهڻو اڳ مان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيلُ ڪم پورو ڪري چڪو هوس. نومبر جي 11 تاريخ کان ترجمي جو مُسودو منهنجي ساٿين جي

هٿن ۾ پهچي چڪو هو، جيڪي اُتي ٻين ڪولين ۾ مون جيئن سياسي ٻاندي هئا، ۽ مون کي اُنهن پندرهن ڏينهن ۾ اُن بابت سندن تنقيدي رايا بہ ملي چڪا هئا...

”هيءُ منهنجو ڪم فقط سرزمين جي سُوڌ سنوارَ جو آهي. آئيندي جي سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ڪنهن باذوق ۽ سجاڻ 'هاريءَ' لاءِ جيڪو اُن جي ڪيڙ ڪندو ۽ اُن مان سُونهن، سُڪونَ ۽ ٻڌيءَ جي ٻجن جو اُهو پلو فصل اُپائيندو، جيڪي اسان جي هِنن ريگستاني راڳين، ڳُتي ۽ ڳوتي، پنهنجن روح-رُچندَن گيتن ۾ اسان لاءِ سانڍيا آهن...“)

سنڌ جي پَرسڌ درويش، ساڌو ٽِي. ايل. واسواڻيءَ، هُن جي اُن ترجمي جو مهاڳ لکيو، جنهن ۾ چيائون:

"Today Sind is under Western influences: in the pre-British period, Sind developed her individuality, and while the Kalhoras,- descended from a holy faquir,- and the Talpurs, offspring of simple Shepherds,- ruled, the rustic people of Sind rejoiced in their singers and saints.

"Today, alas! Sind is in a state of physical and moral disintegration: today, we need to study anew Shah Latif, Sami and Sachal: they purify the heart and the affections, while 'current' education makes us 'clever', controversial, communal, sectarian... When will New Schools appear? When will Sind be born anew?"

(يعني: ”اڄ سنڌ مغربي اثرن هيٺ آهي: انگريزن کان اڳ جي دؤر ۾ سنڌ پنهنجي انفراديت قائم ڪري چڪي هئي، ۽ ڪلهوڙا جيڪي فقير جو اولاد هئا، ٽالپر جيڪي سادن ۽ صافدل ريڍارن مان هئا، تن جي راڄ ۾ سنڌ جا معصوم ماڻهو پنهنجن راڳين ۽ سنتن جي آسِيسَ ۽ سنگ ۾ خوش هئا، مَنگهن هئا.

”اڄ، افسوس! سنڌ طبعي ۽ اخلاقي مونجهاري ۽ وڳوڙ ۾ ورتل آهي: اڄ اسان کي نئين سر لطيف کي، ساميءَ کي ۽ سچل کي پُرجهڻ جي ضرورت آهي: اُهي دليون صاف ڪن ٿا ۽ هينئان نارين ٿا، پر

هُلندڙ هوا، ايوڳي تعليم، اسان کي 'ڏاهو'، جهيڙاڪ، وِچ- ڪُڏڻو ۽ تفرقائي بڻائي ٿي... ڪڏهن نوان اسڪول نهندا؟ ڪڏهن سنڌ نئين سِر جاپندي؟")

ساڳئي ئي اُن سال، ستاويهن عنوانن هيٺ ترتيبيل چار سؤ چاهٺ "سامي ءَ جا چونڊ سلوڪ- معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سان- شايع ٿيا، جن سان گڏ سنڌ جي هڪ محسن بزرگ، رشي ڏيارام گدومل، جو لکيل مضمون، "سامي ءَ جي سلوڪن جو تاتپرج"، بہ شامل هو جيڪو، اُن جي پنهنجي محڪم اهميت سبب، هِتي، زير نظر هِن جلد جي شروع ۾، بہ پيش ڪيل آهي.

تنهن کان پوءِ پورا ٽي ڏهاڪا سالن جا اِئين ئي گذري ويا... تان جو ڊسمبر 1975ع ۾ سنڌ جي هڪ خاموش پورهيت، پر مُک عالم، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، "سامي ءَ سنديون سِپون" نالي سان، چاليهن صفحن تي آندل سامي ءَ جا بہ سؤ چونڊ سلوڪ، ۽ وڏيڪ اَنهٺ صفحن تي پکڙيل، وڏيءَ جاکوڙ سان تيار ڪيل، معنيٰ ۽ سمجهاڻين سميت، شايع ڪيا ۽ هڪ پيرو پيهر ورهاڱي کان پوءِ سنڌ جي علم ۽ ادب جي دنيا کي اُن "پنهنجي [سنڌي] شعر ۽ ادب جي پَڪي ۽ پُختي شِيرازيءِ" سان روشناس ڪرايو. هِنن 'سامي ءَ سندين سِپن' لاءِ "پهريان اکر" لکندي، ڊاڪٽر سنديلي جو هڪ محب ساٿي، ميان الهداد چغتائي، ٻڌائي ٿو:

"سامي ءَ جا سلوڪ پهريون پيرو (پريداس رامچنداڻيءَ جي 1859ع ۾ لکيل) ٽئين[سنڌي] درسي ڪتاب ۾ نظر اچن ٿا، جي جملي پنج آهن: پر آخر ۾ اُهي گنجَ ثابت ٿيا، چاڪاڻ تہ 1874ع ۾ درسي پنجون ڪتاب لکندي، اُن ۾ راءِ بهادر ڪؤڙي مل وري ٽيٽيهہ سلوڪ درج ڪيا، ۽ بعد ۾ پاڻ ئي ايڪيهہ سؤ سلوڪ ٽن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائون... سچ پچ تہ آنجهانيءَ اِن طرح سنڌي ادب تي احسان عظيم ڪيو، جو سلوڪ ميدان تي آندائين، ورنہ اُهي دُرَ شايد اُنهيئين دبليءَ ۾ رهجي وڃن ها... سامي اسان کان گهڻو ڪجهہ لهڻي ٿو، چاڪاڻ تہ

هُن گهڻو ڪجهہ اسان کي ڏنو آهي،... اُها تہ وَٽَ اسان کي ورثي ۾ ڏني اٿس، جنهن جو بيان ئي بي پايان آهي. ساميءَ جو هڪ ئي نُڪتو- ايڪ رانجهو لکان دا مٿ- ڪافي آهي تہ 'انسان کي پنهنجي اندر مان پرينءَ جو پَرو پوي ٿو، ۽ ڍور جيان ٻاهر ڍونڍڻ اجايو آهي'. ان کان وڌيڪ انسان لاءِ ٻي ڪهڙي املهہ چيز ٿي سگهي ٿي، جا هُن جي راهہ جو رهبر ثابت ٿئي! خبر ناهي تہ ڇو ساميءَ سان اهڙو انصاف نہ ڪيو ويو آهي، جهڙو حضرت پيٿائيءَ سان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۽ سچل سرمست سان آغا صوفيءَ ڪيو آهي! قبول ٿو ڪجي تہ شاهہ واقعي شاهہ آهي، سچل واقعي سنڌ جو منصور آهي، پر ساميءَ جيڪا منزل ماري آهي، سا سندس سلوڪن مان روز روشن جيان ظاهر آهي. پوءِ اهڙي شاعر جي ڪلام کي چمڪڻ جو موقعو نہ ڏيڻ حد درجي جي غفلت چئبي... اڄ بہ شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽي جا 1956ع وارا لکيل لفظ دماغ ۾ تازا آهن تہ 'ساميءَ سان هِن مهل تائين انصاف نہ ٿيو آهي... وري بہ سنڌيلو ئي هن ڪم کي هٿ ۾ ڪٽندو، چاڪاڻ تہ هُن "تحقيق لغات سنڌي" ۽ "سنڌ جو سينگار لکي، منهنجي دل تي هميشہ لاءِ اثر ويهاري ڇڏيو آهي..." ڏسو، اُن مرد مؤمن جا لفظ، اڄ 'ساميءَ سنديون سپون' جي صورت ۾، سچا ثابت ٿيا...!"

اُن وچ ۾، سيما پار، هندستان ۾، 1940ع جي ڏهاڪي جي پوين سالن ۾ ئي، ٻڙودي (گجرات) مان نماڻي فقير هٿان سچل سائينءَ جو مڪمل رسالو، پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي تيار ڪيل شاهہ جي رسالي جا بہ ڇاپا، هڪ مفصل صورت ۾ ۽ ٻيو مُجمل صورت ۾، بمبئيءَ مان، ۽ اُتان ئي پروفيسر بي. ايڇ. ناگراڻيءَ جا تيار ڪيل ساميءَ جا سلوڪ، پوريءَ تشريح، مختلف پڙهڻين ۽ معنيٰ سميت (ٽن جلدن ۾)- مطلب تہ سنڌي شاعريءَ جا اُهي ٽيئي صحيفا وڏي آب تاب سان پڌرا ٿيا. هِتي اسان وٽ حالت اِها رهي، جو ستر جي ڏهاڪي ۾ صورت اِها بہ سامهون آئي، جو "ساميءَ جا سلوڪ" تہ پنهنجي جاءِ تي پر "رسالو سچل سرمست" ۽ "شاهہ جو

رسالو" بہ ڪتابي مارڪيٽ ۾ اڻ لڀ ٿي ويا. 1978ع ۾ 'سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد' نيث حوصلي کان ڪم ونئي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جا هي ٽيئي امر ڪتاب ڇاپائي، ساڻيڻ جهڙيءَ هڪ ئي پيٽيءَ ۾ رکي، هلڪيءَ، پهچ ساروءَ قيمت تي شايع ڪيا، ۽ اِئين سنڌي قوم جي ٽنهي درويش- شاعرن جي قومي اهميت جي احساس کي پاڻ وٽ (اِنهي علامتي انداز سان بہ) قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي. اُن ٽہ- ڪتابائين اشاعت (Triology) لاءِ راقم هڪ تحقيقي قسم جو تفصيلي پيش لفظ "شاهہ، سچل، سامي: هڪ مطالعو" جي عنوان هيٺ- لکيو. پر اظهارَ خيال جي آزاديءَ خلاف اُنهن ڏينهن جي سياسي فضا کي بنهہ تتل، ٽامڻي ٽيلُ، ڏسي، پهرين ترجيح خود ڪتابن جي اشاعت کي ڏني ويئي، ۽ اُها تفصيلي لکيت هڪ پاسي رکي، خالص هڪُ ادبي ۽ مختصر بيو مضمون، ناشر جي "گذارش" طور، اُن جي جاءِ تي ڪتب آندو ويو: اُن مختصر ادبي مضمون جي افادي حيثيت کي بہ اڄ ساميءَ جي سلوڪن جي هِن بہ- جلدائينءَ اشاعت لاءِ اوتري قدر ئي موزون ۽ ضروري سمجهندي، اُن جي هِن جلد پهرئين ۾ هِتي شامل ڪيو ويو آهي.

ساميءَ جي سلوڪن جي هِن اشاعت جي پڌري ڪرڻ جو شرف، اسان وٽ وڏيڪ ٻارهن سالن جي مدت کان پوءِ، وري بہ 'سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت' جي ڀاڱي ۾ آيل آهي، جنهن کي اسين پنهنجي سعادت سمجهون ٿا. اُن جي هيءَ بہ- جلدائين ترتيب هِن طرح بيهاريل آهي، جو پهرئين جلد ۾ مٿي ڄاڻايل ٽہ- ڪتابائين اشاعت جي ادبي نوع جي 'گذارش' کان علاوه پروفيسر بي، ايچ ناگراڻيءَ جا "بہ لفظ"، پروفيسر ايل. ايچ. اجواڻيءَ جو "مهاڳ"، ۽ شري وان ڏيارام گدومل جو "تاتپرج" اول ڏيئي، پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جا سهيڙيل ساميءَ جي سلوڪن جا ٽيئي ڀاڱا هڪ هنڌ آندا ويا آهن: ٻئي جلد ۾، ساڳئي انداز سان، ناشر جي گذارشي پهرين لفظن کان پوءِ، راقم جي شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي ٽہ- ڪتابائين اشاعت لاءِ

لکيلَ تفصيلي تحقيقي مضمون کي آندو ويو آهي، ۽ اُن کان پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جو مڪمل عالماڻو تحقيقي 'مقدمو' ("سامي صاحب جي جيون چرتر" کان وٺي، "ساميءَ جي سلوڪن جا ڇاپا" جي عنوانن وارن سيني تاريخي ۽ تشريحي مضمونن سميت)، ۽ اُن کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تيار ڪيل "تحقيق لغات سامي" جو مواد (152 صفحن تي پکڙيل) شامل ڪيو ويو آهي. سلوڪن جي ڪن لفظن جون معنائون جيڪي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ٿن ڀاڱن ۾ ۽ 'ڪؤڙومل سنڌي ساهيته منڊل' جي "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" ۾ڏنل آهن پر ڊاڪٽر سنديلي جي 'تحقيق لغات ساميءَ' ۾ اچڻ کان رهجي ويل آهن، ٻئي جلد جي آخر ۾ اُنهن لفظن جي فهرست، معنيٰ سميت، به جدا شامل ڪيل آهي.

آخر ۾ اسان جي فرض ادائيءَ جي ڪوتاهي ٿيندي، جي مڃتا ۽ احسانمنديءَ جي هڪ ڳالهه، ساميءَ جي سلوڪن جي هن ٻه جلدائينءَ اشاعت جي سلسلي ۾، هتي نه ڪئي وڃي. ۽ اُها ڳالهه هِينءَ آهي ته جيئن 1978ع ۾ شاهه- سچل- ساميءَ جي ٽه- ڪتابائينءَ اشاعت لاءِ تيئن ساميءَ جي هن خاص اشاعت لاءِ اسان کي سچي گهربل مالي سهوليت ۽ سهائتا، ساڳين اُنهن ڀرين خاطرين جي نشانن تي، "مهتاڻي فائونڊيشن" کان ملي، ۽ پوءِ ئي ساميءَ جي هن اهم ۽ املهه اشاعت جي پڌرائيءَ جي سرانجامي عمل ۾ اچي سگهي. اسين ان لاءِ ٽرسٽ جي امانتدار پنهنجي سياڳي، سِجلائتي نهٺي ۽ نيڪ صفت ٻاءُ دولت مهتاڻيءَ، ۽ سندس سَتو گٽيءَ شريڪ حيات، دادي ڪملا ديوي، جا هڪ امولڪ انسان آهي ۽ اسان جي مهربان ماءُ سمان آهي، تن جا بيحد ٿورائتا آهيون.

جو وڙ جڙي جن سين سو وڙ سي ئي ڪن!

حيدرآباد سنڌ [ناشر]

آگسٽ 16، 1992

# ناشر طرفان

(پهرين ڇاپي جي جلد ٻئي لاءِ لکيل)

شاعَر، سچا شاعَر، 'تاريخ جا فرشتا' سڏيا ويا آهن. تاريخَ بني نوع انسانَ جِي، ۽ پڻ قومن جِي، ۽ فرشتا انهيءَ ڪري، جو هو فڪر ۽ جذبي جي پرورش ڪن ٿا ۽ ان طرح سڄيءَ انساني زندگيءَ، ۽ پڻ قومي زندگيءَ، کي معنيٰ ۽ معيارَ بخشين ٿا. سچي سچائي، سچي بلندي، سچي اُجلائپ... انساني تمدن ۽ قومي تهذيبن جي... اُنهن کان ملي ٿِي، ۽ هو ئي اِن سڀ جا ضامن پڻ آهن.

دنيا جي سيني قومن وانگر، سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هُن وٽ پنهنجا اهڙا شاعر موجود آهن. ڪلاسيڪي دور جا ٻه ۽ جديد دور جا ٻه. سنڌس ڪلاسيڪي دور جي انهن سدا حيات شاعرن جي صفَ اول ۾ "ساميءَ" جو شمار ٿئي ٿو.

تاريخ جي اِن دور ۾، جيئن سڄيءَ سڌريل دنيا جي ماڻهن ۾ تيئن سنڌ جي ماڻهن ۾ ٻه، ٻوليءَ ۽ وطن جي بنياد تي، قبيلائي ۽ مذهبي ويڇا مِتجڻُ ۽ گڏيل مفاد جا احساس اُڀرڻُ شروع ٿيا هئا. جن پوءِ، ٻوليءَ جي ادبي اُپارَ سان، قومي جذبن ۽ خيالن جي ميراث طور سنڌن قومي وجود جي اڏاوت جو تاريخي ڪردار ادا ڪيو.

قاضي قادَن (وفات 1551ع) ۽ شاه ڪريم (وفات 1624ع) کان شاه- سچل- ساميءَ (1689ع-1850ع) تائين، سڄي پنهنجي اِن واڌو ٽن صدين جي دور جي شعر ۾ اسان کي هڪ ئي سبق پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ موجود ملي ٿو: انفرادي ۽ گروهي (فرقيوار) اُمنگَ ۽ مفادَ، تي سماجي، اِجتماعي اُمنگَ ۽ مفاد جي ترجيح جو سبقُ. تحقيق، انسان جو سڄو اخلاقي ۽ روحاني رَوَيو اِنهيءَ اجتماعي (قومي- انساني)

نيڪيءَ ۽ مفاد جي احساس ۽ شعورَ ۽ عمل جي حوالي ڪان سواءِ ڪابہ پنهنجي ٻي معنيٰ ۽ اهميت ڪانہ ٿو رکي. دنيا ۾، مثلا يورپَ ۾ ۽ ايشيا ۾، ۽ خصوصا برصغير هندستان جي ايرندڙ قومي سماجن ۾، مذهبَ، جڏهن اُن دور تائين ايندي ايندي، اُنهيءَ اخلاقي ۽ روحاني تربيت ۽ ترغيب جي پنهنجي اصلي ۽ خاص ڪارج کان هَٽي، خودپرستيءَ ۽ تفريق ۽ علحدگيءَ کي فروغ ڏيڻ لڳا، تڏهن جيئن دنيا جي ٻين هنڌ جي تيئن سنڌ جي وطن دوست سَنت شاعرن بہ سڄي پنهنجي اُن دور ۾ سنڌ جي ماڻهن کي سندن پست پئجي ويل مذهبن جي اکري ۽ سطحي اختلافن بدران اُنهن جو اصلي مقصد ۽ بنيادي روحُ سِڌن سُوڌن پنهنجن دل نواز دوهن، سلوڪن، بيتن، واين ۽ ڪافين ۾، ورائي ورائي، ٻڌايو ۽ سمجهايو: هندن کي اِئين سندن ويد ٻڌاياٿون، بلڪ اُنهن جو 'انت' يعني اُنهن جو اصل ۽ نچوڙُ سمجهاياٿون؛ ۽ مسلمانن جي آڏو سندن قرآن حڪيم بلڪہ اُن جو روح يا مغز (تصوف جي اصطلاح ۾) پيش ڪياٿون ۽ سمجهاياٿون.

جيئن يورپ ۾ پاپائيت جي نظام، صدين تائين، اِنجيل مقدس جي تعليم کي ڪليسا جي ملڪيتَ خاص سمجهيو ۽ پنهنجو پيشو بڻايو، ۽ عام ماڻهن کي اُن کان محروم رکيو. تان جو مارٽن لِيُوٿر سورهين صديءَ جي شروع ۾ پهريون اُن جو ترجمو جرمن ٻوليءَ ۾ ڪري ٻين قومي ٻولين ۾ ان جي ترجمي جا ۽ پُرجهہ پروڙ جا دروازا کوليا؛ تيئن اسان وٽ برهمنيت 'شاستر ڏيان' کي ۽ مُلائيتَ 'قرآني هدايت ' کي پنهنجي پنهنجي خاص قابليت ۽ پنهنجو پنهنجو خاص شيوو ۽ شانُ سمجهيو. تان جو هتي سنڌ ۾، ڪجهہ پوئيرو پر اُنهيءَ ئي (سورهينءَ) صديءَ ۾ قرآن مجيد جو پهريون ترجمو فارسيءَ ۾ مخدوم سرور نوح رحہ هالائيءَ ڪيو . اِن طرح هندن جي ڌرمي ڪتابن 'مهاڀارت'، 'رامائڻ' ۽ خاص طور جدا، 'ڀاڳوت گيتا' جا ترجما بہ اُنهيءَ ئي صديءَ ۾ (شهنشاهہ اڪبر جي چوڻ تي) هند ۾ پهريون ڀيرو فارسيءَ ۾ ئي ٿيا. البت فارسي، جا حڪمرانن جي ٻولي هئي، اُن

ڪري سيني انهن ترجمن مان جيڪو سو پنهنجي قسم جو فائدو اُنهن ئي ورتو جيڪي حڪمران برادريءَ جا يا سندن صحبتي ۽ حڪمبردار (عامل) هئا. عام خلق تائين، عام خلق جي فائدي وارو انهن جو فيض يا تاثيرَ خير ئي ڪو پهچي ٿي سگهيو ۽ شايد ئي ڪو پهتو. ٻنهي ڌرين جا پنڊت ۽ ملا، پنهنجي آڏو انهن ترجمن جي هوندي ٻـ، اڳي ڪان اڳرا هڪٻئي کي خاص پنهنجي سچ جي برتريءَ جي شهه سان خوب ڏيندا رهيا ۽ عام خلق اُهائي اڄاڻپ ۽ ساده خياليءَ ۾ ائين ڦاٿي رهي جيئن ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڪا چؤڪنيي مَک.

تازو، ٺٽي جي هڪ معزز خاندان مان، قاضي ميان علي محمد جي ذريعي، اڪبري دور جي اُن هڪڙي ترجمي جو هڪ خَطي نقلُ، 1803ع جو ڪيلُ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي دستياب ٿيو: جنهن ۾ نقل نويسَ جي فارسيءَ ۾ ئي لکيلَ ڪافي هڪ اهم ۽ دلچسپ عبارتَ جي پڙهڻَ جو راقم کي موقعو مليو. مٿي عرض ڪيل چند گذارشن جي حوالي سان اُها عبارت پڙهندڙن لاءِ گهٽ پاسن کان مناسب ۽ وقتائتي سمجهندي، سنڌي ترجمي سان هتي پيش ڪرڻ ضروري ٿي پانئجي:

"بيان ضروري از بنده تهارو مل راقم اين پوران:
ڪِ از مردمان ڪُهن عاملان هندو... چنين.

معلوم شد ڪ اين پوران اصل در سهسڪرت علم شاستر بود. پس فيضي شاعر ساڪن هندستان ڪ در علم عربي و فارسي وغيره علوم تمام قابل و هوشيار بُود، او را خيال خواندن علم شاستري بخاطر آمد. اُو نزد برهمن بيدخوان در ملڪ هندستان رسيده علم شاستري از او خواند و سهسڪرت نيز آموخت و بطريق شاگرد همہ علم شاستري را آموختہ قابل گرديد. پس اين پُوران را از سهسڪرت در فارسي ترجمہ نمود [در سنہ 983هـ بمطابق 1569ع] ڪِ اين حڪايت در همہ اهل هند معلوم است. و عاملان فارسي خوانده هر ملڪ اين ڪتاب را نقل ڪرده بمطالع مي آوردند و نزد بسيار عاملان اين ملڪ سنده نيز اين

پُوران موجود است. پس از چند روزها در عهد حکومت سرکار والا اختیار انگریز صاحب بهادر واقعہ شهر لکهنو مردم هندو اهل هند از سهسکرت در زبان اردو نوشتہ ترجمہ کرده در مطبع نوشتند، که در تمام هندوستان منتشر شد و بسیار کس شایقان خریدند. چون بنده نیز این را که در اردو ترجمہ بُود خریده سربستہ بمطالعہ آورد، و بنظرم آمد که ترجمہ این کتاب [در فارسي از فیضي] موافق اصل سهسکرت نمي باشد، و آنچہ که در اردو نوشتہ اند موافق اصل سهسکرت مي باشد، و 'فیضي' مترجم [در فارسي]... ندانیم که از کدام سبب در ترجمہ کردن مغالطہ نمود و چندین فصل هارا گذاشت و در ترجمہ نیاورد که من بنظر نیک هریک ادیها یعني هریک فصل را بہ بهاگوت اردو مقابلہ نموده تفاوت کسي را بظهور آورد که حقیقت آن در فهرست این پُوران برابر هریک اِسکند شرح وار مرقوم ساختہ نشان داده است. بدین نظر این بهاگوت صحیح نیست. و دیگر انک آنچہ در ترجمہ آورده است آن نیز مختصر که برابر سهسکرت نمي باشد. لهذا بسیار تفاوت درین بهاگوت فارسي است و لایق پاٹهہ کردن نیست. مگر کسي که بخوشي خاطر خود بخواند او را منع نمي کنم. باقي من پاٹهہ سري بهاگوت اردو میکند.

فقط صحي بنده تهارومل ولد چندنمل قوم سهتہ قصبہ نصرپور، تاریخ سیویم ماه کَتِي سنبت 1938 مطابق 1803ع اتمام یافت.

هرک خواند دعا طمع دارم، زانک من بنده گنهگارم
نوشتہ بماند سیہ برسفید، نویسنده را نبست فردا امید.

بیت:

گفتیم بدیر دِر تو رَسَم یا بکعبہ!
گفت مارا بهر مقام که جُوئید حاظریم.

(سنڌي ترجمو: هن پُراڻ جي لکندڙ بندي نارومل جو ضروري بيان آهي تہ وڏيءَ عمر جي ماڻهن ۽ هندو عاملن کان ائين معلوم ٿيم،

تہ [هيءُ] پراڻ اصل سنسڪرت جي شاستري علم بابت هو. پوءِ شاعر فيضي جيڪو هندستان جو رهندڙ هو ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ جي علمن وغيره ۾ قابل ۽ هوشيار هو، تنهن جي دل ۾ شاستري علم سکڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ هو اُتي هندستان ۾ ويدن جي ڄاڻوءَ. ڪنهن برهمڻ وٽ پهتو ۽ علم شاستر هن وٽ پڙهيو ۽ سنسڪرت پڻ سکيو، ۽ شاگرد وانگر سڀ شاستر علم حاصل ڪيائين ۽ قابل ٿيو. پوءِ هُن هيءُ پراڻ سنسڪرت مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هيءَ ڳالهہ سڄي هندستان ۾ مشهور آهي، ۽ [اُتان جي] هر ملڪ جافارسي پڙهيل عامل هن ڪتاب جو نقل ڪري/ ڪرائي پڙهندا رهن ٿا. ۽ هن ملڪ سنڌ جي گهڻن عاملن وٽ بہ هيءُ پراڻ پهتل آهي. ڪافي ڪجهہ وقت کان پوءِ سرڪار والا اختيار انگريز صاحب بهادر جي ڏينهن ۾ لکنو ۾ اهل هند ڪنهن هندو عالم سنسڪرت مان اردوءَ جي لکڻيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇاپيو، ۽ ائين اهو هندستان ۾ پکڙيو، ۽ گهڻن شائقن خريد ڪيو. هن بندي پڻ اهو جيڪو اردو ترجمو هو سو ورتو ۽ سڄو اهو پڙهيو... منهنجي نظر ۾ آيو تہ هيءُ ڪتاب [فيضيءَ جو فارسي ترجمو ] اصل سنسڪرت جي موافق نہ هو، پر اردوءَ ۾ آندل ان اصل سان موافق هو. مترجم فيضي... خبر نہ آهي تہ ڪهڙي سبب ترجمي ڪرڻ ۾ مغالي ڪان ڪجهہ انجا فصل ڇڏي ڏنا هئا ۽ ترجمي هيٺ نہ آندا هئا. مون پوري ڏيان سان ڀاڳوت جي اردو اُلٿي جي هر هڪ فصل سان اهو ڀيٽي ڏٺو تہ تفاوت جيڪو هو سو پڌرو ٿي پيو. اها حقيقت مون هن نقل جي فهرست جي حاشيءَ ۾، چٽائيءَ سان لکي ڇڏي آهي. انهيءَ ڳالهہ جي ڪري، هيءُ ڀاڳوت جو فارسي اُلٿو صحيح ڪونهي. ۽ ٻيءَ هن ڳالهہ ۾ بہ هيءُ اوٺو آهي تہ هيءُ مختصر پڻ آهي ۽ انهيءَ ڪري هن ترجمي ۽ سنسڪرت واري اصل ۾ گهڻو تفاوت آهي، ۽ پاٺ ڪرڻ لائق نہ آهي. پر جيڪڏهن ڪوئي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان هيءَ پڙهندو تہ ان جي منع بہ نٿو ڪريان. آءٌ [هاڻي] اردو سري ڀاڳوت جو پاٺ ڪندو آهيان. فقط صحي بندو نارومل ولدچندنمل،

قوم سهتو، ڳوٺ نصرپور، تاريخ 30 ماهہ ڪَتي، سنبت 1938 مطابق 1803ع.

پورو ٿيو

جيڪو پڙهندو تنهن کان دعا جي طمع رکان ٿو، ڇو تہ آءٌ بندو گنهگار آهيان. اکر بہ اکر لکيو اٿم، مون لکندڙ کي بہ ان جي عيوض ڪا طلب ڪانهي. بيت:

چيم، تنهنجي در تي مندر جي وسيلي پهچندس يا ڪعبي جي وسيلي!
چيائين، اسان کي ڪنهن بہ جاءِ تي ڳوليندين، اسين اُتي موجود آهيون.

1803ع ۾ ڀاڳوت گيتا جي فارسي ترجمي جي مخطوطي ۾ لکيل هيءَ عبارت ساميءَ (1743-1850) جي پنهنجي زندگيءَ جي ڏينهن جي ڳالهہ آهي : اِن مان خبر هيءَ ٿي ملي تہ ڪم از ڪم اوستائين ڀاڳوت گيتا سميت هندن جي ٻئي بہ ڪنهن مذهبي پستڪ جو سنڌي ترجمو ٿيل ڪونہ هو. نہ رڳو ايترو پر اُنهن جا سورهينءَ سترهينءَ صديءَ ۾ميسر ٿيل فارسي ترجما (قلمي صورت ۾) بہ ساڳيا اُهي پراڻا پنڊت ۽ ملا ئي پڙهي ٿي سگهيا، ۽ ٻيا فقط "هندوستان جي ملڪن" ۽ "ملڪ سنڌ" جا "عامل" يعني سرڪاري حڪمبردار، جن کي اڄ جي ٻوليءَ ۾ "آفيسر" يا "عملدار" (Bureaucrats) ٿو سڏجي سي ئي پڙهي ٿي سگهيا. هيءَ صورتحال عام مسلمان خلق سان بہ "هند" توڙي "سنڌ" ۾ عين بين ساڳي هئي. ارڙهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ئي فقط اُنهن کي قرآن جي هڪڙي (ٽيهين) سيپاري ۽ پنج وقتي نماز جي دعائن جو ترجمو ۽ ان جو دستور نامو سنڌيءَ ۾ دستياب ٿي سگهيو هو، ۽ سو بہ گهڻن کي؟ عام خلق تہ هونئن ئي اکرن جي سڃاڻپ کان وانجهيل هئي، پر ڇاپڻ جي سهولت بہ، ۽ اُن جي وسيلي ڪتابن جي عام اشاعت، جيڪا يورپ کي پندرهينءَ صديءَ ۾ حاصل ٿيل هئي، اُها اسان کي هتي اوڻهين صديءَ جي آخر ۾ بہ مس مس سڄي برِصغير هندستان جي ڪن ٻن چئن وڏن شهرن ۾ ئي ميسر اچي سگهي هئي.

پنهنجي ٻوليءَ ۾ تعليم ۽ تدريس ۽ ڪتابي اشاعت جي هن صحرا ۾ اسان جي سنت ڪوين/ صوفي شاعرن، جن اسان کي 'ويدن جون وايون، سنڌيءَ ۾ سڻايون' ۽ قرآني 'آيتون بيتن ۾' ٻڌايون، انهن جا احسان اسين ڪهڙن لفظن ۾، ۽ ڪهڙيءَ عملي موٽ جي صورت ۾ ادا ڪري ٿا سگهون. هنن اسان کي هڪ قوم هجڻ جو شعور ڏنو، هنن اسان کي انساني- قومي اخلاق جي قدرن سان نوازيو، هنن اسان کي عالمي برادريءَ جي صف ۾ پنهنجي مخصوص شناخت ۽ شان سان بيهڻ لائق بڻايو.

غلاميءَ ۾ ملڪن ۽ قومن جي قسمت ڪيئن ٿي بگڙي ۽ بطال ٿئي، اُن جو مثال برِصغير جي قومن ۽ ملڪن مان خاص طرح 'ملڪ سنڌ' ۽ سنڌي قوم جي تاريخ ۾ موجود ملي ٿو. اسان جي ويجهيءَ گذريل تاريخ جي مغل (ارغون، ترخان ۽ مغل) استبداد جا ٻه سئو سال ( 1520 کان 1736ع تائين) ۽ ڪجهه وقفي کان پوءِ انگريز سامراج جي بالادستيءَ جا هڪ سؤ سال (1843 کان 1947ع تائين ) ان سلسلي ۾ اسان لاءِ وڏا سبق رکن ٿا. مغلن جي خانوادائي (Dynastic) دورَ حڪومت ۾ سندن وحشي ۽ بيرحم سُنَبنِ هيٺان لتاڙجي اسين ٻنهه پَٽِ پئجي وياسين، پر اسين وڙهندا رهياسين ۽ وڙهندي وڙهندي پنهنجي مٽيءَ مان، ۽ پنهنجي شان سان، اُڀرندا رهياسين، ۽ پنهنجو قومي وجود بچائي آياسين. وڏيڪ چالاڪ انگريز سامراج جي بينڪي (Colonial) طرزَ حڪومت ۾ اسين هڪ طرح تي پنهنجي اندروني نفاق ۾ ونجي، اُنهن جا پانهِنِ ٻَڌا ۽ ڳيجُهو بڻجي وياسين، ۽ پنهنجي آنَ ۽ آجپي لاءِ وڙهڻ جو ارادو ۽ اُمنگ اسان کان ڇڏائجي ويو. 'شاهه-سچل- ساميءَ' جي ٻوليءَ ۽ ڳالهه جو ڳُڻُ وساري، قائن جي ٻوليءَ ۽ اُن جي تربيت کي سماجي امتياز ۽ ساڻن اختيارَ حڪومت ۾ شراڪت جو پروانو ڄاڻي، 'سرڪار مائي باپ' جي 'فيلمستائيءَ' کي پاڻ لاءِ 'تڏي ڇانوَ' سمجهيوسين، ۽ دوئيءَ جي وَر چڙهي، بي اونا پنهنجي پاڻ ۾ وِڪري ۽ وَچڙي، سچو پنهنجو قومي- انساني روحُ "مايا ۽

ڪايا" جي موهَ ۽ ميڙيءَ ۾ لڳائي، سامراج ۽ مذهبيت جي بہ سُنهينءَ تفرقيباز سياست جي پُرفريب نعرن جي لَڙهہ لڳاسين، ۽ پَتڪا بَڌي، پنهنجي قومي وجود جي نفيءَ واريءَ ڳالهہ ۾ پاڻ ئي اُن سان شريڪ ٿي بيناسين، ۽ اِهو نہ ڄاتوسين تہ ڪيڏو نہ هڪ وڏو اُهو قومي جُرم هو، جو اسان کان سرزد ٿي رهيو هو! اڄ اسين ڪٿي آهيون؟ ڪيرُ آهي، جو اُن جي سزا کان اسان کي بچائي! ڪير آهي، جو اسان کي ڪنڌيءَ لائي!!

برابر، 'شاعر'- سچا شاعَر- تاريخ جا فرشتا سڏيا ويا آهن: تاريخ بني نوع انسان جِي ۽ پڻ قومن جِي؛ ۽ فرشتا انهيءَ ڪري، جو هو، ماڻهن کي، ۽ قومن کي خطرن کان آگاهہ ڪن ٿا، اُنهن جي مَنَ جا مونجهارا لاهين ٿا، ۽ سندن تَتَل هانءَ ٺارين ٿا، ۽ اُن ڏِس ۾ اُنهن لاءِ هو عمل جون راهون روشن ڪن ٿا: خير ۽ ماڻهپي جون، اُميد جون، محبت جون، ۽ قربانيءَ جون. جن تي هلي، اُهي نجات پائين ٿا. "دنيا جي بين قومن وانگر سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هُن وٽ پنهنجا اُهڙا شاعر موجود آهن. اسان جي ڪلاسيڪي دور جي اُنهن سدا حيات شاعرن جي صف اول ۾ 'ساميءَ' جو شمار ٿئي ٿو..." ساميءَ جو دل جان سان مطالعو اوتروئي جيترو شاهہ جو ۽ سچل جو بين پنهنجن سچن شاعرن جو، انهيءَ ڪري اسان لاءِ اول درجي جي قومي فرضن ۾ داخل آهي.

هيءُ بيو ڀيرو آهي، جو اُن پنهنجي فرض جي بجاوريءَ طور، سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت "ساميءَ جا سلوڪ" شايع ڪري رهي آهي: پهريون حضرت شاهہ عبداللطيف ۽ حضرت سچل سرمست جي رسالن سان گڏ تہ ڪِتابائين ايڊيشن (1978ع) جي صورت ۾، ۽ بيو هِن ڀيري الڳ ٻن جلدن ۾. پهرئين جلد ۾ مهاڳن جي لازمي اڪرن کان سواءِ، ساميءَ جا فقط سلوڪَ، تعداد ۾ 2678 آندل آهن، جيڪي پروفيسر بي- ايڇ- ناگراڻيءَ جي ٽن ڀاڱن واريءَ ايڊيشن (1955ع، 1958ع، 1960ع) ۾ ترتيب ڏنل هئا. هيءُ بيو جلدُ

سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي اُن تِموريتيءَ جي ڪجهه گڏيل اڀياس، ۽ پڻ خاص ساميءَ جي سلوڪن جي اڀياس ۽ ساميءَ جي شعري لغات جي اشتقاقي معني ۽ سمجهاڻيءَ تي مشتمل آهي. هيءُ پهريون پيرو آهي، جو ساميءَ جي لغات کي ائين علمي انداز ۾ اهڙي اهتمام سان پيش ڪيو ويو آهي، جنهن انداز ۾ اهتمام سان استاد محترم ڊاڪٽر ايڇ-ايم- گربخشاڻي مرحوم حضرت شاهه لطيف جي لغات کي (1923ع، 1924ع ۽ 1931ع واريءَ) پنهنجيءَ ٽـ- جلدائين ايڊيشن ۾ پيش ڪيو هو. هِتي آنڌل اُن طرح جي "تحقيق لغات ساميءَ" لاءِ اسين پنهنجي بزرگ دوست محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي مرحوم جا احسانمند آهيون. ساميءَ جي سلوڪن جا لفظي اچارَ زيرين زبرن سان پهريون پيرو پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن ۾ نروار ڪيل آهن؛ هتي هِن ٻـ- جلدائينءَ ايڊيشن ۾ اُن جو اوتروئي، بلڪ ضرورت سارو ڪجهه وڌيڪ ئي، اهتمام ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر سنديلي جي 'تحقيقي لغات' کي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن جي حاشيي ۾ ۽ ڪوڙو مل ساهتيه منڊل جي 'ساميءَ جا سلوڪ' جي آخر ۾ ڏنل معنيٰ وارن لفظن سان ڀيٽي، چنڊي ڇاڻي، اُنهن مان رهجي ويل لفظ جدا ڪري، هِتي جدا 18 صفحن ۾، ڏنا ويا آهن. تـ جيئن پڙهندڙن کي سلوڪن جي سمجهڻ ۾، اسان جي وس پڄندي، ڪا دقت باقي نـ رهي. اُن ڪم ۾، ۽ اکر اکر ڪري ۽ وري وري پروفن پڙهڻ جي ڪم ۾ مون سان پياري دوست نور احمد خواجي ۽ منهنجي پياري ڌوهٽي محسن عليءَ جيڪو لاڳيتو ۽ دلي سهڪار ڪيو، اُن لاءِ آءٌ تهدل سان سندن شڪر گذار آهيان.

زير نظر ايڊيشن جي هِن ٻئي جلد لاءِ، منهنجي درخواست تي محترم دوست ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي خاص مضمون "ساميءَ جا سلوڪَ هڪ نظر ۾" جي عنوان سان لکيو، جيڪو ابتدا ۾ هتي شامل ڪيل آهي؛ اُن لاءِ آءٌ سندن بيحد ممنون آهيان.

آخر ۾، پر پوري خلوص سان، اسين پنهنجي نيڪدل، صوفي

منش، سڀ جي خير گهرندڙ دادا دولت دولت مهتاڻيءَ جا ٿورائتا آهيون، جن جي همت افزائين ۽ دعائن سان اسين هِن اشاعت کي هيءُ ڏسڻ جهڙو ۽ فخر ڪرڻ جهڙو اشاعتي معيارُ ڏياري سگهيا آهيون.

هِن ايڊيشن جي ڪمپيوٽرائيزڊ اکر- بنديءَ ۽ آف سيٽ ڇپائيءَ ۽ جزبنديءَ جي پختائيءَ، صفائيءَ ۽ سنائيءَ لاءِ اسين پنهنجي نيڪ طبع سچي ساٿيءَ ، ميان نور احمد ميمڻ، پروپرائيٽر آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچيءَ جا ٿورائتا آهيون: سڄي هن ڪم ۾ لڳي پيٽي سڀ اهتمامي اوڻايون راقم جي جهوليءَ ۾.

اميد آهي تہساميءَ جي سلوڪن جي ٻن جلدن جو هيءُ دلڪش ۽ پوري هيج سان کولڻ ۽ پڙهڻ جهڙو تحفو اسان جي لائق صد احترام پڙهندڙن کي بہ وڻندو، ۽ دائما سندن روحاني رفيق ثابت ٿيندو. گر قبول افتد زهي عز و شرف.

حيدرآباد سنڌ [ناشر]

آڪٽوبر 25، 1992ع

# گذارش

[شاهہ جي رسالي، رسالي سچل سرمست ۽ ساميءَ جي سلوڪن
جي تہ- ڪتابائين اشاعت (حيدرآباد، 1978ع) جي حوالي سان.]

انساني تهذيبن جي اها هڪ خاص روايت آهي تہ هر تهذيب پنهنجي علم، ادب ۽ فن کي پنهنجي تمدني اوسر جو بنيادي پٿر سمجهندي آهي. ۽ آهي بہ واقعي ائين. جيڪڏهن تهذيب جي عروج ۽ زوال، چڱاين ۽ مڻاين کي ڄاڻڻو ۽ پرکڻو هجي تہ اُن جو سڀ کان چٽو آئينو سندس ادب يا ساهت ئي هوندو آهي. جاندار ۽ سدا حيات تهذيبن جاندار ۽ سداحيات ادب پيدا ڪيو آهي، ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ جاندار ۽ سداحيات ادبن هميشہ جاندار ۽ سداحيات تهذيبن کي فروغ ڏنو آهي. جاندار ۽ سداحيات ادب ۾ وري شاعريءَ کي، ۽ اُن ۾ بہ اُن جي ڪن خاص شاعرن کي، هڪ خصوصي اهميت ۽ بنهہ مٿانهون مرتبو حاصل هوندو آهي.

اِها بہ هڪ اهم حقيقت آهي تہ تاريخ ۾ ادب جي شروعات شاعريءَ سان سمجهي وڃي ٿي، ۽ نثر جي مقابلي ۾ نظم يا شاعري وڌيڪ عرصو زنده ۽ تابنده رهي ٿي ۽ ماڻهن جي روح کي وڌيڪ متاثر ۽ متحرڪ ڪري ٿي. ڪنهن بہ تهذيب جو مثال وٺو، ڪنهن بہ مٿانهين ادب کي سامهون رکو، اُن ۾ بنيادي اهميت اُن جي شاعريءَ کي ئي حاصل هوندي آهي. قومن جي وڏين تاريخي هستين ۾ سڀ کان وڌ ڄاتل سڃاتل شخصيتون شاعرن جون هونديون آهن، جيتوڻيڪ ڪن تهذيبن ۾ ۽ خاص طور ماضي قريب ۾- نثر جا بہ لازوال ۽ اعليٰ شاهڪار پيدا ٿيا آهن ۽ سندن اعليٰ نثر نويس بہ سندن تاريخ جا اُهڙائي عظيم ۽ برگزيده ڪردار شمار ٿين ٿا.

قومن جي شعري دنيا ۾ وري هڪ ٻہ نالا خاص اهڙا ٿين ٿا، جيڪي خود سندن تهذيبي تشخص جي سڃاڻپ لاءِ سندن ادب جا اڻ ـگس اهڃاڻ يا نشان بڻيل هوندا آهن. انهيءَ لحاظ کان جيتوڻيڪ اُهي انهن قومن جا خاص پنهنجا شاعر سڏبا آهن، پر بنيادي طرح، ڇاڪاڻ تہ اُهي انساني تهذيب جي گڏيل ورثي جا خالق ۽ پڻ ان جا اَمين ۽ ترجمان هوندا آهن، ان ڪري سندن حيثيت عالمي يا آفاقي بہ هوندي آهي. 'هومر' جو نالو کڻو تہ سموري يوناني تهذيب اکين آڏو اچي ويندي. 'ورجل' کي ياد ڪريو تہ لاطيني سڀيتا جا سمورا اعليٰ انداز سامهون اچي ويندا. 'شيڪسپيئر' جو نالو چپن تي اچڻ سان انگلينڊ جي تهذيبي ورثي جو سمورو نقشو اکين اڳيان اچي ويندو. 'فردوسيءَ' جي نالي وٺڻ سان ايران جي عروج ۽ زوال جو آئينو سامهون نظر ايندو. 'پشڪن' کي پڙهڻ سان روس جي فڪر انگيز تاريخ ڪَرُ کڻي بيهي رهندي. ائين ئي، جڏهن شاه لطيف جو نالو چپن تي اچي ٿو تہ سنڌ جي سڀيتا جي سموري سونهن، سمورو حسن، سامهون نروار ٿي اچي بيهي ٿو.

سنڌي شاعريءَ جي هيءَ عظيم روايت نہ شاهہ لطيف کان شروع ٿي، نہ ئي شاه لطيف تي ختم ٿي. پر تڏهن بہ شاه لطيف سنڌي تهذيب ۽ ان جي سڳنڌ ۽ ساڃاهہ جو سڀ کان اهم اهڃاڻ بڻجي ويو آهي، جن جي پهچ ۽ پکيڙ هزارين ورهين تي ڦهليل آهي. ٻين لفظن ۾ لطيف سنڌي سڀيتا ۽ سنڌي ساهتيہ جي وڏندڙ ۽ جيئن پوءِ تيئن روشن ٿيندڙ حسن، پلائيءَ ۽ جانداريءَ جو هڪ سنگ ميل آهي. ان جي شاندار ماضيءَ جا اهڙا ٻيا بہ سنگ ميل آهن، جن ۾ سچل ۽ سامي هڪ اهڙي تثليث آهي، هڪ اهڙي تہ- مورتي آهي، تہ- پاسو- مشاهدو آهي، جنهن ۾ سنڌي تهذيب ۽ سنڌي قوم جي تمدني بنياد جو روح يا نچوڙ نظر اچي ٿو.

شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي ڪهڙي اهميت آهي، ان تي گهڻو ڪجهہ لکي سگهجي ٿو. پر ائين ڪرڻ سان گڏ سنڌي سڀيتا جي

تاريخ ۽ ان جي اونهائيءَ ۽ ڪشادگيءَ کي بہ منظر تي آڻڻو پوندو، ۽ اُن پوري داستان جِي هن مختصر پيش لفظ ۾ گنجائش نہ آهي. هت فقط اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسان جي هنن ٽن شاعرن اسان جي زبان کي نئين حياتي ڏني، اُن کي جيئرو رهڻ سيکاريو ۽ اهو ثابت ڪيو تہ هيءَ زبان دنيا جي انهن اعليٰ زبانن مان هڪ آهي، جيڪا، سنڌي سماج جي خاص حوالي سان، طويل انساني تهذيب جي تاريخ ۽ ان جي ادراڪ تي محيط آهي، جيڪا سَون، هزارن ورهين کان پنهنجي خاص دائري ۾ انسان جي احساسن ۽ جذبن کي جسم ڏيندي آئي آهي، ۽ اجاتل جڳن تائين انهيءَ جسم جي جوبن کي قائم رکڻ جي صلاحيت رکي ٿي. انهيءَ هڪ اڪيليءَ ڳالهہ ۾ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي عظمت جو وڏو راز ۽ ان جو سچو جواز موجود آهي. هنن ٽنهي مهاپرشن جي مهانتا بس اها ئي آهي تہ هنن سنڌي تهذيب جي نج ۽ نبار پلائين ۽ سباجهائين کي لفظن جو جامو پهرائي دنيا اڳيان آندو، پنهنجي ديس واسين جي آڏو روشن ڪيو ۽ ائين ڪرڻ سان کين انهيءَ پڌائڻ سان گڏ تہ هو ڪهڙيءَ عظيم ۽ منفرد تهذيب جا وارث آهن، سڄيءَ انساني تهذيب جي گڏيل ۽ مشترڪ ورثي کي زياده وزنائتو ۽ وڌيڪ املهہ ۽ وسيع بڻايو.

پاڪستان جي هڪ مشهور نقاد هڪ هنڌ لکيو آهي:

Cor- "...Tolerance, Catholicity and Non-Violence... are the nerstones of Sindhi Culture, with a difference that Sindhis' love for their land is a paramount feature and even the mystic-saints of riecs of Sindh have referred to the sand dunes, shrubs and ber Sindh as something heavenly sent..."(1)

["...پيار، سهپ، ڪشاده دلي ۽ اهنسا- اهي سنڌي تهذيب جا بنيادي پٿر آهن... پر ان سڀ ۾ سنڌي ماڻهن جو پنهنجي وطن سان پيار مرڪزي ستون جي حيثيت رکي ٿو- ايتري قدر، جو سنڌ جي لاطمع صوفي درويشن بہ ان جي پٽن، ٻُٽن ۽ ٻيرن جو اهڙيءَ اُتساهہ سان ذڪر ڪيو آهي جڻ اُهي هنن لاءِ ڪي آسمان مان لٿل نعمتون آهن..."]

(1) Siddiki M.A., "Sind Through Centuries". P.35

سچ پچ بہ تہ شاھہ، سچل ۽ ساميءَ پنهنجي پلاري وطن ۽ اُن جي سهڻن، سڀاجهن ماڻهن ۽ سندن سڄيءَ پلائيءَ ۽ ڀل - مانسائيءَ جي اٿاھہ چاھہ ۽ اَڻ ميو پيار دل ۾ رکي ڳايو آهي. هنن جو سينهو انهن لاءِ اهوئي آهي تہ اوهين هڪ اهڙي تهذيبي ورثي جا مالڪ ۽ امين آهيو، جنهن ۾ انسان جي برابري ۽ نيڪي سڀ کان اعليٰ قدر آهن، جنهن ۾ ڪوبہ اوچ نيچ ڪونهي، جنهن ۾ هر انسان ٻئي انسان جو پياءُ آهي، پوءِ هن جو ڪهڙو بہ رنگ هجي، ڪهڙو بہ نسل هجي، ڪهڙو بہ مذهب يا ڌرم هجي: سنڌ انساني تهذيب جي انهيءَ اعليٰ آدرش جو تجربيگاهہ آهي. ان ڪري اُن سان محبت بہ هڪ آفاقي قدر آهي. سنڌ کي، سنڌي سماج کي ۽ اُن جي انهيءَ اعليٰ قدر کي جو ڪم پهچائيندڙ چڻ تہ سموريءَ انسان ذات جي نمائندگي ڪندڙ هن خطي ۽ ان جي اوچي انساني سنگ کي جوکم رسائين ٿا ۽ نتيجي ۾ سڄيءَ انسان ذات لاءِ جوکم جو سبب بڻجن ٿا. اِن معنيٰ ۾ شاھہ، سچل ۽ ساميءَ جي حب الوطني ۽ پنهنجن ماڻن سان فدائيت جي حد تائين پيار هڪ اهڙو اعليٰ آدرش آهي، جهڙو حق اعليٰ انساني آدرش آهي، جهڙو حسن اعليٰ آدرش آهي، جهڙو خير اعليٰ انساني آدرش آهي. جنهن انسان يا انساني گروهہ ۾ انسانيت يا ماڻهپي جو اهو مجموعي اعليٰ آدرش نہ آهي ۽ پنهنجي جان ڏيئي بہ ان جي بچاءَ ڪرڻ ۽ پرورش ڪرڻ جو جذبو نہ آهي، سي پاڻ کي انسان ڪيئن سڏي سگهندا ۽ پاڻ کي انساني دائري ۾ ڪيئن ليکي سگهندا!

اِهي آهن اوچا آدرش ۽ اعليٰ اصول، جيڪي سنڌي زبان کي زنده رهڻ جي تربيت ۽ ان جي ضمانت سان گڏ. شاھ، سچل ۽ ساميءَ اسان جي عمل لاءِ اسان کي ڏنا آهن. هو اسان جا محترم استاد آهن. هو اسان جا عظيم محسن آهن. هو سنڌي معاشري جا خاص شاعر، خاص مفڪر، خاص هادي ۽ رهبر آهن. انهن جي فڪر ۽ فن، تعليم ۽ پيغام جو مطالعو سنڌي معاشري جي هر سجاڳ فرد ۽ پرخلوص خادم تي لازم آهي ۽ اهڙي مطالعي جو اسان مان هر ڪنهن کي موقعو

ملي سگهي، تنهن لاءِ بهرين ضروري ڳالهه اها آهي تہ انهن جو سڄورو ۽ حڪمت ڀريو ڪلام هر وقت سنڌ جي ڪتابي دنيا ۾ موجود هئڻ کپي، تہ جيئن جتي بہ ۽ جڏهن بہ ڪو اُهو پڙهڻ چاهي تہ هن کي اُهو آسانيءَ سان ملي سگهي.

پر برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ، ويندي اڄ ڏينهن تائين، اسان لاءِ هتي پاڪستان ۾ ساميءَ جا سلوڪ ناياب رهيا: ڪيترائي سال، وچ وچ ۾، شاهہ جو رسالو ۽ رسالو سچل سرمست پڻ. ڪڏهن هڪڙو ڪڏهن ٻيو ۽ ڪڏهن ٻئي- ڇاپي ۾ موجود نہ رهيا: هن وقت بہ جيئن هي بہ لفظ لکجي رهيا آهن، نہ پورو شاهہ جو رسالو، نہ رسالو سچل سرمست (ڪنهن بہ صورت ۾) ۽ نہ ساميءَ جا سلوڪ سنڌ جي ڪتابي مارڪيٽ ۾ دستياب آهن. هي ڪيڏو نہ وڏو سانحو آهي، جو جيڪو ڪو پڙهڻ جهڙو نئون ڪتاب ڇپجي سو سرڪار ضبط ڪيو ڇڏي، ۽ جن اسان جن عظيم صحيفن کي اسان جو ڪو ازلي دشمن هزار ڀيرا چاهيندي بہ هٿ لائي نہ سگهي، اُهي وري اسان وٽ ڇپجي بہ نہ سگهن!! سنڌي ادب جي اڄ اِها هڪ بنهہ رت روئاريندڙ ڪيفيت آهي. بيوسيءَ جِي، بيحسيءَ جي، پوري زبان جي ۽ ان پوري زبان کان پوريءَ بيخبريءَ جِي.

ايڏيءَ انهيءَ ڏکوئيندڙ صورتحال کي ڏسي، ’سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت‘ اهو ارادو ڪيو تہ سنڌ جي هنن ٽن سدا حيات درويش شاعرن جي ڪلام کي هڪ ئي وقت ڇپائي، پنهنجن لائق پڙهندڙن ۽ خاص طرح پنهنجي نئين نسل جي اُنهن محب وطن نوجوانن جي آڏو آندو وڃي، جن مان ڪن کي ممڪن آهي تہ اُنهن جي ڏسڻ جو بہ اڃا پورو موقعو ملي نہ سگهيو هجي. اِنهيءَ نيت سان ۽ اِن مقصد لاءِ، ٻيءَ ڪنهن تشريح، تفسير يا تعبير جي ڪوشش کي ڇڏي ڪري، هيءُ ڪلام، يعني ان جو فقط متن، هيئن ٽن جلدن جي هڪ ئي ڇاپي جي صورت ۾، پيش ڪري رهيا آهيون. اسان جي هيءَ مقدس قومي شاعري نہ ڪنهن عربيءَ ۾ نہ فارسيءَ ۾، ۽ نہ وري ڪنهن

انگريزيءَ يا عبرانيءَ ۾ آيل آهي. اِها سنڌيءَ ۾ اسان کي ڏنل آهي، جيڪا اسان جي خاص ۾ خاص، پنهنجي ڪان پنهنجي ۽ ويجهي کان ويجهي شيءِ آهي. جنهن کي اسين ڄاڻون ٿا ۽ جنهن کان اسين سڃاڻجون ٿا. اُن جي اڻ- ميڻي لفظي ذخيري ۾ البت ڪيترا اهڙا لفظ ٿي سگهن ٿا، جن کي اسان جي هنن بزرگ شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ استعمال ڪيو هجي، پر اسان مان ڪيترن لاءِ اُهي نوان هجن! اِن لاءِ هن ڇاپي ۾ اهڙن نون لفظن جي لغت پڻ شامل ڪيل آهي. شاهہ جي ڪلام جو پورو متن ۽ لغت اسان جي محترم عزيز پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي ترتيب ڏنل آهي، سچل جو ڪلام ۽ لغت مرحوم عثمان علي انصاريءَ ۽ ساميءَ جا سلوڪ ۽ انهن جي لغات پروفيسر بي- ايچ ناگراڻي صاحب جي ترتيب ڏنل آهي. اسان کي اميد آهي تہ جنهن مقصد سان هن ڪلاسيڪي سنڌي قومي شاعريءَ جي هن خاص اشاعت جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويو آهي. يعني هيءُ تہ سنڌي تهذيب جي طويل صدين جي حڪمت ۽ روحاني حاصلات جيڪا ان ۾ موجود آهي، اُها ائين اسان جي لائق پڙهندڙن جي سامهون آسانيءَ سان پهچي، ۽ کين سڏيءَ طرح ان کي پنهنجي علم ۽ فهم سارُو پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو موقعو ملي سگهي، اُهو پڻ ڪجهہ مهلائتيءَ ڪوشش سان ضرور پورو ٿيندو.

بهرحال، ’سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت‘ دل جي ايتري امنگ سان هيءَ بار پنهنجي ڪلهن تي تہ کنيو، پر اُن وٽ پنهنجا ڪي ايترا وسيلا موجود نہ هئا، جو اُن فرض جي اڪيلي سر تڪميل ڪري سگهي. پر جڏهن ڪو چڱو ڪم سچائيءَ سان هٿ ۾ کڻبو آهي تہ سماج ۾ ڪي نہ ڪي ڀلائيءَ جا سرچشما موجود ٿي پوندا آهن، جيڪي مدد ڪرڻ ۽ هٿ ۾ هٿ ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌي ايندا آهن. اسان جي خوشيءَ جي ڳالهہ هئي، ۽ اسان جو ڀاڳ هو، جو هن چڱي ڪم ۾ اسان کي مدد بہ اُهڙي ئي مخلصانہ سڏي ۽ مهلائتي ملي ويئي. سنڌ جي علم دوست ۽ انسان پسند مهتاڻي خاندان کان هر ڪو واقف

آهي ۽ سندن سنڌ جي سنتن ۽ درويشن سان عقيدت بہ ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي. هن ڪٽنب جو هڪ مهاپُرش، داد منگهارام شاھہ جو فدائي هو. مهتاڻي خاندان جو تاحيات دوست، ساپُرش گياني، دادا جينمل پرسرام، شاھہ سان گڏ سچل سرمست جو شيدائي هو. دادا منگهارام جي ماءُ، شريمتي ايسربائي کيمچند، سامي‌ءَ جي سلوڪن جي تقريباً ياد حافظ هئي ۽ وڏي پريم ۽ شرڌا سان هر روز اُنهن جو پاٺ ڪندي هئي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي هن نيڪنام مهتاڻي ڪٽنب جي گهرو تعليم ۽ تربيت جو سڄو ماحول شاھہ، سچل ۽ سامي‌ءَ جي روحاني سکيا سان سرشار رهيو آهي. ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ وڏي خرچ سان، دل جي پوري ذوق سان ۽ خالص انساني امن ۽ دوستي‌ءَ جي ناتي، دادا منگهارام، ٿوراڪي ورهيہ ٿيا، جو اسان کان وڇڙي ويو آهي.
دادا منگهارام "شاھہ جي رسالي" جي وسيع اشاعت جي ڪم جو اهتمام ڪيو. ۽ ائين جڏهن هن خاندان جي هڪ لائق پٽ، سرڳواسي دادا منگهارام جي ننڍي ڀاءُ، ٿورَ ڳالهائو، سڀ جي خير گهرندڙ صوفي منش، ڀاءُ دولت مهتاڻيءَ، سان شاھہ، سچل ۽ سامي‌ءَ جي ڪلام جي هن ٽن جلدن جي قومي ايڊيشن جي ڳالھہ ڪئي ويئي، تہ هن فورن ان چڱي ڪم ۾ اسان جي سنگت سان مالي سهڪار جي آڇ ڪئي، هن شرط سان تہ ٽنهي جلدن جي ساڳي قيمت رکي ويندي، ان تي مالي خيال کان نفعي جي ڪابہ گنجائش نہ رکبي، ۽ وڪري مان واپس پهتل رقم وري بہ شاھہ، سچل ۽ سامي‌ءَ جي ڪلام ۽ انهن جي فڪر ۽ فلسفي جي اشاعت تي خرچ ڪئي ويندي. ڀاءُ دولت مهتاڻيءَ جي هيءَ آڇ ساڳئي دل جي خلوص سان قبول ڪئي ويئي، ۽ ائين سنڌي شاعريءَ جي هنن ٽن بنيادي ڪتابن جي هيءَ گڏيل اشاعت ممڪن بڻجي سگهي، ۽ هن نيڪ ڪم جي سعادت "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت" جي حصي ۾ آئي.

اسين پنهنجي طرفان، شڪر گذاريءَ طوري، شاھہ، سچل ۽ سامي‌ءَ جي ڪلام جا هي ٽي جلد سندن چاڱو ۽ شيدائي، مهتاڻي

خاندان سان لاڳاپيل تن نيڪ انسانن دادا منگھارام، دادا ڄيٺمل پرسرام ۽ شريمتي ايسربائي کيمچند جي پياريءَ ياد سان وابسته ڪرڻ ۾ خوشي ۽ فخر محسوس ڪري رهيا آهيون. دادا منگھارام ڪي سدائين شاهه سائينءَ جو هيءُ بيت ورد زبان هوندو هو:

مـانـدي ٿـيءُ مَ مـارئـي، تـوسـان الـهـه ٻـي آهـي،
سَـوَن ورهـيـن جـا ڏکـڙا، هـڪ لـحـظـي ۾ لاهـي،
اهڙو ئي الـهـه آهـي، جـو مـاڳ پـهـچـائـيـنـدءِ مـارئـي.

داد ڄيٺمل پرسرام سچل سائين جو هيءَ دوهو دل جي پوري حضور سان ۽ من جي ڏاڍي ترنگ ۾ پرجي، هر موقعي تي، جڏهن به ساٿس وڏيءَ ڪنهن نراسائيءَ جي ڳالهه ڪبي هئي، پنهنجي پوري اعتماد ڀريل آواز ۾ اسان کي چئي ٻڌائيندو هو:

اِس چشـم مـوريِ نـي، اِڪ اسـرار ديـڪـا تـا!
ڪَـر- بـيـچ ابـر دي، نُـورَ ڪـا انـوار ديـڪـا تـا!

اسان جي پياري ياءُ دولت مهتاڻيءَ اسان کي ٻڌايو ته سندن مهربان ماتا، شريمتي ايسربائي کيمچند، ڏاڍي سنيهه سان سدائين، موقعي سارو، سامي صاحب جا هي ٽي سلوڪ اچاريندي هئي:

جـل ۾ قـوتـو جـيـئـن، لـهـرن لڳـنـدي اڏ تـئـي،
تـون پـڻ آهـيـن تـيـئـن، دنـيـا ۾ ڪـو ڏيـنـهـڙو.

هـيـرو جـنـم نـه هـار، مـورک مَـنَ جـي يـاءِ تـون،
مـلـي سـاڌ سـنـگـت سـان، اوديـا ڀـرم نـوار،
پنهنجو پـاڻ سنـيـار، سُـکـي تـئـيـن "سـامـي" چـئـي.

وڏو وچ وچـاءُ، ڪـهـڻـيءَ رهـڻـيءَ پـاڻ ۾،
ورلـي ڪـنـهـن گـرمـک کـي "سـامـي" ڀـيـو سـمـاءُ.

شاهه، سچل ۽ سامي مجموعي طور انساني سماج، ۽ خاص طور سنڌي سماج جي ازلي نيڪيءَ جا شاعر آهن، جنهن جا بنياد رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن جي انساني اوصافن تي رکيل هوندا آهن.

تعصب، نفرت ۽ تشددُ يا جنگ حيواني اوصاف آهن، جي انساني سماج لاءِ بديءَ جا نشان هوندا آهن ۽ اُن جي انتشار جا سبب بڻبا آهن. سنڌي سماجَ جن جزن جو مرڪب آهي، اُنهن جي صحتمنديءَ، اتحاد ۽ قوت لاءِ رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن کي اُپارڻ ضروري هو، ۽ جنهن فن، جذبي ۽ اَسلوب سان معاشري جي انهن تربيتي اوصافن کي اسان جي هنن درويش صفت قومي شاعرن اُپاريو، وڏايو ۽ عام ڪيو، سندن دانشمندي، وسيع نگاهہ ۽ سندن سچي عظمت اِنهيءَ ۾ آهي، ۽ اُن لاءِ ئي سنڌي قوم ۽ اُن جو هر باشعور فرد تاقيامت سندن شڪر گذار رهندو. اُنهن اوصافن جي تعميل سان سماج جي تربيت ۽ تعمير ٿي سگهي، اِن لاءِ شاهہ، سچل ۽ سامي‌ءَ اسان کي اخلاقيات جي ڪامل تعليم ۽ اُن سان گڏ قول ۽ فعل جي هم-آهنگيءَ ۽ عمل ۽ قربانيءَ جو پيغام ڏنو آهي. انسان جي انفرادي ۽ سماجي نيڪيءَ ۾ يقين، اُن جي روشن مستقبل ۽ آخري فتح جِي، ايمان جي حد تائين، اميد ۽ اُن جي حاصلات لاءِ خود قرباني ۽ عملي جدوجهد- شاهہ، سچل ۽ سامي‌ءَ اسان کي اِهي ڳالهيون سيکاريون آهن. سنڌ جي سڀاڄهي مهتاڻي خاندان جي متي ڄاڻايل وڏڙن بہ ڪانئن اِهي ڳالهيون سکيون، ۽ سڄي عمر انهن کي هو ورجائيندا رهيا. شال سنڌ ۽ سنڌي سماج جي ڪنهن بہ ذميدار ۽ باشعور فرد کان پنهنجن لائق بزرگن وٽان مليل انساني نيڪيءَ، انساني شرف ۽ انساني عافيت جون اِهي ڳالهيون ڪڏهن بہ نہ وسرن، ۽ هو انهن جي حاصلات لاءِ، پنهنجو پاڻ وساري، بلڪ پاڻ گهوري بہ، عملي جدوجهد ۾ مصروف رهن:

چِـجُ مَر قـطـاران، سـاٿُ چـڙهـنـدو لَـڪـئـيـن،
مَـڇُـرڻ تـئـيـن پُـئـان، وڳَ واٽ نـہ لـهـيـن.
(شاهہ)

[ناشر]

حيدرآباد سنڌ
20- ڊسمبر، 1978ع

# ٻه اکر

اُپنيشد جو واڪيه آهي ته هزار سال هڪ ٽنگ تي بيهي، جيڪڏهن ڪو تپسوي ويهي تپسيا ڪري، ته ابه اُها اُن ڌيانيءَ جي ڌيان يوگ برابر هرگز نه ٿيندي، جو ڌياني، اُن عرصي جو فقط سورهون حصو ڌيان ۾ صرف ڪري ٿو. پل ته پنڊت هزار سال وينو شاستر اَڀياس ڪري، پر اُهو اَڀياس، ڌيان بنان، ڪيس گيان ۽ گيان واريءَ وستوءَ جي ٻُوجهه نه ڏيندو.

اُهو ڌيان ڪهڙو هئڻ گهرجي، ڪيئن ڪجي، من جو مَيل ڪيئن اُتري، ڪهڙي چشمي ۾ سنان ڪرڻ سان جيو پَوتَر ٿئي ٿو، ڪهڙي چُڪي جي چَشڪي سان بجر ڪپاٽ کلن ٿا ۽ ناسي ابناسي ٻڻجيو پوي، اهڙي امبرت سَرَ ڳولڻ ۽ لوڪن کي ٻتائڻ لاءِ ٽن ڏرمشت جيوَن، ڪجهه سال اڳي، شڪارپور جي شهر ۾ پهه ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ته ساميءَ جا سلوڪ مڪمل روپ ۾ ٿي، اُهو ڪم ڏيندا. اُهي صاحب هئا. ڀائي پرمانند صاحب يوگ ڀنڊار وارو، سيٺ ماڌو داس مينڊو ۽ سرڳواسي پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، جنهن جي علميت ۽ وسيع دماغي جاڻ جهڙا صاحب سنڌ ۾ ڪي ٿورا ٿيا آهن.

هر هفتي هو پرمانند يوگ ڀنڊار ۾ ملندا هئا ۽ سامي صاحب جي سلوڪن جو گرمکيءَ ۾ ڇاپو، جو لاهور ۾ ڇپيو هو ۽ جنهن ۾ 25 سؤ سلوڪ هئا، اهو ڪٺي، ڇنڊڪيون ڪٽي، مضمونن آهر هٽندا هئا، تان جو ملڪ جي ورهاڱي اڃي منهن ڪڍيو. ٽڪڙي لڌ پلاڻ کي ڦيرواڻي پڻ هندستان ويو ۽ سندن گرمکي ڇانٽيل ڇنڊڪيون سندس گهر ۾ ئي رهجي ويئون. سڀ بينل ۽ برک ڪم ڪندڙ سنڌ ڇڏي ويا هئا. مان ان وقت شڪارپور ۾ هوس. پروفيسر ڦيرواڻيءَ اُن ڪري مون کي لکيو ته

ڪنهن بہ دستور اسان جا ڇاپيل سلوڪ هٿ ڪر! مون اُهي هڪ دٻي ۾ بند ڏنا، جو ڪٽي پاڻ وٽ رکيم. عيسوي سال اوڻيهہ سؤ پنجاهہ جي شروع ۾، جڏهن پاڪستان سرڪار، ٽيون دفعو مون کي جلا وطن ڪري، سنڌ جي وڻن ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. تڏهن هندستان ۾ اُهو دٻو ڪٽي آيس. پروفيسر ڦيرواڻي اُن وقت ڏاري، هن فاني دنيا مان لا ڏاڏو ڪري ويو ۽ سيٺ ماڌوداس مينڌو بئنگلور ۽ پاڻي پرمانند هردوار ۾ هئا. چت چاهيو تہ اُهو ساميءَ جي سالوڪن واري امبرت سَرُ نئين ڍنگ ۾ لوڪن اڳيان رکجي. جي اِها امانت مون وٽ نہ هجي ها، تہ هوند مون کي اهڙو ويچار ئي نہ اچي ها. ڪن سڄڻن، جهڙوڪ شري ڏرمداس بجلاڻيءَ ۽ سيٺ پرسرام پارومل سان جڏهن صلاح ڪيم، تڏهن اُنهن کي پڻ اِها ڳالهہ وڻي ۽ هر طرح مون کي همٿايائون.

دٻي کولڻ سان مون کي معلوم ٿيو تہ ڇاپيل سلوڪ، جي ڪتابن جي صورت ۾ هئا، اُنهن مان هڪڙو ڪتاب هوئي ڪونہ. خود سلوڪ بہ فقط ڇاپيل هئا ۽ سندن اُچارن وغيره تي اجا ڌيان نہ ڏنو ويو هو ۽ نہ وري معني وغيره جو ڪم ڪو هٿ ۾ ڪنيل هو. گرمکي ڇاپي جي اکيچار چُڪن ۽ سلوڪن جي جدا جدا ڇاپن ۾ مختلف پڙهڻين مون کي مجبور ڪيو تہ نئين سر اُهو ڪم هٿ ۾ ڪڻان. جيتوڻيڪ مان مٿين ذڪر ڪيل صاحبن جي مضمونن جي چونڊ سان شامل راءِ هوس، پر سندن ڇانٽ ۽ جنهن نموني ۾ اُهي سلوڪ ڏنا ويا هئا، تنهن سان نہ. هر هڪ سلوڪ اِن ڪري نئين سر ڪٽي، جدا جدا ڇاپن ۾ اهو پيتي، اُن جي پڙهڻي پنهنجي چوڻيءَ ٻُڌيءَ آهر درست ڪئي اٿم ۽ ڪوشش ڪئي اٿم تہ صحيح ڇاپو عوام جي اڳيان رکان.

مون کي هِن ڪم ۾ ٻن قسمن جي مدد ملي آهي. هڪڙي ڪتابن جي، ٻي پئسن جي. سامي صاحب جي سلوڪن جا سنڌيءَ ۽ گرمکيءَ ۾ جدا جدا ڇاپا مون کي شڪارپور جي مشهور ڪتابيءَ، سرڳواسي پوڪرداس ٿانورداس جي سپاتر پُتر شري يوجراج صاحب، ميسر ڪري ڏنا آهن، جنهن لاءِ مان هن صاحب جو تهہ دل شڪر گذار آهيان. آءُ ٿورائتو آهيان پروفيسر ڊاڪٽر واگهہ، فلاسافي پروفيسر،

ڪشنچند چيلارام ڪاليج جو، جنهن سان وقت بوقت ويدانت نسبت پئي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي اٿم. هن صاحب چڱي ڪارائتي ويدانيت نسبت چار ڏانهن پئي منهنجو ڌيان ڇڪايو آهي ۽ مون کي اها ميسر ڪري ڏني آهي.

سيٺ پرمانند سڳني مل پنهنجي عملي شڌ ڀاونائن سان پڻ منهنجي همٿ افزائي ڪري، پاڻ کي ڌنيواد جو ڀاڳي بڻايو آهي.

ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سمورو خرچ سرڳواسي سيٺ نارائڻداس لُلي جي سپاتر پٽرن سيٺ گرڌاريداس، سيٺ جمناداس، سيٺ دوارڪاداس، سيٺ رامچند، ڊاڪٽر ڀڳوانداس، سيٺ لکميچند، سيٺ پرسرام، پاڻ تي هموار ڪيو آهي، ۽ پنهنجي ڌرماتما پتا جي نمت هيءُ ڪتاب ڇپائي، سنڌي جاتيءَ جي شيوا ڪئي آهي. سرڳواسي سيٺ صاحب جو پنهنجي جيوت ۾ ساڌ سنگت ڏي گهڻو لاڙو هو ۽ اهو رام رس سديو وٺندا هئا. سندس پٽرن پڻ ان ڪري ساميءَ جي سلوڪن ڇپائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي آهي. منهنجي من جي اها ڀاونا هئي تہ سندن پئسا ۽ منهنجي محنت ڪا دائما صورت وٺي، اُن ڪري هڪ ٽرسٽ ڪڙو ڪيو پيو وڃي، جنهن نسبت قاعدي جا قدم کڄي رهيا آهن. ٽرسٽ جو مکيہ مقصد ۽ مراد ٿيندي تہ سنڌ جي سنتن ۽ ساڌن جي ٻاڻي ڇپائي لوڪن اڳيان رکجي. ساميءَ جي سلوڪن جا اجا ٽي ٻيا بہ ڀاڱا نڪرڻا آهن. انهن کان سواءِ نانڪ يوسف، روحل فقير، دلپت ۽ ٻين جو ڪلام پڻ ڇپائڻو آهي.

ڏٺيءَ در وينتي اٿم تہ ”سڀاجها سائين ٻلُ ۽ ٻُڌي ڏي تہ جنهن ڀاونا سان هيءُ ڪم شروع ڪيو ويو آهي، اُهو انهيءَ ئي ڀاوَ سان هلندو هلي ۽ اُن دواران هند ۽ سنڌ جي سنڌين جي شيوا ٿئي.“ مون کي اميد آهي تہ سنڌي جاتي اُن جي پنيرائي ڪري، هيءُ ڪاريہ آئيندي لاءِ پڻ سوڀارو ڪندو.

**بي. ايچ. ناگراڻي**

بمبئي
15 جون 1955ع

# مهاڳ

وقت يا ڪال جي تقاضا پَربل ۽ اَڻ ٽر آهي. مهاڪال جي گهنڊ جو آواز ٻڌندي ئي سيني ساهوارن ۾ سيات ٿو پوي: راءُ ۽ رنڪ، ديو ۽ دَئيتُ، پَتتُ ۽ پاوَن اِنهيءَ ڪوه ندا جي سڏ تي ڊوڙي وڃي اونداهي غفا ۾ اَلوپ ٿين ٿا. اِهو تہ ٿيو مرتيو ڪال. پر ڇوٽي ڪال يعني گذرندڙ سميہ جون گهڙيون بہ حڪمان حڪم آهن: جڏهن گهنڊ وڄائين، تڏهن هڪ دؤر مان ڦري ٻيو ٿئي. انسان ڀلي بانور ڪري تہ مون هي ڪيو، مان نہ هجان ها تہ هيئن بلڪل نہ ٿئي ها، پر وقت ڪِلي ڪِلي ڪيس فهمائش ڏيو ڏئي تہ اي جيتامڙا! جا تو پنهنجي ايجاد سمجهي سا منهنجي جنبش هئي، جنهن انقلاب تي تون ڪُڏي رهيو آهين سو منهنجو ڏڏڪو هو، جنهن رچنا جو تون رچيندڙ ٿو ڪوٺائين سا منهنجي ئي ڪيڏ آهي. جي تون پاڻ کي منهنجي جنبش ۽ گردش، منهنجي چڪر ۽ دؤر، منهنجي ڪل ۽ ڪُود جو هٿيو ٻڌجڻ نہ ڀاسين ها، تہ ڇَٽُ ٻئي تي پوي ها: نقصان وري بہ تنهنجو ٿئي ها: منهنجو ڪاريہ اوس سڌ ٿئي ها: ڇاڪاڻ تہ سميہ تي ڇڪو هو. وگيانين کي بخوبي سُڌ آهي تہ سڀ ڪلون ۽ اوزار، ڪوجنائون ۽ ايجادون، سپنا ۽ مشاهدا وقت جي پَرياوَ ڪري آهن: جي هڪ وَگيانيءَ نہ جاتو، نہ ڪيو يا نہ پاتو، تہ ٻيو نُڪُ جاڻندو ۽ ڪندو ۽ پائيندو. جنهن وقت مارڪوني وائرليس ڪڍي، تنهن وقت ڀارتيہ ڊاڪٽر بوس بہ ساڳي گهڙت گهڙي رکي هئي، فقط پڌرائي نہ ڪئي هئائين. جي ڊارون 1859ع ۾ وڪاش تي پستڪ نہ لکي، ها تہ وڏ ۾ وڏ 1860ع ۾ واليس يا هڪسلي اهڙي چرچا ڪري ها. مها وگياني ائنيسٽئن جنهن جڙ ۽ چيتن جو ڀيد ڪڍي نئين دؤر جو آغاز ڪيو ۽ ائٽمڪ بم جو پايو وڌو،

تنهن مرڻ کان اڳ ۾ خار کاڌا تہ مون ڇو انهيءَ بم جي ڳالهہ ڇوري، پر ساڳيءَ ويرَ هن آکيو تہ جي مان بُوٽ بند ڪري وهان ها تہ جرمن وگياني ٽوريءَ دير ۾ اهو قدم کڻن ها: وقت جو گهنڊ وڄي چڪو هو.

اِهو تہ ٿيو وگيانين جو سوال، پر ڇون ٿا تہ جن اؤتارِي پُرشن ڪال تي سوپ پاتي ۾ مرتيو ڪي مات ڪيو، جي ڪرم جي چڪر مان نڪري نرواڻ پد کي پهچي ويا. سي بہ وقت جي تقاضا کان منڪر نہ هئا. اِئين ڪيئن ٿيو، جو جنهن وقت انسان ذات جي سرومٽي سڌارث، شُبِ چنتن، شُبِ بولڻ، شُبِ جيون جو ناد وڄايو ۽ آهنسا جي وات بتائي، تنهن ساڳئي وقت جينُينِ جي مها تيرٿنڪر مهاوير اِهوئي شبد سڻايو، ۽ هُوبهو اهڙيءَ ريت، جو ماڻهو پڇن ٿا تہ گرو چيلي جو حساب تہ نہ هو؟ مهاتما گانڌيءَ جيڪي ويهين صديءَ ۾ چيو، سو سؤ ورهيہ اڳي شيليءَ چيو تہ چريو ڪري ورتائونس. جڏهن نيڪ سميہ آيو، تڏهن مهاتما ٽالسٽاءِ، مهاتما گانڌي ۽ مهاتما شويٽزر ۽ بين ساڳيا شبد آکيا، ساڳيو رستو بتايو، پر وقت جي تقاضا انڪول هئڻ ڪري اُهي پاس ٿيا: شيلي ٿڏجي ويو. وقت جي تقاضا ڪري شري ڪرشن جو پيارو متر ۽ ششيہ ارجن مهاڀارت جي جنگ ڪٽڻ کان پوءِ دهقاني ڦورن جي سٽ نہ جهلي سگهيو ۽ پنهنجون مائٽياڻيون کسائي اڇي روئي پِٽي وينو. وقت جي تقاضا ڪري، جو انگلنڊ چار سؤ سال اڳي، چڪرورتي راج جو ڀاڳي ٿيو، سو اج مهاڀاري لڙاين ۾ سوين پائڻ کان پوءِ اوزارن هوندي، واپار هوندي، سپاه هوندي، اڇي اهڙو تنگ ٿيو آهي، جو حيران ٿيو آهي تہ ڪيستائين هلي چلي سگهندس. وقت يا ڪال جو گهنڊ وڄي چڪو آهي ۽ انگلنڊ آميريڪا جو محتاج آهي تہ آسٽريليا جو بہ دعاگو آهي: اُها آميريڪا، جا انگلنڊ مان ڌڪيل لوڪن وسائي ۽ اُها آسٽريليا، جا انگلنڊ مان جنم ٽيپ مليل ڌوهارين ۽ بدڪار عورتن لاءِ جيل خانو هئي.

ساهتيہ پريمين کي جاڻ آهي تہ ساهتيہ وقت جي جنبش جي پيدائش آهي، جيوت جو عڪس آهي، ۽ جنتا جي جذبات جو جوڙ

آهي، ۽ نہ ڪنهن خاص مرد يا عورت جي من جي گهڙ آهي. هومر يا فردوسي، شيڪسپيئر يا تلسيداس، ٽاگور يا شاهہ پنهنجي زماني جا اڪيلا شاعر يا يگانہ ساهتيہ ڪار نہ هئا، پر گهڻن ڏيئن جي وچ ۾ هڪ ڏياٽي هئا، وقت جي تقاضا جي سڦلتا هئا، جنتا جي دبيل خواهشن ۽ اُمنگن جو اظهار هئا. انهن مهاڪوين جي تهہ کي رسڻ جي جن کي چاهنا آهي سي پهرين اهو جاچين تہ هو ڪهڙي دؤر جا جاٽي هئا، ڪهڙيءَ جنتا جا فرد هئا، ڪهڙي مهاساگر جي ڇولين جي اَڇ هئا. اسان جي سنڌي ساهتيہ جي پريمين ۽ پارکن هن ڏس ۾ خير ڪو قدم کنيو آهي. گهڻو ڪري سڀني ليڪڪن خوردبينيءَ سان ساهتيہ ڪارن کي جاچيو آهي، ۽ دُوربينيءَ کان بنهہ ڪم نہ ورتو آهي. هڪ انگريز سورلي، دوربيني کڻي شاهہ کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڇاڪاڻ تہ ڀارتيہ ساهتيہ جي ڪيس جاڻ نہ هئي، هن واپاري ۽ اقتصادي انگن اکرن ۽ اجائيءَ اُپٽار سان انهيءَ خال کي پرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

انگريزي ساهتيہ جي اڀياس ڪندڙن کي نہ شيڪسپيئر نہ ملٽن مان مزو ايندو، جيسين دُوربينيءَ سان انهيءَ مهاساگر جي ڇولين کي نہ جاچيندا، جو مهاساگر يورپ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ پلتجي پيو ۽ جنهن جي لهرن کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ پريا بہ سؤ سال لڳي ويا. انهيءَ مهاساگر يا مهاجنبش يا مهاگردش کي انگريزيءَ ۾ رينيسانس جو نالو ڏنو اٿن يعني نئون دؤر يا نئين جاڳرتي. انهيءَ دؤر يا جاڳرتيءَ جا پرسڌ نانءُ اٽليءَ ۾ ٿيا چوڏهين صديءَ ۾- ڊانٽي، پيٽرارڪ ۽ بوڪيشيو- تہ سورهينءَ سترهين صديءَ ۾ ٿيا انگلنڊ ۾شيڪسپيئر ۽ بيڪن، مارلو ۽ ڪِڊ، اسپينسر ۽سڊني، گرين ۽ نئش، بومانٽ ۽ فليچر، بين جانسن ۽ ڊَن؛ تان جو ملٽن جي بلند شاعريءَ سان وڃي انهيءَ دؤر جو خاتمو ٿيو. اِهو دؤر سؤ سال هليو، پندرهن سؤ سٺ کان سورهن سؤ سٺ يا اٺهٺ تائين، پر انهيءَ دؤر جي ڪري ئي انگلنڊ جو ساهتيہ امر آهي.

ساڳيءَ ريت، جڏهن ڀارت ۾ مسلمانن جون ڪاهون وديشي

روپ ڇڏي بيٺيون ۽ مسلمان اهڙائي پارتي ٿي ويا جهڙوڪ هندو ۽ ويدن ۽ اُپنشدن، گيتا ۽ سمرتين جي جڳت مٿيا ”ايڪو برهم دوتيه ناستي“ جي سکيا سان اسلام جي وحدانيت ۽ برادريءَ جو جوڙ ميڙ ٿي ويو. تڏهن هڪ زبردست مهاساگر پلٽجي پيو. هڪ اهڙيءَ جنبش جو ڌڪو آيو جنهن جنتا جي جيون ۾ قيرو آندو. هڪ اهڙي واٽي پڌڻ ۾ آئي جا سنسار جي ساهتيه ۾ پنهنجو مٽ نٿي رکي. انهيءَ مهاساگر جي اَڇ پهرين پهرين پرم پرش سنت ڪبير جي شلوڪن ۾ نظر آئي جنهن بابت اجا چئي نٿو سگهجي ته هندو هو يا مسلمان (نالو مسلمان جو پرمک ۾ نانءُ رام جو). ۽ پوءِ نمودار ٿي چوپاريءَ جي ٻين ٽن ساٿين ۾:

جنتا ڪِي يه ڪتينگِي پيڙ،
تلسي، ميران، سور، ڪبير.

انهن ۾ سنت تلسيداس پويون هو ڇاڪاڻ جو هن سنبت سورهن سؤ اسي (1623ع) ۾ چالاڻو ڪيو يعني ڪبير کان سوا سؤ سال پوءِ. انهيءَ مهاساگر جون ڇوليون جمنا ۽ گنگا لنگهي پنجاب تائين وڃي پهتيون جتي گرن جي واٽي پرگهٽ ٿي ۽ پاپين ڪي تارڻ لاءِ گرنٿ صاحب جو پرڪاش ٿيو. دکن ۾، شيواجيءَ جي سمي، سنت تڪارام جا اينگ جنتا جي پياس بجهائڻ لاءِ ٻٽيا. اسان جي سنڌڙيءَ تائين رسڻ ۾ هن ساگر کي البت وقت لڳو. جيئن يورپ ۾ نئين دؤر کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ ٻه سؤ سال لڳي ويا. انهيءَ سنت ڪوي يا سنت شاعر دؤر جي عرصي ۾ ارڙهين صديءَ ۾ هڪٻئي پٺيان پرگهٽ ٿيا سنڌڙيءَ جا ٽي سردار، سنڌيت جو ساهه ۽ شان، سنڌ هند جا ساکي ۽ سڳند- شاهه، سچل ۽ سامي. ملٽن چوڪر هو جڏهن شيڪسپيئر چالاڻو ڪيو. سامي ٻه ڇوڪر هو جڏهن شاهه صاحب وفات ڪئي. سچل کي ته شاهه پاڻ ئي ڇٽ پارايو ته ”جو ڪنو مون چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي لاهيندو“. جي ساميءَ تي نظر چڙهيس ها ته شايد چوي ها ته ’ڪني جو پرساد هي ڇوڪر جنتا ۾ ورهائيندو‘. هي هئا هند جي جاڳرتيءَ جا ٽي سنڌي مربي سنت، شاعر، ڪوي، اولياءَ. جن

ڪي اُنهن مان رس ۽ لاپ ونڻو آهي تن کي اول اپياس ڪرڻ گهرجي اُنهيءَ جنبش جو جنهن هنن کي ڪڏهن نروار ڪيو.

سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه ۾ سنڌ جو جوهر اوتيل آهي، ۽ سندس لطيف ۽ مڌر باڻي، مانَو سنڌ جي مٽيءَ ۽ آب، آڪاش ۽ ڌرتيءَ جو نج سروپ آهي. شاهه جي تهه ۾ آهي هند جو گيان ۽ يوگ، ڀڳتي ۽ وئراڳ، ته مٿين بناوت آهي تصوف جي. سندس بيت ڪبير ۽ ميران، تلسيداس ۽ سورداس جي دؤر جي پيدائش آهن، نه رڳو آڪار ۽ روپ ۾، بلڪ ٻوليءَ جي لحاظ کان ۽ اندرينءَ رمز ۽ ٻاهرين ڪهاڻين جي نسبت ۾ به. پاڻ ٻاسيو اٿس:

مُــلا ســنــاســن، مــون جــڙ لڳــي جــان ۾.

سچل سرمست کي نه ليبل لڳائي سگهبي نه ٽپو. جنهن ڪامل چيو ته "نه مين آب، نه مين ابر، نه آفتاب،" جو سدائين مگهن هو انهيءَ سونهن جي درشيه ۾ جا نمودار ٿي مرليءَ واري گهنگهرين پائيندڙ سانوري ڪرشن ۾ ۽ اُنهيءَ يوسف ۾ جو مصر جي بازار ۾ ملهه وڪامڻ آيو، جنهن مجذوب دين دنيا جا لاڳاپا لاهي ڇڏيا ۽ منتر اُچاريو:

"ڪيـڙو مست پـريـن، جي ڪٺي نـاز مـون کـي،
وسـريـو روزو، نـاهـي يـاد نـمـاز مـون کـي."

انهن لاءِ حد مقرر ڪرڻ واجب نه آهي، پر اپياسي ۽ پارکو وڏيڪ فيض پائيندا، جي ياد رکندا ته سچل به تلسي، ميران، سور، ڪبير، تڪارام ۽ نانڪ جي سنگت مان آهي، ساڳئي ساگر جي اَڇ آهي، ساڳيءَ جنبش، ساڳئي جولان جي پيچ ۾ آيل آهي:

"صدقي سچل مان ستگر تان، جنهن جانب جوش جڳايو،
گور ۽ گوبند صورت ساڳي، راهه انهيءَ ۾ رهـنـديـن."

ساميءَ جا شلوڪ ته ظاهر ظهور ڪبير جي شلوڪن ۽ نائين محل جي شلوڪن جي برادريءَ مان آهن، ۽ سنڌ هند وچ ۾ هڪ پل آهن، جنهن جي وسيلي شڪارپور جي مڙهيءَ مان ٻرانگهه پائي، امرتسر جي سونيءَ دربار ۾ پهچي سگهجي ٿو، ۽ ڪبير جي ڪاشيءَ ۽

گنگا مان لحظي ۾ سکر جي سنڌوءَ ۾ ساڌن جي آستان تي رتن ٿو ڪري سگهجي. ايپاسيءَ ڪي ساميءَ جي شلوڪن جو جي رس ونٺو آهي ۾ ساميءَ جيڪي اوديا، وديا، ستگروءَ، اگيانيءَ، من جي ڦُرٽن، پنج وڪار... وغيره بابت ٻوليو آهي سو جيءَ سان جڙٽو آهي، تہ هن کي ڪپي تہ پهرين تلسيءَ، ميران، سور، ڪبير... مان پاڻ کي ترپت ڪري، يا تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪي ٿورا سندن بيت ۾ شلوڪ اُچارڻ ڪري، مثلاً:

(1) چار اٺارهہ نؤ پڙهي، کٽ پڙهہ کويا مول،
سرت شبد چينهي بنان، جيون پنچي چنڊول.

(2) ايڪ پروسا ايڪ بل، ايڪ آس وشواس،
سوانتي سلسل گورو چرن هين، چاترڪ تلسيداس.

(3) ڪام ڪروڌ مد لوڀ ڪِي، جن لگ من مين کان،
تلسي پنڊت مورکو، دونو اَيڪ سمان.

(4) تلسيا سنسار مين، پانچ رتن هين سار،
ساڌ سنگت، ستگور سرن، ديا دين اُپار.

(5) ڪال بلي سب جڳ ڪانپو، برهمادڪ مني روئي،
سو اڌمر ڪِي ڪون گتي هي، اُور پري پرسوئي.

(6) جن ڪي پيا پرديست هين، لک لک پيجين پاتي،
ميران ڪي پيا هردي بست هين، نا ڪهين آتي نا ڪهين جاتي.

(7) مرک ترشنا جيون جگ رچنا هي، ديک هردي بچار،
ڪهي نانڪ پج ست نام نت، جاتي هوت اُڌار.

(8) جيسي جل تي بدبدا، اُپجي بنسي نيت،
جڳ رچنا تيسي رچي، ڪهہ نانڪ سن ميت.

(9) چاهہ متي چنتا گئي، منوا بي پرواهہ،
جن کي ڪڇو نہ چاهئي، سوئي شاهنشاهہ.

(10) جا ڪوجت برهما ٿڪي، سرنر مني ديوا،
ڪهي ڪبير سن ساڌوا، ڪر ستگور سيوا..

(11) گور بن مالا ڦيرتي، گور بن ديتي دان،
گور بن دان حرام هي، جائي پونڇو ويد پران.

(12) يہ تن وش کي بيلري، گورو امرت کي کان،
سيس دئي جو گورو ملي، تو يي سستا جان.

(12) سپني ۾ تو هي راج ملو هي، حاڪم حڪم ڏهائي،
جاڳ پڙا جب لاو نہ لشڪر، پلڪ کُلي سڏ پائي.

(13) دک سک ايڪ سمان ڪر، هرش شوڪ نهين وياپ،
نر ويري نهہ ڪامتا، اوپجي چوهہ نہ تاپ.

(14) منداتا من لالچي، من راجا من رنڪ،
جويہ من گورو سي ملي، تو گورو ملين نشنڪ.

(15) من گورک من گوبندا، من هي اوگهڙا سوئي،
جو من راکي جتن سي، آپ هي ڪرتا هوئي.

(16) من مريد سنسار هي، گورو مريد ڪوئي ساڌ،
جو ماني گورو بچن ڪو، تاڪا مت اگاڌ.

(17) جيتي لهر سمندر کي، تيتي منڪي دوڙ،
سهجي هيرا نيپجي، جو من آوي ٺور.

(18) من هي ڪو پربوڌئي، من هي ڪو اُپديس،
جو يہ من بس آوئي، تو ششيہ هوئي سڀ ديس.

(19) من موتا من پاتلا، من پاني من لائي،
من ڪي جيسي اوپجي، تيسيي هي هوجاءِ.

(20) من ڪي بهتي رنگ هين، ڇن ڇن بدلي سوءِ،
ايڪ رنگ مين جو رهي، تاسا برلا ڪوءِ.

مون ساميءَ جا شلوڪ نازڪ چپن مان تلسي، ميران، سور، ڪبير ۽ گوروءَ جي واڻيءَ سان گڏوگڏ پڙا آهن ۽ مون کي ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ سڀ هڪ ئي هار جا گل آهن، هڪ ئي مالها جا موتي آهن؛ البت گلن گلن جي رنگ ۽ بوءِ، بناوت ۽ سجاوت ۾ فرق آهي ئي آهي، ۽ موتين ۾ بہ آب ۽ قد جو تفاوت مڙيئي آهي. پر مختلف گل هڪ ئي سڳنڌي هار ۾ پوتل آهن، ۽ نموني نموني جا موتي هڪ ئي مالها کي زيب بخشي رهيا آهن.

سنت- ڪوي دؤر جو ذڪر ڪندي مون پهرين ئي ڏيان ڇڪايو آهي تہ پندرهين سورهينءَ صديءَ ۾ جي پرم پرش ۽ سنت هند ۾ پرگهٽ ٿيا ۽ ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ ۾، جن جي مڌر واڻيءَ جنتا جي تتل هردي تي چندڻ وڌو ۽ اُنهن جو من نيو پرين جي پار ڏي، سي نڪي خالص هندو هئا نہ نج مومن. شاهہ ۽ سچل جي ڪلام ۾ بن ڌارائن جو جوڙ ميڙ بلڪل پڌرو آهي، پر جن ساميءَ جا شلوڪ خوض سان پڙهيا آهن تن معلوم ڪيو هوندو تہ ساميءَ تي بہ فارسي ڪلام جو رنگ چڙهيل آهي "فارسي ۽ هندي سنت چون ٿا ڳالهہ هڪ") ۽ شمع پروانہ وغيره تشبيهن يا اصطلاحن ۽ محاورن کان سواءِ بلڪل اندرين ڳالهين ۾ بہ فارسي شاعرن کان مصالحو ورتو اٿس. "گوروءَ جي مهما" ۽ "سڀ ڪجهہ تو ۾ آهي، اندر نهار" وارن وشين تي خاص ڪري مون کي سنڌي ۽ فارسي سنت- ڪويءَ جي واڻيءَ ۾ ڪوبہ فرق نظر نٿو اچي، ۽ اندر وارو جوي ٿو تہ فارسي ڪلام ساميءَ پڪ شروڻ

ڪيو هو:

پير را بگزين ڪ بي پير اين سفر،
هست بس پُر آفت و خوف و خطر.
هيچ نڪشد نفس را جز پيرِ بَطَل،
دامن آن نفس ڪش را سخت گير.
دست پير از غايبان ڪوتاه نيست،
دست او جز قدرت الله نيست.
چونڪ ڪردي ذات مرشد را قبول،
هم خدا در ذاتش آمد هم رسول.

۽

تو بهغي جان جمله عالمي،
هردو عالم خود توئي بنگر دمي.
در حقيقت خود توئي اُم الڪتاب،
خود ز خود آيات خود را بازياب.
صورت نقش اِلاهي خود توئي،
عارف اشيا ڪَ ماهي خود توئي،
آنچه مطلوب جهان شد در جهان،
هم توئي و باز جو از خود نشان.
هم ملڪ هم نهه فلڪ بشناختي،
گر بڪنه خويشتن ره يافتي.

جيئن شيڪسپيئر کي پنهنجن رچيل ناٽڪن جي پرواهه نه ڪانه هئي، تيئن سامي به پنهنجن شلوڪن بابت بلڪل بيپرواه هو. هُنن سجاڳين جي وقت ۾ مشهوريءَ جو مرض ڪونه هو. پر قدرت کي منظور نه هو ته ساميءَ جا شلوڪ جنهن مٺ ۾ پيل هئا، تنهن مٺ جي پجڻ سان هوا ۾ مٽيءَ سان هڪ ٿي وڃن، يا ٿُتل پڳل ٽُڪن ۾ جنتا جي چپن مان اُچارڻ ۾ اچن. قدرت ساميءَ جي شلوڪن سان وڏو ئي وڙ ڪيو آهي. هڪ ڀئي پنيان برک سنڌي ودوانن انهن شلوڪن کي گڏ

ڪيو آهي، تاتيو آهي، دل سان هنڊايو آهي. نئين دؤر جي چئن ابن
مان سڄڻ سارن ٻن،ساميءَ جي شلوڪن تي نور نچويو. مغز ڪپايو ۽
داد ڏنو. ديوان ڪؤڙيمل جو نالو سنڌي ساهتيہ ۾ بيو نہ تہ انهيءَ ڪري
سدائين ياد هوندو، جو هن صاحب جا ڪوڙو ڪري ٻن هزارن کان مٿي
شلوڪ هٿ ڪيا، چندچاڻ ڪئي ۽ معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سميت
ڇپايا. ديوان ڏيارام گدومل انهن شلوڪن جو سار ڏيندي، سنڌي نثر
کي فصاحت ۽ بلاغت جي چوٽيءَ تي رسايو. ٽئين صاحب شري
واڌومل مولچند ساميءَ مان چونڊ ڪندي، ٽڪر ٽڪر جو ارٿ ڏنو ۽
شلوڪن جي وشيہ وار ترتيب ڪئي. هڪ پريميءَ (شري شانتي
شاهاڻيءَ) ساميءَ جي شلوڪن کي انگريزي جامو پهرايو پر اهو
پستڪ مون اجا پڙهيو نہ آهي. هڪ پروفيسر (ڪلياڻ آڏواڻيءَ)
محنت ڪري ساميءَ تي جدا پستڪ رچيو جنهن جي پڙهڻ سان
ساميءَ لاءِ اُڪير تي جاڳي ۽ ساميءَ جي شلوڪن لاءِ اُتساه ٿو اُپري.
هينئر وري هڪ سنڌيءَ جي اُستاد، بيدار مغز ساهتيہ پريميءَ، ساميءَ
جي هم نگرواسيءَ، ساميءَ جي شلوڪن جو اونهو ابياس ڪري، تِهَ ۽
ان جدا ڪيا آهن، ۽ سيپئي ڇاپا ۽ دستخط ڀيٽي، هڪ شد ڇاپو پڌرو
ڪيو آهي، جنهن ۾ بيو نہ تہ ديوان ڪؤڙيمل جي ڇاپي کان 1400
شلوڪ وڌيڪ درج ٿيا آهن. پروفيسر يوڄراج هوتچند ناگراڻيءَ نہ
رڳو محنت ڪري ساميءَ جا سڀ شلوڪ هٿ ڪيا آهن پر اهو بہ
ڏيکاريو آهي تہ ڪهڙا ڪهڙا شلوڪ سامي صاحب جوانيءَ جي جوش
۾ لکيا ۽ ڪهڙا پيريءَ جي زماني ۾ جڏهن هن جو انيڀؤ پڪو ۽ پورو هو.
ساڳئي وشيہ تي شلوڪ الف هيٺ ڏيکاريل آهن ۽ بيا بہ جي سري
هيٺ، تہ پڙهندڙ جاچيين تہ جوانيءَ جي الف شلوڪن ۽ پريءَ جي ب
شلوڪن ۾ مٽيئي ڪي منزلون طيءِ ٿيل آهن. پروفيسر ناگراڻيءَ نہ
رڳو معنيٰ ۽ سمجهاڻي ڏني آهي ۽ شلوڪن جو صحيح اچار پڌرو
ڪيو آهي پر هڪ عالماڻي يومڪا لکي، سنڌيءَ ۾ پهريون
ييرو ويدانت ۽ يوگ جو وستار عام فهم ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي، جنهن جي

پڙهڻ سان ڪوبہ سنڌي سمجهي سگهندو تہ ڀارتيہ سنسڪرتي ڇا ٿيندي آهي ۽ ڀارتيہ ويچار ۽ ويساهہ ڇا تي ٻڌل آهن. پروفيسر ناگراڻيءَ ناد يا سرت شبد، يوگ بابت جيڪي لکيو آهي، تنهن مان سندس اڀياس جي سڌ بخوبي ٿي پوي. باقي سورلي صاحب جي واٽ وٺي ساميءَ جي وقت سنڌ ڇا هئي تنهن تي جو پروفيسر صاحب دوهرا داستان لکيا آهن، تن مان شلوڪن جا پڙهندڙ ڪيترو لاڀ پرائيندا سو چئي نٿو سگهجي.

ساميءَ جي شلوڪن جي ٻولي ۽ ٻيهڪ نرالي آهي. ڪيترن سگهڙن، خاص ڪري پينشنرن ۽ پڳتن، سنڌي ٻوليءَ ۾ شلوڪ رچيا آهن، جن ۾ ويدانت ۽ تصوف جا مسئلا آيل آهن ۽ ڪي بيت ۽ شلوڪ تہ بنهہ ساميءَ جي شلوڪن جهڙا پيا لڳن. مايا ۽ مٿيا، ست ۽ است، جڳت ۽ اوديا، جيوَ ۽ برهم، آتما ۽ پرماتما، من ۽ ٻڌي... اِهي شبد ائين ٿا ٿئنڪڻ ۾ اچن، جڻڪ ڪو بال آهي جو ڪوبہ بازيگر اُڇلائي ۽ جهٽي سگهي ٿو. ليڪن ڪوبہ سمجهو ماڻهو ڄاڻي ويندو تہ هي ٻيا شلوڪ هٿرادو آهن، نقل آهن، ملمعي جا آهن. ساميءَ ۽ ملتن جي وچ ۾ هوڻ تہ زمين آسمان جو فرق آهي. ساميءَ ۾ نوڙت آهي ۽ پاڻ مارڻ، ملتن ۾ آهي خودي ۽ ويڙهہ جو مادو- پر ٻن ڳالهين ۾ هڪجهڙا آهن. هڪ تہ ملتن پويون هو پنهنجي دؤر جو، تہ سامي بہ پويون آهي سنت- ڪوي: ساميءَ کان پوءِ ٻيو زمانو شروع ٿي ويو. ٻيو تہ واڻي ٻنهي جي شاندار آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "گرئنڊ اسٽائيل" چيو اٿن. ٻيا ڪوي ڪجهہ بہ ڪن پر انهيءَ شان يا بلنديءَ واريءَ سٽائيل تي نٿا رسن. ملتن جا لفظ صفون ٻڌي، مارچ ڪري رهيا آهن، ساميءَ جا شبد بہ جڻڪ قواعد ڪري رهيا آهن. هڪ هڪ کي پنهنجو شان آهي، سيني کي گڏي پنهنجو پيڪو آهي. شاهہ جا بيت آيتون آهن، الهام آهن، ساميءَ جي شلوڪن جي اها دعوئيٰ ٿي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ ساميءَ ۾ نہ آهن سورما نہ سورميون، نہ نرڪ نہ سرڳ، نہ هوءَ دنيا نہ هيءَ دنيا: اٿس فقط اندر ۾ جهاتي. ساميءَ جي

شلوڪن ۾، سچل جي بيتن ۽ ڪافين جي مستي نہ آهي، ڪشش نہ آهي، بيخودي نہ آهي، پر سچل ۾ جي لهر آهي تہ ساميءَ ۾ وري ٺهر آهي. شاهہ ۾ لهر بہ آهي تہ ٺهر بہ آهي. ساميءَ جي ڪوتا ۾ شاعرن جي رنگين مزاجيءَ جي جهلڪ بہ ڪانهي. جنهن وقت خيال ٿو ڪجي تہ سامي رهاڪو هو سنڌ جي اُنهيءَ زماني جي شوقين شهر (شڪارپور) جو ۽ هر هر ايندڙ ويندڙ هو اُنهيءَ زماني جي مشهور ڪپڙي جي منڊيءَ ۽ سکن جي تخت گاهہ (امرتسر) جو، تہ تپرس ٿو لڳي تہ ڪهڙي نہ ڪٺور تپسيا ڪئي هوندائين، جو سندس من اهڙو سيتل، اهڙو نرمل، اهڙو استر رهيو، جو منجهس نہ رهيو عيش نہ نَش، نہ شوق نہ ذوق، نہ کهاٽي نہ ڪتا. ڪرش جي مرليءَ جو ذڪر ڪندي بہ سندس نبض ۾ ڪا حرارت نٿي پيدا ٿئي، جو چئي ڏئي سچل وانگر:

سيڱا برچون ڪانَ هٿن ۾،
سيني اندر سٽڪايون هليو ويو.

ملتن جون اکيون بند ٿي ويون، تہ پاڻ ٻاهرين نظارن لاءِ تڙڦ پيدا ٿيس، پر ساميءَ اکين سالم هوندي بہ ڪڏهن ڪونہ جاچيو سهڻي شاهہ لطيف وانگر:

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
چوٽا تيل چنبيلئا، ها ها هو هميش،
پسئو سونهن سيد چي، نيهہ اچن نيش،
لالن جي لبيس، آتڻ اکر نہ اُجهي.

منهنجي نظر ۾ ساميءَ جي شاعريءَ جي وڏي ۾ وڏي خوبي آهي سادگيءَ ۽ پختگيءَ سان گڏوگڏ هڪ قوت جنهن کي جادو بہ سڏي سگهجي: ساڳي ساڳي ڳالهہ- اوديا ۽ مايا، ستگروءَ جي مهر ۽ سهاڳڻ جو ست... انيڪ بيتن ۾ دهرائي وڃي ۽ پڙهڻ واري جي دل تي شاعر جو راڄ ساڳيو قائم رهي! شاعر گهڻيئي بردبار، شاندار ڏٺاسين ، پر ساميءَ جهڙو شاعر ڪو مشڪل ليندو، جنهن وٽ نہ هجي درٻار نہ ڊنگ، نہ سانگ نہ رنگ، نہ احساس نہ اُمنگ، تہ بہ سندس ٻاٽيءَ ۾ اهڙو

شان، اهڙي فضيلت، اهڙي سقلتا! هومر جي ساراه ٿا ڪن ته هڪ آدميءَ ڪي ڏهه سال سمنڊ تي سفر ڪرايو اٿس ۽ هر هر ساڳيو آب، ساڳيو آڪاش چٽيو اٿس، ته به سندس شعر ۾ ڪا اهڙي قوت، ڪا اهڙي قدرت آهي، جو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ ٿڪجي ئي نٿو، ڪڪ نٿو ٿئي. ساميءَ ۾ به اها قوت ۽ اها قدرت آهي، فرق رڳو اهو آهي ته هومر ۽ ٻيا شاعر قصن ۽ ڪهاڻين، اتهاس ۽ چالو تشبيهن ۽ استعارن سان پڙهندڙ جو من موهين ٿا؛ ساميءَ وٽ ڪي ٿورا اشارا، ڪي ٿوريون تشبيهون آهن. نوڙي ۽ نانگ، ڪنول گل، انل پکي، سپني منجهه راجا، دسوان دوار، موهن جي مرلي، چڪور ۽ چنڊ، سهاڳڻ ۽ گهوٽ، ستگرو، ۽ سُرڪي... پر اُنهن وسيلي اُها هڪ دلڪش ڪوتا رچي سگهيو آهي، جا هزارن شلوڪن تائين وجي تي پهچي! ساميءَ جا شلوڪ نه منتر آهن نه جهاڳ نه شروتي نه سمرتي؛ ساميءَ جي شلوڪن ۾ نه آهي واد نه وواد، نه شنڪائون نه سنڪلپ، نه واعدا نه ويڻ. ساميءَ جي شلوڪن ۾ اسان جي زماني جو به رس ڪونهي، نه وگيان آهي نه بحث، نه ڪلا نه ڪلون. پر سنڌي جنتا وٽ هي شلوڪ بلڪل قبول آهن ۽ پنڊتن وٽ به پسند آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي ته هي شلوڪ هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي شاعر جي رچنا آهن.



ساميءَ جي شلوڪن جو روپ بلڪل سادو آهي، پر اندر مٺيا اٿن. ساميءَ جا شبد سولا پر مڌر آهن. سامي جنتا جو شاعر آهي پر ودوانن ۽ اميرن کي فهمائش تو ڏئي ۽ سندن ڪن مهٽ تو ڪري. سنڌي شاعر اڪثري اوچي ڳاٽ ٿا هلن پر ساميءَ لاءِ "غريبي گلزار اٿئي موچاري مينگهو چوي". ساميءَ جي غريبي ۽ نوڙت، حلم ۽ مرم انهيءَ ڪري نه آهن، جو هو بيڪس آهي يا بيدل، بيوس يا دلگير، دڪايل آهي يا نياز، بلڪ انهيءَ ڪري، جو لوڪشاهيءَ جي زماني کان گهڻو اڳي هو سچيءَ لوڪشاهيءَ جو قائل هو. سامي دنيا جا

ٻاهريان ته ڇيري اندرئين راز کي پروڙي انيئ ڪيو ته برهم ٻنان ٻيو ڪجهه نه آهي. هيءَ جڳت مٿيا آهي، مايا جي پرم ڪري ٿي ”مان ۽ تون“ جو ڀيد اسان کي ستائي رهيو آهي ۽ ٻيائيءَ جي ٻنڌنن ۾ جڪڙجي اسين دکي ٿي رهيا آهيون. جنهن وقت انيئ ٿيوسين ته اسان جو روپ، اسان جو اصل، نه اندريون آهن نه جسم، نه دماغ نه دل، پر ڪجهه ٻيو آهي، ۽ جنهن لاءِ اسين ٻاهرين وستن ۾ ٿا سرگردان ٿيون سو اسان جي ئي اندر ۾ آهي، تنهن وقت پرم آنند جا ڀاڳي ٿينداسين ۽ دوئي ۽ دويش، ڪلپت ۽ ڪلپنا، سڙڻ ۽ ڪامڻ کان رهت ٿي، هر ڪنهن ۾ برهم ڏسنداسين، برهم پسنداسين، برهم ۾ لُنولين ٿينداسين:

سامي گهر ۾ گهر، تنهن ۾ گهر اگهر ٿي،
من ٻڌ واٽيءَ ڪون پري نرمل اگوچر
پران پارو سپ ۾، سدائين سيتر،
اهڙو پد امر، گروءَ لکايو گيات سان.

ساميءَ جي نوڙت ڀينو فقير جي نه آهي پر شاهن جي شاهه جي آهي، جنهن وٽ ڪا ڪمي نه هجي، ڪا چاهنا نه هجي. ويدڪ رشين وانگر ساميءَ کي آتم گيان دواران اُها پروڙ پيئي، جا اڄ جي وگيانين کي هزارين تجربن ۽ جوڳ پڇائڻ کان پوءِ به مشڪل پيئي آهي: هيءَ ساري سرشٽي اڻ هوندي بازي آهي؛ بازيگر ڪو ٻيو آهي؛ اوديا ڪري است کي ست سمجهي دکي ٿي رهيا آهون، پر جنهن وقت ستگروءَ جي مهر سان اوديا دُور ٿي، من جا وڪار ڪڍي، اُنهيءَ بازيگر، اُنهيءَ نت ڏاريءَ سان پريم رکيوسين ۽ سندس درشن ڪيوسين، ته پوءِ جيوآتما پرماتما ۾ لئي ٿي ويندي، سڄ جو ترورو سڄ ۾ پهچي ويندو، پاڻيءَ جو قطرو مهاساگر ۾ گم ٿي ويندو، ۽ نه رهندو مان نه تون؛ فقط هوندو هو، برهم، ايڪو برهم. سپني ۾ است کي ست سمجهي وهون ٿا ۽ اک پٽجي ٿي ته سمجهون ٿا پرم هو. ٽيئن هن وڏي سپني ۾ به پلجي وڃون ٿا ۽ مايا جي ڦندي ۾ ڦاسي، دک ٿا پايون ۽

جوٽين جي چڪر ۾ تا پيڙجون. مانک ديهي اَملهہ آهي جنهن ۾ آتم گيان پائي سگهون ٿا، پر رڳو ڪتابن پڙهڻ ۽ وات سان چوڻ سان اهو گيان نٿو اچي، هتي تہ سر جي سٽ ڏيڻي آهي، وڏا ساڌن ڪرڻا آهن، يوڳ ويراڳ ۽ تياڳ جي واٽ هلڻي آهي، اندرين کي وس ڪرڻو آهي، من جي چنچلتا دور ڪرڻي آهي، برهم ۾ لُنولين ٿيڻو آهي. پوءِ بہ جڏهن ستگرو پرسن ٿي ڪرپا ڪري، تڏهن اُهو درشن ٿئي ۽ جنم جنم جو تتل ڪوٽ ٽري.

اسان جي هوندي وگيانين حيرت جهڙيون کوجنائون ڪيون آهن، پر سڀ کان حيرت جهڙي کوجنا اها آهي تہ سرشٽيءَ ۾ خالي هڪ ئي رستو آهي ۽ بيو تہ جڙ ۽ چيتن ۾ اندريون فرق ڪونهي، فقط آڪار جو پرم آهي. اڳي وگياني چوندا هئا تہ سرشٽي نهيل آهي ڪن تَتَوَن جي، ڪن جُزَن جي؛ اڳي سون ۽ مٽيءَ جي تتوَ يا جزي کي علحدو سمجهندا هئا، پر هينئر وگيانين کي سُڌ آهي تہ پٿر ۾، سون ۾ ۽ ڪاٺ ۾... ڪوبہ فرق ڪونهي. ”چيٽيءَ ۽ ڪنچر ۾ سم ڏسن پڳوان.“ اندرئين تهہ جي لحاظ ڪري سڀ چيزون هڪ آهن، هڪ ئي شيءِ جو روپ يا هڪ ئي جوت جو پرڪاش آهن. اها انوکي وستو هڪ نائڪا وانگيان پيئي نچي؛ جڏهن ناچ جو قدم هُن پاسي ٿئي تہ سون جو اظهر ٿئي، هن پاسي ٿئي تہ ڪاٺ ڏسڻ ۾ اچي... ڪي وڏا و گياني پڇڻ لڳا آهن تہ سنسار جون چيزون ڪنهن حسابدان جي مغز مان نڪتل آهن ڇا، يا ڪنهن ناچوءَ جو ناچ آهن ڇا؟ ساميءَ کان پڇن تہ هو هنن کي ٻڌائي تہ هيءَ اڻ هوندي بازي آهي بازيگر جي. اِنهيءَ ڳالهہ ۾ وگياني ساميءَ کي جيڪر ها ڪن، پر جڏهن سامي وري چوين تہ اهو بازيگر ڪو تو مون کان پري نہ آهي، هن جو نڪاٽو اسان ۾ ئي آهي، اسان کي پرم آهي تہ هو اسان کان دور آهي، تہ جيڪر اها ڳالهہ ڪداچت نہ قبولين. سندن کوجنائون انهيءَ حد تائين نہ پهتيون آهن. پر وڏو پرم تہ ”جڙ هڪ چيتن بيو“ هاڻي لهي ويو آهي. آئنسيٽئن جي جدول جڙ- چيتن پيد جو خاتمو ڪري ڇڏيو ۽ ساڳئي وقت

ائتمڪ بم گولي جو پايو وجهي سجي آدم ذات کي هراس ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪو وقت ايندو، جو وگياني تجربو ڪري ثابت ڪري ڏيکاريندا تہ اهو جڙ- چيتن سڀ آتما ۾ ئي آهي، آتما جوئي ڪرشمو آهي، ۽ جيڪي پارتيہ سنسڪرتيءَ ۾ منڍ کان چيل آهي، 'تو منجهہ تنهنجو آهي رام'، ويساسين ۽ ساپرشن واڪو ڪري چيو آهي سڀ ڪنهن ديس ۾ (The Kingdom of God is Within you) 'ايشور جي راڄڌاني تو ۾ آهي ٻاهر نہ آهي،' سو وگياني پنهنجي حساب ۾ پنهنجن تجربن سان ثابت ڪري ڏيکاريندا.

ديوان ڏيارام گدومل، پروفيسر جيٺمل پرسرام، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ، ۽ پروفيسر ناگراڻيءَ جي سمجهاڻيءَ کان پوءِ مون لاءِ ساميءَ جي شلوڪن جي اُپٽار ڪرڻ اجائي ٿيندي ۽ سار ڏيڻ يا ارٿ ڪرڻ بي معنيٰ ٿيندو. منهنجي ڪوشش هنن چند صفحن ۾ هيءَ ئي رهي آهي تہ اسان جا سنڌي پاٺڪ ۽ پيئرون ساميءَ جو پورو قدر ڪن ۽ سڃاڻن تہ هو هڪ مها جاڳرتي دؤر جو پويون سنت- شاعر هو، ۽ ٿورو خوض ڪن تہ پشچمي وگيان ۽ اوزارن ۾ سکيا ۽ جوڙجڪ جي زماني کان اڳ هڪ سنڌي ساپرش ۽ ويساسيءَ صرف گوروءَ جي گيات، ڪرپا ۽ ويدانت جي ابياس سان ڪيئن آتم گيان پاتو ۽ اُنهيءَ جو رس سنڌي لوڪن کي چکايو.

25 مئي 1955ع — لالسنگهہ اجواڻي

# ساميءَ جي سلوڪن جو تاتپرج

هن جهان ۾ اسان جا پنج دشمن آهن، جن جهڙا پلوان دشمن ٻيا ڪي ڪينهن. سندن نالا مشهور آهن، پر سندن نشان ڪن ٿورن کي معلوم آهن. ڪو آدمي ڪونهي، جو اُنهن کي ظاهر ڦٽ لعنت نٿو ڪري، پر ڪو ورلي آهي، جو اُنهن مان هڪڙي نہ ٻئي کي اندر ۾ نٿو سانڍي. اُنهن دشمنن سان اڪثر جيترو اسان جو پيار آهي تيترو پنهنجن ٻارن سان ڪونهي. پر تڏهين بہ جيڪڏهن اسان کان ڪو پڇي تہ "اهي توهان جا دشمن آهن يا نہ؟" تہ جيڪر ڪڏهن ڪين چئون، "نہ!" اُنهن دشمنن بابت ڄاڻ بہ اٿئون، پر تڏهن بہ اڄاڻ آهيون. اُنهن کي نڪي سپاهہ آهي نڪي توپخانو، پر تڏهن بہ حاڪمن کان هو وڌيڪ محڪم آهن ۽ حڪم خود سندن محڪوم آهن. اُهي آهن دشمن، جن کي مات ڪرڻ لاءِ شرتيون ۽ سمرتيو، قرآن ۽ انجيل، سڀ نازل ٿيا. وياس ۽ والميڪي، ٻڌ ۽ زردشت، موسي ۽ عيسي، ڪالفيوشس ۽ حضرت محمد، پيغمبر ۽ ڳوِيسَرِ انهن دشمنن کي دفع ڪرڻ لاءِ جاڳيا. پر دشمن اڄ ڏينهن تائين اسان تي غالب آهن. اُهي نہ رڳو اسان جن هِردن (دلين)۾ پاتاري پائي ويٺا آهن، پر اسان جي سڄڻن ۽ اسان جي ديوتائن جون شڪليون وٺي، سڀ شيوا ۽ پوڄا پاڻ ڏي ڇڪيو وٺن. اُنهن پَريتن کي ڪيڏڻ لاءِ ڪيترائي منتر پيا آهن، پر اُنهن دشمنن سان اسان جي اهڙي پريت لڳي ويئي آهي، جو منتر ساڌڻ جو ڪوبہ ڦڪو ڦهہ اسان کان بلڪل نٿو اُجهي، ماُنڪ ديهہ جو مطلب هاٿي آهي اُنهن دشمنن جي غلامي ۽ نہ جيئن سامي چوي ٿو "ڪال ڪاٽي اڪال ٿيڻ". ڪال تہ تندرستيءَ ۾ اسان جي خواب و خيال ۾ ڪونهي ۽ فقط جڏهين ڪا وڏي آفت يا پيڙا اسان تي پوي ٿي، تڏهين

دشمنن جي دشمنيءَ جي ڪا اسان کي ڪل پوي ٿي. اهڙي وقت ڪام جو نشو لهيو وڃي، اهڙي وقت ڪروڌ جي ڦهري وڪُ گهٽجيو پوي، اهڙي وقت لوڀ ماڪيءَ جهڙو منو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، اهڙي وقت سنسار جي موهہ جي اورتائي پروڙجي ٿي، ۽ اهڙي وقت اهنڪار جي اوندهہ جا پردا ڪريو پون. اهڙي وقت اهي پنج پوت اسان جا سچا ويري نڪري نروار ٿين ٿا ۽ اهڙي وقت ڀڳوان جو نالو اسان جي زبان تي اچي ٿو ۽ ستگروءَ جي محتاجي ٿئي ٿي. اهڙو روڳ ئي ڀلو جنهن ۾ اسان جو سچو حبيب قريب ٿئي، اُها تندرستي گهوري، جنهن ۾ هو دور رهي. اهڙو روڳ درحقيقت مرض آهي. اُنهيءَ مرض جي دوا ساميءَ جي چوڻ موجب ساڌ سنگت آهي ۽ ساڌ سنگت جي معني اها ناهي، تہ انهن جي سنگت، جي پاڙ کي ساڌ سڏائين يا پنج پئسا پنن، پر انهن جي جن کي ست ڪرم، سيل، سنتوک، نرويريا، شيوا، ديا ۽ ڌرم آهي. ساڌو اُهي آهن، جي ياٽي ۾ پنا رهن، جي جڳت کي جوٺ سمجهن، ڪايا ۽ مايا جي موهہ ۾ غلطان نہ رهن، ۽ جي ڪلپت کي ڪتي سنگسار ڪري ڇڏين. ساڌو اُهي آهن جن جي من ۾ رمتا رام سدائين وسي ٿي وسي، جن کي نوش ۽ نيش، نشيب ۽ فراز، رنج ۽ راحت سڀ سمان آهن، ۽ جي سروپ تان ائين قربان آهن جيئن چڪور چنڊ تان ۽ پتنگ روشنائيءَ تان. تاتپرج هي آهي تہ ساڌو اهي جن جو ڏن آتم ڏن ۽ جن جو گيان آتم گيان آهي. ڪوبہ انڪار نہ ڪندو تہ اهوئي ڏن اتم آهي، اهوئي گيان اتم آهي.

پر دشمنن کي ناس ڪرڻ هڪڙي ڳالهہ آهي، دوست هٿ ڪرڻ بي. ساڌ سنگت ڪرڻ هڪڙي ڳالهہ آهي، ساڌو ٿيڻ بي ڳالهہ. ساڌ سنگت ڪري من جا پوت ڪدي سگهجن ٿا، پر ساڌو ٿيڻ کان سواءِ سائين نٿو ملي، ڪي ائين پيا سمجهن تہ ساڌو اُهي آهن جن جهان کي ڇڏي فقيريءَ جي جهولي پاتي آهي. پر جهان جي ڪڏن ڪوبن، چڪُن ۽ ترڪٽين جي جنهن کي آزمائش نہ هوندي، تنهن کي سچي لنؤ ڪَڏهين نہ لڳندي. جو لهرن جو لحاظ ڪندو سو ترڻ مور نہ

سڪندو. جو دنيا جي هَوَس سان نہ لڙندو، تنهن کي سورمو ڪير چوندو؟ جو ڏکن ڏاکڙن کان گيدي ٿي ڀڄندو، تنهن کي آسماني واهر جي ڪهڙي خبر پوندي. سڀ ڪنهن جي آتما تي ڳرو قرض آهي ۽ اهو قرض لاهڻ مٿس فرض آهي. وجهن پنيان وجهہ، اشارن پنيان اشارا اسان کي ملن ٿا، پر قرض ۽ فرض جي اسان کي ڪا يادگيري نٿي اچي. شاهوڪار نٿو سمجهي تہ قرضي آهيان. عالم نٿو سمجهي تہ قرضي آهيان، ٻئي بيقرض بيغرض بيفرض آهن. نٿا سمجهن تہ مٿن مسڪينن ۽ نادانن کان وڌيڪ قرض آهي ۽ وڌيڪ جوابداري. نٿا سمجهن تہ نوڪر آهن، نہ خاوند. تہ ڏن وٺن ڏراوت طور آهي چڱن ڪمن ڪرڻ لاءِ ۽ نہ پنهنجي تن پروريءَ ۽ پنهنجي سرخروئيءَ لاءِ. سامي ءَ جي سلوڪن جو گهڻو زور آهي ممتا مارڻ تي، پر ممتا ڪيئن مرندي، جي اسين پاڻ کي وڏا پدارٿ ڪري سمجهنداسين ۽ جيڪي ڪي اسان کي آهي حواس ۽ عضوا، مال ۽ ملڪيت، عقل ۽ علم، هنر ۽ هوش سو پنهنجو ڪري سمجهنداسين ۽ نہ اسان جي خاوند جو. هر دم جڏهن اسين اهڙي ويساهہ گهاتي ڪنداسين، تہ پوءِ اسان جي پڇاڙي ڪهڙي ٿيندي؟ هينئر تہ چڱي جوڻ اٿئون، پر جي انهيءَ جوڻ ۾ ڏٺي پنهنجو وساري ڇڏينداسون ۽ ڪافر نعمت ٿينداسون تہ آخر اسان جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ ماڻهن انساني حسن تي اکين ڇڪن تي، سوين گهمرا ساهہ ڇڏيو آهي، پر جنهن ڏٺيءَ اهڙو انساني حسن ناهيو تنهن جي حسن جو اسان کي ڪو خيال نٿو اچي. جيڪڏهن پنهنجي سائينءَ جي سونهن جو ٿوروئي ڪري تصور ڪريون، تہ هن جي خدمت کان جيڪر اسين ڪڏهن اَرها نہ ٿيون ۽ بيائيءَ جا بندن جيڪر هڪدم ڇڄي پون. مون، آءٌ ۽ منهنجو جيڪر اسان جي مُکون ڪڏهن نہ نڪرن. شاهہ عبداللطيف چيو آهي "سوري جنين سيج مرڻ تن مشاهدو." سامي ءَ بہ اهڙا سلوڪ چيا آهن. انهن جو مطلب بہ آهي تہ ڪڙي ۽ قاتل تي ڪرڪڻ نہ گهرجي ۽ پنهنجي ايمان، پرمن، پولائن ۽ ڦُرنن کي قاسي ڏيڻ گهرجي. خوديءَ کان پاڪ رهڻ گهرجي ۽

پنهنجو من، تن ۽ ڌن تريءَ تي رکي، سائينءَ جي شيوا ۾ تياڳ ڪجي. هيءَ آهي سچي وديا، جنهن جي سامي هيتري ساک ڪري ٿو. اهڙيءَ وديا ڏي شال اسان سيني جو چت مائل ٿئي. انهيءَ وديا موجب سوري سيج آهي، زهر شربت آهي مرض صحت آهي، ڏک سک آهي، غريبي شاهوڪاري آهي. موت حياتي آهي. انهيءَ وديا موجب ڪا بہ شيءِ حڪمت جي نُڪتي بنان نہ آهي، ۽ ڪوبہ حادثو ڪوبہ اتفاق قاعدي جي قيد کان خارج نہ آهي. انهيءَ وديا موجب ٻين جو خير پنهنجو خير آهي، ٻين جي شيوا پنهنجي شيوا آهي، ۽ ڀڳوان جي ٻانهپ بادشاهہ جي سلطانيءَ کان وڌيڪ آهي. اهي آهن سبق، جي ويدانت سيکاري ٿي. اهي ساڳيا سبق هنن سلوڪن منجهان پُرجهي سهجن ٿا.

شال اسين سڀ اهي سبق هنڊايون، شال اسان جون رڳون رباب وانگي انهن سان وڄن ۽ اسان جا روح انهن سان رچن.

**رشي ڏيارام گدومل**

## مايا (الف)

(1)

اَڻ هُوندي بازِي، تُنهنجي ڪري سِڌِ ٿِي،
ڪَلِپَتَ جي ڪَلَنڪَ سان، سامي تو ساجي،
ڳَڍين پانهنجِي پاڙهي، تو مِنَٿُ موتا جي،
رڙهي ٿِئين راضي، پَٿُ ڏيئِي تون پاڻ ڪي.

(2)

ڏريہن ڪوهُ پيارُ، سامي مايا موهَ سان؟
اَتي سيُ اَوِديا سندو، اَڻ هوندو اِسِرارُ،
جئين نانگُ نوڙيءَ ۾، سُپَني ۾ سَنِسارُ،
ڪَرِ نہ جيءُ خُوارُ، مِرگَ تِرِشنا جي جَلَ ۾.

(3)

مايا پُلائي، وِڌو جيءُ پَرَمَ ۾،
اَڻ هوندي دَرِياهَ ۾، غوطا نِتُ کائي،
سامي ڏسي ڪِينڪي، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُ جاڳائي، تہ جاڳي جُڙي پاڻ سان.

(4)

مايا پُلائي، وِڌو جيءُ پَرَمَ ۾،
پاڻُ پَانهنجو پاڻ ۾، وينو وِڃائي،
سپُنَي ۾ سامي چَئي، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
اَوِديا پَٿُ لاهي، جاڳي ڏِسي ڪِينَڪي.

(5)

مايا پُلائي، وِڏو جيءُ پَرَمَ ۾،
پاڻُ پانهنجو پاڻ ۾، وينو وِڃائي،
اَڻ هوندي دَرِياهَ ۾، غُطا نِتَ کائي،
منهن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(6)

مايا پُلائي، وِڏا جيءَ پَرَمَ ۾،
سامي ڏِسي ڪونڪو، منهن مَڙهيءَ پائي،
جَنهِن ڪي اَوِديا نِندَ مون، سَتِ گُرُ جاڳائي،
سو ويهي وَڃائي، نگارو نِربِاڻ جو.

(7)

مايا پُلائي، وِڏا جيءَ جهانَ جا،
نانا رُوپَ رَچي ڪَري، وينا نَتُ ناهي،
پاٽو واٽو مَتِ ڪي، سَيڪو وَڏائي،
منهن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪونہ ڪو.

(8)

مايا پُلايو، سامي جوڙي جيءَ ڪي،
نانگُ ڏِسِي نوڙيءَ ۾، ڏوروُن ڏهَڪايو،
ڳٽِيءَ ليکي ڏُکَ جي، سَنسي مَنجِهہ آيو،
سَتِگُرَ سمجهايو، تَڏِي سَمُجهِي سُرجِهيو پاڻ ۾.

(9)

مايا پُلايو، سامي جيءُ سَروپَ کون،
ديهي مَنِي پاڻ ڪي، سَنسي مَنجِهہ آيو،
جئين ناريءَ نِندَ ۾، بالڪُ وِڃايو،
جاڳئي جاڳايو، تَڏِي ڪَٽو ڪَلِپَتَ نہ رهيو.

(10)

مايا مَهان پَرِبَلُ، جِيتِي وَجي نـ جيءَ ڪون،
وِڏو جنهن جَهانَ ۾، اَڻ هوندو خوف خَلَلُ،
اُتندي وِهَندي نِندَ ۾، سامي ڇڏي نـ ڇَلُ،
ڪو ڳُرمُکُ رَهي اَچَلُ، جنهن جاڳي ڏِنو پاڻ ڪي.

(11)

مَهان ڇَلُ پَرِبَلُ، مايا مَحَبوبَنِ جِي،
وِڏو جنهن جَهانَ ۾، نانا ياءِ خَلَلُ،
سامي چَڙِهيو سَڀ ڪي، اَڻ هوندو عَمَلُ،
پانهِنجو پاڻ پَٽَلُ، ڏيئِي وينا پاڻ ڪي.

(12)

آهي ڇَلُ پَرِبَلُ، مايا مَحَبوبنِ جِي،
جنهن اَڻ هوندو جوڙي وڏو، نانا ياءِ خَلَلُ،
سامي چڙِهيو سَڀَ ڪي، اَوِديا جو عَمَلُ،
ڪو وِرلو جَنُ اَچَلُ، جو رهي ڳُرَ ڳِياتِ سان.

(13)

مَهان پَرِبَلُ مايا، ٺَڳِي سَگهي ڪونـ ڪو،
جَنهن سِڌَ، ساڌَڪَ، جوڳِي، جَتِي، پيؤ ۾ ڀُلايا،
مَنِي وينا پاڻ ڪي، ڪَلِپِتَ جي ڪايا،
سَتِگُرَ ڇَڏايا، سي سامي ڇُٽا ڏُکَ ڪون.

(14)

مَهان پَرَبَلُ جاڻُ، مايا محبوبَنِ جي،
سامي سيَڪنهين جو، جنهن ڀُلايو پاڻُ،
ساکِي رَهي ساڻُ، سو نَظرِ اَچي ڪِينَ ڪي.

(15)

چِلَ پِرِيلَ آهي، مايا مَحبوبَن جِي،
ڏِنا ٻَڌا ڪِينَڪي، سي وَهَڻ وَهائي،
وِجهي ڄارُ پِرَمَ جو، ڀَلا ڀُلائي،
پانهِنجا ڪِيون ڪائي، ڪَنهن جي چِلي ڪانَہ ڪا.

(16)

سَيوئي سَنسارُ، مايا ڪِيو وَسِ پانهنجي
خالي ڇَڏِيائين ڪونَہ ڪو، جُوانُ ٻِرِڌُ ۽ ٻارُ،
وِجهي ڄارُ پِرَمَ جو، ڪِيائين خَلقَ خُوارُ،
ڪو سامي پُرکُ سَچارُ، جاڳِي ڇُٽي جِنَ ڪون.

(17)

سَڀُ سَنسارُ چِلِي، مايا ڪِيو وَسِ پانهِنجي،
سامي سُپِيرِينِ جِي، ويٺِي راهَ مَلي،
ٻَلِي ٻَلُ هاري رَهيا، ڪَنهن جي ڪانَہ چَلي،
جَنهِن کي سَچُ پَلي، تَنهن کي ڏورِئون ڏَنڊَوتَ ڪَري.

(18)

سارو جڳُ انڌو، تيو مايا جي موهَ ۾،
وِجهي وينا پاڻَ کي، بنان سَمُجَهہ سَنڌو،
ڪو عاشِقُ چَڙِهيو اَڄ تي، جاڳي ڏُوڙِ ڏَنڌو،
واري گيتِ ڪنڌو، سامي مِليو سَروپَ سان.

(19)

سارو جڳُ جُهري، تو مايا ڪارَڻِ مَنَ ۾،
جَنهِن کي ڏائِڻِ ڏينهن ۾، ڦِڪَل ساڻُ ڦري،
ڪو نيهي نارائِڻَ ڪون، دَرَسَنَ دانُ گُهري،
پَرِچي پِريمَ پُري، سامي وينو سَمَ تِي.

(20)

ساري وِسُ لُٽِي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪَنهن کي ڇَڏي ڪِينَڪي، بنا ڏَنگ ڏِٺي،
ڪونيهي وِيُس نِڪري ڪيري ڪَلبَ ڪُٺِي،
سامي پِيو ڇُٽي، جَنَمَ مَرَڻ جي ڏُکَ کون.

(21)

ڪَئي خَلِقَ اَنڌي مايا موهَ مَمَتَ سان،
مِرگَ تِرِشنا جي جَلَ ۾ وَڃي سَڀَ وَهَندي،
وِرلي ڪَنهن کَرَ مُکَ لَڌي ڪِرِپا ساڻُ ڪَنڌي،
بانيڻ جنهن بَنڌي، پَنج ئي ڪِيا وَس پانهِنجي.

(22)

ساري خَلقَ خُوارُ، رَهي مايا موهَ ۾،
اَتندي وِهَندي نِندِ ۾، کَري ڪِينَ قَرارُ،
وِرلو ڪو گُرمُکُ بَچيو، سامي ڇَئي سچارُ،
ڏِنو جَنهن ديدارُ، پانهنجي اَکين پانهِنجو.

(23)

مايا سَڀِ موهي، جيءَ ڪَيا وسِ پانهِنجي،
وِڌائين وَلَ ڇَلَ سان، اَنڌا بَنڌِي تُوئي،
پُني ڏيئي پاڻَ کي، ڪَنِ هوئي هوئي،
آتَمُ ڏَنُ کوهي، مورکَ وينا مَتِ ري.

(24)

مايا سَڀِ موهي، جيءَ ڪَيا وَسِ پانهِنجي،
سامي سَنتَ اَڇاهَ کي، سَگهي ڪونہ جوهي،
وِڌا جنهن کوهي، پَنجَئي پَرَ پڪيءَ جا.

(25)

مـايا ڪِـيـا مـوڳـا، سـامـي جـيءَ جَـهـانَ جـا،
هَـٺَــنِ واٽُ ويــچــارَ ري، اُنــنِ جــان اوڳــا،
جَـنِــيــن نـہ جـوڳـا، تَـرڪَ ڇَـلائـنِ ٿَـنِ تـي.

(26)

مــايــا مــوهــي جَـڳُ، وِڌو سَـپُ وَهَـڻَ ۾،
ڪـوڙنِ ۾ ڪـو هـڪـڙو، ٻَـچـو پُـرِڪُ اَلـڳُ،
جنهن اُلـٽِـي پَدَ اُواچَ جو، لِنوَ سان لَڌو ڏڳُ،
سـامـي تـيـو سَـرِبَـڳُ، چـاهَ مِـٽـائـي چِتَ جي.

(27)

وِڌا سَـپِ ڪـيـري، مـايـا جـيءَ مَـحَـلَ مـون،
چَڏِيائـيـن چَـلَ وَلَ سـان، حِرِصَ مَـنجـهہ هـيـري،
ويـنـا مُـنـهـن قـيـري، سـامـي چَـئـي سَـروپَ ڪـون.

(28)

وِڌا جــيءَ لُــٽــي، مــايــا سَــپِ مَــرَمَ ري،
بَـڌائـيـن بِـيـائـيءَ جـي، نـوڙيءَ ســاڻُ ڳُـهـٽـي،
سَنسي جي سوٽَنِ سان، راتِيون ڏينهنَ ڪـٽـي،
ڪو وِرلو جَنُ ڇُٽي، جنهن ڪي سامي مِلي سَتِڳُرو.

(29)

وِڌا سَـپ وٺـگـي، مــايــا جـيءَ مـمـت سـان،
ڏادِي ڏائڻ ڏندري، ڪنهن ڪون ڪـيـنَ سَـنـگـي،
ڪـو نـيـهـي وِيُس نِـڪِـري، اَتِـڪَـلَ سـاڻُ اڳـي،
ٿـيـئـي لـوڪَ لَـنـگـهـي، سـامـي ويـنـو سَـمَ تـي.

(30)

تِياڳي، ويراڳي، مايا سَڀ مَستانُ ڪِيا،
سامي ڪو وِرلو بَچيو، گُرَمُکُ وَڏُ ڀاڳي،
ڏِنو جَنهن جاڳي، پَنهنجي اکئين پاڻَ کي.

(31)

مايا مَدِ ماتو، سامي سَڀُ سنسارُ ٿِي،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، آتَمَ رَنگ راتو،
مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، جنهن صاحِبُ سُڃاتو،
واري گَٿُ کاتو، ڪَڍِيائين ڪَلِپَتَ جو.

(32)

مايا گسي مَتِ، سامي وَرتي سَڀَ جي،
سُپني جي سَنسارَ کي، مورکَ ڄاڻِن سَتِ،
ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو، عاشقُ ٿِيو اُپَرَتِ،
جاڳي جُڙيو ٿَتِ، جتي تون مان نانهِن ڪا.

(33)

مايا ڀُلايا، ڀَوَنِ جي ۽ ڀَرَمَ ۾،
مَنِي وينا پاڻَ کي، ڪَلِپَتَ جِي ڪايا،
اُلَٽِي پانهِنجي گهرَ ۾، ڪي عاشِقَ آيا،
جيڪي جاڳايا، سامي پُوري ستگُروءَ.

(34)

مايا ڪري غُلامُ، سامي وِڌو سَڀَ کي،
ڪو نيهي وِيُس نِڪري، نِروِ ڪَلپ نِهڪام،
لَڌو جنهن گُرگِياتِ سان، انيَئِہ آدي ڌام،
جنهن ۾ رَمِتا رامُ، سورجَ جان ساکي رَهي.

(35)

ڪِلَ سان مَتِ گسي، مايا وَرتي جيءَ جي،
ڏوڙِي پنهنجو پاڻهي، ڦاهيءَ مَنجهه ڦسي،
تنهن کي ڏِسي ڪينَڪي، جو حاضر هَرِ وَسي،
جي سَتِگُرُ راهَ ڏسي، تہ سُکي ٿئي سامي چئي.

(36)

مايا جَڳتُ نڳِي، سامي سارو وَسِ ڪيو،
جَنِ تي سايو سَنتَ جو، تَن کي ڪينَ لَڳي،
هو لَنگهي وَرَ سَراپَ کون، پَهتا پار اڳي،
جِتي جوتِ جَڳي، اُتِ ئي پَهَر اَنيئِي.

## مايا (ب)

(1)

پَري ڪون پَري، مايا مَحَبوبَنِ جِي،
ڪَنهين پاتو ڪِينَڪي اَنتُ اُتانُ ڪَري،
ڪَيُس گُمُ گِياتِ سان، ڪَنهن گِيائوان گهَري،
سامي ڏِسِي ٿَري، پانهنجي اکئين پاڻَ کي.

(2)

جَلُ پَرِبَلُ آهي، مايا مَحَبوبَنِ جِي،
سامي چَڏِيو جَنهن سَڀَ کي، ڦاهيءَ مَنجهه ڦاهي،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَچَ تي، دُنيا گنوائي،
نَڪِي ڪِي ناهي، نَڪي يَجي پِيدَ يَرِمَ سان.

(3)

ياري يَو ساگَرُ، لَهِرون ماري لوپ جون،
لوڙي بوڙي لوڪَنِ کي، وِچهِي ڪُنِ ڪَپَرُ،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پِيو، چَڏي موهُ مَڪَرُ،
پورَنُ پَر ميسَرُ، سامي ڏِسي سِيتلُ تيو.

(4)

ڪَئي اَڻَ هوندِي حَرِڪَتَ، مايا خواب خِيالَ جِي،
جَنهن ۾ مُنا ڪيترا، مورکَ ڪَري مَمَتَ،
جَنمَنِ مَرَنِ مَتِ ري، يَوَنِ اِتي ڪون اُتَ،
سامِي سَهَنِ دقتَ، جاڳي ڏِسنَ نَه جوتِ کي.

(5)

رولــو وِڏو رَن، جُـدائــيءَ جــو جــڳَ ۾،
مـاري مُـنجـهـائـي سَـبَ کـي، ڏاري نـانـا وَنَ،
سوٽو هَنيُسِ سَرَ جو، ڪنهن جاڳي ساڏو جَنَ،
سَمُجهِي ويدَ وَچَنَ، سامي چَڙهيو چِٽَ تي.

(6)

مـايـا مِـڙيـئـي، رَچِيـا نـاهَـ نڳـيءَ جـا،
مــاري مــورکــنِ کــي، ڏائــڻِ ڏُکَ ڏيــئــي،
وِرلي ڪَنهن گُرَمُکَ کي، سامي سُڌِ پيئي،
لوڪَ پَرَلوڪَ بيئي، لَنگهي چَڙهيو لَکَ تي.

(7)

مايا مُنهن ڪاري، ڪَنهن سان نيبهه ڪِينَڪي،
سَـبَ کـي مـاري مـوچـڙا، ڏيـئِـي ڏيـڪـارِي،
سامـي بـچـيـو بَلا کون، ڪـو يـاڳـوانُ يـاري،
جَنهِن کي پِياري، سَتِگُرَ سُرکي سَچَ جي.

(8)

اَنــڌِنِ ڏي آئــي، مــايــا بــڻــي مــوهِــڻــي،
ڦُـري ڪِـيـائـيـن ڦـوڪَ سَـبِ، ڏيـئـي وَڏائـي،
سامــي سُـجـاڳـنِ کـون، ڀَڳـي ڀَـئُـہ کـائـي،
ڪَـنِ شـادي سَـدائـي، مـاتـامـي گُـرگِـيـاتِ سـان.

(9)

سَـبَ سـان سـاڻُ لَڳـي، رَهـي مـايـا مـوهـڻـي،
سـامــي سَـدائـي ڪَـري، بَـڌِي نـاهَـ نَڳـي،
سوٽي هَنيسِ سَرَ جي، ڪنهن جو ڳيسَرَ جَڳي،
يَئِہ اُٽي ڀَڳي، ڪان ڪـان ڪَندي ڪُتيءَ جان.

(10)

مايا مَچايو، ڪُوڙو ڪيلُ ڪَلپ جو،
تنهن ۾ ڪَنِ ٿَدَروپُ ٿِي، مورکَ مَنَ پايو،
وِرلي ڪَنهن گرمُکَ کي، اَنيَئِہ ۾ آيو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(11)

مايا مَچائِي، ڪوڙي رانڍِ ڪَلپ جي،
سَچي ڄاڻي سَڀُ ڪو، ڄاڻي نِٽُ ڄائي،
وِرلي ڪنهن گُرَمُکَ کي، اَنيَئِہ ۾ آئي،
سامي سَدائي، اِستِتِ رَهي آڪاس جان.

(12)

مايا مواسِي، ڪِئا جيءَ جَهانَ جا،
پُلي پَوَنِ پاڻهي، چِتَ ۾ چوراسي،
سامي ڪَنِي ڪنهن سورمي، ڦُرني جِي ڦاسي،
اَلکُ اَبناسي، جاڳي ڏٺو جنهن جوتِ ۾.

(13)

مايا مَواسِي، ڪِيا سَڀِ جيءَ جهان جا،
پائي پَوَن پاڻهي، ڦُرِني جي ڦاسي،
وِرلو ڪو گرَمُکُ بَچيو، اُتَمُ اَپِياسي،
الکُ ابناسي، سامي ڏِٺو جنهن سَمَ تي.

(14)

مايا مَنجهہ مَستانُ، مورکَ رَهنِ ڪيترا،
ڪال نہ ڏسَنِ ڪَنڌَ تي، ڪَشِيو بينو ڪانُ،
وَرِٿَن ويدَ ويچارَ سان، نيهي نِر اَيمان،
يَڳتِ ڏِني يگوان، جن کي پَرچي پانهنجي.

(15)

مايا سَڀِ غلامَ، ڪيا جيءَ جَهان جا،
پِتِنِ ڪارَڻ پيٽ جي، وَڏا ويرَ وَريامَ،
سامي بچيا ڪي سورما، نِروِ ڪَلپَ نهڪامَ،
جَن ڪي رَمِتا رامَ، ڏنو دَرِسَنُ ديهه ۾.

(16)

چوڏهن لوڪَ چَٻي، مايا ڪاڏا موهَ سان،
زورُ تنهين تي جيوَ جو، ڦاتِي ڪينَ ڦٻي،
ماريو تنهن مَنحوسِ کي، ڪَنهن دَرَدَوندَ دَٻي،
سامي سَڄي ڳٻي، پورن ڏِسي پيءَ کي.

(17)

مايا موهي مَنُ، موڳو ڪَيو ماڙُنِ کي،
سَدا ڪَن سامي چَئي، بنا ڳِيات ڳوَنُ،
پَرچي لَڌو پانهنجو، ڪنهن ويساسيءَ وَطنُ،
ميٽي جَنَمُ مَرَنُ، اِستُتِ تيو آڪاسَ جان.

(18)

مايا سَڀ موهِي، خَلقَ پانهنجي خيال سان،
پِلائي پڳونتَ کون، ڊوهُ ڪَري ڊوهي،
سامي ٻَچيو ڪو ساڌُ سَنگِ، عاشقُ اَڏوهي،
ٻوڏ روپُ ٻوهِي، ڪيتِي جنهن خاموش مون.

(19)

مايا مُنجهائي، وِڌا جيءَ وَهَڻَ ۾،
سامي سَيَ ڪي غيبَ جا، ڳوتا ڪارائي،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، مَنَ کي مَنائي،
ڏِئو جاڳائي، ڏِنو جنهن اَئيئِي.

(20)

مايا مُنجهائي، موڳو ڪِيو ماڙِن ڪي،
پاڻُ پانهِنجو پاڻ ۾، وينا وِجائي،
سامي لَڌو ڪنهن سُورَمي، ساڌوءَ جي سايي،
وَتو سو پائي، جو اُصُلُ هو آد جو.

(21)

مايا مُنجهائي، موڳو ڪِيو ماڙِن ڪي،
پاڻُ پانهنجو پاڻ ۾، وينا وجائي،
سامي لَڌو ڪنهن سورَمي، ساڌوءَ جي سايي،
اَندَرُ اُجلائي، ماڻي سُکُ سَروپَ جو.

(22)

مايا مِنائي، ڪائي جيءَ خُوارُ ٿِيا،
پَوَنِ پَوَ ساگرَ ۾، سامي سَدائي،
وِرلي ڪَنهن ڳُرمَکَ ڪي، انيئِہ ۾ آئي،
پانهنجي پَرائِي، تات ميٽي تَدَ روپُ ٿيو.

(23)

مايا مِٺُر بَڻِي، موهي ماري سَڀَ ڪي،
رولي پانهنجي راج ۾، سدا ساڻُ ڳَڻِي،
سامي بَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جِي سَرِڻي،
گهرَ ۾ گهرَ ڏٺي، اَچلُ ڏِنو جنهن آدِ جو.

(24)

مايا ماءُ بَڻِي، موهي مُسائي سَڀَ ڪي،
سامي گسي سارُڏَنُ، ڪوهَ ۾ وِجهي ڳٽِي،
ڪَيُسِ ڳُرُ گِياتِ سان، ڪنهن هَرِ جَنَ هَٿُ هَٽي،
گهر ۾ گهرَ ڏٺي، ڏنو جنهن اَيِيدُ ٿِي.

(25)

مايا مَهَتارِي، موهي ماري سَپ کي،
ڪنهن کي ڇڏي ڪِينڪي، ديهِي جنهن ڏارِي،
رَهي اليپُ آڪاسَ جان، ڪو وِرلو وِيچارِي،
سامي سَنياري، جَنهن آدي اَنيئِہ پانهنجي.

(26)

مايا موهي ماري، سَيني کي سامي چئي،
يَوَنِ يَؤ ساگرَ ۾، بَلِي بَلُ هاري،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، ڏيرَ سَچِي ڏاري،
بيحَدَ ڏئو باري، ڏيوُ ڏنائيں ڏيهہ ۾.

(27)

مايا مُنهُن ڪارو، موهي ڪَيو ماڙُنِ جو،
پائي يَونِ پاٿهي، ڳِچيءَ ۾ ڳارو،
سامي رهي ڪو سورمو، نَيَ جان نِيارو،
جاڳِي جڳُ سارو، لَئِہ ڏنو جنهن لَڪَ ۾.

(28)

مايا بُري بَلاءِ، ڪَنهن کي ڇڏي ڪِينَڪي،
سامي لُٽي سَيَ کي، ڏيئي حِرِصُ هَواءِ،
تَنهن جو ليکو ناهہ ڪو، جَنِهن کي سَچُ سَهاءِ،
صورَتَ سَيي ئي جاءِ، ڏسي ڪُلَ عالَمَ ۾.

(29)

ڏورؤن هَٽي ڏنگُ، ناري، ڪاري، نانگٽي،
مورَڪَ مُنا ڪيترا، سامي ڪَري سَنگُ،
نِيارو رَهي نَيَ جان، ڪو مَحَبَتي مَلَنگُ،
جَلَ ۾ جَلَ تَرَنگُ، لَئِہ ڏِنو جنهن لَڪَ سان،

(30)

ڏورؤن هَٽي ڏَنگُ، ناري ڪاري، نانگٽي،
مُنَ رِڪَ مُنا ڪيترا، سامي ڪَري سَنگ،
وِرلو ڪو گُرمُکُ بَچيو، نِراڌارُ نِهَنگُ،
بي رَنگيءَ جو رَنگُ، ڏِنو جَنهن اَپيدُ تي.

(31)

ڏُکِي ڪَري ڏوتِي، مايا موهي سَڀَ کي،
ڪنهن کي ڇَڏي ڪينڪي، گُلِگُلِ ري ڪوٽي،
سامي هَنيسِ سَرَ جي ڪنهن ساڌو جَنَ سوٽي،
مُنهنُ موڙي موٽي، تَڪي نہ تنهن تَدَ رُوپ ڏي.

(32)

ڏاڍي ڏيوالي، مايا ڏائڻ ڏنڍري،
سامي کَيو جنهن سَڀَ کي، ڪِرِپَڻُ ڪَنگالي،
وِرلو ڪو گُرمُکُ رَهي، گُلِگُلِ ڪون خالي،
لُنئن لُنئن ۾ لالي، پَرتک ڏِٺي جنهن پيءَ جي.

(33)

ڏاڍي ڏيوالي، مايا ڏِني موهِڻي،
لُٽي ڪِيائين لوڪَ جو، خُزانو خالي،
سامي ڪو سُورُ بَچيو، عاشقُ اَبدالي،
پُوري گُرَ پالي، دَيا جَنهن تي دَرسَ جي.

(34)

مايا ڪَرَي مَڪَرُ، موهي ماري سَڀَ کي،
پِنائي پولو ڪَري، گُهمائي گهرُ گهرُ،
اِستِتِ رَهي آڪاسَ جان، ڪو ساڌو جَنُ سَيَرُ،
پُورنُ پَرَ ميسَرُ، سامي ڏِنو جَنهن سَمَ تي.

(35)

مايا ڪَري مَڪَرُ، مورَڪَ موهِيا موهَ سان،
پُنـي ڏيئـي پـاڻَ کـي، پَوَنِ پَـو سـاڳـرُ،
سامـي تَـرِيـو سـاڌُ سَـنـگِ، ڪـو داناهُ دُتَـرُ،
پُـورنُ پَـرَ مـيـسَـرُ، ڏِنـو جَـنـهـن آڪـاسَ جـان.

(36)

مايا ڪَري مَڪَرُ، موهي، ماري، سَبَ کي،
رَکي نـ رَتيءَ جيـترو، ڏائِڻِ ڪنهن جو ڏَرُ،
سامي بَچيو ڪو سُورمو، سُجاڪو، سُيَرُ،
پُورَنُ پـر مـيـسَرُ، ڏِنـو جـنـهـن آڪـاس جـان.

(37)

مـايا ڪَري مَڪَرُ، موهـي ،ـاري سَبَ کـي،
رَهـي الـيـپُ آڪـاسَ جـان، ڪـو نِـراسُ نِـڌَرُ،
پَرِچي لَڌو جنهن پانهنجو، اَنيئِـ آدي گهرُ،
سامـي جَري اَجَرُ، ماڻـي موج مُـڪِـتِ جِي.

(38)

مـايـا مَـڪَـرَ ڪَري، مـوهـي مـاري سَبَ کـي،
سامـي رَهـي ڪـو سـورمـو، پاپڙِ کـون پَـري،
پيتـو جنهن پَرتيتِ سان، پيالـو پـاڪُ پَـري،
سَبَ ۾ ڏِسي ئري، پانهنجي اڪئين پاڻَ کي.

(39)

سَـبَ کـي دِلاسـي، لائـي مـايـا مـوهِـڻـي،
ڦُرني ڦاهيءَ ۾ وِجهِي، پَلَڪَ نـ ڇَڏي پاسي،
ڪَيُسِ گُم گياتِ سان، ڪنهن نيهيءَ نِراسي،
سامـي سَمَ يـاسـي، جَنهِن کي اَنيئِـ آتمـا.

(40)

سَـپ ڪـي رُئـاري، مـوهـي مـايـا مـوهِـڻـي،
پَـوائـي پَـوَ سِـنـڌ ۾، نـانـا رُوپَ ڌاري،
سامي بَچيو ڪو سورمو، سَتِگُرُ سَنياري،
بيحَدَ ڏِئو باري، پُورَنُ ڏنو جنهن پيءُ ڪي.

(41)

ڦُري ڦِڪِلَ ساڻُ، سَپَ ڪي مايا موهڻي،
لَڏون ڪارائي لوپَ جا، ڪَري مَحَبتَ ماڻُ،
رَهي اليپُ آڪاسَ جان، ڪو ساڌو جَنُ سُجاڻُ،
پَلي رکيائين پاڻُ، سامي پيدَ پَرَمَ ڪون.

(42)

مايا ڪَيا مَرِڪَٽَ، موهي جيءُ جهانَ جا،
پَونِ پَو ساگَرَ ۾، گِچيءُ پائي گَٽَ،
ڪَٽِي سَپ ڪلپنا، سَمُجهي ڪنهن سُيَٽَ،
پائي ڪِميا گَٽَ، سامي سُمهيو سَراءِ ۾.

(43)

ڏي نِتُ مايا مارَ، ڪَري زيرِ جيئَنِ ڪي،
پَونِ پَو ساگَرَ ۾، رُئَنِ زارون زار،
ڪَيُسِ گُمُ گِياتِ سان، ڪنهن هَرِ جَنَ هوشيارَ،
جَنهِن ڪي سُرت سَنيارَ، سامي ڏني سَتگُروءَ.

(44)

ڪَڍي ڪَليجو، مايا ڏائڻ سَپَ جو،
ڪَنهن کون ڪَري ڪِينَڪي، پاپڻِ پَرَهيجو،
سامي هَنيُس سَچَ جو، ڪنهن نيهيءَ ڪَرَنيجو،
وري جنهن ويجهو، ڏنو اَنيَئِہ آتما.

(45)

مايا گسي مَتِ، موڳو ڪيو ماڙُنِ ڪي،
يوڳن يوڳَ پَرَمَ جا، سامي جاڳي سَتِ،
ڪو سُجاڪو سُورَمو، اُلٽي تِيو اُپرَتِ،
تڪِيو ڪَيائين تتِ، جتي آهِ نه نانهه ڪا.

(46)

مايا موهي مَتِ، موڳو ڪيو ماڙنِ ڪي،
پُلِي پَوَنِ پاڻهي، گڏي ساڻُ ڪُپَتِ،
سامي رَهِي سَمَ سَدا، ڪو عاشقُ اِستُتِ،
جاڳي شِوُ شڪَتِ، ڏنو پاڻ جهانَ ۾.

(47)

مايا مَتِ مارِي، لوپائي لوڪَنِ جي،
ڪنيون وَتن خوشِ تي، خُواريءَ جي ڪاري،
سَدا ڪَنِ سَمُجهَه ري، جَتَنُ ائون جاري،
سامي چئي ساري، وِيا وِجائي آرِجا.

(48)

مايا مَتِ گسي، سَبَ جِي وَتِي وَلَ سان،
سامي اَنيَئِه آتما، ڏيهون ڏورِ ڏسي،
ڪُنو ڪاسائڻ ڪي، ڪَنهن دَردَوَندَ دَسي،
هَرِدَمُ ڏِسي هَسي، پاڻُ ورائي پاڻ ڪي.

(49)

سَبَ جِي متِ گسي، مايا وَتي موهَ سان،
سامي رَمِتا رامَ جو، ديرو دُور ڏسي،
ڪَيس سوگهو سَتَ سان، ڪنهن داناهَ دَسي،
هَرِدمُ ڏِسي هُسي، پاڻ ورائي پاڻ ڪي.

(50)

مايا مَتِ موڳي، موهي ڪَئي ماڙُنِ جي،
پَرِچَنُ جاڻي پاڻَ کي، سَدا ڦِرَنِ سوڳي،
ماڻي سُکُ سَروپَ جو، ڪو جاڳيو جوڳي،
اَئنُ اروڳي، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(51)

مايا مَتِ موڳي، موهي ڪَئي ماڙُنِ جي،
پُلي پَوَ ساگرَ ۾، پَوَنِ تي پوڳي،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪو جاڳيو جوڳي،
اَنيَئِہ اروڳي، گِهري لَڌو جَنهن گهرَ مون.

(52)

مايا مَڏِ پَرِي، موهي، مُنجهائي مَتِ گسي،
سامي موهي سَڀ کي، ڪَپَٽ ڪَري ڦهري،
اِهَڙي ڪَنهن گُرمُکَ کي پيئي خَبر گري،
طَمعَ تَڙ تَرِي، چڙهيو چيتَنَ چِٽ تي.

(53)

مايا سَڀُ مَنداڻُ، اَڻُ هوندو اُپو ڪيو،
مورَکَ تنهن ۾ مت ري، هَنَنِ پانهنجو پاڻُ،
رَهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪونيهي نِرَباڻُ.
سامي سَجَڻُ ساڻُ، مِلي نِتُ موجان ڪَري.

(54)

مايا مَنجهِہ مُنجهي، پيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، راتيون ڏينهن رُجهي،
سامي ڪَنهن ساڌوءَ جِي، اوِديا آگ بُجِهي،
جَنهِن کي ڳالهِہ ڳُجهي، سَتِگُرَ ڏَسِي سَروپَ جِي.

(55)

پولي پُلائي، سَبَ کي مايا موهِٽي،
مَت ڪسي موڳو ڪري، وَه ۾ وهائي،
سامي بَچو ڪو سورمو، ساڌوءَ جي سايي،
وينو وَڃائي، نگارو نِرَباڻَ جو.

(56)

بيائيءَ مَجهه بوڙي، مايا ڇڏِيو ماڙُنِ کي،
سامي ڪَيو جَنهن سَبَ کي، سَمُجهَه ڪسي سُوالي،
ڪو ڪُرَمُک گِياني رَهي، گلِڪَلِ ڪون خالي،
لُنئن لُنئن ۾ لالي، پَرِتک ڏِني جنهن پيءَ جي.

(57)

بيائيءَ مَنجهه بوڙي، مايا ڇَڏِيو ماڙُنِ کي،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، سَدا سرُ ڪوڙي،
ڪو پِريمي لنگهي پار پيو، سامي منهن موڙي،
وينو وَنجهُه ڪوڙي، آدي اَنيئه گهر ۾.

(58)

ساري وِسُ لُٽِي، مايا موهَ مَمَت سان،
ڪَنهن کي ڇَڏي ڪِينڪي، بنان ڏِبَ ڏُٽِي،
ڪو نيهي ويسِ نِڪري، ڪيري ڪَلَپَ ڪُٽي،
جنهن جي گِنڊِ ڇُٽي، سامي پيئي ساڌَ سَنگِ.

(59)

ساري وِسُ نِڳي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪَنهن کي ڇَڏي ڪينڪي وَتي ساڻُ لَڳي،
سامي ڪنهن سَهي ڪَئي، جو گيسَر جَڳي،
تَنهِن ڪون اُتي پڳي، مَت ڪَري غرقُ گِياتِ ۾.

(60)

ساري وِسُ چَلي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪو وِرلو ويساسي بَچيو، بانيڻُ چئي بَلي،
جَنهِن ڪي ڏني سَتِگُروءَ، بيحَدَ مَتِ يَلي،
رَمِي رامَڪلي، گاوندو وَتي ڳوٺَ ۾.

(61)

ساري وِسُ چَلي، مايا موهَ مَمَتِ سان،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، پانيَڻُ بَچيو بَلي،
جَنهِن ڪي سَتِگُرَ سَمُجهَ جي، ڳُجهي ڳالِهِ سَلي،
سو رَمِي رامَڪَلي، گاوي بيحَدَ باغُ ۾.

(62)

رَنگُ اُپارُ رچو، مايا موهَ مَمَتِ جو،
تنهن ۾ جَڳُ تَدَروپُ تي، نانا ياءِ نَچو،
ڪو ساڌو جَنُ سورَمو، بَلا ڪون بَچو،
آتم سُکُ سَچو، سامي ماڻي سَرِبَ گتِ.

(63)

مايا رَنگُ رَچو، پارِي پيدَ پَرَمَ جو،
موهي ماري سَڀَ ڪي، ڪَري قولُ ڪَچو،
ڪو سُجاڪو سُورمو، بَلا ڪون بَچو،
سامي سُکُ سَچو، ڳولي لَڌائين ساڌَ سَنگِ.

(64)

مايا موهَ مَئي، ڪَنهِن ڪي ڇَڏي ڪينڪي،
وِجهي جارُيَرَمَ جو، سَڀ وِسُ وَسِ ڪَئي،
سامي بَچيو ڪو سُورمو، ساڌوءَ سَرَنِ پَئي،
لوڪُ پَرَ لوڪُ بَئي، لَنگهي چَڙهِيو لکَ تي.

(65)

جيءَ ڪيا سَڀ زير، مايا موهي مَتِ سان،
نچائي ناچُوءَ جان، پائي پَرچِنِ چيرِ،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هڪڙو، ساڏو چڙهيو سُمير،
بنا دِقتَ دير، سامي ڏسي سَروپَ کي.

(66)

ڏيئي ڏيکارِي، مويا موهي ماڻهنِ کي،
سَمُجهَ گسي سامي چَئي، ڪَري دِلِ ڪاري،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو ياڳوانُ ياري،
جَنهِن کي پياري، سَتگُرَ سُرکي سارَجي.

(67)

سپُنَي سَودائِي، سپُنَي ۾ داناهُ تيو،
سپُنَي ۾ سُمير تِئي، سپُنَي ۾ رائي،
سپُنَي جي سامي چَئي، سَڀ رَچنا رَچائي.
جاڳي جدائي، سپُنَي سوڌي نہ رَهي.

(68)

حَيرتُ ائون هاسو، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
سائِي قولهي آتما، ڪَندُ کي پَتاشو،
ڳهَڻو ڏُونديي سونَ کي، مٽيءَ کي ڪاسو،
پاڻي پياسو، سامي رَهي نِتُ نيرُ جو،

(69)

حَيَرتَ ائون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
مَني وينو پاڻَ کي، اَبناسي ناسي،
سَدا يَوي سامي چئي، چِتَ ۾ چوراسي،
خودِ ري خلاصي، ڪَري ڪير ڪَرتار جي.

(70)

حَيَرت ائون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچِرجَ تي،
سامي جاڻي پاڻَ کي، اَبناسِي ناسِي،
ڪُپڙيءَ ۾ آڪاسُ پيو، ڦاهيءَ ري ڦاسي،
پاڻِي ۾ پِياسي، مَري پَپوتو مَتِ ري.

(71)

حَيَرت آئون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچِرجَ تي،
خاوندُ پنهنجي خيال ۾، پيو ڦاهيءَ ري ڦاسِي،
يَوي نِتُ پُلَنِ جان، گنگا، گيا، ڪاشِي،
خودِ ري خَلاصي، ڪيرُ ڪَري ڪرتارَ جي.

# اَوديا (الف)

(1)

هيءَ ڪَنهن لائي آهِ، آوِديا ڏائڻ جيءَ ڪي؟
سيوَڪُ جاڙِي پانهنجو، سَتِگُرَ تون سَمَجهاءِ،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڀُليِن ڀولي ڀاءِ،
مُنهُن مَڙهيءَ ۾ پاءِ، تَہ سِيتَلُ ٿيِن سامي چئي.

(2)

سامي ڪيئن اَڙيِن، تون اوِديا جي اِپمانَ ۾؟
سُکي ڏنو ڪونہ ڪو، جَنهِن کي تَپُ چَڙهي،
راتِيون ڏينهن سَڙي، سو ٻنان ٻاهِ اَندر ۾.

(3)

رَنَ وِڌو رولو، جُدائيءَ جو جَڳَ ۾،
سامي ڳَيائين سَڀَ کي، ڀِنائي ڀولو،
ڪَنهن گُرمُکَ هَنيُس گِيانَ جو، غئبي گُليلو،
اَڻُ هوندو ڀولو، ميٽي وِيٺو مَنَ مون.

(4)

هَي هَي مَنجهِ مَريِن، مورکَ مَنَ جي ڀاءِ ٿو،
ڀوري ڀَوندَءِ ڪينڪي، توڙي بارَ ڀَريِن،
سَنسي مَنجهِ سامي چئي، ناحقُ ڪوهُ مَريِن،
سُمجهي سِرِ ڌَريِن، آگِيا عَجيبَن جِي.

(5)

وِيا سَڀِ لوڪَ لُٽي، اَوِديا جي آڙاهَ ۾،
جَنهن مون لَيي نہ هِڪڙي، ڦولِئي جَلَ ڦُڙي،
ايها ڳالِهہ سَهي ڪَئي، ڪَنهن جوڳيسَرَ جُڙي،
جنهن جي ڳنڍِ ڇُڙي، سُتَهہ سِڌِ سامي چئي

(6)

سارو جَڳُ پَچي، تہ اوديا جي اَهنڪارَ ۾،
جئين باندَرُ بازيگرَ جي، هَٽ ۾ نِتُ نچي،
وِرلي ڪنهن ڳُرمُکَ کي، ويئي سانت اَچي،
جَنهِن کي سَنتَ سَچي، سامي لايو لَکَ ۾.

(7)

دُکي سَڀُ سَنسارُ، ڦاٿو اوِديا ڦاسَ ۾،
سُکي وِرلو ساپُرسُ، ڪَڍيو جنهن اَهنڪارُ،
سامي سِرجَڻهارُ، پائي پَرچو پاڻ ۾.

(8)

بنا ڏَرَ ڏري، تہ جَڳتُ سَپوئي جيءَ ۾،
اَڻ هوندي اَوِديا پُوت کي، سَهِي ڪونہ ڪَري،
وِرلي ڪنهن ڳُرمُکَ ڪيو، پَرچي پَٽُ پَري،
سامي ڏِسي نَري، سَڀُ چِمتڪارُ چيتَنُ جو.

(9)

سَڀَ جي گهرِ آهي، پِريمَ پَدارٿُ رامَ ڏنُ،
اَوِديا جيءَ اَنڌا ڪَيا، وينا وِڃائي،
جيئن راجا نِندَ ۾، بيکَ ڪَري ڪائي
سَتِگر جاڳائي، تہ سُکي ٿِئي سامي چئي

(10)

اُوِديا مَنَ رَچي، سا ويڙهي ويئي مَنَ کي،
جئين ڏانوَرُ تارَ ۾، مَري پاڻَ پَچي،
کو پريمي پيو پَرتِيتِ سان، بَلا کون بَچي،
جَنهِن کي سَمُجهه سَچي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(11)

اُوديا رَچي مَنَ، پُلِي سُڌُ سَروپَ کون،
سا گهيري ويئي مَنَ کي، اُهڙي ڏائِڻِ رَنَ،
سَمُجهي ڏِسُ هَرِجَنَ، تون ڏيئي سُرتِ سَروپَ کي.

(12)

باري هِڪَ بَلا، ويڙهي ويئي سَڀَ کي،
جوڙي جِيئن کي هَٽي، تِي راتِيون ڏينهنَ گلا،
موڙي مُنهُن مُنيءَ کون، وينا کي وِرَلا،
جَن کي گِيانَ کَلا، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(13)

اُوِديا چندالي، ويڙهي ويئي جيءَ کي،
جوڙي وڏائين واڄَ جِي، اَڻَ هوندِي جالِي،
نِرَيَئِہ راڄُ کسي کَري، کَيائين کَنگالي،
وِلايتَ والي، کو ساميءَ تي سايو کَري.

(14)

اُوِديا مَنجهه آيو، مُورَکُ مَنهي پاڻَ کي،
سَنسي جو سامي چَئي، پُوتُ پُنيءَ لايو،
جِئين پولي پاڻَ کي، قَندَ ري قاسايو،
ڏورؤن ڏهَڪايو، نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾.

(15)

تِـئـڙو جيءُ اَنـدو، اَوِديا مَـنـجـهـہ اَچي ڪَـري،
ڏيـئـي ويـنـو پـاڻـهِـيـن، اَڳِـيـون سُـکَ سَـنـدو،
راتـيـون ڏيـنـهـن ڏنـدو، سـامـي رَچـي سـڪـڙو.

(16)

ڪَـلـپـتَ سِـدِ ڪِـيـو، اَڻ هـونـدو سَـنـسـارُ سَـڀُ،
سپُنَي ۾ سـامـي چَـئـي، جـئـيـن نـانـا رُوپُ ٿِـيـو،
پاڻُ ڀُلائـي پـانـهـنـجـو، سَـنـسـي مَـنـجـهِ پِـيـو،
تَـڏِي ڀَـرَمُ وِيـو، جَـڏِي جـاڳِـي جُـڙيـو پـاڻَ سـان.

(17)

اَڻ هـونـدو سَـنـسـارُ، ڪَـلِـپـَتَ ڪَـري سِـدِ ٿِـيـو،
جـئـيـن سـپُـنـي ۾ سِـدِ ٿِـيـو، نـانـا وِڌِ وَهـنـوارُ،
سَمجهي ڏِسُ سـامـي چـئـي، ڪَـري سُـڌُ ويـچـارُ،
تَـہ اَوِديا جـو اَهَـنـڪـارُ، مِـٽـي وَجـيـئـي مَـنَ مـون.

(18)

ڪَلِپَتِ جي ڪُوڙي، ڇُوت لَڳِي هِنَ جيءَ کـي،
ڇـاہ رَکـيـائـيـن ڇـتَ ۾، ڇَـمـارِي ڇُـهـڙِي،
تـنـهـن وِجـايَـسِ گـهـرَ جِـي، نِـجُ نِـرمَـلَ مـوڙي،
ڪَـڍي اَروڙي، تَـہ سُـکـي ٿِـئـي سـامـي چَـئـي.

(19)

اَوِديـا جـو جـهـولـو، پـاري لَـڳـو جـيءَ کـي،
تنهن ڪَلا سَڀ ڪَـڍي ڪَـري، سامـي ڪَـيـو پولو،
اَچِـي وِيُـس اکِـنِ تـي، اَڻ هـونـدو اولـو،
ڀَـرَمَ جـو ڀـولـو، مَـنـي ويـنـو پـاڻَ ۾.

(20)

اُوڊِيا اَناڙي، ڪوڙيـن ڪَيا ڪيترا،
مُنائي مَستانُ تِيا، سامي سِرُ ڏاڙهي،
لائي وينا لوڪَ ۾، طَمعَ جي تاڙي،
ڪَلِپَتَ ڪُهاڙي، هَڻَن پانهنجِي پاڻ کي.

(21)

اُوديا جيءُ مَتي، سامي ڪَيو سَروُپَ ڪون،
وينو پانهنجو پاڻهين، آتَمُ گِيانُ لَتي،
سپُنَي ۾ رُئندو رَهي، وِڌو چورَ ڦَتي،
ڪَلِپَتَ ڪيرُ ڪَتي، بنان جاڳي پانهنجي.

(22)

اُوڊِيا جو اَهَنڪارُ، ياري لَڳو جيءَ کي،
مَنهي وينو پاڻهين، اَڻَ هوندو سَنسارُ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڪَري نہ سُڌُ ويچارُ،
ساڪي سِرِجَڻهارُ، سامي ڏِسي ڪينڪي.

(23)

اُوديا جو اَيمانُ، مِتهي نہ ڪِرتَ ڪَرَمَ سان،
توڙي سَبِ ساڌَنَ ڪَري، ڪَٿي ڪيوَل گِيانُ،
تَڏِي تِئي نِرُباڻُ، جَڏِي سامي جُڙي سَروپَ سان.

(24)

سدا جيءُ جَلي، تو اُوِڊيا جي اَيمان ۾،
آتَمُ ڏَنُ جَڏي ڪَري، تو بَنڌي ڪَچُ پَلي،
سِياڻو جاڻِي پاڻَ کي، ڪنهن کي ڪينَ سَلي،
سامي پاڻَ مَلي، تو مِتي پانهنجي مُنهُن تي.

(25)

جَنهِن جَنهِن ڪَرَمُ ڪِيو، اَودِيا جي اَهَنڪارَ سان،
سو اُتَمُ جاتي پاڻ کي، ڦاهيءَ مَنجهه پيو،
دَيا نہ پالِي جيءَ تي، ڪِيتو ڪَرَمُ وِيو،
اُلٽو اَنڌُ ٿِيو، سَمُجَهہ ري سامي چئي.

(26)

ڀُوتُ لڳو آهي، اَوِديا جو هِنَ جيءَ کي،
پاڻُ پانهنجو پاڻ ۾، وينو وِڃائي،
اَڻ هوندي سَنسارَ ۾، تو عَدُلُ چلائي،
مُنهُن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينڪي.

(27)

سَڀَ کي نچائي، تو اَوِديا ڀوتُ ڀَرَمَ جو،
بنا ڦاهيءَ ڦندَ جي، تو پل پَلِ پِٽائي،
مَنترُ نہ مَني ڪَنهن جو، رَهيا ٻَلِي ٻَلُ لائي،
سَتگُرُ ڇڏائي، تہ سامي ڇُٽي ڏُکَ کون.

(28)

ڀاري ڪيپ چَڙهيو، اَوِديا جو هِن جيءَ کي،
پَلَ ۾ شاهُ گدا ٿِيو، پَلَ ۾ پيرُ پَڙهيو،
رَهي پنهنجي حالَ ۾، اَٿ ئي ڀَهَرَ اَڙيو،
سامي اَڻ گهڙيو، نِتُ گهاٽ گهڙي آڪاسَ ۾.

(29)

تاءُ تِکو آهي، اَڻ هونديءَ اَودِيا سِنڌُ جو،
سامي سَڀَ سَنسارَ کي، تِي وَهَ ۾ وهائي،
ڪَنهن جي چَلِي ڪانہ ڪا، رَهيا ٻَلِي ٻَلُ لائي،
سَتِگُرُ لَنگهائي، سو لَنگهي پارِ پَلَڪَ ۾.

(30)

اَوِديا قاسائي، جيءَ وِڏا سَپ قاسَ ۾،
ڳٽتيءَ ليکي کون پَري، هَرَ هَرَ چَکَ پائي،
راتِيون ڏينهان نا چَڏي، جئين کانيءَ گُهڻُ کائي،
سَتِگُرُ چَڏائي، تہ سامي چُٽي دُکَ کون.

(31)

اَوِديا پُلائي، وِڌو جيءُ پَرَمَ ۾،
پاڻُ پنهنجو پاڻ ۾، وينو وڃائي،
سامي پڇي سڀ کون، کو آٽي مِلائي،
سمجهي سمجهائي، وَني ڏِنو هَٿَ ۾.

(32)

اَوِديا پُلائي، وِڌو جيءُ پَرَمَ ۾،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڏنگَ ري ڏهکائي،
اَڻ هوندي دَرِياهَ ۾، غوطا نِتُ کائي،
مُنهُن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي کِينَکي.

(33)

اَوِديا رُلائي، تي جَنِمن ۾ هِنَ جيءَ کي،
جئين بازيگرُ باندرَ کي، دَرُ دَرُ پِنائي،
مورک ڏِسي کِينَکي، منهن مَڙهيءَ پائي،
سَتُگُرُ جاڳائي، تہ سامي چُٽي دُکَ کون.

(34)

اَوِديا اُلٽائي، وِڌا جيءَ جَنجالَ ۾،
کايا مايا کُلَ سان، وينا لِنوَ لائي،
سامي ڏِسي کونہ کو، منهن مِڙهيءَ پائي،
سَتِگُرُ جاڳائي، سو جاڳي ڏسي پاڻ کي.

(35)

اَوِديا جيءَ گُنهي، بَدا سَپِ بندَنَ ۾،
مَنوتِ جي مُڪَنِ سان، راتيون ڏينهن ڪُٽي،
اَڪِن ڪون اَندو ڪَري، آتمُ دَنُ لُٽي،
سامي سو ڇٽي، جَنهِن ڪي مِلي سَتِگُرو.

(36)

اَوِديا رَنَ لُٽي، تي خاصُ خزانو سڀ جو،
جوڙي جِيئن ڪي بَندي، گهيرَڻ، ساڻُ گُهٽي،
پِيادا پَنجَ بَچي ڪَري، راتِيون ڏينهَن ڪُٽي،
ڪو سامي سَنتُ ڇُٽي، ڪَري حِمايَتَ هَرِجي.

(37)

اَوِديا بَندِ ڪِيا، جيءَ سَيئي قاسَ ۾،
پُلِي نجَ سَروپَ ڪون، سَنسي مَنجهه پيا،
تِرشِنا جي دَرياهَ ۾، سامي وَهي وِيا،
اَهِڙا اَندا ٿِيا، جو جاڳي ڏِسن ڪينَڪي.

(38)

سَنسي سَيئي، ڏنگي جيءَ ڏُکي ڪَيا،
اَڻ هوندِي اَوِديا جِي، زَهرُ چڙهي ويئي،
سامي سُدِ پيئي، اها جاڳي جَنَ ڪي.

(39)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، سامي وِڏا جيءَ سَڀ،
چِنتا چاهَ رَسيءَ سان، وينا پاڻُ وَنگي،
سَگهي ڪونَه لَنگهي، مِرگَ تِرِشنا جي جَل ڪون.

(40)

هنيـانءُ ويـئـي كـائِي، اَوِديـا ڏائـڻِ سَـبَ جـو،
وِرلي كنهن گُرمُكَ كون، تِي پاسي پَرائي،
سَمُجَهه مَنجِهه آئِي، سامي جَنهِن كي سارَگتِ.

(41)

كَنهن كون كينَ لَهي، آوِديا كُلِفُ اَندَرَ جو،
توڙي تِيرٿ تَپَ كَري، ڏُكَ بُكَ سَبِ سهي،
تِياڳُ كَري گهرَ بار جو، غُفا مَنجهه رَهي،
ساڌوءَ سَرَنِ پئي، تہ سُكي تِئي سامي چَئي.

(42)

كُوڙي كَلِپَ كَري، تو وَهي جيءُ وَهَڻُ ۾،
جِئين سُمِهيو سُپَني ۾، نانا روپ ڌَري،
جاڳي بنا نہ تئي، اَوِديا پَٽَ پَري،
سامي تَڏِي ٺَري، جَڏِي پَرچِي ڏِسي پاڻَ كي،

(43)

كَلِپَتَ كِيا خُوارُ، سَيِي جيءَ جَهانَ جا،
ويهي پانهنجي گهرَ ۾، كَرِنِ كينَ ويچارُ،
كوڙِنِ ۾ كو هِكڙو، هَرِ جَنُ رَهي هوشيارُ،
كَيو جنهن دِيدارُ، سامي سُپيرِينَ جو.

(44)

كَلِپَتَ كروڙِي، كَيا جيءَ جَهانَ جا،
سيتَلُ رَهي سُياءَ ۾، بانيڻُ كو بوڏي،
گُرگَمَ جَنهن سُوڏِي، كايا پَرچِي پانهنجي.

(45)

اَوِديا جو اَنتَرالُ، پاري پِيَڙو جيءَ کي،
پُلو پانهنجي گهرَ کون، ڪَري خامُ خِيالُ،
مَنهي وينو پاڻَ ۾، اَڻَ هوندو ڪَلِپِتَ ڪالُ،
مِلي سَنتُ دَيالُ، تہ سامي ڇُٽي ڏُکَ کون.

(46)

پانهنجو پاڻَ رُلي، تو چوراسيءَ ۾ جيءُ هي،
جِئين مِرِگهي جَلَ کي، ڏِسي مِرِگهہ پُلي،
تَڏي ڳَنڍِ کُلي، جَڏِي سامي مِلي سَتِگُرو.

(47)

سامي ڪِينَ ڇُٽي، اَوِديا ڦاسَ ڪَرَمَ سان،
مِرِگهي جَلُ هَٿَنِ سان، ڪَڏي ڪِينَ ڪُٽي،
ٻُهَ مون اَنُ نہ نِڪري، توڙي راتيون ڏينهن ڪُٽي،
سَهجي ڦاس ٽُٽي، جي سَمُجهِي جُڙي سَروپَ سان.

(48)

سامي ڪِينَ ٽُٽي، اوِديا ڦاسَ ڪَرَمَ سان،
مِرِگهي جَلُ هَٿَنِ سان، ڪَڏي ڪِينَ ڪُٽي،
تَڏي جيءُ ڇُٽي، جَڏي جاڳي ڏِسي جڳديس کي.

(49)

اَوِديا جو اُپاءُ، ڪونهي آتمَ گِيانَ ري،
پُڇي ڪَرِ پَرتيتِ سان، سامي سُتَ سماءُ،
جاڳي اِيشرُ جيءَ جو، ڪَڍُ دِلِ مون دُنيا ڀاءُ،
اَهِڙو دلبُر داءُ، موٽي اِيندءِ ڪِينَڪي.

(50)

وِديا وِجائي، اَوِديا ڏُکُ اَندَرَ جو،
جئين پاڻي باهِ کي، بانيَڻَ ٻُجهائي،
سورِجُ لَکائي، سَڀِ پَدارَٿَ پَڌِرا.

(51)

وِديا وِجائِي، اَوِديا سَڀَ اَندرَ جي،
سورج آيو سِرَ تي، تي سُتَهه صفائي،
جاڳئي جَڳُ سپُني جو، رَهِيو نـﮧ رائي،
سامي سَمائي، بوندَ وجي سَرَ سِيرَ ۾.

(52)

اَوِديا سان آئي، ٻيڙي کَپَرَ مُنهن ۾،
اچي مَردُ ملاحُ تِيو، سامي سَهائي،
تنهن ڏيئي وَنجَهه ويساهَ جا، لُڙَ مون لنگهائي،
چِنتا چُکائي، سَيائي اَندرَ جي.

(53)

هَنيو گُرَ چَندو، يَڳو يوٿُ يَرَمَ جو،
رَهيو نـﮧ رتيءَ جيترو، سامي کَلِپَ کَندو،
پائي سُکُ سَروپَ جو، تيڙو مَنُ مَندو،
کائي گُڙ گِندو، مُشِکي کُشِکي کِينَکي.

(54)

سُپني ۾ هِکُ سُوٽُ، گُروءَ لکايو گِيات سان،
ڏِيو ٻاريو گهرَ ۾، يَڳو اَوِديا يوٽُ،
پَرچي ۾ پَرچي رَهيو، محبتي مضِبوطُ،
سِيرَ ڏني ثابوتِ، سَنسي ري سامي چئي.

(55)

هِمتَ سان هَرِجَنَ، دَرِسُ ڏيڪاريو دوسَ جو،
ڏِسي منهن محبوبَ جو، ڪُليا سَبُ بَندَنَ،
پَلڪَ مَنجهہ پورا ٿِيا، سِيئي ساڌَنَ،
اَوِديا رَچي مَنَ، سا مَنَ منجهائون لِينُ ٿِي.

(56)

اَوِديا مَنجهہ اَڙِيو، سو وِدِيا لايو واٿ سان،
ڪُسَنگتِ وِڌو پَوَ ۾، سَتِ سَنگتِ ڪَري چَڙهيو،
مَنَنُ اُٿيو مَنَ ڪون، سو مَنجهي مَنَ وَڙيو،
سامي آڻ گهڙِيو، اَهِڙو گهاٽُ عَجِيبَ جو.

(57)

اَوِديا گَپَ گَتو، سو وِدِيا لايو دَڳَ سان،
ڪُسَنگتِ بوڙِيو کوهَ ۾، سَتِسَنگتِ سان نِڪتو،
دُويڪُ وِيو مَنَ مون، ٿِيو مَنُ اَچِتو،
سامي ائين رَتو، جئين لوئي رَچي رَنگ ۾.

## اَوديا (ب)

(1)

اَوِديا پُلايو، سامي سَڀ جيئن کي،
لاڙ جي لَڏون تي، آتَمُ پُلايو،
سَهي ڪَري کو سُورمو، جو گهمي گهرِ آيو،
پنهنجو پرايو، خيالُ سَتي خاموشِ ٿيو.

(2)

اوِديا جيءَ اَنيڪَ، وِڏا واڄَ وَهَڻَ ۾،
گوتا کائِن گيئبَ جا، بِن وَئراڳ وِويڪَ،
سامي جاڻي سَڀَ ۾، ڪَري اَنوَئہ وِتريڪَ،
هِردي رَکي اِيڪ، مَوجان ڪَري مُڪِتيون.

(3)

اَوِديا جيءَ اَپارَ، لوڙهي لَهوارا ڪَيا،
نانا جُونِ جَنَمَ ۾، مُڪَتي کائِن مارَ،
لَنگهي چَڙِهيا لَڪَ تي، ساڌو جَنَ سَچارَ،
سدا باغُ بَهارَ، سامي رَهن سپاوَ ۾.

(4)

اَوِديا جيءَ اَپارَ، مُنجهائي موگا ڪَيا،
جاڻي جُدا پاڻَ کي، مُڪتي کائِن مارَ،
ماڻِن سُکُ سَروپَ جو، ساڌو جَنَ سَچارَ،
ٻَٽيءَ تي هَسوارَ، سَدا رهن سامي چئي.

(5)

اَوِديا سَڀ عاجِزُ، ڪيا جيءَ جَهانَ جا،
گسي خامَ خيال سان، داناهي ڏِيرِجُ،
ڪوڙنِ ۾ ڪنهن هڪڙي، ٻوڏيءَ سارِيُس ٻِجُ،
سامي سَمِتا سِجُ، ڏٺو جنهن اَيِندُ تي.

(6)

اَوِديا ڪَري اَنڌيرُ، اَجادِي آتَمَ ڪَلا،
لَڏو لِنوَ سچيءَ سان، ڪنهن پيرانڊُوءَ پيرُ،
جَنهن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي سَمُجهه سَويرُ،
تي نِرَيَئه نِرويرُ، ماٺي دَورَ دَرِسَ جي.

(7)

اَوِديا منجهه اَڙي، پيا سِڀ جيءَ جَهانَ جا،
مَرنِ مَتِ مَرَمَ ري، راتِيون ڏينهنَ رَڙي،
ڪَنهين سُجاڪي سُورَمي، يَڳي يَرَمَ گهڙي،
چيتَنَ چِٺ چڙهي، سُکِ سُمهيو سامي چئي.

(8)

اَوِديا مَنجهه اَٽِڪي، پِيا جيءَ جهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، پَوندوءَ جان پَتِڪي،
سامي يَڳي ڪَنهن سورَمي، مَمِتا جي مَٽِڪي،
لَٽڪي منجهِ لَٽِڪي، سَهَجي رَهيو سَروپَ جي.

(9)

ڪَري اوڙي اوڙي، اوِديا نِتُ اَنڌِنِ کي،
مِرگهه تِرِشنا جي جَلَ ۾، ٻيڙي جَنِ ٻوڙي،
سامي ڏِني ڪنهن ساڌَ سَنگِ، نانگُ نانهِه، نوڙي،
سَٽي جَنهن جوڙي، اِستِتِ رَهي آڪاسُ جان.

(10)

اَوِديا سَڀُ عـالـمر، مُـنـجـهـائـي مـوڳـو ڪَـيـو،
مَـري ڪـايِـن مَـتِ ري، نـانـا جـوڻِ جَـنَـمُ،
ڪَڏِي اُتَمُ جاٽـِن پاڻ ڪي، ڪَڏِي مَـها مَڌَمُ،
جاڳي ڏِسَن نـہ جَمُ، سپُنَي جو سامي چئي.

(11)

اَوِديا سب عـالـمر، مُـنـجـهـائـي مـوڳـو ڪَـيـو،
پـائـي يَـوَنِ پـاٽـهـي، نـانـا جـوڻِ جَـنَـمُ،
وِرلي ڪَنهـن ڳُرمُکَ جو، مِـٿِـيو پـيـدَ پَـرَمُ،
جَنهِن ڪي راهَـ رَسَمُ، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(12)

اوِديا سَڀُ عـالَـمُ، مُـنـجـهـائـي مـوڳـو ڪَـيـو،
ڪَنهن وِرلي ويساسيءَ جو، مِٽيو غَـيـرَتَ غَـمُ،
جَنهِن کي ڏَسِيو سَتگُروءَ، سامي سار سَنجَمُ،
دوستَ ٻـاجـهـون دَمُ، خالي گَٽي کـونـہ کـو.

(13)

اوِديا سَڀُ عـالَـمُ، مُـنـجـهـائـي مـوڳـو ڪَـيـو،
پـائـي يَـوَنِ پـاٽـهـي، نـانـا جـوڻِ جَـنَـمُ،
سامي بَچِيو کو ساڌُ سَنگِ، نـيـهـي نِرَ ڪَـرَمُ،
پـورَڻُ ائـون پَـچَـمُ، ڏِسـي کـونـہ آڪـاسَ ۾،

(14)

اوِديا سَڀُ عـالَـمُ، مُـنـجـهـائـي مـوڳـو ڪـيـو،
پـائـي يَـوَنِ پـاٽـهـي، نـانـا جـوڻِ جَـنَـمُ،
سامي ماٽي سانتِ سُکُ، ڪـونـيـهـي نِـرگَمُ،
سَـدا سـاڻُ خَـسَـمُ، پـورَڻُ ڏِسـي پَـرَمـاتَـمـا.

(15)

اوِديا احمَقي، موهي ڇَڏي ماڙُن کي،
جَنمَن مَرَنِ پاڻهي، بنا ڏَرَ ڏڪي،
سامي سَٽِي ڪنهن سورَمي، پَرِچن پِندَ ٿَڪي،
لائي پِريت پَڪي، ماڻي سُکُ سَروپَ جو.

(16)

ڪَلِپَتَ ڪُتِي ڇتي، ڏاڙي ڦاڙي ڏَندري،
سامي ڇَڏِيائين ڇِنَ ۾، خَلِقَ ڪري خَفِتي،
ثابِتُ رَهي سُياوَ ۾، ڪو جوڳيسَرُ جُڳِتي،
ڳُيَرِ جي ڳُٽتي، ڦَٽي ڪَئي جنهن فَهَمَ سان.

(17)

ڪَلِپَتَ ڪُتي ڇتي، ڪَنِهن کي ڇَڏي ڪِينڪي،
سامي ڪَيائين سَڀَ کي، ڳپائي خُفتي،
اِستِتِ رَهي اڪاسَ جان، ڪو جوڳيسَرُ جُڳِتي،
ڳُيرِ جو ڳُٽتي، سَٽي وِڏِي جَنهن ساڌِ سنگِ،

(18)

اَوِديا سِنڌُ جو اَنتُ، ڪنهين پاتو ڪينَڪي،
لُڙهيا، لوڀَ لَهَرِ ۾، پِيرُ، اَمِيرُ، مَهنتُ،
لَنگهي ڇَڙهِيو لَکَ تي، ڪو سُجاڪو سَنتُ،
پيدَ بنان پِگُونتُ، سامي ڏِنو جَنهن سَرَبَ گتِ.

(19)

ڏادي ڏيوالي، اَوِديا ڏائِڻِ ڏَندِري،
جَنهن ڦُري سَڀِ فقيرَ ڪِيا، گَلِڪَلِ سان خالي،
سماي ڪو ثابتُ رَهي، عاشِقُ اَڪالي،
پوري گُرَ پالِي، دَيا جَنهن تي دَرِسَ جي.

(20)

اَوِديا چانديو عَقُلُ، ٻَلُ، اَنڌَنِ جو،
ڏِسَنِ كينَ اکِن سان، پَڌَرِ لالُ پيو،
كنهن سجاڳي سُورَمي، كارِجُ سِڌِ كِيو،
ساڏوءَ سَنگِ ٿيو، سامي جَنهن کي سوجهرو.

(21)

ياري يَرَمُ پيو، جُدائيءَ جو جَڳَ ۾،
ماري تَنِ ماڙُن جو، عَقُلُ گُمُ كِيو،
سامي بَچِي ساڏَ سَنگِ، كو وَريامُ وِيو،
بنا ٻوڌ ٻِيو، ڏِسي كِينَ اکِيُنِ سان.

(22)

اوِديا جو اوگدُ، سَتِگُرَ ڏسيو سِکَ کي،
پيتائين پَرِتِيت سان، سامي مَحَبتَ مَدُ،
گِهرِي لَڌائِين گهرَ مون، آدي اَنيَئِہ پَدُ،
ميٽي دُکُ دَرَدُ، اِستتِ رَهي اکاسَ جان.

(23)

اوِديا جَو اوگدُ، سَتِگُرَ ڏسيو سکَ کي،
سامي سَمَ سيتَلُ ٿِيو، ميٽي دُکُ دَرَدُ،
ٻُڌائين ٻِيائيءَ ري، حَدَ پَري اَنحَدُ،
پائي پورَنُ پَدُ، مُشكي كُشِكي كِينَكي.

(24)

اَوِديا اَنڌارِي، مِٽي نہ سورِجَ سَمَ ري،
توڙي سَڀِ سياڻا مِڙِي، كَنِ جَتَنِ جاري،
سَمجهي كو سامي چَئي، ياڳوانُ ياري،
بيحَدِ جي باري، پَٽِي ڏِنو جنهن پيءَ کي.

(25)

بــاهه اوڊيــا آءِ، ســاڙي سَــپَ سَــنــســارَ ڪــي،
تــنــهــن ڪــي وِڊِيا جَـلَ سان، وارَمَـوار بُـجـهـاءِ،
صاف ڪَري سامي چَئي، مَنَ جي مَمَتِ مِٽاءِ،
نَــڪِــي ڪَــڌُ، نــہ پــاءِ، آدي اَنــيَــئِــہ پَــدَ ۾.

# مورڪ (الف)

(1)

اَمولڪَ آهي، مائڪَ ديهِي دِبَ رَتَنُ،
گنيون ڪُوڙَ ڪَلَرَ ۾، تو مورَڪُ مِلائي،
اَمِرَتُ چَڏي هَٿَ مون، وِرسي وِڪُ ڪائي،
مُنهُن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(2)

اَڻَ هوندِي راندِ رَچي، نارائڻَ نانَتَ جي،
تَنهِن ۾ مُئا ڪيتِرا، مُورَڪَ لوڪَ پَچي،
پاندُ گٺي پَڌِري ڪَئي، ڪَنهِن اوڏُوتَ اَچي،
جَنهِن کي سَمُجهَ سَچي، سامي ڏِني سِتَگُروءَ.

(3)

اَودِيا جي اولِي، مُورَڪَ پاڻُ وِڃائِيو،
چَرِئي جان چيتو چَڏي، دَهَ دِسا ڦولي،
ساکي سَمَرٿُ سارُتو، گهٽ گهٽ مَنِجهہ بولي،
سامي پَٽُ کولي، تَنهن کي ڏِسي ڪِينَڪي.

(4)

اَودِيا پَلالي، جوڙي ڪِئڙو جيءَ کي،
وينو پيرُ فَقِيرُ تي، مورَڪُ مَوالي،
آيو چَڏِيائين ڪونڪو، آسائُو خالي،
سامي سُوالي، پاڻَ گُهمي تو پِنِٺو.

(5)

رَچِي مَنُ خَلَلُ، ڦاهيءَ ڦاٽو پاٽَهين،
سامي سَمُجهي ڪينَڪي مُورَکُ مايا چَلُ،
سانتِ نَہ پائي مِرگَ جان، ڏِسي مِرگهي جَلُ،
تَڏي تِئِي اَچَلُ، جَڏي پَرِچِي ڏِسي پاڻَ کي.

(6)

اڻَ هوندي مايا، اوِديا ڪَري سِدِ تي،
مَني وينو پاٽَهين، پانهِنجا پَرايا،
سامي جاڻي جيءُ سَتِ، ڪَلِپِتَ جي ڪايا،
دَرِخَتَ جي ڇايا، جاڳي ڏسي ڪينَڪي.

(8)

اَڻَ هوندو پولُ پَرَمُ، مُورَکَ مَنِيو مَتِ ري،
نَہ ڪَنهن زورُ ظُلمُ ڪيو، نَہ ڪَنهن لَڄَ شَرَمُ،
نِتُ گَلا ڪائي سِرَ تي، رَکي نَہ مَن مَرَمُ،
جي ڪَرِتا ڪَري ڪَرَمُ، تَہ سامي ڪا سُڌِ پَوي.

(8)

گهرَ ۾ رامُ وَسي، ٻاهِرِ ڍوُنڍي جيءُ نِتُ،
پائي مُنهن مَهرانَ ۾، سامي ڪينَ پَسي،
پانهِنجو پاڻَ ڦَسي، تو موُرکُ اوِديا ڦاسَ ۾.

(9)

گهر ۾ رامُ رَهي، موُرکُ ڦولهي ڏَهَ دِسا،
جَپَ تَپَ ساڌَنَ جوڳَ ۾، سامي ديهہ ڏَهي،
ناحَقُ ڏُکَ سَهي، تو پُني ڏيئي پاڻَ کي.

(10)

پُلي پاڻ پِتي، تو مورک ڇهڙيءَ چاهَ سان،
گهٽِ وَڌِ جاڻي پاڻ کي، راتيون ڏينهن پٽي،
ٿَڏي چوتِ مِٽي، جَڏِي سامي ملي سَروپَ سان.

(11)

پَنهنجو پاڻ مَري، تو مورَکُ جيءُ مَنَنَ ۾،
جِئين پولو پَرَمَ ۾، ڦاٽو مُٺ پَري،
جاڳي اوِديا نِند مون، کَري نہ پَٽُ پَري،
سَتِگُرُ مِهَرَ کَري، تہ سامي ڇُٽي ڏُکَ کون.

(12)

جيءُ کَري تو جُٺِ، پُلِي پانهنجو پاڻ سان،
جِئين ڦاهيءَ ۾ ڦَسي، پولو پَري مُٺِ،
ڏيئي وينو پُٺِ، سامي چئي سَروپَ کي.

(13)

بِيائيءَ مَنجِهہ بُڏي، مورَکَ مُئا کيترا،
ڪو سامي ساڌُ لَنگهي پيو، کِرپا ساڻُ کُڏي،
چاڙِهي جَنهن گُرگِياتِ سان، گگنَ مَنجِهہ گُڏي،
توڙي کَري لاڏلُڏي، تان پِي سِيتَلُ رَهي سَياوَ ۾.

(14)

مَنَنَ مَنجِهہ مُنا، گِياني ڏِياني گِرِستي،
سُوڙِي راهَ جَڏي کَري، پائِنِ پيرَ پُنا،
وارون وارِ سَمُجهہ ري، کلِپِتَ کالَ کُنا،
مورَکَ رَهَنِ رُنا، سامي سُڌِ سَروپَ کون.

(15)

لـڪـيـن جـيءَ لُـڙهـنِ، تـا اَڻ هـونـدي دَريـاهَ ۾،
چڱـو جـاڙـي چـٽَ ۾. مـورکَ ڪِـيـنَ مُـڙَنِ،
سامي ڪِئن چُڙَنِ، جي بَڌا ڪَلِپَتَ پانهنجيءَ؟

(16)

سامِي ڪَلِپَتَ ڪالُ، مورکَ مِنَيو پاڻـهين،
نَـ ڪنهين ميڙِ مِنتَ ڪَئي، نَـ ڪَنهين جورُ جَوالُ،
پُلـي سارَ سَروپَ كـون، دَرِ دَرِ ڪَري سُوالُ،
سَدا رَهـي بـي حـالُ، جاڳـي ڏِسي نَـ پاڻ کـي.

(17)

نـانـا نِـهـاري، مُـورَکُ مَـنَ جـي يـاءِ تـو،
چَئـي هِـڪُ زَبـانَ سـان، سَـبَ کـي ڏيـڪـاري،
گـهـرُ پـانـهِـنـجـو نَـ ڏِسـي، سـامـي سَـنـيـاري،
حِرفَت ڪِيـو هاري، هيـرو جَنَمُ هَـٿَنِ مـون.

(18)

مُورَکُ وِکُ کـائـي، تـو آتَـمَ اَمِـرتَ کـي چِـڏي،
هِـيـرا لـعـلَ اَڻ مُـلـهـا، تـو رولـي وِجـائـي،
سامي ڏِسي ڪِـيـنَـڪـي، مُنهُن مَـڙهيءَ پائـي،
هَـٿُ ڪَيـو هاري، تـو مـائـکَ ديـهِ اَمـولَ کـي.

(19)

صـاحِـبُ وِسـاري، جُـڙيـو جـيءُ جـڳـتَ سـان،
هِـيـرا لـعـلَ اَڻ مُـلـهـا، حِـرفَـتَ ڪَـيـو هـاري،
اُلِـٽـي ڏسـي ڪِـيـنَـڪـي، سـامـي سَـنـيـاري،
مُـورَکُ تـو مـاري، پَـنـهـنـجـي هَـٿـيـن پـاڻ کـي.

(20)

پانهنجو پاڻ هٽي، تو مُورکُ جُهجُو مٽِ ري،
هِيرا لعلَ ڦِٽا ڪَري، تو ڪَنڪَرَ ڪَچُ ڪٽي،
سامي ڏِسي ڪِينڪي، نُفعو نُقصان ڳٽي،
تاڻي مَنجهِه تَٽي، تو ڏانوَرَ جيان پاڻ ڪي.

(21)

مُورَکُ وِڃائي، تو هِيرو جَنَمُ هَٿَنِ مون،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ليکي نه لائي،
ڏانوَرَ جِيان پاڻ کي، تو ڦَندَ ري ڦاسائي،
مُنهُن مٿِهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪَينَڪي.

(22)

مُورکُ تو ماري، پَنهِنجي هَٿين پاڻ کي،
لَڳِي مايا موهَ جي، ڪوڙي لِنوَ لاري،
ڏِسي نه سار سَروپَ کي، سامي سَنيِاري،
ڳَپَڻِ مَنجِهه ڳاري، تو هِيرا لعلَ اَڻَ مُلها.

(23)

پَنهنجِي پاڻ پَٽي، تو مُورَکُ پاڙَ مَرَمَ ري،
ساکان سَنتَنِ جون ٻُڌي، هَٺَ ڪون ڪينَ هَٽي،
مانُکَ ديهه اَمولَ کي، تو ساگَرَ مَنجهِه سَٽي،
وَٽي ڪَچُ مَٽي، تو ڏِيئي لالَ اڻ مُلها.

(24)

اَٿَ ئي پَهَرَ مَري، تو مُورَکُ جيءَ مَنَنَ ۾،
جاڙِي سَت سَنسارَ کي، تو نانا آسَ ڌَري،
ڪايا مايا ڪُلَ جو، ڳَرَبَ ڳُمان ڪَري،
سامي ڏِسي نَري، مِرِگَ تِرشِنا جي جَلَ کي.

(25)

سپُنَي جو سَنسارُ، مُورَکَ جاڻَنِ سَتِ سَڀُ،
ڪايا مايا ڪُلَ سان، پَرِچي ڪَنِ پيارُ،
سامي ڏِسَن نـ سَمَ تي، ساڪي سِرجَنهارُ،
ناحَقُ تِئنِ خُوارُ، تا پُلِي پاڻَ پَرَمَ ۾.

(26)

وينو مُوڙُه ڪَري، مايا ڪايا پانهنجي،
بيئي ٿِيَن نـ ڪَنهِن جون، ناحَقُ جيءُ جَري،
ڪَري ڏِسي ڪِينَڪي، اوِديا پَٽُ پَري،
تَڏِي وَرِقُ وري، جَڏِي سامي مِلِي سَتِگُرو.

(27)

ديوي ائون ديوا، مُورَکَ پُوجِنِ مَتِ ري،
لائِنِ يوگُ پِرانتِ جو، ڪِيرُ ڪندُ ميوا،
وِرلو ڪو ساڌو ڪَري، سامي سُڌُ سيوا،
اَلکُ ايِيواهـ، پُورَنُ ڏِسي پِريم سان.

(28)

سَمُجهي ڪِينَ سَڙيو، تَـ ڪو آءُ پانديڙو پَنڌَ جو،
راتِيون ڏينهان ڪَنڌَ تي، رَهيسِ ڪالُ چَڙهيو،
ڳالِهـ نَـ مَني ڪَنهن جي، اوديا مَنجِهـ اَڙِيو،
سامي اَڻَ گهڙِيو، گهڙي گهاٽُ اَندَرَ ۾.

(29)

مُورَکُ ڪِينَ هَٿي، ڪوڙُ ڪَپَٽُ پَرپَنچ ڪون،
مائکَ ديهِـ اَمولَ ڪي، تو ساگر مَنجهِـ سَٽي،
توهَرَ لائي گهرَ ۾، سامي اَنبَ پَٽي،
موتِيُن سان مَٽي، تو وَٺي ڪَچُ ڪَرُوڙَ جو.

(30)

دَولَتَ بنان دَمُ، ڪوڙا هَٿَنِ ڪيترا،
ڳالهيون پَدَ آگمَ جون، سامي ڪَنِ سُگمُ،
رَڳنِ نہ رَتيءَ جيترو، مُورَکَ مَنِ مَرَمُ،
جَڏي پَوينِ ڪَمُ، تَڏي روئي وِهَنِ راهَ تي.

(31)

مُورَکَ هَيءِ هَيءِ ڪَنِ، مايا ڪَارَڻِ مَنَ ۾،
سَتِ جاٽي سَنسارَ ڪي، نانا دُکَ سَهَنِ،
ڪالَ پَنهنجي ڪَندً تي، اَنڌا ڪِينَ ڏِسَنِ،
سامي هَلِيا وَڃَنِ، رُئندا رَٿُ اڪنِ مون.

(32)

مُورَک ڪرنِ وادِ، بنان سَمُجهہ سَروپَ جي،
ڳالهيون ويدَنِ جون ٻُڌي، سامي رَکنِ نہ يادِ،
پَرچي لَهَنِ ڪِينڪي، آتمُ پَدُ اگاڌِ،
بنان سُکَ سَماڌِ، پنڊِتُ جاٽَنِ پاڻَ ڪي.

(33)

پَنڊِتُ پُڪاري، ويدَ ٻُڌائي وِڌِ سان،
ساڪان ڏيئِي سَمَ جو، سَپَ جو مَنُ ناري،
رَکِي چاه اَندَرَ ۾، پاڻُ نہ سَنياري،
ويندو سو هاري، هِيرو جَنَمُ هَٿن مون.

(34)

مُورَکَ وادِ ڪَئي، پَنڊِتُ جاٽِي پاڻَ ڪي،
ٻُڌايائين سَپَ ڪي، چارَئي ويدَ چَئي،
سامي سارَ سَروپَ ڪي، ڪَيائين ڪِينَ سَهي،
وِيَڙو پاڻَ وَهي، ڏيئي هَٿَ ٻئن ڪي.

(35)

مُورَڪُ چوراسِي، پُلِي پَوي تو پاڻُهِين،
اَوِديا جي اَهنڪارَ جِي، پائي ڳُلِ ڦاسي،
سامي سَدائي رَهي، مَتَ ۾ مَواسي،
اُلٽِي اَبناسي، ڏيوُ نہ ڏِسي ڏيهَہ ۾.

(36)

مُورَڪُ چوراسِي، پُلي پَوي تو پاڻُهين،
نڪو جَمَ ڳَڻُ، ڏَرمَ ڳَڻُ، نڪو ڦندُ ڦاسِي،
ڏِسِي اِنهيءَ ڳالهِہ کي، اَچي مَنِ هاسي،
سامي اَبناسي، ناسُ مَنہِي تِيو نِندَ ۾.

(37)

گهرَ ۾ ڪِينَ اَچي، مُورَڪَ ساڌَ سَنگتِ ري،
اَوِديا نورُ ڳِچيءَ ۾، پائي نِتُ نَچي،
سَهَسَنِ مون سامي چَئي، ڪو وِرلو رَنگِ رَچي،
جَنهِن کي گُرَ سَچي، بيدِيو باڻ هَٽي ڪَري.

(38)

راتِيون ڏينهنَ پِٽي، تو مُورَڪُ جيءُ مَرَمَ ري،
مِلِي چاهَہ چمارِ سان، پانهِنجو پاڻُ پِٽي،
بنان ساڌَ سَنگتِ جي، مَمِتا ڪِينَ مِٽي،
سامي تَڏي ڇُٽي، جَڏي جاڳِي جُڙي پاڻ ۾.

(39)

پانهِنجو پاڻ مَلي، تو مُورَڪُ مِٽِي مُنهَن کي،
جَڏي ساڌَ سَنگتِ کي، ڪُسَنگَ ساڻُ رَلي،
ڏيئي لعلَ اَڻ مُلها، بَندِي ڪَچُ پَلي،
ڪَڏِي ڪوٽ هَلي، تو سَمُجهہ وَرائي سڪٽو.

(40)

وينو پاڻَ مَنِي، مُورَکُ مايا مَنَ ۾،
تَپَ تِيرٿَ ساڌَنَ کَري، پولو کِينَ پَجي،
سامي کينءَ وجي، بنان سَمُجهه سَروپَ جي.

(41)

وِڌو وِچوڙو، مُورَکَ پاڻَ پَرِيَنِ کون،
ڏيئي وينو گهَرَ کي، اَوِديا جو اوڙو،
سامي رکي کِينَکي، مُحبَ ڏي موڙو،
بُڌي نَه بوڙو، دانهان دَردَوَندَنِ جون.

(42)

پانهنجو پاڻَ پَئي، تو مُورکُ اَوِديا قاسَ ۾،
کَٽي پَندَ مَنَنَ جِي، ناحَقُ ڏُکَ سَهي،
مِرگَ ترِشنا جي جَلَ مون، اُج بُکَ کينَ لَهي،
گُرگمَ رَهتِ رَهي، تَه سُکي تِئي سامي چَئي.

(43)

پانهنجو پاڻَ حوالُ، مورَکَ جيءَ مَندو کَيو،
رَکِي چاهَ اَندَرَ ۾، دَرِ دَرِ کَري سُوالُ،
ساڻُ رَهي پِرتِ پالُ، تنهن کي ڏِسي کِينکي.

(44)

موڙه ڏِئَن آتُرُ، پانهنجي اَڳِيون پاڻهين،
اَٺِلُ راڄُ ڇَڏي کَري، بِيکَ کَرِنِ دَرِ دَرِ،
مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، تون سامي سَهي کَرِ،
بِنان پَجَنَ هَرِ، مُنا جيءَ مَنَنَ ۾.

(45)

ٻَنا ڪوهہ پَڙهيـن، اَتي حَرفُ حَقيقتَ هِڪڙو؟
پـائـي مُـنـهُـن مَـهِـراڻَ ۾، اَنـدَرِ چـو نـہ اَڙيـن؟
ڪَلِپَتِ ڪَڍي جيءَ مون، سامي سِيرَ چڙهيـن،
ناحقُ ڪوهُ گهڙيـن، اَڻ هـونـدا گهاٽَ اَنـدَرَ ۾؟

(46)

پُـلِـي ڏَرِنِ بيـڪُ، مـورَڪَ بِيـڪُ اَصُـلَ تـي،
جـاڳـي ڏَسَـنِ ڪـيـنـڪـي، اَنـدَرِ پُـرڪُ اَلـيـڪُ،
جَنهـن ۾ مِـيـنُ نـہ مـيـڪُ، سـامـي آدِ جُڳادِ جـو.

(47)

تـرِڻَ اولـي ٻَڳـوانُ، مـورَڪُ قـولـي دَهَ دِسـا،
سَمُجَهہ نـہ رکـي جيءَ ۾، جِـئـيـن بـالَـڪُ نـادانُ،
سـامـي سِـرَتـي يـانُ، اَنـدو ڏِسـي ڪِـيـنَـڪـي.

(48)

جـئـيـن سَـنـڪُ ڪَـري، دانـهَـن نِـتُ دَردَ ري،
سـامـي سُـڪَ سـاگَـرَ ڪـون، جـاڻـي پـاڻ پَـري،
تـئـيـن مُـورَڪُ مَـتِ ري، مَـمِـتـا مَـنـجـهہ مَـري،
ڏِسـي نـہ ڏِيـرَ ڏري، سُـتـهِـہ سِـدِ سَـروپَ ڪـي.

(49)

مــورَڪَ بــنــا مَــتِ، پُــلــي پــيــا پَــرَمَ ۾،
سَتِ جـاڻـي سَـنـسـارَ ڪـي، ڪـپَـنِ مَـنـجـهہ ڪـپـتِ،
عـاشِـقَ چَـڙِهـيـا اَڄَ تـي، ڪَـري سُـڌُ سَـنـبَـتِ،
نِـنـدا ائـون اُسِـتَـتِ، سـامـي جـاڻـن سَـمَ سَـيَ.

(50)

مُـورڪـن مـيـڙي، ڪـاڳَـرَ ڪـوٺَ ڪَـنـا ڪَـيـا،
سامـي لـوڀَ لَـهَـر نـيـا، رَهـتِ بـنـان ريـڙهـي،
عـاشـق چـڙهـيـا اَڄَ تـي، وَرَقَ سـڀ ويـڙهـي،
شَـهَـہ رڳَ کـون نـيـڙي، سُـتَـهـہ ڏسـن سُـپـريـن.

(51)

مُورَڪَ جيءَ خرابُ، ڪَـيا ڪَلِـپَتِ پانهِـنجيءَ،
جَـنـمِـي مَـري جَـمَ ڪـي، هَـرَ هَـرَ ڏِيَـنِ حِـسـابُ،
ڪوڙِنِ ۾ ڪوهِڪـڙو، ڪري خوشيءَ سان خوابُ،
جَنهِن کي شَوقُ شَرابُ، سامي ڏِنو سَتِـگُروءَ.

(52)

خوديءَ مَـنـجِـهـہ خَرابُ، مُـورَڪَ لـوڪَ اَپارَ ٿِـيـا،
مَـنـي ويـنـا سَـتِ سَـڀُ، جَڳَـتَ جـو اِسـبـابُ،
اَڳيون ڪالَ ڦهار جـي، سامي جَهلِنِ نـہ تـابُ،
هَـرَ هَـرَ ڏِيَـنِ حِـسـابُ، سَـمُـجَـهـہ وَرائـي سَـڪِـٽـا.

(53)

خوديءَ مَنجِهہ خُوارُ، ٿِيا بيـِـڪَ گِرِهستي لوڪَ سَڀ،
مَـنـي ويـنـا مَـنَ ۾، وِڌِ نِـڪـيـڌِ وَهِـنـوارُ،
جـاڳـي ڏِسَـنِ ڪِـيـنـڪـي، ساڪـي سِـرِجَـٽـهـارُ،
سامـي پـائِـنِ چـارُ، تـا سَـمُـجَـهـہ وَرائـي سـڪـٽـا.

(54)

ڪَـيـڙو جَـنِ ڪَـپَـٽُ، ساڌَ سَـنـگَـتِ گُـرَپـيـرَ سان،
تَــنـي ڏِنــو پــاڻ کــي، اَڳِــيــون اَودِيـا پَــٽُ،
چـڙهـي تَـنِ جـي چِـٽَ تـي، سامـي ڪَـلِـپَـتَ ڪَـٽُ،
ڳِـچـيءَ پـائـي ڳَـٽَ، هـو پَـوَنِ پَـونـدوءَ جـان سَـدا.

(55)

مَحَلَ مَنجهين آهِين، سامي سُوڌا سُپرِين،
هيڏي هوڏي هَتِڙا، مُورَکَ تا پائين،
پاڻُ پُلائي پانهنجو، دَرِ دَرِ لِيلائِين،
سَمُجهي سَمائِين، وِرلا ڪي وِسرامَ ۾.

(56)

مُورَکَ لَڳين نہ مُلُ، پَرچي مَنجهہِ پِريَن جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڇَڏي هَيبَتَ هُلُ،
رَکي سکَ اَندَرَ ۾، پِريمَ هِندوري جُهلُ،
ناحَقُ پَرَمَ نہ پُلُ، پُنني ڏيئي پاڻَ کي.

(57)

ساکي سِرِجَڻهارُ، رَهي سَدائي گهرَ ۾،
مُورَکُ ڏَهَ دِسا، ڪَري نہ دَمُ قَرارُ،
پانهِنجو پاڻَ خُوارُ، ٿِيو سامي چَئي سَمُجَهہ ري.

(58)

مُورَکَ ڏارِ نہ بيکُ، هَهِڙي بيکَ اَصُلَ تي،
تَنهن ۾ وَسي پاڻَ تو، پورَنُ پُرکُ اَليکُ،
اَتِي مِينُ نہ ميکُ، سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي.

(59)

مُورَکَ کوهُ رَتِين، راتِيون ڏينهان لوپ ڪي؟
وِڌي آتَمَ پَدَ جِي، اِنهيءَ راهَ لَتي،
جيءُ ڪيائين پيءَ ڪي، مَستيءَ ساڻُ مَتي،
جاڳي چونہ ڪَتِين، سامي ڪَلِپَتَ پانهِنجي؟

(60)

غيرتَ گندُ مَ وِجُهه، مورکَ ميڙي گهرَ ۾،
جَنمَنِ جي جَنجال جو، اِهو بيائي آتي بِجُ،
سَمُجهي کَرِ سامي چَئي، تون دَوڙَڻَ کون ڏيِرِجُ،
ٿَه سِرَ تي ساکِي سِجُ، پَرِ گهڻُ تپِسئي پاڻُهين.

(61)

مُورَکَ کِوهه مَرين، تو لَڳي کوڙي لوبَ سان،
ساڻُ کڻنديِن کِينَکي، هِتون بارَ يَري،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، شُڌُ وِيچارُ کَري،
لاهي چو نَه ڏريهن، اَوِديا پِندَ مَتي تون.

(62)

مُورَکَ کَرِ مَ موهُ، کايا مايا کُلَ سان،
چَڏي ويندءِ چِنَ ۾، دوهي کَري دوهُ،
اُلِٽو ڏيندءِ ڏوهُه، سامي چَئي سِرَ تي.

(63)

نامُ نَه نِهارين، پائي مُنهُن مَڙهيءَ ۾،
جَنمُ پاٿُئِ جَڳَ ۾، سو حِرفَت کِيون هاريهن،
مُورَکَ تو مارين، تون پَنهِنجي هَٿين پاڻَ کي.

(64)

مُورَکَ چَڏِگُمانُ، کايا، مايا، کُلَ جو،
جَپي وَٺُ جاڳي کَري، پيدَ بنان يَڳوانُ،
اَچي هَٽندءِ اوچتو، کالُ ڦهاري کانُ،
سامي سَڀُ جَهانُ، ماري جَنهن مِٽي کَيو.

(65)

مُورَڪَ ڪوهہ ڳِٺيہن، تہ سَچا ڪوڙا جيءَ ۾،
اِها پِند خَلَلَ جي، سامي ڪينءَ ڳَٺيہن؟
جُڙَڻَ ري جڳدِيسَ جي، ٻي سَڀِ ڳالهِہ وَٺيہن،
ڳَٺي نہ پونءِ هَٺين، مِٺي مَيلُ مَمَتِ جي؟

(66)

ناحَقُ وِڃائين، تہ مورَڪَ مانُڪَ ديهہ ڪي،
سامي سَنَتنِ سان مِلي، ليڪي نہ لائيہن،
جاٺي سَتِ سَنسارَ ڪي، روئين ۽ ڪائيہن،
ٻُڪَ ٻَري لائيہن، تہ مٺي پانهنجي مُنهن ڪي.

(67)

مُورَڪَ مَنَ اَجاڻَ، تون پاڻُ نہ پَسين پاڻَ ۾،
پائي مُنهُن مَڙهيءَ ۾، جَپيہن تان نہ اَجاڻَ،
پنهنجي هَٿين پاڻَ، تہ هَٺيہن ڪُهاڙو ڪَنڌ تي.

(68)

وِئَڙا سَڀِ لڏي، مُورَڪُ سُمِهيو نند ۾،
سامي مَرَگ مَٿِنِ ڪون، راتيون ڏينهَن سَڏي،
اَنڌي اَڻَ سَهي ڪي، ڪَڏي ڪِينَ ڇڏي،
جي پرين پاڻَ ڳَڏي، تہ جاڳي مِلي ساٿ سان.

(69)

جَڏِي وَهيو تي وَهُ، تَڏِي مَڇَ مونِئين ڪِينَڪي،
ڇَرَ ڇَنيئہ ڇاڪي ڪَرين، پوءِ مونَڻَ جو پَدُ،
هاٺي سِرَ مَٿي تون سَهُہ، مهَميزان مَلاحَ جون.

# مورَک (ب)

(1)

مايا مَنجِهہ مَگنُ، مُورَکَ رَهَنِ مَتِ ري،
جُدا جاڙِي پاڻ کي، ڏارِنِ نانا تَنُ،
سامي سِڪَ وارَنِ کي، مِليو آتَمُ ڏنُ،
اَنيئِہ آتَمَ اَنُ، صَفا ڪَيائون سُرتِ سان.

(2)

مايا مَنجِهہ مگنُ، مُورَکَ رَهَنِ مَتِ ري،
جُدا جاڙي پاڻ کي، ڏارِنِ نانا تَنُ،
سامي ماڙي سيجَ سُکُ، ڪو پِريمي پُورَنُ،
اَنيَئِہ آتَمَ ڏنُ، گِهري لَڌو جَنهِنِ گهرَ مون.

(3)

مايا مَنجِهہ مَگنُ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
يوگِي يوگَ يَرَمَ جا، کوهِنِ مائُکَ تَنُ،
جاڙِي سُکُ سَروپَ جو، جاڳيو ساڌُو جَنُ،
ميٺي سَيُ مَنَنُ، سيتَل تيو سامي چَئي.

(4)

مايا مَنجِهہ پَرِسَنُ، مُورَکَ رَهَنِ مَتِ ري،
يوگِي يوگَ يَرَمَ جا، کوهِنِ مائُکَ تَنُ،
ماڙي سُکُ سَروپَ جو، ڪو جاڳيو ساڌُو جَنُ،
مَجي سَيُ مَنَنُ، سِيتَلُ تِيو سامي چَئي.

(5)

مايا مَنجهہ مَستانَ، مُورَکَ رَهَڻ مَتِ ري،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌ تي، ڪَسِيو بِينو ڪانَ،
وَرِتَنِ ويدَ وِچارُ سان، نِيهي نَرَ اِيمانَ،
پَکِتِ ڏِني پِگوانَ، جَنهِن کي پرچي پانهِنجي.

(6)

مايا مَنجهہ مَغرورَ، مورَکَ رَهَڻ مَتِ ري،
سَتِ چاٽي سَنسارَ کي، سامي سَهَنِ سورَ،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌ تي، تو ڪَري نِتُ ڪَلورَ،
راٺا راوَ مَزورَ، ماري جَنهن مِٽي ڪَيا.

(7)

مايا مَنجهہ مَغرورَ، مُورَکَ رَهَڻ مَتِ ري،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪنڌ تي، ڪَندو چَڪِنا چُورُ،
سامي هَلَنِ حَلِيمَ تي، ڀاڳوانَ ڀَرِپورُ،
تُرڪي تازي تُورُ، ڪُوڙا چاٽَنِ ڪَلَپَ جا.

(8)

جَڳَ ۾ جيءَ جُڪي، مورکَ مرن مت ري،
چال چَلَن اڳيان جِي، بنا رَسَ رُڪي،
ملي تيو محبوب سان، کو سامي سنتُ سُکي،
گهِري گَرمُکي، مُکِ رکِي مَوجان ڪري.

(9)

بِنا ڏُکَ ڏُکي، مُورَکَ رَهَڻ مَتِ ري،
پَرچِڻ جاٽي پاڻ کي، جَنِمَن مَرَنِ جُکي،
مِلي تِيو محبوب سان، کو سامي سَنتُ سُکي،
گهِري گُرمُکي، مُکِ رَکِي مَوجان ڪَري.

(10)

ساميِ سَڀِ ڏُکي، موڙکَ رَهَڻ مَتِ ري،
چالِ چَلَڻ اڳِيانَ جي، ٻِنا رَسَ رُکي،
مِلي تِيو مَحبوب سان، کو ساڌو جَڻُ سُکي،
گهڙِي گُرَمُکي، مُکِ رکي مَوجان کَري.

(11)

پَرمِيسَرُ پَري، موڙکَ چاڻَنِ مَتِ ري،
تنهن کي ڏِسَڻ کِينَکي، جو سَڀَ کي سِڌِ کَري،
کوڙِنِ ۾ کو هِکڙو، سَمُجهي اَجَرُ جَري،
جنهن تي هَٿُ ڌَري، سامي پورو سَتِگُرو.

(12)

پَڇَمَ کي پورَبُ، موڙکَ چاڻَنِ مَتِ ري،
وينا پيرَ فقيرَ تِي، کَري کُوڙُ کَسَبُ،
سَمُجهي کو سامي چَئي، مَحَبتي مَطِلَبُ،
ڍولَ مِلَڻَ جو ڍَبُ، جَنهِن کي ڏَسيو سَتگُروءَ.

(13)

جئين بيڙيءَ جو پورُ، تئين سَنگُ سَنسارَ جو،
تَنهن ۾ مَرَڻ مَتِ ري، موڙکَ تي مَغرورُ،
ورِلي کَنهن سَهي کَيو، مَحَبتيءَ مَذِکور،
جَنهِن کي نِرمَلُ نورُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ.

(14)

کَري مَتِ مَيلِي، موڙکَ مُنا کيترا،
سامي پِيا سَنسارَ جي، ڦاهيءَ مَنجهه ڦيلي،
رَهي نِيارو ئيِ جان، کو ساڌو جَڻُ سَيلي،
جِئين مَجنون لَيلِي، لِنوَ سان لالُ گُلالُ ٿِيو.

(15)

ڪوڙِي ڪَلَپَ ڪَري، مُورَکَ مُنا مَتِ ري،
پَوَنِ پَوءِ ساگَرَ ۾، نانا روپَ ڌري،
پَرچِنتا پاپڻ ڪون، ڪو پريمي رَهي پَري،
سامي ڏِسي نَري، پانهِنجي اڪئين پاڻ ڪي.

(16)

ڪَلَپَتَ ۾ ڪاهي، مُورَکَ پِيا مَرَمَ ري،
چَڙهَنِ چوراسيءَ جي، ڦِري ڦِري ڦاهي،
سامي سَتِي ڪَنهن سورَمي، پَرِچِنُ پِندُ لاهي،
ٺَڪي ڪِي چاهي. ٺَڪي گَڻي خوارُ ٿي.

(17)

بِيا سَبِ مُوڙَ گَڻي، گَڻَڻ وارو نَہ گَڻي،
پُڇي، پُڪاري، سَڌ ڪَري، هَرَ هَرَ هَٿ ڪَٽي،
ڏانوَر جِئان پاڻ ڪي، تاڻي مَنجِهہ تَٽي،
جاڻايو جَٽي، تَڏِي سِيتَلُ ٿِيو سامي چَئي.

(18)

ڪَنِ مُورکَ مُلاجو، ڪايا مايا ڪُلَ جو،
وِرلو ڪو گُرَمُکُ رَهي، اَتَڪَ ڪون آجو،
سارِيو جَنهِن سامي چئي، ڏائِڻِ جو ڏاجو،
رَمي ٿِيو راجو، بيحَد پُرِ بيگَمَ جو.

(19)

مورَکُ پِيو پائي، پاکُرُ پاڻ پَرَمَ کي،
اَوِديا سَنديءَ سِيرَ ۾، گوتا نِتُ کائي،
پَنان نِتُ پَرَتِيتِ ري، وينو واجهائي،
جَڏِي چُٽو چِڏائي، تَہ سُکي ٿِئي سامِي چَئي.

(20)

مورڪَ مُلِ ڳِڌو، پُلي پوٺ پَرَمَ جو،
جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾، ٻَڌي پاڻُ وِڌو،
اِهو اشارو اَئيئي، ڪَنهن پريميءَ پُرِڏو،
سَمِتا مَنجِهہ سِڌو، سُوڳمُ تِي سامي چَئي.

(21)

مورڪَ پوڳن پوڳَ، رَجَنِ نہ رَتيءَ جيترو،
توڙي پائِنِ تَنِ ۾، سامي نانا روڳَ،
رَهَنِ اَليپَ آڪاسَ جان، ڪي اُوڏوت اَسوڳَ،
جَپَ، تَپَ، ساڌَن، جوڳَ، ساڌي جَنِ سِڌِ ڪَيا.

(22)

مُورَڪَ مَنُ لائي، پوڳِن پوڳَ پَرَمَ جا،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، جو خَرچُ تو ڪائي،
سامي ٻَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سايي،
چِت چَوڪو پائي، اِستِتِ تيو آڪاسَ جان.

(23)

مُورَڪَ مَواسي، سَچُ سُجاڻَنِ ڪينَڪي،
سامي پِيا سَنسارَ جي، ڦُرني ۾ ڦاسي،
جاڳِي ڪَنهن جوڳِيءَ ڪَئي، ڪِڻَ ۾ خَلاصي،
اَلکُ اِبناسي، ڏِٺو جَنهِن اَکِنِ سان.

(24)

مُورَڪَ مَواسي، ڪوهِ نہ مانُڪَ ديهہ ڪي،
مِلي وَٿُ مَحَبوبَ سان، چَڏي هَٿُ هاسي،
مَتان اَچي اوچتي، ڪالُ وِجهيئي ڦاسي،
پَوَندين چوراسي، سامي چويئي سانت ري.

(25)

مُورَڪَ ڪَري مَمَتَ، ڪوهِہ نہ مانُڪَ ڏيهِہ ڪي،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، چَڏي هَٿُ حَرڪَتَ،
مَتان اَچي اوچتي، ڪالُ هَٽيئي لَتَ،
پوءِ پَوينَ پَربَتَ، پَسون تِي سامي چَئي.

(26)

مُورڪَ گهڙي گهاٽَ، ڪوهِہ نہ مانُڪَ ڏيهِہ ڪي،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، لائي لِنوَ لِلاٽَ،
مَتان اچي اوچتي، هَٽيئي ڪالُ چَماٽَ،
پوءِ نہ لهندين واٽَ، سامي چَئي سَمَ ديس جي.

(27)

ڪَري ناهہ نڳي، مَورَڪَ ڪوهِ نہ تَنُ رَتَنُ،
مِلي وَٽُ محبوبَ سان، ساڏوءَ سَنگِ لَڳي،
اَچُڪلَ اَچي اوچتي، وَنَندءِ ڪالُ وَڳي،
رُئندين پوءِ رَنگي، سِجَ لَٿي سامي چَئي.

(28)

مُورَڪَ چَڏِ مَخولَ، ڪوڙا مايا موهَ جا،
مِلي وَٽُ مَحبوب سان، ڪَري فِڪُرَ قولَ،
مَتان اَچي اوچتي، هَٽيئي ڪالُ گُلولَ،
تيندين ڊانوان ڊولَ، سجَ لَٿي سامي چَئي.

(29)

مُورَڪَ مَئِہ ميرِي، مِني چاڻن مَنَ ۾،
پريتِ ڪَنِ پَرتيتِ سان، پَرِچي پَڪيري،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، وَڳي تو ويري،
پَسَمَ جي ڏيري، سامي ڪَيو جَنهن سَپ ڪي.

(30)

مُورَکَ سورَ کائي، ڪِري پيا ڪَلَپَتِ ۾،
گوتا کائن غَيِبَ جا، سامِي سَدائي،
سارُ لَڌو ڪَنهن سورَمي، سَمَتا صَفائي،
وائي وَڏائِي، سَتي ماڻي سانتِ سُکُ.

(31)

يُلي ڏارِنِ بيکُ، مورکَ بيکُ اَصُل تي،
اُلٽِي ڏِسَنِ ڪِينَڪي، اَندَرِ پُرِکُ اَليکُ،
جو سِڌِ ڪري تو سَپ ڪي، سُتَهَ ساکي سيکُ،
جاڻِجِ مِينُ نـہ ميکُ، سُپَتِ سان سامي چَئي.

(32)

سَهَسين سَودائي، بيکَ پري بيحالُ تيا،
نانکُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، يَڳا يَؤ کائي،
سامي سَمُجهن ڪِينَڪي، سُتَهَ صَفائي،
چاڻي نِتُ چائي، پائِن پَرِچِنتا جِي.

(33)

جيڪي طَمعَ تِکَ، لوڙي لَهوارا ڪَيا،
سي ڪَڏي وِهَن ڪِينَڪي، ماڻِ ڪَري مُورِکَ،
ائين چَون تا اَنيَئي، سُجاکا سالِڪَ،
سامي جَنِ جا سِکَ، لِنوَ سان لعل گُلالُ تِيا.

(34)

وادي ائون وڳئِي، سَچُ سُجاڻن ڪِينَڪي،
يَوَنِ يَو ساگَرَ ۾، پانهنجو پاڻُ پَئي،
اِئين وِيا اَپِمانَ ري، سامي سَنتَ چَئي،

(35)

سَهَسين سِياڻپ، ڪَري جيءَ جَڏا ٿِيا،
وينا ڳِڙِنِ واتَ سان، ڳِيانَ، ڏِيانَ، جپَ، تپَ،
جاڳِي پَنهنجي جيءَ مون، ڪَڍِنِ ڪينَ ڪَلَپَ،
سامي جئين سَپَ، وِڪُ ويڙهي وِيا ڪُلُ ڪِيا.

(36)

جيڪو اُتاري، اَچي اوڍِيا پوتَ ڪي،
موهي تنهن مورَکَ کي، مُنجهائي ماري،
سامي بَچِيو ڪو سورَمون، سَتِگُرُ سَنياري،
نائتَ نِواري، سُمِهيو سُکِپَتِ سيج تي.

(37)

پَرِچِنتا پِتائي، ماري مورکَن کي،
پاڻُ پَنهنجو پاڻَ ۾، وينا وِجائي،
سُتَهَ سِتِ سِياڻَنِ ڏٺو، اُلٽي لِنوَ لائي،
پورَنُ پَدُ پائي، سامي ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(38)

بِنا ڳِياتِ غُلامَ، مورَکَ مايا جا ٿِيا،
هَرِدَمُ هَٿَ بَڌي ڪَري، سامي کَنِ سَلامَ،
رَهَن اَليپَ آڪاسَ جان، کي نيهي نِربانُ،
جَنِ کي رَمِتا رامَ، پاڻُ لَکايو پاڻَ ۾.

(39)

راتِيون ڏينهن راکِي، مُورَکَ کَنِ مايا جي،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَندُ تي، ڪَرِڙو ڪَناکي،
سَمُجهي سَتِي سِرَ تون، کَنهن هَرِجَنَ هَلاکي،
سامي تي ساکي، وَرتي وِڌِ ويچارَ سان.

(40)

قاهيءَ بِنا ڦِتو، سَپِکو مايا موهَ ۾،
سَتِ جاڻي سَنسارَکي، مُورَکَ هَٿِنِ متو،
وِرلي کَنهن ڳُرمُکَ جو، سامي پَرَمُ لَتو،
لوئي، شالَ، ڳتو، جاڻي اَنيَئِہ اُنَ جو.

(41)

بِنان ڏَرَ ڏِري، مُورَکَ مَرَنِ مَمَتَ ۾،
مِرِگهہ تِرِشنا جي جَلَ جي، سَگهن نہ سِنڌُ تري،
سِياڻِن کي سامي چئي، پيئي خَبَرَ ڳري،
سَتِي پَرَمَ پَري، ماڻِن سُکُ سَروپَ جو.

(42)

پَڳُوتُ پُلائي، مُورَکَ مُنا کيترا،
پَوَنِ پَو ساڳرَ ۾، ڪوٺ جَنمَ پائي،
سامي بَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سايي،
مَمَتا متائي، اِستت ٿِيو آڪاسَ جان.

(43)

ويدَ پَڙهي وادِي، مُورَکَ ٿِيا مَرَمَ ري،
سامي سَنيارِنِ ڪينکي، مُوڙِي مُرادي،
پَرِچيو رَهي ڪو پيءَ سان، ماهِلُ مُتادي،
اَنيَئِہ آبادي، سُتَهہ ڏني جَنهن سُجَ ۾.

(44)

وائي وَڏائي، مُورَکَ کَنِ مَرَمَ ري،
سَتِ جاڻي سَنسارَکي، چاڻِن نتُ چائي،
سِياڻن سَچِي سامي چَئي، هَرِ سان لِنوَ لائي،
کَلِپنا ڪائي، رَکِن نہ رَتيءَ جيتري.

(45)

حَيرتَ ائون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرَج تي،
سامي رَهنِ سَريرَ ۾، مُورَڪَ مَواسِي،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، جوڳنيون ڦِري ڦاسي،
ڪِنَ ۾ خَلاصي، ماري ڪِي جَنهن مُلڪَ جي.

(46)

مُورَڪَ چِڪي چِڪَ، ڦاهيءَ ڦاسَنِ پاڻهين،
ڀوڳِنِ ڀوڳَن سان مِلي، نانا ڀَئِہ نرِڪَ،
ڏِنو اَنيئہ آتما، اُلٽي ڪَنهن عاشِقَ،
مِهَرَ ڪَئي مالِڪَ، سامي جَنهن تي ساڌَ سَنگِ

(47)

مُورَڪَ ڪَري مَمَتُ، ڀَوَنِ ڀَو ساگَرَ ۾،
پَرچَنُ جاٽي پاڻَ کي، رُئندا وَتن رَتُ،
اُلٽي ڪنهن عاشِقَ ڏِنو، تَنَ ۾ تُريا تَتُ،
واري ڪاتو ڪَٽُ، سامي ماٽي سانتِ سُکُ،

(48)

هَرَ هَرَ هَٿُ هَٽي، مُورَڪُ مَنَ ڪينهونءَ کي،
ڀُلِي لوڪَ پَرلوڪَ جون، ڳالهيون نِٿُ ڳَٽي،
ڏانورَ جِئان پاڻ کي، تاٽي مَنجهہ تَٽي،
جاڳِي هَٿُ ڪَٽي، تہ سُکي ٿِئي سامي چَئي.

(49)

هَرَ هَرَ هَٿَ هَٽنِ، مُورَڪَ مَنَ ڪينهونءَ کي،
اوتاري اَوِديا جي، ڀَوَڻَ مَنجهہ ڀَوَنِ،
سَمُجهي ڪي جَنَ سورَما، سامي سُکِ سُمَهنِ،
جاڳي ڏِنو جَنِ، پَنهنجي اکئين پاڻَ کي.

(50)

بيحدِ بُکَ بَڇي، مايا مورڳن کي،
سامي سگهِن ڪِينَڪي، پَري پيٽ پَڇي،
ڪائي سَمَ سَنتوک جِي، کو ساڌو سَت رَڇي،
اَنيَئِہ لَکَ اَڇي، جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ.

(51)

وادِ وِوادِ بَڪِي، مُورَکَ مَرَنِ مَرَمَ ري،
چَڏي سُکُ سَروپ جو، پِيهَنِ چاهَ چَکي،
کوڙِنِ مون کَنهِن هِڪڙي، لَڌو تانءُ ٿَکي،
جَنهِن کي پِريتِ پَکي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

# اگياني (الف)

(1)

اَڇرَجُ هِڪُ آهي، ساميءَ کي هِنَ جيءَ جو،
گِياني پَندتُ تي ڪَري، تو سَڀ کي سَمُجھائي،
هِيرا، ماڻِڪ، موتي، پَرکي مُلھ پائي،
وينو وڃائي، پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾.

(2)

وِسَنِ کون وِسرِي، ويو آدي گھرُ پانِهنجو،
سامي پِيا سَمُجھَ ري، ڪَلِپَتَ مَنجِھ ڪِري،
ڪَنهِن گُرُمُکَ لَڌو گِياتِ سان، اَنِيءِ گھاٽَ گِھري،
سو اَچي ڪِينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ ۾.

(3)

وِسَن کون وِسرِي، ويو آدي گھرُ پانهِنجو،
سامي پِيا سنسار جي، ڪَلِپَتَ مَنجِھ ڪِري،
وِرِلي ڪَنهن ويساھ سان، لَڌو گھاٽُ گِھري،
اَچي ڪينَ ڦِري، سو جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ ۾.

(4)

وِڃايو وِسِري، پاڻُ پانهِنجو پاڻَ ۾،
ديوانَن جان ديسَ ۾، ڦولي ۽ ڦِسي،
ڏِيو ٻاري گھرَ ۾، سامي ڪِينَ ڏِسي،
اَچَن سَنتَ حِصي، تہ تَپَت مِٽي مَنَ جي.

(5)

سارو جڳُ پَرسَنُ، رَهي ڪُرِپَ ڳُمانَ ۾،
وَرنِ، سِراپَن سَمُجَهه ري، مَنَ ۾ ڪَري مَنَنُ،
ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو، سامي جاڳيو جَنُ،
سو جاڻي هِڪڙو پَنُ، هَلي ڪِينَ حُڪُمَ ري.

(6)

ٻڌنِ ڪي ٻوڙي، ٿي سامي لَهَرَ سَمُندِرَ جي،
تَن ڪي ڇَوي ڪِينَڪي، جي سَنتَ ڇَڏيا ڇوڙي،
وينا مُنهُن موڙي، جَڳَتَ ڏون جَڳديشَ ڏي.

(7)

سارو جڳُ نَچي، مَنَنَ جي محلاتَ ۾،
اَٿَ ئي پَهَرَ اَندرَ ۾، تو ٻِنان باه پَچي،
ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو، ٻلا ڪون ٻَچي،
جَنهِن ڪي دِرشٽِ اَچي، سامي سورجُ سِرَتي.

(8)

اَٺَ هوندي پولِي، وِڌو جيءُ ڀَرَمَ ۾،
جئين ڪستوري ناڀَ ۾، مِرگُهه ٻاهرِ ڦولي،
اوِديا پَٽُ کولي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(9)

جَنمي ۽ مَري، تو پُلي جيءُ ڀَرَمَ ۾،
جئين پاڇو پانهنجو، ڏسي ٻارُ ڏري،
سپُنَي ۾ سامي ڇَئي، نانا روپَ ڌري،
وينو سِڌِ ڪري، مِرگَ تِرشنا جي جَلَ ڪي.

(10)

سامي سَيـيـئـي، پُـلا جـيءَ پَـرَمَ ۾،
وَنـن ڪَـچُ خـوشـيءَ سـان، آتَـمُ ڏَنُ ڏيـئـي،
ڏِيـو بـاري گـهـر ۾، ڏِسَـنِ نـہ پـيـهـي،
وِرلا جَـنَ ڪـيـئـي، سُـرِجـهـا رَهَـن سُـپـاءَ ۾.

(11)

اَٿَ ئـي پَـهَـرَ وَجَـنِ، تـا پُـلِـي جـيءَ پَـرَمَ ۾،
پُـنـي ڏيـئـي پـاڻَ ڪـي، نـانـا ڏُکَ سَـهَـنِ،
مـانُـڪَ ديـهِـہ اَمـولَ جـو، مَـرَمُ نـہ رَکـنِ مَـنِ،
ڪـي لَـڪـايـا لَـهَـنِ، سـامـي سُـکُ سَـروپَ جـو.

(12)

اَڻ هـونـدِي نـڳ نـڳـي، ڪـوڙين وِڌا ڪـيـتـرا،
جـئـين پَـچـائـون پـانِـهـنـجـو، تِـي يـاري يـوٽُ لَـڳـي،
لَـتـاڙي لَـتَـنِ سـان، ڪـي عـاشِـقَ لَـنـگِـهـيـا اڳـي،
اَنـيـئِـہ جـوتِ جَـڳـي، سـامـي جَـنِ جـي گـهـرَ ۾.

(13)

جَـنـيـن اُتـارِي، نِـگـاهَ سـاڏَ سَـنـگـتِ تـون،
سـامـي لَـڳـي تَـنِ ڪـي، خـودي خُـواري،
جِـيـئـنـدي جَـلَـن جَـڳَ ۾، اَنـدا اَويـچـاري،
مـوئـي اَڏِڪـاري، تِـيـڙا کُـنـپـي نَـرڪَ جـا.

(14)

اَنـدا پـيـا اُرجـهـي، ڪـايـا مـايـا ڪُـلَ ۾،
سَـتِ جـاڻـي سَـنـسـارَ ڪـي، ڦـوڪَ وِيـا ڦُـرجـي،
سامي ڏِنو سَروپَ کي، ڪَنهن سُجاڳي سُرجِي،
پـيـتـائـيـن پُـرجـهـي، پـيـالـو پـريـم اَگـمَ جـو.

(15)

اَنڊا ڪَن اُنمانُ، ڪَلِپِـــي ڪَرتا پُرکَ جو،
جِنهن جِي اکِ ڦرِڪَ ۾، ٿِئي اُتپَتِ لَي جَهانُ،
مَنُ ٻُڌِ پَهُچي ڪِينَڪي، ڳِيانُ ڌِيانُ غَلطانُ،
نائتَ ڪون نِرباڻُ، ڪو سامي سُجاڳو ڏِسي.

(16)

ڪانِئر ڳُهمَنِ ڪوٺَ، ڪَري ناهَ نٻَڳيءَ جا،
رَڳنِ نـہ رَتيءَ جيتري، عاشِقَ سُورا اوٺَ،
سَنَمُڪُ هَٺَنِ چوٽَ، سامي سُپيرينِ جِي.

(17)

پرتکِ پَرَميسَرُ، انڊا ڏِسنِ ڪِينَڪي،
ساڌَنَ ڪَنِ سَمُجهہ ري، مَنَ ۾ رَکي مَڪَرُ،
ڪنهن سُجاڳِي سَهِي ڪَيو، پَرچي پُنهنجو گهَرُ،
ڪولي دَسوون دَرُ، تُريا ۾ ٿَدِ روپَ ٿيو.

(18)

انڊا ڪينَ ڏِسن، پرتَکِ پَرَ ميسَرَ ڪي،
پَرِمَ مَنجِهہ پُلي ڪَري، پَوندوءَ جان پتَنڪَنِ،
سُتَهَہ سِڌِ سَهي ڪَيو، سامي سُجاڳنِ،
رَتا رَنگِ رَهنِ، دُئيتَ وَرائي دِلِ ۾.

(19)

اَنڊو پيو آٽي، پُلِي پَوَ ساگَرَ ۾،
ٻانيڻَ ٻَڌو ٿُرهو، ڪَرمَنِ جو ڪاٽي،
سُتَهَہ سِڌِ سَروپَ ڪي، ڪو سَچو سُجاٽي،
مَمتا ري ماٽي، مَوجان نِتُ مالِڪُ ٿي.

(20)

ڪوڙين ڊيا ڪَپَتي، بيڪ گِرستي جَڳتَ ۾،
جوڙي وِڌائون پاڻَ تي، سامي چاهَ چَٽي،
پانِهنجي هَٿين پانِهنجِي، اَندَنِ پاڙَ پَٽي،
وِرلي ڪَنهِن ڪَٽي، ڳُرمُڪَ ڦاسَ ڳچيءَ مون.

(21)

وِساري والِٿُ، مُنا جيءَ مَنَنَ ۾،
جاڳي ڏسن نہ پاڻَ کي، اَندا ڪري آلِسُ،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اَچِ تي، خُلاصو خالِصُ،
سامي ٿِي ٿالِثُ، وَرِتي وِڌِ ويچارَ سان،

(22)

ڪوڙين ڪِروڙي، سِرُ مُنائي ساڌَ ٿِيا،
سِيتَلُ رَهي سُياءَ ۾، بانيَڻُ ڪو ٻوڙي،
جَنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سُرتِ نِرتِ سوڙي،
ويري وِروڙي، ڪَنهِن جو ٿئي ڪِينَڪي.

(23)

ڏنا سَڀِ مَگهنُ، پاٺو واٺي حالَ ۾،
مَني وينا مَنَ ۾، نانا ياءِ مَنَنُ،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، رَهي اَليپُ اَئنُ،
جَنهين جِيتِيو مَنُ، سامي سَنتن سان مِلي.

(24)

غيرَت مَنجهہ غَرَقُ، رَهن جيءَ جهانَ جا،
پوڄِنِ پيرَ فقير کي، رَکِي ڦيرُ فَرقُ،
عاشِقَ چَڙهيا اَچَ تي، لِنوَ سان ٻَڌي لَڪُ،
اَندَرِ ٻاهَر هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(25)

پُرِجهن ڪينَ پَڙهيا، سُتَهَہ سُکُ سَروپَ جو،
رَهَن وِدِيا وادِ ۾، اَٺَ ئي پَهَرَ اَڙِيا،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، ڪي عاشِقَ اَڄ چَڙهيا،
سامي اَڻَ گهڙِيا، گهڙِنِ گهاٽَ اَندَرَ ۾.

(26)

بَدو سَبُ جَهانُ، مايا قاسيءَ قَندَ ري،
پَرچيا رَهن پَندَ سان، پُلائي پڳوانُ،
جاڳِي ڪَڏِنِ ڪِينڪي، اَندَرَ مون اِيمانُ،
ڪو سامي پُرکُ سُجاڻُ، سَمُجهي چَڙهيو سِيرَ تي.

(27)

پُلو سَبُ سَنسارُ، ديهِي مَنِي پاڻَ کي،
جَنمي مَري دُکَ سَهي، ڇَڏي نہ اَهَنڪارُ،
وِرلي ڪَنهن گُرمُکَ ڪَيو، واستوَ جو ويچارُ،
ڏِسي ساکِي سارُ، سَنمُکُ ٿِيو سامي چَئي.

(28)

سُپَنِي ۾ سامي چَئي، پَوندُو پِٽِڪَنِ ڍيرَ،
سَچُ سُجاڻَن ڪِينَڪي، اونڌا مَنجِهہ اَنڌيرَ،
ڪي گُرمُکَ سَنتَ سُميرَ، اِستِت ٿِيا آرام ۾.

(29)

بَگلو ريسَ ڪَري، هَنسَن ساڻُ حِسابَ ري،
هو نِرمَلُ، کون پَري، هو ڪَپَٽُ ڏِيان ڌَري،
هو موتي کائي مانسَرِ، هو مَڇيءَ کاڻِ مَري،
سامي ساکَ پَري، مَرَمُ وِيچاري مَنَ ۾.

(30)

ٻنان سَمُجَهہ جکي، تو ڪُتو ڪَچ مَندَرَ ۾،
ٻــالَــڪُ ٻُــدِ وَرائــي، پُـلِــي پــؤ رکــي،
گِيانـي پاڻُ لکي، تہ سُکي تي سامي چَئي.

(31)

اَڻ هــونــدي پــولــي، وِڌو جــيءُ پَــرَمَ ۾.
پُــنــي ڏيــئــي پــاڻَ کــي، دَهَ دِســان ڦــولــي،
تنهن کي ڏِسي ڪِينَڪِي، جو ٻُڌي ءِ ٻولي،
ستِگُرُ گِندِ کولي، تہ سُک تئي سامي چَئي.

(32)

ڪَلِپَتَ مُنو جيءُ، وَڃِي پيو وِستارَ ۾،
پَرَمَ منجهہ پُلي ڪَري، دَهَ دِسِ ڦولي پيءُ،
تَپَ، تِيرٿَ ساڌَنَ ڪَري، سَهي گرمي سيءُ،
گهر ۾ وَندجي ويءُ، سوسامي ڏسي ڪِينَڪِي.

(33)

پَرَمُ پيينگ يارِي، هَلِــي چلي ڪِينَڪِي،
ڏنگِي جنهن ڏنڊَن ري، سامي وِسُ ساري،
وِرلو وِيچارِي، ڪو بَچي گُرگِيات سان.

(34)

پَرَمَ جي ياري، چوتِ لَڳي هِنَ جيءَ کي،
چاهَ رَکيائين چتَ ۾، چُهَڙِي چَماري،
ڪَيَسِ تنهن ڪَلِپَتَ سان، سامي دِلِ ڪاري،
بيحَدِ جي ٻاري، پوري وينو پاڻهين.

(35)

عَجائِبُ اِسرارُ، غيبي ڏِنو گِياتِ سان،
اَوِديا تي عاشق تِيو، سامي سَنڌ جو ٻارُ،
جَنهن جو روپُ نہ رَنگُ ڪو، نڪو اَنگُ آڪارُ،
سُپَني ۾ سَنسارُ، رَچي مَچي نِتُ رَينَ ۾.

(36)

سُپَني مَنجهہ ڪَنگالُ، راجا ٿِيو هڪَ ديسَ جو،
هاٿي، گهوڙا، پالڪيون، ميڙيائين سَڀُ مالُ،
دَرَ تي بيٺا ڪيترا، سامي ڪَنِ سُوالُ،
جاڳيي ايهو حَوالُ، پِنَندو وَتي پاڻَهين.

(37)

ڪوڙي ڪون پاسو، سامي سَچي جَنَ ڪَيو،
هُن کي سِڪَ سَلَ ڪَيا، هُن کي مُحبت نہ ماسو،
هو پَرچو رَهي پَدَ ۾، هُنَ جو وِکِيا مَنجهہ واسو،
تنهِن کي دِلاسو، ڏيئي پاڻُ ڪَڍي ويو.

(38)

ناحق جيءُ رُلي، تو ڪَرمَنِ جي ڪَلپَتَ ۾،
ٻنان ٻِگَت ٻِگوان جي، پَرَمُ ڪينَ پُلي،
تَڏِي ڳَنڍِ کُلي، جَڏِي سامي ملي سَروپَ سان.

(39)

پُلِي هِنَ بَندي، خاصُ خزانو گُمُ ڪَيو،
ڳٽي وِڌائين پاڻَ کي، ڏِکي مَنجهہ ڏنڌي،
ڏِيو ٻاري گِيانَ جو، ڏِنو ڪينَ اَنڌي،
پِرِين پاڻُ ڪَنڌين، سَهائتا سامي چَئي.

(40)

پَروَرتتا جو پُور، ڪاتون پِيو هِنَ جيءَ کي،
موتِي ڪيئن مِٽِي وَجي، سامي سَنسو سورُ،
پُنِي ڏيئي پاڻَ کي، مالِڪُ بَنيو مَزورُ،
ڏِسي نِرمَلُ نورُ، نانا ڪون نِرباڻ ٿِيو.

(41)

پَٿَرَ پوجا ڪَنِ، ديوُ نہ ڏِسَن ديهہ ۾،
پندِتُ جاٽِي پاڻَ کي، ڪَرمَن مَنجهہ بَجَهنِ،
ساڪان سَنتَنِ جون بُڌي، مَرَمُ نہ رَکنِ مَنِ،
سي ڪيئن رَنگِ رَچَنِ، سامي سُپيرِيَن جي.

(42)

پوتِرَ پلالي، ڪوڙين گُهمنِ ڪيترا،
ڳالهيون ڪَنِ زبانَ سان، خِلوَت جون خالي،
جاڳي ڏِسَنِ ڪِينَڪِي، خاوَندُ خِيالي،
لُنؤ لُنؤ منجهہ لالي، سامي تنهن سَروپَ جي.

(43)

چَريا سي چَئِجَنِ، جي مَرَمُ نہ رکنِ مَنَ ۾،
ڳالهيون ويدنَ جون بُڌي، دَرِ دَرِ بَڪَ بَڪَنِ،
نانا جُڳتيُنِ سان ڪَري، دِپَ دِرشتانتَ ڏِيَنِ،
سامي ڪينَ ڏسَنِ، جاڳي جوتِ سَروپَ کي.

(44)

ڪَلِجُڳَ جا ڪوڙا، مِيرَ مُتَهَدي چوڌِري،
راتيون ڏينهان لوبَ جا، گهرِ بَندَنِ بوڙا،
ويساهِي ويساهَ سان، دوهِنِ وِسوڙا،
سامي مَتِ موڙها، مَرڻُ نہ جاڻنِ مَنَ ۾.

(45)

چَرِيا سي چَئجَنِ، جي پاڻُ پَڇاڻِن ڪِينَڪِي،
ڳالهيون پلن جون ٻُڌي، مَرَمُ نه رَڳن مَن،
پانهنجي ڳچيءَ پاڻهين، جوڙي سيلَ وِجهن،
سامي ڪِينَ ڏِسَنِ، جهاتي پائي گهرَ ۾.

(46)

پَندِثُ پُڪاري، سارُ ٻُڌائي سَڀَ ڪي،
سامي پانهِنجي مَنَ جِي، مَمِتا نا ماري،
رکِي دُئيتُ اَندَرَ ۾، سَمِتا ڏيکاري،
هَليو سو هاري، مانُڪَ ديهه اَمولَ ڪي.

(47)

بانيَڻَ ٻَندُ گِياني، ڪوڙا ڳُهمَن ڪيترا،
ڳالهيون ڪن زَبانَ سان، اَنيئَہِ آساني،
رَهن رَسَ ڪَسَ لوڀَ ۾، اَرِجها اَيماني،
جاڻن نه فاني، پُتلو پَنجن تَتَن جو.

(48)

لَڪين لباڙي، ڳالهيون ڪَن اڳمَ جون،
سامي ڪُوڙائِـي ساڌَ ٿِيا، متو ءِ ڏاڙهي،
ڪَلِڪائِين ڪَپَٽ جي، ڪاتِي ڪُهاڙي،
ياڙ ڪائي ياڙي، وَهِيا وَجن وَهَ ۾.

(49)

لَڪين ليڪا ڪَنِ، پَڇاڻو ڪو هِڪڙو،
ليکو جِڏي اَليک ۾، ڪي ڳُرَ مَکُ غرقُ رَهَنِ،
ٻِيا سَڀِ بادِ بَڪَنِ، سپُنَي ۾ سامي چئي.

(50)

ساميءَ ڪَن صَلاحَ، ڪوڙا مِڙي ڪيترا،
لَهَن نہ عِشقَ اُپيد ري، رامَ نگرَ جي راهَ،
وَجي پيئي پاڻَ تي، ڪَنهن نيهيءَ جي نِگاهَ،
ميٺي چِنتا چاهَ، سو چَڙهي وينو چؤ ڏولَ ۾.

(51)

مُنا سبِ مَنَنَ، گِياني، پَندِتَ، پُستَڪي،
بِنان سمُجَھہ سَروپَ جي، ڪَنِ اُتَرَ ائون پرشَنَ،
پائي وينا ڪَچَ ۾، تِرشنا ڏائڻِ رَنَ،
وِرلي ڪَنهن هَرِجَنَ، سامي سارُ سَهي ڪَيو.

(52)

بِنا گِياتِ گِيانُ، ڪوڙا ڪَتِن ڪيترا،
ڳالهيون ويدَن جون ٻُڌي، ڪَنِ اَندرَ ۾ اُنمانُ،
ڏِسَن ڪينَ اکينُ ري، اَندا اَنِيَئِہ يانُ،
سَدا رهن غَلطانُ، سامي مايا موهہ ۾.

(53)

ويدَ پُرانَ پَڙهي، پَندِتَ تِيَڙا ڪيترا،
بِنا گِيان گُروءَ جي، وِيا اَوِديا مَنجِهہ اَڙي،
وِرلي ڪَنهن گُرمُکَ ڏٺو، وَچَنَ مَنجهہ وَڙي،
تنهن کي هَٿِ چَڙهي، سامي لَکَ سَروپَ جي.

(54)

لکين هزارين، وادِ ڪَرِن ويدانتَ جي،
وِرلو ڪو وِيچارَ سان، ويهي ويچاري،
سامي سارُ سَهي ڪَري، هِردي مَنجهِہ ڌاري،
نانتَ نِواري، سَڀَ گهَٽِ ڏِسي سُپرينُ.

(55)

اُڦــرَ پــاڻَ ڪِـيــو، ڦُــرِنــو نــانــا روپَ جــو،
اَڻُ هـونـدو ڪَـلِـپَـتَ ڪَـري، سـامـي سِـڌِ ٿِـيـو،
جَنَمُ مَرَڻُ ڏُکُ سُکُ مَنِي، سَنسي مَـنجهـ پِـيـو،
ڀُـلِـي ڀَـرَمَ وِيـو، جَـڏِي جـاڳـي جُـڙيـو پـاڻُ ۾.

# اگياني (ب)

(1)

لَڪين ليڪاري، ليڪي مَنجهہ لُڙهي وِيا،
لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تي، ڪو اُتمُ اَڏِڪاري،
جَنهِن ڪي ڏِنو ستِگُروءَ، پَروسو پاري،
سامي سَچاري، مُڪِ رَڪِي موجان ڪَري.

(2)

لڪين ليڪاري، ليڪي منجهہ لُڙهي وِيا،
غوتا ڪائِنِ غيبَ جا، پَرَمُ ڪَري پاري،
چَڙهيو چيتَنَ چِٺَ تي، ڪو وِرلو وِيچاري،
سامي وِسُ ساري، جاڳِي ڏِني جَنهن جوتِ ۾.

(3)

لَڪين ليڪارِي، ليڪي منجهہ لُڙهي ويا،
جئين پَسون گُهمَنِ گهاٽي ۾، پائي پانجاري،
سامي ماٺي سارُ سُڪُ، ڪو وِرلو وِيچاري،
يَؤ ساگرُ پاري، لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تي.

(4)

وائي وَڏائي، ڪُوڙا پُلِي ڪَن ڪيترا،
رَگَن نہ رَتيءَ جيتري، سمجَهہ صفائي،
وِرلي ڪنهن گُرَمُڪَ ڪي، سامي سانتِ آئي،
سَمَ تِي سدائِي، ماٺي موجَ مُڪِتِ جِي.

(5)

سنسي سَپُ سَنسارُ، لوڙهي لَهوارو ڪَيو،
لَهي سڳهنِ ري، پَرِچِنتا جو پارُ،
ساڪَ ڏئي سامي چَئي، ساڏو جَنُ سچارُ،
ڪَري جنهن قرارُ، پورَنُ ڏِنو پيءَ ڪي.

(6)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، سارو ڏيهہ ڏکي ڪَيو،
سامي وِيو ڪو سورمو، پَرِپَڪُ پارِ لَنگهي،
جنهن کي چَڏيو سَتِگُروءَ، آتَمَ رَنگِ رَنگي،
ڪَنهِن کون ڪينَ سَنگي، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جِي.

(7)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، موڳو ڪَيو ماڙُنِ کي،
اَٿَ ئي پَهَرَ اندرَ ۾، سَيُڌڪو پيو سَنگي،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اڄَ تي، لوڪان ليڪَ لَنگهي،
جنهن کي رَنگِ رَنگي، سامي چَڏيو سَتِگُروءَ.

(8)

ڦُرني ڦُري ڦَقيرَ، ڪيا سَپِ جيءَ جَهانَ جا،
پَوَنِ پيؤ ساگَرَ ۾، ڏَري سَگهنِ نہ ڌِيرَ،
ڪو سُجاڪو سورَمو، سامي چَڙهيو سِيرَ،
جنهن کي پُوري پِيرَ، لَکَ لَکائي اَنيَئِي.

(9)

جَڳَ ۾ وَسَنِ ٺَڳَ، ياري پَنجَ پَرَمَ جا،
موهي ماري مَتِ گَسي، سَپَ کي ڪَن ڏک مَڳَ،
ڪي سُجاڪا سورَما، رَهنِ عَينَ اَلڳَ،
سامي تي سَرِبَڳَ، ماڻِن مَوجَ مُڪِتِ جي.

(10)

سَپَ ڪي نگِنِ نگَ، پنجَ پانهِنجا پريتَم بڻي،
سامي سَمُجَهنِ ڪينَڪي، اَنڌا جيءَ اَلِڳَ،
رَهَنِ اَليپُ اڪاسُ جان، ڪي ساڌو سَرِبڳَ،
جَن ڪي ٽوپي پَڳَ، نَظرِ نـ اچي نامَ ري.

(11)

ويا سَپِ وِڪامي، ويرِنِ هٿِ ويچارَ ري،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، سَنتُ بَچيو سامي،
جَنهن ڪي ڪَيو سَتگُروءَ، اَئنَ آرامي،
نِرمَلُ نِهَڪامي، رَهي وِديهي ديهه ۾.

(12)

وَهي بِنا ويچارَ، خَلَقَ خامَ خِيالَ ۾،
پَرِچِنِ جاڻي پاڻَ کي، روئي زارؤن زارَ،
رَهَنِ اَليپُ اڪاسَ جان، نيهي نِراڌارَ،
لائِي جَنهن لِنوَ تارَ، سامي سُپيرينَ سان.

(13)

پَرَمَ مَنجِهه پُلي، پِيا سَپِ جيءَ جهانَ جا،
جَنِمَنِ مَرَنِ مَتِ ري، رَسَنِ ڪاڻِ رُلي،
سامي لَڌو ڪَنهن سورَمي، اَنيئِہ گهرُ اَصلي،
مِٺي ڪَلِپَ ڪُلي، ماڻي مَوجَ مُڪتِ جي.

(14)

سَپي ٿي آتُرُ، پِٽِن ڪارَڻِ پيٽَ جي،
پائي پَوَنِ پاڻهين، پَرَمَ کي پاڪُرُ،
سامي سُجاڳنِ ڏِٺو، هَرِ حاضُرُ ناظُرُ،
ڪَري مَنُ اَڦُرُ، ماڻِنِ موج مُڪتِ جي.

(15)

پنهنجو پاڻَ پَونِ، پُلي جيوَ پرمَ ۾،
سَتِ چاڻي سَنسارَ کي، جَنمَن نِتُ مَرَن،
ساڌو جَنَ سَمُجهي سَچِي، سامي ساکَ ڏِيَنِ،
جاڳي ڏِٺو جَنِ، هِڪُ هيڪِلو آتِما.

(16)

سَپُکو ڏنڊُ پَري، جنمِي مَرِي جَمَراءِ جو،
جَهِڙا جَهڙا جڳَ ۾، کَلپِي کَمَ کَري،
سامي رَهي کو سورَمو، پِريمي پاڪُ پَري،
نِرمَلُ ڏِيانُ ڌَري، پورَنُ ڏِٺو جنهن پيءُ کي.

(17)

هَنِي هارائي، هِيرو جَنَمُ وِيا هَٿَنِ مون،
سامي موهَ مَمَت جِي، ڦاهي ڳَلِ پائي،
نيهي نارائِڻَ سان، مِليا مَنُ لائي،
وينا وَڄائي، نَغارو نِرَٻاڻَ جو.

(18)

هاري جَنَمُ هَنِي، سکِٽا ويا سَنسارَ مون،
کَئِي کوڙَ کَپَٽَ سان، کوڙِي جَنِ کَني،
وِرلي کَنهن گُرمُکَ جِي، نائتِ مُتِ ٺَني،
جو وِڌِ سان واٽ وَنِي، سامي هَليو حَليم ٿي.

(19)

مُنهَن کارو موچارو، اَندَرَ کاري آدميءُ کون،
سَمُجهي سُجانُ کو سورَمو، اِهو اِشارو،
چَڙهي وَڄائي چِٽَ تي، نِرِيؤ نَغارو،
ٿيَ جان نِيارو، سامي رَهي سَريرَ ۾.

(20)

مَـنَـنَ جِـي مـاڪـي، چَـنّـي جـيءَ چَـريـا تِـيـا،
ڪـايـا، مـايـا، ڪُـلَ ۾، ڪَـلِـپَـنِ نـتُ ڪـانـڪـي،
ڪَنهن ساڌوءَ ڳالهِ سَهي ڪَئي، سامي تـي سـاڪـي،
ڇَـڏي هَـلاڪـي، جُـڙيـو رَهـي جڳـديـسَ سـان.

(21)

اِهـا وَڏي اَنـيـتِ، يَـوَن نـانـا جـونِ ۾،
پَـرچِـنِ جـاڻِـي پـاڻَ کـي، سَدا رَهَـنِ يَئـہ پـيتَ،
سامي ساڌو جَنَ کـي، هَلَنِ سَچي رَسَ ريتِ،
پـورَنُ ڪَـري پَـرَتِـيتِ، رَهَـسـي مِـلـيـا رامَ سـان.

(22)

پَـرچِـنـتـا پَـلـيـتُ، ڪَـيـا جـيءَ جـهـانَ جـا،
ڪـوڙِنِ ۾ ڪـو هِـڪـڙو، رَهـي اَلـيـپُ اَچِـيـتُ،
پَرچي لڌو جَنهن پانهنجو، آدي اَنـيَـئِـہ مِـيـتُ،
سَـدائـي سُـرجـيـتُ، سـامـي رَهـي سُـيـاءَ ۾.

(23)

جـنـمـي مَـري جـيءُ، پَـرچِـنُ جـاڻِـي پـاڻَ کـي،
سامي ڏسِـي نـہ سَـمَ تِـي، پَـرتـڪِ پـورَنُ پـيءُ،
وِرلي ڪَنهن کُرمُکَ جو، مِـنـيـو سَـنـسـو سـيءُ،
مَنمُکُ رَهي سَديءُ، گهـٽَ اڪـاسَ مَهَـہ اَڪـاسَ جـان.

(24)

طَـمـعَ تِـرڪـائـي، ڇَـڏِيـا جـيءَ جَـهـانَ جـا،
يَـوَن يَـؤ سـاگَـرَ ۾، ڪـوٺَ جَـنَـمَ پـائـي،
سامي بَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سـايـي،
لِـنـوَ سَـچـي لائـي، چَـڙهـيـو چـيـتَـن چِـٽَ تـي.

(25)

طَمعَ ۾ تِرڪي، پيا سَڀ جيءَ جَهانَ جا،
گوتا کائي گيبَ جا، ساهُ ڪَٽڻ سُڏِڪي،
لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تي، ڪو پريمي پُلِڪي،
مَمِتا جِي مَتڪي، جَنهن سَٽي وِڌي ساڏَ سَنگِ.

(26)

طَمَعَ تِرڪائي، وِڌا جيءَ وَهَڻَ ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، ڪوٺ جَنَمَ پائي،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪونيهي لِنوَ لائي،
جنهن کي جاڳائي، سَتِگُرَ ساوِڌانُ ڪَيو.

(27)

دُئيتَ سَڀ دُکي، ڪَيا جيءَ جهانَ جا،
شاهَ، وزيرَ، اميرَ، پيرَ، مهاجَنَ، مُکي،
سَدا رَهنِ سامي چَئي، سَمِتاوانَ سُکي،
بِنا رَسَ رُکي، ڳالهہ نہ ڪَرِنِ ڳُجَهہ جي.

(28)

جاڳئي بِنا جِنُ، پُلہي ڪينَ پَرَمَ جو،
سامي لڳو سَڀَ کي، بُڌِي واچَ وِگِهنُ،
ڪو نيهي نِرَباڻُ ٿيو، ڇَڏي جات وَرنُ،
ڏِٺو جنهن اپنُ، اندَرِ باهرِ آتما.

(29)

ڪَري چاهَ چَرِي، ڇَڏي خلق خُداءِ جي،
مِرگهہ ترشِنا جي وَهَ ۾، وَهَنَ وَري وَري،
سامي لَنگهيو ڪو سورَمو، تَوَڪَلَ ساڻُ تَري،
جَنهن کي گُرَ گهِري، سُرڪي ڏِني سَچَ جي.

(30)

ڇَهَڙِي ڇماري، ڇاهَ ڇَپَلَ ڇنتا پَري،
سامي ڪِسهي سَمَتا سُکُ، ڏيئي ڏيکاري،
رَهي اَليپُ اکاسَ جان، ڪو وِرلو وِيچاري،
سَنٿهي پِندَ ساري، مِليو سارَ سَروپَ سان.

(31)

تِرشنا جيءَ اَنيڪَ، وِڏا واچَ وَهَڻَ ۾،
ٿُبيون ڪائِنِ ٿَرڪَ جون، بنا وَئراڳَ وِويڪَ،
سامي سَمُجُهو سورَمو، ڪَري اَنِوَيہِ وِتريڪَ،
هِردي رکي ٽيڪَ، ماڻهي موجَ مُڪتِ جي.

(32)

چنچلَ چورَ چُغِلَ، سَچُ سُڃاڻَنِ ڪِينَڪي،
ڪوهِنِ خامَ خِيالَ سان، مانُکُ جَنَمُ اَمَلُ،
سَچارَنِ سُوڙِي لَڌو، اَنيئِہ گهرُ اصُلُ،
ڪَٿي ڪَلِپَتَ ڪُلُ، سامي ماڻِنِ سانتَ سُکُ.

(33)

ڪَرَمَ ڪَرِنِ ڪُوڙا، پائي سگهن نہ پيءَ کي،
پُلِي پَوَنِ پاڻهين، مَمِتا ۾ مُوڙا،
ماڻِنِ ذورَ دَرِسَ جِي، سَمَ تي سَچُوڙا،
سَدا ڳُورا ڳُوڙا، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(34)

قِصا ڪَرَي ڪوڙا، بُڌائِنِ پِيَنِ کي،
پاڻُ پَڇاڻَنِ ڪِينَڪي، مُنڊَون مَتِ موڙا،
ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو، ساڌو سَچُوڙا،
سَدا ڳُورا ڳُوڙا، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(35)

ڪَري جيءَ ڪَرَمَ، قاهيءَ قاتا پاڻهين،
سَدا رَهن سَنسارَ جي، وِسا مَنجهه وَهَمَ،
ڪو عاشِقُ چڙهيو اچَ تي، ڇَڏي ڪوڙا ڪَمَ،
سامي ڏِسي سَمَ، اَندرِ باهرِ آتما.

(36)

ڪَپِتِي ڪَپَٽُ ڪَري، قاهيءَ قاتا پاڻهين،
پَوَنِ پَئو ساگَرَ ۾، نانا روپَ ڌَري،
پاپَ پُنَ ڏُکَ سُکَ ڪون، ڪو پريمي رَهي پَري،
سامي ڏِسي ٿري، اَندرِ باهر آتما.

(37)

اَندَرِ گندُ بَہ گندُ، باهِرون اڇو اُجرو،
پيرُ سڏائي پاڻ کي، ڪَري فاضُلُ ڦندُ،
سامي ڏِسي نہ سِرَ تي، خوديءَ ڪون خاوَندُ،
جَڏي رُپي پَوندو رَندُ، تَڏي رُئندو رَتُ اکِنِ مون.

(38)

پَڙهيَلَ پَلالي، جَڳَ ۾ گُهمَن ڪيترا،
ڪَٿندا وَتَن ايڪَتا، دِرِڙتا ڪون خالي،
لَڏي لَکَ اَلَکَ جي، نِيهن نِرالي،
سَدا سانتِ سالي، سامي رَهَن سُپياءَ ۾.

(39)

نِيهہ بِنان نادانَ، ويدَ پَڙهي وادي ٿيا،
پاڻ پَڇاڻَن ڪِينَڪِي، سَبَ جي ڪَن ڳِلانَ،
پيئن پيارِن پريَمَ رَسُ، ڪي ساڌو جَنَ سُجانَ،
سَدا نِرِاَيمانَ، سامي رَهَن سُپياءَ ۾.

(40)

پيٺ ڪَيو پاجي، سامي سَڀَ جَهانَ ڪي،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُکَ جِي، مِٺي موتاجي،
سَهي ڪَئي جنهن سَمَ تي، سُپَني جي باجي،
رَضا ۾ راجي، رَهي سَدائين رامَ جي.

(41)

پاپي ائون پُني، يوڳِن يوڳَ ڪَرَمَ جا،
گنيون وَتَنِ سِرَ تي، سامي ڪَلپَ ڪُني،
رَهن اَليپَ اڪاسَ جان، گِيانوانَ گُني،
گاوَن ويدَ ڌُني، مَهاواڪَ ماهِلُ تي.

(42)

پاپي ڪَري پاپُ، قاهيءَ قاسَن پاٺهين،
يوڳِن يوڳَ نرڪَ جا، سِرَ تي گٽي سِرابُ،
سامي سَچارَنِ ڪي، ڪونهي ڏُک سَنتاپُ،
مَنَ ۾ رکي ملاپُ، وَرتَن وِڌِ ويچارَ سان.

(43)

بِنا ڏر ڏري، جَڳتُ سَجوئي جيءَ ۾،
نانگُ جاٽي نوڙيءَ ڪي، سگهي نه ڌيرَ ڌري،
وَهيو وَجي وِچارَ ري، ڪوڙي ڪَلپَ ڪَري،
جَنِمي ائون مَري، سپُنَي ۾ سامي چَئي.

(44)

يوڳن پُلائي، وِڌو جيءَ وَهَنڻَ ۾،
پُني ڏيئي پاڻ کي، گوتا نِتُ کائي،
اُلٽي ڏِسي کِينَکي، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
جاڳيو جاڳائي، ته سُکي ٿِئي سامي چَئي.

(45)

يوڳن پلائي، جڏيا جيءَ جهانَ جا،
پوَنِ پنهنجو پاڻهين، ڦاهِي ڳلِ پائي،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪنڌَ تي، ورِي واجهائي،
وِيا سَڀُ وڃائي، هيرو جَنمُ هٿَنِ مون.

(46)

سُوڳمُ تي اَسٿُولُ، پوي پو ساڳرَ ۾،
جَنمِي مَري، روئي هَسي، ڪَري سَڀُ مَسڪولُ،
ڏِنائين اداسُ تي، موتي پنهنجو مولُ،
جَڏي طَمعَ تَنَ تُولُ، ساماڻو سامي چئي.

(47)

سُپَنَ مَنجهِہ غلامُ، سُپني شاهُ اَميرُ ٿِيو،
سُپَني ۾ مَوجان ڪَري، سُپَني ۾ نِهَڪامُ،
اڪِ ڪُلي آرامُ، سُتَهَہ ڏِنو سامي چئي.

(48)

اِڃا ڪَيا آڏِين، سامي جيءَ جهانَ جا،
پوَنِ پؤ ساڳرَ ۾، سَدا مَتِ مَلِينَ،
پَرچا رَهَنِ پيءَ سان، ڪي پِريمي پَرَبِينَ،
جِئنِ جَلَ ڪون مِينَ، پَلَڪَ پَراهون نہ ٿئي.

(49)

ڪي ڄاتائين پاڻُ، پِريَنِ ڄاتائين ڪي بيو،
سامي تَنهن ڪي سَنتَ جَنِ، ڄاڻَنِ اتِ اڄاڻُ،
پَرچي ڪَري نہ پاڻَ ڪي، نائتِ ڪون نِربانُ،
سَدا سَنسي ساڻُ، پوي پؤ ساڳرَ ۾.

(50)

لَنگهي لوڪَ لجا، ڪوڙا سگهن ڪِينڪي،
جَنِمِي مَرِي جَمَ جِي، سَهَنِ نِتُ سَجا،
سَچا رَهَنِ سامي چَئي، راضي مَنجهه رَجا،
مِلي ڪَنِ مَجا، سُتَهَه سُدِ سروپَ سان.

(51)

اَندِنِ ڪي آهي، اَنديرِي آکِنِ ۾،
پَونِ پانهنجو پاڻهين، ڪَندِنِ ۾ ڪاهي،
سامي سڄاڳن کي، ڦُرنو نه ڦاهي،
پَٽُ پَڙدو لاهي، پورَنُ ڏِسُنِ پيءَ کي.

(52)

پَرَتڪِ پَرَميسَرُ، اَندا ڏِسَنِ ڪِينڪي،
هَٺِنِ ڪَرَمَ دَرَمَ ۾، ڪَلَپي نِتُ ٿڪرُ،
سُڄاڳن سَهي ڪَيو، پَرچي پَنهنجو گهرُ،
ميٽي ڏُک ڏمَرُ، سِيتَلُ ٿِيا سامي چَئي.

(53)

پَونِ پانهنجو پاڻ، اَندا جيءَ آگيانَ ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، ڪَري ڪِنچاتاڻ،
ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو، سُڄاڪا سُڄاڻ،
سَدائي نِرَباڻ، سامي رَهَنِ سُيءَ ۾.

(54)

اَندا اَندُ غُبارُ، ڏِسَنِ مَتِ مَشعالَ ري،
پَوَنِ پَوِ ساگرَ ۾، ڪَرِنِ ڪينَ قرارُ،
سامي سُڄاڳن جو، سُڄاڪو وَهنوارُ،
اَندرِ باهَرِ يارُ، پورَنُ ڄاڻَن پانهنجو.

(55)

اَنــڌا آڌيءَ راتِ، ڏِسَــنِ مَــتِ مَشــعــالَ ري،
پُـنـي ڏيـئـي پـاڻَ کي، کَـنِ پَـرائِـي تـاتِ،
سـامـي سُـجـاڳـنِ کـي، سَـدائـي پِـريـاتِ،
پـائـي آتـمَ گِـيـاتِ، اِستِـتِ رَهَـنِ آڪـاس جـان.

(56)

انـڌا ڪـنِ ايـمـانُ، ڪـايـا، مـايـا، ڪُـلَ جـو،
ڪالُ نـ ڏِسَنِ ڪـنڌ تـي، ڪَشيـو بيـنـو ڪـانُ،
وِرلـو ڪـو گُـرَمُـک رَهِــي، سـامـي سـاوڌانُ،
جَـنهِـن ڪي آتَمُ گِـيانُ، سُـتَـهَـ ڏِنـو سَـتِـگـروءَ.

(57)

انـڌا اِيـمـانـي، سَـچُ سُـجـاڻـنِ کِـيـنَـکِـي،
کِـنـيـون وَتَـنِ پـاڻَ سـان، پَـرَمَ جـي پـانـي،
اِستِت رَهـي آڪـاسُ جان، ڪـو وِرلـو وِگِـيـانـي،
دِلِ ۾ دِلِ جانـي، سـامـي ڏِنـو جـنـهـن سَـمَ تـي.

(58)

اَڻَ هــونــدي اگِــيــانَ، وِڌا جـــيءَ وَهَـــڻَ ۾،
گـوتـا ڪـائِـنِ گـيـبَ جـا، ڪـوڻَ ڪَـري اُنِـمـانَ،
لَـنـگـهـي چَـڙهـيـا لَـکَ تـي، سـاڌو جَـنَ سُـجـانَ،
سَـــدا ســـاوڌانَ، ســـامــي رَهَـــنِ سُـــيـــاءَ ۾.

(59)

انـڌا اگِـيـانـي، سَـچُ سُـجـاڻـنِ کِـيـنَـکـي،
کـوهـي مـائُـکَ ديـهِـ کـي، پَـوَنِ ويـرانـي،
ســامـي سُـجـاڳـنِ ڏِنـو، دِلِ ۾ دِلِ جـانـي،
مُـشـڪِـلُ آسـانـي، سَـمُـجـهـائـي کَـنِ سِـکَ جِـي.

(60)

اَنـڌا اڳيـانـي، سَـچُ سُـڄاڻـن ڪِـيـنَـڪـي،
جَـنـمـن مَـرَنِ مَـتِ ري، بَـڻـي اُپـمـانـي،
سـامـي سُـڄـاڳـن ڏنـو، دِلِ ۾ دِلِ جـانـي،
هَـرِدَمُ حـقـانـي، ماڻِـن مـوجَ مُـڪـتِ جِـي.

(61)

اَنـڌا اُپـاڌِي، سَـچُ سُـڄـاڻـن ڪِـيـنَـڪـي،
ڳـڻِـن پـانـهِـنـجِـي پاڻُـهـيـن روئِـي پِـٽـي راڌي،
سُـڄـاڳـن سَـهـي ڪَـري، سَـمِـتـا مَـت سـاڌي،
سَـدا سَـمـاڌي، سـامـي رَهَـن سُـيـاءَ ۾.

(62)

اَنـڌا اُپـاڌي، سَـچُ سُـڄـاڻـن ڪِـيـنَـڪـي،
ديـهـي جـاڻـي پـاڻَ کـي، روئـي ڳـڻـن راڌي،
سُـڄـاڳـا رَهَـنِ سـامـي چَـئـي، سَـدا سـمـاڌي،
اُونـهـو اڳـاڌي، ڏسَـنِ اَنـيَـئِـه آتـمـا.

(63)

اَنـڌا اُنـمـانـي، سَـچُ سُـڄـاڻـن ڪِـيـنَـڪـي،
ڳـالِـهـيـون ڪَـنِ ڳُـڻـنِ جـون، جـوڙي زَبـانـي،
سـامـي سـڄـاڳـن ڏنـو، دِلِ ۾ دِلِ جـانـي،
سَـدا سَـيـلانـي، رَهـن رَهَـتِ سَـچـيءَ سـان.

(64)

اَنـڌا ڪَـنِ اُنـمـانُ، سُـتَـهَـه سِـڌِ سَـروپَ جـو،
ڏِسَـنِ ڪِـيـنَ اکِـنِ ري، اڳـيـون اَنـيَـئِـه يـانُ،
سـامـي سُـڄـاڳـن کـي، اَسـتـامَـلُ آسـانُ،
جـاڳـي سَـيُ جـهـانُ، لَـئِـه ڏِنـائـون لَـڪَ ۾.

(65)

اَنـڌو اَيـاڳـو، سَـچُ سُـڄـاڻـي ڪِـيـنَـڪـي،
پُـلِـي پَـري سَـپَ جـو، لـويـي تِـي لاڳـو،
مـاڻـي سُـکُ سَروپَ جو، ڪـو ساڌو سُڄاڳو،
سَــدا اَئــراڳــو، ســامــي رَهــي سُــيــاءَ ۾.

(66)

اَنــڌا اَنــاري، سَــچُ سُـڄــاڻــنِ ڪِــيــنَــڪِــي،
لائــي وِهَــنِ لــوڪَ ۾، طَــمَــعَ جــي ٽــاري،
ســامــي سُـڄـاڳـنِ جِـي، سَـپَ سُـڄـانَ واري،
سَـمَ تـي سَـپـاڙي، ڪَـٽـي ڇَـڏيـائـون ڪَـلـپَـنـا.

(67)

اَنــڌا ڪَــنِ اُپــاءُ، پَـسَــڻَ ڪــارَڻِ پِــرَ جــي،
آدي اَنــيَــئِـ گـهـرَ جـو، رَڳـن نـ سُـڌِ سَـمـاءُ،
سامي سُڄاڳنِ ڪي، تِيو لُنئن لُنئن مَنجهہ لَکاءُ،
مَـيـٽـي دُبِـيـا پـاءُ، اِسـٿـتِ ٿـيـا اَچَـلَ جـان.

(68)

اَنــڌا ڪَــنِ اِتــبــارُ، ڪــايـا مــايـا ڪُــلَ تــي،
سَـتِ جـاڻِـي سَـنـسـارَ ڪـي، ڳـپـي تِـيَـنِ خُـوارُ،
رَهي اَلـيـپُ آڪـاسَ جان، ڪـو ساڌو جَـنُ سَـچـارُ،
مـاڻـي مـوجَ اَپـارُ، سـامـي مِـلِـي سَـروپَ سـان.

(69)

اَنــڌا ڪَـنِ اِتــبــارُ، ڪــايـا مــايـا ڪُــلَ تــي،
سَـتِ جـاڻـي سَـنـسـارَ ڪـي، ڳـپـي تِـيـن خُـوارَ،
رَهي اَلـيـپُ آڪـاسَ جان، ڪـو سُـڄـاڪـو سَـچـارُ،
جَـنهِـن آدي اَنَـيَـئِـ يـارُ، پَـرتـکِ ڏِنـو پـانـهِـنجـو.

(70)

اَنڌن کي اِتبارُ، اَچي نہ آتمَ رامَ تي،
آهي جَنهن جي آسري، سامي سَڀُ سَنسارُ،
ڪَنهن سُجاڪي سورَمي، دِلِ ۾ ڪيو ديدارُ،
جَهن کي سَنتُ سَچارُ، اَچي مِليو اَنيَئي.

(71)

اَنڌن کي اِتبارُ، اَچي نہ آتم رامَ تي،
پُني ڏيئي پاڻَ کي، ڳپي تِيَنِ خُوارُ،
سَدا سُجاڳنِ کي، دِلِ اَندرِ ديدارُ،
سامي ڪَري قَرار، سُمهيا سُکَپَتِ سيجَ تي.

(72)

اَنڌا جيءَ اَجاڻَ، سَچُ سُجاڻَنِ ڪِينَڪي،
مايا موهَ اَسارَ ۾، سَدا رَهنِ غَلطانَ،
ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو، نيهي نِرَاِيمانَ،
سَمَ سيتَلَ ساوڌانَ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(73)

اَنڌا جيءَ اَجاڻَ، سَچُ سُجاڻَنِ ڪِينَڪي،
ڪَري ڪَرَمَ ڀلا بُرا، ڀَوَنِ ڀوڳِنِ ڀاڻَ،
سُجاڪا سَروپَ جِي، رَڱنِ پرِيتِ پَڇاڻَ،
سَدائي نِرَباڻَ، سامي رَهَن سُياءَ ۾.

(74)

اَنڌا جيءَ اَڙي، ڀيا سَڀِ مايا موهَ ۾،
مَرَن مَت مَرَمَ ري، راتيون ڏينهن رَڙي،
ڪَنهِن سُجاڪي سورَمي، ڀڳي ڀَرَمَ گهڙي،
چيتَنِ چِٽُ چَڙي، سَيلَ ڪَري سامي چَئي.

(75)

اَنڌا ٿِي اُتپَتِ، سَچُ سجاڻن ڪينڪي،
رولِن مانُڪُ ڏيهہ ڪي، ڪَري ڪوڙ ڪُسَتِ،
سُجاڳن ڪِي ساڌ سَنگ، ڀاڳوتي ڀڳتِ،
ميٺي مَمَتا مَتِ، سامي جُڙيا سَروپَ سان.

(76)

اَنڌو پِيو آڻي، ٻُڏِيءَ ٻارَ سُڪيءَ ۾،
تارِ جاڻِي ٿُرِهو ٻَڌو، ڪَرمَنِ جو ڪاٺي،
سامي آيا سورَج ڄِي، ڪو سَچو سُڄاڻي،
موجَ مِلي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻ ۾.

(77)

اَنڌو پِيو آڻي، ٻُڏِي ڀؤ ساگرَ ۾،
ٻي ٻُڏِيءَ ٻَڌو ٿُرهو، ڪَرمَن جو ڪاٺي،
سُڄاڪو سامي ڇڏي، صاف سُڪو ڄاڻي،
موجَ مِلي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻ ۾.

(78)

اَنڌو پِيو آڻي، ڀَؤ ساگرَ جو پيٽَ ۾،
تارِ ٻُڌي ٿُرَهو ٻَڌو، ڪَرمَنِ جو ڪاٺي،
سامي آيا سورِجَ ڄِي، ڪو سَچو سُڄاڻي،
مَوجَ ملي ماڻي، پَرتڪِ پورَنُ پانهنجي.

(79)

اَنڌنِ ڪي آئِي، اَڳيون اوٺ اَڳِيانَ ڄِي،
جُدا جانيءَ پاڻ ڪي، رولي وِڏائي،
سامي سُجاڳن ڪي، سُٿَهہ صَفائي،
سَڀَ گهٽِ لالائي، پَرتڪِ ڏِسَنِ پيءَ ڄِي.

(80)

اَنڌن ڪي آئي، اڳيون اوٺ اڳيان جي،
پَرچن جاڙي پاڻ ڪي، چاڙن نتُ چائي،
سامي سُجاڳن ڪي، سَمَتا سَدائي،
لُنوَ لُنوَ لالائي، پَرتڪ ڏِسَن پيءُ جي.

(81)

اَنڌا اوٺ ڏيئي، دَرِ دَرِ قولن دوسَ ڪي،
ڪَري بينا ڪَلپَ سان، ساڌن سَيئي،
سَهجي سُجاڳن ڪي، سامي سُڌِ پيئي،
سِوُ، سَڪَتِ، بيئي، ڏِسَن پَنهنجي ڏيل ۾.

(82)

اَنڌن ڪي اَٽڪَلَ، ڪانهي تار تَرَڻ جي،
سَتِ جاڻي سَنسارَ ڪي، پَوَن مَنجهه پَؤ جَلَ،
لَحَظي مَنجهه لَنگهي پيا، ڪي سُجاڪا سَبَلَ،
سامي سَيَ مَهَلَ، حاضُرُ ڏِسَن حَضورُ ۾.

(83)

اَنڌن ڪي اولو، مايا ڏِنو موهَ جو،
پائي پَوَن پاڻهين، چِنتا جو چولو،
سامي سُجاڳن ڪي، ڪونهي پَؤ پولو،
ڪِما گَٽولو، پائي سُمهيا پَدَ ۾.

(84)

اَنڌن ڪون اَيلاڪَ، مِتي نہ مايا موهَ جي،
پَوَن پَؤ ساگَرَ ۾، ڪَٽي طَمعَ جا تَباڪَ،
ماڻِن سُڪُ سَروپَ جو، ڪي ساڌو جَنَ سُجاڪَ،
سامي سَچي ساڪَ، ويدَنِ ڏِني وِڌِ سان.

(85)

اڱيون آئي اوٺ، اَنڌنِ کي اڱيانَ جي،
پائي پَوَنِ پاٺِهين، ڪَلَپتِ جَنَمَ ڪوٺ،
سُجاڳنِ سَنڀي وِڌي، پولي پَرچِنِ پوٺ،
چيتَنَ اُتي چوٺ، سامي لائِنِ سَمَ جي.

(86)

اَڻَ هوندي اڱِيانَ، ڏِني اوٺ اَنڌَن کي،
سُتَهَہ شُڌِ سَروپَ جِي، سُڌِ بُڌِ رکنِ ڪانَ،
ڪَرِنِ عَدالَتَ اَنپِئي، سُجاڪا سُلطانَ،
رَهَنِ منجِهہ جَهانَ، سَدا اَليپُ اکاسَ جان.

(87)

پولي پُلايو، اڻَ هوندئِ، اڱِيانَ جي،
پُنِي ڏيئي پاڻَ کي، دَهَ دِسا ڌايو،
سُپَني ۾ سامي ڇَئي، سَڀُ رَنگُ رَچايو،
اکِ کُلي آيو، عينَ اڦُرَ آرامَ ۾.

(88)

اَنڌنِ ڏِني آگرِ، پَرچِنتا جِي پاڻَ کي،
اُچا سَڌَ الله کي، اُتي کَنِ اسُرِ،
سامي سُجاڪا وِيا، ڏيرَجُ ڌاري ڌُرِ،
پَرچي پيئنِ پُرِ، پاڪُ پِيالو پريمَ جو.

(89)

انڌنِ ڏني اوٺ، اڱِيون آسَ اڱِيانَ جِي،
پائي پَوَنِ پاٺهين، ڪَلِپَتَ جَنَمَ ڪوٺ،
سامي سُجاڳنِ تي، ڪَنهِن جِي چَلي نہ چوٺ،
سَٺي پَرچِنِ پوٺ، ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو.

(90)

اَنڌنِ راهه اَنڌي، وَتي مَتِ مَشعالَ ري،
پَوَنِ پَؤ ساگرَ ۾، لَهَنِ ڪينَ ڪنڌي،
سامي سُجاڳنِ جي، مَتِ سُجاڪي سُڳنڌي،
وينا ڳنڍِ ٻَنڌي، اَنيڪ لعلُ اَڻ مُلهه.

(91)

اَوِديا ڏِني اوٽ، اَنڌنِ کي اِيمانَ جي،
پائي پَوَنِ پاڻهين، ڪَلِپَتِ جَنمَ ڪوٽ،
سامي سُجاڳنِ تي، ڪنهن جي چَلي نه چوٽ،
سَتي پَرچن پوٽ، ماڻِنِ مَوجَ مُڪِتِ جي.

(92)

اَهَنڪاري اَحَمَق، سَچُ سُڃاڻن ڪينڪي،
ٻُڌي واڪَ ويدانتَ جا، دَرِ دَرِ ٻَڪَنِ ٻَڪَ،
اِستِتِ رَهَنِ آڪاسَ جان، ڪي پريمي پَرپَڪَ،
لُنوَ لُنوَ ساڻُ لَنڪَ، سامي لائي لالُ تِيا.

(93)

وَهي پاڻُ وِيو، اَنڌو اَوِديا سِنڌُ ۾،
ڪاڻو ڪَرمَ ٽُرهي، سامي سُوارُ ٿِيو،
سُجاڪو سَنسو سَٿي، لَنگهي پارِ پِيو،
ڏسي ڪينَ ٻيو، سورجَ سارَ سڪياتَ ري.

(94)

ڪُٽنبُ قبِيلو، موهي مُسائي سَبَ ڪي،
ڪنهن جو چَلي ڪينڪي، هَٺُ هِمَٿَ حيلو،
سامي ٻَچِيو ڪو سورَمو، رَنگَ ۾ رَنگيلو،
والِٺُ وَسيلو، پَرچي جَنهن جو پاڻُ ٿِيو.

(95)

ڪوٺ جَنَمَ ڪوڙو، پائي مِلي نہ پيءُ سان،
سَدا رَهي سامي چئي، مايا ۾ موڙهو،
چَڙهيو چيتَن چِٺ تي، ڪو گوهَرُ ڳوڙهو،
بَڌِي، جنهن بُوڙو، مَنُ مَنايو پانهِنجو.

(96)

لوڪَنِ لِيڪ لَجا، ڪوڙا ڇَڏِنِ ڪِينَڪي،
سَيي مايا موهَ ۾، سَهَنِ نِتُ سَجا،
عاشِقَ چَڙهيا اَڄَ تي، مَني رب رَجا،
ڪرِنِ نِتُ مَجا، سامي صفائيءَ جا.

(97)

ڪوٺ جَنَمَ ڪَپِٽِي، پائي مِلَنِ نہ پيءُ سان،
سامي سَچارَنِ جِي، سَهَجِي مَمَتَ مِٽي،
پَنهنجي اڪِئين پاڻَ ڪي، ڏنائون اُلِٽي،
ڪَري قولَ قِٽي، اِستِتِ تيا آڪاسَ جان.

(98)

ڪوڙا ڪُوڙ سَتِ، ڪَري ڪَلِپَنِ پاٺَهِين،
مَري پائِنِ مَتِ ري، دُباري دُرگَتِ،
سَنتَنِ سَچارَنِ جِي، سَچي سارَ سُمَتِ،
راتِيون ڏينهان رَتِ، سامي رگنِ سَروپَ سان.

(99)

ڪوڙا ڪوڙائِي، سوگهي رگنِ ساهَ ڪون،
پائي يَوَنِ پاٺَهين، چَلَ وَل جي چائي،
سامي سَچارَنِ ڪِي، سَچي ڪَمائي،
پانهنجِي پَرائي، تاتِ ميٽي تَدَروپُ تيا.

(100)

ڪوڙا ڪوڙائي، ڇڏِنِ ڪينَ ڇَنِ پَئي،
پائي پَوَنِ پاڻهين، ڇَجَ پَري ڇائي،
سامي سَچارن ڪِي، سَمُجهي صَفائي،
سَمَ تي سَدائي، ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو.

(101)

ڪوڙا ڪارِ ڪَچي، ڪوڙي ڪَنِ ڪَلَپِتِ جي،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، پانهِنجو پاڻ پَچي،
سامي سَچارن جي، سَدا مَت سَچي،
رَهيا رنگِ رَچي، سُتَهَہ سِدِ سَروپَ جي.

(102)

ڪوڙا ڪَهاڻي، ڪوڙي ڪَنِ ڪَلِپَ جي،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، وِلوڙِنِ پاڻي،
سامي سَچارن جي، سَچي ٻُڌِ ٻاڻي،
سَڀَ گهٽِ سَماڻي، جوت ڏسَنِ جڳديسَ جي.

(103)

ڪوڙا ڪوڙ ڪَري، ڦاهيءَ ڦاسنِ پاڻهين،
پَوَنِ پَوءِ ساگَرَ ۾، نانا روپَ ڌري،
سامي سَچارنِ ڪون، پيءُ نہ رَهي پَري،
پيئنِ پاڪُ پَري، پيالو پريمَ اگمَ جو.

(104)

ڪوڙا ڪوڙيءَ لارَ، لَڳا مايا موهَ جي،
کوهي مانُڪَ ديهہ کي، رُئنِ زارون زارَ،
ماڻنِ سُکُ سَروپَ جو، سامي سَنتَ سچارَ،
جِتِ جيتَ نہ هارَ، تِتِ ڪَيائون ٽڪيو.

(105)

ڪوڙا ڪَري ڪَرتَبُ، ڏيکارِ نہ سَيَ ڏيهہ کي،
اَڳِيون عَجيبن جي، ڇُپي ڪين ڪَسَب،
سامي سَچارَنِ کي، ڪونهي لالَچ لَب،
راتِيون ڏِينهان رَبُ، ڏِسَنِ پانهنجي ڏيلَ ۾.

(106)

ڪوڙا ڪَتي ڪَتَ، بُڌائِنِ بِينِ کي،
وَهَنِ پاڻَ وَهَ ۾، هاري سَيُ هِمَتَ،
پُورنُ جاڻَنِ پيءَ گي، سورَما سَمَرٿَ،
جن کي ڏيئِي هَتَ، سامي رَکيو سَتگُروءَ.

(107)

ڪُوڙو ڪَمِينو، سچ سڃاڻي ڪِينَڪي،
ڪائي نِتُ خواريءَ سان، رُلي روزينو،
سامي مِليو سَروپ سان، ڪو پريمي پَربينو،
ڪَٽي ڪِبرُ ڪينو، ماڻي مَوجَ مُڪتِ جي.

(108)

ڪوڙَنِ ڳالهِ ڪَچِي، مَنِي ڪُوڙَ ڪَلَپَ جِي،
مَرَنِ مايا موهَ ۾، پَنهنجو پاڻَ پَچي،
سَچارَنِ سامي چَئي، سَمُجهي ڳالهہ سَچي،
رَهيا رَنگ رَچي، سُتَهَہ سِدِ سَروپ جي.

(109)

ڪوڙَن کي قَدُرُ، ڪونهي مانڪَ ديهہ جو،
پَوَنِ پِوءِ ساگَرَ ۾، تي اَڏِينُ اَتُرُ،
سَچارَن سوڌي لَڌو، نِڪَرَ مون ناڪُرُ،
عينَ اَيِيدَ اَقُرُ، سامي رَهَنِ سُياءِ ۾.

(110)

ڪوڙَنِ جو ڪَليانُ، تِئي نہ سَمَتا سَچَ ري،
توڙي سَبَ ساڌَنَ ڪَرِنِ، مارِنِ پَنهنجو پاڻُ،
سامي سَچارِنِ سان، سَدا ساجَنُ ساڻُ،
پائي پَدُ نِربانُ، ماڻِنِ دورَ دَرسَ ساڻُ.

(111)

ڪوڙَنِ ڪي ڪَرِتوُ، ويدنَ چَيو وِڌِ سان،
سامي سَچارِنِ جو، سُتَهَہ پاڪُ پَدَوُ،
پورَنِ ڏِسَنِ پيءَ ڪي، ميٺي پولو پيؤ،
سونارڪو سَوُ، لوهَرَ جو ڏڪُ هِڪڙو.

(112)

ڪوڙِي پوشا پوشَ، مورَڪَ ڪَنِ مَرَمَ ري،
رَهَنِ مايا مَڌ ۾، سَدائي بيهوشَ،
سامي ماڻِنِ سانتِ سُکُ، ڪي نيهي نِرَدوشَ،
لَنگهي پَنجَئي ڪوشَ، چَڙهيا چيتَنَ چِٽ تي.

(113)

ڪوڙَنِ جو ڪَلياڻُ، تئي نہ سَمتَا سَچَ ري،
توڙي سَبِ ساڌَنَ ڪَري، مارِنِ پنهنجو پاڻُ،
سَدا سَچارَنِ جي، سَجَڻُ رَهي ساڻُ،
پائي پَدُ نِرَباڻُ، سامي ماڻِنِ سيجَ سُکُ.

(114)

پولو پيو پاري، جُدائيءَ جو جڳَ ۾،
تَپي تَنهن جو تاوَ سان، نَچَنِ نَرَ ناري،
سامي وينو سَمَ تي، ڪو ورلو وِيچاري،
بيحَدَ جِي باري، پَتي ڏِنو جنهن پاڻ کي.

(115)

ڀُلِي ڀَڄِڄَنُو، ڀَوَنِ ڀَؤ ساڳَرَ ۾،
ڳَنيو نِتُ ڳَپَتِ جو، سامي ساڻ ٿُٺو،
ڪيپَ ڳَتي گهرِ آئيو، ڪو پريمي پندَ سَٺو،
لوئِي، شالَ، پَٺو، ڄاڻي اَنيَئِہ اُنَ ڄي.

(116)

ياري لَڳي پِت، اُوِديا جي اَنڌن ڪي،
پُنِي ڏيئي ڀاڻ ڪي، ڪَرِنِ ڪوٺ ڪَشٺ،
سامي سُڄاڳَنِ جي، چِتِ ۾ چيتَنَ چِٺ،
عينَ اَييدَ اَمِٺ، ماڻِنِ دورَ دَرَسَ ڄي.

(117)

ڀَرَمُ مِٽيو ياري، ڄُدائيءَ جو ڄَڳَ ۾،
ڄَنِمَنِ مَرَنِ جيءَ سَڀ، ٻَٽِي ديھہ ڏاري،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪو آتَمُ اَڌِڪاري،
نائتَ نِواري، ڄاڳِي ڄَنھن اَندَرَ ڄي.

(118)

ڀَرَمَ منجھہ ڀَٽِڪي، مورَکَ مُئا ڪيترا،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، اَنڌا پِيا اَٽِڪي،
ڀَرڪِي ڀَڳي ڪَنھن ڀاڳوان، مَمِتا جي مَٽِڪي،
لُٽِڪي مَنجِھہ لَٽِڪِي، سامي رَهيو سَروپَ ڄي.

(119)

ڀَرَمَ مَنجِھہ ڀُلي، پِيا سُپِ جيءَ جَهانَ جا،
ڀَرچي ڏِسَنِ نہ پانھِنجو، اَنيَئِہ گهرُ اَصُلي،
ڪوعاشقُ چڙهيو اَڄَ تي، ميٺي ڪَلپَ ڪُلي،
جَنھن جو ڪَنولُ کُلي، سامي پِيو سَنگِ ساڌَ جي.

(120)

پَرَمَ مَنجِهہ پُلي، پِيا سَيِيئي سَنسارَ ۾،
جَنِمَنِ مَرَنِ مَتِ ري، رَسَنِ ڪاڻِ رُلي،
سامي لَڌو ڪَنهن سورَمي، اَنيَئِہ گهرُ اَصُلي،
ميٺي ڪَلپَ ڪُلي، اَسِتتِ ٿِيو اڪاس جان.

(121)

پيدُ پرَمَ پاسي، جنهن ڪي جيءَ بِرهَمَ ۾،
تنهن کي ڪالُ ڪَلِپَتِ جو، گِرَهي گِراسي،
ساکَ ڏِني سامي چَئي، نيهيءَ نراسي،
جَنهن جو پَٽُ پاسي، سَمُجهائي ڪَيو سَتِگروءَ،

(122)

پوٽُ لَڳو پاري، اڻ هوندو اَنڌِنِ کي،
ديهي جاڙِي پاڻَ کي، نَچي نَرُ ناري،
رهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪو وِرلو وِيچاري،
سَٽي پِندَ ساري، سامي مِليو سَروپَ سان.

(123)

پوٽُ لڳو پارو، سَبَ کي پيدَ پَرَمَ جو،
پائي پَوَنِ پاڙهين، ڳَچيءَ ۾ ڳارو،
سامي رَهي ڪو سورَمو، نَيَ جان نِيارو،
جاڳي جڳُ سارو، لَئِہ ڏِنو جنهن لڪَ ۾.

(124)

پوڳَن پُلائي، وِڌا جيءَ وَهَڻَ ۾،
گوتا ڪائِنِ گيبَ جا، کوٽَ جَنَمَ پائي،
سامي بَچيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سائي،
مَمَتا مِٽائي، پورَنُ جاڻي پيءَ کي.

(125)

ڀــوڳــنِ ڀُـلائــي، وڏا جــيءَ جَــهــانَ جــا،
ڀـانُ ڀـانـهـنـجـو ڀـانَ ۾، ويــنــا وِجـائــي،
سامي سمُجَهنِ ڪِينَڪي، ڪـوٺ جَنَمَ ڀائي،
ڇُــٽــو ڇــڏائــي، تَــہ اَچَــنِ اَئـيَــئِـہ ڀَــدَ ۾.

(126)

ٻــنــان ويــســاهَ وِســا، ڀُــلــي ڀــيــا ڀَـرَمَ ۾،
ڀُــنــي ڏيــئــي ڀــانَ کــي، ڪُــوڙا ڪَــنِ قِــصــا،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَچَ تــي، ميـٽي مَنَ مَنشا،
ســامــي سَــروَ دِســا، ڀُــورَنُ ڏِســي ڀــيءَ کــي.

(127)

ٻــيــحَــدِ ٻَــڪَ ٻَــڪــي، ٻَــڏو جــيءُ ٻِــيــائــيءَ ۾،
ســامــي چَــئــي سِــرِڻِ جــان، طَــمــعَ نِــٽُ تَــڪــي،
اَئــيَــئِــہ گــهــرَ آئَــمَ ۾، ڀــاتــو تــانءُ ٿَــڪــي،
جنهن کي پُورِ پَڪي، پارِ لَنگهايو پاتِڻيءَ.

(128)

ٻــنــا ڏَرَ ڏَري، جڳــٽُ سَــيــوئــي جــيءَ ۾،
ڀَــرِچَــنُ جــاڻِــي ڀــانَ کــي، جَــنِــمــي نِــٽُ مَــري،
ڀورَنُ ڏِسي ڀيءَ کي، ڪو نــيــهــي نــيــڻَ ڀَــري،
جــنــهــن تــي هَــٿُ ڌَري، سامي ڀورو سَتِڳرو.

(129)

ٻِــنــا ڳَــپَ ڳَــپــي، ڀِــيــا سَــپِ جــيءَ جَــهــانَ جــا،
مَــرَنِ مَــتِ مَــرَمَ ري، ڳَــپَــتِ مَــنِــجــهہ ڳَــپــي،
ڪَنهن سُجاڪي سورَمي، سامي ڪَلِپَتِ ڪَپي،
جنهن کي ڇُٽي ڇَپي، لَکَ لڪائِي اَئيَئِي.

(130)

بِنا گپَ گپي، پيا سَپ جيءَ جَهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، گپَتِ مَنجهه گپي،
ڪَنهن سُجاڪي سورَمي، ڪَلپَتِ ڳَنڍِ ڪَپي،
جَنهِن کي ڳالهه ڇَپي، سامي ٻُڌائي سَتِگروءَ.

(131)

ٻوڙا ڪِينَ ٻُڌن، دانهان دَردَ وَندنِ جون،
مِرگهه تِرشنا جي جَلَ ۾، وَهِيا نِتُ وَڃن،
سَمُجهي ڪي سامي ڇَٽي، پريمي پارِ پَون،
جاڳي ڏِٺو جَن، اَندَرِ ٻاهَر آتما.

(132)

ڦاهيءَ ري ڦاتِي، خَلَقَتَ خامَ خِيالَ ۾،
سامي ماري سَڀَ ڪي، سُپَنَ جو هاتي،
جاڳي ڪَنهِن جَتَنَ ري، لُوٽيو لاتي،
سَدا سَنگِ ساتي، ڏِسي اَنيَئہ آتما.

(133)

بِنا ويساهَ وِسا، ٻُڏي پيا ڀَرَمَ ۾،
ٻُني ڏِيئي ٻاڻَ کي، ڪوڙا ڪَنِ قِصا،
سامي سُوڌي سُڌِ ڪَئي، مَحَبَتنِ مَنشا،
دوستُ ڏَهَ دِسا، پورَنُ ڏِسَنِ ٻَٽرو.

(134)

ڦُرني مَنجهه ڦاسي، پيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
رَهي اَليپُ اڪاسَ جان، ڪو نيهي نِراسي،
سامي جنهن کي سَربَ گتِ، سَمَ سَتا ڀاسي،
گنگا، گيا، ڪيدارُ، ڪاسي، ڀَري ڪين ٻُڏَنِ جان.

(135)

ڦُرني سَڀ ڦاهي، ڇَڏيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻُلِي ٻَونِ ڀاڻِهين، روپَ رَنگَ ناهي،
سامي سَتِي ڪَنهن سورَمي، ٻَرِيَنِ ٻِندَ لاهي،
نَڪِي رُلي راهي، نَڪي ڪَٺي خُوارُ ٿي.

(136)

ڦُرني ڪَري ڦوڪُ، ڪَيا سَڀ جيءَ جَهانَ جا،
ٻَوَنِ ٻَؤ ساگَرَ ۾، ڀائي طَمعَ طوقَ،
اِستِتِ رَهي اڪاسَ جان، ڪو اُوڏوڻُ اُسوڪُ،
جاڳِي لوڪُ پَرَلوڪُ، لَئِہ ڏِنو جَنهن لڪَ ۾.

(137)

ڦُرني ڦُري فَقيرَ، ڪيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻِتِنِ ڪارَڻِ ٻيٽَ جي، ڏري سگهنَ نہ ڏيرَ،
سامي ڪي ساڌو ٻَچيا، گِيانوانَ گنڀيرَ،
ڀاڻَ لڪايو ٻِيرَ، جَنِ ڪي ٻُورَنُ ڀاڻَ ۾.

(138)

ڦُرني ڦاسائي، ڇَڏيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻُلِي ٻَوَنِ ڀاڻِهين، ڪوٺَ جَنَمَ ڀائي،
سامي ٻَچيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سايي،
مَمَتَ مِٽائي، سَدا ماڻي سيجَ سُکُ.

(139)

ڦُرني مَنجِهہ ڦاسي، ٻِيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻُلِي ٻَوَنِ ڀاڻِهين، ڇَريا ڇوراسي،
سامي ٻَچيو ڪو ساڌَ سَنگِ، وِرلو ويساسي،
الڪُ اَبِناسي، گِهري لَڌو جَنهن گهرَ ۾.

(140)

ڦرني ڦاسائي، وڏا جيءَ وَهڻ ۾،
گوتا کائِن گيبَ جا، ڪوڙ جَنمَ پائي،
سامي بَچيو ڪو سورَمو، هَرِ سان لِنوَ لائي،
وينو وَڃائي، نگارو نِرَباڻ جو.

(141)

ڦرني ڦاسائي، ڇَڏيا جيءَ جَهانَ جا،
يونِ پوءِ ساگرَ ۾، ڪوٽ جَنمَ پائي،
تنهن جو ليکو ڪونَ ڪو، جنهن ڪي ڇُٽو ڇَڏائي،
ويهي وَڃائي، نگارو نِرَباڻ جو.

(142)

ويدَ پَڙهي وادِي، موڙڪَ تِيا مَرَمَ ري،
جاڳي جاڇن ڪِينڪي، موڙي مُرادي،
لَڌي لَک الکِ جي، ڪَنهن عاشِقَ آلادي،
سَدا سماڌي، سامي رَهن سُياءَ ۾.

(143)

ويدنِ بِگاڙي، ڪوڙين ڇڏيا ڪيترا،
پَهُتو چاهِن پَدَ ۾، ڪَري گَڏهُ ياڙي،
ڪو عاشِقُ آيو گهرَ ۾، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
اکيون اُگهاڙي، پَرتکِ ڏِسي پيءَ کي.

(144)

پَڙهي پُرجهائي، سِياڻو بَڻي سَڀ ڪي،
مايا ڪارَڻِ مَنَ ڪي، دَهَ دِسِ دوڙائي،
پيهي ڏِسي نہ پاڻ کي، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
جاڳيو جاڳائي، تہ سُکي تِئي سامي چئي.

(145)

وِسَن وِساري، ڏِنو اَئيَئِہ آتما،
لُڙهي لَهوارا ٿِيا، هِيرو جَنَمُ پائي،
اَلَٽِي ڪَنهن عاشِقَ ڏِنو، سامي سَنياري،
چڙهي چوباري، سَيلَ ڪَري سَنسارَ جا.

(146)

وِسَن وِڄايو، گهرَ جو ڏٽي گهرَ ۾،
اُلَٽِي ڏِسَن ڪِينَڪي، جنهن جڳُ اُپايو،
سامي سُڄاڳن ڪي، اَئيَئِہ ۾ آيو،
پَنهنجو پَرايو، خِيالُ سَڀَي خاموش ٿِيا.

(147)

وِسَن وِساري، چَڏيو اَئيَئِہ آتما،
يَوَنِ يَئِ ساگرَ ۾، نانا روپَ ڌاري،
وِرلي ڪَنهن گُرمُکَ لَڌو، وِڌِ سان ويچاري،
نانَتَ نِواري، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(148)

وِسَن وِساري، ڏِنو اَئيَئِہ آتما،
دَرِ دَرِ ديوانَن جان، پُڇَن پُڪاري،
پَرتکِ ڏِسَن نہ پاڻَ کي، سامي سَنياري،
ڏِنو ڏيکاري، تہ اِستِتِ تِيَن رامَ ۾.

(149)

وِسَن وِڄايو، پَرتکِ پورَنُ آتما،
جَنهن سان سَيکي سِڌِ ٿِئي، پَنهنجو پَرايو،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُکَ کي، اَئيَئِہ ۾ آيو،
رَمي رَنگ لايو، سامي سَنسي يَرَمَ ري.

(150)

وِسَن وِچايو، پرتڪِ پورڻ آتما،
ديهي جاڻي پاڻ کي، ڦاهيءَ ڦاسايو،
ورلي ڪنهن گرمڪ کي، انيئه ۾ آيو،
سامي سمايو، جَلَ پپوتو جَلَ ۾.

(151)

وِسا بِنا ويچار، پَوَنِ پئو ساگر ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، رُئن زارون زار،
ماڻِن سُکَ سَروپَ جا، کي نيهي نِراڌار،
سَدا رَهن هڪَ تار، سامي سَمَ سُياءَ ۾.

(152)

وِسا وساري پاڻُ، پَوَنِ پئو ساگر ۾،
سَتِ جاڻي سَنسارَ کي، چاڙِن چاڙيو چاڻُ،
ماڻي سُکُ سَروپَ جو، کو ساڌو جَنُ سُجاڻُ،
سَدائين نِرَباڻُ، سامي رَهي سُياءَ ۾.

(153)

وِسا وجائي، وينا انيئه آتما،
رُئن رت اکِن مون، پُڇَن پڇتائي،
سامي سُجاڳن ڏِٺو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
مَمتا متائي، سَدا ماڻِن سيجَ سُکُ.

(154)

وِسا وجائي، ڦولِن انيئه آتما،
اُپجي نِپجي جَنهن ۾، سَيُ جڳُ سَمائي،
سامي سُجاڳنِ ڏِٺو، مَنهن مَڙهيءَ پائي،
لِنوَ سچي لائي، سَدا ماڻن سانتِ سُکُ.

(155)

آدِ وِيادِ اُپادِ، ٽيئي تاپَ لَڳا ھِنَ جيءَ کي،
وَھِي تَنِ جي وَهَ ۾، سو جَنَمُ وِڃائي بادِ،
جاڳي ڪَري نہ يادِ، سامي سُپيرِيَنِ کي،

(156)

سَھَسين سَناسي، گُرو گوسائين گِيانوانَ،
ڪوڙين گُھمَنِ ڪيترا، نانگا نِھڪامي،
سُکي سي سامي، پاڻُ ڳَڏيو جَنِ پاڻ مون.

(157)

لافان لَکَ ھَٽَنِ، پَنڊِتُ جاڻي پاڻ کي،
ڳالھِيون ويدَن جون ٻُڌي، مَرَمُ نہ رکَنِ مَنِ،
ناڪُرُ وَسي گھرَ ۾، سو اَنڌا ڪينَ ڏسَنِ،
لَکايا لَھَنِ، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(158)

پاڻيءَ مَنجِھہ مَري، مِينَ پِياسي پاڻِھين،
پَرَمَ مَنجِھہ پُلي ڪَري، ڏَهَ دِسِ گَوَنُ ڪَري،
بِنا پريمَ پَري، سامي جاڻي سِيرَ کي.

## ويساسي (الف)

(1)

وَڏو ڃانڻُ ويساهُ، سامي سَيَڪَنهين ڪون،
ويدَ پُراڻَ مَتي ڪَري، ڪَڍيو اِهو راهُ،
اَنتَرِ مُکِ اَچي ڪَري، سَمُجِهي ڪَرِ سماءُ،
ڇڏ وَڏائي واءُ، تہ سَهِجي مِلَني سُپرين.

(2)

وَسي مَنجِهہ ويساهَ، وِيا پَڪُ ساريءَ وِسُ جو،
سَهجي سُپيرينِ جي، تون سامي ڪَرِ صَلاحَ،
جُڙي جوتِ سَروپَ سان، ڪَري چِتُ اَچاهَ،
اَتِي اِها راهَ، سَنتَنِ ساپُرسَنِ جي.

(3)

وَسي مَنجهہ ويساهَ، وِيا پَڪُ ساريءَ وِسُ جو،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون اِها نرمَلَ راهَ،
سَهجي تئي صلاح، اَٿَ ئي پَهَرَ عَجيبَ جِي.

(4)

جَنهِين ريجهايو، سامي وَرُ ويساهہ سان،
تَنهن کي خاوَندَ خوش ٿي، ڳَلِ ڳچيءَ لايو،
چاڙهي سُکپَتِ سيجَ تي، سَنسو مٽايو،
اَهڙو رَسُ آيو، جو مُشڪي کُشڪي کِينَکِي.

(5)

جن کي نانهه ويساهُ، تَن کي مِلَڻُ مَحالُ ٿِيو،
سي پُلي پئڙا جَهنگَ ۾، ڇَڏي مورَکَ راهُ،
بِنا ٿَکن شاه، کوئہ بُڏوسي ڪاٿهين.

(6)

سي ڪيئن پرين پَسَنِ، جي ڳُٺا مُوڙهہ ويساهَ کون؟
سامي ساپُرسَن جو، مَرَمُ نہ رَکَنِ مَنِ،
جهاتي پائي گهرَ ۾، ڪَڏي ڪينَ ڏِسَنِ،
جي ڏِکِيا پاڻَ وَتَنِ، تِنِ کي مِلَڻُ محالُ ٿِيو.

(7)

سي ڪيئن رَنگِ رَچَنِ، وِئڙا جي ويساهَ کون؟
ڇَڏي دَرُ دِوسَن جو، ڪَچي ڪَئي ڪَچَن،
سَچُ سُڃاڻَن ڪِينَڪي، ڪپَتِ مَنجهہ پَچَنِ،
پَرچُ نہ لَهَنِ پَنِ، سامي سُڃا سُڪِڻان.

(8)

ڪوڙو بڪيڙو، آتي مايا موهَ جو،
سَمُجهي ڪَڏُ سامي ڇَئي، جُهڳي مون جهيڙو،
ڪَرِ ڪِرپا سان موڪِرو، ويساسي ويڙهو،
تہ نيڙي کون نيڙو، سَنَمُکُ ڏِسين سُپرين.

(9)

سدائي سيتَلُ، ڇايا بوڌَ بِرچَ جي،
وينا جي ويساهَ سان، سي نَرَ ٿِيا نِرمَلُ،
تَپَتِ مِٽي تَنَ مَنَ جي، ڪائِنِ آتَمُ ڦَلُ،
پائي پَدُ اَچلُ، پَرچا رَهَنِ پاڻَ ۾.

(10)

ورلـو ويسـاهـي، ڪـو سيـتـل رهـي سُـيـاءِ ۾،
جَنهن سامي ساڌ سَنگتِ جي، رج مَستَڪ لائـي،
مـيـٺـي ويـنـو مَـنَ مـون، پَـچـر پـرائـي،
جُـهـولـي سَدائـي، پـريـمَ هِندوري پـيءِ سـان.

(11)

وَچـنَ تـي ويسـاهُ، رکـيـن سِـڪَ سَچـيءَ سـان،
پَرچي ڪَريـئي پـانهِـنجو، سامي مَردُ مَلاحُ،
لَحظي مَنجِهه لَنگهـي پَـويـهـن، اَٿـڪَ جو دَرياهُ،
هَـهِـڙو دِلـبـرُ داءُ، مـوٽـي اِيـنـدءُ ڪِـيـنَـڪِـي.

(12)

مَــهـا سُــوگــمُ راهَ اَتِــي پَـدَ اگــمَ جــي،
پَـهـتـو ڪـوئـہ پَـنڌُ ڪَري، بِـنـا سِـڪَ ويسـاهَ،
چَڏي چنتا چاهَ، تون سـامي گـهرُ سَـهـي ڪَـريـن.

(13)

ڳالهيون سَيئـي، اَتي ڪـوڙيون ڳُرَ ويساهَہ ري،
ويـدَ پُـرانَ سِـڌ سـاڌَ جَـنَ، وجـي پُـچ پـيـهـي،
مَنُ مَنِسا ڏيئي، تون سمجهي ڏِس سامي چَئي.

(14)

جَـنـهِـن ڪـي دَرسَـنُ دانُ، سـامـي ڏِنـو سَـتِـگُـروءَ،
سـو ڏِسـي ڏِيـوَ اگـمَ ڪـي، ويـسـاسـي وِدِمـانُ،
پَـرچـي ٿِـيـو پَـرتـيـتِ سـان، نـانـا ڪـون نِـرَبـانُ،
جـاڻـي سَـبُ جَـهـانُ، سـتُـهـہ لَـهـر سَـمُـنـدَ جـي.

(15)

سامي سَيئي، ليکا اوري لَکَ کون،
ڪَنهِن وِرلي ويساسيءَ کي، ڳُرڳَرَ سُڌِ پيئي،
جو اَرڙِ اُرڙِ بيئي، ميٺي وينو مَنَ مون.

(16)

جُڳِتِن سان جوڙي، سَنتَ لکائن سارُ تا،
وِرلو ويساسي ڏِسِي، سامي مُنهُن موڙي،
ڪَڍِي سَيَ وَچَنَ مون، مَڱڻُ وِلوڙي،
اَوِديا ڳنڍِ ڇوڙي، مُڪتو ٿِئي مَهِراڻَ ۾.

(17)

سَنتَن سَندِ ڏسِي، سوگَمُ سارَ سَروپَ جي،
ڪَنهِن وِرلي ويساسيءَ جي، وَڃي سُرتِ رَسِي،
جَنهن اِندريُن جي اُلٽي ڪَري، سامي شَڪتِ ڪَسي،
پانهنجو پاڻُ پَسي، مُڪتِ ٿِيو مَهِراڻَ ۾.

(18)

سوگَمَ سَندِ سَهي، ڪَئي ڳُرَمُکَ گودڙِئي،
ويئي سَيَ ويساهہ ۾، آوِديا مَيلُ وَهي،
آتَمُ لعلُ لَهي، سامي چڙهيو سِيرَ تي.

(19)

جَنهِن کي سَمَ ويساهُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ،
سو لَحظي مَنجِهہ لَنگهي پيو، اٿَکَ جو دَرياهُ،
پاتائين پَرچي ڪَري، آتَمَ سُکُ اَسِگاهُ،
سَدا بيپرواهُ، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(20)

وِديا اَئون ويساهُه، جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ،
تَنِهن پَرچي پريمَ نگرَ جو، لَڌو اَنپئي راهُه،
بوندَ مِلي پاڻيءَ سان، سامي تِي اسگاهُه،
سَدا بيپرواهُه، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(21)

ويساسيءَ کي وِڌ، سُتَهَه ڏِني سَتگُروءَ،
پَرچي لَڌائين پانهِنجي، آدي نِرَمَلُ نِڌِ،
ڪَري ڪارِجَ سِڌِ، سِيتَلُ تِيو سامي چَئي.

(22)

ويساسيءَ وَچَنُ، سامي مَنيو سَنتَ جو،
جيتيائين جُڳتِ سان، پَرچي مَنُ پَوَنُ،
گهٽِ وَڌِ واٽيءَ واچَ کي، ڪَلپي ڏئي نہ ڪَنُ،
بِنا ييدَ يَجَنُ، ڪَري ڪَرتا پُرکَ جو.

(23)

ويساسِن وٽي، سَودو ڪَيو سَنتَنِ سان،
سُتهِہ سِڌِ سَروپَ جِي، جَنِ کي سِڪَ گهٽي،
سامي سَتيائون سِرَ تون، گلِ گلِ سَيَ ڪٽي،
توڙي پِنن پنجَ ڪٽي، تہ بہ راجا رانولَ ديسَ جا.

(24)

ويساسِن جي واٽ، نِياري ويدَ ويچارَ کون،
چيتَ وِجائي چِتَ جي، چَڙهيا اَوگهٽَ گهاٽَ،
سامي وينا سَمَ تي، لِنوَ سان مَنجهہ لِلاٽَ،
ڪولي بَجَرَ ڪَپاٽَ، سَنمُکُ ڏِسَنِ سُپِرين.

(25)

ويساسيءَ وِرتُ، سامي رَکيو سَچ جو،
ڏِسي پيدَ پَرَمَ ري، نارائِڻَ کي نِتُ،
چَرَنَ ڪَنولَ کون چِتُ، پاسي ڪَري نہ هِڪُ پَلُ.

(26)

ويساسي وِدِمانُ، سُتَهَہ ڏِسي سُپرين،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، اَنيَئِہ آتمَ گِيانُ،
سامي چَئي سُپني جو، ڄاڻي سَڀُ جَهانُ،
پائي پَدُ نِربانُ، مُشڪي کُشڪَي ڪِينَڪِي.

(27)

ويساسي ويري، ڄاڻي ڪونہ جڳتَ ۾،
ڪاڙِي جَنهن گُرگِياتِ سان، ڦُرني کون ڦيري،
ماري ڪَيائين مَنَ کي، پَسَمَ جي ڍيري،
ميٺي مَئِن ميري، سامي وينو سَمَ تي.

(28)

پوتِيون ۽ پَنا، ويساسِن ويڙهي رکيا،
سَمُجهائون سامي چَئي، ساڙِي لاءُ ڪَنا،
چَڙهيا اَنيَئِہ اَچَ تي، پَلهي پَنجَ رَنان،
وِڌا جَنِ بَنا، اَڳِيون آتمَ رامَ جي.

(29)

سامي جَنهن بُڌي، مُرَلي مَنَ موهَنَ جي،
سُرتِ تنهن ساپُرسَ جي، راتِيون ڏينهن رُڌي،
گَگَنِي گِئون ڏُڌي، وِجهي وَنگُ ويساهَ جو.

(30)

ٻانيَڻَ جَنهن ٻَڌو، تَوڪَل تُرَهو تارِ ۾،
سَهَجي سُپيريَنِ ڪي، لوڙي تَنهن لَڌو،
ڪوسو ۽ ٿڌو، ڳَڻيندڙ ٿَڪجي پيا.

(31)

پَرَمَ ري پاڻو، مَنيو مَحبوبَ جو،
تَنِ جو مَنُ مَوجَ ۾، سَهَجي سَماڻو،
ڏيئي وِهاڻو، هو سامي سُمهيا سيجَ تي،

(32)

مَنُ مَٿُرا، دِلِ دُوارڪا، ڪايا مَنجِهہ ڪاسي،
چيتَنُ وَسي چِتَ ۾، اَلَکُ اَبِناسي،
پيهِي ڏِسي پاڻَ ۾، ڪو وِرلو ويساسي،
وَجي ٿِئي واسي، بيحدَ بيگمَ پورِ جو.

(33)

جَنِ ڪي جاني يادِ، آن يادِ ڪَريان نِتُ تنِ ڪي،
سامي مِليا سُپرين، پَرچي تَن پِرَسادِ،
تَنُ مَنُ اَرِپيان پاوَ سان، چَڏي واد وِوادِ،
اِيها آدِ جُڳادِ، واٽَ ٻَڌي ويساهہ جي.

(34)

ويساسيءَ وَستي، سُتَهہ لَڌي سُجَ مون،
چَڙهي جنهن جي چِتَ تي، مَحَبَتَ جي مَستي،
ماري مَنُ هَستي، سوڳمُ ٿِيو سامي چئي.

(35)

ويساسيءَ والِڻُ، لَڌو ساريءَ وِسُ جو،
پَرچي ڏِنائين پاڻَ ۾، چِڏي اُونگهہ آلِسُ،

رَهي مايا موهَ کون، خُلاصو خالِصُ،
سامي ٽِي ٿالِٿُ، وَرِتي وِڏِ ويچارَ سان.

(36)

ويساسيءَ واسو، ڪَيو انيَئِہ پَدَ ۾،
پائي ڳِياتِ ڳُروءَ جِي، ٿِيو نِرمَلُ نِراسو،
سامي رَکي نہ مَنَ ۾، مَمِتا جو ماسو،
ڏِسي تَماشو، ساکي ٿِي سَنسارَ جو.

(37)

ويساسيءَ جو واسُ، سَدائين ڳُرڳياتِ ۾،
جئين رَهي مَنَ ۾، اَڻ لکو آڪاسُ،
مايا ڪايا ڪُلَ ۾، سامي رَهي نِراسُ،
پاتائين پرڪاسُ، پَرچي پَرماتَمَ جو.

(38)

عجَبَ اَبِناسي، پدُ ڏِنوسي پاڻ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، وِرلو ويساسي،
پاڻُ ڪَڍِي جو پاڻ ۾، ٿِيو آتَمَ اَبناسي،
وَجي ٿِيو واسي، اَنلَ جان آڪاسَ ۾.

(39)

ويساسي واصُلُ، وَجي ٿِيو وحَدَتَ ۾،
جِتي تون مان ناهِ ڪا، نَڪو هَيبَتَ هُلُ،
روپَ رَنگَ پَنَ پاڙ ري، کُليو غيبي ڳُلُ،
ڪِرانتِ جَنهِين ۾ ڪَلُ، سورجَ چَندرَ چراغَ جِي،

## ويساسي (ب)

(1)

صَفائي ساڌُن، سَنتَ چُونَ سڪِياتَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي سَچو، ويساسي وَچَنُ،
جاڳي ڏِسي جوتِ ۾، پَر ميسَرُ پورَنُ،
ميٺي سَڀُ مَنُنُ، ماٺي مَوجَ مُڪتِ جي.

(2)

سُتَهَہ سِدِ سائِي، وارِي ويساسِن جي،
جَنين سِڪَ سمجهہ سان، پَرپَڪُ پَچائي،
سُکي ٿِيا سامي چَئي، اَمِرَتُ ڦُلُ ڪائِي،
سڀ ۾ سَمائي، جوتِ ڏسن جڳديشَ جي.

(3)

ڪَنهن کي ڪِينَ مِلي، مُفتُ پِيالو پريم جو،
پَرچي پِيتو ساڌَ سَنگِ، ڪَنهن ويساسيءَ ورلي،
سامي وِڌِي جنهن سِرَ تون، اَوِديا پِندَ اُڇلي،
توڙي خَلَقَ کِلي، تہ پِي مَستُ رَهي مَهراڻَ ۾.

(4)

ويساسي وَلو، ڏِسي کوٺہ اڪِن سان،
سامي ڪَيو جَنهن ساڌَ سَنگِ، تَرَ تِيبَرُ تَسلو،
جاڳي ڏنائين جڳَ جي، ليکي اُتي لَلو،
رَکِي ياءُ پَلو، وَرتي وِڌِ ويچارَ سان.

(5)

بنان وڙ ويساهَ، ڪنهن پَدُ پاتو ڪِينَڪِي،
پُڇي ڏِسُ پَرِتيتِ سان، سامي سَڀِ داناهَ،
گِهِرِي لَڌي جَنِ گهرَ مون، رامَ نگرَ جي راهَ،
ميٺي چِنتا چاهَ، اِستِتِ تِيا اڪاسَ جان.

(6)

بنان وڙ ويساهَ، پَدُ پِراپِتِ نہ تئي،
پُڇي ڏِسُ پرِتيتِ سان، دَردَوندَ داناهَ،
مِٽِي جَنِ جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
سَدا بيپرواهَ، رَهن بِديهي ديهہ ۾.

(7)

بنان وِويڪَ ويساهَ، پَدُ پراپِتِ نہ تئي،
ائين چَوَنِ سَڀِ اَنيئي، دَردَوندَ داناهَ،
مِٽِي جَنِ جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
جاڏي ڪَنِ نِگاهَ، تاڏي سَجَڻُ سامُهون.

(8)

نِهَچِي بِنا نامُ، ڪنهن کي مِلي ڪِينَڪِي،
توڙي تَپُ، تيرَٿَ ڪري، تِي نانگو نِهَڪامُ،
اِئين چَونِ تا اَنيئي، ڪَري اَنَ آرامُ،
سَمُجهي جَنِ سَلامُ، سامي ڪَيو سَيَ ڪي.

(9)

ويساسِنِ وَٺِي، وتي گِياتِ گُروءَ کون،
جَنِ کي پيءَ پَسَڻَ جي، سامي سِڪَ گهٽي،
سَٽي وِڌائون سِرَ تون، گَلِگَلِ سَيَ گَٽي،
پِنَنِ پَنجَ ڪَٽي، تہ پي راجا رانولَ ديسَ جا.

(10)

ساميءَ سَنتَ سِڌو، وَچَنُ چونِ ويساهَ جو،
ڪوڙِن ۾ ڪَنهِن هِڪڙي، پَڪ پريميءَ پُرڌو،
سُکُ ڏُکُ جنهَن سَنسار جو، سَتي سَيُ وِڌو،
مَري مُلهه ڳِڌو، پَرميسَرَ کي پريتِ سان.

(11)

گُرَسِکيءَ جي گَتِ، سَمُجهِي جنهن سامي چَئي،
سَهجي تنهن جي مَنَ مون، مِٽي مَمَتا مَتِ،
لئه ڏِنائين لَکَ ۾، سُتَهَه شِوُ شَکتِ،
تکيو ڪَري تَتِ، وينو وِڌ ويساهَ سان.

(12)

ويساسِ وَٽي، ڪَيو سَنگُ ساڌوءَ جو،
پَلِ پَلِ پيئن رامَ رَسُ، چَڏي مانَ مَٽي،
سامي لَڌائون سَمَ تي، گهرَ مون گهرَ ڏٽي،
تان پي پِياسَ گهٽي، رگن پِيالي پاڪَ جِي.

(13)

ويساسي وِستارُ، ڪَرِنِ نَه ڪَتَرَ جيترو،
جَنِ ڪي ڏِنو سَتگُروءَ، وِڌِ سَچيءَ وِيچارَ،
پَرچي لَڌائون پورَبي، پاڻ پانهنجو يارُ،
سامي سَيَ سَنسارُ، آهي جنهن جي آسري.

(14)

ويساسي وِستارُ، ڪَري نَه ڪَتَرَ جيترو،
مِٽيو جَنهن جي مَنَ مون، اَڻ هوندو اَهَنڪارُ،
پَرتکِ پورَنُ آتما، ڏِسي ڏِسَٽهارُ،
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(15)

ويساسيءَ کي وِڙ، سَتِگُرَ ڏِسي سَمَ جي،
پَرچي ڪِيائين پانهِنجا، سامي ڪارِجَ سِڌِ،
پَسِي ڪينَ پُلَنِ جان، اَندو تِي اَرڌُ اُرڌِ،
پائي نوري نِڌِ، سُمهيو سُکپتِ سيجَ تي.

(16)

وَچَنَ تي ويساهُ، سامي رَکيو جَنهن سورَمي،
ڏِنو تنهن اَيدُ تي، اَکِنِ ساکُ آلاهُ؟
ڪَنهِن کي سلي ڪِينَکي، اَنيَئِہ سُکُ اَتاهُ،
سَدا بيپَرواهُ، رَهي پانهِنجي حالَ ۾.

(17)

وَچَنَ تي ويساهُ، رَکيو جَنهِن رَهَتِ سانِ،
سو اُلَٽي اَزتِرمُکِ ٿِيو، دَردَوَندُ دناهُ،
پَرچي لَدائين پَدَ جو، رُوُمَ رُوُمَ مون راهُ،
اَنيَئِہ سُکُ اَتاهُ، سامي پائي سَمَ ٿِيو.

(18)

ويسا سيءَ وِرِٿُ، سامي رکيو سَچَ جو،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سِکَ سَمُجَهہ ثابِتُ،
ڏسي پانهنجي ڏيلَ ۾، نارائڻ کي نِتُ،
چَرَنَ کَنوَلَ کون چِتُ، پاسي ڪَري نہ هِکُ پَلُ.

(19)

ويساسيءَ وِرِٿُ، سامي رکيو سَمَ جو،
اِشارو اَنيَئِہ جو، سَمُجهيو جَنهن ثابِتُ،
ڏِسي پَنهِنجي ڏيلَ ۾، نارائِڻَ کي نِتُ،
چَرَنَ کَنولَ کون چِتُ، پاسي کَري نہ هِکُ پَلُ.

(20)

ويساسيءَ وَڪيلُ، سِڪَ سان ڪَيو سَنت ڪي،
ڪَتِيو تنهن ڪِرپا سان، دِلِ جو سَيُ دَليلُ،
پَهُچايائين پَدَ ۾، ڏيئي سَمتا سِيلُ،
ڏِسِي پَنهنجو ڏِيلُ، سامي باغُ بَهارُ ٿِيو.

(21)

ويساسيءَ وَستي سُتَهَ ڏِني سُجَ ۾،
جَنهِن کي اَزَغيبي چَڙهِي، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوگُمُ ٿِيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
دَرِسَنَ جو دَستي، سَؤدو ڪَري سَروپَ سان.

(22)

ويساسيءَ وستي، سُتَهَ لَڌي سُجَ مون،
چَڙهي جَنهِن جي چِتَ ۾، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوگَم ٿيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
دُئيتَ بِنا دَستي، سَؤدو ڪَري سَروپُ جو.

(23)

ويساسيءَ وَستي، سُتَهَ ڏِني سُجَ ۾،
جَنهِن کي اَزَغيبي چَڙهي، مَحَبَتَ جي مَستي،
سُوگَمُ ٿِيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
تِياڳِي ائون گِرستي، لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تي.

(24)

پَنا سَڀِ پَڙهي، پورا ڪَيا تَنهن پَلَڪَ ۾،
اَڪَرُ لَڌو جَنهن عَينَ جو، ويساسيءَ وَري،
سامي چَڙهيو سُميرَ تي، لَنگهي مَسيت مَڙهي،
لائِي ڏيان ڏَڙي، لُنوَ لُنوَ لالُ گُلالُ ٿِيو.

(25)

ڦرني مَنجِهہ اَڦُرُ، وِرلو ويساسي رَهي،
پيتيو جَهن پَرَمَ ري، ڳِيانَ پرَڪاشي ڳرُ،
لائي لالُ ڳُلالُ تِيو، اَنيئي عَطُرُ،
نِڪَرَ ۾ ناڪُرُ، سُتَهہ ڏسي سامي چَئي.

(26)

ڦرني مَنجِهہ قاسي، پِيا سَپِ جيءَ جَهانَ جا،
سَدا پَوَنِ سامي چَئي، مورَکَ مَواسي،
رَهي اَليپُ اڪاسَ جان، ڪو وِرلو ويساسي،
اَلڪُ اَبِناسي، سَمَ ڏِنو جَنهن ساڌَ سَنگِ.

(27)

رَکي جَنِ رَجا، پَرچي پَنهنجي سِرَ تي،
سي ڦرني کون فارغُ ٿِيا، ڇڏي لوکَ لَجا،
ڪَنهن جي ڪائِن ڪِينَکي، سامي چَئي سَجا،
مِلي ڪَنِ مَجا، پَرچَنتا ري پيءَ سان.

(28)

مَستي دانائي، بيئي بِيائيءَ بُتِ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، واصُلُ ويساهي،
ڏِنو جَنهن اَڪِن سان، اَچرَجُ اِلاهي،
ڦرني جي قاهِي، ڪَٽي چڙهيو ڪهَہ ڪَهَہ تي.

(29)

داوا اَگِنِ داهِي، خَلقَ سَپ خِيالَ سان،
رَهي نِرداوا نَيَ جان، ڪو وِرلو ويساهي،
جو لَنگهي چڙهيو لَکَ تي، ڦرني جي قاهي،
عَدُلَ اِلاهي، سامي ڪَري سَمَ تي.

(30)

رکيو جَنهِين صِدِقُ، ثابِتُ پَنهنجي پِيرَ تي،
سو چَڙهيو چيتَنَ چِٽَ تي، لِنوَ سان ڪَڏي لِڪُ،
ڏِسي نِيارو نَيَ جان، مُلڪَ ۾ مالِڪُ،
جئين پاڻي هِڪُ، سامي لَهَرَ تَرَنگَ ۾.

(31)

مايا مَواسِي، موهي ڪيو ماڻُنِ کي،
پَلي پَوَنِ پاڻهين، چِتَ ۾ چوراسي،
سامي بَچيو ڪو ساڌُ سَنگِ، ورلي ويساسي،
اَلکُ اَبِناسي، جاڳي ڏِٺو جَنهِن جوتِ ۾.

# ياونا (الف)

(1)

سَبَ کي ڏئي ڦَلُ، سامي پَنهنجِي ياوَنا،
چَونِ ويدَ پُرانَ تا، ايها ڳالهِہ اَصُلُ،
ڏنائون کَري نِرَملُ، حاضُرُ شِيشو هَٿَ ۾.

(2)

ياوَنا ڏئي ياڙو، سَيَڪَنهِين کي پانهِنجو،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، کَڏي کيباڙو،
ساجُهر سُپيرِيَنِ ڏي، کَرِ لِنوَ سچيءَ لاڙو،
اَهِڙو ڏِهاڙو، موٽي ايندءُ کِينَکِي.

## ياونا (ب)

(1)

ياونا ڪَري ٻوٽُ، راڪَسُ، مائٽُ، ديوتا،
ياونا ٻڳتُ گِياني، اَچارجُ اَوڌوتُ،
ياونا ٻَرِتا اِستِري، گُرو چيلو، ٻوٽُ ڪَپوتُ،
سامي سَڀَ جو سوتُ، ياڳوتَنِ ياونا چَئِي.

(2)

ياونا ڏئي ياڙو، سَيَڪنهِين ڪي پانهِنجي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، جَڏي روسُ راڙو،
ساجُهرُ ڪَرِ سائينءَ ڏي، لِنوَ سَچيءَ لاڙو،
اَهڙو ڏِهاڙو، موٽي اينڊُءَ ڪِينَڪِي.

(3)

ياونا ڪَري ٻڳتُ، مِلائي مَحَبوبَ سان،
ياونا وِڄهي ٻَرَمَ ۾، نِتُ رُئاري رَتُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، جَڏي موهُ مَمَتُ،
گِرهِستي ائون وِرڳتُ، ياونا ۾ ياسِي رَهيو.

(4)

ڪَري ڪَرَمَ ڪَرُورُ، ياونا ٻَويهِن دَهَ دِسا،
ياونا ۾ اَميرُ ٿِئي، ياونا مَنجهه مَزورُ،
سامي ياونا ساڌُ سَنگِ، ميٽي سَنسو سورُ،
ياونا ڏِسي ٻَرپورُ، اَندَرِ باهَرِ آتما.

(5)

ياونا ڀَرَمُ ڪَري، ياونا ڪَٿي ڀَرَمُ سَڀُ،
ياونا سُڄو سڪِٽو، ياونا سُيَرُ ڀَري،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، نِرمَلُ ڏِيانُ ڌَري،
ياونا ڀيءُ ڀَري، ياونا اڪِن اوڏڙو.

(6)

ياونا گِيانُ، ڏِيانُ، ياونا مورَکُ مَسخِرو،
ياونا پاپي، پاکندي، ياونا دانُ، سِنانُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، جَڏي سَڀُ اِيمانُ،
ياونا ڪون ڀڳوانُ، ڀَلَکَ ڀَراهون نہ ٿِئي.

(7)

ياونا ڀَوائِي، چوراسي لَکَ جونِ ۾،
ياونا مَنُ نِهَچَلُ ڪَري، لِنوَ سَچي لائي،
سَمجُهي ڏِسُ سامي چَئي، مُنهُن مَٿِهيءَ پائي،
ياونا لڪائي، ڀَرتڪِ پورَنُ آتَما.

(8)

ياونا ڀَنوائي، چوراسي لَکَ جونِ ۾،
ياونا گوتا گيبَ جا، گپي نِتُ کائي،
ياونا مِلي ساڌوءَ سان، ساڌَنَ ڪَمائي،
ڀَڌَ ۾ ڀَهُچائي، شُڌِ ياونا سامي چَئي.

# سلوڪ ساڌ مهما (الف)

(1)

نوڪي وَڄائي ڏِنا، جيءَ جَهانَ جا،
سَيُڪو مَطِلَبَ پانهنجي، ٻُنڌي ڳالهائي،
مَطِلَبَ ري ڪو مَهَدِ جَنُ، سامي سَمُجهائي،
مَمِتا مِٽائي، نِرَمَلُ ڪَري ٿيَ جان.

(2)

اَتِي بي شُمارُ، ساڪان ساپُرِسَنِ جون،
نانا جُڳَتِنِ سان ڪَري، ڪَيائون پَرَ اُپڪارُ،
وچون واچ ڪڍي ڪَري، سامي سمُجهين سارُ،
تہ اَوِديا جو اَهَنڪارُ مِٽي وڃيئي مَنَ مون.

(3)

جيڪو هَٿُ هاري، سَرَنِ پَئي ساڌوءَ جي،
تنهن کي پِيالو پِريمَ جو پَرچي پياري،
آٽي غرِقيءَ گسَ ۾، اَچَرَجُ ڏيکاري،
نانَتَ نِواري، سامي چَڙهِيو سِيرَ تي.

(4)

ساڌوءَ جو اُپَڪارُ، ڪَهِڙو ڳِڻيان مُکَ سان،
ڦيري هَٿُ مَٿي تي، ڪيائين سيتَلُ سارُ،
سامي سَڀُ مِٽِي ويو، اَوِديا جو اَهَنڪارُ،
ساڪي سِرِجَڻهارُ، وَٺي ڏنائين هَٿَ سان.

(5)

آهِن پوجَڻَ جوڳُ، ساڌُو جَنَ سَنسارَ ۾،
ڪَڍِيو جَنِ اَندَرَ مون، سَمُجهي سَنسو سوڳُ،
ساڪِي سارَ سَروپَ تي، يوڳِن يوڳُ اڀوڳُ،
اَوِديا ڪَلِپِتَ روڳُ، سامي ڪَٽِن سَڀَ جو.

(6)

اُئي اُپڪاري، ساڌُو جَنَ سَنسارَ ۾،
ڏيئي ڏِيرَ ڌَرمَ جي، مَمِتا جَن ماري،
سارِي وِسُ تاري، جوڙي جَهازُ يَڳتِ جو.

(7)

اَڪٿُ تا ڪَٿِن، ساڌُو جَنَ سَنسارَ ۾
جِتي نہ مارڳُ مَنَ جو، تِتي ساٿُ سَتِن،
دَيا ڌاري دِلِ ۾، سامي سارُ ڏَسِن،
وِجهِي نَٿَ نِتِن، تا جِڳياسيءَ جِي جيءَ کي.

(8)

چَئي ٻُڌائِن، تا ساڌُوءَ حَرفُ حِسابَ جو،
جُڳتِن سان جوڙي ڪَري، اَلکُ لکائِن،
جهاتي سي پائِن، جي گُروءَ جي گَس پِيا.

(9)

عَجائِبُ آهن، عاقِلَ عَقُلَ جا ڏَٽي،
موڙي موڙَ سُکانَ جِي، تا لُڙَ مون لَنگهائِن،
جِتي ديرو دوسَ جو، تِتي پَهُچائِن،
ريءَ ڪُنجيءَ لاهِن، ڪُلِفَ سَڀِ قَلوبَ جا.

(10)

ڪَنهن کي ڪِينَ جَهلِن، ساڌو سُپَ ڪَرمَ ڪون،
سامي واد وِواد ڪون، پانهنجو پاڻُ پَلِن،
شِيشو دِلِ اَندَرَ جو، مَحَبَتَ ساڻُ مَلِن،
اَندَر وَلَ وَلِن، باهِرِ باقِنِ ڪِينَ ڪِي.

(11)

اَنيئہ روپَ اَپارَ، يگتَ ياري پِگَوَنت جا،
بُڌي پريمُ تَني جو، پُلِي سُرتِ سَنيارَ،
سامي مِليا سَروپَ سان، ڪَري مَنُ نِرَڌارَ،
تِئڙا جڳ جَئِڪارَ، سَنتَن ساپُرِسَنِ جا.

(12)

پُرِڪَنِ جو پاڙو اَچي مليو ڪَنهن پُنَ تي،
تَن ڪَجو پانهنجي پاند سان، ڏِسِي اُگهاڙو،
مِٺيو سَپُ اَندَرَ مون، سامي چئي ساڙو،
لوڪَنِ ڪون لاڙو، ڪَري مَنُ مگهن تيو.

(13)

نِرمَلَ نِرالا، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهن جي، سَدا سُڪالا،
رَتا رَهَنِ رَنگَ ۾، مگهنُ مَتِوالا،
بُڌيا ۽ بالا، سامي تِئن ڪِينَ ڪِي.

(14)

ڪُسَنگُ ڇَڏائي، سوئِي ساڌُو سَتِ گُرُو،
ڏيئي گُڻ هَرِ پِگتِ جا، اوگُڻَ مٽائي،
اَنترِ مُڪِ جوڙي ڪري، اوڊيا پَٽ لاهي،
سامي لڪائي، آتمَ پَدُ اڪِنِ سان.

(15)

ڪيڏي وَڏائي، ڳڻيان سَنتَ دَيالَ جي،
مِلي جَنهن مَردَ سان، اَنيڪ مَتِ آئي،
سامي سَمائي، نانا سَيَ نِرباڻ ۾.

(16)

مِليو ساڌو جَنُ، اَندَرِ اَوِديا نہ رهي،
لوهو پارِسَ سان لَڳي، سَهَجي ٿِيو ڪَنچَنُ،
مِٽي وِيَڙو مَنَ مون، سامي سَيُ مَنَنُ،
آتَمُ پَدُ اَنَنُ، پاڻي پَرِچو پاڻ ۾.

(17)

ساڌوءَ سوناري، پِڳو جِيءُ سچو ڪيو،
جَڙيائين جڳديسَ سان، نائتَ نِواري،
لَنوَ لُنوَ سَيَ ناري، سامي چَڏيائين چِنَ ۾.

(18)

نَڳُ ڏيرِڳُ آيو، ساڌو تي سَنسارَ ۾،
تنهن سامي جوڙي جيءَ کي، لِنوَ جادو پِلايو،
اَمَلُ پِياري اَنيَئِي، تن مَنُ پُلايو،
پنهِنجو پَرايو، مالُ ميڙي وِيو گهرَ مون.

(19)

مَهان دُرلَڀُ دَرسَنُ، ساڌو جَنَ ساپُرسَ جو،
سامي مِلي تَنهن کي، جَنهِن تي پرين تِئي پَرسَنَ،
تَنُ مَنُ سَيَ ڪَنچنُ، ڪَيري ڪَلِپَ ڪَدي ڪَري.

(20)

ساڌوءَ ڪَيو سعيو، تَڏِي عاشق مُڪائين ايلچي،
مَنجهين خوابَ خِيالَ جي، تَنهن جوڙي جاڳايو،

مِلائي مَحبوبَ سان، سَڀُ سَنسو چُڪايو،
جَڏي سورِجُ سِرِ آيو، تَڏي اَنڌارو اُٿي وِيو.

(21)

روح ڏِنو ريلو، لڳي سِڪَ سَروپَ جي،
ملي مَهَدِ جَنَنِ سان، ٽِيَڙو مَنُ چيلو،
تَنِ ڏيکاريو ڏيلَ ۾، مِليو اَڪيلو،
ميلي ري ميلو، سامي ٿِيو سَروپَ سان.

(22)

ويدَ پُرانَ پَڙهي، ميلَ نہ مِٽي مَنَ جي،
تَپَ تِيرَٿَ ساڌَنَ ڪَري، ڏِنو غُفا مَنجهہ وَڙي،
سَمُجهہ ري سامي چَئي، اُلٽي ميلَ چَڙهي،
پَڳِي پَرَمَ گهڙي، مِلِي مَهَدِ جَنَنِ سان.

(23)

ويدَ وِمَل آهِنِ، ساڌو هِنَ سَنسارَ ۾،
ناڙِ نِهاري مَنَ جِي، ڏِيَ دارون ڏَسائِنِ،
رَحمَتَ ڪوٺَ جَنَمَ جِي، هِڪَ لَحظي مَنجهہ لاهِنِ،
جوڙي جاڳائِنِ، ڪامِلَ پَنهِنجي ڪَلَ سان.

(24)

حِرِصَ هَلاڪُ ڪَيو، سامي سَڀَ سَنسارَ کي،
ڪايا مايا ڪُلَ جي، وَهَ ۾ وَهي وِيو،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو، پانهِنجيء مَنجهہ پيو،
جَنهِن کي سَنگُ ٿِيو، سَنتَنِ ساپُرِسَنِ جو.

(25)

وِرلو ڪو آهي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو جگياسيء جي جيء جو، سنسو مِٽائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سامي لَکائي سارَ کي.

(26)

وِرِلا جَنَ ڪيئي، ساڌو هِنَ سَنسارَ ۾،
ڪَڍِيا جَن اَندَر مون، سَنسا سَيئي،
سهي ڪَيائون سَيَ ۾، پِرِيَنِ کي پيهي،
سَنَمُڪُ تيا سيئي، سامي سُپيرِيَنِ جي.

(27)

سَدا ايڪانتي، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
پرچي پانهنجي گهر ۾، پاتي جَنِ جهاتي،
سامي سُجاتي، مورتَ مَحَبوبَنِ جي.

(28)

سَدائين نِرمَل، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نه لَڳي تَنِ کي، جئين جَلِ رَهَنِ ڪَنوَلَ،
اَندَر سَمَ سيتلَ، ٻاهَرِ تَتا تاوَ جان.

(29)

سَدا سَمَ رهنِ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ٻُڌَن ڳالهائِن مَنَ ري، نيڻَنِ سان نِرکَن،
ڪائِنِ پيئَن خوشِ تي، هاجَ سَيائي ڪَنِ،
هَلايا هَلنِ، سامي سُپيرِيَنِ جا.

(30)

يڳَتِ پِجائي، ساڌو سِيتَلُ ڪَيا،
پاڻُ ڏِنائون پاڻَ ۾، اوڍِيا پَٽُ لاهي،
سامي چَڙهيا سِيرَ تي، مَمِتا مِٽائي،
جڳَ کي جاڳائي، واٽَ ڏَسِنِ ويساهَ جي.

(31)

ساڌو سَڌُ ڪَري، سارَ لڪائِن سَڀَ ڪي،
پَرَمُ چڙهي ڪو ڀاڳوانُ، ڏيکيا مَنِ ڏري،
ڏسي پَنهنجو پاڻَ ڪي، نِرمَلَ نيڻَ ڀَري،
پَلَڪَ نہ ٽَئي پَري، سامي تنهن ڪون سُپرين.

(32)

ڏسي چَڏائِن، تا ڪَرمَ ساڌو جَنَ سِڪَ ڪي،
جُڳتِ سان جوڙي ڪَري، اَنتَرمُکِ لائِن،
اَوِديا ڪوٺَ جَنَمَ جي، مَنَ مون مِٽائِن،
سامي لَڪائِن، آتَمَ پَدُ آڪِن سان.

(33)

سَهَجي کُلِيو ڪِواڙُ، سُرتِ سَماڻي نِرتِ ۾،
جوتِ ڏٺي جڳديسَ جي، حدَ بيحَدَ نِرَڌارُ،
سَنسو سوڪُ مِٽِي وِيو، پائي پَدُ اَپارُ،
ٽِٽَرو جڳِ جَئِڪارُ، سامي ساپُرسَن جو.

(34)

سَڀَ جي پُڄائِن، سامي اِنچا ساپُرِسَ،
خالي ڪَنهن کي ڪِينَڪِي، مَرِدَ موٽائِن،
ڏسي ياءُ اَندَرَ جو، پانڌُ پَلَئِہ پائِن،
سيوَڪَ ڪون لاهِن، اَوِديا پَٽُ اَندَرَ جو.

(35)

چَوَڻُ مَنجِهہ چَونِ، تا ساڌو سُڌ سَروپَ جي،
مَنَنُ ڪَدي مَنَ مون، ڪي گرمُکَ سَمُجَهن،
سي سامي سَدا رَهَن، بُڌ وَرائي بوڌَ ۾.

# سلوڪ ساڌ مهما (ب)

(1)

جاچي سڀُ جَهانُ، ڏِٺُمِ ٻِئِ وِويڪَ سان،
سامي آهي ڪونه ڪو، ساڌو جَنَ سَمانُ،
جَنهن سَهَجي مَنُ سيتَلُ ڪيو، ڏيئي آتَمُ گِيانُ،
سَدائي قُربانُ، وَڃان تَنهن جي نانوَ تون.

(2)

پنڊِتَ پُڪري، سارُ لڪائِن سَڀَ ڪي،
سامي سمُجهي ڪو سورِمو، هِردي مَنجهه ڌري،
لاهي چِڏي سِرَ تون، پَرچِنَ پنڊَ پري،
سامي ڏِسِي نَري، پَرتکِ پورَنُ آتما.

(3)

هَرجَنَ ڪڍِي هَٺُ، وينا سؤدي سارَ جو،
سَمَ رکيائون ساهِمي، سَمَ رکِيائون وَٺُ،
وَني ڪو ويساهه سان، نيهي نِهه ڪَپٽُ،
پَرميسَرُ پَرگهٽُ، سُتَهه ڏِسي، سامي چَئي.

(4)

هَرجَنَ ڪَڍِي هَٺُ، وينا قَلعي گَرَ جو،
مَنَ کي ڏيئي مُسڪِلو، لاهِن ڪَلپَتِ ڪَٺُ،
سامي ڏيکارِن ڏِيلَ ۾، پَرميسَرُ پَرگهٽُ،
تَن جي مِحنَتَ مَٺُ، اَچي ڪينَ عَقُلَ ۾.

(5)

هرِجَنَ هَٽَ پَٽي، وينا سَودي سارَ جو،
وَٽي ڪو ويساهَ سان، سامي سرُ سَٽي،
پاڻُ وَرائي پاڻَ ڪي، ڏِسي ڪيپَ ڳَٽي،
ڪَلِپِتِ سَبَ ڪَٽي، اِستِتِ ٿِئي آڪاسَ جان.

(6)

ڪيوَلَ ڪلولِي، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
جَنِ ڪي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَئِہ اَمولي،
سَٽي وڌائون سِرَ تون، پَرِچِنَ پِندَ پولي،
هميشَہ هولي، سامي ڪَنِ سَروپَ سان.

(7)

آئي ڪي آدَرُ، شَرِڌا سان ساڌو ڪَري،
مِٽيو جَنهن جي مَنَ مون، مَمَتا موهُ مَڪَرُ،
ڏِسي عينَ آڪاسَ جان، پورَنُ پَرِ ميسَرُ،
سَدا اَجَرُ اَمَرُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(8)

ساڌو جَنَ سانجهو، ڪَنِ اُپَديشُ اَنيئِي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مانجهو،
ڪَٽيو جَنهن ڪِرپا سان، لوڪائِي لانجهو،
رومَ رومَ رانجهو، هَرِدَمُ ڏِسي هِيرَ جان.

(9)

جئين ڪَنوَلَ ڪُلِي، ڪَنِ خَشِبوءِ خوشيءَ جي،
تِئين ساڌو ڏِيَن سَبَ ڪي، اَنيئِہ اَڻُ مُلهي،
وَنن وِڌِ ويساهَ سان، ڪي عاشِقَ اَصُلي،
ميٽي ڪِلپَ ڪُلي، سامي اَچَنِ سَنتوڪَ ۾.

(10)

جيڪو ڏکي جيءُ، سَرَنِ پَئي ساڏوءَ جي،
ميٺي تنهن جي مَنَ مون، سَهَجي سَنِسو سيءُ،
سامي لَڪائي لَڪَ سان، پَرتڪِ پورَنُ پيءُ،
ڇَوي جيءُ نه تيءُ، پُني ڏيئي پاڻَ کي.

(11)

ساڏوءَ سَرَنِ پيو، جيڪو هاري هِتَ سانَ،
سَهَجي تَنهِن جو سَتِگُروءَ، ڪارِجُ سِڌِ ڪِيو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلپَتِ کي، سامي سُکي ٿِيو،
ٻِنان ٻوڌ ٻِيو، ڏِسي ڪينَ اکِن سان.

(12)

ساڏوءَ جي سَرَني، لَکين لوڪَ تَري ويا،
سُکي ٿيا سامي چئي، وَچَنُ صافُ مَني،
پَرتڪ ڏِسَن پانهنجا، ٻيڙا لڳا ٻَني،
ڪَبيرَ، رَوِداسَ، ڌَني، ساکَ ڏِني سَپني سَچي.

(13)

هَرجَنُ حَضوري، اَچي مِليو اوچتي،
تَنهِن ڳالهِ ٻُڌائي ڳُجَهه جي، سَڀَ وَٺي پُوري،
سَمُجهي آئي جيءَ کي، سامي صَبوري،
نَظَرَ تي نوري، حاجَتَ رَهي نه حَجَ جي.

(14)

ساڌو جَنُ سکي، مِليو ديسَ ملارَ جو،
تَنهِن جاڳايو زورَ سان، تيدي رَمِزَ رکي،
سامي سِپَ سيتَلُ تي، بيحَدِ بوندَ چکي،
اَچي اَنَلُ پکي، اُلٽي چڙهيو آڪاسَ تي،

(15)

ساڌو جَنَ سُگُرُ، مارِڳُ ڏسن موڪَ جو،
سامي رِکيو ڪَنهن سورَمي، ڪَلِپِتِ پارِ قَدَمُ،
ماري ڪيو جنهن مَنَ جو، پولائو سَڀُ پَسَمُ،
گهَر ۾ گهرُ گهورَمُ، پائي وينو پاڪُ تي.

(16)

ساڌو جَنُ سَچارُ، اَچي مِليو اوچتي،
ڪَيو تنهن ڪِرپا سان، گِياتِ ڏيئي گُلزارُ،
رَهِيو نہ رَتيءَ جيترو، اوِديا جو اَهَنڪارُ،
سامي چَئي سَنسارُ، لَئِہ ڏِنو سَڀُ لَڪَ ۾.

(17)

ساڌو جَنُ سَچارُ، ڪاڻِ نہ ڪڍي ڪَنهِن جي،
جَنهن کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيئہ مَتِ اَپارَ،
سُتَهہ رَهي سامي چئي، بَٽيءَ تي هِسَوارُ،
بولِي اَمِبرِتُ سارُ، سِيتَلُ ڪَري سَڀَ کي.

(18)

ساڌو جَنُ سَچارُ، ڪَري ڪانہ ڪَلپَنا،
جنهن کي اَزِغَئِبي چَڙهيو، پورَنُ پريمَ خمارُ،
پَرتڪ ڏِسي پيءَ جو، دَهَ دِسا ديدارُ،
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(19)

ساڌو جَنُ سَچارُ، پاسي تئي نہ پيءَ کون،
سَمُجِهيو جنهن سامي چَئي، سُپَني جو سَنسارُ،
رکي نہ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اَهَنڪارُ،
جئين بيحَدِ بارُ، وَرتي وِڌِ نِڪيدَ ري.

(20)

ساڌو جَنُ سُچِڪُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
مِٺيو جنهن جي مَنَ مون، سامي پَرچَنُ پڪُ،
خالي ڏِسي ڪونہ ڪو، ڪَرِتا ٻاجهون ڪُڪُ،
تِي پورَنُ پارڪُ، وَرِتي وِڌِ ويچارَ سان.

(21)

ساڌو جَنُ سَچو، ڪَري اُپديشُ انيئي،
سامي چَئي سَڀَ ڪي، اُلٽي گهرِ اَچو،
ڪَڏي ٿِئي ڪِينَڪِي، ڪَلِپِتِ مَنجِهہ ڪَچو،
رَهي رَنگ رَچو، سُتَهہ سُڌِ سَروپَ جي.

(22)

ساڌو جَنُ سُجانُ، مِليو پورَنَ پُنيَ تي،
تنهين لکايو رَمِزَ سان، چِٽو چيتَنَ يانُ،
خالي جَنهِن ڪان نانهِہ ڪو، ڪَرِن وِيدَ وکان،
اَندَرَ مون اِيمانُ، چِڏي ڏسي ڪو سورَمو.

(23)

ساڌو جَنُ سُجان، ڪَري ڪانہ ڪَلِپَنا،
ڏِنو جنهُن اکِنِ سان، چَڙهيون چيتَنَ يانُ،
آهي جنهن جي آسري، سامي سَماڌِ اُٿانُ،
مِٽي سَڀُ اُنمانُ، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جِي.

(24)

ساڌو جَنُ سِپاهِي، ماري مَنَ مَواسَ کي،
جوڌا پَنجئي زورَ سان، ڪَري ڏِڍِي جا گهائِي،
سامي چَلائي سَرِبَ گتِ، عَدُلُ اِلاهي،
دَهَ دِسِ ڌُهائِي، قيري قُرني فوجَ ٻِنِ.

(25)

ساڌو جَنُ سُورو، سَدا رَسِي سَنگِرامَ ۾،
مارِي ڪائِي مَنَ کي، اَئِيئِ اَجورو،
سامي ڏِسِي سَڀَ ۾، پَرَميسَرُ پورو،
ڪَتو، لوئي، پُورو، ڄاڻِي اَصُلي اَنَ جو.

(26)

راتِ ڏينهن جو قيدُ، ڏِسَڻَ ائون ٻُڌَڻَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، ساڌو جَنُ سُميرُ،
پَرِچي لَڌو جَنهن پَدَ جو، پَرِچِنتا جو پيرُ،
تِي نِرَپِئَ نِرَويرُ، ڪَري عَدالَتَ اَئِيَئِي.

(27)

تنهن کي چَونِ چَري، چَرِيا جيءَ جَهانَ جا،
جا لَنگهي چَڙهِي لَڪَ تي، طِمَعَ تارَ تَري،
پيءُ ڏِنائين پَڌِرو، پَٽي دَرسَ دَري،
سامي اَجَرُ جَري، مُشڪِي ڪُشڪِي ڪِيئِڪِي

(28)

سَدا پاڪُ پُرِڪُ، وَرتي ويدَ ويچارَ سان،
ديا ڌاري دِلِ ۾، سَڀ جو ميٽي ڏُکُ،
پيئي پِئاري پِريمَ رَسُ، ماڻي سَمَتا سُکُ،
سَدائي سَنَمُکُ، سامي رَهي سَروپَ جي.

(29)

دوستَ جو دُئارو، سُڄَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
سامي پَهُچي ڪو ساڌُ جَنُ، ياڳوانُ يارو،
مِٽيو جَنهن جي مَنَ مون، اَوِديا اَنڌارو،
لَکِي لَکَ وارو، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جي.

(30)

ڳُلــيــو بــيــحَــدَ بــاغُ، اَنــيــئِــہ جــي آڪــاسَ ۾،
سامي ڳُلَ سَيَ رنگَ جا، ڀڳَتِ، جوڳُ وئراڳُ،
سَئِلَ ڪَري ساڪي ٿِي، ڪو ساڌو جَنُ سُڄاڳُ،
ڦُــرنــي بــنــا ڦــاڳُ، پَــل پَــل ڪــيــلــي پــاڻَ ســان.

# سلوڪ ستسنگ مهما (الف)

(1)

آهِنِ اگمَ اَپارُ، راهان رامَ مِلَڻَ جون،
تَنِ سَپني ۾ هِڪڙي، ساڌ سَنگتِ نِروارُ،
سامي مِلُ تنهين سان، ڪَري پريمَ پيارُ،
تہ دوستَ جو ديدارُ، ڏِسين ڀيدَ ڀَرَمَ ري.

(2)

اَتي سَڀُ ڪَلِياڻُ، ڀَرَمُ ڀُلائو دور ڪَرِ،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، ڇِنِ ماتِرَ ڀَدُ ڄاڻ،
پَسي پانهنجو پاڻُ، تون سامي رَهُ سُياوَ ۾.

(3)

اَتي سَڀُ ڪَلِياڻُ، ڀَرَمُ ڀُلائو دورِ ڪَرِ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سامي پاڻُ سُڃاڻُ،
اِها اَوِديا ڄاڻُ، پائڻُ پرَميسَرَ جو.

(4)

دَرِ دَرِ ڪِيمَ ڀُنڊاءِ، سامي سِڪَ پِريَنِ جي،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، وائي سَڀ وِڃاءِ،
پائي گِياتَ گُروءَ جي، اَنتَرِ مُکِ مَنُ لاءِ،
تہ لُنوَ لُنوَ منجهہ لکاءِ، مورَتَ محبوبَنِ جي.

(5)

دَرِ دَرِ ڪِيمَ ٻُڌاءِ، حَقُ حقيقت ڳالهڙي،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، جهاتي جَهروکي پاءِ،
اَوِديا ڪُلفُ اَندرَ جو، لِنوَ ڪُنجيءَ سان لاهه،
تہ لُنؤَ لُنؤَ منجهہ لَڪاءِ، مُورت محبوبن جِي.

(6)

اُها پوتي پَڙهُہ، جنهن سان لَهين الکَ کي،
مِلي ساڌَ سنگتِ سان، چِيَنَ چَونڪيءَ چَڙُهہ،
اَوِديا مَنجِهہ نہ اَڙُ، سَمُجَهہ ري سامي چئي.

(7)

عَجائبُ آهي، سَنگتِ ساڌو جَنَ جي،
اَوِديا مَيلُ اندَرَ مون، ڌوئي سَڀُ لاهي،
سامي لَڪائي، پانهنجو پاڻُ اکِنِ سان.

(8)

ڪُوڙا گهڙِ مَ گهاٽَ، مورکَ من جي ياءِ تون،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، وَٺُ ويساهون واٽَ،
تہ کولي بَجَرَ ڪَپاٽَ، ڪامِلَ ڏِيَني ڪَلَ سان.

(9)

سامي جاڳِجَ چَلُ، ڪايا مايا ڪُلَ کي،
جئين سُڪُ سُپَني جو، مِرگهہ تِرِشنا جو جَلُ،
جاڳي ڪَڍي جيءَ مون، گُرگمَ خامُ خَلَلُ،
ڪَري جَنَمُ سَڦَلُ، مِلِي ساڌَ سنگتِ سان.

(10)

ڪرين پُرِڪارَٿُ، مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان،
مَمَتِ وِجائي مَنَ جي، سامي ٿِئين سَمَرَٿُ،
تہ آتَمُ پَدُ اَڪَٿُ، لوڙي لَهين گهرَ مون.

(11)

سَيَ ڪون پَدُ اُچو، ساڌ سَنگت هَريگَتِ جو،
ڪوڙِن ۾ ڪو هڪڙو، سَمُجهي ساڌُ سَچو،
لايو تنهن مُرچو، سامي سُپيرين سان.

(12)

ڪيتري ڳِٺيان، مَهِما ساڌ سَنگت جي،
سِڌَ ساڌِڪَ جوڳِي جَتِي گاوَنِ سَهَس ڦُٽِيان،
جَنِڪَ سَنِڪَ سُڪَديوَ دَتَ، سامي داسَ ٻَٽيان،
جَنِ ڪي واڪَ وَٽيان، سي سَييئي سُٽِريا.

(13)

لَکين لوڪَ تَريا، مِلي ساڌ سَنگتِ سان،
وَجي پُڇُ تَنين کون، جَنين هِردي واڪَ ڌَريا،
سَدا رَهَنِ نَريا، سامي سيتَلَ جَلَ جان.

(14)

وَڏي وَڏائي، ساڌ سَنگت گُرَ گِياتِ جي،
ڪوڙِنِ مَنجهون ڪو هِڪِڙو، سَمُجهي گُرَيائي،
جَنهن مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، ڪَلِ ڪَلِ مِٽائي،
سامي سَدائي، پَرچو رَهي پاڻَ ۾.

(15)

پَرچي سَييئي، ويا لوليءَ جي لاڏَ ۾،
ورلي ڪَنهِن گُرمُکَ ڪي، سَمَ سُوجهي پيئي،
جَنهن سَگَتِ ساڌوءَ جي ڪَئي، سامي دِلِ ڏِيئي،
تنهن جي سَيَ ويئي، اوِديا ڪَلِپَتَ نِڪري.

(16)

ڳنيو جنهن قدمُ، ساڌ سنگتِ ڏي سڪ سان،
مِٽيو تنهن جي منَ مون، سامي چئي سڀُ غمُ،
محبتي محرمُ، سُرجهي ٽِيو سروپ جو.

(17)

جنهين دلِ ڏيئي، سامي ساڌ سنگتِ کي،
تنهن کي پد اگمَ جي، سهجي سُڌِ پيئي،
پورا ڪيائين پريمَ سان، ساڌن سيئي،
وڃِ نڪيدِ ٻيئي، ميٽي وينو منَ مون.

(18)

جنين نرمَلَ متِ، وَڏي ساڌ سنگتِ کون،
اَنَ آتمَ رامَ جي، ڪئي تن پڪ،
سامي ٻُڌنِ ڪينَ کي، جڳ نِندا اُستُتِ،
جڳتُ سڀُ اَستِ، ڏٺائون جڳديسَ ري.

(19)

ٽنهن جي ڪيپ ڳٽي، سامي هِنَ سنسارَ ۾،
جو مِلي ساڌ سنگتِ سان، سڀُ سُياوَ مٽي،
ڏِسي نيڻَ پٽي، سنمُکِ شاهَ صرافَ کي.

(20)

پُلي ٽِئڙا ڏينهن، آدي گهرَ اپارَ کون،
پوي سُڌِ سروپ جي، ڪِرِپا ٻنان ڪيئن؟
ڏرتي هَري نه ٽئي، ٻنان پاٽيءَ مينهَن،
ساڌ سنگتِ جي نِينهَن، سامي ڪارج سِڌِ ڪيا.

(21)

تـئـڙو جَـنَـمُ سَـڦَـلُ، مِـلـي ساڌَ سَـنـگـتِ سـان،
جـاڳِـيـو سَـهَـجَ جَـتَـنَ ري، پُـرِڪـارَٿُ پَـرِبَـلُ،
مِـتـي ويـئـي مَـنَ مـون، سـامـي مَـمِـتـا مَـلُ،
آتَـمُ پَـدُ اَچَـلُ، پَـرچِـي لَـڌو پـاڻَ مـون.

(22)

اَچِـي جـاڳِـيـو ڀـاڳُ، ڪَـنـهِـيـن پـورَنَ پُـنَ تـي،
مِـلـي ساڌَ سَـنـگـتِ سان، سامـي ٿِـيـو سُـجاڳُ،
لُنئن لُنئن مَنجهه ڇُڙي پِيو، سَهَجي نِرمَلُ ڦاڳُ،
پـائـي پَـدُ اَنُـراڳُ، مـاهِـلُ ٿِـيـو مَـهـراڻَ ۾

(23)

پـورَنَ پُـرڪَ اُتِـي، مَـتـي ڳـالِـهـه مَـرَمَ جِـي،
سامي ساڌَ سَنگتِ جِي، ڳنئي جَنهِن جُتِي،
تـنـهـن جِـي مَـتِ ويـسـاهَ سـان، ٿِـي اُتَـمُ اَجُـتـي،
وَجِـي دِرِشِـٽِ ڪُـتـي، اَنـيَـئِـه آگَـمَ ۾.

(24)

بـوهـت سـاڌوءَ سـنـگُ، پـورو سَـتِ ڳُـرُ پـاتـٽـي،
سامي مِلِي تَنهن کي، جَنهِن تي آڳو رکي اَنگ،
سو يَوَ ساگَرَ جي پيڙ ڪون، پئڙو پارِ نِسَنگُ،
اَنيَئِه آتَمَ رَنگُ، لڳو ڪوڙِنِ مَنجهون ڪَنِ کي.

(25)

ڀـاڳَـنِ ڏِنـو ڀَـرُ، تَـڏي جـاڳِـي سَـمُـجَـهـه اَنـدَرَ ۾،
ڪَـيـو سـاڌَ سَـنـگـتِ جـو، اَدَبَ سـان آدَرُ،
تَـنـهـن پِـيـاري رامَ رَسُ، کـولـيـو ڏسـون دَرُ،
مـيـٽـي ڏُکُ ڏمَـرُ، سـامـي مِـلـيـو سَـروپَ سـان.

(26)

ڪَهڙي پيٺ ڏريان، سامي ساڌ سَنگتِ ڪي،
هيرا ماڻڪ مَوتي، ڪَنچَن تال پَريان،
پَٽ پَٽيهَرَ، پابِريون، توشا ڍِيرَ ڏِريان،
توڙي صَدِقي سِرُ ڪُريان، تان پي پُڄي نہ پريمَ رَتيءَ سان.

(27)

اوراڻا آهِنِ، ڳالِهيون ساپُرِسَنِ جون،
مَمِتا مَيلُ اَندَرَ جي، ڌوئي سَڀُ لاهِنِ،
نِرمَلُ ڪَري مَنَ ڪي، پَدَ ۾ پَهُچائِنِ،
سَڀَ گهٽِ لَکائِنِ، سامي سُپيرِيَنِ ڪي.

(28)

ڳالهِنِ مَنجهہ آهِن، مِنِيون ڳالهِيون ڳوٺَ جون،
ڏيئي ڏَسَ سَجَڻَ جا، تِيون سَجَڻُ مِلائِنِ،
ڪورِيون سي لاهِنِ، سامي ڪَسُ اَندَرَ جي.

(29)

توڙي نِتُ چئي، ڇهہ چارِ اَنارَهَن مُکَ سان،
تَپَ تِيرَٿَ ساڌَنَ ڪَري، غُفا مَنجهہ رَهي،
بِنان ساڌ سَنگتِ جي، وَهَڻَ مَنجهہ وَهي،
سامي ڪيئن لَهي، پُنِي ڏيئي پاڻَ ڪي.

(30)

ٽِنهن جا سَڀِ پَرواڻُ، گيانَ ڌيان جَپَ جوڳَ جڳ،
جَنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڏِنو پَنهنجو پاڻُ،
دُکَ سُکَ لاپِ اَلاپَ ۾، رَهي ثابوتيءَ ساڻ،
جاڻي سَڀُ ڪَلِياڻُ، سَدائي سامي چَئي.

(31)

ٻيا سَڀِ ڪَمَ ڪوڙا، ساڌ سَنگتِ هَرِيڳتِ ري،
سامي سَمُجَھڻِ ڪِينَڪِي، مورکَ مَتِ موڙِھا،
ڪي ڳُرَمُکَ ڳُوڙها، پَرِچا پاڻُ ڪَدي ڪَري.

(32)

بي سَڀِ اَتي سُڄَ، ٻنان ساڌ سَنگتِ جي،
مرگھ ترِشنا جي جَلَ مون، سامي لهي نہ اُڄَ،
جاڳِنِ پورَنَ پُڄَ، تہ ساڌو سُکَ ساگرُ ملي.

(33)

ٻنان ساڌ سَنگتِ، سامي سُڌِريو ڪونہ ڪو،
جاڳي ڪَڍُ اندَرَ مون، بي سَڀِ مَمِتا مَتِ،
پائي ڳِياتِ ڳروءَ جي، ڪَرِ اَيِيدَ ڀڳتِ،
تہ ساکي ڏِسين سَتِ، چيتيءَ ۾ ڪُنچَرَ ۾.

(34)

ڪوهُ ڪَرين اُپِياسُ، تو مورکَ مايا موهَ جو؟
سامي سَيِيئي ڪَيا، جَنھِن رڻ ۾ رولي ناسُ،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، ڪَرِ ٻاريءَ مَنجھ نِواسُ،
تہ چيتَنَ چِدَ آڪاسُ، ڏِسين پانھِنجي گھرَ ۾.

(35)

مورکَ ڪوهُ مَرين، تو اُوڊِيا جي اهَنڪارَ ۾،
ملي ساڌ سَنگتِ سان، سَرِبَ تِياڳُ ڪرين،
سامي اَجَرُ جَرين، تہ سَنَمُکُ ڏِسين سُپرين.

(36)

مورکَ ڪوهُ پَچين، تو اُوڊِيا جي اَهَنڪارَ ۾،
مِلي ساڌ سَنگِت سان، رَنگَ ۾ چونہ رَچين،
اَھِڙو داءُ اَچي، موٽي ٻَڌنڊءِ ڪِينَڪِي؟

(37)

چاڪي تو سورين، سُمِرِٽيون سَمُجَهہ ري،
ساڏَنَ سُپيرَينِ ري، اَتي سَپِ اوري،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، ڪَلِپَتَ ڪَڏُ ڪوري،
تہ جهُولين هِندورين، سامي اَنيَئہ سارَ جي.

(38)

وَچي پَوَ ڪِري، سامي ساڏَ سَنگتِ ۾،
دِيکِيا وَٺي دِلِ سان، لَنگهي گهاٽُ گهِري،
تہ سَهَجي جڳُ سُپَني جو، وَجيئي وِسِري،
اَچين ڪِينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾.

(39)

جَڏِ وَڏائي واءُ، ڪايا مايا ڪُلَ جو،
سامي تِينڊُءِ ڪونڪو، هَرِ بِنان هَمراهُ،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، ساجُهرِ ڪَرِ سَماءُ،
اَهڙو دِلبَرُ داءُ، موٽي اينڊُءِ ڪِينڪي.

(40)

نانا بيکَ مَ ڌارِ، مورکَ مَنَ جي ياءِ تون،
ڪونہ بُڌوسي ڪاٿِئين، ڦِيڻَ لَنگهايو پارِ،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، اُوِديا پَرَمُ نِوارِ،
جاڳِي پاڻُ سَنيارِ، تہ سُکي ٿِئين سامي چئي.

(41)

هِيرو جَنَمُ نہ هارِ، مورکَ مَنَ جي ياءِ تون،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، اُوِديا پَرَمُ نِوارِ،
پانهِنجو پاڻُ سَنيارِ، تہ سُکي ٿِئين سامي چئي.

(43)

مُورکَ ڪِينَ ڏِسَنِ، سَنَمُڪُ سُپيرِيَنِ ڪي،
اَوِديا جيءِ اَنڌا ڪَيا، ڏِنو پَٺُ پِريَنِ،
پَرَمَ مَنجِهه پُلي ڪَري، تا پَنا نِتُ پَڙهَنِ،
تَپَ تِيرَٿَ بِرِتَ نيمَ، جڳَ جُهِدُ ڪَيو جاڳنِ،
غُفا بَنَ پَهاڙَ ۾، بُکَ اُڃَ دُکَ سَهَنِ،
نانا بيک ڌري ڪَري، تا ديهه اَمولَ دَهنِ،
بِنان ساڌَ سَنگَتِ جي، سَڀِ وَهَڻَ مَنجِهه وَهنِ،
ڪي لَکايا لَهَنِ، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(43)

تِرشِنا تارِ نَدي، سَدا وَهي تِکَ تاوَ سان،
تَنهِن ۾ واڳهو ڪَيَ مَڇ، سَهَسين سَنَبَنڌي،
سامي وِجهين ڪِينَڪِي، تون پانهنجو پاڻُ بَنڌي،
ڪيوَلِ هِڪَ ڪَنڌي، وَنِين ساڌَ سَنگَتِ جي.

(44)

سَواد سَيئي، ڪَري ڏِنَم رامَ ري،
ڪنهين گَتِيو ڪِينَڪِي، ڪيپَ گُتِي پيئي،
سامي ساڌَ سَنگَتِ سان، مِلِيُسِ مَنُ ڏيئي،
سُتَهِ سُڌِ پيئي، ويئي ڪوتِ خُواري نِڪري.

(45)

تَڪي بينُس تَڙَ، ڪنهن پارِ لَنگهايو ڪِينَڪِي،
بيکَ گِرستِي لوڪَ سَڀ، سامي سُورَ سُگهڙَ،
تَڪِي ساڌَ سَنگَتِ جِي، لِنوَ سان وَدِيمَ لَڙُ،
سَهَجي اَوِديا اَڙَ، مِٽي ويئي مَنَ مون.

(46)

رَهئِسِ سَبِ پِنِڪي، ٻيڪَ پَنڌَ جوڳي جَتي،
ڪَنهِين لاتي ڪِينڪِي، مَمتا مَٿِڪي،
ڪَنهِين پُورَنَ پُنَ تي، اَچي ساڌوءَ اَٽڪي،
سولائي چِتَ چِٽڪي، سامي ڳٽي وِيو سِيرَ ۾.

(47)

ڪَري اُپاوَ ٿڪِي، مَيلُ نہ مِٽي مَنَ جي،
سامي ساڌَ سَنگتِ جِي، سَچي اوٽ ٿڪي،
تَنِ راهَ لَڪِائي لَڪَ سان، پيراڊُنِ پَڪي،
ڏِسي دَرَسُ چَڪِي، بوندَ سَمائي سِنڌُ ۾.

(48)

ٿيئي لوڪَ رُلي، سانت نہ آئي جيءَ کي،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، اَوِديا ڳَنڍِ کُلي،
ويئي ياسَ ٻُلي، سامي چَئي سَنسارَ جي.

(49)

سدائي سيتَلُ، سَنگت ساڌو جَنَ جي،
ڪوري سَبَ قَلوبَ مان، ڪَڍِي مَمتا مَلُ،
جوڙي جوت سَروپ سان، سامي ڪري مَن اَچَلُ،
چڙهيو جنِ عملُ، واقفُ سي وِرونهَن جا.

(50)

ڪري وَٺُ اُپاءُ، اَوِديا روڳَ اَسارَ جو،
موٽي ايندءُ ڪِينڪي، اَهڙو اُتَمُ داءُ،
ملي ساڌَ سَنگتِ سان، اَنيئہ اوڳُ ڪاءُ،
تہ سامي نانا ياءُ، مِٽي وَجيئي مَنَ مون.

(51)

ڪَري سَمَ صِدقُ، مِليــن ساڌ سَنگتِ سان،
جي توکي پياسَ پَسَڻَ جي، تَہ سِپَ چاترڪَ جان سِڪُ،
پائي بوند اَئيئِي ڪرِ لوڪن ڪون لِڪُ،
تَہ اَندَرِ باهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسيــن سُپرين.

(52)

ڪَهڙيءَ ڀِڳتِ تي، مِلــي پيارو پانهنجو،
شيوا پوڄا ساڌِنا، پَهُچي ڪينَ تِتي،
جَپَ تَپَ جوڳُ ڪَري رَهيا، ڪَلَ نہ ڪَنهين ڪي،
سامي پَهُتا سي، جَن جو ساهُ سَنگت ۾.

(53)

ڪنهن جي ڪينَ وَجي، ڪَلِپَتَ ساڌَ سَنگت ري،
اِها ڳالهِہ اَئيئِي، ڪو ڳُرمُکُ هِڪُ مڃي،
جيڪو ڀولُ ڀَڃي، سامي سَنتَنِ سان مِلي.

(54)

ڪَنهن وِرلي وَڄايو، نگارو نِرَباڻَ جو،
جَنهِن تي ساڌَ سنگت جو، سامي ٿيو سايو،
اُلٽي گهرِ آيو، چاهَ وِڃائي چِتَ جي.

(55)

سُوڌي سَنگُ ڪَري، سامي سَچارَن جو،
سدا جَن جي منَ ۾، محَبَتَ مَچُ ٻَري،
سُتَهہ سِڌِ سَروپَ ڪون، پَلَڪَ نہ ٿِئن پَري،
ڌِئنِ ڀَندارَ ڀَري، سَيَڪَنهِن کي سُکَ جا.

(56)

اَچي هِن اُوسَرِ، جيڪو پريتِ پَڪيءَ سان،
وَنِي وَجان تنهن جَنَ کي، پَرِچي پَنهنجي گهرِ،
چاڙهي پريمَ چوڏولَ ۾، ڪَريان سَيني ڪون سَرِ،
حاضُرُ ڏِسي هَرِ، سامي پيدَ پَرَمَ ري.

(57)

سڏِنِ سَودائي، تنهن کي جيءَ جَهانَ جا،
جنهن سُتهِ ساڌُ سَنگتِ جِي، رَجَ مَستَڪ لائِي،
چَڙهيو اَنيَئِہ اَڄَ تي، وجائي وائي،
سامي سَدائي، سَنَمُڪُ ڏِسي سُپرين.

(58)

چَونِ لوڪَ چَرِيو، آءٌ سِياڻو سَنرو،
مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، ڪارجُ سَڀُ سَرِيو،
ڏِيو جوتِ اڳمَ جو، پِيائيءَ ٻِنان ٻَريو،
سامي ڏِسي نَريو، پنهنجي اَکين پاڻَ کي.

(59)

جوڳي ٻيراڳِي، پَنتَ سَناسي سيوڙا،
تَنِ مون کو هِڪڙو، سامي وَڏ ڀاڳِي،
جَنهِن مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، مَمِتا مَتِ تِياڳِي،
ڏِنائين جاڳِي، پانهنجي اَکين پاڻَ کي.

(60)

مَنِيو جَنهن وَچَنُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
ڪَري وَسِ ويساهَ سان، وينو مَنُ پَوَنُ،
سَهَجِي تنهن سيوَڪ تي، پَرَيُو تِيو پَرسَنُ،
جاڻِي پَنهنجو جَنُ، پَلَڪَ پَرانهون نہ ٿِئي.

(61)

مَري جَنهن مَجو، وَتو ساڌ سَنگتِ جو،
سو سُتَهِہ سَروپَ جو، ڇَڏي ڪينَ ڇَڄو،
ملي ڏِنائين لَڪَ ۾، سامي جڳُ سَڄو،
سَدا رَهي رَڄو، ڪَري نہ بيہڪَ بُکِيَنِ جان.

(62)

ايڪِتا ري آنُ، ڪونہ بُڌوسي ڪاڻئين،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، جَنهِين جِيتيو مَنُ،
سو پائي رامُ رَتَنُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(63)

اَڃي پِئڙو رُڪُ، جَنهِن جو ساڌ سَنگتِ سان،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَنسو ڏُکُ،
پَرچي ڏِنائين پاڻُ ۾، اَنيَئِہ آتم سُکُ،
سَدائين سَنمُکُ، رَهي رَمِتا رامَ ۾.

(64)

جيڪو جَنُ ڪَري، سودو ساڌ سَنگتِ سان،
هَلہي ديسَ اڳمَ ڏي، اَنيَئي بارَ پَري،
واٽ جڳاتي ڏَرمَ راءِ، تنهن کي ڏِسي ڏَري،
اُلٽي پيٽ ڏَري، سامي سِرَڏا پِريتِ سان.

(65)

جيڪو پاڻُ ڇَڏي، اَڃي ساڌ سَنگتِ ۾،
سامي تنهن کي سَتگرو، پَرِچي گڏُ گڏي،
اَنيَئِہ ساڻُ اَڏي، سارُ لڪائہي سَيَ ۾.

(66)

جيڪو پيو ڪِري، سامي ساڌ سَنگتِ ۾،
مِليو تَنهن مائِل کي، سُتَهِ سِڌِ سُپري،
سامي سُکَ سَنسارَ جا، وِيَس سَڀ وِسِري،
اَچي ڪينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻ جي دُکَ ۾.

(67)

جيڪو پَئي ڪِري، سامي ساڌ سنگتِ ۾،
تنهن کي ڳَل لائي ڪن ڳوٺ جو، پَسي نِتُ پِري،
اَچي ڪينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻ جي دُکَ ۾

(68)

جيڪو سَرَنِ پيو، اَچي ساڌ سَنگتِ جي،
سَهجي تَنهِن شيوَڪَ جو، ڪارج سِڌِ ٿيو،
ڏِسي ڪينَ ٻيو، سامي سُپيرِيَنِ ري.

(69)

جيڪو سَرَنِ پَئي، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
سو آتَمَ پَدَ اگَمَ جي، سُتَهِ سَنڌِ لَهي،
راتِيون ڏينهنَ رَهي، اَرڌ اُرڌَ جي وِچَ ۾.

(70)

جيڪي سَرَنِ پيا، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
تَنِ جا پُوري سَتِ گُروءَ، ڪارِجَ سِڌِ ڪَيا،
ويري مِترَ ٿِيا، مَمَتِ نه رَهي مَنَ ۾.

(71)

جيڪو لِنوَ لائي، سامي ساڌ سَنگتِ سان،
سو ڳِٽِتِي ڪَڍِي مَنَ مون، پيرُ اَڳِي پائي،
جِئَڻ مَرَڻ دُکَ سُکَ جو، سنسو مِٽائي،
سَهَجي سَمائي، اَنيَئِه آتَمَ پَدَ ۾.

(72)

جنِ ڪي پريمَ پياسَ، اَچي اَزِغيبي لڳي،
سي سامي سَدائي رَهَنِ، مايا مَنجِهہ اُداسَ،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، تِيا داسَنِ جا داسَ،
ڪَٽي اوِديا قاسَ، سَڀَ گهٽ ڏِسَنِ سُپِرِين.

(73)

جنِ ڪي لڳي لوڙ، سامي سُپيريَن جي،
سي مِلي ساڌ سَنگتِ سان، عاشِقَ اورِنِ اورَ،
پرہتِ وَڏائي پانهِجي، ماڻِنِ دَرسَنِ دورَ،
جئين نَچَنِ مورَ، ٻُڌي گَرِجَ گَگنَ جي.

(74)

جَنهن کي ٻاڻُ لڳو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
تنهن اُلٽي اَنتَرِ مُکِ تي، پَنهِنجو پولُ پڳو،
چَڙِهيو اَنيَئِہ اَڄَ تي، وِکِٽي ڊورُ ڊِڳو،
پِيچو ءِ اَڳو، چاڙِي سَڀُ سَڄَڻَ جو.

(75)

جَنهن کي لَپيتيو، اَچي عَشِقَ عَجيبَ جي،
تَنهِن مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سَنسو سَڀُ ميٽيو،
گِهڙي پانهنجي گهرَ ۾، پُورَنُ پَدُ پيتيو،
سُکي تي ليتيو، سامي سُکپَتِ سيجَ تي.

(76)

جَنهن کي آيو ساءُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
اَچي لڳو تنهن جو، سَهَجي دلبَرُ داءُ،
ميٽي دُتيا ڀاءُ، سَڀَ گهٽ ڏِسي سُپِرين.

(77)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
تنهن موڙي مَنُ مَرَمَ سان، اَنتَرِ مُکہ لايو،
گُرَ گمَ سارُ سَهي ڪَري، سَنسو مِٽايو،
نهِيو نهايو، سُکُ لَڏائين سَمَ جو.

(78)

جَنِهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
تَنهِن پَرِچي لڌو پيچرو، نهيو نهايو،
سُتَهِ سُمايو، ساکيءَ سار سَروپَ ۾.

(79)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
سو گهرَ دَرَ سَڀُ ڇڏي ڪَري، سُکَ ۾ سَمايو،
سَت گُرَ جو سايو، سَدا ڇاٽي سِرَ تي.

(80)

جَنهن کي آيو رَسُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
مِٽِي تَنهِن جي مَنَ مون، ڪوٿ جَنَم جي ڪَسُ،
نِرمَلُ نارائِنَ جو، ٻُڌِي ٻولي جَسُ،
خاوندَ ٻاجهون خَسُ، خالي ڏسي ڪونڪو.

(81)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
سو پِئي پِيالو پريم جو، ڏيئي سڀ سَرَونسُ،
گُرَگمَ کَڍِي جيءَ مون، ڪوري ڪَلِپَتَ ڪَسُ،
ڳائِنِ تنهن جو جَسُ، ويدَ پُرانَ مِلي ڪري.

(82)

جَنهن کي رَنگُ لڳو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
اُتي تنهن جي گهرَ مون، اوِديا پوڻ پڳو،
ڪَيائين صافُ سَمُجَهہ سان، پڇو ۽ اڳو،
وِڪِٽي ڍورُ ڍڳو، سُتَهہ مِليو سَروپَ.

(83)

جَنهن کي ڳالِهہ وَڻي، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
سو چَڙهيو اَنيَئہ اچَ تي، وَني عَشِقَ اَٽي،
اُستَتِ نِندا لوڪَ جي، بينو سڀ ڪٽي،
توڙي پِني پَنجَ ڪَٽِي، تہ پيي راجا رانول ديسَ جو.

(84)

جَنهِين ڏيئي دِلِ، سامي ساڌ سَنگتِ ڪِي،
سو پَرچي ڏِسي پورَبي، جُهڳِي ۾ جِهل مِل،
چَڙِهي رَنگِ مَحَلِ، موجانَ ڪَري مَمَتَ ري.

(85)

جَنهِن کي لَڳو ڦَلُ، اَچي ساڌ سَنگتِ جو،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
سُتَهہ سِدِ سَروپَ ڪون، پاسي تِي نہ پَلُ،
اٺ ئي پَهَرَ اَچَلُ، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(86)

جَنهِن کي لڳو ڦَلُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
باهِ نہ ساڙي تَنهِن کي، بوڙي سگهي نہ جَلُ،
اَندَرِ باهَرِ نَيَ جان، رَهي اَليپُ اَچَلُ،
جاٽِي مايا ڇَلُ، چَڙِهي وينو چَوڏولَ ۾.

(87)

اَچي لَڳو قلُ، ڪوٺَ جَنَمَ جي ڪَرَمَ جو،
مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، تِيو مانُڪَ جَنَمُ سَڦلُ،
ڏِنو هِنَ اڪِن سان، آتَمَ پَدُ اچلُ،
سامي اَوِديا مَلُ، ريڪَ نہ رَهِي مَنَ ۾.

(88)

اَچي لَڳو ڦلُ، ڪوٺَ جَنَمَ جي ڪَرَمَ جو،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، تِئڙو مَنُ اَچلُ،
مِٽائي خَلَلُ، سامي سُڪِپَتِ روپُ تِيو.

(89)

جَنهين اوٺَ وَدِي، سامي ساڌَ سَنگتِ جي،
آتَمَ پَدَ اَپارَ جي، تَنهِن سَهَجي سُڌِ لَڌي،
چِڪي ڳِنڍِ ٻَڌي، سَچِي سِڪَ پِرِيَنِ جي.

(90)

جَنهين پَلِيو پانڌُ، مِلي ساڌَ سَنگتِ سان،
سو سامي رکي ڪِينَڪي، ويرُ ياءُ ڪَنهِن سانڌُ،
سَپَ جو گهري ڪَلِيانڌُ، پِريتَمُ جاڻِي پانهِنجو.

(91)

جَنهين دِلِ ڏِيئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
سَهَجي سُپيرِيَنِ جي، تَنهِن کي سُڌِ پيئي،
سَنسا سَيئي، ميٽي وينو مَحَلَ ۾.

(92)

جَنهِين دِلِ ڏِيئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
مِٽِيا تَنهِن جي مَنَ مون، سَنسا سَيئي،
ساڌِي چَڙهيو سِيرَ تي، اُروارُ پارُ ٻيئي،
دِرِشٽِ وَجي پيئي، سُتَهِه سِدِ سَروپَ تي.

(93)

جَنهين دِلِ ڏِنئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
مِٿيا تَنهن جي مَنَ مان، سَنسا سَڀئي،
سُتَهہ سِڌِ سَروپَ تي، دِرِشٽِ وَڃي پيئي،
لوڪُ پَرلوڪُ ٻيئي، ساڌِي وينو سَمَ تِي.

(94)

جَنهين پَرچي پڳُ، ڳنيو ساڌَ سَنگتِ ڏي،
سامي تَنهن شيوَڪَ کي، نِڳي نہ اوِديا نڳُ،
ڪايا مايا ڪُلَ ۾، رَهي اَليپُ اَلڳُ،
جِيتي سارو جڳُ، پَهُتو پار پريَن کي.

(95)

جَنهين پَليو پاڻُ، مِلي ساڌَ سَنگتِ سان،
تَنهن جو ويري ڪونہ ڪو، صُلحُ تِي سَڀَ ساڻُ،
سامي سَدائي رَهي، نانا ڪون نِرٻاڻُ،
ڳاوي راڳُ ڪَلِياڻُ، چَڙهي سَهَجَ سُميرَ تي.

(96)

جَنِين کي ڳاسِي، پيئي ساڌَ سَنگتِ جي،
لاٿي تَنِ ڳُڇيءَ مون، سامي جَمَ ڦاسي،
ڳِهڙي لَڌائون گهرَ مون، اَلکُ اِبناسي،
وَڃي ٿِيا واسي، ٻاريءَ ٻيگَمَ پورِ جا.

(97)

جَنين لِنوَ لائي، سامي ساڌَ سَنگتِ سان،
تاتِ تَني جي مَنَ مون، مِٿي پَرائي،
رَهي نہ رائي، چِنتا چاهَ اَندَرَ ۾.

(98)

جَنين لائي خاڪَ، سِرَ تي ساڌ سَنگتِ جي،
سَهَجي سُکُ سَروپَ جو، ماڻِن سي مُشتاقَ،
ٻُڌي تَنِ جا واڪَ، سَهَجي مَنُ سيتَلُ ٿيو.

(101)

جَنين لائي خاڪَ، سِرَ تي ساڌ سَنگتِ جي،
سامي سُکُ سَروپَ جو، ماڻِن سي مُشتاقَ،
مُکِتا ٿِيا مَنَ کون، تَنَ جا کولي تاڪَ،
ٻولِن اَنيڪِ واڪُ، سُياوَڪَ سَنسي ري.

(100)

جَنِ سُڃاتو سَچُ، مِلي ساڌ سَنگتِ سان،
سَدا تَنِ جي مَنَ ۾، ٻَري مَحَبَتَ مَچُ،
ڪَڍي ڪَلِپَتَ ڪَچُ، سامي چڙهيا سيرَ تي.

(101)

گُذِري سا گُذِري، باقي رَکُ رَهَتِ سان،
وَڃي ساڌ سَنگتِ ۾، سامي پَڪَ ڪِري،
تَہ پَرِچي پاڻَ پِري، ڪَٽِي وَٺني هَٿَ سان.

(102)

وِڌو جَنهن سَٿ ۾، پَنهِنجو پاڻُ سَنگتِ ۾،
سونَکي واڌي ۾ وَڌي، نَکي گهاٽي مَنجِهہ گهٽي،
سامي سُمِهيو سيجَ تي، ڪَلِپَتَ سَڀَ ڪَٽي،
ٻنان چيتَ چَٽي، سِلَ الُوٽي سَمَ جي.

(103)

رَکِيو جَنهن ناتو، سِرَ تي ساڌ سَنگتِ جو،
پيگَتِ هارُ گِڇيءَ ۾، پوئي تنهن پاتو،

سامي سُپيرِيَن ڪي، سَبَ گهٽِ سُڃاتو،
وائِي نہ واتو، شيوَڪُ تِي شيوا ڪَري.

(104)

وِرلو ڪو ڄاڻي، مَرِدُ سِڪَ مَرَمَ ڪي،
جو مِلِي ساڌ سنگتِ سان، پَسِريو گهرِ آڻي،
هَلِي هَٺُ ڇَڏي ڪَري، پڳوَنتَ جي پاڻي،
سُمهي پَٽُ تاڻي، سامي سُکَپَتِ سيجَ تي.

(105)

وِرلو ڪو ڄاڻي، قَدُرُ مانُڪَ ديهہ جو،
جو مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، پَسِريو گهر آڻي،
ڏِسي سَبُ سَنسارَ ڪي، چاڻيءَ مَنجِهہ چاڻي،
سامي سُڃاڻي، ڄاڳي پنهنجو پاڻَ ڪي،

(106)

وِرلي ڪَنهِن ڄاتو، قَدُرُ مانُڪَ ديهہ جو،
جَنهِن مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، مُنهن مَڙهيءَ پاتو،
سامي ڇَئي سَروپَ ڪي، سُتَهِہ سُڃاتو،
واري ڪَٽُ ڪاتو، جيئندي وينو جَمَ سان.

(107)

وَلَ ڇَلَ سَبِ ڇَڏي، اَچِين ساڌ سَنگتِ ۾،
سَنتَنِ ساپُرسَنِ سان، جوڙي جيءُ گَڏي،
تہ وِجهَني سَنت اَڏي، ڏِسي سِڪَ سامي ڇَئي.

(108)

سَٺي جَنهِن وِڌو، پنهنجو پاڻُ سَنگتِ ۾،
تَنُ مَنُ تِنهن سا پُرِسَ جو، سَمُجَهہ مَنجِهہ سِڌو،
سامي مُلِهہ ڪِڌو، تَنهِن پَرَ ميشَرَ ڪي پِريتِ سان.

(109)

ساڌ سَنگتِ جِي اوٺ، وَڏِي جَنهِن ويساهہ سان،
کَنهِن جي ڇَلِي ڪانڪا، تَنهِن چيتَن تي چوٽ،
سامي سَٽِــي سَمَ تيو، پاپَ پُڄَ جِي پوٽ،
ٽَنَ ۾ تيـرَٿَ ڪوٽ، ڪَري نِتُ ڪَلِپَتَ ري.

(110)

ساڌ سَنگتِ جِي اوٺ، وَڏِي جَنهِن ويساهَ سان،
سامي ڇَلِي نہ کَنهِن جِي، تنهن چيتَن تي چوٽ،
گٽي سَٽِيائيـن سِر تون، پاپَ پُڄَ جي پوٽ،
ٽَنَ ۾ تِيرَٿَ ڪوٽ، پَرِچِي ڪَري پِرِيَنِ سان.

(111)

ساڌ سَنگتِ ڏي پِڳُ، ڪنيون جَنهِن خوشيءَ سان،
لَڌو تنهن لوچِي ڪَري، ديسَ اگمَ جو ڏڳُ،
سامي تِيو سَرِبَگُ، پائي سُکُ سَروپَ جو.

(112)

ساڌ سَنگتِ مون راهَ، جنهن سامي لَڌي سَچَ جي،
سَهَجي ٿَنهِن جي چِتَ مون، مِٽي چِنتا چاهَ،
کَنهِن جي رَکي کِينَکِي، پِرِيَنِ ري پَرواهَ،
نِرمَلُ پَري نِگاهَ، سَنَمُکُ ڏِسي سُپِرين.

(113)

ساڌ سَنگتِ هِڪُ پَلُ، کَئي جَنهِن کَلِپَتَ ري،
مِٽيو ٿنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
اُٺئي پَهَرَ اَچَلُ، پَرچو رَهي پاڻ ۾.

(114)

ساڌ سَنگتِ جو ڦَلُ، ياري ڪَرَمَ ڪَلپ ڪون،
ڪَڍي سَبُ اَندَرَ مون، سامي مَمتا مَلُ،
تَتو ڪوٺُ جَنَمَ جو، ڪَري سَمَ سِيتَلُ،
آتَمَ پَدُ اَچَلُ، سَنتَ لَکائِنِ گَهرَ ۾.

(115)

سمجهي جَنهن صَلاحَ، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
وَڃِي تنهن ويساهَ سان، اُلٽي اَنيَئِہ راهَ،
جاڳي ڪَڍِيائين جيءَ مون، ٻي سَبِ چِنتا چاهَ،
ٻنان ڪَلِپِتَ ڪاهَ، ڪَري پَهُتو پَدَ ۾.

(116)

سَمجهي جَنِين سَئِنَ، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
سي مَمَتَ مِٽائي مَنَ جِي، ٿيا اُوڏوتي عَينَ،
جاڏي ڪَڍَنِ نَئِنَ، تاڏي ڏِسَنِ سُپرينَ.

(118)

سامي نِيتِ اَنيتِ، ڪوه ڳِٽيـن تو جيءَ ۾،
مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، اِها اُوڍِيا جِيتِ،
پاڻُ ڪَڍِي ڪَرِ پريت، تہ سَنَمُکُ ڏِسين سُپرِين.

(118)

سامي سَبِ وِچاءِ، گهٽِ وَڌِ چاڻ اندَرَ مون،
ڳُرگمَ سارُ سَهي ڪَري، لُئِن لئِن سان لِنوَ لاءِ،
چڙهي نورَ مَحَلَ ۾، اَنيَئِہ اَلکُ جڳاءِ،
نِرَيَئِہ راڄُ ڪَماءِ، مِلي ساڌ سَنگتِ سان.

(119)

سامي سپ وِسارِ، ليڪا چوڪا جيءَ مون،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، پَنهِنجو پاڻُ سَنيارِ،
تہ دوساڻيءَ دَربارِ، خاصو خِلوَتَ دارُ ٿِئين.

(120)

سامي رَچي ڪينَ، ساڌ سَنگتِ هَرِيگتِ مون،
رَهي سَدائين جَلَ ۾، جِئين پِياسي مِينَ،
پنوَرُ نہ پيدِي گُلَ ڪي، مَري ٿِئي لِنوَ لِينَ،
مِرگُ موهِيو رَسَ بِينَ، صَرفو ڪَري نہ سِرَ جو.

(121)

سامي اَلکُ اَپارُ، مَنَ بُڌِ واڻيءَ ڪون پَري،
وِياپي رَهِيو وِسُ ۾، سامي سِرجڻهارُ،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، تون ڪَرِغُصي ڪي غارُ،
تہ دوستَ جو دِيدارُ، ڏِسين هِنَ اکِن سان.

(122)

سامي شونقَ سَچي، لَکين هَزارين لَعلُ ڪِيا،
مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، تون رَنگَ ۾ چو نہ رَچين،
موتي بَڻنڊِ ڪِينڪي، اَهِڙو داءُ اچي،
ناحَقُ کوهُ پَچين، تو اَوِديا جي اَهَنڪارَ ۾؟

(123)

سامي سوئي جاڻُ، پَهُتو پارِ سَمُندَ کون،
جومِلي ساڌ سَنگتِ سان، چَڏي پَنهِنجو پاڻُ،
ساکِي ڏِسي ساڻُ، اَندَرِ ٻاهَرِ دَهَ دِسا.

(124)

وَدو جَنِ حِصو، سامي ساڌَ سَنگتِ مون،
بُڌو تَنِ پُرِسَنِ جو، ڪَنَنِ ساڻُ قِصو،
پَرِچا رَهَنِ پاڻَ سان، ڪائِي مِنو تِرِسو،
جي تَنِ جو دَرِسُ ڏِسو، تہ مڙيئي معافي ٿِيو.

(125)

وِرِلو ڪو ڄاڻي، ساڌَ سَنگتِ جي سُکَ کي،
سامي جَنهِن کي سَتِ گُرو، پَرچِي گھرِ آڻي،
مَوجان سو ماڻي، اَنئي پَهَرَ عَجِيبَ سان.

(126)

وِرِلا ڪي پائِينِ، سامي سُکُ سَروپَ جو،
جي مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، لِنوَ سَچي لائِينِ،
پولو نہ پائِينِ، نِرِگُڻَ ۽ سِرِگُڻَ ۾.

(127)

وِرِلي جَنَ کَٿِي، ڪنهن بازي مَنَ مَواسَ ڪون،
جَنهن مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، بيحَدِ بوندَ چَٽي،
جِيتي اُوِديا دَلَ کي، ڪَلِپِتَ سَپِ کَٽي،
سَمُجِهي اَتِپَتي، آڪاڻي اَنيَو جي.

(128)

ياري پَٽ پِيو، اِگِيون واچَ اَواچَ جي،
ساکيءَ کي سامي چئي، تنهن جوڙي جيءُ کَيو،
اَڻ هوندي دَرِياهَ جي، وَهَ ۾ وَهي پِيو،
جَڏِي ساڌوءَ سَنگُ ٿِيو، تَڏِي جاڳِي جڙي پاڻَ سان.

(129)

ڳهمي گهر آيو، ڪِل ڪِل مِٺي ڪِينَڪِي،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سَنسو مِٽايو،
تَن چِيٽيءَ ۾ ڪُنچَرَ ۾، اَلڪُ لڪايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(130)

اِهو دانُ ڳهري، سامي ساڌ سَنگتِ ڪون،
سَدا مَنُ مَحَبوبَ جي، آڳِيا مَنجِهہ ٿُري،
ڦِرنو ڪونَ ڦُري، اوِديا جي اَهَنڪارَ ڇو.

(131)

مَهِما ساڌوءَ سَنگَ جي، پَري ڪون پَڙي،
سيسُ سَلاهي سَهَسَ مُکَهَ، ويدُ وِمَلَ اُچَري،
بَرَهَما، وِشِنُ، مَهيشُ مَهَدَ جَنُ، سامي ساکَ پَڙي،
ڪوٺَ اُپاوَ ڪري، مَنُ واٽِي پَهُچي ڪِينَڪِي،

(132)

ياڳِنِ ڏِنو يَرُ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ ٿِيو،
جَهَدُ جو جَنِمَنِ جو، سو سَيو سابُ پِيو،
سَنسو آتَمَ جيءَ جو، سو وچان ئي ويو،
پِريَنِ پاڻُ ڪَيو، هي نَظَرُ نِماٽيءَ تي.

(133)

مَتي جاڳيو ياڳُ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ ٿِيو،
تَنهِن ڏيکاريو ڏِيلَ ۾، آتَمَ سُکُ اَنراڳُ،
مُوڙهيءَ لَڌو ماڳُ، جو اَصُلي اڳِهين هُئو.

(134)

ساپُرِسَنِ جو سَنگُ، سِيتَلُ ڪَري سَڀَ ڪي،
ميـتـي ڏِئـي مَسِـتَـڪَ تـون، وِرَڌاتـا اَنـگُ،
وَجي پُڄُ تنهين ڪون، جَنهِن ڪي لڳو رَنگُ،
سامـي تِـي سَرِبَـنـگُ، وَرِتـي وِڌِ ويـچـارَ سـان.

(135)

ڏِنِـي سَـيـائِـي سُـڄَ، سـاڌوءَ ري سَـنِـسـارَ ۾،
مِرِگهه تِرِشِنا جي جَلَ مون، سامي لَتِي نہ اُڄَ،
جاڳِيا پورَنَ پُنجَ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ تِيو.

(136)

ساڌوءَ سَنگَ سَمانُ، جَپُ تَپُ اَتي ڪونڪو،
نڪو جوڳُ جُڳِتِ ڪا، نڪو دانُ اِسنانُ،
نڪو تِياڳُ وَيراڳُ ڪو، نڪو گِيانُ ڌِيانُ،
سَڀُ اوري اِيمانُ، سامي پَدَ اَواچَ ڪون.

(137)

بِيا سَڀِ ڏيئي بَنِ، ڪَجي سَنگُ ساڌَنِ جو،
جي آئي ڪي آدَرَ سان، پَرِچي پَنهِنجو ڪَنِ،
جاتِ وَرَنَ ڪُلَ ڪَرَمَ ڏي، سامي ڪِينَ ڏِسَنِ،
گَڏي گَڏُ چَڏِنِ، سُتَهه سِدِ سَروپَ سان.

(138)

ساڌوءَ سَنگِ وِيو، اَوِديا سَنسو جيءَ جو،
جِئين پِرَنگيءَ ڪِيٽَ ڪي، جوڙي پِرَنگُ ڪِيو،
لوهو پارَسَ سان لَڳي، سامي سونُ تيو،
پاڻيءَ مَنجهه پِيو، وَجي ڪيلُوٽو گَندُ جو.

(139)

ساڏوءَ سَنگِ سَڙيو، سَنسو ڪوٽ جَنَمَ جو،
اَندَرِ اونڌهہ نہ رَهِي، مانو سورُ چَڙهيو،
سامي اَڻ گهڙيو، ديوُ ڏِنوسي ديهہ ۾.

(140)

ساڏوءَ سنگ چُڪي، چاهَ سَيائِي چِتَ جي،
سَوداگَرَ ساپُرسَ جِي، اَچي ڪيٻَ ڏُکي،
اُوِڌيا سِنڌُ سُڪي، سامي سَمَ ويساهَ سان.

(141)

ساڏوءَ سَنگِ پاتِي، جِيوَنَ پَدَوي جڳَ ۾،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، سَيَ گهٽِ سُجاتي،
مَنِسا مَدَ ماتي، سامي سَدائي رهي.

(142)

تئڙو ساڏوءَ سَنگُ، ٻيا سَبِ سَنگَ جَڏي ويا،
اَچي اَزغيبي لَڳو، لُنوَ لُنوَ آتَمَ رَنگُ،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، سامي رَهي نِسَنگُ،
چاڪي گُهمِي جهنگُ، جَنهِن گهرِ لَڌا سُپرِين.

(143)

ساڏوءَ سَنگ تِيو، تَڏي مَيلُ نہ رَهِي مَنَ ۾،
سامي سورجَ ڪي ڏِسِي، پاسو تَمَ ڪِيو،
پاٽيءَ مَنجِهہ پِيو، جِئين ڪيلوٽو ڳَندُ جو.

(144)

ساپُرسَنِ جو سَنگُ، ڪَري سِڪَ سَچيءَ سان،
موڙي مَنَ پوَنَ کي، ڏوَ سان وِجهي ڏَنگُ،
نڪي ڦِري ديهُرا، نڪي ڦِري جَهنگُ،
لائي وِهي رَنگُ، سُتَهِہ سِڌِ سَروپَ سان.

# سلوڪ ستسنگ مهما (ب)

(1)

وَجي سَڀَ وَهَندِي، خَلقَ خامَ خِيالَ ۾،
سامي لَڌِي ساڌ سَنگِ، ڪَنهِن ڪِرِپا ساڻ ڪَندي،
پَهُتو پورَنَ پَدَ ۾، قابُو ڪَمَر بَندي،
دَيا دَرِدَوَندي، مُڪَ رکي مَوجان ڪَري.

(2)

ڪوڙي وَڏائي، ڪايا مايا ڪُلَ جي،
چَڏي تِئي چَلَ وَلَ سان، پَلَ ۾ پَرائي،
سامي جَنهِن کي ساڌ سَنگِ، اَنيَءِ ۾ آئي،
تَنهن جاڳي لِنوَ لائي، پاڻُ وَرائي پاڻ سان.

(3)

ساڌوءَ سَنگِ سَهيپُ، پَرچِي ڪَيو جَنهن پانهِنجو،
ڪَديو تَنهن ڪَلِپَتِ جو، سامي لَئِہ وِکيپُ،
ٿيَ جان رَهي اَليپُ، سَدا وِديہِي ديہہ ۾.

(4)

ساڌوءَ سَنگُ ڪَري، جيڪو سِڪَ سَچيءَ سان،
سَهَجي سو سامي چَئي، اَوِديا سِنڌُ تَري،
اَندَرِ باهَرِ آتما، ڏِسي اَجَرُ جَري،
موتِي ڪينَ مَري، پورَنُ پائي پَدَوي.

(5)

ساڌوءَ سَنگُ ڪري، جيڪو سِڪَ سچيءَ سان،
سَهَجي سو سامي چَئي، اَوِديا سِنڌُ تَري،
اَنـدَرِ ٻـاهَـرِ آتـمـا، ڏِسِـي نـيـڻَ ڀَـري،
مـوتـي ڪـيـنَ مَـري، پـائـي پـورَنَ پَـدَوي.

(6)

ساپُرسَنِ جو سَنگُ، ڪَيو جَنهن ڪَلِپَتِ ري،
مِٽيو تنهنجي مَنَ مون، اَڻ هوندي آهَنگُ،
ويـنـو وِچ ٻَـزارِ ۾، پـائـي پِـريـم پَـلَـنـگُ،
بي رَنگيءَ جو رَنگُ، سُتَهَ ڏسي سامي چَئي.

(7)

ساپُرسَنِ جو سنگُ، ڪَرين سِڪَ سَچيءَ سان،
ڪـايا مـايا ڪُـلَ ڪـون، تـي نِـربـانُ نِـهَـنـگُ،
تَـ وِهـارِنـي وِچَ ۾، پـائـي پِـريـمَ پَـلَـنـگُ،
بيرَنگيءَ جو رَنگُ، ستهـ ڏِسين سامي چَئي.

(8)

جَنهِن کي پَرَم پارِسُ، لَڳو سَنگُ ساڌوءَ جو،
سو ڪـيـوَلُ ڪَـنـچَـن ٿِـيـو، چَـڏي مَـمِـتـا مِسُ،
سَدا رَهـي سـامـي چَـئـي، خُـلاصـو خـالِـصُ،
جـاڻـي سـارِي وسُ، چِـمِـتِـڪـارُ چـيـتَـنَ جـو.

(9)

ڏِنـي جَـنـهِـن چَـٽـي، سِـلَ الـوڙِي سـاڌَ سَـنـگِ،
پَـرِچـي سـو پـورَنُ ٿِـيـو، سـامـي سَـيُ وَٽـي،
نَڪي واڌي ۾ وڌي، نَڪي گهاٽي مَنجھه گهٽي،
ڪَلِپَتِ ڪالُ ڪَٽي، سُمِهيو سُکِپَتِ سيجَ تـي.

(10)

پَرِچي پاءُ گهڙِي، جَنهِن مَجِلسَ ڪَئي مُئِن سانُ،
تَنهِن کي اَمَلَ اَپِيدَ جو، وِيو خُمارُ چَڙهي،
پائي وينو پَدَ ۾، سامي مَؤجَ مَڙهي،
لائي ڏِيان ڏڙي، پَلِ پَلِ ڏِسي پاڻَ کي.

(11)

ڪَيو جَنهِن سَتِ سَنگُ، پاڻُ ڪَڍي پَرَتِيت سان،
سَهَجي تَنهن گُرَمُکَ کي، لَڳو آتَمَ رَنگُ،
پائي سُکُ سَروپَ جو، سِيتَلُ سَرَبَنگُ،
سامي گهرُ ائون جهنگ، سَمَ ڏِسي سَنسو ڪَڍي،

(12)

اَندِر جنهن آندي، سُرتِ سَميتي ساڌَ سَنگِ،
سامي لَڌِي تنهن لِنوَ سان، چيتَنِتا چاندي،
سَتي وِڌائِين سِر تون، هَيبَتَ هيڪاندي،
بَندَنِ جو باندي، موٽي تِئي نہ مورَکُ بَڻِي.

(13)

پورَوَ ياڳُ جڳيو، جَنهِن جو ساڌوءَ سَنگَ تي،
سَتِگُرَ سَندي شَبِدَ ۾، رَهي راتِيون ڏينهَن لڳيو،
جَنَمَ جَنَمَ جو سُمِهيو، تنهن جو مَنُ جڳيو،
سامي ڪينَ ٺڳيو، وَرَ مايا جي موهَ ۾.

(14)

جوڳُ ويراڳُ، ويچارُ، جنهن کي آيا ساڌَ سَنگِ،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، اَوِديا جو اهنڪارُ،
جاڳي ڏِنائين جوتِ ۾، سُپَني جو سَنسارُ،
عينَ اَپيدُ اَدارُ، سامي رَهي سُپاوَ ۾.

(15)

تَنهِن کي چَونِ چَريو، چَرِيا جيءَ جَهانَ جا،
جَنهِن جو سَنگِ ساڌوءَ ڄي، ڪارِجُ سَڀُ سَريو،
چَڙهي گِيانَ جَهازَ تي، اُوديا سِنڌُ تَريو،
سامي اَجَرُ جَرِيو، پورَنُ ڄاڻي پيءَ کي.

# سلوڪ ساڌ سَنگتِ مِهما (الف)

(1)

اَوِديا ڪَيَڙو اَنڌُ، پَٽَلُ ڏيئي جيءُ کي،
اَچي تِيُسِ ڪَنهن پُنَ تي، سَنتَنِ سان سَنبَنَڌُ،
ڏيئي تَنِ آنَندُ، سامي جيءُ سَجو ڪَيو.

(2)

مانُڪَ جَنَمُ اَمولُ، ڪنهن پاتُئِه پورَنَ پُنَ تي،
سو پَوَ ساگَرَ جي پيٽَ ۾، ريڙهي ڪَرِ مَ رولُ،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، لَهُه آتَمَ سُکُ اَڏولُ،
هَرَ هَرَ هِهڙو ٿولُ، هَٿَ ۾ ايندُءِ ڪِينَڪِي.

(3)

لِڪيو جَنهن اَلڪُ، سامي سَنتَنِ سان مِلي،
تنهن جِيئَندي مِلي جَمَ سان، ڇِنو ڪَلِپَتِ ڪَڪ،
سدائِين نِرپَکُ، رَهي پنهنجي حالَ ۾.

(4)

جَنهن جَنهن پَدُ پاتو، تَنهن سامي سَنتَنِ سان مِلي،
سَنتَنِ ري ڪَنهِن پاڻهي، سارُ نَه سُڃاتو،
رَهي جيءُ جَنجالَ ۾، اَوِديا رَنگِ راتو،
گُرَمُکُ سو گِياتو، جو سَمُجهائي اَسَمُجَهه کي.

(5)

ڀَريو جنهن مُجرو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
سَهَجي تنهن شيوَڪَ جو، اندَرُ ٿيو اُجرو،
لَڌائين حُجرو، پَرچي پاڪُ پريَنِ جو.

(6)

ڳٽتي ڪَرِ ڦِٽي، اندَرِ ڏِسُ اڳٽَ ڪي،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، سَمُجُهہ ڳالِهہ ڇٽي،
جَنِ جي مَمَتَ مِٽي، سي راجا رانوَلَ ديسَ جا.

(7)

وِرلو جَنُ وَجي، ڪو لنگهي پارِ سَمُندَر ڪون،
جو سَنتَن ساپُرسَن جي، سامي ڳالهہ مَجي،
جاڳي سِرُ ڀَجي، پَنجَنِ جو پَرتيتِ سان.

(8)

وِرلو ڪو پَرچي، رَهيو پانهنجي گهرَ ۾،
جنهن سامي سارُ سَهي ڪَيو، سَنتَنِ سان سَرچي،
ڪِمان جي خَرچي، ٻَڌي وينو ڳنڍِ ۾.

(9)

جاڳي جَنهن ڪَيو، سامي سَنگُ ساڌوءَ جو،
تنهن جو پِرَنگيءَ ڪِيٽَ جان، ڪايا پَلَٽُ ٿيو،
سَهَجي اوڊِيا سِنڌُ ڪون، لَنگهي پارِ پيو،
ڏِسي ڪِينَ ٻيو، سُتَهِہ سِڌ سَروپَ ري.

(10)

ڪوڙي ڪَٽَ مَڪَٽِ، دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان،
سامي سَنگِ ساڌوءَ جي، مَنَ پنهنجي ڪي مَتِ،
اَهِڙو ويلو هَتِ، موٽي اِينڊءِ ڪِينڪي.

(11)

ڪَڏي پاڻُ ڪَري، سَنگتِ ساڌو جَنَ جي،
وَڃَنَ اَمولَ بُڌي ڪَري، هِردي مَنجهه ڌَري،
اَوِديا سِنڌُ تَري، سامي سَمَ ويساهَ سان.

(12)

هَرِ پَگتَنِ سان هيتُ، ڪَيو جنهن ڪَلِپَتِ ري،
سو جاڳي اَوِديا نِندَ مون، سَهَجي تيو سُچيتُ،
پائي پَدُ اَدُويتُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(13)

ڪَيو جنهن سَتِسَنگُ، پاڻُ ڪَڏي پَرِتيتِ سان،
سامي سو سِيتَلُ تِيو، لُنئَن لُنئَن لائي رنگُ،
ميٽيائِين مَستَڪ تون، وِرڌاتا جو انگُ،
پائي پريمَ پَلَنگُ، سُمهيو سُکَپَتِ سيجَ تي.

(14)

ساڌوءَ سَنگِ سَقِلُ، جَنَمُ تِيو تنهن جَنَ جو،
جاڳي ڪَڍيو جَنهن جيءَ مون، سامي مَمِتا مَلُ،
ڪَنهِن سان ڪَري ڪِينَڪِي، ڪوڙُ ڪَپَٽُ وَلُ ڇُلُ،
سَدائي سيتَلُ، رَهي پنهنجي حالَ ۾.

(15)

ڪَيو جنهن سَتِ سَنگُ، پريمَ پريتِ پرَتيتِ سان،
تنهن سامي لَڌو گهرَ مون، بِنان اڳَرَ انگُ،
جو ڪري ڪِينَڪِي، سِتَلُ ائون سَربَنگ،
اَهِڙو رَنگُ اَيَنگُ، پائي پَرِچو پاڻَ ۾.

(16)

ڪَيو جنهن سَتِ سَنگُ، پاڻُ ڪَڍي پَرتِيتِ سان،
سَهَجِي تنهن ساپُرِسَ کي، لَڳو آتمَ رَنگُ،
مِيتيائين مَستَڪَ تون، وِرڌاتا جو اَنگُ،
سامي ٿِيو سَربَنگُ، ڏِسي سارَ سَروپَ کي.

(17)

جَنِين ڪَيو قُربانُ، تَنُ مَنُ ڌَنُ سَتِسَنگَ تون،
چِتُ تَنِين جو چيتَ کون، سَهَجي ٿِيو نِرَبانُ،
چِيتنيءَ ۾ ڪُنچَرَ ۾، ڏِسَنِ پانهِنجو پاڻُ،
سامي تَنِين ساڻُ، مِلِي مُڪِت ٿِيا ڪيترا.

(18)

جَنهِين جَنَ ڪَيو، سَمُجهي سَنگُ ساڌوءَ جو،
تَنهن کي رَهِيو ڪونڪو، ڪَرڻو ڪَرَمُ ٻِيو،
سامي سَنسي ڀَرَمَ کون، لَنگهي پارِ پِيو،
سُتَهِ سِڌِ ٿِيو، ڪارِجُ لوڪَ پَرلوڪَ جو.

(19)

پَرِچي جَنهِن پِياسي، ساڌوءَ جو سَنگُ ڪِيو،
سَهَجي ٿيو سامي چَئي، تَنهِن جو پَٽُ پاسي،
اَندَرِ باهَرِ نَيَ جان، ساڪي سَمَ پاسي،
قِرِي نا قاسي، اَوِدِيا جي اَهَنڪارَ ۾.

(20)

نَڪي گَڏي آئين، نَڪي نِينديِن ساڻ،
ناحَقُ مايا موهَ ۾، چو پاڻُ پَچائين،
مِلِي ساڌ سَنگَتِ سان، مُنهُن مَڙهيءَ پائين،
مَتان پَڇتائين، اَنتَ سمي سامي چَئي.

(21)

ناحَقُ مايا موهَہ ۾، پَچائين چو پاڻُ،
مَنهُن مَڙهيءَ پائي ڪَري، مِلِي ساڏنِ ساڻُ،
متان پَچتائيہن پاڻُ، اَنتَ سَمي سامي چَئي.

(22)

نَڪي ڪٿِين آئيہن، نَڪي نِيندين ساڻُ،
ناحَقُ مايا موهَ ۾، پَچائيہن چو پاڻُ،
ملي ساڌَ سَنگتِ سان، سَهَجِي پاڻُ سڃاڻُ،
مَنَ جو يَڇِي ماڻُ، سامي ڏِسُ سَروپَ ڪي،

(23)

پريتِ اَچي پيئي، سامي ساپُرسَنِ سان،
خاصُ خَزانو گِياتِ جو، ڇَڏِيو تَنِ ڏيئي،
ويري رَهيو ڪونہ ڪو، ڌِيا سَڄَڻَ سَيئي،
ياسَ پُلي ويئي، اوِديا پَرَمَ اَسارَ جِي.

(24)

وَڃي بُڌُ باٽي، تہ يَلا چَوَن ڪوهُ تا؟
ڪَڍي وَٺُ مڪَڙُ تون، وِڃهي مَنَ مانڌاٽي،
فُرصَتَ چَڌِ سامي چَئي، تي وَڃي وِهاٽي،
ڦُٽي گهٽِ پاٽي، جِئين ريتي مُٺِ ۾.

(25)

وِرلي ڪَنهِن ڪَٽي، بازي مَنَ مَواسَ ڪون،
جَنهِن سِلَ اَلوٽِي سَمَ جِي، ساڌوءَ سَنگِ چَٽي،
تنهن سامي ڪَٽي سَٽِي، اَوِديا پِندُ مَٽي تون.

(26)

پاري مَنجھہ پاڻي، تِئين ساڪِي ڏنو سَپَ ۾،
وَڃي سُرتِ سَروپَ ۾، سامي سَماڻي،
سَنتَن ساپُرِسَن سان، موجَ مِلي ماڻي،
جاڻائي جاڻي، سُوڪمُ سَنڌِ پِريَن جِي.

(27)

رِڪيو جَنهن ناتو، سنتَن ساپُرِسَن سان،
تنهن لَنگهي مايا موهَ ڪون، پورَنُ پَدُ پاتو،
چيتي ۽ ڪُنچَرَ ۾، صاحِبُ سُڃاتو،
وائي نہ واتو، سامي رَهي سَنتوکَ ۾.

(28)

سوئي سَتِ سنگِي، جو رَهي مُڪِتِ مَيدانَ ۾،
جاڳي ڪَڍي جيءَ مون، سامي طَلَبَ تَنگي،
صاحِبُ سَربَنگي، پِرتَک ڏِسي پِريم سان.

(29)

سوئي سَتِ سَنگي، جو رَهي مُڪِتِ مَيدانَ ۾،
ڪَٽي سَپَ ڪَلپَتَ جِي، لِنوَ سان طَلَبَ تنگي،
بُولي بُڌي ڪِينَڪِي، وَڃَنُ هِڪُ انگي،
صاحِبُ سَربَنگي، سُتَهِہ ڏِسي سامي چَئي.

(30)

سوئي سَتِ سَنگي، مَرَمُ جنهن جي مَنَ ۾،
جاڳي ڪَڍِيائين جيءَ مون، سامي طَلَبَ تنگي،
صاحِبُ سَربنگي، ڏِسي پيدَ پَرَمَ ري.

(31)

شاهُ گداءُ ويو، سِڪٽو هِنَ سنسارَ مون،
ڪَنهن ورِلي جاڳي پانهِنجو، ڪارِجُ سِڌِ ڪِيو،
جنهن کي سَنگُ ٿِيو، سامي ساپُرسِن جو.

(32)

ويسُ مَ وَٽائين تہ لَهين ليڪَ اَليڪَ جي،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، منهن مَڙهيءَ پائين،
سامي سارُ سَهي ڪَري، تنهن سان لِنوَ لائين،
جيئندي پَهُچائين، تون پاڻُ پَنهِنجو پَدَ ۾.

(33)

ڪِرِپا جاڻي ڪِرُ، سَنتَ دُواري سِڪَ سان،
ديکيا دَرَدَوَندَنِ جي، سَمُجهي ڪَرِ صَبُرُ،
سامي بَڪُ مَ سِرُ، دَرِ دَرِ ديوانِنِ جان.

(34)

سَنتَنِ جو دَرِسَنُ، ڏِسي نينڻَ ٺَري وِيا،
بُنڌي واڪَ وِلاسَ جا، لُنئن لُنئن تي پَرِسَنُ،
اَوِديا ڪَلِپَتَ نہ رَهي، مِٽيو سَڀُ مَنَنُ،
پائي آتَمَ ڌَنُ، سامي سُمِهيو سيجَ تي.

(35)

سَنَتَنِ ڪَڍِيو هَٽُ، هيرَنِ ۽ لَعلَنِ جو،
ڪولِنِ ڳَندِ خوشيءَ سان، ڏِسي نِهَڪَپَٽُ،
عَينَڪَ ڏِيئي اَڻُ مُلِهي، پُرِڪائِنِ پَرِگهٽ،
سامي لائِي لَٽُ، جَنُ جوڙي کن جَواهِري،

(36)

سدائِـيـن هَـرجَـنَ، تـا جـوڙِنِ جڳِـيـاسـيءَ كـي،
خـوشِ تـي ڏِيَـن پُـورَنِ كـي، نـانـا ويـدَ وَچَـنَ،
سامـي كَـنِ اَنَـنَ، كَـلِپَـتَ كَـلَرُ كـڍِي كَـري،

(37)

سَـنـتَـنِ سـاڻُ مِـلِي، سَـهَـجـــي مَـنُ اَمَـنُ تِـيـو،
كَٽي ڏِنائون گهـرَ جِي، سامي سَمُجَهـ كِـلـي،
سُـتَهِـ مِـلِـيـا سُـپـرِيـن، خـوشـيءَ سـاڻُ كِـلـي،
اَوِديـا رَنَ رِلـي، كَـٽـي پِڳـي گـهـرَ مـون.

(38)

ساڌوءَ سَنگُ كِيو، جنهن پريمَ پريت پَرتِيت سان،
اِسـتِـتِ آتَـمَ پَـدَ ۾، تـنـهـن جـو مَـنُ تِـيـو،
سَـنـسـو پَـرَمُ اَنـدَرَ مـون، سـامـي سَـڀُ وِيـو،
پاٽيءَ مَـنـجِهـ پِـيـو، جيـئـن كيـلُـوٽـو گـنـڊُ جـو.

(39)

سـا پُـرِسَـنِ جـو دَرُ، وَدو جَـنـهِـن ويـسـاهَ سـان،
لَـڌو تَـنـهِـن لـوڙِي كَـري، آتَـمَ سَـرُ سُـيَـرُ،
تِـئـڙو اَجَـرُ اَمَـرُ، سـامـي رَهـي سُـيـاوَ ۾.

(40)

سَـڀُ جـڳُ كـوڙُ ڏِٺُـو، ٻِـنـان نـالـي نـامَ جـي،
ساميءَ كي سَتِ سَـنـگَ ري، لڳي كـيـنَ مِـنـو،
كَـرِمَـنِ جـو چِـنـو، قـاڙي سَـڀُ قِـتـو كَـيـو.

(41)

سامي سَنگَ ڪِيو، پاپي پُنِي جيءَ ڪي،
نَرڪَ سُرگَ دُکَ سُکَ ۾، پَرچي پاڻَ پِيو،
اَڻَ هوندي دَريِاهَ جي، وَهَ ۾ وَهي وِيو،
ساڌوءَ سَنگ ٿِيو، تَڏِي جاڳي جُڙِيو پاڻَ ۾.

(42)

سُرجها سَيئي، ڳالِهہ چَوَن تا هِڪِڙي،
ٻُڌي جَنهِن ٻانيڻ چَوي، ڪيوَلَ ڪُن ڏيئي،
سَهَجي تَنهن جي جيءَ مون، مَمَتَ مِٽي ويئي،
دِرِشٽِ وَجي پيئي، سُوکَمُ ساکيءَ پَدَ ۾.

(43)

ساڌوءَ سَنگُ ڪِيو، جنهن سامي سِڪَ سَچيءَ سان،
سَهَجي تَنهِن جي جيءَ مون، سَنسو پَرَمُ وِيو،
لَنگهي پارِ پِيو، اَوِديا جي آڙاهہ مان.

(44)

ساڌو جَنُ سوري، جنهن کي ڪري ڪَچَ ۾،
ڪَڍي تنهن جي جيءُ مون، ڪَلِپِتَ سَڀ ڪوري،
سامي ڏِسي سُپرِين، اکِنِ کون اوري،
ڪائي نِتُ پوري، لَڌون پريمَ اگمَ جا.

(45)

ساڌو جَنُ سوري، جَنهِن کي ڪَري ڪَچَ ۾،
ڪَڍي تَنهِن جي جيءَ مون، ڪَلِپِتِ سَڀَ ڪوري،
سامي لَکائي سُپرين، اکِنِ کون اوري،
هَرِدَمُ هِندوري، جهومي پِريم اگمَ جي.

(46)

ساڏو جَنُ سوري، جَنهِن کي ڪَري ڪَچَ ۾،
تَنهِن جي ڪَسُ قلوبَ مون، ڪَڍي سَپ ڪوري،
سامي ڏِسي سُپرِين، اکِن کون اوري،
هَرِدَمُ هِندوري، جهولي پِريمَ اگمَ جي.

(47)

وِرلو جَنُ وِيو، لَنگهي پارِ سَمُندَ کون،
جَنهِن کي مَردَ مَلاح جو، سامي سَنگُ ٿِيو،
تَنُ مَنُ سِڪَ سَچيءَ سان، پَتَڻُ پيٺ ڪِيو،
جَڏي جاڻَ پِيو، ٿِپي ٻَيِتِ جَهازَ ۾.

# سلوڪ ساڌ سَنگتِ مهما (ب)

(1)

وَجي ڪينَ ڳِٽِي، مَهِما ساڌوءَ سَنگَ جي،
مَنَ. بُڌِ، واڻيءَ ڪون پَري، اونهي اَتِ گهڻي،
ساکَ ڏِيَنِ ٿالِث مِڙي، ڇَڏي مانَ مَٽِي،
گهرَ ۾ گهرَ ڏَٽِي، سامي ڏِنو جَنِ سَرِبَ گتِ.

(2)

وَڃي ڪينَ ڪَهِي، مَهِما ساڌوءَ سَنگَ جي،
مَنَ، بُڌِ، واڻيءَ ڪون پَري، اونهي اَڻَ مَئِي،
ساک ڏِيَنِ سامي ڇَئي، عاشِقَ انيَئِي،
پانهِنجيءَ مَنجِهه پَئِي، سَدا ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(3)

ڪَهي وَجي ڪين، مَهِما ساڌوءَ سَنگَ جي،
پُڇي ڏِسُ پَرَتِيتِ سان، سامي سَڀِ پَرَبِينَ،
سي سَدا سُپيرِيُنِ جي، لِنوَ ۾ رَهَنِ لِينَ،
توڙي ڪَنِ ڪوپِينَ، تَہ بَہ راجا رانوَلَ ديسَ جا.

(4)

سَيَ ڪي پَرَمَ پُنِيتُ، ڪَري سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلَپَ ڪي، سَمُجهي عينُ اَتِيتُ،
پورَنُ ڏِسي پانهِنجو، آدي اَنيَئِہ مِيتُ،
سَدائي سُرَجِيتُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(5)

سَدائـِي سِيتَـلُ، سَـنـگُ تـہ سـاڌو جـنَ جـو،
كـوري سَڀ ڦـلوبَ مـون، كَـڍي مَـمِـتـا مَـلُ،
لـكَ لـكـائـي اَنـيَـئـي، كَـري عَـيـنَ اَڇَـلُ،
جيـئيـن جَـلَ ۾ جَـلُ، سَـمـائـي سـامـي چَـئـي.

(6)

تارِ مَنجهون تاري، سَڀَ كي سَنگُ ساڌوءَ جو،
كَنهِن كي چَڏي كِينَكي، لائي لِنوَ لاري،
اِئـيـنِ چـوَنِ تـا اَنـيَـئـي، پَـنـدتَ پُـكـاري،
نِجُ نِهِچو ڏاري، سامي مِلي كو سورَمو.

(7)

اَڻ هـونـدي اولِـــي، سـامـي لِـكـو سُـپـرِيـن،
لَـڌو سَـنـگِ سـاڌوءَ جـي، فَـقِـيـرَنِ ڦـولـي،
جَنِ كي عَشِقَ اگَمَ جِي، چِٽگَ پيـئي چولي،
پَـرِتـكِ پَـٺ كـولـي، ڏِنـائـون ڏيـهـيءَ ۾.

(8)

كـيـتـيءَ مَـنـجِـهـہ گـسَـمُ، اَنڌا ڏِسَنِ كِـيـنَـكـي،
يَـوَنِ مَـتِ مَـرَمَ ري، پـورَبُ ائـون پَـچَـمُ،
سامي لَڌو كنهن ساڌ سنگِ، تنهن سُجاكي سُگمُ،
مـيـتـي پـيـدَ پَـرَمُ، اِسِـتِـتِ تِـيـو اَنـنـدَ ۾.

(9)

يَـوَ سـاگَرُ يـاري، لَـنـگِـهـيـو وَجـي نہ لَـكَ ري،
تـوڙي سَـڀ سـاڌَنَ كَـري، جـوڳُ جَـتَـنُ جـاري،
سَـمُـجـهـي كـو سـامـي چَـئـي، اُتَـمُ اَڌِكـاري،
خُواريءَ جي كاري، سَنِي وِڌي جَنهن ساڌ سنگِ.

(10)

وِرلو ڪو ڄاڻي، قَدُرُ ساڌوءَ سَنگَ جو،
سُرتيءَ کي سامي چَئي، اَنتَرَ مُکِ آڻي،
سهجي سُدِ سَروپَ سان، مِلي خوشي ماڻي،
پورَنُ پَٽُ تاڻي، سُمِهي سَهَجانندَ ۾.

(11)

مُلِڪيءَ کي مُلِڪي، مِليو مَنُ ڏيئي ڪَري،
پَرِچيو ڪِيائون پاڻ ۾، پِرِيَنِ جو پُلِڪي،
لڳين باه بِرهَ جي، سَندُ سَندُ ۾ سُلِڪي،
مَري تِيا مُلڪِي، ٻيائيءَ ري ٻانيڻُ چَئي.

(12)

ٿيئي لوڪَ رُلي، سانتِ نہ آئي جيءَ کي،
مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، اوڍِيا ڳنڍِ کُلي،
پَرچي لَڌو پانهِنجو، اَنيَئہ گهرُ اَصُلي،
ويئي ياسَ يُلي، سامي چَئي سَنسارَ جي.

(13)

بنان ساڌُ سَنگتِ، وَسَنوَ ڪانهي وِچَ ۾،
اِئين چَوَنِ تا اَنيَئي، ڪري سنتَ سَپَتِ،
جاڳي جڳُ سُپَني جو، ڏِنو جَنِ اَسَتِ،
سامي ڏِيَنِ سُمَتِ، سَيَ کي سارَ سَروپَ جي.

(14)

ٻي سَي ڏِٺي سُڄَ، سامي ساڌُ سنگت ري،
مِرگهہ تِرشِنا جي جَلَ مون، کَنهِن جي لَتِي نہ اُڃَ،
وَجي پُڇَ تَنِين کون، جَنِ ڪَيا پورَنَ پُڄَ،
توڙي کُٽِن مُڄَ، تہ ٻِي راجا رانوَلَ ديسَ جا.

(15)

وِشَيُن وِجائي، وِڌا جيءَ جهانَ جا،
سَپَ، رَسَ، آدِڪَ سان مِلي، جَنَمَ تو پائي،
سامي ساڌو سورَمو، ٻَچي ساڌ سَنگتِ سعيي،
ٻيائي ٻُجهائي، پائي پورَنَ پَدَوِي.

(16)

جنهن مانُڪَ کي قَدُرُ، ڪونهي ساڌ سَنگُتِ جو،
موتي تِئي مَري ڪَري، اَوِديا ۾ آتُرُ،
سامي سَچارَنِ سَدا، مَچيو اَييدَ اَمُرُ،
هميشَهَ حاضُرُ، رَهَن رَمِتا رام سان.

(17)

مِهَرَ ڪَري مالِڪُ، جَنهن تي پَرِچي پانهِنجي،
سماي ساڌ سَنگتِ ۾، اَچي سو عاشِق،
سَمُجهي واڪَ ويدانِتَ جا، ميٽي ڦيرُ فَرقُ،
هَرِ ڏسِ ڏِسي هِڪُ، اَندَرِ ٻاهَرِ آتما.

(18)

ڪَنِ ڪي پُڇَندي پَهَ، اِئين گُذري آرِجا،
ڪي مِلي ساڌ سَنگتِ سان، ئَري پِيا ئَهَ پَهَ،
سامي وينا سَمَ تي، سَڀَ سان ڪَري صُلَحَ،
اَئِيَءِ سُڪُ اَڪَهَ، ڪنهِن ڳُي سَلِن ڪِينَڪِي.

(19)

تيڪيو جَنهن مَتو، سامي ساڌ سَنگتِ ۾،
تنهن ڪان ڪوٺ جَنَمَ جو، ٿئُڙُ تَپُ لَتو،
ڪَڏِي ٻولي ڪِينَڪِي، پُلِي ٻي اَرِتو،
توڙي ڪَري ڳَتو، تَہ پِي راجا رانوَلَ ديسَ جو.

(20)

ساڌ سَنگتِ ڏي پيرُ، ڳنيون جَنهِن خوشيءَ سان،
مِٺيو ٿنهن جي مَنَ مون، اوڊيا پَرَمُ اَنڌير،
پائي سُکُ سَروپَ جو، ٿِيو سامي چَئي سُميرُ،
ڪري سگهي ڪيرُ، مَهِما تَنهِن جي مُنهَن سان.

(21)

جَنهِين دلِ ڏيئي، سامي ساڌ سَنگتِ ڪي،
مِٽيا تَنهن جي مَنَ مون، سَنسا سَڀيئي،
لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تي، اُروارُ پارُ ٻيئي،
دِرشِٽِ ڳُلي پيئي، پورَنُ جاڻي پاڻَ ڪي.

(22)

جَنهن جاڳِي دِلِ ڏِني، سامي ساڌ سَنگتِ ڪي،
تَنهِن لَڌي لڪَ الڪَ جِي، بيحَد رَسَ پِني،
چَڙهيو اَنڀَئِہ اَڄَ تي، چڪا سَڀِ چِني،
توڙي پَري پيٺُ پِني، تَہ پِي سيتَلُ رَهي سُياوَ ۾.

(23)

سَمُجهِي جَني سَئِنَ، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
سي مَمَتَ مٽائي مَنَ جِي، ٿِيا اوڏوتي عَئِنَ،
پائي ڪَرِنِ نَہ پيءُ ڪون، نِمڪَ هِڪِڙي نَئِنَ،
سَدائي سُکَ چَئِنَ، ماڻِن مَستُ مگهنُ تي.

(24)

ساڌ سَنگتِ جو ساڪُ، سَچو سَڀُ سَنسارَ ڪون،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، اِهو اَنڀَئِہ واڪُ،
اَندَر ٻاهَرِ آتما، ڏِسي پورَنُ پاڪُ،
جِئين چُوٽيءَ چَڙِهيو طاقُ، اَنَڪَ ڪان آجو رَهي.

(25)

جَنهن کي ساڌ سَنگت، ڪِيو اُپديش اَنيَئي،
مِٿي تنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀ ڳِپَتِ،
جڳَ ۾ جڳ جهِڙو ٿي، وَرتي ساڻُ سُمَتِ،
ٿَڪِيو ڪِيائين ٿَتِ، جتي ڏِينهُن نہ راتِ ڪا.

(26)

وَرِتو جَنهِن وَچَنُ، سَچو ساڌ سَنگتِ جو،
پاتو تَنهين پُوربي، ويساسيءَ وَطَنُ،
سَڀَ ۾ هِڪُ چيتَنُ چَئِي، پائي آتَمُ ڌَنُ،
ميٽي سَڀُ مَنَنُ، ماڻي مُڪتِي مَوُجَ سان.

(27)

جَنهِن کي آيو ڍَبُ، سُتَهَہ ساڌ سَنگتِ جو،
مِٽِيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي لالَچِ لَبُ،
پائي وينو ڪَچِ ۾، راتِيون ڏِينهان رَبُ،
رکِي عينَ اَدَبُ، سيوا ڪري سيوَڪُ ٿي.

(28)

جَنهِن کي رَسُ آيو، سَچو ساڌ سنگتِ جو،
تنهِن پريميءَ پَرتِيتِ سان، مَحَڪُمُ مَن لايو،
پورَنُ جاڻِي پيءَ کي، سَڀُ سَنسو مِٽايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(29)

جنهن کي رس آيو، سچ ساڌ سنگت جو،
تنهن ڪري تياڳ طمع جو، لنو سان من لايو،
پائي پورن پدوي، سڀ سنسو مٽايو،
جئين سامي سمايو، جل پپوٽو جل ۾.

(30)

جَنهِن کي آيو رَسُ، سَچو ساڌ سَنگتِ جو،
مِليو سو محبوب سان، ڪَٽي ڪَلِپَتِ ڪَسُ،
سُکي ڪَري سامي چَئي سَڀَ کي ڏيئِي ڏسُ،
جئين سورِجُ سَسُ، ڪَري سُياوَڪَ سوجهرو.

(31)

جَنهِن کي چڙهيو اَمَلُ، سَچو ساڌ سَنگتِ جو،
سَهَجِي تِيو سامي چَئي، تَنهِن جو جَنَمُ سَڦَلُ،
سُمهِيو سُکَپَتِ سيجَ تي، ميٽي سَڀُ خللُ،
بيحَدِ بلاوَلُ، مِلِي ڪَري مَحَبوبَ سان.

(32)

جَنهِن کي لڳَنَ لڳِي، سامي ساڌ سَنگتِ جي،
تنهن جِي جُهَدَ جَتَنَ ري، سَهَجي پرانتِ پڳي،
جاڳِي ڏِنائين جڳَ مون، جَڳِمَڳِ جوتِ جڳي،
ڇَڏي ناهَ نڳي، اِستِتِ تِيو اڪاسَ جان.

(33)

جَنهِن کي ساڌ سَنگتِ، لَڪَ لڪائِي اَنيَئي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سهَجي مَمَتا مَتِ،
ڪَنهِن جي ڪَري ڪِينَڪِي، نندِيا اَئون اُستَتِ،
جاڳَرَتَ ۾ سُکَپَتِ، سدا رَهي سامي چَئي.

(34)

جنهن کي ساڌ سَنگتِ، اکِيون ڏِنيون اَنيَئي،
ملي تنهن مَحبوبَ سان، ميٽي مَمِتا مَتِ،
جاتي تون مان نانهِن ڪا، تَڪِيو ڪَيائين تَتِ،
جاڳَرَتَ ۾ سُکَپَتِ، سامي سَدائي ڏِسي.

(35)

سَڏِن سَودائيِ، تَنهِن کي جيءَ جَهانَ جا،
جَنهين ساڌَ سَنگتِ جِي، رَجَ مَستَڪِ لائي،
سو ڪوڙِي جاڻي ڪَلَپنا، پنهنجي پَرائي،
نَهِي نَهائِي، سَندِ لَڏائِين سَمَ جي.

(36)

سَيُڪو قَلُ پائي، ڪَري ڪَرَمَ ڀَلا ٻُرا،
سامي ٻَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سَعيي،
وَرَتِي ويدَ وِچارَ سان، مَمِتا مِٽائي،
جاڏي واجهائي، تاڏي سَڄَڻ سامُهون.

(37)

سَبَ کي ساڌَ سَنگتِ، لَڪَ لَڪائي اَئِيَئِي،
سَمُجهي تيو ڪو سُورَمو، اَوِديا ڪان اُپَرَتِ،
ڪَنهِن جي ڪَري ڪِينَڪِي، نِنديا اَئون اُسَتَتِ،
جاڳِرَتَ ۾ سُکَپَتِ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(38)

سَبَ کي ساڌَ سَنگتِ، تِي اَلک لڪائي،
ڪَنهِن پريميءَ ڏِنو، ڪَري مَنُ اُچَتِ،
لَڪي گُرَ ويچار سان، سَچِي سارَ رَهَتِ،
مَنجهين پاڻَ پَرَتِ، سَدا رَهي سامي چَئي.

# سلوڪ گُرَمُکُ (الف)

(1)

ويدانِتن وَڪاڻُ، ڪيو سُتَهَہ سَروپَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، گُرَگمَ سِڪُ سُڄاڻُ،
جئين ڏِسِجي سِڄُ چندر، تيجَ تنهين جي ساڻُ،
تئين پَنهِنجو پاڻُ، اُلَٽي ڏِسي اَپيد تي.

(2)

ويدَنِ جا وادي، ڪوڙين گُهمَن ڪيترا،
ڳالهائِن ڳالهيون ٻُڏي، سِياٽپ اُسِتادي،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمُکَ لَڌو، اَنيَئِہ سُکُ آدي،
سو گگن ۾ گادي، پائي وينو پِريمَ سان.

(3)

سَيُڪو رامُ چَئي، مَرمَ وَرائي مُنهن سان،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، گُرَمُکُ رَهَتِ رَهي،
ساڏِي مَنَ پوَنَ ڪي، سامي سارُ لَهي،
ڪَڏِي ڪينَ وَهي، سَنسي جي ساگَرَ ۾.

(4)

گُرَسِکيءَ جي گَتِ، سَمُجِهي جَنهِن سامي چَئي،
مِٽي ٿَنهِن جي مَنَ مون، ٻي سَبِ مَمِتا مَتِ،
اَندرِ ٻاهَرِ نَيَ جان، ڏِسي ساکِي سَتِ،
ڪَري سَنتَ سُپَتِ، ساکَ ڏِين تا سَچَ جي.

(5)

هَٺُ ڪَڏيو آهي، سَنتَن سَودي سارَ جو،
ڪو ڳَرمُڪُ پورو سِڪَ سان، وَڃِي وِهائي،
تَنُ مَنُ ڏيئي تَن کي، سَچُ پَلِئه پائي،
جُڳَ جُڳَ تو ڪائي، سامي ڪُٺي ڪِينَڪي.

(6)

وَڃَنُ اَيِيڏُ اُتو، سامي سَتِ ڳُرَ سَبَ کي،
وِرلي ڪَنهِن ڳُرمُڪَ کي، هِردي مَنجِه ڪُتو،
جاڻَ وِجائي پانهنجي، وَڃي پَدِ پَهُتو،
تاڻي پَٽُ سُتو، سَهِجي سُکِپَتِ سيجَ تي.

(7)

سَبَ کي سَنتَ چَونِ، تا ناڪُرُ اَتِي گهرَ ۾،
اَنڌا ڏِسَن ڪِينَڪِي، ڪوڙا قِصا ڪَنِ،
اَڻ هوندي دَرِياهَ جي، وَهَه ۾ نِٽُ وَهَنِ،
ڪي ڳُرمُڪَ لعلُ لَهنِ، سامي جُڙِي سَروپَ سان.

(8)

مَحَلَ مَنجهِي آهينِ، باريءَ پَسُ پِريَن کي،
بولِي باوَنَ باهرين، ڳُجهي ڳالهائِين،
نئنَ جَهروڪِي ناٿَ کي، وينا وجهائِين،
جهاتي سي پائِينِ، جي ڳُروءَ جي ڳسِ پِيا.

(9)

بِنان مُکَ ڪائِي، سَنسو وِيو سَنسارَ کي،
ڪَنهِن جي چَلِي ڪانه ڪا، سِياڻپَ چَتُرائي،
اها ڳالهه سَمُجهَه ۾، ڪَنهِن ڳُرمُڪَ کي آئي،
تَنهِن جي سَمائي، سامي سُرتِ سَروپَ ۾.

(10)

وَجهي وِسُ وَهندي، تي سَنسي جي ساگرَ ۾،
ڪَئي لوبَ لَهَر سان، اَوِديا سَبِ اَنڌي،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمُکَ لڌي، ڪرِپا ساڻُ ڪَنڌي،
بانيَڻَ جَنهِن بَنڌي، پَنجَ ئي ڪيا وَسِ پانهِنجي.

(11)

وَجي سَبَ وَهِي، تي خِلقَتَ پانهنجي خِيالَ ۾،
وِرلي ڪنهن گُرَمُکَ ڪَئي، سامي ڳالهه سهي،
چَڙهيو اَنيَئِه اَڄَ تي، پَنجَ ئي دُوتَ ڏهي،
ڪَري راڄُ رَهي، بيحَدَ بيگمپور جو.

(12)

ليکي مَنجِهه آهِين، سَيئي جيءَ جَهانَ جا،
گُرَمُکَ ليکي کي ڇڏي، پيرُ اَڳي پائِين،
سامي لِنوَ لائِين، وَچِي اَنيَئِه جي آڪاسَ ۾.

(13)

سارو جڳُ جَلي، تو بِنان باهِه اَندرَ ۾،
وِرلو کو گُرَمُکُ بَچو، جنهن کي سَچُ پَلي،
سامي مِليو سَروپَ سان، پنجَئي دوتَ دَلي،
ڪَنهِن کي ڪينَ سَلي، اَنيَئِه سُکُ اَندَرَ جو.

(14)

حِرص ۽ حرفَتَ، جوڙي ٻَڌا جيءَ سَڀِ،
مَنِي وينا مَنَ ۾، سامي نانا مَتَ،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمُکَ ڪَڍِي، اَڻ هوندِي ڪَلِپَتَ،
لَنگهي پَنجَئي تَتَ، چَڙهيو اَنيئہ اَڄَ تي.

(15)

سارو جڳُ وَهي، تو اَڻ هوندي دَرِياهَہ ۾،
سَمُجَهہ ري سامي چَئي، اَستِتِ کونہ رَهي،
کو گُرَمُکُ پارِپَئي، ساڌ سَنگتِ جي ڏِيرَ سان.

(16)

سارو جڳُ ساڙي، داوا اگنِ دگڌُ کِيو،
وِرلو کو گُرمکُ بَچو، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
سامي چَڙهيو سِيرَ تي، سَڀِ لِکَ لَتاڙي،
پَرِدو اُگهاڙي، ڳالهہ نہ کَري ڳُجَهہ جي.

(17)

سارِي وِسُ چَلِي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
وِرلو کو گُرَمُکُ بَچو، ٻانيَڻُ چَئي ٻَلي،
جَنهِن کي سُتَهَ سَروپَ جِي، سَتِگُرَ ڳالهہ سَلي،
ڄاڻي سَڀِ پَلِي، کَئي کَرتا پُرکَ جي.

(18)

پُلِي وِسُ ساري، سامي اَوِديا پَرمَ ۾،
کوڙِنِ ۾ کو هِکڙو، گُرَمُکُ وِيچاري،
جَنهِن مِلي ساڌ سَنگتِ سان، مَمِتا سڀ ماري،
اَنيَئہِ جي ٻاري، کولي وينو خوش تي.

(19)

سيئي حيرانُ، ڏِنا مايا موهَہ ۾،
ورلو کو گُرَمُکُ رَهِي، سَمَ سيتَلُ نِرباڻُ،
جنهن کي آتَمَ گِيانُ، سامي ڏنو سَتِ گُروءَ.

(20)

سَيُڪو سڏائي، گِياني پَنڊِتُ پاڻَ کي،
سامي ڏِسي ڪونڪو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
پاڻُ ڪڍِي پاڻَ سان، گُرمُکُ لِنوَ لائي،
ويهي وَڃائي، نگارو نِربِاڻَ جو.

(21)

روئِي گلِ پِيو، سامي سيوَڪُ گُرَ جي،
ڏِسِي چَلُ مايا جو، پاري پَٽُ تِيو،
سَهَجِي رَمزَ سَهي ڪَري، ڪامِلَ ڪَرَمُ ڪِيو،
وَني ٿَتِ وِيو، جَتِ پَرَمَ پولائو ناهِ ڪو.

(22)

سُڌَ شيوَڪَ پيتيو، پورو گُرُ پَرِتيتِ سان،
تنهن سَنسو سوڪُ اَندَر مون، سامي سيُ ميٽيو،
سُکي تي ليٽِيو، وَجي سُکِپَتِ سيجُ تي.

(23)

سامي سُوالي، آيو سَرَنِ گُروءَ جي،
بِردُ سُڄاڻِي پانهنجو، پرِيتِ گُروءَ پالي،
چَڙِهي چيتَنَ رَنگَ جِي، لُنؤ لُنؤ ۾ لالي،
خاوَندَ ري خالي، سُئيءَ پاهو نہ ڏِسان.

(24)

سامي ڪينَ ڇَڏي، سَتِ گُرُ پورو سِکَ کي،
جئين تئين پاڻَ سان، جوڙي جيءُ گڏي،
راتيون ڏينهَن سَڏي، رَکِي نينَ نيڻنِ ۾.

(25)

سامي ڳُرَ سِکِي، اَڇي کَلِپَتِ کَٿَ ۾،
سوڳَمَ کون سوڳمُ ٿِي، ڳنڍِي ڏارَ ٽِکِي،
پُڇي ڏِسُ پَرتيتِ سان، سِڌِ مُني، ديوَ، رِکي،
جنهن کي ياڳَ لِکي، سو مَوجان ڪري مَمَتَ ري.

(26)

سامي جَنهِن وَدو، ڳُرڳمَ نانءُ الکَ جو،
تَنهِن جو واريو ڏرَم راءِ، خوشيءَ سانُ ڳنڍو،
پَنهِنجو پاڻُ لَڌو، وِڇڙيو ڪوٺُ جَنَمَ جو.

(27)

سامي جَنهِن سوڌي، ڳُرڳمَ سارُ سَهي ڪَيو،
جِيتيو تنهن جَتَنَ ري، سارو جڳُ جوڌي،
جاڳي ڪَدِيائِين جيءَ مون، لُڌڙا سَڀِ لوڌي،
پَنجَئي پَرِبوڌي، لائي ڇَڏيائِين لَکَ ۾.

(28)

سامي ڪَڍِي جَنِ، اَوِديا مَيلُ اَندرَ مون،
سي نِرمَلُ سنسار ۾، سَدا اَليپُ رَهَنِ،
چيتنيءَ انون ڪُنچَرَ ۾، سَمَ سَروپُ ڏِسَنِ،
لُنوَ لُنوَ رَسُ پيئنِ، آتَمَ پَدَ اَپارَ جو.

(29)

سامي سَيئي، سَنتَ چَوَنِ تا ڳالهه هِڪَ،
وِرلي ڪَنهن ڳُرَمُکَ کي، سَمَ سُوجِهي پيئي،
جنهن بِيا سَڀِ بَنِ ڏيئي، دَرُ سُجاتو دوسَ جو.

(30)

سامي سَپَ جو ڏِيوُ، آهي پُرڪارَڻُ پانهِنجو،
ڪوڙِنِ مون ڪو هِڪڙو، گُرمُکُ جاڻي ڀيوُ،
اَوِديا جو اَهَنمييوُ، ڪَڍيو جَنهِن اَندر مون.

(31)

واڻي لَڪائي، تِني ساکي۽ پَدَ نِرَباڻ ڪي،
ڪوڙِنِ مَنجهون ڪو هِڪڙو، سَمجِهي سُکُ پائي،
ڏنو جنهِن گُرگياتِ سان، اَوِديا پَٽُ لاهي،
سامي سَمائي، سو اَنيئِي آتَمَ پد ۾.

(32)

سامي سَدائِي، گُرَمُکُ رَهي پَدَ ۾،
جَنهِن جي پُوري سَتِ گُروءَ، مَمِتا مِٽائي،
سَمُجَهه مَنجِهه آئي، اَنيَئِه لَکَ اَلکَ جِي.

(33)

سَپَ کي ڪانُ ڪَشي، مايا هَنيون موهَ جو،
وِڏائيــن وَلَ چَلَ سان، دُبِدا مَنجِهه دَسي،
ڪَنهِن گُرمُکَ وَٺِسِ گِياتِ سان، بانَيَڻَ بَلُ ڪسي،
جَنهن کي راهَ ڏسي، سَتِ گُرَ ڏِني سَچَ جي.

(34)

سَپَ کي گِراسِي، مايا ويئي مُکَ ري،
سامي هِڪ هَرِجَنَ کون، رهي رن پاسي،
جنهن کي هَرِياسي، چيتي۽ ائون ڪُنچر ۾.

(35)

سَپَ کي لَڳو روڳُ، اَوِديا جي اَيمان جو،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، گُرَمُکُ رهي اَروڳُ،

جَنهِن کي ڏِنو سَت گُروءَ، اَنيَئِہ آتمَ جوڳَ،
ڪَٽي سَنسو سوڳُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(36)

سَيُڪو پريمُ چَئي، پريمُ نہ اچي واچَ ۾،
جِئين آڪاسُ گهٽَنِ ۾، سَدا اَليپُ رَهي،
ڪو گُرمُڪُ سَنڌِ لَهي، سامي سنتَنِ سانَ مِلي.

(37)

سَيُڪو هَٺَ هَٺي، تو اُوِديا مَنجِهہ اَنڌِنِ جان،
ديهي مَنہِي پاڻَ کي، جَپُ تَپُ دانَ ڳَٺي،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُڪُ کي، اَنيَئِہ واڪُ وَٽي،
جَنهِن کي پاڻُ ڪٽي، ڏيئي هَٺَ هِمَٿَ جا.

(38)

سَيَڪنهِين پاتو، ڪَيو ڪِيتو پانهِنجو،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو، هَرِجَنُ رَنگِ راتو،
سامي گُرَ ويساهَہ سان، جَنهِين سَچُ جاتو،
تَنهِن جو ڪَٽُ ڪاتو، وارِيو ڏرِمَ نياوَ ۾.

(39)

مايا مَنجِهہ اُپَرَسِ، وِرلو ڪو گُرمُڪُ رَهي،
ڪَئي جَنهِن ڪَلپَتِ ڪون، سامي سَمُجهي بَسِ،
ڪَڏِي تِئي ڪينَ کي، مَنَ اِندرِن جي وَسِ،
ڪِميا جِي ڪَسِ ڪَسِ، گهوٽي، پِيئي پريمَ سان.

(40)

مايا مَنجِهہ اُداسُ، وِرلو ڪو گُرمُڪُ رَهي،
ڪيو جَنهِن گُرگِياتِ سان، اَنترَمُڪِ اُپِياسُ،
چَڙهي ڏِنائين چيتَ ري، اَنيَئِہ جو آڪاسُ،
سامي جاڻي ناسُ، دِرشِتِمانَ سَنسارَ کي.

(41)

مايا مَنجِهہ اُداسُ، وِرلو ڪو گُرمُکُ رَهي،
جو دِرشٽمانَ سَنسارَ ڪي، نِشچي جاڻي ناسُ،
سامي ساڌ سَنگتِ جو، وَني پَنوَرَ جان واسُ،
جِئين گهَٽِ ۾ آڪاسُ، تِئين ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(42)

مايا مَنجِهہ اداسُ، وِرلو ڪو گُرمُکُ رَهي،
جَنهِن مِلي ساڌ سَنگتِ سان، ڪِيو اَنترَمُکِ اڀياسُ،
جِئين گهٽِ ۾ آڪاسُ، تِئين ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(43)

ٽيڪِيو جَنهِن مَتو، سَتِ گُر اڳِيون سِکُ ٿي،
سَهَجِي تَنهن سيوَڪَ جو، سَنسو دُکُ لَٿو،
موتي اُوِديا ڦاسَ ۾، سامي ڪينَ ڦَٿو،
توڙي ڪَري ڪَٿو، تہ پي راجا رانوَلَ ديسَ جو.

(44)

جَنهِين ڪَنُ ڏِيئي، ٻُڌو گِيانُ گُروءَ جو،
پَڙهي تَنهن پورا ڪَيا، شاستَر سَپيئي،
ساڌي چَڙهيو سِير تي، اورارُ پارُ ٻيئي،
دِرشٽِ وَڃي پيئي، سامي ڇَئي، سَروپَ تي.

(45)

جَنِين ڪَمائي، يَگتِ گُرَ ويساهَہ سان،
مَيلُ تَنين جي مَنَ ۾، رَهِي نہ رائي،
پاتائون پَرتِيتِ سان، اَمِتَ وَڌائي،
سامي سَدائي، سَنَمُکُ ڏِسَنِ سُپرين.

(46)

جَنين کي آئي، گُرگمَ سَمجهہ سَروپَ جي،
مَيلُ تَنين جي مَنَ ۾، رَهي نہ رائي،
سامي سَدائي، پَرچا رَهَنِ پَدَ ۾.

(47)

جَنهِين سُجاتو، سُتَهِہ ساڌ سَنگتِ کي،
مَٽِيو جو مَحَبَتَ جو، پُوئي ڳُلِ پاتو،
وائِنِ نا واتو، جي گُروءَ جي گسِ پيا.

(48)

جَنهِن کي لڳو ٻاڻُ، سَتِگُر سُجاکي جو،
سوپيديو جاڳي پاڻ کي، چار ڏينهَن مهمانُ،
کَلپَتَ کڍِي مَنَ مون، رهي ثابوتيءَ ساڻُ،
پاڻ ورائي پاڻُ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(49)

جنهن کي سَمَ صَلاحَ، سامي ڏِني سَتِ گُروءَ،
سَهَجي تَنهِن جي مَنَ مون، مِٽِي چِنتا چاهَ،
وَدائين ويساهَہ سان، اُلٽي اَنيَئہ راهَ،
ٻنان کَلِپَتَ کاهَ، کَري پَهُتو پَدَ ۾.

(50)

جنهن کي ڏِني تيڪَ، سَتِگُرَ پوري سَچَ جي،
سو مُحَکَمُ رکي مَنَ کي، چوڙي ڇڏي نہ ڇيڪَ،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، وَرتي ساڻُ وِويڪَ،
توڙي يوڳي يوڳَ اَنيڪَ، تہ بہ نِيارو رهي نَيَ جان.

(51)

جَنهِن کي لَکائِي، سَتِ گُرَ الَکَ جِي،
ٿَنهِن پَرچي پانهِنجي پاڻ سان، لِنوَ سَچي لائي،
مِٿِي ٿَنهِن جي مَنَ مون، بانيَڻُ چَئي بِيائي،
رَهي سَدائي، سُجَ وَسَئن جي وِچَ ۾.

(52)

جَنهِن کي دَرسَنُ داتِ، سامي ڏِني سَتِ گُروءَ،
مِٽي ٿَنهِن جي مَنَ مون، سَڀ پَرائي تاتِ،
جاڳي ٽِيو جڳديش جِي، جوتَ سَروپي جاتِ،
جاتي ڏينهن نہ راتِ، تِتِ کيائِين ٽَڪِيو.

(53)

سَمُجَهہ ائون صِدِقُ جَنِ کي ڏِنو سَتِ گُروءَ،
سي خاصا خِلوَتَ دارَ ٿِيا، هَرِدَمُ ڏِسَن هِڪُ،
توڙي رَکِن لِڪُ، تہ پِي سامي لِکَن کِينَکِي،

(54)

سمجهو جن سچُ سِيرُ، سي راجا رانوَلَ ديسَ جا،
تِن کي مَنِي سَيُکو، پير، فَقيرُ، اَميرُ،
ڪيرُ ڪري تاگيرُ، جَن کي سامي مِليو ستِگُرو.

(55)

سَمُجهو جنهن سَبَقُ، صَفا سَلوڪتَ جو،
مِٽيو تنهن جي مَن مون، سامي چَئي سَڀُ شَڪُ،
ميخاني مَحَجَد ۾، جاڻي ڪونہ فَرَقُ،
بُولي اَناالحق، مِلي مَهَد جَنَن سان.

(56)

سَمُجهو جن مَرَمُ، سامي سُپيرِيَنِ جو،
مِٺيو تَنِ جي مَنَ مون، پولائو پَرَمُ،
جَپُ تَپُ ڏيانُ ڌَرَمُ، تن سَهجي سَيوئي ڪيو.

(57)

سَمُجهي سَيوئي، سَتيِن بَلُ بانيَڻُ چَئي،
پَئيِن ڳلِ گُروءَ جي، رَهَسِي سان روئي،
ڪَڍيِن پنهنجي جيءَ مون، دُبِڌا سڀ ڌوئي،
تہ دِلَ بِنان ديوئي، لَهين دَرِ دوسَنَ جي.

(58)

سُرِجهاسي چِئجَنِ، جَنِ ڪَڍِي اُرِجَهہ اَندَرَ مون،
اُلٽائي اِندرين ڪي، صَبُر مَنجهہ رَهَنِ،
ڪَنهِين سان ڪَڻَ جيترو، ڪِينو ڪِبِرُ نہ ڪَنِ،
سامي سَدا ڏِسَنِ، سَنَمُکُ پانهنجي سُپرِينِ.

(59)

سَتِگُرُ پُرکُ ديالُ، لَڌو جَنهِن لوڙي ڪَري،
سوسامي سَهَجيئي ٿِيو، نَظَرَ مَنجِهہ نِهالُ،
پرچي ڏِنائين پانهنجو، اَئيَئِہ روپ رَسالُ،
ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪالُ، سُمهيو سُکِپَتَ سيجَ تي.

(60)

سَتِ گُرَ سَمُجهايو، سا سَمُجَهہ ڏِني سَڀ ڪاٽئين،
جَنهن ڪي آتَمَ پدَ جو، پيرو هَٿِ آيو،
سو ساڌو ڳجهو نہ رهي، ڇَپيو ڇپايو،
سامي سَمايو، ساڪي پانهنجو پاڻ ٿيو.

(61)

ست گُرَ هِڪَ جُڳتِ، سُوڌي ڏِسِي سِڪَ کي،
سُرجهي سِڪُ سَنئون ٿِيو، ڪَڍي مَمتا مَتِ،
چيتنيءَ آئون ڪُنچَرَ ۾، ساکي ڏِسِي سَتِ،
سَدا گتِ مُڪَتِ، سامي جاڻي پاڻَ کي.

(62)

سنت رَچي سُوري، ٻاري ٻاوَن ٻاهِري،
تنهن تي ڪو گُرَمُکُ چڙهي، هَٺَ ري حَضوري،
جَنهِن دَرسنُ ڏِنو دوسَ جو، نئنن سان نوري،
هيءَ پِرولي پوري، سامي سَلِي سو سَتِ گُرو.

(63)

سَنتن جو پَرتاپُ، وِرلو ڪو گُرَمُکُ لکي،
مٺيو جَنهن جي مَنَ مون، سامي چَئي پُنُ پاپُ،
جاڻ وِجائي پانهنجي، جَپِي اَگَندَٿُ جاپُ،
لَنگهي وَرُ سَراپُ، چَڙهيو اَنيَئِہ اَڄَ تي.

(64)

سَنتَن جو رَستو، نِرَمَلُ نِيارو سَڀَ کون،
وِرلو ڪو گُرَمُکُ چَڙِهي، سامي رَنگِ رَتو،
ڪَڍِيو جَنهن ڦُسِتو، اَوِديا جو اندَرَ مون.

(65)

سَنتَن ساڻُ مِلِي، گُرَمُکَ سارُ سَهي ڪَيو،
سامي رَهي سَماڌِ ۾، سَدائين اَمِلي،
گاوي رامَ ڪَلي، چيتَنَ چِدَ آڪاسَ ۾.

(66)

دَيا مَنجِهہ دَيالُ، اَتي دَيا مَنجِهہ دَيالَ جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَڏي خامُ خِيالُ،
ڏُيَاري دوسَنِ جي، اَتي ٻي سَبَ ڪَلِپِتَ ڪالُ،
نَظَرَ مَنجِهہ نِهالُ، گُرَمُکَ تِئَڙا ڪيترا.

(67)

پَرچي گُرَ پَتو، ڏِنو پَدَ اَواچَ جو،
جُڙِي پانهنجو پاڻ سان، سامي رَنگِ رَتو،
عَجَبُ اَڻَ چُتو، ڳالهہ نہ ڪَري ڳُجَهہ جي.

(68)

پَرچي جَنهِن پاتو، گُرگمَ مُنهُن مَڙهيءَ ۾،
سامي سُپيرِيَنِ کي، تنهن سهجي سُڃاتو،
واري ڳَٽُ ڪاتو، جِيئندي وِيٺو جَمَ سان.

(69)

پَرچي جَنهن پاتو، گُرگمَ مُنهُن مَڙهيءَ ۾،
سامي تَنهن سَروپَ کي، سُتَهہ سُڃاتو،
جاڳِي وارِيائِين جَمَ جو، جيئندي ڳَٽُ ڪاتو،
وائي نا واتو، ورتي پيو ويچار سان.

(70)

پَرچي جنهن پاتو، گُرَمُکَ گِيانُ مَڙهيءَ ۾،
تنهن سامي سُپيرِيَنِ کي، سُتهَہ سُڃاتو،
واري ڳَٽُ ڪاتو، جيئندي ويٺو جَمَ سان.

(71)

پَرچي جنهن پَلالُ، گُرَمُکَ ڪَڍيو گهرَ مون،
تَنهِن کي لَڳي ڪِينَڪِي، سامي ڪَلِپِتِ ڪالُ،

جاڳي جاڻ ڪَدي ڪَري، سَڀُ خاوند جو خِيالُ،
سدائين نِهالُ، رَهي پانهِنجي حالَ ۾.

(72)

جَنهِن کي پيئي سُڌِ، گُرگمَ عَشِقَ اَييدَ جي،
سامي تَنهن جِي سِير ۾، ٻُڏي ويئي ٻُڌِ،
ڪَنهِن سان ڪَري ڪِينَڪِي، وائي ائون وِرُڌِ،
جوڙي وينو جُڌِ، سَنَمُڪُ سُپيرِيَنِ سان.

(73)

گُرگمَ جَنهِن سَمُجهِي، نِيتِ نِرَنجَنَ ديوَ جي،
تَنهِن کون رهِي ڪانڪا، سامي ڳالهہ ڳُجهي،
ڪِيائين هَٿِ ڪُنجي، اَنيئہ ديس اگم جي.

(74)

جنهِين سَمُجهايو، گُرگمَ پانهِنجي من کي،
پَوَنُ تَنهِن جو پاڻهين، اَلَتِي گهر آيو،
سامي سَمايو، جڳتُ ڏِنائِين جوت ۾.

(75)

جَنهِن گاهڪَ ڏِيئي گوشُ، ٻُڌي ڳالهہ مُئَن جي،
سوٻُڌَڻ سان ٻانيَڻ چئي، ٿِيو بيحَد بيهوش،
سَهِي ڪيائين نَڳ کي، جنهن پهريو نانا پوشُ،
ڪري ويو خاموش، ڳالهہ نہ ڪري ڳُجَهہ جي.

(76)

جَهِن جي پريتِ لڳِي، اَنتَر مُڪِ گُرگياتِ سان،
ڪَدِي تَنهِن اَندَرَ مون، سامي سَڀِ نَڳي،
اَنيئہ جوتِ جَڳي، ڏِنائين گهٽ گهٽ ۾.

(77)

توڙي لَکَ لَڳَنِ، چاتان حَرفَ حِسابَ جون،
گُرمُکَ گاھَکَ گُڻَ جا، پَلَکَ نہ پاسو ڪَنِ،
پَلو جاڻي پانھِنجو، سَنمُکُ سَدا رَھَنِ،
سامي سَمُجھيو جَنِ، پَکو پيرُ پرڻَنِ جو.

(78)

ترِشنا گھٽائي، سو جگِياسي جَڳَ ۾،
مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، مُنھُن مٽھيءَ پائي،
گُرگَمَ ڏِسي پاڻَ کي، اوِديا پَٽُ لاھي،
مَمتا مِٽائي، سامي رَھي صَبُرَ ۾.

(79)

اٿَ ئي پَھَرَ پَلِنِ، گُرمُکَ پانھِنجو پاڻَ کي،
سامي سَمَ ويساهَ سان، پَنجئي دوُتَ دَلِنِ،
اندرِ وَلَ وَلِن، باھَرِ باڤَنِ کِينَکِي.

(80)

انتَرمُکِ آٽي، جوڙي مَنُ جُڳَتِ سان،
ھَلِي ھَٺُ چَڏي ڪَري، يڳوَتَ جي ياٽي،
چيتيءَ ائون ڪُنچَرَ ۾، سامي سَمُ جاٽي،
مَوجان سو ماٽي، سامي سُپيرِيَن سان.

(81)

اِھو ڪري سُوالُ، جگِياسي جگديسَ کي،
ڏيئِي سَنگُ ساڌَن جو، ڪَٽي ڪلپت ڪالُ،
رَھي نہ رَتيءَ جيترو، سامي جڳَ جَنجالُ،
بُنڌِي حالُ حَوالُ، پرچِي ڪَري پانھِنجو.

(82)

اِهو دانُ گهري، جڳياسي، جڳديسَ ڪون،
سَنتَنِ ساپُرسن سان، منهنجو جيءُ جُڙي،
پريم پريت وِيساهَ ڪون، سامي ڪينَ مُڙي،
اَوِديا ڳنڍِ ڇُڙي، ساڌ سَنگَتِ جي ڏِيرَ سان.

(83)

ڪَري ڪينَ اِتبار، ڳُرمُکُ پانهِنجي مَنَ تي،
سامي سَدائين رهي، ڳُرگمَ سان هوشيار،
جاڻي خَلِقَ خُوارُ، اِنهيءَ پوت پَرَمَ ڪَئي.

(84)

ڪَيو جنهن پري، ڳُرگمَ پَٽُ اَندَرَ جو،
سامي تَنهِن جي گهرَ ۾، اکنڊ جوتِ ٻري،
ڏِسي مُنهُن مَحبوبَ جو، راتِيون ڏينهَن ٺري،
مَنجهي تارِ تَري، لَهِرَ نہ لوڙهي تَنهن کي.

(85)

ڪَيو جنهن سَهي، ڳُرگمَ رَمتا رامَ کي،
سومِرگهہ تِرشنا جي جَلَ ۾، وَجي ڪينَ وَهي،
ڪَري راڄُ رَهي، سُجَ وَسنؤ جي وِچَ ۾.

(86)

ڪَيو جنهن نِرَوارُ، ويهي پانهنجي گهرَ ۾،
ڪَڍيو تَنهِن قلوب مون، اَوِديا جو اَهَنڪارُ،
لَذائين لوڙي ڪَري، سامي سِرِجَڻهارُ،
دوست جو ديدارُ، پائي پَرچو پاڻَ ۾.

(87)

ڪَئي جنهن جَفا، ڳُرڳمَ سِڪَ سَچيءَ سان،
ڪٿيا تنهن ڪَلِپَت جا، سامي سَپ خَفا،
سنسي ڪون صَفا، تِي سَنمُڪُ ڏسي سُپرِين.

(88)

ڪِئڙو جَنهِن سَهي، ڳُرمُڪَ ڳُرَ ويساهَ سان،
سَنسو ٿنهِن جو سِيرَ ۾، وِئڙو سَپُ وَهي،
باقي سَتا سَروپَ جِي، سامي سيڪَ رَهي،
آتَمَ لعلُ لَهِي، ماهِلُ تيا مَهِرانَ ۾.

(89)

پاتو جَنهِن لِيو، ڳُرڳمَ پَنهنجي گهرَ ۾،
بِن بارُين جي وِچَ ۾، ڏٺو تنهن ڏِيو،
سدائي ڪِيو، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(90)

پَهُچي نہ پَرماڻُ، اَنيئي ڳُجُهہ اڳمَ جو،
وِرلو ڪو ڳُرمُڪُ لکي، سَمُجَهہ سلوڪتَ ساڻُ،
ڏِسي پانهنجو پاڻُ، سِيتَلُ ٿِئي سامي چَئي.

(91)

ڪڍيو جنهن خَللُ، اَوِديا جو اَندَر مون،
پاتو تنهن پَرتِيت سان، آتَمَ پدُ اچلُ،
سدائي سِيتَلُ، سامي رهي سُياوَ ۾.

(92)

ڪَري ويو پَرويسُ، جَنهن ڪي واڪُ ڳُروءَ جو،
مِٽيو تنهن جي من مون، سامي سپُ ڪَليسُ،
اَلکَ ڪي اَديسُ، ڪري نتُ ڪَلپَتَ ري.

(93)

سلاهِن سيئي، سامي ساڌ سَنگتِ کي،
جَنهِن کي واڪ گُروءَ جا، وِيا هِردي منجهہ پيهي،
مَمَتَ وڃائي مَنَ جي، نِرمَلُ ٿِيا نيهي،
بيگمَ بِديهي، سَمَ رَهَنِ سَنسارَ ۾.

(94)

سَهَسين ڪَنِ صَلاحَ، تا گُرَ مُکَ سِکُ گُروءَ جا،
جَنين لَڌي لَکَ سان، آتم پَدَ جي راهَ،
پائي پَرَماتم کي، ٿِيا بي غَمَ بي پرواهَ،
سامي رَهَن اَڇاهَ، ساکي ٿي سنسار ۾.

(95)

سهَجي سُکُ ٿيو، جَڏِي مِلي دِلِ دَيال سان،
اوِديا دُکُ اَندرَ مون، سامي سَڀُ ويو،
بِنان دَرَسَن دوسَ جي، ڏِسي ڪينَ بيو،
پاڻيءَ مَنجِهہ پِيو، جئين ڪيلوٽو ڪندُ جو.

(96)

سهَج سُميرِ چڙهيو، شيوَڪُ ساپُرِسن جو،
جَنهِن جو برهَمَ اگنِ ۾، سنسو سَڀِ سڙيو،
سامي اَڻَ گهڙيو، ڏِيو ڏِٺائين ڏيهہ ۾.

(97)

هَرِ جَسُ نَتُ ٻُڌنِ، گُرمُکَ ساڌ سَنگتِ ۾،
نانا واڪَ وِصال جا، پَرچي پاڻَ چَون،
ٻُڌِي ٻڌائي سَڀَ جو، سامي ڪارِجُ ڪَنِ،
سَدا سَمَ رَهَنِ، اِستٿتِ آتَمَ پَدَ ۾.

(98)

ٻانيَڻَ ڪيم ٻڌاءِ، ڪنهن کي گيان گُروءَ جو،
پَرچي پِريت سَچيءَ سان، اَنتَرَ مُک لنؤ لاءِ،
اگست جان آ چمن ڪري، اَوِديا سِنڌُ سُڪاءِ،
رَهين پوليءَ پاءِ، تہ سَهَجي مِلين سُپرين.

(99)

ڪَيو جَنهن حَوالُ، پانهنجو سَڀُ هَرجَنَ سان،
ڪَڍي سَڀُ اَندَرَ مون، سامي خامُ خِيالُ،
نَظر منجِهہ نِهالُ، تنهن کي گُرَ پُوري پَرچي ڪيو.

(100)

دُئيتَ مَنجِهہ اَدُئيتُ، سَنتَ لَکائِن سَڀَ کي،
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو، سمجهي سِکُ سُچيتُ
ڪَيو جَنهن ڪَلپَتَ ري، هَرِ پِگَتن سان هيتُ،
جاڻي اَنيَئہ ڪيتُ، سامي ماڻکَ ديهہ کي.

(101)

سَرگُڻَ ۾ نرگُڻ، ورلو ڪو گُرمُکُ لَکي،
سامي جنهن کي ست گُروءَ، ڏنو گيان اَنجنُ،
ڪڍي مَيلُ منُ، سُوڌو رهي سُپاوَ ۾.

(102)

سيئي حيرانُ، ڏِٺا مايا موهہ ۾،
وِرلو ڪو گُرمُک رَهي، سَمَ سيتلُ نِرَباڻُ،
جنهن کي آتمَ گِيانُ، سامي ڏنو ستگُروءَ.

(103)

جيڪو داسُ ٿِيو، سَنتَن جو ويساهَ سان،
سَنسو تَنهن جي جيءَ مون، سامي سَڀُ وِيو،
موتي ڪينَ پِيو، گريَ جُونِ جي گارَ ۾.

(104)

جيڪو ڳالِ مَجي، سَنتَنِ ساپُرسن جي،
سو پانهنجي اکين پاڻَ کي، ڏِسي پولُ پَجي،
لَنگهي پار وَجي، سَهَجي اَوِديا سِنڌ کون.

(105)

جيڪي سَنتَ چَيو، سو شيوَڪَ رکيو سِرتي،
وَري ڏِنائين ڪِينَڪِي، ٿَنِ جو ڪَرَمُ ڪَيو،
ڇَڏي ناهَ نهيو، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(106)

جيڪو سِرُ رَکي، لاهي پيٺ گُروءَ جي،
سوسَهَجي سِڪَ سَچيءَ سان، انيئه رَسُ چَکي،
گهٽَ گهٽَ مَنجِهه لَکي، سامي سارَ سَروپَ کي.

(107)

جيڪو سَميٿي، پَسريو آٿي گهرَ ۾،
سو سَهَجي سُپيرِيَن کي، پرنگيءَ جان پيٿيَ،
سُکِي تِي ليٿي، سامي سُگپٽَ سيجَ تي.

(108)

جيڪي نِواجا، سامي پوري سَتِگُروءَ،
ڏُکَ سُکَ لايَ الايَ کون، تِيا اَنيئِي آجا،
رَهَن پانهنجي حالَ ۾، طَمَع ري تاجا،
راجَنِ جا راجا، ڪاڻِ نه ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي.

(109)

جيڪي چَيو گُرَنِ، سا ويدَنِ ساکَ ڏِني،
دانا ديوانا سَنتَ جَنَ، بِي گل ڪانه چَوَنِ،
مَتُ سَيني جو هِڪڙو، جي اَنيئه ديسِ رَهَنِ،
سامي سَمُجهو جَنِ، سي ماهِل تِيا مَهراڻِ ۾.

(110)

جاڳي ٻنان جڳتُ، پُلي ڪين پَرمَ جو،
توڙي ٻَنَ غُفا ۾، وهي تي وِرڪتُ،
اِئين چوَنِ تا سَنتَ جَنَ، سامي ڪري سَپتُ،
مَنَ مون ڪَدِ مَمَتُ، تہ سُتَهہ سَمَ سيتَلُ ٿِئين.

(111)

جاڳيو جڳياسي،ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن جيئندي ڪَئِي جَمَ سان، ڪِلي خَلاصي،
وَجي ٿيو واسي، سامي پَدَ اُواچَ جو.

(112)

جاڳيو جڳياسي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
ڪَئي جنهن جَهانَ سان، جئيندي خَلاصي،
وجي ٿيو واسي، سامي ديسَ اگمَ جو.

(113)

جُڳتنِ ساڻُ هَلي، گُرمُکَ سَمَ سَنسارَ ۾،
ٻَڌائين گُرگِياتِ سان، آتمَ ڏنُ پَلي،
ڪَنهِن ڪي ڪِين سلي، سامي سِڪ پِرينِ جي.

(114)

جانيءَ سان جوڙي، آءٌ تنين جي گولڙي،
جُڳتِ ڏيئي جيءَ ڪي، مِتيا ڪون موڙي،
چِڪيءَ سان چوڙي، اُوِديا ڳنڍِ اندرَ جي.

(115)

گُرگمَ اڌُ اگرُ، پَڙهيو جهن پَرتيتِ سان،
وِديا واچ اُواچَ جو، آيو تنهن ڪي وَرُ،
پَرچي ڏِنائين پاڻ ۾، انيئہ آتمَ سَرُ،
اُوِديا ڏُکَ ڏَمَرُ، ميٽي وينو مَنَ مون.

(116)

ڳُرگمَ ڪَيو يادِ، جاڳي جَنهِن جڳديسَ ڪي،
مِٽي تنهن جي مَن مون، سامي سَڀَ اُپاڌِ،
ڪنهن سان ڪَري ڪِينَڪي، ڪوڙي ڪَلَهِ وِوادِ،
سامي مَنجِهه سَماڌِ، وَرتِي پِيو ويچارَ سان.

(117)

ڳُرَ گمَ هڪَ گهڙي، جنهن پَرچي ڏِنو پاڻُ ڪي،
ويئي تنهن جي جيءَ مون، مَمَتا مَيلُ سَڙي،
چوباري چَڙهي، سَيلُ ڪَري سَيَڪَنهِن جو.

(118)

ڳُرگمَ گندُ گيرُ، ڪَڍيو جَنهِن اَندَرَ مون،
سوساڪي تي سَنسارَ جو، سامي ڪري سَيرُ،
ڪِميا ساڻُ گيرُ، ڳُهري دَرِسُ ديدارَ جو.

(119)

ڳُرگمَ جَنهِن ڪِيو، شِيشو سُڌِ اَندَرَ جو،
اَنيئِہ آتَمَ ديوَ جو، تَنهن پَرِلاءُ پِيو،
اَندرِ باهَرِ دَهَ دِسا، ڏِسي ڪينَ بِيو،
ڪارِجُ سِڌِ تيو، سامي تنهِن سا پُرسَ جو.

(120)

ڳُرَگمَ جَنهِن ساڌِي، ڪايا ڪَلپِتَ پانهِنجي،
سو ڏِسي ڪونہ اڪنِ سان، پاپي اپِراڌي،
سَدا سَماڌي، سامي رهي سنسارَ ۾.

(121)

ڳُرگمَ جَنهِن چَٿِي، سِل الوٿي سَمَ جي،
تنهن باري بيگم پُرِ جِي، پَرچي ساڻُ پٿي،

ڏسي سارَ سَروپَ کي، ڪَلِپَتِ سڀَ ڪَٽي،
وينو راندِ ڳٽي، سامي سَڀَ سَنسارَ ڪون.

(122)

ڏِٺي جَنهن ڇَٽِي، سِلَ اَلوٽي سَمَ جِي،
تنهن اَوِديا وَڏائيءَ جي، وِڌي پِندَ سَٽي،
نَڪي شاديءَ ۾ وَڌي، نَڪي غميءَ مَنجِهہ گهٽي،
ڪَلِپَتَ سَڀَ ڪَٽي، سامي چَڙهيو سيرَ تي.

(123)

گُرگمَ جَنهِن پاتو، اُلَٽِي مُنهُن مَڙهيءَ ۾،
تَنهِن ساميءَ سُپيرين کي، سَهَجي سُڃاتو،
وائي نا واتو، پَرچِي پِيئي پريمَ رَسُ.

(124)

گُرگمَ ديپڪُ راڳُ، ٻُڌو جَنهن ٻاٽَيَڻُ ڇَئي،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، ڳَرَهَڻُ ۽ تِياڳُ،
جاڳي اَوِديا نندَ مون، سُتَهَ ٿِيو سجاڳُ،
ڦُرني ٻِنان ڦاڳُ، پَلِ پلِ ڪيلهي پيءَ سان.

(125)

گُرگمَ اُڏاٽي، گُڏِي سَهَجَ اڪاسَ ۾،
سَتَ ئي لوڪَ لَنگهي ڪَري، سُنَ ۾ سَماٽي،
ٻولي پريمَ پَوَنَ سان، ٻيحَدَ جي ٻاٽي،
سامي مَنِ ڀاٽي، جُڙئي جوڳيسَرَ جي.

(126)

گُرگمَ چڙهيو سُورُ، انيئہ آڪاسَ ۾،
اَوِديا اوندَهِ نہ رهِي، مِٽيو سَنسو سورُ،
حاضران حَضورُ، سامي ڏِٺا سُپرين.

(127)

بيڙي سيرَ چڙهي، سَوداگَرَ ساپُرسَ جي،
سَودي سارَ اپارَ سان، پُورنَ پِريمَ پَري،
ڪُنَ ڪَپَرَ لُڙَ لَهَرِ ۾، سامي ڪينَ اَڙي،
بِنان گهاٽ گهڙِي، گَڻ ڪارِي گُرگِياتِ سان.

(128)

ڳالهيون سَيئي، ڳالهہ ڏِسِن تيون هِڪڙي،
گُرَمُکَ مَتي گِياتِ سان، ڏِنو گهرِ پيهي،
تَنُ مَنُ ڌَنُ ڏيئي، سامي مِليو سَروپَ سان.

(129)

سو چيتَنُ چيلو، جو سَمُجهي گِيانُ گُروءَ جو،
جڳَ ۾ جڳ جَهڙو تِي، وَتي اَڪيلو،
سامي ڳُٽي ڪِينَڪِي، وَقتُ ۽ ويلو،
مَمَتا ري ميلو، پَلِ پَلِ ڪَري پريُنِ سان.

(130)

ساڌوءَ سَرَنِ پَئِي، پريمي پريتِ پَرِتيت سان،
جاڻ وِجائي پانهِنجي، آگِيا مَنجِهہ رَهي،
تَڏ گرمي بُکَ ديهہ جِي، سامي سَي سَهي،
تَڏِي لَعلُ لَهي، اَمولَڪُ اَندَرَ مون.

(131)

مَنَ مُکَ مُنهُن قيريو، گُرَمُکُ سَدا سَنَمُکُ رهي،
مَنَ مُکُ سَمُجهي ڪِينَڪِي، اَوِديا گُهڻ گهيرِيو،
سامي نِبيريو، گُرَمُکَ سَنسو جيءَ جو.

(132)

گُرَمُکُ سو آهي، جو رَهي گُرَ گِياتِ ۾،
ٻي ڳَلِ جاڻي ڪائڪا، سَتِ گُرَ جي سايي،
جاڻ وِجائي پانهِنجي، لُنوءُ لُنوءُ لنو لائي،
تنهِن تي وَسائي، سَتِ گُرُ ميگهه مِهَرَ جو.

(133)

گُرَمُکُ ڪينَ مَري، مَنَ جي ڀاءِ مَنَنَ ۾،
ڊِيکيا داتِ گُروءَ جِي، هِردَي مَنجِهه ڌَري،
سامي سَدا ڪَري، ڀڳت ايڏَ اَلکَ جِي.

(134)

گُرَمُکُ گُڻُ ڳٽي، سامي سَيَڪنهِين جو،
اَوديا جي اَهَنڪار جا، ليکا ڪينَ ڳِٽي،
آتمَ لَکَ سَهِي ڪَري، سَيَ جو داسُ ٻَٽي،
وِرَلي ماءُ جَڻي، ڪا اِهڙا پٽ اَنيئي.

(135)

گُرَمُکُ ڪوڙُ ڪَپَٽُ، ڪَنهِن سان ڪري ڪِينَڪِي،
سامي جَنهِن جو سَتِ گُروءَ، پَرچي لاتو پٽُ،
پَرمِيسَرُ پِرگهٽُ، ويا پَڪُ ڏِسي وِسُ ۾.

(136)

گُرَمُکُ ڪينَ گهتي، پريم پريت پرَتِيتِ ڪون،
چاتِرَڪ جان چِتَ ۾، سَدا سامي رامُ رَٽي،
پنوَر جان پيديو رَهي، سَنسو سَڀُ سَٽي،
بيحَدَ بوندَ چَٽي، انيئہ جهي آڪاس جي.

(137)

گُرمُکُ گُرِيائِي، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهِن مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، انيئه لِنوَ لائي،
ڏِسِي مُنهُن مَحبوبَ جو، مَمِتا مِٽائِي،
وِڃائي وائي، وَڃي سامي چَڙهِيو سيرَ تي.

(138)

گُرمَکَ جاڻي چَلُ، ڪايا، مايا، ڪُلَ ڪي،
کَيو جَنهِن گُرڪِياتِ سان، اَندَرَ مَنجِهہ عَدَلُ،
جاڳِي ڪَڍيائين جيءَ مون، سامي سڀُ خَلَلُ،
ڪري راڄُ اَچَلُ، ساڪي ٿِي سَنسارَ ۾.

(139)

گُرمُک جو گُذِرانُ، سَدا ساڌ سَنگتِ ۾،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، سِکَ سَمُجَهہ جو دان،
رکي نہ رَتيءَ جيترو، اندر ۾ اِيمانُ،
سَمَ ڏِسي يڳوانُ، چيتيءَ ائون ڪُنچَرَ ۾.

(140)

گُرمُکُ ڏُورِ يَڄي، مَنمُکَ موڙه اَجاڻَ ڪون،
گهاٽو جاڻي پانهِنجو، هَٺَ ۾ ڪينَ هَڄي،
ڪَري اَرداسَ گُروءَ کي، وَنڄِ پاڻَ ڪڄي،
مَتان نانءُ لَڄي، سامي ٿُنهنجو جڳَ ۾.

(141)

گُرمُکَ گُهر گنڀيرَ، رَتا رَهَنِ رَنگَ ۾،
مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي، ٿيا سامي نِرَمَل نِيرَ،
گَڏيا گهارِنِ سَڀَ سان، پِيَنِ گنڌون اَئون کيرَ،
وَڃي چَڙهيا سيرَ، لَهَريون ڪُنَ لَنگهي ڪَري.

(142)

ڳُرمُکُ پَدُ پائي، ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي،
اَنئي پَهَرَ اَندَرَ ۾، پيو سامي سَلاهي،
جِئن ڳُنگو ڳُڙُ کائي، مُشِڪي ڪُشي ڪِينَڪِي.

(143)

ڳُرمُکُ وَڏائي، پريت ڏِهاڙي پانهِنجي،
ملي ساڌَ سَنگتِ سان، نِتُ هَرِ ڳُڻَ ڳائي،
سَمُجهِي سارُ تنين جو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
اوِديا پَٽُ لاهي، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(144)

ڳُرمُکُ شِوُ شڪَتَ، ٻئي ڏسي پاڻ ۾،
سَدائي نِيوو رَهي، پائي اوچي مَتِ،
سامي ڪَلِپَتِ ري ڪَري، سَڀَ جي ياءُ ڀڳتِ،
ساڪي جاٽي سَتِ، چيتيءَ ائون ڪُنچَرَ ۾.

(145)

ڳُرمُکُ سِڪَ رَکي، سَدا چَرَنَ ڪَنوَلَ جِي،
جاڻُ وِجائي پانهِنجي، لُنؤَ لُنؤَ رَسُ چکي،
گهٽُ گهٽُ مَنجهِه لکي، سامي سُپيرِيَن کي.

(146)

ڳُرمُکُ سَدا سَموکُ، پَرچو رَهي پاڻ ۾،
جَنهِن کي ڏنو سَتِگُروءَ، سامي سَمَ سنتوکُ،
ڪَڍي اَوِديا دوکُ، ساکي ڏِسي سَڀَ ۾.

(147)

ڳُرمُکُ ڪِينَ ڇَپي، سورِجَ جان سنسارَ ۾،
جَنهن جا ڇَڏيا سَتِگُروءَ، بَنڌَنَ سَڀِ ڪَپي،
لُنؤ لُنؤ جاپُ جَپي، اگنڌ آتمَ رامَ جو.

(148)

ڳَرمُکُ ڪينَ لِکي، جَنهِن کي سِکَ سَلَ ڪِيا،
مَنُ پَوَنُ ڳُرگِياتِ سان، بِتو جَنهِن چِڪي،
ڳَديائين اَندَرَ مون، ڪَلِپَتِ سَڀ ڏِکي،
سامي سَدا سِکي، پائي سُکُ سَروپَ جو

(149)

ڳَرمُکُ چِپي ڪينَ، جنهن جو پَٽُ پري ٿيو،
توڙي دُربَلُ پِنگلو، ڪوٺ ڳِندي ڪوپِينَ،
پنج ئي ماري پانهِنجا، تنهن سامي ڪيا اَڏِين،
سَدا رهي لَئي لِينَ، اَنيڪ جي آڪاسَ ۾.

(150)

سَرنديءَ ڪون ٿالو، وِرلو ڪو ڳَرمُکُ ڪَري،
جَنهِن جاڳي ڪَييو جيءَ مون، ڪَلِپَتَ ڪشالو،
پَلِ پَلِ پيئي پِريمَ جو، پُرِ ڪَري پيالو،
سَدا مَتوالو، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(151)

سَرنديءَ ڪون ٿالو، وِرلو ڪو ڳَرمُکُ ڪري،
جَنهِن پَرچي پيتو پِريمَ جو، پُر ڪري پِيالو،
سَڀَ گهٽِ ڏِسي سُپرِين، ٿيَ جان نِرالو،
سامِيءِ سُکالو، وَرتِي پِيو ويچارَ سان.

(152)

آسا ڪون نراسُ، وِرلو ڪو ڳَرمُکُ رَهي،
جَنهِن سامي ڪَيو ساڌ سَنگِ، اَنتَرَ مُک اُپياسُ،
جئين گهٽِ مَنجِهہ اڪاسُ، تِئين ساکي ڏسي سَڀَ ۾.

(153)

وِرلو ويچاري، ڪو ڳَرِمُکُ واڪَ ڳُروءَ جا،
سَمُجهي سارُ تَنين جو، هِردي مَنجهہ ڌاري،
سامي سَرَ سَنتوکَ سان، مَمِتا سَڀَ ماري،
سَهجي گهَرِ ٻاري، ڏيئو اَنيئہ سارَ جو.

(154)

ورلو ڪو ٻولِي، سَمُجهي ساپُرِسَن جي،
سامي جَنهن جِي سَتِگُروءَ، اَوِديا ڳنڍِ کولِي،
ڀائي سُمهِيو خوش ٿي، ڪِميا ڪَٿولي،
لُنؤ لُنؤ سان لولي، پَرچي ڏئي پاڻَ کي.

(155)

ورلو ڪو مِهمانُ، ڳَرمُکُ جاڻي پاڻَ کي،
جَنهِن کي هَنيو سَتِگُروءَ، سامي سيتَلُ ٻاڻُ،
مَنجهي ديهہ ٻديهِہ ٿيو، ڇَڏي پانهِنجو پاڻُ،
سَدا سَنتَن ساڻُ، ميلو ڪري مگهنُ ٿي.

(156)

وِرلو ڪو ڳُرِمُکُ، پرچو رَهي پاڻَ ۾،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، اَنِيَئہ آتَمَ سُکُ،
ڪَٽي اَوِديا ڏُکُ، سامي چَڙهيو سير تي.

(157)

وِرلو ڪو هَرِجَنُ، ڪَرمُ ڪري نِهڪَرم ٿِيو،
چَڙهي وينو چَوڏولَ ۾، ميٽي سَڀُ مَننُ،
جنين پوکَ پچائي ڪُڙمي، ڪَڏي اَنِيَئہ اَنُ،
ڪَلپِتَ ڪانو پَنُ، سَٽي وِجهي سامي چئي.

(158)

وِرلو گسائي، ڪو مَحَبَتَ سان مَنَ مَڻ ڪي،
مِلي ڪاريگر سان، پوتي گِلِ پائي،
سَنسو پَرَمُ اَندرَ جو، گُرگَمَ وِجائي،
اُوِديا پَٽ لاهي، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(159)

ورلو ڪو ڪَري، دَيا پَنهنجي پاڻ تي،
دِيکيا داتِ گُروءَ جِي، هِردي منجهه ڌَري،
مَمتا مِٽائي مَنَ جي، سامي اَجَرُ جَري،
پَلَڪَ نہ ٽئي پَري، سُتَهَہ سِڌِ سَروپَ کون.

(160)

وِرلو جَنُ ڪَري، ڪو دَيا پانهِنجي پاڻ تي،
ديکيا داتِ گُروءَ جِي، هِردي مَنجِهہ ڌري،
ڪَڍي ڪوڙ ڪَپَٽ کي، جيئندي جڳ مَري،
سامي ڏِسِي ٺري، سَبَ گهٽِ سُپيرين کي.

(161)

وِرلو جَنُ خُلاصُ، رَهي مايا موهَ کون،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، هردي مَنجِهہ هُلاسُ،
چَڙهي مِيرَ مَحَلَ تي، ڏِسي برهَمَ بِلاسُ،
ڪَري ڪَلِپَتَ ناسُ، سُکي ٿئي سامي چئي.

(162)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو پوجا آتم ديوَ جي،
سامي جنهن تي سَتِگُرو، پرچي هٿُ ڌري،
سَبَ کي ڏِسِي ٺري، پريتَمُ جاڻي پانهِنجو.

(163)

وِرلو جَنُ چُٽي، ڪو سامي هِنَ سَنسارَ ڪون،
جو ماري مَنَ مَواسَ کي، لَشِڪَرُ سَيُ لُٽي،
ڪَڍي پانهنجي گهرَ مون، ڪَلِڪَلِ ڪوڙُ ڪُٽي،
ٻنان چيٽَ چُٽي، نيشانو نِرَٻاڻَ جو.

(164)

وِرلو جَنُ ٿَڪي، ڪو اَوِديا جي اَهنڪار ڪون،
جنهن کي پوري سَتگُروءَ، هَنيو ٻاڻُ تَڪي،
جاڻَ وِجائي پانهِنجي، اَنيئِہ رَسُ چَکي،
ٻيحدَ ڪِين ٻَڪي، سامي حَدَ جي جِيءَ سان.

(165)

وِرلو جَنُ ٻُجهي، ڪو ڪو اَٻَجُهہ گُجُهہ پرين جو،
جَنهن جو مَنُ مايا ۾، سامي ڪينَ رُجهي،
ساڪي سارُ سُجهي، اَندرِ ٻاهرِ ڏَہَ ڏِسا.

(166)

وِرلو جَنُ رَڪي، ڏِيکِيا دَولَتَ گهرَ ۾،
چَڙهِي رَنگَ مَحَلَ ۾، آتَمَ رَسُ چکي،
چاهَ وِجائي چِتَ جي، دَرِ دَرِ ڪِينَ جکي،
گهٽَ گهٽَ مَنجِهہ لکي، سامي سُپيرين کي.

(167)

وِرلو ڪو وسي، اَنيئہ جي آڪاسَ ۾،
جوپنجَن جي پَرِتيتِ سان، سامي شَڪَت گسي،
اَندَرِ ٻاهر ڏَهَہ ڏِسا، پانهنجو پاڻ پسي،
ڪنهن کي ڪينَ ڏسي، آتم سُکُ اَندرَ جو.

(168)

وِرلو ڪو آهي، گُرَمُک گِياني گِياتِ سان،
جَنهِن پانهِنجو پاڻ سهي ڪَيو، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
سَنسو مٽائي، سامي جُڙيو سَروپَ سان.

(169)

وِرلو ڪو آهي، گُرَمُکُ گياني جڳَ ۾،
جَنهِن گُرگَمَ ڏِنو پاڻُ کي، اَوِديا پَٽُ لاهي،
ڀيد وِجائي مَنَ مون، ڪِلي اَئون ڪائي،
سَنسو مٽائي، سامي رَهي سُياو ۾.

(170)

وِرلو ڪو آهي، واسي آتمَ ديس جو،
جنهن گُرگمَ ڏنو پاڻُ کي، اَوِديا پَٽُ لاهي،
مَمِتا مِٽائي، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(171)

وِرلو ڪو آهي، سامي سِکُ گُروءَ جو،
ڏِنو جَنهِن گُرگِياتِ سان، اَوِديا پَٽُ لاهي،
شيوا سَنگَتِ جي ڪري، مَمِتا مِٽائي،
سَهَجي سَلاهي، رُومَ رومَ سان رامَ کي.

(172)

اَنَ اَيڊَ ڀِڳتِ، وِرلو ڪو گُرَمُکُ ڪري،
مِٽي جَنهن جي مَنَ مون، سامي مَمِتا مَت،
رَهي رَمِتا رامَ سان، راتِيون ڏِينهان رَت،
آسَڻ ڪيائين ٿَتِ، جتي ڏينهُن نه راتِ ڪا.

(173)

وِرلي ڪَنهِن لَڪِي، ڳُرموڪ لَڪَ اَلڪَ جي،
پرچي ڏنو جَنهن پانڻ کي، تيڏِي رَمزَ رکي،
سِيتَلُ تِيو سامي چئي، بيحَدَ بوندَ چَکي،
جيئين اَنلُ پکي، اِستِتِ رَهي اَڪاسَ ۾.

(174)

وِرلي ڪنهن وَدو، ڳُرمُڪُ دَرُ گروءَ جو،
سامي سُپيرَين کي، لوڙي تَنهن لڌو،
بولِن مَنجِهه بَڌو، سو ڪئن پسي سپُري؟

(175)

پِيالو پيارو، وِرلي ڪَنهِن ڳُرمُک کي،
ڏِنو جَنهِن اکِن سان، اَنيئِه اُجارو،
جاڳي ڪَديائين جيءَ مون، پَرَمَ پَؤ سارو،
رَهي مَتوارو، پِيئي پِياري رام رَسُ.

(176)

نانا وِڌِ ڪيئي، واتان آتَمَ پَدَ جون،
وَجي بيگمَ پُرِ ۾، گڏُ تِيون سَيئي،
وِرلي ڪَنهِن ڳُرمُک کي، سَمَ سوجهي پيئي،
تَنهِن جي سپ ويئي، اَوِديا ڪَلپَتَ نِڪري.

(177)

پَڙهن سيئي، تا اُتَم واڪ گروءَ جا،
ڪوڙنِ مون ڪنهِن هِڪڙي، بُڌا دِلِ ڏيئي،
سامي تَنهن ساپُرِسَ کي، ڳُرگمَ لک پيئي،
تَنهن جي سپ ويئي، اَوِديا ڪَلپَتَ نڪري.

(178)

هِردي مَنجهہ رکي، ڪو ورلو واڪَ گروءَ جا،
مَـنَـنُ ڪـڍِي مـن مـون، آتـم رس چـڪـي،
اَوِدِيا جي اهـنـڪـار ۾، سامي ڪِـين جڪـي،
گهٽِ گهٽِ اَلکُ لکي، دِبِ درِشت پائي ڪـري.

(179)

پڙهـي تِـيـو پُخِـتـو، گُـرَمُـک اَکرُ پـريـمَ جـو،
ڪـڍِيـائـيـن ڪـوري ڪـري، نـانـا جـو نـقـطـو،
ڪَيائين ليکو سَيَ سان، چتَ مَنجهون چُڪـتـو،
سـدائـيـن مُـڪـتـو، سـامـي رَهـي سُـيـاءَ ۾.

(180)

ديـهِـي نـہ جـاڻـي، گُـرَمُـکُ پـانـهِـنـجـو پـاڻَ ڪـي،
چـيـتـنَ سـارَ سَـروپَ ڪـي، گُـرگـمَ سُـجـاڻـي،
مَـمَـتَ مِـتـائـي مَـن جـي، مـوجـان نـتُ مـاڻـي،
سُمهـيـن پَـٽُ تـاڻـي، سامي سُـکِـپـتَ سـيـجَ تـي.

(181)

سَـدائـي گُـلـزارُ، گُـرَمُـکُ رَهـي گِـيـاتِ ۾،
چـيـتـيءَ اَئـون ڪُـنـچَـرَ ۾، سامي ڏِسـي سـارُ،
لُـنـؤ لُـنـؤ اوانـڪـارُ، سامي جَـپـي زَبـانَ ري.

(182)

سَـدائـي گُـلـزارُ، گُـرَمُـکُ رَهـي گِـيـات ۾،
ڪَـڍِيـائـيـن ڪَـلِـپَـتَ جـو، وِڙِ نِـکِـيـدُ وَهِـنـوارُ،
سَـمَ ڏِنـائـيـن سَـيَ ۾، سـاڪـي سِـرِجَـڻـهـارُ،
لـنـؤ لـنـؤ اوانـڪـارُ، سـامـي جَـپـي زَبـان ري.

(183)

سَدائي مِهمانُ، گُرَمُڪُ ڄاڻي پاڻَ کي،
سامي جَنهِن کي سَتِگُروءَ، ڏنو آتَمَ گِيانُ،
سَمَ رَهي سَيَڪَنهِن سان، ڪَڍِي ڪيرُ گُمانُ،
تِيو نِرَمَلُ نِرَباڻُ، چيتَ وِڃائي چِتَ جي.

(184)

سَدائي مِهمان، گُرَمُک ڄاڻي پاڻَ کي،
ڏِٺو جَنهن گُرگِياتِ سان، فاني سَڀُ جَهانُ،
ڪايا مايا ڪُلَ جو، رَکي نَہ اَيمانُ،
پائي پَدُ نِرِباڻُ، سامي رَهي سُيَاوَ ۾.

(185)

سدا راجَ ۾ جوڳُ، گُرَمُک ڪري گِياتِ سان،
سامي جنهن جو سَتِگُروءَ، ڪَٽيوهِئين مان روڳُ،
هارَ جِيتَ سوڪَ ڏُکَ جو، رَکي هَرَکُ نہ سوڳُ،
توڙي يوڳي يوڳ، تان پي رَهي اَليپُ ڪَنوَلَ جان.

(186)

سَدا سَمُجهائي، گُرَمُکُ پانهِنجي پاڻَ کي،
پَرَمَ مَنجِهہ پُلي ڪَري، باد نہ بَقرائي،
رَهِيو لِنوَ لائي، سامي چَئي سَروپَ سان.

(187)

پِگَت ڪَمائي، گُرَمُکُ چُتو ڏُکَ ڪون،
ڏِنائين گُرَگِياتِ سان، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
ڳالِ نہ سَلي ڪنهن کي، جِئَن گُنگو ڳُڙ کائي،
رهيو لِنوَ لائي، سامي سُپيرِيَن سان.

(188)

پيدَ بنان پڳوانُ، سَنتَ لَڪائِن سَڀَ ڪي،
رَڳن نہ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اِيمانُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، گُرمُکَ اِيهو گِيانُ،
پائي دَرسَنُ دانُ، سِيتَلُ رَهي سُياوَ ۾.

(189)

پَرَمُ وِڃائي پيڻَ، اَچي آتڻَ وچَ ۾،
سَهي ساهيڙِن جا، سَمَ تِي ويڻَ ڪُويڻَ،
سامي لائي سِرَ تي، رَهي سَنتَن جي ريڻَ،
تہ پَري نِرمَلَ نيڻَ، ڪَنِي نِهالُ نِظَرَ سان.

(190)

پَريو جَنهن سَلامُ، سُوڌو سُپيرين جو،
مِليا تَنهن مُشتاق کي، تيئي لوڪ اِنعامُ،
ڪيائين ڪَلپَتَ ڪِڍي ڪري، اَنيئہ منجهہ آرام،
شادي اَئون ماتام، سامي ڄاڻي سَمَ سڀُ.

(191)

ٻَڌو جَنهن پَلي، سَچُ سُڄاڻي پانهِنجو،
حڪمُ تَنهن هَرِ جَنَ جو، سَڀَ تي سيگهہ هَلي،
پَنجَ ئي ڪَيائين پانهِنجا، سامي داسَ دَلي،
اَچَلُ ڪينَ چَلي، نِهچَلُ نِرمَلَ سارَ ڪون.

(192)

سَچُ ۽ سُوڌائِي، ڪَنهن گُرمُکَ جي گهر ۾،
تنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ممتا مِٽائي،
سامي سَيائِي، جوتِ ڏِسي جڳديسَ جي.

(193)

ساڪيءَ جو ديرو، مَنَ ٻُڌِ واٽيءَ ڪون پَري،
سَمُجَهه ري سڪِٽو اَتي، اوِديا جو جهيڙو،
گُرَمُکُ گُرَ ويساهَ سان، پاتو گهرِ پيرو،
ڪَري نِبيرو، وَجي سامي مِليو سَروپَ سان.

(194)

سُوکَمُ ديسُ سَهي، ڪَيو جَنهِن ڪِرپا سان،
تَنهِين ۾ تِر جيترِي، ڪَلَپت ڪانہ رَهي،
آتَم لالُ لَهِي، سُکي تِيو سامي چئي.

(195)

مَحَبَتِن مُلِڪُ، جِيتيو سَيُ جُڳتِ سان،
لائي وينا لَکَ جو، گُرَمُک تَتُ تِلِڪُ،
اَندَرِ ٻاهِر هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(196)

لَڌو جَنهن ڏٺي، گُرگَمَ گهر جو گهرَ مون،
سامي تَنهن جي سُکَ جي، ڪَهڙي ڳالهہ ڳِٽِي،
توڙي پِني پَنجَ ڪَٽي، تان يِي راجا رانوَلَ ديسَ جو.

(197)

لَڌو جَنهِن لَتِيو، آتَمُ ڏَنُ اَنيَئِي،
سامي سو سَنسارَ جي، حِرِصَنِ کون هَٽِيو،
گُرَگَمَ خاصِ گَتيو، پَرچي ڪائِي پورَبي.

(198)

خالِصو خَلاصُ، سَتِگُرَ کِيو سَيَ دُکَ کون،
پَرچي ڏِنائين پاڻ ۾، اَنِيَئہ جو آڪاسُ،
مايا مَنجِهہ اُداسُ، سامي سَدائي رَهي.

(199)

ڪوجيءَ لَڌو ڪوجُ، پرچي پريمَ نگرَ جو،
ٻُڌائين ٻانيڻُ چَئي، تنهن ۾ سَهَجَ سَروجُ،
ڳٽي سَتِيائين سِرَ تون، سَڀُ ٻِيائيءَ جو ٻوجُهہ،
هِردي مَنجِهہ هَروجُ، دَرِسَنُ ڪَري دوسَ جو.

(200)

گيانوان گُرَمُکُ، ياڻي مَنجِهہ پنو رَهي،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، سَمَ جاڻي سُکُ ڏُکُ،
پورَنُ هِڪُ پُرُکُ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(201)

پَلَ پَلَ مَنجِهہ پَلي، گِياني گُرَمُکُ پاڻَ کي،
توڙي سِيتَلُ تِيو سامي چَئي، پَنجَ ئي دُوتَ دَلي،
اِها ڳالهہ اَندَر جي، ڪَنهن کي ڪينَ سَلي،
ٻنان چاهُ چَلي، ساکي تِي سَنسار جو.

(202)

گُرَمُکَ جي گادي، اَنلَ جان آڪاسَ ۾،
هارَ جِيتَ ڏُکَ سُکَ ڪون، اگمَ آلادي،
چَڙهي تَنهِن چَوڪيءَ تي، تيو سَهِجي سَماڌي،
لَڌائِين آدي، سامي سُکُ سَروپَ جو.

(203)

گُرَمُکَ جَنهِن کِيو، اَنتَرمُکُ اَدَبَ سان،
سَهَجي سُپيرِن جو، تَنهن پَرِلاءُ پِيو،
ڏِسي ٻُڌي کِينَڪِي، ٻانيَڻُ چَئي ٻيو،
سَنسو پِرَمُ وِيو، جهولي جَهروکَنِ ۾.

(204)

ڳَرمُکُ نرُ ڳِياني، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
ڪَئي جَنهِن ڪَلِپَتَ ري، حاصُلُ حَقاني،
رهي اليپُ جڳتَ ۾، سامي سَيلاني،
پرِيَنِ ري پِراني، خالي ڏِسي ڪونڪو.

(205)

ڳَرمُکُ موڙي مَنُ، سامي لايو لَک ۾،
بنان سارَ وَچَنَ جي، ڪَنهِن کي ڏِئي نہ ڪَنُ،
پاتائِين پَرچي ڪَري، اَنِيَئِہ آتَمَ ڏَن،
سدائي پَرسَنُ، رَهي پانهنجي حال ۾.

(206)

ڳَرمُکَ ريجهايو، مَها پُرَکُ مَحَبَتَ سان،
جاڻ وِجائي پانهِنجي، آڳِيا مَنجِهہ آيو،
سَهَجي تَنهِن کي سَتِڳَروءَ، اَلَکُ لَکايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوتو جَلَ ۾.

(207)

ڳَرمُکَ لَڌو ڳهرُ، پئي ڳِياتِ ڳُروءَ جي،
مِٽايائين مَنَ مون، سامي ڏُکُ ڏَمَر،
آتَمَ پَدُ اَمَرُ، پائي پَرچو پاڻ ۾.

(208)

ڳَرمُکَ پَدُ پاتو، اَنِيئہ جي آڪاسَ جو،
مَمَتَ مٽائي مَن جِي، سامي رَنگِ راتو،
صاحِبُ سُڃاتو، چيتَنيءَ ائون ڪُنچَر ۾.

(209)

گُرمُکَ لَڌو لعل، اَمولَڪُ اَندَر مون،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سامي تيو نِهالُ،
ڪَتي ڪَلِپتِ ڪالُ، سَماڻو سَروپَ ۾.

(210)

گُرمُکَ سَڀَ سَٽيو، ليڪو ڪَڍي جيءُ مون،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، آتمَ رَسُ چَٽيو،
سامي سارُ گَتِيو، ڇِڪي ٻَڌائين ڳنڍِ ۾.

(211)

گُرمُکُ سالاهي، سدائي سَت سَنگَ کي،
ڏِنو جَنهِن گُرگِيانَ سان، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
مُمتا مِٽائي، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(212)

اَنيِئـہ آتم تَتُ، گُرمُکَ لَڌو گهر مون،
مٽايائين مَنَ مون، سامي سَڀُ مَمَتُ،
جاڳي سَڀُ جڳتُ، لَئـہ ڏِنائين لَکَ ۾.

(213)

اَنيِئـہ آتمَ پَدُ، مَنَ ٻُڌِ واٽيءَ ڪون پَري،
بنان مِهَرَ گُروءَ جي، پَهُچي ڪونہ اَحدُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَڍي دُکُ دَرَدُ،
حَدَ پري اَنَحدُ، وِرلو ڪو گُرمُک لَکي.

(214)

اَنِيئِہ جوتِ جڳي، گُرگمَ جَنهِن جي گهرَ ۾،
سامي تَنهِن سا پُرَکَ ڪي، سَنسو ڪونہ لڳي،
توڙي لوڪُ وڳي، تان يي رهي اَليپ آڪاس جان.

(215)

آتمَ پَدُ اُڳاڙِ، ڳُرمُکَ لَڌو ڳهرَ مون،
پاڻُ وِڃايو نِندَ ۾، سو ڄاڳيئي آيو ياڻِ،
مِٽي ويئي مَنَ مون، سامي سَپ اُپاڙِ،
سُتَهَه سِڌِ سَماڙِ، لڳِي رَهي لَک ۾.

(216)

آيو هَرِ حصي، ڳُرڳمَ جنهن ڳُرمُک جي،
پيرُ تِنهِين جو پِريت کون، سامي ڪين ڪِسي،
راتيون ڏينهن ڏِسي، سنمک سپيرئن کي.

(217)

ڳٽيان کَهڙا ياڳَ، سامي تِنهِن سيوَکَ جا،
جَنهِن بَنڌي ڏِني پانهِنجي، سَتِڳُرَ جي هَٿِ واڳَ،
ڇَڏي نانا راڳَ، لڳو رَهي لَکَ ۾.

# سلوڪ گُرمُکُ (ب)

(1)

گُرَ سِکيءَ جي گتِ، چَئِي وَجي نہ مُنهَن سان،
پُڇي ڏِسُ تَنين کون، رکي جَنِ رَهَتِ،
ماڻِن موجَ مُکِتِ جِي، ميٺي مَمِتا مَتِ،
جاگِرتَ ۾ سُکُپَتِ، سدا رهن سامي چَئي.

(2)

گُرَ سِکيءَ جي سَندِ، لَکي وَجي نہ لِنوَ ري،
پُڇي ڏِسُ تَنهين کون، جي پَهُتا اُنهِيءَ هَندِ،
لَنگِهيا پارِ سَمُندَر کون، بنان بيڙيءَ بَندِ،
کيري کَلِپَتَ کَندِ، سامي مِليا سَروپَ سان.

(3)

سَچي صَرافي، سَتِگُرَ ڏِني سِکَ کي،
پيهي ڏِنائين پاڻ ۾، سامي سَمَ صافي،
کَٽي سَڀِ کَلِپنا، مُلِڪُ کائي معافي،
طَمَعَ ٽَلافي، کَنهِن سان کَري کِينَکِي.

(4)

اَندو جيءُ اَحَمَقُ، سَچُ سُجاڻي کِينَکِي،
ديهي جاڻي پاڻُ کي، يوڳي نِتُ نَرَکُ،
وِرَلو کو گُرمُکُ رَهي، ڦُرني کون فارَقُ،
بانيَڻ تي بارَکُ، وَرتي سَڀَ وَهِنوارَ ۾.

(5)

اَلـڪُ عَـدالَـتـي، ڪَـري عَـدالـتَ اَنـيَـئـي،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَئي، ماهِلُ مَحَبَتي،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگروءَ، سَچَ جي رَهَتِ رَتي،
مـيـٺـي مَـنَ مَـتِـي، وَرِتـي ويـدَ وِچـارَ سـان.

(6)

سـامـي ڇَـئـي شَـريـڪُ، آهـي ڪـونـہ الله جـو،
ڪَـيـو سِـڪَ سَـچِـيءَ سان، طالِـبَـنِ تَـحـقـيـقُ،
چَـڙهـيـا عـيـنَ عَـرِشَ تـي، تـي بـيـحَـد بـاريـڪُ،
نَـئِـنَـنِ ڳـئـون نَـجِـيـڪُ، سُـتَـهَـہ ڏِسـن سُـپِـريـن.

(7)

سـامـي سَـيـيـئـي، سَـنـتَ لـڪـائِـنِ سَـمَـتـا،
وِرلي ڪَـنهـن ڳُـرَمُـکَ کي، سَـچِـي سُـڌِ پيـئـي،
پـاڻُ ڏِنـو جَـنـهِـن پـاڻَ ۾، ٺُـکُ ٺُـٻـي ڏيـئـي،
لـوڪُ پَـرلـوڪ ٻيـئـي، لَـنـگـهي لالُ ڳـلالُ ٿِـيـا.

(8)

سُـپـيـريـان جـو پـيـرُ، سَـنـتَ لَـڪـائِـنِ سَـڀَ ڪَـي،
گهِري پَنهِنجي گهرَ مون، ڪَنهن ڳُرَمُکُ لڌو گهيرُ،
ويـنـو اَنـيَـئِـہ تَـخـتَ تـي، تـي نِـرَيـئُـہ نِـرَ ويـرُ،
سـامـي جـئـن سُـمـيـرُ، ڪَـري ڪـانـہ ڪَـلِـپـنـا

(9)

رامَ نَـگـرَ جـو راهُ، سـنـتَ لَـڪـائـن سَـڀَ ڪَـي،
پَـهُـچـي ڪـو پِـنـدَ سَـنـتـي، دَردَوَنـدُ دانـاهُ،
رَکِـيـو جَـنـهِـن رَهَـتِ سـان، وَچَـنَ تـي ويـسـاهُ،
عـيـنَ اَيـيـدَ اَچـاهُ، سـامـي رَهـي سُـيـاوَ ۾.

(10)

هَـرِجَـنَ ڏِسـي هَـٺُ، دارون ڏِيَـنِ دَرَدَ جـو،
سُمُجهي ڪري ڪو سورَمو، پرِيتِ سَچيءَ سان پَٺُ،
ڪَـٿي سَـڀَ ڪَـلـپِـنـا، سامـي تـئـي سَـمَـرَٿُ،
ڪَـٿـي ڪـيـنَ اَڪـٺُ، اِسـٿـتِ رَهـي آنـنـدَ ۾.

(11)

يـاڳـوَتـي يـاري، لـَڪَ لَـڪـائِـنِ اَنـيَـئِـي،
سَمُجهي ڪري ڪو سامي چَئي، اُتمُ اَڌِ ڪاري،
جاڳي جَنـهِـن جَڳَتَ جي، پَـٽـي مـيـسـاري،
بـيـحَـدِ جي باري، پَـٽـي وِيـنـو پـاڪُ ٿِـي.

(12)

جـيـڪـو بِـيـڪَ ڪَـري، دَرَدَ وَنـدَنِ جـي دَرَ تـي،
ٽَنهِن کي سِڪَ سَمُجَهـ سان، ڏِئَنِ يَندارَ يَري،
وِهـي اَنـيَـئِـهِ تَـخـتَ تـي، ڌِيـرُ سُـڌِيـرُ ڌري،
سـامـي ڏِسِـي نَـري، اَنـدرِ بِـاهَـرِ آتـمـا.

(13)

وَڪِـتي کي سِرِوتو، سِياڻي سَجاڪو مِليو،
بـنـهِـي بـيـحَـدِ بُـڌِ سـان، پـريـمَ هـارُ پـوتـو،
پـائـي چَـڙهـيـا چِـت تـي، چُـسـتُ بَـڌي چوتـو،
ڪـائِـنِ نَـہ گـوتـو، سـامـي چَـئـي سَـنـسـارَ ۾.

(14)

يـوَ سـاگَـرُ يـاري، لَـهَـرِيـون مـاري لـوپ جـون،
سامي ٽَنهِن ۾ سَمُجَهـ ري، وَهـي وِسُ ساري،
لَنگهي چَڙهيو لَڪَ تـي، ڪـو اُتمُ اَڌِڪاري،
سَـمـتـا سَـچـاري، پـهـچـائـي تـي پَـدَ ۾.

(15)

وَجـي سَـڀ وَهـنـدي، خَـلَـقَ خـامَ خِـيـالَ ۾،
سَـتِ جـاڻـي سُـپـنـي جِـي، بـنـان نِـيـرَ ٺـنـدي،
وِرَلـي ڪَنهِن گُرَمُکَ لَدي، ڪِرپا ساڻُ ڪَنـدي،
مِيٺي چڱي مَندي، سامي جُڙِيو سَروپَ سان.

(16)

وَجي سَڀ وَهي، تي خَلَقَ پَنهِنجي خِيالَ ۾،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمُکَ ڪَئي، سامي ٻَالهِہ سَهي،
چَڙهِيـو اَئـيَـئِـہ اَچَ تـي، پَـنـجَـئي دوتَ دَهي،
ڪَـري راڄُ رَهـي، سَـدا بـيـگـمَـپُـرِ جـو.

(17)

سَنسي جڳ سارو، مُنجهائي موڳو ڪَيو،
ڪَنهِن جو هَلي ڪَيـنَـڪِـي چَـتُـرائِـي چارو،
وِرَلـو ڪـو گُـرَمُـکُ رَهـي، نِـرِپـکُ نـيـارو،
اَئـيَـئِـہ أجايارو، سامي ڏِنو جَنهِن سَمَ تي.

(18)

مـايـا مـوهـي مَنُ، مـوڳـو ڪـيـو مـاڻُـهـن جـو،
پَـوَنِ پَـؤ سـاگَـرَ ۾، ڏاري نـانـا تَـنُ،
وِرَلـي ڪَـنـهِـن گُـرَمُـکَ لَـدو، اُلَـٽـي آتَـمُ ڏَنُ،
سَـدائـي پَـرَسَـنُ، سـامـي رَهـي سُـيـاوَ ۾.

(19)

مـايـا مـچـائـي، ڪـوڙي رانـدِ ڪَـلِـپَـت جـي،
وِرَلـي ڪَـنـهِـن گُـرَمُـکَ ڪـي، اَئـيَـئِـہ ۾ آئـي،
سـامـي مِـلـي سَـروپَ سـان، مَـمِـتـا مِـٽـائـي،
سَـمَ تـي سَـدائـي، مـاڻـي مَـوجَ مُـکِـتِ جـي.

(20)

ڏورون ڏڪائي، سڀ ڪي نانڪُ نوڙيءَ جو،
سامي سڳهي ڪوٺ ڪو، پيرُ اڳي پائي،
ورلي ڪنهن گُرمُک ڏنو، ڏيئو جاڳائي،
سنسو مٽائي، سُمهيو سُکپت سيج تي.

(21)

مايا منجهه مُڪِتِ، ورلو ڪو گُرمُکُ رهي،
جنهن کي ڏسي ستگروءَ، جُڙئي جي جڳتِ،
ڏيئي ڪَندِ ڪلپ کي، چيتَنُ ڪيائين چِتِ،
اُنيءَ سُکُ امِتِ، سامي پائي سَمَ تِيو.

(22)

گهوڙو پلاڻي، سڀڪو ڊوڙي ڏهَ دِسا،
سَتِ چاڻي سنسار کي، چائي نٽُ چاڻي،
سامي ٻڌو ساڌ سنگ، گُرمُکَ گهر آڻي،
موج مِلي ماڻي، پاڻُ وڃائي پاڻَ ۾.

(23)

پنن مون پڙهي، حرفُ لڌو جنهن هڪڙو،
سو مري ڪين منجهن جان، راتيون ڏينهن رڙي،
پچي پرمَ گهڙي، سَئِل ڪري سامي چئي.

(24)

ٻُڌي سو ٻُڌوان، مُرلي موهن جي،
مِٺيو جنهن جي مَنَ مون، سامي سڀ اپمانُ،
رهي پانهنجي حال ۾، سدائي غلطانُ،
ڪري امِرتَ پانُ، ماڻي دورَ درسَ جي.

(25)

يڳتَ نانا يانتِ، تَپَ تِيرَٿَ ساڌنا،
وِرَلي ڪَنهِن گُرَمُکَ ڪي، سامي آئي سانتِ،
جاڳي ميتيو جَنهن جيءَ جو، ڀُلائو ڀرانتِ،
اَنيَئِہ ري ايڪانتِ، ڪوڙي جاٽي ڪَلِپَ جِي.

(26)

اَچي ڪوٺہ واري، سُورَوِيرُ سَنسارَ سان،
بِيتا مَتِ مَرِمَ ري، هَٺُ، هِمَٿَ هاري،
وِرَلو ڪو گُرَمُک هَلِيو، وِڌِ سان ويچاري،
چَڙِهي چَؤباري، سَئِلَ ڪَري سامي چَئي.

(27)

دوسِت جو ڏِيدارُ، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
وِرَلي ڪَنهِن گُرَمُکَ ڏِٺو، ٿُڪَدَمُ ڪَري قرارُ،
چَئي سگهي نہ مُنهَن سان، اَنيَئِہ سُکُ اَپارُ،
سَدا مَسِتُ خُمارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(28)

آسا مَنجِهہ نِراسُ، وَرَلو ڪو گُرَمُک رَهي،
جو وَجي چَڙِهيو چِٺَ تي، ڪَري اَنَنَ اَيياسُ،
جِتي تون مان نانهہ ڪا، نہ ڪو ٺاڪُرُ داسُ،
چيِتَنَ چِداڪاسُ، سُتَهہ سِدِ سامي چَئي.

(29)

وِرَلو ڪو چيلو، سمُجهي گِيانُ گُروءَ جو،
يَري هَٺي جو يَرَمَ ڪي، غَئِبي گُليلو،
سامي ڪَي سَروپَ سان، مَمَتا ري ميلو،
اَنتَر اَڪليو، باهَرِ تون مان ۾ رَهي.

(30)

وِرلو ڪو ڄاڻي، گُرَ سِڪيءَ جي گَتِ ڪي،
جو موڙي مَنَ پَوَنَ کي، اَنتَرِ گَتِ آڻي،
سُتَهه سِدِ سَروپَ سان، مَوجَ مِلي ماڻي،
سُمهي پَٽُ تاڻي، سامي سانتِ سَراءِ ۾.

(31)

وِرَلي ڪَنهن وَڃَڻُ، مَڃِيو ساڌو جَنَ جو،
ڪِيائين وَسِ ويساهَ سان، پَرِچي مَنُ پَوَنُ،
گهٽِ وَڌِ واڻيءَ واچَ کي، ڪَلَپِي ڏِئي نَه ڪَنُ،
پَرَميسَرُ پورَنُ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(32)

هَلي ڪو هرِجَنُ، سوڌِي راه رَهَتِ جي،
لَئِ ڪَيو جَنهِن لَکَ ۾، موڙي پانهِنجو مَنُ،
گهٽِ وَڌ واڻيءَ واچَ کي، ڪَلَپِي ڏئي نَه ڪَنُ،
پرَميسوَرُ پورَنُ، سامي ڏِسي سَتِگرو.

(33)

هرڪو بُڌِي حُڪُمُ، مَڃِيو جَنهِن مَحبوب جو،
پَڻي سَتِيو پارَ ڪون، طَمَع جو تُخُمُ،
سَدا رَهي سامي چَئي، گِياتِ اگَمَ ۾ گُمُ،
مُئَنِ کي مَعلُمُ، مِنو سُکُ مئنِ جو.

(34)

مَڃِيو جَنهن چَيو، سَنتَنِ ساپُرِسَنِ جو،
تَنهن سُجاڪي سورَمي، سَرِبَ تِياڳُ ڪَيو،
ڏِنائين آڪاسَ جان، رَمي رامُ رَهِيو،
اُونهو اَڻ مَيو، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(35)

چڱن جو چوڻ، مَنيو جَنهن مَحَبَتيءَ،
مِٺيو تَنهن جي من مون، پُلائو پَوڻُ،
سُمِهيو سُڱپتِ سيجَ تي، پائي پَدُ پورڻُ،
سامي ماسو مَڻُ، ڏِسي نہ رَهَتِ رَتيءَ ۾.

(36)

ويدَنِ جو وادِي، تِئي نہ سُجاڪو سورمو،
سُرتِ ساڌي جَنهِن ساڌ سَنگِ، اَنتَرمُکِ آندي،
سامي ڏِنائين سَرِبَ گتِ، چيتَن لَکَ چاندي،
هيبَتَ هيڪاندي، سَتي چَڙهيو سُکَ پالَ ۾.

(37)

مَحَبَتيءَ ميڙي، سُرتِ رَکي گُرَ شَبَدَ ۾،
نِئائين نِرتِ نگرَ ڏي، رَهَتِ سَچيءَ ريڙهي،
جِتي دوسِتَ دَرِسَ جو، کيٿُ وڏو کيڙي،
ويهي مَنجِهہ ويڙي، سَپُ سَئِلُ ڪري سامي چَئي.

(38)

وَڏو وِڄُ وِچاءُ، کَهَٺيءَ رَهَٺيءَ پاڻ ۾،
وِرَلي کَنهِن گُرَمُکَ کي، سامي پيو سَماءُ،
جاڳي کِيائين جڳَ جو، اِتي اَتَنتا ياءُ،
جاٺي دِلبَرُ داءُ، پاسي تِئي نہ پيءُ کون.

(39)

سوئي سَربَنگِي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي رَمِزَ رنگيءَ،
پِئي پِيئاري پريم رَسُ، ميٺي طلبَ تِنگي،
سَدا ساڻ سَنگي، ڏِسي اَنيَئِہ آتما.

(40)

جيڪو سيڪَ سِڪِي، سامي سَچارَنِ ڪون،
ڪوڙا سو ڪَلَپِت جا، ليکا ڪِينَ لِکي،
پَهُچي پريمَ نگرَ ۾، چڙهي تُرنگَ تِکي،
پارَکُ تي پَرِکي، اَندَر باهَرِ آتما.

(41)

جَنهِن کي آتَمُ گِيانُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ،
ڪَيو سَمَ ساگرَ ۾، اُلَٽي تَنهن اِسَنان،
مَمَت مِٽائي مَنَ جي، ٿِيو نِرمَلُ نِربانُ،
ڄاڻي سَڀُ جَهانُ، چِمتِڪارُ چيتَنَ جو.

(42)

جَنهِن کي خَبَرَ ڪري، پيئي پَدَ آگمَ جي،
سَهَجي ويا سامي چَئي، تنهن جا ٿَپَ ٿَري،
سُمِهيو سُکَپِتِ سيجَ تي، سَٿي پَرَمَ پَري،
جِئَن ڳرو ڳري، پاڻي ڄاڻي پاڻَ کي.

(43)

جَنهِن کي پورِ پَکِي، پارِ لَنگهايو پاتِڻيءَ،
پائي سُکُ سَروپَ جو، پِيا ٿَر ڪينَ ٿَکي،
مَسِتَڪَ تي مَڻِ مَرَمَ جي، جَگمگات جَهلِڪي،
سامي سَدا ڏِکي، اُگهاڙِنِ کي اَنيَئِي.

(44)

گنيو جَنهِن ڏُکو، گُرگَمَ گريبيءَ جو،
ماري تَنهن مُدَعِنِ کي، مَها مَسانِ مُکو،
سُمِهيو سُکَپَتِ سيجَ تي، پائي چِٽَ چَکو،
سارو ساٿُ ڏُکو، سامي ڏِسي سَراءِ ۾.

(45)

ڳنـيـو جَـنـهِـن ڏُکـو، ڳُـرڳـمَ ڳـريـبـيءَ جـو،
مـاري ٿـنـهِـن مُـدَعِـنِ کـي، مَـهـا مَـسـاڻِ مُـکـو،
سـامـي ويـنـو صـافُ تـي، پـائـي چِـٽ چـٽـکـو،
هَـٿَ ۾ کَـري حُـقـو، مـاٽـي مَـوجَ دَرِسَ جـي.

(46)

ڳـنـئـيـن جَـنـهِـن ڳـدا، ڳُـرڳـمَ ڳـريـبـيءَ جـي،
جِـيـتـي ٿـنـهِـن جَـتَـن ري، ويـري سَـڀُ وَدا،
جـاڳـي کَـيـائـيـن جَـمَ سـان، اَنـيَـئِـي اَدا،
سـامـي رَهـي سَـدا، پـاڻُ وَرائـي پـاڻ ۾.

(47)

ڳـنـيـئـن جَـنـهِـن ڳـدا، ڳُـرڳـمَ ڳـريـبـيءَ جـي،
جـيـتـي ٿـنـهـن جَـتَـنَ ري، ويـري سَـڀُ وَدا،
پَـرِچـنـتـا کـون پـاڪُ تـي، ٻـولِـي پِـريـمَ پَـدا،
سـامـي رَهـي سَـدا، سُـجَ وَسـنـوَ جـي وِچ ۾.

(48)

ڳـنـئـيـن جَـنـهِـن ڳـدا، ڳُـرڳـمَ ڳـريـبـيءَ جـي،
جِـيـتـي ٿـنـهـن جَـتَـنَ ري، ويـري سَـڀِ وَدا،
ڳـاوَنـدو وَتـي ڳـوٺَ ۾، پَـرِچـي پِـريـمَ پَـدا،
سـامـي رَسـي سَـدا، پـاڻُ وَرائـي پـاڻ ۾.

(49)

ڳُـرَمُـک ڳِـرَسِـتـي، مَـسِـتُ رَهـي مَـهَـراڻَ ۾،
چڙهي جَنهِن جي چِتَ ۾، مَحَبتَ جي مَسِتي،
سوڳمُ ٿِيو سامي چَئي، ماري مَنَ هَستِي،
جاٽي سُجَ وَسِتي، آيا اَنيَئِہ لَعلَ جِي.

(50)

گُرمُکُ گِرَسِتي، مَسِتُ رَهي مَهرانَ ۾،
چَڙهي جَنهِن جي چِتَ تي، مَحَبَتَ جي مَسِتي،
سوگَمُ تِيو سامي چَئي، ماري مَنَ هَسِتي،
جاڻي سُجَ وَسِتي، آيا اَنيَئِہ لالَ جي.

(51)

گُرَمُک گِرَسِتي، پاسي تِئي نہ پِيءَ کون،
جَنهِن کي اجگَئبي چَڙهي، مَحَبَتَ جي مَستي،
جاڻي سُجَ وَستي، آيا اَنيَئِہ لَعلَ جي.

(52)

راجُ جوڳُ بيئي، گُرَمُکُ جاڻي سَمَ سَدا،
جَنهِن کي سارَ سَروپَ جي، سامي سُدِ پيئي،
سَنسا سَييئي، ميٽي وينو مَحَلَ ۾.

(53)

بَٽيءَ تي هَسِوارُ، سَدا رَهي کو سورَمو،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَئِہ مَتِ اَپارُ،
پيهي ڏِنائين پاڻَ ۾، دوسِتَ جو ديدارُ،
جاڻي سَڀُ سنسار، سُپني جو سامي چَئي.

(54)

تَنهِن کي خَبَرَ گَري، پيئي پَدَ اگَمَ جي،
جَنهِن ڏِيکيا داتِ گُروءِ جي، هِردي مَنجِهہ ڏَري،
کَٽي سَتِياڻين سِرَ تون، سامي پَرَمَ پَري،
سُتَهہ سِدِ نَري، سُمهِيو سُکَپَت سيجَ تي.

(55)

جاڳيو ڪين جڪي، دَر دَرِ ديوانَن جان،
ڏِيکيا داتِ ڳروءَ جِي، مُحڪمُ مَنِ رکي،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتما، سامي سَمَ لَکي،
چيتَنُ رسُ چکي، لُنوَ لُنوَ لالُ گُلال تي.

(56)

دَولَتَ دَردَوَندي، سَتِگُرَ ڏِني سِکَ کي،
سَڀ گهٽ ڏِسي سُپرين، ڇَڏي خود پَسَندي،
ڪَنهِن کي چَوي ڪِينَڪِي، مُنهَن سان چڱي مَندي،
هَرِدَمُ هَٿَ ٻَنڌي، سيوا ڪَري سامي چَئي.

(57)

دَرِسيو دَولتَ وَندُ، رَهي اُدارُ اَندر ۾،
سَمُجهِي جَنهن سامي چَئي، تاجيءَ پيتي تَندُ،
ماٽي نِتُ مَرَم سان، اَنيَئِه جو آنندُ،
جِئين مِصريءَ جو قَندُ، سَڀَ جو مُنهُن منو ڪري.

(58)

سَرَنديءَ کون ٿالو، وِرَلو ڪو ڳُرمُک ڪَري،
ڪاڏو جنهن ڪِميا سان، نِجُ نِرَيَوُ نيوالو،
سَٽي وِڏائين سَرِبَ ڳتِ، ڪَلِپَتِ ڪَشالو،
سَمَ سيتَلُ سڪالو، سامي رَهي سُپاوَ ۾.

(59)

پاڙهي ڪِيو پَرَپڪُ، مُرِشَدَ خاصِ مُريدَ کي،
رَکِي نه رَتيءَ جيترو، طَمعَ سان تَعلَق،
پَنهَنجي اڪئين پاڻ کي، ڏِسي تِيو لاشَڪُ،
هَرِدَمُ عين اَلحَقُ، ٻانيَڻ ٻولي ٻَلَ سان.

(60)

سوگُرمُک گِياني، سو جوگيسَرُ جڳ ۾،
جَنهن سامي ڳالهِ سَهي ڪَئي، هِڪِڙي حَقاني،
جڳتَ ڏِسي جانيءَ ۾، جڳتَ ۾ جاني،
سِياڻپ ناداني، سَنئي وينو سَمَ تي.

# سلوڪ ايشور مهما (الف)

(1)

اِڇا ري اِسرارُ، تيو خياليءَ جي خِيالَ ۾،
جنهن جو آدِ نہ انتُ ڪو، نڪو پارُ اورارُ،
مَنَ بُڌِ واڻيءَ ڪون پَري، ڪيرُ ڪَري تڪِرارُ،
سامي سَمُجهِي سارُ، سنتن هِڪُ سوگهو ڪَيو.

(2)

عَجائبُ اِسرارُ، گُرگمَ ڏنو غيبَ جو،
ڌاري آيو جڳَ ۾، نِراڪارُ آڪارُ،
ڪيلي نانا ياءِ تي، رَهي اَليپُ اپارُ،
وَجي بَلِ بَلهارُ، سامي لَٽِڪي تون سَدا.

(3)

عَجائِبُ قُدرَتَ، ڪَرتا رچِي ڪَلَ سان،
آدِسَڪتِ ڪون ديوَتي، تِنِ ڪون تِيا پَنجَ تَتَ،
تَتَنِ ڪون وِستارُ ٿِيو، سَڀ نِياري نائتَ،
سَيلُ ڪَري سَيڪَنهِن جو، سامي بنان مَمَتَ،
لُڙَ ڪي هَٽي لَتَ. موتي سُمهيو سيجَ تي.

(4)

جَنهِين نگ نڳي، ڪَئي ڪُلَ جَهانَ سان،
ساميءَ جِي تَنهِن نڳَ سان، پورن پريت لَڳي،
گُرگمَ گِيانَ اگمَ جِي، جَڳ مَڳ جوتِ جَڳي،
سَهَجي پِرانتِ پَڳي، جاڳِئي اِيسَرَ جيءَ جِي.

(5)

اَجگَئِبي تارو، پورَبَ چَڙهيو پاڻهي،
پورَنُ پَسريو تَنهن جو، دَهَ دِسَ اُجارو،
وِياپَڪُ ڏِٺو وِسُ ۾، مِلِيو نِيارو،
سامي سُکُ پارو، پاتو جيءَ پَسِي کَري.

(6)

اَڻ هوندِي بازي، بازيگر بَرحالُ ڪي،
ڪاٿي پيرُ فَقيرِ اَميرُ ٿيو، ڪاٿي شيخُ مُلان قاضي،
ڪاٿي گُروگُسائِين گيانُ وانُ، ڪاٿي حَجَ ڪري حاجي،
ڪاٿي راجا پرجا چَوڌري، ڪاٿي مَهتو ميانجِي،
ڪاٿي سُورِبيرُ داتارُ ٿِيو، ڪاٿي مِنَتَ موتاجي،
ڪاٿي چورُ چُغُلُ نَڳُ مَسخرو، ڪاٿي پِندَ ڪٽي پاجي،
ڪاٿي ڳُٽتيءَ ليکي دُکَ ۾، ڪاٿي رضا ۾ راضي،
سامي جنهن ساجي، سو ساکِي پَٽَ پار تي.

(7)

قدَرَتَ تُنهن جي قادُرا، ڏِسي مَنُ ٺري،
ڪاٿي سُلِطانَن سُلِطانُ تين، ڪاٿي دَرِ دَرِ بِيکَ ڪَرين،
ڪاٿي لَکَ لُٽائين ڏينهَن ۾، ڪاٿي ڪوڏيءَ ڪاڻِ مَرين،
ڪاٿي صورَتَ جو سَرِدارُ تين، ڪاٿي موهين ذوقَ ذَري،
ڪاٿي زوراوَر ظالِمُ تين، ڪاٿي ڏِسي روپَ ڏَرين،
ڪاٿي اَلبيلو اَوڌوت تين، ڪاٿي ڳُٽتيءَ مَنجِهه ڳرين،
ڪاٿي گِيانُ ڪَرين گُلِزارُ تي، ڪاٿي سُڌِ ڪي ساهَ پَرين،
مَنَ واٽيءَ ڪون پَري، آهي صِفَت تُنهنجي صاحبا.

(8)

جانـي آيـو آهِ، ٻـيـڪُ ڏري بـازارِ ۾،
پاڻ لِڪائي پاڻَ کون، تو کيلي نانا ياءِ،
ڳُـرو شـيـوَڪُ پاڻَ تـي، لَـڪَ اَلـڪَ لَـڪاءِ،
سامي سَهَج سُياءِ، راند رچائِي خوش ٿي.

(9)

ٻـيـڪُ ڏري آيـو، خـاوَنـدُ پـاڻَ خَـلـقَ ۾،
چاهَ وَرائـي چِـٽَ سـان، نـانـا رَنـگَ لايـو،
ڳٽـتـيءُ لـيـکي کـون پَـري، اَچِـرَجُ مَـچايـو،
سـامـي سَـمـايـو، نِـيـارو رَهـي نَـيَ جـان.

(10)

وَڏِي دِلِ کسـي، ساکيءَ سُـهـٽـي مـوڙ سـان،
اکـيـون اکِـنِ ۾ رَکـي، سَـنَـمُـکُ سَـدا هَـسـي،
آدي ڳـالـهـہ اَنـيَـئِـي، پَـلـڪـن سـان ڏسـي،
راتِيون ڏينهِن وَسي، سامي مينـگهـہ مِـهَـرَ جـو.

(11)

آيـو نـاگـرُ نَـٽُ، ٻـيـڪُ ڏري بـازار ۾،
ٻانـيَـڻُ چَـوي ٻِـيائيءَ ري، کَـڏي ويـنـو هَـٽُ،
پـاڻَ وَپـارِي، وَٽِـجُ تـيـو، پـاڻَ تـارازي وَٽُ،
رَعـيـتَ، راجا پاڻَ تِيو، کانِـئرُ، سُورُ، سُـيَـٽُ.
پاڻَ کُنيَرُ، آوي ٻٽِـيو، چَـڪُ مِتي، گـهـٽُ مَـٽُ،
پـاڻَ ڦُـولُ، ڦَـل، پَـتـرُ تـيـو، پـاڻَ ڏارُ، ٻِـجَ ٻَـٽُ،
اَنـدَرِ ٻـاهِـرِ دَهِ دِسا، کـيـلـي ڳُـپـتُ پَـرِڳـهـٽُ،
پَـرچِـي کـولـي پَـٽُ، پـاڻ لَـکـائـي پـاڻَ کـي.

(12)

نانا روپَ ڌري، خِيالي ڪيلي پاڻ سان،
جوڙي بُتَ مِٽيءَ جا، جِئين بالَڪُ راندِ ڪَري،
رَهي پاڻ پَري، نٿُ نچائي پتليون.

(13)

شهہ رڳ کون نزديڪُ، سَجَڻُ اَتي اوڏِڙو،
ڪَڍي غيرُ اَندَرَ مون، ڪَري ڏِسُ تَحقيقُ،
ناحَقُ ڪُرڪُ مَ ڪِيڪ، سامي چئي سَمُجهہ ري.

(14)

پاري ۾ پاڻي،تِنين وِپاپَڪُ وَسي سَبَ ۾،
سوگَرَ سَنڌِ پِرَيَنِ جي، ڪَنهِن ڄاڻائي ڄاڻي،
سامي سَماڻِي، تَنهِن جي سُرتِ سَروپَ ۾.

(15)

حاضِران حَضُورُ، سائين سيوَڪَ جي رَهي،
پَلَڪَ پَرانهون نہ ٿِئي، جِئين نئنَنِ ۾ نور،
ڪَڍِي سَنسو سُورُ، سامي رَهي سَياوَ ۾.

(16)

حاضِران حَضورُ، سامي ڄاڻُ سَروپَ کي،
اَندَرِ باهِرِ دَهَ دِسان، سَدائي پَرِپور،
جِيئين نئِنن ۾ نورُ، تِيئين سَنَمُڪُ ڏِسِي سُپِرين.

(17)

اَنتَرَجامي ڄاڻُ، سامي سُپيرِيَنِ کي،
ڌُويڪَ نہ رکي ڪَنهن سان، سَمَ رَهي سَبَ ساڻُ،
ڪَڍِي پانهِنجو پاڻُ، تون شيوا ڪر سَروپَ جي.

(18)

سُوڪم ڪون سُوڪمُ، اُتي راهَ عَجيبَ جي،
ڳـٺي ساڻ ڪِميا جي، سامي دَمَ قَدَمُ،
جيڪو اُتي ڪَمُ، پَسَڻ مَنجهه پريَن جي.

(19)

خَلقَ مَنجهه خالِقُ، خَلقَ سَڀ خالِقَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، وِرِلو هِرِجَنُ هِڪُ،
مِهِرَ ڪَري مالِڪُ، جَنهن تي پَرچي پاڻهي.

(20)

نِرگُڻُ ۽ سَرِگُڻ، ٻيئي آڪارَ اَلڪَ جا،
جَنهِن کي پريم پَرِتيتِ سان، مَني تُنهِنجو مَنُ،
تَنهن جو ڪَرِ تَدروپُ تي، ٻنان ڀيدَ ڀَڄَنُ،
پِريتِ اُتي پَرسَنُ، سامي تِيندُءِ سُپرين.

(21)

جنهن مون اُتي وِسُ، سو ويا پَڪُ تِي وِسُ ۾،
پائي مُنهُن مَهِراڻ ۾، تون ڏِيو ٻاري ڏِسُ،
سامي ڇَڏِ آلِسُ، جاڳُ تہ لَهين سُپرين.

(23)

سو ڪَنين آوازُ پيوم، پِرينءَ جو پاڻ چيو،
ٻُنڌَڻ سان ٻانيَڻُ چَئي، ڇڏي وِرسُ ويوم،
جَڏو جيءُ جِيومِ، اچڻ ساڻ عَجِيبَ جي.

(23)

پَرمِيسَرُ پورَنُ، چِيتيءَ ائون ڪُنجَرَ ۾،
جاءِ ڏِنيسين ڪانڪا، آئمَ ري اُورَنُ،
تِئڙو چِتُ چورَنُ، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(24)

ڏِنِي رَنگَ يَرِي، مورَتَ مَحَبوبَنِ جي،
جِيَڻَ مَرَڻَ ڏُکَ سُکَ جِي، اُپِدا سَبَ ٿري،
سامي جيءُ ٿري، سُمهيو سُکَپَت سيجَ تي.

(25)

دائمِ وَسِين دِلِ ۾، تون رَبَ راتيون ڏينهَن،
جِيئين سِپَ سَمُندَرَ ۾، خاطِرِ موهِي مِينهَن،
تِيئين تُنهِنجي نِينهَن، چَؤدَسِ چارا لائيا.

(26)

نيڻن لايو نِينهُن، نورَ مَحلَ جي ناڻَ سان،
جِتي سُورُ نہ چندرُ کو، نڪو رات نہ ڏينهُن،
بنان بادلَ مِينهُن، سامي سدائِي وَسي.

(27)

نماڻن جو ماڻُ، پِرين پَراهون نہ ٿِئي،
وِهان تہ وِهي سَمَهون، ڏِسان تہ ڏِسي پاڻُ،
سامي پُرَکُ سُجاڻُ، هَٿَ لائِي هَٿِ نہ اَچي.

(28)

لالَن جو لَٽِڪو، ڏِسي مَنُ مَستان ٿِيو،
کيلي نانا ياءِ تو، لائي چِتَ چَٽِڪو،
سَنَمُکُ ساميءَ جي اچي، کِيائين جهٽ جهٽِڪو،
پِگائِين مَٽِڪو، هَٽِي هَٽُ کَرَمَ جو.

(29)

سَيئي پَرتا، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
کي تياڳي وينا کُلَ کي، کي گيڙِ مَنجِهہ گتا،
کي پَندَتَ پَرِبِينِ تِيا، کي مورَکَ چِت گتا،

ڪي ڪُچيل ڪُلچِٽا، ڪي اَپَرَسَ اَڇُتا،
ڪي سِيتلُ وَرتَنِ وِڌِ سان، ڪي رَهَنِ تاوَتَا،
ڪي ڏُکي ڏِينَ اَندرَ ۾، ڪي وَتَنِ مَستُ مَتا،
ڪي ڪُوڙَ ڪَپَٽُ پَرِ پنچ ۾، ڪي آتمَ رَنگَ رَتا،
سامي ڄَئي سَتا، مِرٖيائي مَهراجَ جي.

(30)

آهي سَبُ پوري، رَچنا مُنهنجي رامَ جي،
سَمُجهي ڪو سامي ڄَئي، هَرِجَنُ حَضوري،
جَنِهن دَرسَنُ ڏِنو دوس جو، نَئنَنِ سان نوري،
ڪَري صَبوري، ڦُرني ڪون فارِڪُ ٿيو.

(31)

سامي ڄاڻُ اَسَتِ، جَڳَتُ هي جڳديسَ ري،
سَنتَن ساپُرِسَن جي، اَتي اِها مَتِ،
سَمُجهي پرِيمَ پرتِيتِ سان، ڪَري سُڌُ سَنبتِ،
پَهُچي ڏِسي تَتِ، جِتي ساکيءَ جو سوجهرو.

(32)

سامي سَيوئي، اَتي جَسُ جڳديسَ جو،
ويدَ پُرانَ سِڌَ ساڌَ جَنَ، تا سَلاهِنِ سوئِي،
سَمُجهي آتمَ سَنتِ کي، وِرلو جَنُ ڪوئي،
پاتو جَنهِن پُوئي، يَڳتِ هارُ ڳِچيءَ ۾.

(33)

بنان نالي نامَ جي، ڏَيُ دارون سَڀِ ڏوهَ،
جڏهن معافي ڪري ڏوهَ، تڏهن ڦَکيءَ ري فرقُ ٿِئي.

(34)

سمجهي جِن سَتا، مِڙيائي مَهراجَ جي،
سي ڪَڏِي ڪائِن ڪِينَڪِي، خِلوَتي خَطا،
رَهَن رَنگ رَتا، سامي لوئيءَ لاڪَ جان.

(35)

سامي سَپُ دِيدارُ، اَتي عَجِيبَن جو،
ڏِسي بُنڌي پاڻَ تو، بولي بولڻهارُ،
نراڪارُ آڪارُ، ڌاري آيو جَڳَ ۾.

# سلوڪ ايشور مهما (ب)

(1)

اَلڪُ پُرڪُ آيو، سَيلُ ڪَرَڻُ سَنسارَ جو،
ڪِڻُ ۾ هِڪَ خِيالَ سان، سَڀُ رَنگُ رَچايو،
سَتِگُرَ سِڪَ سُجانَ ڪي، لِنوَ سان لَڪايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوتو جَلَ ۾.

(2)

اَلڪَ پُرِڪَ آہي، ديرو ڪِيو ديهِن ۾،
سامي سُڪَ اگم جي، تِنهِنُ ڪي ڪَلَ ڪانهي،
سَهي سُجاتو پاڻُ ڪي، دَردَوَندَ داني،
جيئين پَرواني، پاڻُ مِلايو جوت سان.

(3)

اَلڪَ پُرَڪَ آٽي، رَچَنا رَچِي رَنگَ پَري،
اڳيون وينو اَٽتَٽِيو، پَٽ پَرِدو تاٽي،
وَتو سِڪَ سَچيءَ سان، ڪَنهن پريميءَ پَچاٽي،
مؤجَ مِلِي ماٽي، سَدائي سامي چَئي.

(4)

آهي سَڀُ ايسَرُ، اَندرِ باهَرِ نَيءَ جان،
اِئين چَوي تو آدِ جو، گِيانَ پِرِ ڪاسي گُرُ،
سامي سُجاڪو ڏِسي، ڪَري نِرِباڻُ نِظَرُ،
سَدا اَييدُ اَڦُرُ، وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان.

(5)

ٻُڌي ٻولي ڪيرُ، سامي سَڀَ گهٽڻ ۾،
ڇيو وَڃي نہ مُنهَن سان، نِجُ نِرمَلُ نِر وِيرُ،
جَنهِن جو روپُ نہ رَنگُ ڪو، نَڪو سِرُ نہ پيرُ،
گهڙي لَهندين گهيرُ، تڏِي پاڻُ رَهندُءِ پاڻ ۾.

(6)

اَهِڙو رامُ اَتي، سَمَ ڪمُ سو سَمَرٿُ سَچُ،
جَنهِن خَلقَ سَڀِ خِيال سان، وِجهِي نَٿَ نَٿِي،
ڪَنهِنڪون وَڃي ڪِينَڪِي، مُنهَن سان ڳالِهہ ڪَٿِي،
هٿُ هاري هِمَٿِي، سَرَنِ پيان سامي چَئي.

(7)

اَڻ هوندي اولي، ديٺُ لِڪيو ديهيءَ ۾،
لَڌو لِنوَ سَچيءَ سان، فَقيرَن قولي،
سامي سَڀِ ڪارجَ ڪَري، ڏسي، ٻُڌي، ٻولي،
پَرِچَڻُ پَٽُ ڪولي، ماڻِن ڏورَ ڏِرسَن جِي.

(8)

اَبِناسيءَ جو ناسُ، ڪَڏِي ڪَدا چِتِ نہ تِئي،
آهي جَنهِن جي آسِري، ڌَرتِي ڌَوَلُ اڪاسُ،
سورِجُ چَندِرُ پاڻي پَوَنُ، تيجَ پُنجَ پَرِ ڪاسُ،
بيحَدِ رَچي بِلاسُ، سَئِلَ ڪَري سامي چَئي.

(9)

پَرميسَرُ پِرتِ پالُ، ساڻُ سَدائي تو رَهي،
مورِکَ پَوَنِ مَتِ ري، ڳٽي خامُ خِيالُ،
ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جي، ڪو رَهتِوانُ رَسالُ،
جَنهِن ڪي نَظَرَ نِهالُ، سامي چَئي سَتِگُرَ ڪَيو.

(10)

پرميسرُ پورو، رهي سجاتي سڀ سان،
ڪنهن سان تئي ڪينڪي، اونهون اڌورو،
سمجهي ڪو سامي چئي، ساڌو جنُ سورو،
طمع ٽنبورو، دور ڪيو جنهن دل مون.

(11)

سجڻُ سدائي، ساڻُ رهي ڪنهن جي،
انڌا ڏسن ڪينڪي، چاٽي نتُ چائي،
سجاڳن سهي ڪري، لنوَ لنوَ لنوَ لائي،
سامي سمائي، لڏي لهر سمندر ۾.

(12)

دلبرُ ديرينو، وينو وچ بازار ۾،
سامي ڏيکاري سڀ کي، نرمل ناگينو،
پرکي پرچنتا ري، ڪو پريمي پربينو،
ڪبرُ ۽ ڪينو، ميٽي مستُ مگنُ ٿيو.

(13)

حاضران حضورُ، پرڪُ وسي پرماتما،
پلڪ پرانهون نه ٿئي، جيئين نئنن ڪون نورُ،
سامي ڏسي ڪو سورمو، ڪٽي ڪلپ ڪرورُ،
سدائي پرپورُ، رهي پانهنجي حال ۾.

(14)

هر بنان همراهُ، ڪنهن جو آهي ڪونڪو،
ڪايا، مايا، ڪُل تي، وسا ڪن ويساهُ،
سٽي چڙهيو سير تي، ڪو سامي سنتُ اڇاهُ،
جنهن کي عشقُ اٿاهُ، لڳو عينُ انيئي.

(15)

هَرِ بِنان هَمراهُ، ڪَنهن جو ڏِنو ڪونڪو،
ڪايا، مايا، ڪُلَ تي، مورک ڪَنِ ويساهُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، دَردَوَندُ داناهُ،
سَدا اَليپُ اَچاهُ، رَهي سُتَهه سُياوَ ۾.

(16)

بِنان رَبَ رَفِيقُ، ڪوبِهي ڪِنهن جو ڪِٿهِين،
مُرشِدَ سان مِلي ڪَري، ڪِيو طالِبَنِ تحقيقُ،
سَٽي پِندُ سامي چَئي، تِيا بيحَد باريڪُ،
نَئِنَن ڪون نِزديڪُ، پيهي ڏِنائون پاڻ ۾.

(17)

بِنان رَبَ رَفِيقُ، ڪَنهن جو ڪونه ڪاٿهِين،
سوڌي ڪِيو سامي چَئي، طالِبَنِ تَحَقيقُ،
سَٽي خامَ خِيالَ سَڀِ، تِيا بيحَدِ باريڪُ،
نَئِنن ڪون نَجِيڪُ، پيهي ڏِنائون پاڻ ۾.

(18)

ڪارِجُ اَئون ڪارَڻُ، پَرِتڪُ پورَن آتما،
آهي جَنهِن جي آسِري، بولَڻُ، بُڌَڻُ، ڏِسَڻُ،
سامي سَڀِ ڪِي سِڌِ ڪَري، رَتي، ماسو، مَڻُ،
بِنان لَڪَ لَڪَڻُ، اَنتِ، مَڌِ نانهِن ڪو.

(19)

ڪَرِتا اُتي ڪَمَ، وِڌا جَنهِن ويساهَ سان،
مِٽِيا تَنهِن جي مَنَ مون، سامي گوندَرَ غَمَ،
ڏِسي عين اَنيَئي، سُتَهه سورِجُ سَمَ،
رَهي مَنجِهه عالَمَ، سَدا اَليپُ اَڪاسَ جان.

(20)

خِيالِيءَ رَچايو، ڪيلُ سَيو بيخيالَ سان،
اَندَرِ ٻاهَرِ اوري پَري، رَمِي رَنگُ لايو،
ڪيلُ سَنڪوچي خِيالَ ۾، سامي سَمايو،
نَڪي وِڃايو، نَڪي پاتو پاڻ ري.

(21)

گهٽ گهٽ ۾ گوپالُ، رَهي عينَ اَڪاسَ جان،
پيهي ڏِسي پَرتِيتِ سان، ڪو رَهَتوانُ رَسالُ،
جَنهن کي ڪيو سَتِگُروءَ، سامي نَجَرَ نِهالُ،
ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪالُ، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جِي.

(22)

گهر ۾ گهرَ وارو، گُروءَ لَکايو گِياتِ سان،
آهي جَنهِن جي آسِري، سامي جڳُ سارو،
گِيانُ، اگِيانُ، ڀَلو ٻُرو، اوندَهِه اُجارو،
مِليو نيارو، اِستِتِ تِئي اَڪاسَ جان.

(23)

چيتَنُ هِڪُ چَيو، ويدَنِ وِڌِ سَچيءَ سان،
ڪَنهِن سُڄاڪي سورَمي، سامي سَهي ڪَيو،
پاڻَ وَرائي پاڻَ سان، چَڏي ناهَ نَهِيو،
اَڦُرُ اَٽَمَيو، ماڻي سُکُ سَروپَ جو.

(24)

چَمَڪُ چَلائي، جِئين لوهي جَر ڪي،
تَئين چيتَنُ سَڀَ ڪي، ڪِرِيا ڪَرائي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
ڏيئو جاڳائي، ڪَڍِ اَنڌيرو اَندَرَ مون.

(25)

جَهڙو سو تَهڙو، پَرِتڪ پورَنَ آتما،
اِئين چَوَن سَڀِ اَئيئي، ڏيئي پاڪُ پَڙو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، گُرَمُکُ ڪڙو تڙو،
پَجي پَرَمَ گهڙو، سَدا ماڻي سيجَ سُکُ.

(26)

نَئِنَنِ مَنجِهہ نِواسُ، پَرِتڪ پَرميسرَ جو،
لِڪي ڇِپي ڪِينَڪِي، جِئين اَليپُ اڪاسُ،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، ڪو دَرِسَنُ پائي داسُ،
جَنهِن جِي بَندِ خلاصُ، پَرچِي پوري گُرَ ڪئي.

(27)

رَمِتا رامَ رَکي، سَتا لَکائي سَڀِ ۾،
ڪَنهِن سُجاڪي سورَمي، ساڌوءَ سَنگِ لَکي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، چيتَنُ رَسُ چَکي،
جِيئين اَنلُ پَکي، اُلَٽِي چَڙِهيو اَڪاسَ تي.

(28)

لَحَظي مَنجِهہ ڪَلپَ، لنگهي لَکَ پَري پِيا،
اَکَهہ سُکُ سَروپَ جو، چَئي سَگهَنِ نہ چَپَ،
ساکَ ڏِني سامي چَئي، روماسَرَ رِکِپَ،
گِيانَ، ڌِيانَ، جَپَ، تَپَ، اوري رَهِيا اَڌَ ۾.

(29)

سَجَڻَ جي سوپِيا، ڪِهڙِي چَوان مُکَ سان،
سامي سَهَسي سِج چَندَ، لَجامان ٿِيا،
پُڇي ڏِسو تَنين کون، جَن ديدارَ ڪِيا،
لَنگهي پارِ پِيا، سَنسي جي ساگَرَ کون.

(30)

سَڄڻ جي سوپِيا، چَئي وَڃي نہ واتَ سان،
سورِجَ، چَنڊِرَ، چَراغُ لَکَ، لَڄامان ٿِيا،
سامي موهِيا سورَما، جَن دِيدارَ ڪِيا،
لَنگهي پارِ پِيا، اوڍِيا جي آڙاهہ ڪون.

(31)

ٻي اَنتَ جو اَنتُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪِي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، سُڄاڪو سَنتُ،
ڏِٺو جَنهِنَ اکِن سان، پيدَ ٻِنان پِڳوَنتُ،
جَئين ڪامڻ پائي ڪَنتُ، رَتي وَتي رَنگَ ۾.

(32)

ٻي اَنتَ جو اَنتُ، پاتو پيرَ فَقِير ڪَنهن،
ساکَ ڏِئي سامي چَئي، ماهِلُ پُرکُ مَهَنتُ،
ڏِٺو جَنهِن آڪاسَ جان، پيدَ ٻِنان پِڳوَنتُ،
ٻِلاوَلُ بَسَنتُ، ڳاوَندو وَتي ڳوٺَ ۾.

(33)

ڍولَ نہ ڇَڏِ ڍِلو، يَوَ ساگَرَ جي ييڙَ ۾،
لوڙي لويَ لَهَر ڪِئو، پَرچِنِتا پِرِلو،
ڪونهي ڪَتَرَ جيتِرو، ٻِگِرِ تو تہ ٻِلو،
ٽُنهنجو نانءُ نِلو، ٻائيَڻُ جاٽي ٻوهَتو.

(34)

ثابِتُ رَکُ صدِقُ، اَلَتي عين اللهہ تي،
جو سامي سَيڪَنهين کي، رزِق ڏئي رازِقُ،
اَتي اَليپُ اَڪاسَ جان، اندَرِ ٻاهَر هِڪُ،
لِنوَ سان ڪَڍي لِڪُ، سَنَمُکُ ڏِسَن سورجَ جان.

# سلوڪ اُپديش (الف)

(1)

عَجائِبُ اُپَديسُ، سامي ڏِنو سَت گُروءَ،
نورَ مَحَلَ نِرَباڻَ ۾، پرچِي ڪِيو پَرِويسُ،
مِٽيو ڪَلَهِ ڪَليسُ، سَڀَ گهٽِ ڏِٺا سُپرين.

(2)

ويدَ پُرانَ قرانَ ڪَو، سَپِني ۾ هِڪُ سُوٽُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، لائي مَنُ مَضِبوطُ،
جِئن آڪاسُ گهٽَن ۾، تِئن سَڀَ ۾ ساڪي پُوٽُ،
ڪو آتَمَ رَتَ اوڏوَتَ، سَمُجهي هِنَ سُخِنَ ڪي.

(3)

اَتِي سَڀُ اِياسُ، جڳَتُ هي جڳديسَ جو،
جِئين سورجُ چَندر ۾، سامي سَدا پَرڪاسُ،
ڪَري ڏِسُ ڪَلپِتَ ري، نئِنَ مَنجِهه نِواسُ،
تہ چيتَنُ چِدَ اَڪاسُ، حاضرُ ڏِسين هٿ تي.

(4)

اَوِديا روڳ اسارُ ڳِياتِ وَرائي نہ لَهي،
جئِين جاڳئي بِنان نہ پُلي، سُپَني جو وَهِنوارُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪري سُدُ ويچارُ،
اهو ساڌَنُ سارُ، سَنتَ ڏَسِيندءِ سِڪَ سان.

(5)

عَشقُ عَقُلُ آهينِ، بَئي پَرَ پَکيءَ جا،
اَنيَئِہ جي آکاسَ ۾، گُرگمَ پَهُچائِينِ،
دَرِسَنُ سارَ سَروپَ جو، لِنوَ سان لَکائينِ،
مَمَتِ مِٽائينِ، سامي سَيَ اَندَرَ جي.

(6)

هَيا چَڏِ حِرصُ، کوڙو مايا موهَ جو،
ڳِهلي وينڊُءِ گارَ ۾، اهو کيالُ کِرسُ،
سُتَهُہ سُڌُ سَروپَ کي، گُرگمَ جاڳي ڏِسُ،
جنهن ۾ سارِي وِسُ، اُپجي نپجي لِينُ ٿِئي.

(7)

اوِديا جو دَرِياهُ، کَکَ کَرَمَ لَنگهائِنِ کِينَکِي،
تارِ وَهي تِک تارَ سان، اَٿ هوندو اَسگاهُ،
سامي بيڙي سچ جي، چَپو کري ويساهُ،
تَہ ستِ گُرُ مَردُ مَلاحُ، پارِ لَنگهائي پلَ ۾.

(8)

تِکو تِيبَرُ وَهُ، اَٿي اوِديا سِنڌُ جو،
پُني ڏيئي پاڻَ کي، سامي سورَ نَہ سَهُہ،
پُڄُ تنين کون پريمَ سان، پارِ لَنگهڻَ جو پَهُہ،
اَٿَ ئي پَهَرَ اَلَهُہ، رَهي جَنِ جي روحَ ۾.

(9)

اوِديا جَلُ اَپارُ، کَرَمُ کُتائي کينَ کي،
مَني پانهِنجو پاڻهينِ، تو بُڏي سَيُ سَنسارُ،
سَمُجهِي لَهُہ سامي چَئي، تون ساکي سِرجَڻهارُ،
مائُکَ جَنَمُ اَوتارُ، موتِي ايندءِ کينَ کي.

(10)

عَشقُ ۽ عَقُلُ، ٻئي ساڌن سَمَ جا،
ساڌي لَهُہ سامي چَئي، آتَمُ پَدُ املھ،
ناحَقُ روهِہ م رُلُ، مورَکَ مَن جي ياءِ تون.

(11)

آهِہ سَدِيهي آهِ، ناهِہ ڪَڏِيهي نہ چوان،
عَينُ پسِي تِي عَينُ کي، پَسُ جهاتي مُنهُن پاءِ،
مورَتَ مَحبوبنِ جي، لُنؤ لُنؤ مَنجِه لِڪاءِ،
تہ سامي ڪَلَ سَنداءِ، سِگهي ڪَريئي سُپِرِين.

(12)

ڪوڙا ڪَمَ نہ ڪَرِ، مورَکَ مَن جي ياءِ تون،
اَتي اوديا سِنڌ جي، ڏادي لوڀَ لَهَرِ،
وَچَنُ ساپُرِسَنِ جو، جاڳي هِردي ڌَرِ،
تہ حاضُرُ ڏِسين هَرِ، سامي چَئي سَڀَ ۾.

(13)

مورَکَ ڪوهُ ڦَسين، تو پُلي مايا موهَ ۾،
بانيَڻُ چَئي ٻُڌِ تُنهِنجي، وَدِي ڪَنهِن کسي،
جاڳي ڏِسُ تنهِن ڏيو کي، جو وِدمانُ وَسي،
متان ڪالُ ڏسي، پيو ڪُٽيئي ڪوپِري.

(14)

ڪوڙا بيکَ مَ پاءِ، پَسَڻَ ڪاڻِ پِرِيَن جي،
اَگِيون پاڻُ صَراف تي، تون هنُر ڪِيمَ هَلاءِ،
مِلي ساڌُ سَنگتِ سان، سامي چاه چڪاءِ،
اَچِين پولي پاءِ، تہ سهج ملني سُپرين.

(15)

ڪوڙو موهُ مَ ڪَرِ، مَتان لَهَرِ مَنجهه لُڙهي وَڃين،
نانا خِيال ڦِنا ڪري، هِڪُ خِيال ڳسَمَ جو ڌَرِ،
ٻنان ڀَڄَن هَرِ، اُتي ڀِيا سَڀِ ٻَنڌَنَ جيءَ جا.

(16)

ڪوڙا ليکَ مَ لِکُ، مورَکَ من جي ياءِ تون،
اُوِديا جي آڙاهه جو، اُتي تِيکڙَ تِکُ،
جاڳِي ڪَڍُ اندَرَ مون، سَڀ ويچاري وِکُ،
تيءَ ڳُروءَ جو سِکُ، تہ سيتَلُ ٿِئين سامي چَئي.

(17)

ڪَرين ڪوهُ ڪِني، دَعويٰ دَردَوَندَنِ سان،
جَن کي لَکَ اَلَکَ جي، پورَنَ پُرکَ ڏِني،
چَڙهي وينا چَوڏولَ ۾، چِڪا سَڀِ چِني،
تَن ڪون بيکَ پِني، سامي چَئي وَٿُ سارَ جي.

(18)

ڪوهُ ڪَرين وَلُ ڇَلُ، تو مورَکَ مَن جي ياءِ تون،
دوساٽيءَ دَربار ۾، تيندءِ سَڀُ عَدَلُ،
رُئندين رَتُ اکِن مون، پائي پانهِنجو ڦَلُ،
سامي سَمُجهي هَلُ، ڏِيکيا وَٺي ڳُرَ جي.

(19)

ڪوهُ ڪَرين هَي هَي، مورَکَ مَنَ جي ياءِ تون،
جَڳتُ سَڀُ جونو اُتي، ڪَري ڏِسُ اَنيَي،
جِيئَن لَهَرِ سَمُندرَ جي، روپَ ڌَري تي لَي،
تيئَن ساکيءَ ري شَي، سامي اُتي ڪانڪا.

(20)

ڪَپَتِ مَنجهہ ڪُهي، رولِ نہ پانهنجو پاڻ ڪي،
موتي ايندءِ ڪِينَڪِي، اِهَڙي مَوج مُئي،
مِلي وَٿُ مَحبوبَ سان، دِلِ مون ڪَڍي ڏُئي،
مَتان ڪالُ ڪُهي، اچي وجهيئي اوچتي.

(21)

ڪُهي ڪَرِمَ ڪوٺُ، ڪَنهين سان ڪَڻِ جيترو،
جاڙي موتَ مَتي تي، مَدائي؏ ڪان موٺُ،
پيئي وَٿُ پَرَمَ ري، گهونگهٽُ کولي گهوٽُ،
تہ ڦِري توکي ڦوٽُ، جَم جڳاتِي نہ ڏِئي.

(22)

ڳِٽيون ڪوهُ ڳِٽيہن، تو مورکَ پانهنجي مَنَ ۾،
گهٽِ وَڌِ ٿِيندءِ ڪِينَڪِي، توڙي مُنهَن تي هَٿَ هٽيہن،
بيجہي جِي بانيَڻُ چَئي، سَيڪو بار ڪٽي،
جي توکي واڪ وَٽي، تہ اسٿِتِ رَهُ اَندر ۾.

(23)

غيرتَ گندُ نہ وِجُهہ، مورکَ ميڙي گهرَ ۾،
جَنَمَن جي جَنجالَ جو، اِها ٻِيائي اَتي ٻِجُ،
سَمُجهي ڪرِ سامي چَئي، تون ڏُٺَرَڻُ ڪون ڏِيرجُ،
تہ سرَ تي ساڪي سِجُ، پرگهٽُ ٿئي ئي پاڻهِين.

(24)

گُهريہن ڪوهُ گهٽِي، مورکَ مايا رامَ ڪون،
وِيا پٽيندا ڪيتِرا، مُنهَن تي هَٿَ هٽي،
تون پِي نِيندين ڪانڪا، ڪوڏي ساڻُ ڪٽي،
سارِ سنيارِ ڏٽي، تہ سُکي ٿِئين سامي چَئي.

(25)

چَرِي ڪوهُ چَئين، ٿي دَرِ دَرِ حالُ حَبِيبَ جو،
جي توکي پِياسَ پَسڻَ جي، تہ ڏَنڌا ڪيم ڏئين،
سامي سُپيريَن سان، جَڏِي ناهَہ نِهِين،
پانهنجيءَ مَنجِهہ پَئِين، تہ لَهِين سُکُ سُهاڳَ جو.

(26)

چَريا چَڏِ چَوَڻُ، دَمُ ماري رَهُ دَمَ ۾،
سَهَجي ڪَرِ سامي چَئي، ساڪيءَ جو سُمرَڻُ،
ڪَڍي وَٺُ ڪَلِپَتَ ري، تون مَحَبت ساڻُ مَڪَڻُ،
پَونڪَڻُ ۽ پَوَڻُ، اَتي ڪَمُ ڪُتَن جو.

(27)

سَنسو هِڪُ پِيو، اَچي مَنهِنجي جيءَ ۾،
سامي چَئي هي سَتِ گُرو، ڪاتون جَڳُتُ ٽِيو،
پُني ڏِيئي پاڻ ڪي، ساڪيءَ سِدِ ڪيو،
آهي ڪينَ بِيو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ري.

(28)

جِيئن بيڙيءَ جو پُورُ، تِيئن لوڪَ ڪُٽنبَ جا،
جَنين مَنيا پانهِنجا، سي ٽِيا چَڪنا چورُ،
سَمجهي پَٽِ سامي چَئي، اَوِديا جو انگورُ،
ثابِتُ رَکِج مُورُ، مَتان شاهُ پُڄَني ليڪڙو.

(29)

جَڏِي هَٿُ هَٽِي، ملي وَٺُ مَحَبوبَ سان،
ڦِٽو ڪَرِ فُرِصَتَ ڪي، وينڊءِ ڏينهن لَهي،
جاڳي جَڳُ سُپَني جو، سامي ڪَرِ سَهي،
مَتان پوءِ رَهي، پوين وَسِ ويرِنِ جي.

(30)

هَٽِي هَٽُ نوارِ، متان ڏِسين ڏک ڏُهاڳَ جا،
ڇَڏِي خِيالُ خَلِقَ جو، گھرَ پانھِنجي ۾ گھارِ،
ڪَرِ سينگارُ مِلَڻَ جو، پُڇي جيڏيون چارِ،
تہ دوسُ اَچِي دَربارِ، ڏِيئي سُکَ سهاڳ جا.

(31)

هَٽِي هَٽُ وِڃاءِ، ساجُهرِ سَمُجهي پانهِنجو،
داسَن جي داسي ٿي، شيوا سَڀَ ڪَماءِ،
بانيَڻُ ڇَئي بِيائيءَ ري، چِت چرِنَن سان لاءِ،
پِرِنِ ڪي پرچاءِ، متان رنيائي رهجي وَڃين.

(32)

جيڪو ڏُکائي، سَنتَنِ ساپُرسَن کي،
سو ڪِيتو پانهِنجو پاڻهين، جَنمَن مَنجِهہ پائي،
جِئين ڪِيڙو گندَ ۾، نِتُ ٿُبي ڪائي،
ساڌو ڇَڏائي، تہ سامي ڇُٽي ڏُکَ ڪون.

(33)

جوڳِي، سَنياسي، بيراڳِي، بانيَڻَ گهڻا،
نانا بيک جڳتَ ۾، سيوڙا، اُداسي،
ٿنين ۾ ڪو هِڪِڙو، دَرسَنَ جو پِياسي،
جَنهِن جو ڦُندُ ڦاسي، سامي ڪَٽِيو سَتِ گُروءَ.

(34)

جي تون چاٽي جيءُ، تہ جُڙيو رَهُ جڳديس سان،
جي ديهي مَني پاڻ کي، تہ مري مِٽي ٿيءُ،
جي تون آهين آتما، تہ ڪَڍُ سَنسي جو سيءُ،
سامي پرچي پيءُ، جِئين تِئين رامَ رَسُ.

(35)

دَرِ دَرِ ڪيمَ نِهارِ، ڇَري ڇيتَن وَرَ ڪي،
اَتي مَنجهہ مَحَل جي، تون اَوِديا پَرَمُ نِوارِ،
ڪَرِسِينگارُ مِلَڻَ جو، پُڇي جيڏيون چارِ،
گَڏجي گهوٽُ ڪنوارِ، سامي ماڻيو سيجَ سُکُ.

(36)

ڏيهيءَ منجهي ڏيہُ، اَتي ڏيهي ڏيوَ ۾،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، تون گُرگمَ اِيهو ڀيہُ،
تہ اَوِديا جو اَهَنميہُ، مِٽي وَڃيئي مَنَ مون.

(37)

ناحَقُ مَنُ نہ هارِ، نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾،
ڪَلپَتَ ڪڍي جيءَ مون، تون نِرمَلُ نَئَنَ نِهارِ،
پانهنجو پاڻُ سَنيارِ، تہ سامي مِليہن سَروپَ ڪي.

(38)

سامي تون سَمُجهاءِ، گُرگمَ پانهِنجو پاڻَ ڪي،
پائي سُکُ سَروپَ جو، دَرِ دَرِ ڪِيمَ ٻُنڊاءِ،
مَتان مَنَ جي ڀاءِ، وَهِي وَڃيہن وَهَ ۾.

(39)

نَڪي اَلُ نہ سَلُ، سامي سِڪَ پِريَن جي،
نَڪي ڏاري ٻَلَ ڪي، نَڪي تيءُ نِبَلُ،
اَڻ هوندي اَوِديا جو، تون وِچون ڪَڍُ خَلَلَ،
اَنئي پَهَرَ اَچلُ، جُڙيو رہ جڳديشِ سان.

(40)

نَڪي ڪَتِ گِيانُ، نَڪي ڏارِج موہ ڪي،
نَڪي گُهرُ گهرَنِ ۾، نَڪي دَرِ ڏِيانُ،

سَمُجَهہ ري سامي چَئي، اتي سَڀُ اُپمانُ،
پائي پَدُ نِرَباڻُ، تون مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان.

(41)

نڪي ڪَڏُ نہ پاءِ، نڪي ڪاءُ نہ ٻُڪَ مَرُ،
نڪي سُمهہ نہ جاڳُ ڪي، نڪي چُپ ڳالهاءِ،
جِتي تون مان ناهِ ڪا، لوڙي لَهُہ سا جاءِ،
تہ سامي پولهي پاءِ، ستهہ مِلَني سُپرين.

(42)

پوڄين ڪوهُ پَٿَرَ، تون ڇَريا چيتَنَ کي ڇڏي،
جَنهِين ساڌَنَ سِڌِ ڪَيا، تَنهِن جِي ڪَرِ نَظَرَ،
ساکي ٻولهي سَڀَ ۾، تو وِياپَڪُ چَرَاچَرَ،
سامي اَجَرَ اَمَرَ، ڇڏي پوڄ مَ پِندَ کي.

(43)

ڪَنهِين کِينَ ڪَئي، پڳِتِ گُرَ ويساهَ ري،
ڪَرَمَ ڌَرَمَ مَتَ موهَ ۾، وِئَڙا جيءُ وَهي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَري سَنڌِ سَهي،
جَمي ڪيئن ڏِهي، ساکيءُ سَنيائِڻَ ري.

(44)

پانڊِ پَلَئِہ پائي، سَيڪو ٻيجيو پانهِنجو،
اِها راهَ اَصُلَ جي، ڇڏِي ناڪُرَ ناهي،
سَتِ گُرُ پانهِنجي سِکِ کي، سامي سَمُجهائي،
جاڳائي لاهي، اَوِديا قاسَ ڳِچيءَ مون.

(45)

ٻاٽي لَکائي ٻوڏَ کي، سا ٻُوڏَ روپَ ٻاٽِي،
پاٽيءُ اُٿَنِ پَپوتڙا، پَپوتا پاٽي،

سوکمَ سَندِ ڀرين جي، ڪَنهن ڄاڻائـي ڄاڻي،
مَوجَ تَني ماڻي، ڳِهڙي لَنگهيا جي گهيڙَ ڪون.

(46)

ڪَـري ڀاءُ ڀِڳَـتِ، سامـي تَـرُ سَـنسـارُ تـون،
ٻـيڙي ڪَـرِ ويساهَ جي، چَـپـو مَـحَـبَـتَ مَـتِ،
سَتِ ڳُرُ پـرک مَـلاحُ ڪَـرِ، پَـتَـڻُ ڪَـڍُ ڪُـمَتِ،
ساڪِي ڄاڻِي سَتِ، تـه پَهُـچِـين پارِ پَـرَمَ ڪـون.

(47)

پـورَنَ پُـرَڪَ چـيـو، وَچَـنُ هِـڪُ وِسـرامَ جـو،
سامـي ڄاڻِـج ڪـوڙُ سَـڀُ، ڪَـلپَـتَ جـو ڪـيـو،
جِـئَـن سُـڪُ سُـپَـني جـو، ڄاڳِـئي ڪِـينَ رَهـيـو،
سـاڪـي ٿـهـيـو ٿُـهـيـو، اَتـي آدِ جُـڳـادِ جـو.

(48)

ڀـريـن وَسَـنِ پـار، مَـنَ ٻُـڌِواٽـيءَ ڪَـرَمَ ڪـون،
هـيـڏي هـوڏي هَـتِـڙا، مـورَڪَ اَنـڌَ نـه مـارِ،
ڀـيـهـي پـانـهـنـجـي گـهـر ۾، ڳُـرَگَـمَ ڏيـو ٻـار،
هِيرو جَنُم نـه هارِ، سامـي چَـئي سَـمُـجَـهـه ري.

(49)

چَـڏي وَرُ وَڪَـڙُ، جي ڪَـٽـيـن پـيـرُ پـريـنِ ڏي،
تـه سَـهَـجي سُـپـرِيَـن جـو، سامـي لَـهـيـن تَـڙُ،
مـوٽـي تـوڪـي مَـڙُ، جَـمُ جـڳـاتِـي نـه ڪَـري.

(50)

ٻـانـيَـڻَ ٻَـنـڌُ مَ نـاٿَ، ڪـوڙا مـايـا مـوهَ جـا،
ڪَـٽـي هَـٺَـنـدَءِ ڳَـڌَ ۾، اِهـا ڏائـڻِ ڏاٿَ،
چَـڏي پـوتـيـون پـاٿَ، ڄاڳي ڏِسُ جڳـدِيـسَ کـي.

(51)

بيحَدِ ڪِينَ هَلي، سامي حَدَ جي جيءَ سان،
مَمِتا جي مُنن ڪون، رکي پاڻ پَلي،
جڳَ ۾ جڳَ جِهڙو ٿِي، بِنان چاهَ چَلي،
تنهن کي ڳالهِ سَلي، جَنهِن کي سِڪ سروپَ جي.

(52)

وِرچي مُنڊ مَ ويهہ، ڪاهِ تہ ڪيچن کي مِلين،
ساجُهرِئي سامي چَوي، چُلي چَپَرين پيهہُ،
ڏورِيندَن جو ڏيهہُ، وينَنِ کي واري وَري.

(53)

سو سَرُ مَنجهہِ سَرير، جَنهِن مون وَهنِ واهڙ ڪيترا،
تَرسُ نہ تاهُ پَسي ڪري، لَهِج تَڪي تيرَ،
تہ پاڻي پَرينءَ پَر جو، آتي سوجهي مَنجهہ سَريرَ،
اورِينَ پَرينءَ پَر جِي، سامي چِڏِ اُڪيرَ،
تنهن نائج مَنجهي نِيرَ، جتي پاڻيءَ پٽو ناه ڪو.

(54)

حَرفُ اَتِي هِڪڙو، پَنا ڪوهُ پَڙهين،
پائي مُنهُن مَڙهيءَ ۾، اُنهيءَ ساڻ اَڙين،
تان چاڙهيءَ تَنهِن چَڙهين، موٽين مورُ نہ ڪڏهين.

(55)

تَڏي پوَندءِ ڪَلَ، جَڏي ضابتَ ايندءِ اوڏڙا،
سُڪائيندءِ ساهَ کي، سامي ساڻُ هَڪَلَ،
جي هوندا ساڻ عَمَلَ، تہ توکي رَندُ نہ پوندو رائرو.

(56)

موركَ كوهُ ڳِٽي، تو سَتيہن ڪوڙا جيءَ ۾،
اِها پِندَ خَلَلَ جي، سامي ڪينَ ڳٽي،
جُڙِئي ري جڳديسَ کي، ٻي ڳالھ ڪانہ وٽي،
ڪٽِي يونءِ هَٽي، مِٿي ميلَ مَمَتَ جي.

(57)

مها تِيڪڻُ تاءُ، اَتي اوِديا سِندَ جو،
ڇَڏي آلس اونگھ کي، اتي ڪَرِ اُپاءُ،
لوڙي لَهُہ هِمٿ سان، سامي مَردُ مَلاحُ،
اِهڙو دِلبرُ داءُ، موتي ايندءِ ڪينَ کي.

(58)

مها تِيڪڻُ تاءُ، اَتي اوِديا سِندَ جو،
رَکي چاهَ اَندَرَ ۾، سامي سورَ نہ سَهُہ،
مَحَبَتيءَ ملاحَ کي، لِنوَ سان لوڙي لَهُہ،
تہ پارِ لَنگھڻَ جو پَهُہ، پَرچي ڏِئيئي پَلَ ۾.

(59)

ري مُکَ اَنگَ اَگرُ، اَکندُ پَڙهي سو اُوليا،
ري ٻاوَنَ ٻاوَنَ ۾، سُوڳمُ سَهِجَ سُيَرُ،
ڪِري ڳپي ڪِينَڪِي، اَنيَئي روپُ اَمَرُ،
وَٽجارا هي وَرُ، ڪوڙِنِ مَنجھون ڪو لَهي.

(60)

ليڪا سَڀِ وسارِ، اندرِ ڏِسُ اَليکَ کي،
ديهي دِٻَ پائي ڪَري، حِرفَتَ ساڻ نہ هارِ،
جاڻ وجائي پانھِنجي، سامي سارُ سَنيارِ،
نِرمَلَ نئنَ نِهارِ، تہ پَسَڻُ تيئي پرينءَ جو.

(61)

ويدَ پُرانَ پَڙهي ڪَري، تو لوڪَن رِيجهائيـــن،
سُپيـريـان جي سِڪَ ۾، جهـاتـي نـہ پائيـــن،
چاهُ چُڪائيـن، تون پَسيـن ڪِيئَن پِريَن ڪي،

(62)

ويد وَچَنَ وِيچار، پِريم پريت پرتِيتِ سان،
ڪَنَ اَڪِيون ڏيئي ڪَري، سامي مَنَ کي مارِ،
ڪَڍي سارُ وَچَنَ مون، باقي سِڪَ سَنيارِ،
تہ ساڪي ڏِسين پارِ، واٽيءَ اَئون وِيچارَ ڪون.

(63)

سوئي تِيو اَستولُ، جو سوڳمُ ساکي سدا،
بِـجَ وَرائـي نـہ تِـئـي، دَرخَتُ پَـنُ ڦَـلُ ڦـولُ،
اَنيَئي آتمَ مولُ، تون سَمُجِهي ڏِسُ سامي چَئي.

(64)

سـاڌُ نـہ سَڌائيـج، هـيءَ تِـرڪَـڻِ تِـکي اَتـي،
هن پَرَمَ پُلايا ڪيترا، سا پَند سِرون لاهيج،
سَمجهي تون سامي چَئي، مُنهن مَڙهيءَ پائيج،
لوڪَ نہ لکائيج، تہ واقفُ تِئين وِرونهَن جو.

(65)

سامـي ڪـيـمَ سڌاءِ، گـيـانـي پَـنـدَتُ پاڻُ ڪي،
اِنهيءَ مَمَتا مُنا ڪيترا، تون سَمجهي پاڻ بچاءِ،
آگـيـا مَـنـي آگست جان، اوديا سِنڌُ سُڪاءِ،
جهاتي جَهروڪي پاءِ، تہ سَنُمکُ ڏِسين سپرين.

(66)

سامي ڪوهہ مَنَنُ، ڪَري تو ڪَلِپِتَ جو،
ڏکي ڄاڻي پاڻَ کي، ڳُهمي گهرَ دَرَ ٻَنُ،
اَوِديا اَندَرَ ۾ رَکي، سِدِ ڪَري ساڌنُ،
جِئين اَليپُ ڳَڳَنُ، تئين تون ساکي سدا.

(67)

سُورا سي چَئجَن، جي جهونجهِن تا ميدان ۾،
جِيئَڻَ اَئون مرڻ جو، سامي سوچُ نہ ڪَن،
اولو پَرمُ ڪَڍي ڪري، سَنَمُکُ تِرَ رهن،
ماري پَنَجَ ڳَٽَن، مَنَ سوڌا مَيدانَ ۾.

(68)

سامي سَمُجهي تيءُ، اَنتَرِمُکَ اَدبَ سان،
وَني گِياتِ گُروءَ کون، تنهن سان جوڙي جيءُ،
ڪَڍِين سَڀُ ڪَلِپِتَ جو، اَڻَ هوندو سَنسو سيءُ،
تَہ پرگهٽُ ڏِسين پيءُ، اَندَرِ ٻاهَرِ ڏَهَ دِسا.

(69)

هِيرو جَنَمُ نَہ هارِ، مورَکَ جيءَ مَرَمَ ري،
تو چارِ وِڃائين ننڊَ ۾، ڪوڙَ ڪَپٽ ۾ چارِ،
ڏِسي ڪالَ ڦَهارَ کي، رُئندين زارون زارِ،
ساڄُهرِ سارِ سَنيارِ، سامي چَئي ساڌَ سَنگِ.

(70)

حِرصَ هلاڪُ ڪِيا، ٻيڪ، گِرستي، لوڪ سڀ،
پُلِي سارَ سَروپَ کون، سَنسي مَنجهہ پِيا،
سُپني ۾ سامي چَئي، نانا روپَ ٿِيا،
جاڳَئي ڏُکَ ويا، اڻَ هوندا اَوِديا جا.

(71)

هَرَ هَرَ هَٿُ نہ پاءِ، هيءَ ڳَنڍِ ڇُهنديءَ نہ ڇُٽي،
شيوا هَٿَ سُمِرَڻَ جِي، ڪنهن جِي چلي نہ ڪاءِ،
سياڻپَ جا سامي چئي، هُنر ڪيمَ هَلاءِ،
هن وَرَ مُنجهائي ماءِ، ڪوڙين وِڏا ڪيترا.

(72)

هَي هَي ڪوه ڪَرين، مورَکَ مَنَ جي ياءِ تون،
اَڻ هوندي سَنسارَ جي، مَمِتا مَنجِهہ مَرين،
ڏِسي سارَ سَروپَ کي، ڏِيرجُ چو نہ ڌَرين؟
سو سامي پيرُ پَري، ڪَنهن کون آهي ڪِينَڪِي.

# سلوڪ اپديش (ب)

(1)

اَڻ هوندِي حَرِڪَتَ، مايا رَچِي مَمَتَ سان،
بَندُ مُڪَتِ جَنِمَڻُ مَرَڻُ، سامي سَڀ تَتَ مَتَ،
ائين چَونِ تا اَنيئي، پِيرَ، فَقيرَ، پنڊِتَ،
ڇَڏِ ڪوڙي ڪَلپِتَ، جاڳي ڏِسُ جڳدِيسَ کي.

(2)

ڪوڙي ڪَلَپَ نہ ڪَرِ، سَتِ جاڻي سَنسارَ کي،
سامي آڻِ سُرتِ کي، اَلَتائي اَندَرِ،
جاڳي ڏِسُ اڪِن سان، حاضُرُ پَنهنجو هَرِ،
پيئڻ پِلائو ڏَرِ، تہ مُڪِتو مَمَتا کون ٿِئين.

(3)

ڪوڙا ليکَ نہ لکُ، اَندَرِ ڏِسُ اَليکَ کي،
اَتي واچَ وَهَڻَ جو، مَها تيبَرُ تکُ،
لوڙهي ڏيندءِ لوڀَ سان، سامي سوگُ هَرِکُ،
تي سَتِگُر جو سِکُ، وَچَنُ مَنِي ڪَرِ مَنصِبي.

(4)

ڪَري ڪوهُ حِرصُ، ڪايا مايا ڪُلَ جو،
اِنهيءَ اَوِديا پَرَمَ ۾، پُلِي ساري وِسُ،
سَتِ سُپَني جي سُکَ کي، ڇَڏي اونگهہ آلِسُ،
گُرگمَ جاڳي ڏِسُ، سامي پَنهنجي پاڻَ کي.

(5)

ڪَري نگِائِي نَٿُ، مايا موهيا جيءَ سَپُ،
پَوَنِ نِتُ پَوَنَ ۾، رَکي هَيبَتَ هَٿُ،
اِها ڳالهِ سَهي ڪَري، گِياتِ گُروءَ کون وَٺُ،
تہ ڪَڍِي مَمتا مَٿُ، سامي ڪَريئي شُدِ مَنُ.

(6)

چوٿو ڏوريہن ڏيهُہ، سامي ڪاڻِ سَروپَ جي،
جاتون نِڪتين نِندَ ۾، تاتي پَرِچي پيھُہ،
پاڻُ وَرائي پاڻَ سان، لائي نوري نيھُہ،
ميٺي سَپُ سَنديهُہ، سَئِلُ ڪَري سامي چَئي.

(7)

ڪوهُ ڪريہن ڪوڙي، هارَ سِنگارَ سُهاڳَ ري،
رولِ نہ مانڪَ ديهِ ڪي، مَمِتا مَنجِهہ مُوڙي،
جاڳي ڪَڍُ اَندَرَ مون، اَوِديا اَرُوڙي،
لائي لِنوَ ڳُوڙي، سامي چَئي مِلُ شَهَہ سان.

(8)

چَڍِ وَرَ وَڪَڙَ واءُ، ڪوڙو مايا موهَ جو،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، سَرَنِ گُروءَ جي آءُ،
اَتي مُحَبَ مِلڻَ جو، اِهو عينَ اُپاءُ،
مَتان پوءِ پڇتاءُ، ڪَريہن جُونِ پَوَڻَ ۾.

(9)

يا تہ پَرَ پَچارَ، يا تہ اورَڻُ پَرَ سان،
بَٺِ پِياسي ڏِينهَڙا، جي پَرَ پَچارون ڏارَ،
رَکَ رَت سَچِي، سامي چَئي سَنيارَ،
مَتان پوءِ پُڪارَ، وِچڙي ڪَريہن وَرَڪون.

(10)

جيڪو پرڪاسي، سُپني جي سنسارَ کي،
رَکِي، دُئيتُ اَندَرَ ۾، ڦاهيءَ سو ڦاسي،
سامي ڳالِهه سَهي ڪَئي، جَنهن نيهيءَ نِراسي،
هَردَمُ هِڪُ ياسي، تنهن کي اَنيَئِه آتما.

(11)

جَڏِي وَهَڻَ هُئڙو وَهُ، تَڏي مَڇَ نہ موٽئين،
ڇَرَ ڇِنيءَ ڇاڪي ڳِٽِيِن، پوءِ وَڃَڻَ جو پَهُه،
وِچڙي سُکَ ساگَرَ کون، سامي رُئندو رَهُه،
سِرَ مَٿي پِيو سَهُه، مَهميزان ملاحَ جون.

(12)

جَنَمُ ائون مَرَڻُ، مورکَ مَنِيو پاڻَ ۾،
آهي ڪونہ اڪاسَ ۾، اچَڻُ ائون وَڃَڻُ،
جاڳي ڏِسُ جڳديسَ کي، ڪَڏي پَرَمَ پَنوَڻُ،
ٻِيائيءَ ري ٻانيَڻُ، ڪَري اُپَديسُ اَنيَئِي.

(13)

جَنهِن کي واڪُ وَٽي، صَفا ساپُرسَن جو،
سو سُتهَہ سِدِ سَروپَ ري، ڳُٽتي ڪانہ ڳُٽي،
ڪَڏِي مَنُ ميدانَ مون، سَپ وِڪارَ ڳُٽي،
دُکُ، سُکُ اچي ٻُٽي، سَمَ رَهي سامي چَئي.

(14)

تَنهِن کي لَکُ لَعنتَ، وِجهِن سُجاڪا سَنت جَن،
جو سامي سَچُ چَڏي ڏي، ڪَري ڪوڙي ڪَهاوَتَ،
ٻوڙي مانکَ ديهِه کي، لُڙَ ۾ ڏِئي لَتَ،
چَڏي موهُ مَمَتَ، سورِجُ ڏسي نہ سَمَ جو.

(15)

تَنهِن ڪي لَڪُ لَعنَتَ، سَنتَ وِجَهِن سامي چَئي،
جو پَندَتُ جاڻِي پاڻَ کي، رَکي حِرصُ حُجَتَ،
بوڙي مانُڪَ ديهه دِبِ، لُڙَ ۾ ڏيئي لَتَ،
ڪَري مَنُ اُپَرَتَ، سورَجُ ڏِسي نہ سَمَ جو.

(16)

بولَڻُ ائون بُڌَڻُ، سَمُجَهہ وَرائي سَڪِٽو،
سياڻو تيءُ سامي چَئي، پَرچِنَ پِندُ نہ گنُ،
پيهي ڏِسُ پَرَماتَما، پَرِتڪِ پاڪُ پورَڻُ،
رَتي، ماسو، مَڻُ، آهي جَنهن جي آسِري،

(17)

پِڳَتِ گِيانَ ۾ پيدُ، ڪونهي ڪَتَرَ جيترو،
ساڪَ ڏَئي سوڏِي سَچي، ساڌو جَنُ سُپيدُ،
سوڏي ڏِنو سامي چَئي، جَنهن وِڌِ سَچيءَ سان ويدُ،
ميتي وِڌِ نِڪيدُ، اِستِت تيو اڪاس جان.

(18)

سوئي ساڌَنُ ساڌِ، سامي چَيو سَتِگُروءَ،
جَنهِن جي ساڌي سُڪُ ٿِئي، مِٽي سَيَ اُپاڌِ،
سَهجي اَنيَئِہ ۾ اَچي، آتَمُ پَدُ آگاڌ،
اُٿانُ ۽ سَماڌِ، آهي جَنهِن جي آسِري.

(19)

سِڪَ، سَمُجَهہ، هَرکُ، چوٿون سَنگُ ساڌوءَ جو،
کَٽي ڪالَ ڪلِپنا، ڪَري نِرمَلَ دوکُ،
ساک ڏئي سامي چَئي، مَحَبتي مَموکُ،
آتما اَپَروکُ، ڏِٺو جنهن ڏيهيءَ ۾.

(20)

سَتا وَرائي سارُ، لَڀي نہ لوڪَ پَرلوڪَ ۾،
ساڪَ ڏئي ساڪِي ٿِي، ساڌو جَڻُ سَچارُ،
مِٽيو جَنهِن جي مَنَ مون، اَوِديا جو اهَنڪارُ،
ٻَڻيءَ تي هَسِوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(21)

ڀَلو ڀَلائِي، ٻُرو ٻُرائيءَ کي لَهي،
اهِا ريتي نِياوَ جي، آدِ ٿُرِي آئي،
سامي سَمُجهي ڪَنهِن سورَمي، مَمِتا مِٽائي،
سَمَتا صَفائي، مُکَ رَکي مَوجان ڪَري.

(22)

رامَ مِلڻَ جي ريتِ، ڪامِلَ ڏَسِ ڪرپا سان،
جَنهِن جو روپُ نہ رَنگُ ڪو، نَڪو نانوُ نہ نيتِ،
سامي سُرتِ نِرتِ کي، جڳَ کون جاڳِي جِيتِ،
رَکي پِريمُ پَرِتيتِ، اُلٽِي ڏِسُ اڪاس ۾.

(23)

سَمَ، سَنتوکُ، ويچارُ، چوٿون سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڪَٽِي سَڀَ ڪَلِپَنا، لَڪائي سُکَ سارُ،
اِئين چَوَنِ اَنيڪ مَتِي، پائي پَدُ اَپارُ،
ٻَڻيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(24)

دوسِتَ جو ديرو، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
پَهُچَڻُ پِريمَ پَرِتيتِ ري، آهي اَوکيرو،
پَرِچي پيراندين سان، لَهُہ پَکو پيرو،
ڀَڳوانَ ڀيرو، سَڦلو ڪَري سامي چَئي.

(25)

نڪي تيءِ وِرَڪَتُ، نڪي گپُ گِرستَ ۾،
مِلي وَٺُ مَحبوبَ سان، سامي چَئي سُتَتَ،
موٽي ايندُءِ ڪِينڪي، اِهَڙو هَٿِ وَقتُ،
پوءِ روئندين رَتُ، اڪِن مون عاجِزُ تي.

(26)

پَڙهي قُرانُ ڪِتاب، قاضي ڪوهُ قِصا ڪَرين،
مِلي وَٺُ مَحَبوبَ سان، چَڏي زورُ جوابُ،
مَتان اَچِي اوچتي، ڪَريئي ڪالُ ڪَبابُ،
تِيندين پوءِ خَرابُ، سِجَ لَٿي سامي چَئي.

(27)

پَري ڪون پَري، مَهما مائڪ ديهہ جي،
ساڪَ ڏِيَنِ سامي چَئي، سَنتَ سَهي ڪَري،
جَنِ پِيتو پِيالو پريم جو، پورَنُ پاڪُ پَري،
وينا ڏِيانُ ڌَري، نِرمَلَ نارائِڻَ جو.

(28)

پانهِنجي پوڪَ سنيارِ، پِراٽي، پيهي تي چَڙهي،
ڏيئي واڙِ ويساهَ جي، پاٽي پِريم پيارِ،
ڪِميا ڪانياٽيءَ سان، ڪَڍي ڪلپَتِ جهارِ،
ڪٽندين بيحَدِ بارِ، سامي اَنيَئہ اَنَ جي.

(29)

بُولَڻُ ائون بُندَڻُ، سَمُجَهہ وَرائي سِڪٽو،
پَندَتُ چاٽي پاڻَ ڪي، سامي سيہلَ نہ گڻُ،
اَلَٽي ڏِسُ اڪِن سان، پَرِميسَرُ پورَڻُ،
اَچَڻ ائون وَڃَڻُ، اٽي ڪونہ آڪاسَ ۾.

# اُپديش ياڳو 2 (الف)

(1)

دوستَ جو ديدارُ، ڪامِلَ آهي ڪيهڙو،
ڇَيو وَجي نہ مُنهَن سان، اَجگَئبي اِسرارُ،
نَڪو روپُ نہ رَنگُ ڪو، نَڪو اَنگُ آڪارُ.
جَڏي مِلندَءِ يارُ، تَڏي پوندَءِ سُڌِ سامي چَئي.

(2)

اَڻَ هوندي اولي، سامي لِڪو سُپرين،
اَنڌا ڏِسَن ڪِينَڪِي، جو بُڌي ۽ بولي،
ڪَنهن سُڄاڻِي سَهِي ڪيو، گُهٽُ گُهونگهٽُ کولي،
ويهي وِچولي، پَلِ پَلِ پيئي پريمَ رَسُ.

(3)

پَرميسَرُ پَرتکِ، سامي سورجَ جان رَهي،
اَنڌا ڏِسَن ڪِينَڪِي، پَتي پانهنجي اَکِ،
تَنهين کي تَد روپُ ٿِي، تون لِنوَ سَچيءَ سان لَکِ،
ڪوهُ ڪَرين جَکِ جَکِ، تو دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان.

(4)

ڪوڙي ڪٿَ ڪَتي، سامي لَکَ لُڙهي وِيا،
مَڪڙُ ڪَڍيو مَنَ مون، ڪَنهِن مَحَبتيءَ مَتي،
ليکي لَتي پَتي، سيڪَ ڏِنائين سُپرين.

(5)

سُوگَمَ ڪون سُوگَمُ، اَتي راهَ عَجيبَ جي،
ڳٽيہن ساڻ خوشيءَ جي، ڪَلِپَتَ ريءَ قَدَمُ،
تَہ آتَمَ پَدُ اگَمُ، سامي لَهيہن سُتِرو.

(6)

هَئِي هوڏَ مَ ڪَرِ، مُنَي مَحَبوبَنِ سان،
پينهُن چَڪي، ڍوءِ پاڻي، مَحَبَتَ مُنِيون پَرِ،
تَہ دوسُ ٿُنهِنجي دَرِ، پيهي اَچي پاڻهين.

(7)

جيوَنَ طَلَبَ نِوارِ، سامي مِهرَ مَيا سان،
تَپَتِ تِنِ تاپَنِ جِي، پَگَتِ بوندَ سان ٺارِ،
نِرَمَلُ نَئَنَ نِهارِ، تَہ اُوِديا اونَدَهِہ نَہ رَهي.

(8)

پَرچي ڏِنو پَهُہ، مُرشِدَ خاصِ مُريدَ کي،
اَڻ هوندي دَرياهَہ جِي، وَهَ ۾ پُلي نَہ وَهُہ،
جاڻ وِجائي پانهنجي، تيءُ مَحَبَتَ ۾ مَحُ،
تہ اَچي پاڻ اَلَهُہ، عاشِقُ تيئِي عَرشَ ڪون.

(9)

ڪَنهِن کي ڪَرِيان حالُ، پورَبَ ديسَ مَلارَ جو،
جتي اُجَ بُکَ ناهِ ڪا، نَڪي ڪائي ڪالُ،
نَڪو ڏينهن نَہ راتِ ڪا، نَڪو آڪاسُ پَتالُ،
خاوَندَ جو خِيالُ، سَمَ وَرتي سامي چَئي.

(10)

دِلبَرُ دِلِ گُهري، دِلِ ري گُهري ڪِينَڪِي،
ڪَڍِي دِلِ دَليلَ مون، تون سامي پيئَ ڏري،
تَہ پِرين پيرَ پري، اَچي بِيهَئِي اڳِتون.

(11)

ڇڏي وَرُ وَڪَڙُ، جي ڪٽيہن پيرُ پريَنِ ڏي،
تہ سَهَجي سُپريَنِ جو، سامي لَهيہن تَڙُ،
موٽي توکي مَڙُ، جَمُ جَڳاتِي نہ ڪَري.

(12)

وِرلو وَڏ ڀاڳي، پَهُتو پريمَ نگر ۾،
جَنهن مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان، مَمتا مَت تياڳي،
ڏِنائين جاڳي، پنهنجي اکيہن پاڻَ کي.

(13)

اِهو ڪِيو اُپَديش، سامي پوري ستگروءَ،
جاڻِي سَڀُ سُپَني جو، ڪُٽنبُ قَبِيلو خويشُ،
جاڳي ڪَرِ تَنهِن جوتِ ۾، پَلڪَنِ سان پَرويشُ،
جنهن جِي شيشُ مَهيشُ، اُستَتِ ڪَري اَپيدُ تي.

(14)

جاڻائِج مَ جاڻُ، متان جاڻُ وِجهيئي جارَ ۾،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي، پاڙون پَٽِج پاڻُ،
رَهج ثابوتيءَ ساڻُ، مَتان ڏِکي ڪَني ڏاريو.

(15)

ڪوهُ ڪريندا ڏاريو، آهي، جاني مُنهنجو جيءُ،
مَنجهي جاڻَ اَجاڻَ جي، تو پاڻُ پَسائي پيءُ،
تنهِن کي کِهڙو سيءُ، آهي سورجُ جَنهن جي سِرَ تي.

(16)

هَئِي هَٺُ وِڃاءِ، مَتان ڏِسيہن ڏُکَ ڏُهاڳَ جا،
ڪَرِ اَدَبَ سان عاجِزي، پاندُ ڳِچيءَ ۾ پاءِ،
مَنُ مَتِ سڀ ڇڏي ڪَري، چِتُ چَرنَنِ سان لاءِ،
پريَن کي پَرچاءِ، تہ سامي پائين سيجَ سُکُ.

(17)

جي مَحَبوبَن معافي ڪَيا، پَرچِي پير ڪَنهين،
سالِڪَ سَلِج ڳالهڙي، ريدو راءُ جَنهِين،
آن بہ تارَ تَنهِين، مِلان مَحَبوبَنِ سان.

(18)

مائڪَ جو اَوتارُ، ڪَنهِن مِليو پورَنَ پُنَ تي،
تَنهن جي ڪَريان ڪيتري، وَڏائي وِستارُ،
سَهسَنِ ۾ سامي چَئي، ڪو ڄاڻي سَنت سَچارُ،
ڪَيو جَنهن ديدارُ، گُرگَمَ پَرچي پاڻهِنجو.

(19)

سَدا ڪَرِ شُڪُرُ، سامي دَر دوسَنِ جي،
پاوين مِلي مَليدو، پاوين سُڪو ٽُڪُرُ،
رَکي چاهَ اَندَرَ ۾، گهٽِ وَڌِ ڪَڏي نہ گهرُ،
نُورَ اِنهيءَ ۾ نُر، تہ خاصو خِلوَتَ دارُ ٿئين.

(20)

جائِين سُڌِڪِي ڪٽي ساهُ، تائين وَڌِي ٿِي وِٿِ پَئي،
سَمُجُهہ ڪِي سامي چَئي، اَٿي رومَ رومَ ۾ راهُ،
ڳجهو ٿي ٿِي ڳاهُ، تہ واقف ٿئين وِرونهہ جو.

(21)

اَڻَ هوندو پولو، پيو مالِڪَ جي مَنَ ۾،
سامي شاهُ سُپني ۾، ٿيو گولَنِ جو گولو،
پَهري وينو پاڻهين، چِنتا جو چولو،
ڪيرُ ڪَڍي رولو، ٻِنان ڄاڳَئي پاڻهِنجي.

(22)

اَڻ هوندو اُوديا چَلُ، تِيو چيتَنَ جي چيت ڪون،
جئين سورجَ جي تيجَ ڪون، مِرگَ تِرشنا جو جَلُ،
سَمُجهِي سارَ سَروپَ ڪي، تون سامي ڪَڌُ خلَلُ،
تہ اَنئي پَهَرَ اَچَلُ، رَهين سُڌِ سُياوَ ۾.

(23)

رَمِتا رامُ رَمِي، سَڀَ ۾ رَهِيو اَڪاسَ جان،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، نيهي نِهَڪرمي،
شادي ۽ غمي، جاڳي ڪَڍِي جَنهِن جيءَ مون.

(24)

مَحلَ مَنجهِي آهين، سُڌاتُورا سُپرِين،
لِڪا ڇِپيا ڪِينَڪِي، تا ٻُڌَنِ ڳالهائين،
ساڪي سَڀَ ڪَنهِين جا، وينا واجهائِين،
جي مُنهَن مَڙهيءَ پائِين، واقِفُ سي وِرونهَن جا.

(25)

اُدم ۽ پِرارِبد، ٻَئي ڪيا تُهِنجا،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَڍِي مَمِتا مَتِ،
تو ۾ سَتِ اَسَتِ، تون ساڪِي نِرمَلُ سَدا.

(26)

ويدَ سَنتَ هِڪُ روپُ، ساکَ ڏِيَن تا سَچَ جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون آتَمَ سَندِ اَنوپُ،
ساڪي برهمَ سَروپُ، ٻولڻ وارو سَمَ تِي.

(27)

مَڙهيءَ مَنجهہ مَڙهي، تَنهِن ۾ مَڙهي دوسَ جي،
پاڻ مَڙهيءَ ڪون پار تي، چاڙهِي ڏِسُ چَڙهي،
پَجي پَرَمَ گهڙي، ناٿُ مِليو نِج ناٿ سان.

(28)

اَڏيون اَڏِيون اَڏِ، موديـن پاسي مَنَهِي،
سَچِيءَ سِڪ سامي چئي، پاڻُ ٽَني سان گڏِ،
ڇُوتِ مِڙيائي ڇَڏِ، تـہ سَهَج مِلني سُپرِين.

(29)

سَدائيـن اِستَتِ، ساکي پانهِنجو پاڻُ ۾،
شيوَڪُ سامي نانهِہ ڪو، نَڪا سَتِ اَسَتِ،
مَنَ بُڌِ واٽيءَ کون پري، رَتِي وَرائي رَتِ،
ڪَري ڪيرُ پَڳتِ، شيوَڪَ ري سامي چَئي.

(30)

ڪوه ڪريـن اُنِمانُ، سامي سارَ سَروپَ جو؟
مَنَ بُڌِواٽيءَ کون پَري، پورَنُ پُرکُ پُرانُ،
سُوگَمُ ساکي سَيَ جو، نِتُ نِرَمَلُ نِرباڻُ،
ڏَني ئي پروانُ، ساک ڏئن تا سَنتَ جَن.

(31)

باريءَ مَنجِهہ رَهي، تون سامي ڏِسُ سَروپَ کي،
جَنهِن جاڳايو جوتِ کي، سو ساکي ڪَرِ سَهي،
تَہ وَجيئي سَيُ وَهي، سَنسو آتَمَ سيرَ ۾.

(32)

اَبُجُهہ گُجُهہ پرينِ جو، پَڌِرِ ڪئن ٿِيو؟
جتِ نَہ مارِگُ مَنَ جو، بُڌِ نَہ بَلُ پِيو،
موٽي موٽيو کونہ ڪو، وَحَدَتَ مَنجِهہ وِيو،
هي ڪَمُ ڪَنهن ڪِيو، تي دَرِ در بُجهي دانهڙي.

(33)

ساڏنَ سيپيئي، سُونَ آتي ساڪيءَ ري،
سَمُجهہ ري سامي چَئي، تون ساڙِ مَ ڊِبَ ديھي،
اَندَرِ ڏِسُ پيھي، تہ آھي ڪيرُ قَلوبَ ۾.

(34)

نِتُ پَراپَتِ جاڻ، آتَمَ سُڪُ اَندرَ ۾،
جِئين اَڪاسُ گھٽَنِ ۾، تِئين تُنھنجي ساڻُ،
ڪڏي پانھِنجو پاڻُ، سامي ڏِسُ سَروپَ ڪي.

(35)

سَيُڪو ڏورِ ڏسي، تو آتَمَ پَدُ آڪاسُ ڪون،
اِئين چَئي ڪونڪو، تہ آھيون پاڻ اسي،
سامي ڏِسِي ھَسي، اِنھيءَ ڳالھہ اَنوپَ ڪي.

(36)

سامي سوئي ڪَرِ، جَنھن ۾ ڪَرٽو نہ رَھي،
اَوِديا پِندَ مٿي تون، گُرگمَ لاھي ڏرِ،
تہ دوستُ تنھنجي دَرِ، پيھي اچي پاڻُھي.

(37)

جيئندي ڏِنو جَنِ، سامي سُپيرِيَنِ کي،
مُئي سي مَحبوبَ سان، وَڃي مَردَ مِلَن،
جَنِين ڏِنو ڪِينَڪِي، سي ڪوڙا قِصا ڪَنِ،
اِئين تا چَوَنِ، ويدَ پُران سِڌَ ساڌَ جَنَ.

(38)

جَنِين ھَٺُ ماريو، تَنِين جِيتيو جڳَ کي،
نِرمَلَ ڀاوَ ڀڳت سان، سڀ جو چِٽُ ٺاريو،
گھٽِ گھٽِ نھاريو، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(39)

آتـمَ رَسُ مِـنـو، اُتـي سَـبَ رَسَـنِ کـون،
وَجـي پُـڄُ تَـنـيـن کـون، چـکـي جَـنِ ڏِنـو،
کِـئـائـون پـاڻُ قِـتـو، سامـي ڏِسـي سَروپَ کـي.

(40)

اَنـدرَ ڏِسُ پـيـهـي، تـہ آهـي کـيـرُ قُـلـوبُ ۾،
سَهي کَرِ سَروپَ کي، تـون مَنُ مَنسـا ڏيـئـي،
تـہ سـامـي سـيـيـئـي، دَردَ مِـٽـنـي دَمَ ۾.

(41)

سامي سوسَچِيارُ، جو کَدِي کوڙُ قُلوبَ مون،
پـيـهـي ڏِسـي پـاڻَ ۾، آتـمَ سُـکُ اَپـارُ،
سـاکـي سِرُجَـڻـهـارُ، وِيـاپَـکُ ڏِسـي وِسُ ۾،

(42)

باريءَ ٽِکاڻو، کوڙنِ مَنجهون کو کَري،
مَنيو جَنهِن مَحبوبَ جو، پَرَمَ ري پاڻو،
سامي سَماڻو، پَرچـي مَنجِهہ پِرِينِ جِي.

(43)

باريءَ مَنجهہ باري، اُتي عَجائبُ عَجِيبَ جِي،
مَنَ بُڌ واٽيءَ کـون پَـري، نِـرَمَـلُ نـيـاري،
پـيـهِـي ڏِسُ پِريَنِ جي، تـون مـورَتَ مـوچـاري،
تـہ سـامـي خُـواري، مِـٽـي وَجـيـئـي مَـنَ جـي.

(44)

جَنتِري وَجائي، جَنترَ کامِلُ پَنهِنجي کَلَ سان،
ڏِسي بُڌي سَيُـکـي، سَمُـجـهـي ڳالـهـائـي،
سامـي ڏِسـي کـونـکـو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُپَڻُ لاهي، تـہ سَنسو مِٽي جيءَ جو.

(45)

ڏيـهـيءَ مَـنـجِـهـہ ڏِيـو، اَچَلُ ٻـري تـو آدِ جـو،
اوڍِيا كـون اُلَـٽِـي كَـري، پـاتـو جَـنـهـن لِـيـو،
تَن جو مَنُ كِـيـو، تِـيـو سامي سَـهِـجَ سَروبَ ۾.

(46)

سُـوكَـمَ كـون سُـوكَـمُ، اَتـي راهَ عَـجـيـبَ جـي،
كَـٽـيـن سـاڻُ خـوشـيءَ جـي، كَـلِـپَـتَ ريءَ قَـدَمُ،
تـہ آتَـمَ پَـدُ اگَـمُ، سـامـي لَـهـيـــــن سُـتـرو.

(47)

سَـتِ گُـرَ ڳَـالـهـہ چَـئـي، عَـجـائِـبُ آنـنـد جـي،
ٻـاريءَ بـيـگَـمـپـور ۾، سـامـي كَـرِ سَـهـي،
تَـہ وَجـيـئـي پَـٽُ لَـهـي، اَوِديـا جـو اَكِـنِ تـون.

(48)

سَـتِ گُـرَ سـارُ ڏَسِـيـو، پَـدُ پُـراتَـنُ گـهـرَ ۾،
گُـرَمُـكَ گُـرَ ويـسـاهَ سـان، سـامـي تَـتِ رَسـيـو،
جِـتـي بـادَلَ جَـل ري، مِـهـرؤن مـيـنـگـهـہ وَسـيـو،
سَـنـسـو سَـڀُ نَـسـيـو، دَرَسَـنُ ڏِسـي دوسَ جـو.

(49)

سَـتِ گُـرَ وَچَـنُ اُتـو، ويـدَ پُـرانَ مَـتـي كَـري،
وِرلِـي كَـنهن گُـرمُـكَ كـي، هِـردي مَـنـجِـهـہ كُـتـو،
كَـڍيـو تَـنـهـن اَنـدَر مـون، اَوِديـا لـوڀُ كُـتـو،
سَـدائـيـن اَچـتُـو، سـامـي رَهـي سـيـاوَ ۾.

(50)

ٻـن جـي كـانـهـي جـاءِ، سـاكـي سـوكَـمَ پَـد ۾،
سَـمُـجـهـي تـون، سـامـي چَـئـي، وِچـون پـاڻُ وِجـاءِ،
تہ لُنؤَ لُنؤَ منجـهـہ لَـكـاءِ، مـورَتَ مَـحـبـوبَـنِ جـي.

(51)

هَرَ هَرَ ڏَڪَ ڪائي، ٿِي ساري ڦُٽِي جُڳَ ڪون،
تِئين جيءُ سَروپَ ڪون، پُلِي پِٽڪائي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
سَنسو سَمائي، جو موٽي مِلي جڳ ٿِئي.

(52)

سَمُجَهه ۾ سامي، بيڪُ پِرَمُ آتي ڪونہ ڪو،
مُها پُرڪَ ٿِيا ڪيترا، اَنيَئِي آرامي،
ٻِيا ڪمي نِهَڪامي، اوري اٽڪيا جاڻ ۾.

(53)

لنوَ جي لانگوٽي، پاتي جَنهِن پَرتِيت سان،
ڪَئي تَنهن ڪَلِپَتَ ري، هَٺَ ۾ سَمَ سوٽي،
ماري ڪَڍيائين مَنَ مون، ڪَلِ ڪَلِ سَڀ ڪوٽي،
اچي نا موٽِي، سامي چَئي سَنسارَ ۾.

(54)

سامي گهرَ ۾ گهرُ، تنهن ۾ گهرُ اگهرُ ٿي،
مَنَ بُڌِ واٽيءَ ڪون پَري، اندرِن اگوچَرُ،
نِرَمَلُ نِيارو نُيَ جان، سائين سَمَ سُيَرُ،
اِهڙو پَدُ اَمَرُ، گُروءَ لَکايو گِياتِ سان.

(55)

ڏڪي جَڏ ڏمرُ، متان ڏِسين ڏُکَ ڏهاڳَ جا،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، وَٺُ دوسَن جو دَرُ،
تہ سَهَجي وَرُ اَمَرُ، مِليئي مِهرَ ڪري.

(56)

تالي جھڙو تولُ، اتي ڪونہ جڳتَ ۾،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، ڪري مَنُ اڏولُ،
يَجُ مِڙيوئي پولُ، تہ سَهَج مِلني سُپرِين،

(57)

مَنجهي ڏُنِ ڏِيانُ، اتي ڏُنِ ڏِيانَ ۾،
سمجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون اِهو آتَمَ گِيانُ،
تہ اوِديا جو اِيمانُ، مِٽي وَڃيئي مَنَ مون.

(58)

باريءَ مينگهہ مَلارُ، چو اناسيءَ اُڃَ مَرين،
تِتي اُڃَ نہ بُکَ تِي، سَدا جَئہ جَئِڪارُ،
نکو ڪالُ نہ ڪَرَمُ تِي، نڪو دُکُ اَهنڪارُ،
دوستَ جو دِيدارُ، هِڪ پَلَڪَ پَرانهون نہ تِئي.

(59)

نڪي جاڙُ پَري، نڪي اوري آتَما،
سُجَ وَسنوَ جي وِچَ ۾، تو سَدا سيل ڪري،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، نِرَمَلُ نَئنَ پَري،
بِيائيءَ بِنان بَري، تو ڏِيو ڏُنهنجي ڏيلَ ۾.

(60)

بِيا سَبِ ڪوڙا ڪَمَ، اتي نالي نامَ ري،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، ڇَڏي گوندَرَ گمَ،
بِنان ساڏنَ سَمَ، پَدُ پِراپِتِ نہ تِئي.

(61)

موركَ ڪوھُہ مَواسُ، رَهين مايا واھہ ۾،
اَچي ڪَندُءِ اوچتي، گرجي ڪالُ گِراسُ،

جاڳي اَوِديا ننڊَ مون، ڪَرِ ڪَلِپِتَ ڪي ناسُ،
چيتَنُ چِدَ اَڪاسُ، سُتَهَه ڏِسُ سامي چَئي.

(62)

اِتي پَدُ پرواڻُ، سامي ڏِٺي پانهِنجي،
بِنان ڏِني پانهِنجي، سَيوئي اُنمانُ،
ليکي ڳِٽِتيءَ ڪون پَري، سَمَ ساڳي نِرَباڻُ،
ڏَري ڏِسُ ڏِيانُ، تون مَنَنُ ڪَدي مَن مون.

(63)

اَوِديا جو اِيمانُ، جاڳرتَ، سُپَنَ سُکو پَتي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تُريا مَنجِهه گيان،
تُرِيا ڪون نِرَباڻُ، ساکي اَتي سَيَ جو.

(64)

جيءُ ڪَري جَڪِ جَڪ، تو راتيون ڏينهان نِنڊَ ۾،
پَٽي ڏِسي نه پريم سان، سامي اَنيئي اَڪ،
پَرميسَرُ پَرتَڪِ، وياپي رَهيو وِسُ ۾.

(65)

سَيڪو بُنڌائي، مُنهَن سان ڳالهه سَروپَ جي،
اَلَٽي ڏِسي ڪونڪو، مُنهُن مَٿِهيءَ پائي،
هِيرو بيڏي هِرڪِي، ڪو وِرلو وِڃائي،
جَنهِن ڪي جاڳائي، سامي پورو ستگرو.

# اُپديش ڀاڱو 2 (ب)

(1)

نڪي ڪاءُ، نہ ٻَڪَ مَرُ، نڪي جاڳُ، نہَ سُمُ،
نڪي هارِ، نہ هَٽُ ڪَرِ، نڪي ڳِرَڻ، نہ ڳُمُ،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، مطلَبُ ڪَرِ مَعلُمُ،
جنهن جو هلي حُڪُمُ، سامي سوئي پاتشاهہ.

(2)

پرچي پورو پَهُہ، سامي ڏنو سَتِگُروءَ،
اَڻ هوندي درياهَہ جي، وَهَ ۾ ٻُڏي نہ وَهُ،
اُلَٽي اَلَکَ اپيدَ کي، لِنوَ سَچيءَ سان لَهُہ،
راتيون ڏِينهان رَهُہ، اَنلَ جان آڪاسُ ۾.

(3)

سَپَ کي ڪالُ ڦهارُ، ماري اَچي اوچتي،
گَنيون وَجي ڪِڻَ ۾، جوانُ ٻُڌو اَئون ٻارُ،
جِڏي طَمَعَ تَنَ ڏَنَ جي، تون پي تيءُ تِيارُ،
مَتان ڪَري اِتبارُ، سامي وِهيِن سُواس تون.

(4)

رامَ مِلڻَ جي ريتِ، سامي ڏسي سَتِگُروءَ،
اَنيَئہ واڪَ اڳمَ تي، پوريَ رَکُ پَرتيتِ،
جِڏي پيدَ پَرمَ کي، جاڳِي اوسَرُ جِيتِ،
ديهرو اَئون مَسيتِ، آهي تُنهنجي آسِري.

(5)

نڪي ڪاءِ، نہ بُکَ مَرُ، نڪي جاڳُ، نہ سُمُ،
نڪي تِياڳُ، نہ گِرَهَڻُ ڪَرِ، نڪي ويھُ، نہ گُهمُ،
آهي جَنهِن جي آسِري، سو سامي ڪَرِ مَعلُمُ،
گِيانَ سورِجَ ري گُمُ، اَوِديا اوندهِ نہ تِئي.

(6)

سَتِگُرَ سَهَجِ سُياءِ، ڏِنو اِشارو آئِيَئِي،
سامي سَمُجهِي تنهن کي، نہ ڪي ڪَڏُ نہ پاءِ،
پورَنُ جاڻي پاڻَ کي، چِنتا سَڀُ چُڪاءِ،
پانوين راڄُ ڪَماءِ، پانويـــن پِنُ پَرِسَنُ ٿي.

(7)

سَتِگُرَ ڳالِهہ سَرِلُ، ٻُڌائِي ٻانيَڻُ چَوي،
نڪي ڪاءُ، نہ بُکَ مَرُ، نڪي رو، نہ ڪِلُ،
نڪي ويھ گُفا ۾، نڪي چِلُ ٻہ چِلُ،
مَمَتَ مٿائي مِلُ، سُتَهَہ سِڌِ سَروپَ سان.

(8)

ڏينڊو سَچُ نہ جاءِ، جَڏِي تَڏِي ڪوڙَ کي،
پَرِچِنُ جاڻي پاڻَ کي، قاهيءَ مَنجِهہ نہ قاهِ،
اَٿي مايا موهَ جي، بيحَدِ ڏادِي ٻاهِ،
پِندَ مَٿي تون لاهِ، تہ سُکي ٿئين سامِي چَئي.

(9)

هَزارَنِ جِي هِڪَ، ڳالِهِ ٻُڌائي سَتِگُروءَ،
خَلِقَ وَسي خالِقَ ۾، خالِقُ مَنجِهہ خَلِقَ،
پيهِي ڏِسُ پَرِتيتِ سان، سامي رَکِي سِڪَ،
ڪوهُ چَتِيـــن تو چِڪَ، دَرِ دَرِ ديوانن جا.

(10)

سَتِگُرَ سَهَجِ سُياءِ، ڪِيو اُپديسُ اَنيَئِي،
رَکِي ويساهُ وَچَنَ تي، نَڪي ڪَدُ، نه پاءِ،
پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾، سامي سَمَ لِنوَ لاءِ،
تہ خَلِقَ مَنجِهہ خُداءِ، ڏِسين خَلِقَ خُداءِ ۾.

(11)

هزارَن جي هِڪَ، ڳالِهہ ٻُڌائي سَتِگُروءَ،
خَلِقَ وَسي خالِقَ ۾، خالِقُ مَنجهہ خَلِقُ،
اُلٽِي ڏِسُ اکِنِ سان، سامي رَکي سِڪَ،
ڪهوهُ چَتين تو چِڪَ، دَرِ دَرِ ديوانن جا.

(12)

اُدمُ پِرايَتِ، ڪونهي پورَنَ پَدَ ۾،
ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪِڙو، پِريمي پهچي تَتِ،
مِٽي جَنهِن جي مَنَ مون، سامي مَمَتا مَتِ،
سُتَهہ شِوَ شَڪَتِ، ڏِسي پَنهِنجي ڏيلَ ۾.

(13)

جَنهِن کي جَتائون، اَچي سَمُجهہ سَروپَ جِي،
سَجَڻُ آهي سامُهون، تَنهِن کي تَتائون،
چولو چيتَنَ رَنگَ ۾، رَهسِي رَتائون،
اِئين اُتائون، سالِڪَن سامي چَئي.

(14)

گهر جو ڪَري زيانُ، ماءُ مارِي تَنهِن شَرَمَ جي،
اِهو اَوَدُوتَنِ جو، سامي سَمُجُهہ گِيانَ،
مِٽي لائي لِنگَ کي، ڪاءُ پيڙا پَڪِوانُ،
جاڳِي ڏِسُ جهانُ، آهي ڪَنهن جي آسري.

(15)

نِشچو ڏيئي نِجُ، سامي چَيو سَتِگُروءَ،
پُني ڏيئي پاڻ کي، ناحَقُ گپُ مَ کِجُ،
اَلَتي ڏِسُ اکِن سان، سُتَهه سِڌِ سورِجُ،
سارو باغُ سَبجُ، ڪَيو جنهن ڪَرُتا سان.

(16)

چَرِيا نِتُ چوتي، کوهُ پَتائِين ڪالَ کون،
هوندي بَلَ بَرَبَلُ تِئين، خواهش رَکي ڪوتي،
ڪائي تيءُ خاوَند جو، رُکي سُکي روتي،
اينڊءِ نـ موتي، سَمو هي سامي چَئي.

(17)

جيئندي جڳِ مَرَڻُ، اوکو جاڻن آدِمي،
سامي چَيو سَتِگُروءَ، ڦِتو ڪَرِ هِنڪَرَڻُ،
اَلتي ڏِسُ اکِن سان، پَرَميسَرُ پورَڻُ،
اَچَڻُ اَئون وَڃڻُ، تِندءِ ڪونـ اڪاسَ جان.

(18)

ڳُرَنِ ڏسي گهَري، پريتِ نـ ڪَرِ پَلالَ سان،
اَچي سَتِيندءِ اوچتي، ڪالُ توکي ڦَهَري،
اِها ڳالِهه اَنيَئِي، سَمُجهي ڏِس نَهَري،
سامي سَيُ سَهَرِي، ساڪَ ڏِيَن تا سَنتَ سَيُ.

(19)

وِرَلو ڪو جاڻي، مَرَمُ مانڪَ ديهه جو،
جَنهن کي سَمُجهائي سَتِگُرو، اَنتَرِ مُکُ آڻي،
سُتَهه سِڌِ سَروپَ سان، موجَ مِلي ماڻي،
شانتي پَتُ تاڻي، سامي سُمِهيو سيجَ تي.

(20)

پُرڪارَٿ جو پيرُ، سامي ڏسيو سَتِگُروءَ،
سَهي ڪَرِ سُپَني جو، ڪَرِتا آهي ڪيرُ،
جاڳي ڪَڍُ اَندَرَ مون، اَوِديا روپُ انڌيرُ،
سَڀَ جو جاڻي ميرُ، پاڻَ وَرائي پيءُ ڪي.

(21)

لِنوَ لَڪايو ڳُجھه، اَندَنِ ڪي ازغيبَ جو،
سُوڪمَ سَندِ ساڪي تِي، ٻُڌِ ٻيائيءَ ري ٻُجھه،
پُني ڏيئي پاڻَ ڪي، ڪوڙيءَ لُڇَھه مَ لُڇھه،
رَمزَ سَچيءَ ۾ رُڃُھه، تَہ سيتَلُ تيہن سامي چئي.

(22)

پرشنُ پَرَمَ سُندَرُ، سِڪَ ڪَيو شنڪا ڏَري،
ڪِيئن مِلَہي ڪاتي رَہي، اَڻَ ڏِٺو دِلبَرُ،
سامي ڏِٺو ستگروءُ، عين اَيِيد اَتَرُ،
گهرَ ڏَٺيءَ جو گهرُ، گهرَ ۾ وَسي، گهرَ ڏٺي.

(23)

سِروَنُ، مَنَنُ، نِدِياسُ، آهي جَنهن جي آسري،
تَنهِن ڪي ڏِسي تَدَروپُ تي، ڪونيهي پُرِڪُ نِراسُ،
پائي گُرگمَ گِياتِ ڪي، ڪري اَنَنَ اَپِياسُ،
سُڪَ سَروپَ ۾ واسُ، سامي سو سَمُجهي ڪَري.

(24)

رَڪِي جَن رَجا، پَرِچي پَنهنجي سِرَ تي،
سي ڦُرني ڪون فارغ تِيا، چَڏي لوڪَ لَجا،
ڪَنهِن جي ڪائِنِ ڪِينَڪِي، سامي چَئي سَجا،
مِلي ڪَن مَجا، پَرِچِنتا ري پيءَ سان.

(25)

جاڳي ٻنان جھانُ، ٻُلي ڪِينَ ٻَرَمَ جو،
سَمُجھي ڪو سامي چَئي، نيھي نِرَ اِيمانُ،
ڏِٺو جَنھِن اکِن سان، اَلَتي اَنيئِہ يانُ،
جَڏي آسَ اُتانُ، اِستِت ٿِيو اَڪاسَ جان.

(26)

سَتِگُرَ ساڌَنَ چارِ، چَيا سُکَ سَروپَ جا،
سِڪَ، سَمُجَھہ، ويساهُ، سَچُ، هَر جَسُ هِردي ڌارِ،
پھچائيندَءِ پاڻھي، دوساڻيءَ دَرِبارِ،
نِئڙي نِئِنَ نِهارِ، تہ سِيتَلُ ٿِئين سامي چَئي.

(27)

جيئندي جڳِ مَرَڻُ، اوکو ڄاڻن آدِمي،
سامي چَيو سَتِگُروءَ، تون پَرِچن پَند نہ گَڻُ،
اُتي ڏِسُ اکِن سان، پَرِميسَرُ پورَڻُ،
اَڇَڻُ اَئون وَڃَڻُ، آهي جَنھِن ۾ ڪونڪو.

(28)

جَڏ ٻاهَرِ ڄِي ٻاڻِ، سامي چَيو ستگروءَ،
ڏاوَرَ جيان پاڻَ ڪي، تاڻي مَنجِھہ نہ تاڻِ،
اَلَتِي لَھُہ اَندَرَ مون، ڪِما خوشيءَ جي کاڻِ،
مِلي مَوجان ماڻِ، سُتَهَہ سِدِ سَروپَ سان.

(29)

هَرَ هَرَ هَٺُ نہ پاءِ، ڳَنڍِ ڇُھنديءَ نہ ڇُڙي،
سامي چَيو ستگروءَ، ويندي ڪي موٽاءِ،
اَلَتِي ڏِٺو اکِن سان، اَڇَرَجُ ٻولي ٻاءُ،
ڪِئڙو خيرُ خُداءِ، لَتِي ڪاڻِ ڪُچِرِ جي.

(30)

آهيان اُهوئِي، جاڳرتَ، سُپَنَ، سُڪپتِ ۾،
برِهَمَڻُ ڪتِري سُودويش، سامي سَڏي ڪوئي،
ڪَڏي مَتيُسِ ڪينڪي، ڏِٺُ ڪِلي روئي،
لَوَتڪارَ ڪتِي لوئي، اُجي نہ اَنيَئِہ اَنَ ري.

# ڀڳتي (الف)

(1)

ڀڳتِ پَدُ ياري، سامي اَتي سَيَ ڪون،
وَجي پُڄُ تَنين ڪون، مَمِتا جَنِ ماري،
پائي ڪَياتِ ڳُروءَ جي، تِيا دوست دَربارِ،
خُودي خُواري، ڪَدي ڏِنائون پاڻ ڪي.

(2)

ڀَڳتِ پَدُ ياري، پاتو جَنهن پَرَتِيتِ سان،
مِٽي تَنهن جي من مون، خودي خُواري،
سامي ڪَري سَيَ ڪي، نِٺُرِي نِيزاري،
جاڳي وِسُ ساري، چِمِتڪارُ چيتَنَ جو.

(3)

ڀڳتِ پَدُ يارو، پاتو جَنهن پَرَتِيت سان،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، اوِديا اَنڌارو،
لَئِہ ڏِنائين لَڪَ ۾، سامي جڳُ سارو،
نَيَ جان نِيارو، رَهي ڀِديهي ديهہ ۾.

(4)

وَڏي وڏائي، سامي جاڻُ ڀڳتِ جي،
نيچَ اوچَ تِيا ڪيترا، ڪَري ڪمائي،
ديدِ چَمارَ جُلاها، پيجارا نائي،
جَنين لِنوَ لائي، سي سَييئي سُڌرِيا.

(5)

بنان ڀڳتِ ڀڳو نت، ڳالهيون سڀ ڪوڙيون اَٿي،
ويدَ پُرانَ سِڌ ديوَتا، پُڇي ڏِسُ گُرَ سَنتَ،
ناري ٻالڪُ نا ڄَٽي، بِنان ڪِرپا ڪَنتَ،
سامي سَدا اَچِنتَ، پَرچي ٿِيو پريَن سان.

(6)

ڀڳتِ ري ڀڳوانُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
توڙي ويدَ پُراڻَ پڙهي ڪَري، ڪَنِ گيتا جو گِيانُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَڍي گير گُمانُ،
ويساسي وِدمانُ، پَرچي ٿِئا وَجي پيءَ جي.

(7)

ڀڳتِ ري ڀڳونتُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
سائي نار سُلَڇِٽي، جنهن ريجهايو ڪَنتُ،
سامي سَنتُ مَهَنتُ، پَرچي ۾ پَرچو رَهي.

(8)

ڀڳت بِنان ڀڳوانُ، ڪنهين پاتو ڪِينَڪِي،
ساڪَ ڏِئي سُوڌِي سَچِي، ساڌو جَنُ سُجانُ،
جاڳي ڏِنو جنهن جوتِ ۾، سامي سَڀُ جَهانُ،
سَدا نِرَ اَيمانُ، وَرتِي ويدَ ويچارَ سان.

(9)

ڀڳت بِنان ڀڳوانُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، نيهي نِرَ اَيمانُ،
جنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، ديکِيا دَرسَنُ دان،
ڪري اَمِرتُ پانُ، اِستَت ٿيو آڪاس جان.

(10)

پڳتِ جو ڪٽڪو، پاتو جَن پَرتيتِ سان،
وَڏي تَن جو وَڻُ ٿيو، جِئن بَٽ ٻيجُ نہ ڪو،
انئي پَهَرَ اَندَرَ ۾، لايو تَن لَتڪو،
موتي جَمَ جهٽڪو، سي سامي ڪائِن ڪِينَڪِي.

(11)

ياوَ پڳتِ جي ينگَ، پيتي جَنِ پرتيتِ سان،
سي ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپ کي، سامي ٿيا سَربَنگَ،
وينا اَنيَئہ تَختَ تي، ٿنگَ تي رَکي ٿنگ،
راتِيان ڏِينهان رَنگَ، مِلي کَنِ محبوب سان.

(12)

ياوَ پڳت جي ينگَ، پيتي جَنِ پرتيتِ سان،
سي سامي پندَ سَتي، ٿِيا مَحَبتي مَلنگَ،
سُمهيا سُکِپَتِ سيجَ تي، ٿنگَ تي رکي ٿنگَ،
راتِيون ڏِينهان رَنگَ، مِلي کَنِ محبوب سان.

(13)

پڳتِ وَرائي ڳِيانُ، جيئن موتي آب ري،
بوڏَ وَرائِي نہ مِٽي، اَودِيا جو اَيمانُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، کَدي سَبُ اَنمانُ،
نِرمَلُ پَدُ نِربانُ، حاضُرُ ڏسين هَٿَ تي.

(14)

پڳتِ مَنجهہ پڳونتُ، جِيئين ڳنڌُ ڦُلَنِ ۾،
ڪوڙِنِ مون ڪو هِڪڙو، سَمُجهي سَنتُ - مَهَنتُ،
جو ڪلپت کَڍِي جيءَ مون، سامي ٿِيو ٻَلونتُ،
جنهن جو آدِ نہ اَنتُ، سو ڏيو ڏِنائين ڏيهہ ۾.

(15)

ڀڳتِ ڀڄائي، سَهَسِي جَنَ سيتَلُ ڪَيا،
سامي مِليا سَروپَ سان، لِنوَ سَچي لائي،
مَمَتا مِٽائي، پِيئن پِيارِن پريمَ رَسُ.

(16)

ڪري ياءُ ڀڳتِ، سامي ٿرُ سنسارُ تون،
ٻيڙي ڪَرِ ويساهَ جي، چَپو مَحَبتَ مَتِ،
سَت گُرُ پُرکُ مَلاحُ ڪَرِ، پَتَڻُ ڪَڍُ ڪُمَتِ،
ساڪِي جاٽي سَت، تہ پُهچِين پارِ پَرمَ ڪون.

(17)

ياڳوَتي ڀڳت، پاسي ٿِيَن نہ پيءَ ڪون،
جَن ڪي ڏِني سَتِگُروءَ اَنيئي اِشارَتَ،
پيئن پيئارِن پريم رَسُ، ميٽي موهُہ مَمَتَ،
جاڳرتَ ۾ سُکُپَتَ، سدا رهن سامي چَئي.

(18)

ياڳوتي ڀڳتَ، پاسي ٿِيَن نہ پيءَ ڪون،
جَن ڪي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي مَتِ محبت،
جڳتُ ڏِسَنِ جانيءَ ۾، جاني مَنجهہ جڳتَ،
کَٿِي سَي ڪَلَپَتَ، اِستت ٿيا اَڪاس جان.

(19)

جيڪو ڀڳت ڪَري، سامي سرڌا پريتِ سان،
اُوديا پَندَ مَتي تون، لاهي هيٺ ڏَري،
چيٽيءَ اٿون ڪُنچَرَ ۾، ماڪِي ڏِسي نَري،
تَنهن ڪون پيرُ پَري، ڪَڏي ٿيان ڪِينَڪِي.

(20)

ڀڳتِ ڀولي ڀاءِ، ڪَئي جنهن ڪرتار جِي،
اَچي تَنهِن سان اوچتِي، سامي ٿِيو سَهاءِ،
تون ڀي ڏِسي تَنِ کي، لِنوَ سَچائي لاءِ،
وِڇون ڀَرَمُ وِڃاءِ، تہ ماڻي دورَ دَرَسَ جا.

(21)

سَنتَنِ ڳالهِہ چَئي، نانا ڀاءِ ڀڳتِ جي،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، ڪنهن وِرلي جَنَ ڪَئي،
پانهنجيءَ منجهہ پَئي، سُکُ لذائين سَمَ جو.

(22)

ڀاڳوَتي ڀڳتَ، ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو،
سمُجهي جَنِ سامي چَئي، اَلـتِي اِشارتَ،
چَڙهيا چيتن چٺ تي، کَٿي سَڀ کَلپَتِ،
عين اَيدَ اَڏِيتَ، باڻِي ٻولِن ٻيحدي.

(23)

ڀاڳوَتي ڀڳتَ، پاسي ٿئن نہ پيءَ کون،
جَنِ کي ڏني سَتِگروءَ، سَچي مَتِ محبت،
ڏِسَنِ نِتُ ديهيءَ ۾، مَڏَ ڀَري مورَتُ،
کَٿي سَڀَ کَلِپَتَ، سامي ماڻِن سانتِ سُکُ.

(24)

ڀاڳوتي ڀَڳتُ، پاسي ٿئي نہ پيءَ کون،
مِٽيو جَنهِن جي من مون، سامي موهُہ مَمَتَ،
وَرتي وِڌِ ويچارَ سان، عَينَ اَيد اُپرتُ،
رائِي ۽ پَربَتُ، سَمَ جاڻي سامي چَئي.

(25)

جِيئين هَريو دَرِخَتُ، ڇايا ڦَلَ ڦُلَ سُکَ ڏِئي،
تِيئين سَڀ ڪارج ڪري، ڀاڳوَتي ڀڳتُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، مايا موهہ مَمَتُ،
عَينُ اَيِيڏُ اُپَرَتُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(26)

ڀاڳوَتي ڀڳتُ، لِڪي ڇپي ڪِينَڪِي،
ڏِنو جنهن ديهيءَ ۾، اَنيئہ آتمَ تَتُ،
ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جِي، ميٽي سَڀُ مَمَتُ،
رائي ۽ پَروَتُ، سَمَ ڄاڻي سامي ڇَئي.

(27)

ڀڳتن ڪون ڀڳوانُ، پَلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي،
اَندر ٻاهر سَروِگتِ، ڏئي دَرسَنُ دانُ،
ڪَٿي ڪوٺُ جنم جو، اَندر جو اِيمانُ،
پائي پَدُ نِربان، سامي ماڻِن سانت سُکُ.

(28)

ڀڳتَن ڪون ڀڳوان، پلڪ پراهون نہ ٿئي،
ڪَري تن کي سَروِگتِ، ڏيئي درسن دان،
مِٽيو تن جي مَنَ مون، ديهيءَ جو اِيمانُ،
پائي پَدُ نِربان، سامي ماڻِن سهج سُکُ.

(29)

ڀڳتن ڪون ڀڳوَنتُ، پاسي ٿئي ڪِينَڪِي،
ڪائي ڪِڇِڙي، ڪيرُ، ساڳ، گلان ۽ پَتُ،
سامي سَڀَ ۾ سارُ، جَنِ ڄاتو آتمَ تَتُ،
رَکي نہ مَن مَمَتُ، ڄاڻي روپَ سروپ جا.

(30)

ڀڳتن هَٽ ڀڳوان، ڪِيئن وِڪامي وَسِ ٿيو،
سامي چَئي سَتِگُرو، پَرچي ڏي پرمان،
ڪِيائون سِڪَ سَچيءَ سان، تَنُ مَنُ ڌَنُ قُربانُ،
پائي پَدُ نِربان، ماهِلُ ٿيا مهراڻ ۾.

# ڀڳتي (ب)

(1)

نـاڪُـرُ وِڪـاڻـو، سـامـي هَـٿِ سَـنـتَـنِ جـي،
پاسي رکـيائـيـن پـريـت سان، منڊائِـي مـاڻـو،
سيـوا ڪـري سيـوڪُ تـي، پـرچـي سَـڀَ پـاڻـو،
لَـٿِـڪِـي لُـيـاڻـو، پَـنـوَرَ جـان ڀڳـتِ تـي.

(2)

جَـنهِـن جو آد نـ اَنتُ، تولَ مـولُ نـ مـاپَ ڪـا،
سو پَرچي تـيـو پاڻـهِـين، ڀڳتنِ وَس ڀڳـوَنتُ،
سايم جَنِ سوڳهو رکِيو، ڳيانِ سَچي ڳُـرَمَـنتُ،
بـلاوَلُ بَـسَـنـتُ، ڳـائـيـنـدا وَتَـنِ ڳـوٺَ ۾.

(3)

ڀڳتَ پِـيـارا جـانُ، ناردَ مـان کـي سَـڀَ کـون،
جَني مُـنهـنجي نانوَ تي، ڏِنو پانـهِنجو پانُ،
سَنسو کَـڏي جيءَ مون، سَمَ رَهَـنِ سَـڀَ سانُ،
پـورِي ٿَنِ جو پانُ، سامي ڇَڏيان ڪِـيـنَـڪِـي.

(4)

ڏسـي جـيءُ نَـري، نـارد نِـجُ ڀڳـتـن کـي،
مان ڏاريان ڏيان تنهِين جو، جو منهنجو ڏيان ڏَري،
اوت پـروت جـاڻـي ڪـري، تـيـان کـيـنَ پـري،
سـامـي کـيـنَ سـري، ڀِـنـان ڀڳـتِ آهـارِ جـي.

(5)

جاڳِ شُدُ سَروپ، نارد نِجُ ڀڳتن ڪي،
تارڻ ڪاڻِ سنسار جي، ڌاريُم اِيهو روپُ،
سامي وَچَنُ انوپُ، سَتِ چَوان تو صفت سان.

(6)

ڀاڳوَتي ڀَلو، سامي گُهرَنِ سَڀَ جو،
رَکنِ نہ رَتيءَ جيترو، رِدي منجهہ رَلو،
جاڳي هَنيائون جڳت جي، ليکي اُتي گلو،
ڪري پاڪُ پَلو، سنمک ٿِيا سَروپَ جي.

(7)

ڀاڳوَتي ڀَجَنُ، هَرِدَمُ ڪَرنِ هڪڙو،
جنهن ۾ تون مان ناهِ ڪا، نَکو مايا مَنُ،
ڏِسَنِ ديهہ اُيمانَ ري، پَرميشورُ پورنُ،
سَدا مَست مگنُ، سامي رهن سياوَ ۾.

(8)

ڀڳتُ ڀاڳوَتي، ٻولي منو موهڻو،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي گِيانَ گتي،
ڏِسي ديهہ اُيمانَ ري، پِرتک پراڻ پَتي،
جِيئين لوئي رنگ رَتي، تيئين رَتو رهي رَنگَ ۾.

(9)

هَر ڀڳتَنِ جي چالَ، نِياري نانا ڀَرَمَ کون،
اَندرِ سِياڻا سورما، ٻاهَرِ حالَ ٻي حالَ،
سَرَنِ آئي سَيَکَنهِن جِي، سامي کَنِ پرت پالَ،
ڪرپا ساڻ ڪَلالَ، پِيَنِ پِيارِنِ رامَ رسُ.

(10)

هَرِجَنُ ڪينَ هَتي، پريم پريت ويساهہ ڪون،
سُوري جان سَنَمُڪُ لَڙي، سَنسو سَيُ سَٽي،
ماري نانا دَلَ ڪي، ڪَلِپَتَ سَيَ ڪَٽي،
سَهَجي سويَ گَٽي، سامي مَنَ مَواسَ ڪون.

(11)

ڏِسي باغ ڪجان، آرائيءَ آرداسَ ڪِي،
خاوند بُڏ بِانهي جون، آهہ پَريون ارجان،
اَنئي پهر اَندر ۾، تو تَنهِنجي داءِ ڏِجان،
سامي تَڏي سِجان، جَڏي پرچي ڪَريِن پنهنجو.

(12)

لونءِ لونءِ جاپُ جَپِن، مِلي پِڳَتَ پِڳِوَنتَ جا،
تِن تاپَن جي تاپَ ۾، سامي ڪينَ اَچِن،
پيدُ ڪَڍي پرپور ٿي، ڪَلِپَتَ ڪَندِ ڪَپِن،
سدا رَنگِ رَچِن، مِلي ڪَري مَحَبوبَ سان.

(13)

لونءِ لونءِ جاپُ جَپي، بِنان پيدَ پرَم جي،
ڪَلِپَتَ ڪَڍي جيءَ جي، اوِديا پاڙَ پَٽي،
ساکي ڏِسي سَيَ ۾، ڪَنهن سان ڪينَ ٽِپي،
سامي سَدا ئَپي، پُني پانهنجي شِشَ جي.

(14)

پِڳَتِ ڏِني پِڳوانَ، جَنَ کي پَرچي پانهنجي،
تَن سامي سَيِيئي ڪَيا، جپَ تَپَ دان اِشنانَ،
راجَ يوڳَ سُکَ سرڳَ جي، اِنجا رَکَن ڪانَ،
رَهَن مَنجِهہ جَهانَ، سَدا اَليپَ ڪَنوَلَ جان.

(15)

ڀڳتِ ڏني ڀڳوانَ، جَنهِن کي پَرچي پانهِنجي،
تَنهن سامي سَپيئي ڪَيا، جَپَ تَپ دانَ اِشنانَ،
جَنَمَ مَرَڻ سُکَ ڏُکَ جي، ڪَلپِتَ رَکي ڪان،
اِيئين ويدَ پرانَ، چَوَنِ وِڌِ وِيچارَ سان.

(16)

ڀڳت ڏني ڀڳوان، جَنِ کي پرچي پانهجي،
سي پيئن پيئارن پريم رَسُ، نيهي نِر اَيمان،
سامي ساڌ سَنگتِ ري، ٻي سُڌِ رَکَن ڪانَ،
رهن مَنجِهه جَهان، سَدا نيارا ٿيَ جان.

(17)

ڀڳتِ ڏني ڀڳوانَ، جَنِ کي پَرچي پانهنجي،
سامي تَنِ سَنتنِ جي، مُشڪل ٿِئي آسانَ،
ڪايا مايا ڪُلَ جي، ڪَلپِتَ رکنِ ڪانَ،
رهنِ منجهه جهَان، سدا اَليپُ اَڪاس جان.

(18)

ڀڳتِ ڏني ڀڳوانَ، جَنِ کي پَرچي پانهنجي،
سَهَجِي ٿيا سامي جَئي، سي نيهي نِرباڻَ،
جَنَمَ مَرَڻ ڏُکَ سُکَ جي، ڪَلَپِتَ ڪَرِنِ ڪانَ،
رَهَنِ مَنجهه جَهانَ، سَدا اَليپُ اَڪاس جان.

(19)

ڀاڳوتي ڀڳت، پاسي تِين نہ پيءَ ڪون،
جَن کي ڏِني سَتِگروءَ، مَڏ پَري مَحَبَتَ،
سامي ماڻِن سيجَ سُکُ، ڪَتي سَڀَ ڪَلپِتَ،
رَهَنِ مَنجِهه جڳتَ، سَدا اَليپَ اَڪاس جان.

(20)

ڀاڳوتي ڀڳتَ، ڀاسي ٽِيِنِ نہ ڀيءَ ڪون،
سَھَجي جَن جِي سَتِگُروءَ، ڪَٽي سَڀَ ڪَلِپَتَ،
سَدا رھن سامي چَئي، جاڳرت ۾ سُکُپَتَ،
گورک نارَدَ دَتَ، ساک ڏني سُکِ ديوَ جي.

(21)

سائِينءَ جو پيارو، سائِينءَ سان مِلي رھي،
سَھي ڪيائين سُکَ جو، چيتَنُ چَوبارو،
پَرچي پَسارو، سَڀُ ڪَڍيائين جيءَ مون.

(22)

ڪَئي ڀڳتِ ڀَلَنِ، مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي،
اَنيئہ سُکُ اندَرَ جو، ڪَنھِن کي ڪينَ سَلَن،
ٻنان چاھہ چَلَنِ، جڳَ ۾ جڳَ جِھڙا ٿي.

(23)

ڀڳتُ ڀاڳوَتي، ڪوڙنِ ۾ ڪو ھِڪڙو،
جَنھِن کي ڏني سَتِگُروءَ، گھَري گيانَ گَتي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، پائي پراڻَ پَتي،
جيئين لوئي رَنگَ رتي، تِيئين رَتو رھي رَنگَ ۾.

(24)

ڀڳتُ ڀاڳوَتي، ڪوڙن ۾ ڪو ھِڪڙو،
ڏنو جنھن اکِنِ سان، پِرتَکُ پراڻَ پَتي،
جاچي ڪينَ جھانَ جا، سامي ساڌَ سَتي،
جِيئين لوئي رَنگَ رَتي، تِيئين رَتو رھي رَنگَ ۾.

(25)

پڳتُ ڀاڳوَتي، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
ساڌي جنهن سڌِ ڪَئي، سامي سُرتِ سَتي،
ڏِنائين اُپديشُ تي، پرتڪ پراڻَ پَتي؛
جِيئين لوئي رنگ رتي، تِيئين رَتو رهي رنگَ ۾،

(26)

پڳتُ ڀاڳوَتي، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
جَنهن پَرچي ڏِنو پريمَ سان، سامي پراڻَ پَتي،
جِيئين لوئي رنگ رتي، تِيئين رَتو رهي رنگَ ۾،

(27)

ڀاڳوَتي پڳتُ، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، سامي مَمَتُ مَتُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ نِبيَ جان، ڏِسـي ساڪي سَتُ،
واري وينو ڪٺُ، جِيئندي پانهنجو جَمَ سان.

(28)

ڀاڳوَتي پڳتُ، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
جاڳي جنهن جڳت جو، واريو ڪاتو ڳٺُ،
سامي مليو سروپ سان، ميٽي سَبُ مَمَتُ،
ڳورَڪُ نارَدُ دَتُ، ساکَ ڏِيَنِ سَبِ سُکَ جي.

(29)

ڀاڳوَتي پڳتِ، ڪَئي جنهن ڳُرڳيات سان،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سَهَجـي مَمَتَ مَتِ،
وَرتِي ويدَ وِيچارَ سان، رنڳيلي رَهَتِ،
جاڳرت ۾ سُکپَتِ، سَدا رهي سامي چَئي.

(30)

ڀاڳوَتي ڀڳت، وِرلو ڪو گُرمُکُ ڪَري،
ڪَڍِي جَنهن اَندرَ مون، سامي مَمَتا مَتِ،
چِيتيءَ اَئون ڪُنچَرَ ۾، ساکي ڏِسي سَتِ،
راتيون ڏينهان رَتِ، رَهي پُرَڪَ اڳمَ سان.

(31)

ڪوڙنِ مَنجِهه ڪَري، ڪو نِرَمَلَ ڀڳتِ سَروپَ جي،
ڪَلِپَتَ سَڀ اَندَرَ جي، ڪڍي ڏِيانُ ڌَري،
ساکي سَمَ سَهي ڪَري، اَجَرُ پَدُ جَري،
پَلَڪَ نَہ تِئي پَري، سامي سُپيريَنِ ڪون.

(32)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو ڀڳتِ اَييدُ پَرَمَ ري،
جَنهِن تي پورو سَتِگُروءَ، پرچي هَٿُ ڌَري،
سامي ڏسي نَري، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

(33)

وِرلو واپاري، سَودو ڪري سَچَ جو،
پَري ڪيپَ ڪميا سان، ڀڳتِ جي ياري،
سامي لوڪَ پرلوڪ جي، سُڌِ رکي ساري،
ڪري نِيزاري، سنمک تِئي شاهَنِ جي.

(34)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو ڀڳتِ اَييدَ اَلا کَ جي،
جَنهِن تي پورو سَت گُرو، پَرچي هَٿُ ڌَري،
پَلَڪَ نہ تئي پَري، سامي تَنهِن ڪون سُپرين.

(35)

وِرلو جَنُ وِيو، ڪو لَنگهي پارِ سَمُندَ ڪون،
جَنِهن ڪي مَردَ مَلاحَ جو، سامي سَنگُ تِيو،
تنُ مَنُ سِڪَ سَچيءَ سان، پَتَڻُ پيٿ ڪيو،
چَڏي جاڻَ پيو، پَتي پڳتِ جَهازَ ۾.

(36)

پڳتِ اَپيدَ ڪَري، جيڪو سِڪَ سَچيءَ سان،
سامي تَنهن کون سُپرين، پَلَڪَ نہ تِئي پَري،
اَنئي پَهَرَ بَري، مَهان مَشعالَ اندرَ ۾.

(38)

انَ پڳتِ ڪَري، اَنئي پَهَرَ عَجيبَ جي،
ساکي سَمَ جاڻي ڪَري، سَبَ سان ياءُ ڏَري،
سامي اَجَرُ جَري، تہ سَنَمُکُ ڏِسي سُپرِين.

(38)

سامي جنهن راڌو، پڳتِ پِيجُ پَوَنِ ۾،
رِيجهِي تنهن تَدَروپُ تِي، اَمرت ڦَلُ ڪاڌو،
رَهي وِديهي ديهہ ۾، اُپَ جان آلادو،
گهاتو ءِ واڌو، ڪوڙو جاڻي ڪَلِپَتَ جو.

(39)

ريهِي جنهن راڌو، پڳتِ بيجُ پَوَنَ ۾،
سامي تَنهن تَدَروپُ تي، اَمرتُ ڦَلُ ڪاڌو،
رهي وِديهي ديهہ ۾، اُپَ جانَ آلادو،
گهاتو ءِ واڌو، ڪُورو جاڻي ڪَلِپَتَ جو.

(40)

ڇپيو ڪين ڇپي، سورج جان سنسار ۾،
ڪَڏي جنهن ڪِرپا سان، ڪَلِپِتَ سڀ ڪپي،
ٻِيائيءَ ري ٻانيَڻ ڇئي، جاڳي رامُ جپي،
ڳاري مجھ ڳپي، تان ٻي رهي اَليپ اَڪاس جان.

(41)

نارايَڻَ جي نام جو، ڏريو جَن ڏيانُ،
ڪوري ڪَسي ڪَڏيو، تَنِ اَندرَ مون اَيمانُ،
سامي رهن صاف سدا، پائي ڳُرڳيان،
تَنِي کي ڀڳوان، مالِمُ مَنجهيئي ٿِيو.

(42)

جَني لِنوَ لائي، سي سَڀِ لالُ ڳلالُ ٿِيا،
جَتَ ڀِڃارا پاوَلي، موچي، کٽي، نائي،
چَڙِهيا اَنيئه اَڃَ تي وِڃائي وائي،
سامي سدائي، ماڻن دَورَ دَرسَ جا.

(43)

سامي ڪينَ رَڃِي، ڳالهيون ٻُڌي ٽُنهنجون،
ٽُنهنجي ڪارَڻِ سُپرين، ڏِنُمِ سَڀُ تَجي،
مِٽي لايَمِ مُنهَن کي، ٻُڌي جڳَ سَڃي،
ڏيئي دَرَسُ ڪَجي، پاڻُ لَڃائين ڪِينَڪِي.

(44)

رَڪي جَنِ رَڃا، پرچي پنهنجي پيءَ سان،
سي ڦُرني ڪون ڦارڪُ ٿِيا، ڇَڏي لوڪ لڃا،
مِلي ڪَنِ مَڃا، سامي شُڌِ سَروپَ سان.

(45)

ڏِٺو جَنِ ديدارُ، سامي سُپيرِيَنِ جو،
چَڙهيو رَهي چت جي، تنين کي تڪرار،
اُتري ناهه خُمارُ، اٺئي پَهَرَ اکن مون،

(46)

جاڳي ڏِٺو جَنِ، سامي سُپيرِيَنِ کي،
سي ننڊَنِ جي نِروارَ کون، پَلَڪَ نه پاسو ڪَنِ،
ٿَڌِ گرمي ڏُکَ بُکَ اُڃَ، سِرَ تي سَيَ سَهَن،
اٺئي پَهَرَ رَهَنِ، اڳيون بَندي هَٿِڙا.

(47)

ڏِٺي رَنگ يَري، مورَتَ مَحبوبَنِ جي،
جِيَڻَ مَرَڻُ ڏُکَ سُکَ جِي، اُپدا سَيَ ٿري،
سامي جيءُ ٺري، سُمهيو سُکَيَتَ سيجَ تي.

(48)

جنهن کي آيو پيُو، گرگمَ پِڳَتِ اپيدَ جو،
مِٺيو تنهِن جي مَنَ مون، سامي سَيُ اَهَنميو،
ڏسي ڪو نه ديوُ، چيتيءَ اٺون ڪُنچَرَ ۾.

(49)

جنهن کي رَسُ آيو، پاري پاو پِڳَتِ جو،
تنهن مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، سنسو مِٽايو،
لَنگهي چڙهيو لَکَ تي، وِرتي وَرايو،
سامي سَمايو، ڏِسي سَيَ عالم ۾.

(50)

جَنِ جو مُنهُن مَحَبوبَ ڏي، سي اُروار نه پار،
ٿَتي تَن جو تَڪيو، جَتي بيڙي نه بارِ،
لُڙ لهريون تِکَ تارِ، تَنِ نَظَرِ نه آيو نينهن ري.

(51)

اَچي گهرِ واسو، سامي سُپيرِيَنِ ڪِيو،
مَحبوبَن جي مُنهن ڪون، ڪَريان ڪِيئن پاسو،
پاڻُ نہ رهيو پاڻَ ۾، ڏِسي تَماشو،
جيئين پَتاشو، پاڻيءَ مَنجهہ پاڻي ٿِيو.

(52)

اَڳُ نہ ڄاتُم ڄاڻُ، تہ ڪو ساهُ بِنهي جو هِڪڙو،
لائي چِٽُ چَريو ڪَري، پوءِ ڪَڍي وئين پاڻُو،
هاڻي لُنوَ لُنوَ مَنجِهہ وَتاڻُ، پائي وينين پانهِنجو.

(53)

ٿَڪيءَ لَڌو تانءُ، اَچي دَرِ دوسَنِ جي،
پرِيَنِ ڏِريو پانهِنجو، نماڻيءَ تي نانءُ،
سُڪا سَرَ ساوا ٿيا، اُنو گهگهہ گِرانءُ،
آڇِي تِئڙيس آءٌ، سامي سَيَ ڏُکَنِ ڪون.

(54)

پِيالي مَنجهون پِرَ جي، ڏُکو ئي دولتَ،
پِيتو جَنِ پُرِ ڪري، سي ٿيا مَتارا مَتَ،
سي ڪَتِنِ ڪِينَ اَڪَتَ، ماهِلُ ٿِيا مَهران ۾.

(55)

بَندگي بَرَحالُ، ڪوڙِنِ مَنجهون ڪو ڪري،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، سامي جڳَ جَنجالُ،
رَهيو نہ رَتيءَ جيترو، هَنئُمَنُن ريکَ رَوالُ،
مَنجهي حالَ نهالُ، مِلي ٿِيو مَحبوبَ سان.

(56)

جاڳيو پڳتِ اَنگورُ، وَرِڪا ساڻُ گُروءَ جي،
سو وَڏي ٻوڌ ٻرڇُ تِيو، دَهَ دَسان پَرَپور،
تَنهن ۾ ساڪي ڦَلُ لَڳو، اَنيَئِہ آتَمَ سُورُ،
حاضران حَضور، سامي ڏِسي نہ رَهِيو.

(57)

ڪَتَڻَ جي ڪوڏي، اَئثُ اُپوئي نہ ڪَري،
سامي سَدائي رهي، آتڻ ۾ اوڏي،
تَندُ تند سان توڏي، ٻَائي غيرُ ڪڍي ڪري.

## سِڪَ (الف)

(1)

ويـدَنِ پُـرانـنِ ۾، چَـرچـا هـيءَ چـلِـي،
سُپيريان جي سِڪَ جي، تـون ڳـولـي لَهُـ گَلي،
سـامـي سـا مِـلـي، جـنـهـن ڏهَ ڏِنـو دوسَ کـي.

(2)

هَـزارنِ جـي هِـڪَ، ڳَـالـهـ ٻُـڌائِـي سَـتِ گُـروءَ،
مِليا سي مَحَبوبَ سان، جَن کي سَچي سِڪَ،
ڪَـڏي تِـيَـنِ ڪِـيـنَـڪِـي، اوٺـا ۽ اَڙِڪَ،
ٻِيا ٻـانـيَـڻُ چَـئـي ٻـالَـڪَ، ٻُـلـي پِـيا ڀَـرَمَ ۾.

(3)

جـيـڪـو هِـنَ ويـلـي، اچـي سِـڪَ سَـچيءَ سـان،
تَنهِن کي ڏِيان تَـتَـڪـالُ ۾، مَـنَ مـوهَـنُ مـيـلـي،
کَلل ري کيلي، پـيـو سـامـي چَـئـي، سـنـسـار ۾

(4)

سَـهَـسـيـن رَڳـنِ سَـڌُ، سـامـي سـپـيـرِيَـن جـي،
پـيـرُ نـہ پـائِـنِ هِـڪِـڙو، مـوهِـيـا مـايـا مـڌ،
حَدَ ڇَڏي بي حَدَ، ڪـو پـهـتـو پُـورو پـرِيـت وان.

(5)

ڪَنهِن وِرلي ڏِنو هِڪَ، پانهِنجي اکئين پاڻ کي،
جنهن کي ڏني سَتِ گروءَ، سامي سَچي سِڪَ،

چَڙهي رَنگَ مَحَلَ ۾، ماڻي موجَ اَڏِڪ
پِيا سڀ چِٿِنِ چِڪَ، تا سَمُجَهه وَرائي سِڪَٿا.

(6)

دَرِسَنَ جو پياسي، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
سامي ڪَٿِي جَنهن سِڪَ سان، جِيئندي جَمَ ڦاسي،
اَلَڪُ اَبِناسي، ڏِسي نِتُ نِربِاڻُ تي.

(7)

پِريتِ بنان پِريتَمُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪِي،
سَمجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون رَکي مَنِ مَرَمُ،
ڪٽي پيرُ پِريَنِ ڏي، لاهي گوندَرَ گَمُ،
جي ڪو اَتي ڪَمُ، پَسَڻَ مَنجِهه پِريَنِ جي.

(8)

بِنان سِڪَ سَجَڻُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪِي،
نِڪِري ڪينءَ ڏهيءَ ري، منجهون ڪيرَ مَکَڻُ!
ڦَلَ وَرائي وَڻُ، سامي سُجو سُڪِٽون.

(9)

سَجَڻُ وَرائي سِڪَ، ڪَنهِين پاتو ڪينَ ڪي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، هنئڙي رَکي هِڪَ،
تَہ مِٽي وَجيئي مَنَ مون، ڪوٽَ جَنَمَ جي چِڪَ،
ناحَقُ چِتِ مَ چِڪَ، پُلِي مَنَ جي ياءَ تون.

(10)

سِڪَ وَرائي سُڌِ، پَوي نہ پورڻَ پَدَ جي،
اِئين چَوَنِ تا اَنيئي، ڪيوَل ڪرپا نِڌِ،
جِنِ ڪي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي بيحَدَ بُڌِ،
ميٽي واد وِوِڌِ، اِستِت تِيا آڪاس جان.

(11)

ٻـنـان سِـڪ سَـمـاءُ، پَـئـي نـہ پـورڻ پَـد جـو،
اِئـيــن چَـوَنِ تـا اَنـيَـئـي، جَـنِ کـي آيـو سـاءُ،
جـاڳـي کـيـائـون جـڳ جـو، اُشـنـائِـي اَيـاءُ،
چـاڙـي دلـبـر داءُ، پـاسـي ٿِـيَـنِ نـہ پـيءَ کـون.

(12)

سَـجَـڻُ رَنـگِـيـلـو، اَچـي مِـلـيـو سِـڪَ سـان،
سـامـي سَـڀُ پُـلـي ويـو، کُـتـنـبُ قـبـيـلـو،
اِهڙو تِيو حِيلو، تان يي سُجهي کِينَ سجڻ ري.

(13)

مورَکَ مَن جي ياءِ، کوهُ کرين تو کَلِپنا،
کَنهن پَدُ پاتو کين کي، سَچيءَ سِڪَ سواءِ،
سَمُجهي تون سامي چَئي، اَنتَرَ مُکِ لِنوَ لاءِ،
تہ لُنؤ لُنؤ مَنجِهہ لَکاءِ، مورَت مَحَبُوبَنِ جي.

(14)

ٿـکـيءَ لَڌو تـوکُ، سُپـريـان جـي سـڪ مـون،
مِـٿـي وِيَـڙو مَـنَ مـون، سـامـي سَـنـسـو سـوکُ،
مَـنـجـهـي لـوکَ اَلـوکُ، ڏِنـو پَـدُ پـريَـنِ جـو.

(15)

سِـڪَ مـون لَڌو سَـچُ، گُـرَ پَـرسـاديـــن گـودڙي،
کَـڍِيـائـيـن اَنـدرَ مـون، سَـيـو کَـلِـپَـتَ کَـچُ،
باري مَحَبَتَ مَچُ، سامـي کَـيـائـيـن سـوجـهـرو.

(16)

سِـکَ ري صـفـائـي، اَچـي کِـيـنَ اَنـدَر کـي،
تـوڙي سَـڀِ سـاڌَنَ کَـري، پـائـي سِـر چـائِـي،

اِها ڳالهہ سَمجهہ ۾، ڪَنهِن وِرلي ڪي آئي،
ڳُرگمَ جَنهن لائي، سامي لِنوَ سَروپَ سان.

(17)

سِڪَ ساڪياتُ ڪِيو، جاڳائي هِنَ جيءَ ڪي،
سورِجُ آيو سِرَ تي، اَوِديا پَرَمَ وِيو،
ٻانيَڻُ چَئي ٻيو، نَظر نہ اچي نِينهَن ري.

(18)

سَچي سِڪَ آئِي، تَڏي ساگرُ تَرَڻُ سُگمُ تيو،
مِلِي مَهَدِ جَننِ سان، انيئہ لِنوَ لائي،
اَوِديا ڏُکُ اَندَرَ ۾، رَهيو نہ رائي،
سَهَجِي سَمائي، مايا مَحَبوبَن جِي.

(19)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي ساگرُ تَرَڻُ سُگمُ تِيو،
مِلي مهد جَننِ سان، مَمتِ مِٽائي،
سَندِ ڏِسِيائون سَرَ جِي، سِيتَلُ سُگدائي،
سامي سَمائِي، لُڏِي لَهَرَ سمندَ ۾.

(20)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي مِٽِيئي مطلب تِيا،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مَمَتا مِٽائي،
ڏِنو اَنيَئي آتما، سُتَهَہ سُگدائي،
سامي سَمائي، لُڏِي لَهَرِ سمندَ ۾.

(21)

وَڃي سِڪَ سَهي، ڪَيو دَرُ دوسَنِ جو،
سَنسو سِيرُ سُيَرَ ۾، ويڙو سڀ وَهي،
آتَمُ لعلُ لَهي، سُکي ٿِيو سامي چَئي.

(22)

وَڃي سِڪَ سَهي، ڪيو دَرُ دوسَنِ جو،
سَنسي سِيرَ سَمُنڊ ۾، وِيَڙو سَڀُ وَهي،
باقي لالُ لَهي، سُڪي ٽينو سامي چَئي.

(23)

پَلِ پَلِ ڪيمَ پُڪارِ، دَرِ دَرِ ديوائنِ جان،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، هَرِ جَسُ هِردي ڌارِ،
جَنَمَ مَرَڻَ دُڪَ سُڪَ جو، سَنسو پَرَمُ نِوارِ،
تہ لنگهي پَوين پار، سَهَجي اوڙيا سِنڌُ ڪون.

(24)

سامي چَويئي سِڪُ، سدا سِڪَ سَچيءَ سان،
رَکي پنهنجي روح ۾، ثابتُ هِڪُ صدِقُ،
ڪَري نہ ڪَتَرَ جيترو، پُلي قير فرقُ،
مَهَر ڪري مالِڪُ، گڏُ گڏيئي گوڊِڙيا.

(25)

اکن منجِهہ اوطاقَ، آهي يارَ عَجيبَ جي،
سدا پَسنِ سِڪَ سان، مَحَبتي مُشتاقَ،
جي جِيئندي ٿِيا جڳ کون، بانيَڻُ چَئي بي باڪَ،
خلوَتَن جِي خاڪَ، لائي وينا لعلُ تي.

(26)

سامي سَمُجهي لاءِ، اکيون ساڻُ عَجيبَ جي،
بِنان سِڪَ سَچيءَ جي، ڪنهن جي ڪانهي جاءِ،
جي توکي پياسَ پَسَڻَ جي، تہ جيئندي پاڻُ جلاءِ،
تہ اچي پولي پاءِ، سهج ملني سُپرين.

(27)

عجائب آهي، مورت مَحبوبَن جي،
اَنئي پَهَرَ اَندَرَ ۾، رَهي ڇَپَ ڇائي،
بانيَڻُ ٻُڌائي، سَچيءَ سِڪَ وارن کي.

(28)

اچي سِڪَ وَڏِي، پريَنِ جي پَسَڻَ جي،
ديکِيا پوري گُرَ جِي، ڇِڪي ڳنڍِ ٻَڌِي،
سامي‌ءَ ڳنئين سِرَ تي، نيڪي اَئون بدي،
لُنؤ لُنؤ مَنجِهه لَڳِي، مورَتَ پانهِنجي مِترَ جي.

(29)

ڪَتي ڪَرَمَ وَڏِي، ڪا راتيون ڏينهان سِڪَ سان،
جنهن لائي چِتُ چَرخي سان، چِنتا چاهَ ڇَڏي،
رَهي ڳَڌُ ڳَڏِي، سامي ساهيڙين سان.

(30)

ڪَرِ ڳُجهائي ڳولَ، پيراندو پِرَ جو،
مَنجهي سِڪَ سامي ڇئي، تون ڏوري لَهُه اڏولَ،
يَڄُ مڙيوئي پولَ، تَہ سهج ملني سُپرين.

(31)

دَر دَر ڪيمَ ٻُنداءِ، سامي سِڪَ پِريَنِ جي،
اَنتَرَ مُکِ اَدَبَ سان، لنوَ لِڪائي لاءِ،
تہ لُنؤ لُنؤ منجهہ لَڪاءِ، مورَتَ مَحبوبَنِ جي.

(32)

جَنهن کي پوري پريتِ، مَحبوبَن جي مَنَ ۾،
سو نڪي گُهمي ڏيورا، نڪي گُهمي مَسيتِ،
ڇاڻي سَبَ سَنسارَ جي، ڪوڙي ڪَلِپِتَ ريتِ،
پِرينِ ري پرتِيتِ، ڪَنهِن تي ڪَري ڪِينَڪِي.

(33)

جَن کي لَڳِي لوڙَ، پَکِي پيءُ پَسَڻَ جي،
سي ساڏَنَ رَکَن سِرَ تي، سَهَن وَچَنَ ڪَنور،
سامي ڪيائون مَنَ جِي، ڳوٺَ اڳمَ ڏي ڊوڙ،
ماڻِن درسَنَ دَورَ، اورن اورَ عجيب جِي.

(34)

جنهن کي لڳي سِڪَ، سامي سُپيريَن جي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، ٻي سَيائي چِڪَ،
مورَتَ مَحَبوبَن جي، سَڀِ ۾ ڏِسي هِڪ،
راتيون ڏينهان تِڪَ، لائي وينو لَڪَ سان.

(35)

جَنهِن کي سَچي سِڪ، اديون عجيبَن جي،
سا پَلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي، حاضُريءَ کون هِڪَ،
سُمهي سُکَپَتَ سيجَ تي، ويڙهي سَڀ وَرقَ،
ٻيون سَڀِ چِٽِن چِڪَ، سِڪَ وَرائي سِڪَڻي.

(36)

جَن کي سَچي سِڪَ، سامي ڏِني ستگروءَ،
مِليا سي مَحَبوبَ سان ويڙهي سَڀِ وَرِقَ،
ڪَنهِن کي جاڻَن ڪِينَڪِي، رَتي ائون اَڏِڪَ،
توڙي ڪِلي خَلِق، تان پي مَستَ رَهَن مهراڻَ ۾.

(37)

جَن کي سِڪَ ثابوت، آهي عَجِيبن جي،
تَنهين ڏِنو سَڀَ ۾، سامي ساکي پوٺ،
ٻِنان درسن قوٺ، ٻيو ڪَڏي ڪَرن ڪِينَڪِي.

(38)

جن ڪي سَچي سِڪَ، سي پاڙيهي پَڏِرا،
سامي ٿِيا سنسارَ جي، ڦُرني ڪون ڦارِڪَ،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، هَرِدَمُ ڏِسَنِ هِڪَ،
پِيا سَپِ چَٽنِ چِڪَ، تا مورَڪَ جيءَ مَرمَ تي.

(39)

جَن ڪي سَچي سِڪَ، سي پاڙيهي پَڌرا،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، هر دَمُ ڏِسَنِ هِڪَ،
سامي لائي لالُ ٿِيا، لِنوَ لِنوَ ساڻ لَٿڪُ،
پِيا سَپِ چَٽِن چِڪَ، مورَڪَ مَتِ مرم ري.

(40)

جَن ڪي سِڪَ سَچي، سي پاڙيهي پَڌرا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، مَرنِ ڪِينَ پَچي،
سامي چڙهيا سُميرَ تي، ڪَٽي ڪلپَ ڪَچي،
رَهنِ رَنگَ رَچي، سُتَهَ شُڌُ سروپَ جي.

(41)

جَنهِين سَنڌِ لَڌي، گُرگُمَ آتَمَ سُکَ جي،
سامي تَنهِن ساپُرسَ جي، ويئي سِڪَ وَڌي،
چِڪي جِيَ بَڌي، بيحدَ جي بولَڻَ ڪون.

(42)

سامي سِڪَ سَمَرُ، پَرچي ڪنيون جنهن پاڻ سان،
سو وَجي پنهنتو پَدَ ۾، پريمي ڪري پَڌَرُ،
جِتي تون مان ناهه ڪا، نِڪو سَجَ شَهَرُ،
بِنان اَنگ اڪرُ، ڪري اُجارو اَنيئي.

(43)

لُنو وارو ڪِينَ لِڪي، سورَجَ جان سَنسارَ ۾،
جاڳي ڪَڍِي جَنهِن جيءَ مون، دُبِدا سَبَ ڏِڪي،
سامي سَدا سِڪي، پائي سُکُ سَروپَ جو.

(44)

لُنو واري ڪِينَ لڪي، سورِجَ جان سنسار ۾،
سامي جَنهِن کي سَتِگروءَ، پل ۾ ڪَڍيو چِڪي،
پائي سُکُ سِڪي، پل پل ڪارڻ پيءَ جي.

(45)

لِنوَ وارو ڪِينَ لِڪي، سورِجَ جان سنسارَ ۾،
جاڳي ڪَڍِي جَنهِن جيءَ مون، دُنيا سَبَ ڏِڪي،
مَڻِ مَسَتَڪَ تي مَرمَ جِي، جهڳ مگَادِ جَهلڪي،
سامي سَدا سِڪي، پائي سُکُ سروپَ جو.

(46)

جِن کي سِڪَ ڪَيا، آڪيرا اَندَرَ ۾،
سي چَڏي خيال خلقَ جا، پَنهنجيءَ مَنجِهہ پيا،
ڏِسي مُنهن مَحَبوبَ جو، عينُ اَيِيدُ ٿِيا،
بانيَڻُ چَئي بِيا، مورِکَ پَوَنِ مَرمَ ري.

(47)

جَنِ کي سِڪَ ڪَيا، آڪيرا انڊَر ۾،
سي پَو ساگر جي پيڙَ کون، لَنگهي پارِ پيا،
ڏِسي مُنهن مَحبوبَ جو، عينَ اَيِيدَ ٿِيا،
بانيڻ چئي بيا، ڳالهيون ڪَنِ زبان سان.

(48)

ساري وِسُ وِڱي، وَهِي واچَ وَهَڻَ ۾،
لنگهي چَڙهيو لڪ تي، ڪو طالِبي تِڱي،
جُنهِن ڪي ساڌَ سَنگَتِ جي، رَمِزَ هَٿِ لِڳي،
اَنيئه جوتِ جڳي، سامي ڏٺائين ديهه ۾.

(49)

اَنيئه اِشارو، سَنت ڏِيَن ٿا سڀَ ڪي،
سَمُجهي ڪو جَڻُ سورمو، سَچيءَ سِڪَ وارو،
جو ڪَري نه ڪَتَرَ جيترو، دَنيُءَ ۾ ڏيڪارو،
نئيَ جان نِيارو، سامي رَهي سَريرَ ۾.

(50)

سُتَهه سِڌِ سَمتا، سنت لڪائن سڀ ڪي،
سمجهي مِليا سَروپَ سان، پريتِوانَ پُختا،
مَنَ سُوڌا ميدان مون، جَنِ يوڌا پنجَ جِيتا،
مَمَت کون مُڪِتا، سَدا رَهِن سامي چئي.

(51)

دوست جو ديرو، وَڃي سِڪَ سَهي ڪَيو،
مِٽايائين مَنَ مون، يَوَ جل جو ڀيرو،
ڪري نبيرو، سامي چڙهيو سِيرَ تي.

(52)

رمتا رامُ رَهي، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ تي،
پَرچي پيرادِنِ سان، ڪو لوڙيندڙُ لَهي،
ڏُکُ دَردُ نِرمانِتا، سِرَ تي سَڀُ سَهي،
وِيا ڪُل تي نه رَهي، سامي سَنسي پَرَمَ ۾.

(53)

دوستَ دِلِ گسِــــــي، وَدي دَرِسَـنَ داتِ سـان،
بِـنـان سِـکَ اَنـدر ۾، ٻـي ڳـالهـ کـانَ وَسـي،
سـامـي سَدا ڏِسـي، سَنـمُـکُ ويـنـو سُـپـريـن.

(54)

سَجَڻَ تُنهـنجي سِکَ، پَلَکَ پَراهون نـ ٿِئي،
اَنـئـي پَـهَـرَ اَنـدَرَ ۾، ٻَـڏي بـيـنـي ٽِـکَ،
جاڻِـي بـيـحَـدَ بـانـوَرِي، کِلِـــي سـپ خَـلـق،
ورائـي وَرِق، سُـتَـهَـ مِـلُ سـامـي چَـئـي.

(55)

سِکَ کَيو سوڙو، ساهُـ تـ منهـنجو سُپرين،
کـائـي نـ کَـڻُ سـامـي چَـئـي، مَـڏُ پَـري ٻـوڙو،
کُـهـي نِـتُ کُـنـيءَ کـي، پـائـي پـاکـوڙو،
والِـڻَ وِچـوڙو، مِـلِـي کَـٽِ مُـئـيءَ جـو.

(56)

سِکَ ويئي ويڙي، جاني تُنهـنجِي جيءَ کي،
اُٽـنـدي وِهَـنـدي گُـهـڻَ جان، کـائـي کَـنـيـڙي،
گِـهـڙي نِـيـائـيـن گـارَ ۾، سـامـي مَـنُ مـيـڙي،
نِـرِکِـي نِـهـوڙي، تـ چُـٽِـــي داسُ دَرِدَ کـون.

(57)

لايئـ ويـل وڏي، ساجَنَ سِکَ سـوڙهـو کـيـو،
اَچـي اَڏَ مُـئـن تـي، کَـنـديـن مِـهَـرَ کَـڏي،
تَـڙقـي تَـڙقـي تـن مـون، ويـنـدو سـاه جَـڏي،
سامـي چـئي تَـڏي، ميـلـو کـنديـن کَـنِ سـان؟

(58)

سچڻُ سِڪَ سِڪِي، سامي لَڌو ڪنهن ساڏَ جَنَ،
سَدا ماڻي سارُ سُڪُ، سو پريمي پُلِڪي،
وَجي ڪينَ وِسَنِ جان، طمع ۾ تِرِڪي،
جاڻي سونَ تِڪي، هينون مَتون هِڪڙي.

(59)

نڪو آرُ نہ پارُ، سُپيرِيان جي سِڪَ جو،
سُنوائيءَ بِنان سپ ڪي، اَچي ڪينَ قرارُ،
مَچيءَ جي مَنَ ۾ وَسي، پاڻي پِرانَ آذار،
سامي سِرَجَڻ هارُ، پَلڪَ پراهون نہ ٿِئي.

(60)

مَنجهين لوڪَ لِڪيہن، تون پاڻُ نہ ڪَريہن پَڌرو،
اٿ ئي پَهَرَ عَجيبَ جي، مَنجهين سِڪَ سِڪيہن،
چاڪَنِ مَنجِهہ چڪيہن، تہ پاڻُ بَنڌِني پٽيون.

(61)

اَنتَر جامي جاڻُ، سامي سُپيرِيَن ڪي،
رَکي سِڪَ اندَرَ ۾، پِگتِ ڪَريہن پَي ساڻ،
رَهيہن سَدائِي سهجَ ۾، ڪَڍِي پانهنجو پاڻُ،
تہ نِماڻن جو ماڻُ، پَرچي ڪَريئي پاتِشاهُ.

(62)

قولي فَقِيرَنِ، سَچُ لَڌائون سِڪَ مون،
تَتِ ڪِيائون تَڪِيو، جَتِ مهرؤن ميگهہ وَسَنِ،
مِلي مَوجان ڪَنِ، اَنئي پَهَرَ عَجيبَ سان.

(63)

سامي سِڪَ سچي رِکي، جَني جَپيو هَرِ،
گھٽِ وَڌِ جاتِ اَجات جِي، ٿَن تِي نظر نہ ڌَرِ،
ڇَڏي ديھہ اِيمان کي، ٿِيا سِيني کون سَرِ،
وينا رهن گهرِ، رکن سُڌِ آڪاس جي.

(64)

جنهِن کي لَڳي پِياسَ، سامي سُپيرَين جي،
مِٽي ٿَنهِن جي مَنَ مون، ٻِي سِيائي آسَ،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، ڏِسي سَڀَ ۾ خاصُ،
ٻيو سَڀُ سَمُجهي ناسُ، ٻِنان مورَتَ اُن جي.

(65)

سِڪَ مِلايو يارُ، ساڌوءَ سنگِ سامي چَئي،
اَندَرِ ٻاهَرِ دَهَ دِسا، ڏِٺو دِبَ ديدارُ،
ٿِئڙو جَئِہ جَئِہ ڪارُ، اوِديا ڪَلِپِتِ نہ رهِي.

(66)

پِرين ڳالهين کون پارِ، اِتِي ڳالهيُن جي ڳوٺَ ۾،
سامي سِڪَ سچيءَ سان، تون ويهي سَنڌِ ويچارِ،
اَوِديا پَرَمُ نِوارِ، تہ لَهين پيرُ پِريَنِ جو.

# سِکَ (ب)

(1)

بِنان سِکَ سَڄَڻُ، کَنهِين پاتو کِينَکِي،
ساکَ ڏِئِي سُوڍِي سَچِي، نيهي پُرکُ نِپَڻُ،
مِٺِيو جَنهِن جي مَنَ مون، پولائو پَوَڻُ،
سَدا پاکُ پُورَڻُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(2)

بِنان سَمُجَهہ صِدق، پَدُ پرايَتِ نَہ ٿِئي،
وَجي پُڇُ تَنِين کون، جَن کي سَچي سِکَ،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، هَرِدَمُ ڏِسَن هِکَ،
پِيا سَپِ چِٽِن چِکَ، مورَکَ جيءَ مَرَمَ ري.

(3)

سِکَ ري صَفائي، اَچي نَہ دِلَ دَرِپَنَ کي،
پُڇي ڏِسُ پِريمن کون، جَني لِنوَ لائي،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، اَنيَئِہ ۾ آئي،
سامي سَدائي، ماڻِن دَورَ دَرِسَ جِي.

(4)

سچي سِکَ آئِي، ساگَرُ تَرَڻُ سُگَمُ ٿِيو،
کَيائِين کَلِپِتِ کوڙَ جِي، سارِي صَفائي،
چِنتا رَهِي نَہ چِتَ ۾، پَنهِنجي پَرائي،
بانيڻَ چَئي پِيائي، ميٺيائِين مَنَ مون.

(5)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي ساگَرُ تَرَڻُ سُگَمُ ٿِيو،
اِئيــن چَــوَنِ ٿــا اَنـيَـئـي، ســاڌو سَــدائــي،
پــاڻُ وَرائــي پــاڻَ ســان، جَـنـي لِـنـوَ لائـي،
بـانـيـڙَ! سڀ بـيـائي، ميـتـي ويـنـا مَنَ مـون.

(6)

جَنِ كـي سِـڪَ سَـچي، سي پـاٽـيـهـي پَـٽرا،
كــايـا، مـايـا، كُـلَ ۾، مَـرَنِ كِـيـنَ پَـچـي،
سَتـي وِڌائـون سِرَ تـون، كَـلِـپَـتِ پـنـڌَ كَـچـي،
رَهـيـا رَنـگِ رَچـي، سـامـي سُـپـيـريـنِ جـي.

(7)

سِڪَ وارو كِينَ لِكـي، سورِجَ جان سَنسار ۾،
جَنهِن سِكِيا داتِ گُروءَ جِي، بَڏي گُنڊِ چِكي،
ويـنـو اَنـيَـئِـہ تَـخـتَ تـي، دُشِـمَـنَ سَـڀِ ڏِكـي،
سامـي سِـڪَ سِـكِــي، پـورَنُ جاڻِي پيءَ جِي.

(8)

جَنِ كـي سِـڪَ سَـچي، سي پـاٽـيـهـي پَـٽِرا،
كــايـا، مـايـا، كُـلَ ۾، مَـرَنِ، كِـيـنَ پَـچـي،
نِـرتِ كَـنِ نـارَدَ جـان، نـانـا يـاءِ نَـچـي،
رَهِـيـا رَنـگِ رَچـي، سـامـي سُـپـيـريَـنِ جـي.

(9)

جَنِ كـي سِـڪَ سَـچي، سي پـاٽـيـهـي پَـٽِرا،
كــايـا، مـايـا، كُـلَ ۾، مَـرَنِ كِـيـنَ پَـچـي،
سُپَني جي سَنسارَ جي، جاڻَنِ كَلِپَ كَچي،
رَهِـيـا رَنـگِ رَچـي، سـامـي سُـپـيـريَـنِ جـي.

(10)

تـوڪـي جـي آهـي، سَـچـي سِـڪَ پـريَـن جـي،
تـہ جَـڏي لـوڪَ لَـجـا ڪـي، پَـؤ پَـڌَرِ ڪـاهـي،
سامـي چَـڙهُـہ سوريءَ تـي، قُـرِنـي ري قـاهـي،
پَـٽُ پَـرِدو لاهـي، پَـرِتـڪِ ڏِسُ پُـورَنَ ڪـي.

(11)

سِڪَ ڪَري سونهِين، عاشقَ هَلِيا عَجيب ڏي،
سامـي ڏِنـائـون ساڌَ سَـنـگِ، اَنـيَـئِـہ اُڱـوهِـيـن،
پـائـي ويـنـا پَـدَ ۾، دَرِسَـنَ جـي دونـهـيـن،
تَن ۾ تونهِين تونهِين، سُتَهَ ڪَنِ سامي چَئي.

(12)

سُـڏِڪـي سَـڏُ ڪَـري، نـارِ نِـمـاڻـي بِـرهَـڻـي،
تُنهِنجيءَ سِڪَ اَلِڳُ ڪَيو، پـرِيـن تـيءُ نـہ پَري،
پُـچـي پـانـدِيُـرنِ ڪـون، رُئـان رَتُ پَـري،
سـگـهـان نـہ ڌيرَ ڌَري، سُتَتِ مِلُ سامي چَئي.

(13)

موهَنَ مُنهنجو مَنُ، تُنهنجي سِڪَ سوگهو ڪَيو،
لُنؤ لُنؤ مَنجِهہ لَڳِي رَهي، تَـڪـي تَـرِقـي تَنُ،
پـچـي پُـڪـاري سَـڏُ ڪَـري، سَـهـي سَـيُ وَچَنُ،
ڏُڪـيءَ ڪـي دَرِسَـنُ، سُـتَـتُ ڏي سـامـي چَـئـي.

(14)

سَـجَـڻَ سـورَ چَـيـا، وَجـنِ نـہ وِچـوڙي جـا،
تُـنهـنجـيءَ سِـڪَ اَنـدَرَ ۾، چـيـڪَ اَنـيـڪَ ڪَـيـا،
سامـي چَـئـي چَـڪـورَ جان، سُـڪِـي نـيـڻَ رَهِـيـا،
ڪَـڏِي ڪَـري دَيـا، دَرِسَـنُ ڏيـنـديـن داسَ ڪـي.

(15)

وينِي وَنجهه ڪوڙي، سَجَڻَ سِڪَ اَندَر ۾،
ڏيئي دِلاسو دِلَبري، نِياڻين نِهوڙي،
اَچي ڏِسُ ڏُکيءَ کي، مهَرون مُنهن موڙي،
ڇَڏجانءِ نه ڇوڙي، سامي ڇَئي پَوَ پيرَ ۾.

(16)

ڏاڍي لاڻِ لورَ، جاني مُنهنجي جيءَ کي،
سَتِيَمِ سُکَ سنسارَ جا، تو تؤن گهوري گهورَ،
اُتندي وهندي ننڊ ۾، اوريان تُنهنجِي اورَ،
اَچي مِلُ چتَ چورَ، سُتتِ ئي سامي چَئي.

(17)

دَيِي ديوانِي، سَجَڻَ تُنهنجي عَشِقَ ڪَيو،
هَنياڻين حيرَتَ جِي، قَهَرَ پَري ڪاني،
سامي سَيُڪو پُلو، ڏِسي جڳُ فاني،
جِيئندي مِلُ جاني، ماري مِلندين ڪَنِ سانَ.

(18)

پَلَڪَ نه تِئي پَري، سِڪَ تہ تُنهِنجِي سُپرين،
هَٽي نِتُ اَندَر ۾، بيحَدِ باڻَ پَري،
سُتَتِ مِلُ سامي چَئي، ڪُنيءَ ڪَرَمُ ڪَري،
تَڏي جيءُ ٺَري، جَڏي ڏِسان هِئَنِ اکِنِ سانَ.

(19)

پَلَڪَ نه تئي پَري، سِڪَ تہ تُنهنجي سُپرين،
هَردمُ هَٽي هِنيانوَ ۾، بيحَد باڻَ پَري،
سامي روئي رَتُ نِتُ، سگهي نه ڌِيرَ ڌَري،
مِلَندين مهَرَ ڪري، ڪِي مارِيندين مُئَن کي.

(20)

سَجَڻَ سِڪَ مُڪِي، سامي سُرتِ سڪيءَ ڏي،
سا اَچي ويئي اوچتي، جُهڳِي مَنجِهه جُهڪي،
نيئي مِير مَحَلَ ۾، ڪِيائين ڏِڪَ ٻُڪي،
چِنتا سَڀ چُڪي، لانوان لَڌيون گهوٽَ سان.

(21)

سَجَڻَ سِڪَ سِرڪِي، ڳولي لَڌو جَنهِن ڳوٺَ ۾،
سامي ماڻي سارُ سُڪُ، سو پريمي پُلِڪي،
وَڃي ڪِينَ وِسَنِ جان، طَمعَ ۾ تِرڪي،
ڄاڻي سو نُٺِڪي، هيٺِيون مَٿيون هِڪِڙي.

(22)

سَجَڻُ سِڪَ سِڪِي، سامي لَڌو ڪَنهن ساڌَ جَنَ،
سَدا ماڻي سارَ سُڪُ، سو پريمي پُلڪي،
وَڃي ڪِين وِسَنِ جان، طَمعَ ۾ تِرڪي،
ڄاڻي سو نُٺِڪي، هيٺيون مَٿون هِڪِڙي.

(23)

خُلقيءَ کي خُلقِي، مِليو مَنُ ڏيئي ڪَري،
پَرِچيو ڪَيائون پاڻَ ۾، پِرِيَنِ جو پُلڪي،
لڳَنِ باهِ بِرِهَ جِي، سَنڌَ سَنڌَ ۾ سُلِڪي،
مَري تِيا مُلڪي، ٻِيائيءَ ري ٻانيَڻُ چَئي.

(24)

سِڪَڻُ سڳرُ توڪُ، لِڪَڻُ تَنهن ڪون اڳرو،
سَمُجهي سَنگِ ساڌوءَ جي، ڪو نيهِي نِهه سوڪُ،
مُڪَ رَکِيو جنهن مَنَ ۾، سامي سَمَ سَنتوڪُ،
لَکِي سگهي نَ لوڪُ، مَوجان ڪَري مَمَتَ ري.

# پريم (الف)

(1)

آءُ تہ پيارياڻءِ، پَري پِيالو پريمَ جو،
سامي هِنَ اوسَرَ ۾، تَنُ مَنُ سَڀُ نارياڻءِ،
ڏهَ دِسِ ڏيکارياڻءِ، اَنيءِ پُرکُ اکِنِ سان.

(2)

سَڀَ جي گهرِ آهي، پِريمَ پَدارَٿُ رامَ ڏنُ،
سامي ڏِسي ڪونہ ڪو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُ لَکائي، تہ ڏِسي پَدُ اکِنِ سان.

(3)

پِيتو جَنهن پِني، پاڪُ پِيالو پِريمَ جو،
سَنتيا تَنهِن سَنسارَ جا، چِڪا سَڀِ چِني،
سَدا رَهي سامي چَئي، پلٽي مَنجِهہ پِني،
ويني مُلهہ گِني، دِلِ ڏيئي دِلِبَرَ کي.

(4)

پريمِ پُڪاري، پَڙو گهمايو پريم جو،
بُڌي ڪو بانيَڻُ چَئي، ڏِيرَ سَچي ڏاري،
پاڻَ وَرائي پاڻَ کي، ڏِسي ڏيئو باري،
نانَتَ نِواري، ماٽي دورَ دَرسَ جا.

(5)

پريمي پَسارو، ڪَري نہ ڪَتَرَ جيترو،
مِٽيو جَنهن جي مَن مون، اوديا اَنڌارو،
پِرتڪ پُورَڻُ آتما، ڏِسي ڏِهارو،
مِليو نِيارو، سدا رَهي سامي چَئي.

(6)

پريمي پاڻَ اَچي، مُئن جي مجلس ۾،
ڪنيون خُلاصو ڪَري، جَنهن ڪي شونق سَچي،
پَتنگَ جان پاڻُ چڏي، ڏِسي مَچ مَچي،
سامي رَنگِ رَچي، سُتهہ سپيرين جي.

(7)

پريمي پِياسو، پياسَ رکي پورَڻُ تِيو،
ڪَڏي ڪَري ڪِينَڪِي، پريتَمَ ڪون پاسو،
سامي رَهي سَنسارَ ۾، ٿيَ جان نِراسو،
ڪِنگِرُ ڪَورو، ڪاسو، جاڻي مولُ مٽيءَ جو.

(8)

جَنهن جي پريمُ پَلي، سَنمُکُ تَنهن جي سُپرين،
سامي سُکُ سَروپَ جو، ڪَنهن کي ڪينَ سَلي،
پَرچو رَهي پَدَ ۾، پَنجَئي دُوتَ دَلي،
هَلي اَئون چَلي، جاڻَ وَڃائي پانهنجي.

(9)

پيالي مان پريمَ جي، رَتِيائي رَحمَتَ،
پيتي جَن پريتِ سان، سي ٿِيا مَتارا مَتَ،
سي ڪَتِن ڪِينَ اَڪَٿَ، ريڌا رَهَنِ حالَ ۾.

(10)

سامِيءَ نَبُ لَڌو، جَنهِن نَبُ نُبِيو سَپَ کي،
مُحَڪَمَ مَنَ ٿَنيي سان، پِريمَ جي دامَ ٻَڌو،
وَلُ چَلُ ڇڏي پانهِنجو، ٿِيَڙو نَبُ ٿَڌو،
سَهَجِي ساڳُ رَڌو، سو کائي نِتُ خوشيءَ سان.

(11)

بِنان لَکَ لَنگهِي، وڃي نہ اُوديا سنڌ مون،
لَهِرون مارن لوپَ جون، نانا رَنگَ رَنگي،
ڪو پريمِي لَنگهي پار پيو، سامي لَتَ سَنگهِي،
صاحب سَرِ بَنگي، ڏٺو جنهن ديهيءَ ۾.

(12)

بانيَڻُ ڪو بُجهي، بيحد بولِي برهہ جي،
توڙي سِياڻو سورمو، پڙهيلُ چو نہ هُجي،
ڪو جَنُ پريمِي پريتوانُ، سَمُجِهيو سُمُجهي،
موتي ڪينَ مُنجهي، اُوديا جي اوندهِہ ۾.

(13)

پُڃي پُڄَ ڪري، يوڳي يوڳَ سُرڳ جا،
پاپي گهور نرڪَ ۾، روئن رَتُ پَري،
سامي رَهن سپ ڪون، پريمِي پاڪُ پَري،
ڏسن ڏيانُ ڌري، پرتڪ پورڻ آتما.

(14)

پريمُ پريمُ سَپِ ڪنِ، پريمُ پُرکُ پَرماتما،
مَنَ ٻُڌِ واڻيءَ ڪون پَري، لکايا لهنِ،
بيا سَپِ بادِ بَڪَن، سَمُجَهہ ري سامي چَئي.

(15)

سامي جَنهِن چکِيو، گُرگمَ پِيالو پِريمَ جو،
اڳِيون تَنهِن عَجيبَ جي، لاهي سِرُ رَکيو،
سَڀَ ۾ سارُ لَکِيو، ڄاڻ وِڃائي پانهنجي.

(16)

سامي سَنياري، پريمِيءَ کي پريتَمُ سَدا،
پڳِتِ ڏيئي پانهِنجي، لُنؤ لُنؤ سَڀَ ناري،
اُوِديا پَٽُ پَري ڪري، دَرِسَنُ ڏيکاري،
وينو نِهاري، سَنَمُکُ سَدا سُپرين.

(17)

لَکين هَزاري، ڳالهيون ڳَنِ ويدانت جون،
سامي سَودو پِريمَ جو، وِرلو ڪو ڏاري،
جو وِهي اَنيئـ هَٽَ تي، نائتَ نواري،
پَرِچي پِياري، سَڀَ کي پيدَ پَرَمَ ري.

(18)

بِرهَنِ کي پَڙِکي، لڳِي باهِـ بِرهَـ جي،
روئي رَتُ اکِنِ مون، سَڏَ ڪري سُڏِکي،
اَچي مِلُ مُئيءَ سان، لالن پوءُ نـ لِکي،
ويندو ساهُ سُکي، تڏِي ڳنڍين مَيلُ مَتي تي.

(19)

بِرَهِي روئي رَتُ، اَنئي پَهَرَ اکِنِ مون،
سَڄَڻَ تُنهنجي سِڪَ ڪِيو، مَنُ منهنجو موهَتُ،
تي بيحد بانوَري، پُلِي سَڀُ جڳتُ،
سامي چَئي سُتَتُ، اَچي مِلُ مُئيءَ سان.

(20)

بِرهڻ نيڻَ يَري، روئي رَتُ اکن مون،
پُڇي پانڌيُرنِ کون، سُڏڪي سَڏُ ڪري،
سامي ڇَئي سُپرين، پيرُ نہ تيءُ پَري،
تڏِي جيءُ ٺَري، جڏِي ميلو ڪري مُئيءَ سان.

(21)

بِنان واڄَ وَڄِي، مُرلي مَنَ مَندَر ۾،
بڌڻ سان پانيڻ ڇئي، ويو پرم پئہ پڄي،
ڪندِ برهمندِ خيال جي، پيئي سڌ سڄي،
توڙيُ رهي رڄي، تاپي ڪري بيک بکين جان.

(22)

ونـي خط ڪاتي، آيو من موهن جو،
تنهن ۾ لکي لِنوَ ڄِي، ڪَتِڻُ کي ڪاتي،
ٻُڌڻ سان پانيَڻ ڇَئي، وَڍِي سَڀَ ڇاتي،
جُهڳي ۾ جهاتي، مَنُ پائي مگنُ ٿيو.

(23)

موهَنَ وڄائِي، مُرلي ڪَدلِي بَنَ ۾،
رَکِي ڌُنِ ڏيرَجَ سان، تانَ تِکي لائي،
گوپِين ۽ گوالنِ جي، سُڌِ ٻُڌِ ڀُلائي،
سامي سدائي، رهن سُکَ سنتوش ۾.

(24)

مُرلي مڌ پَري، ڪانَ وَڄائي ڪونجَ ۾،
مَها مِني موهٽي، ڌُنِ اپارُ ڌَري،
ٻُڌي ٻِن ڪَنَنِ سان، لنؤ لنؤ سَڀَ ٺرِي،
سُڌِ ٻُڌِ سڀ وِسَري، سامي ڇَئي سنسار جي.

(25)

بـيـحَـدَ وَڃـائـي، مـوهَـنَ مُـرلـي مَـڏَ پَـري،
ٻُـڏي ٻُـڏوائـن کـي، پَـلـي پَـتِ پـائـي،
ڇَـڏي خـام خِـيـالَ سَـڀِ، لِـنـوَ سَـچـي لائـي،
سـامـي سـدائـي، مَـسِـتُ رَهـي مَـهِـراڻَ ۾.

(26)

نـارِدَ سَـڀُ قَـبـولُ، پَـتُ پـاٽـي پِڳـتـنِ جـو،
جَـنـيـن ڏِنـو مـان کـي، مَحَـبَتَ سـان مَنُ مـولُ،
لَـئِـہ کَـيـائـون لـنوَ سـان، سـوکـم ۾ اسِـتـولُ،
تون پِي وَڃي جهُولُ، پريم هِندوري تَنِ سان.

(27)

سامي سَمُجهي جَنِ، ٻُولي ٻاوَنَ ٻاهِرين،
پِيالـو پـريـمَ اگـمَ جـو، پَرچي پِيـتـو تَـنِ،
سَـدا سُـپـيـريَـنِ جـي، رَتـا رَنـگِ رَهَـنِ،
کَنهِن کي کِينَ سَلنِ، اَنـيَـئِـہ سُکُ اَندَرَ جو.

(28)

اَچـي پـيـئـي ٻـاڻَ، سـامـي رامَ مـلـڻ جـي،
لُـونءَ لُـونءَ ۾ هَـرِ رَسَ ڀِـي، ڦِـري ويـئـي آڻَ،
رَهـي نـہ رَتـيءَ جـيـتـري، مَـنَ ۾ مـايـا ڄـاڻَ،
پـيـهـي آيـا پـاڻَ، سَـڄَـڻَ گـهـرِ خـوشـيءَ سـان.

(29)

اَتـي مَـهـانـگـو، سـامـي سَـودو پـريـمَ جـو،
جي تو خواهش خَريدَ جي، تہ سَتِ سِرَ جو سانگو،
پـرِچـي پـاءِ ڳِچـيءَ ۾، ڳَلا جـو گـهـانـگـهـو،
لَنگهي پَوُ لانگهو، تہ مَطَلبُ ٿيئي مَنَ جو.

(30)

پريمُ خَريدَ ڪَرين، تہ سِرُ لاهي وِجُهہ ڪاڻِ ۾،
ڏيئي دِلِ دَلالَ کي، سامي اَجَرُ جَريــن،
جيکي جاٽي پانهنجو، سو سَڀُ پيٽ ڏريــن،
تنهن کون پوءِ پَريــن، مُڪتا يارَ يَندار مون.

(31)

گهٽِ وَڌ پريتِ نہ لاءِ، سامي سُپيريَن سان،
رَهِجي ويندين راهَ تي، پير پُرِجهي پاءِ،
جِيَڻَ مَرَڻَ دُکَ سُکَ جِي، چِنتا چاهَ چُڪاءِ،
تہ گهٽ گهٽ مَنجِهہ لَکاءِ، مورَتَ مَحبوبَن جِي.

(32)

بيتي سا بيتِي، باقي رَکُ رَهَتِ سان،
پُڇي وَٿُ پريمِن کون، سَچي رَسَ ريتي،
سامي ساوادانُ تي، بازي جَنِ جيتي،
پاڪي پَلِيتي، لَنگهي چَڙهيا لَکَ تي.

(33)

پرچي جنهن پَڙي، پٽي پريم اگم جي،
ڏنو تنهن سڀُ آتما، چيتَنَ چِٽُ چَڙي،
مري نہ مايا موهہ ۾، رسن ڪاڻِ رَڙي،
پيچي پرم گهڙي، سامي ماٽي سيجَ سُکُ.

(34)

پرچي جنهن پَڙهيو، پورو اکرُ پريمَ جو،
ڏيئي ڪَنُ ڪَلپَتَ کي، ڪرپا ساڻ ڪَڙهيو،
چڏي پيدَ پرم کي، وَجي چِٽُ چَڙهيو،
سُتهہ اَڻ گهڙيو، ديوُ ڏنائين ديهہ ۾.

(35)

پرچنتا پلِيتُ، ڪَيا جيءَ جَهان جا،
سامي تيو ڪو ساڌُ سَنگِ، پريمي پرم پُنيتُ،
جاڳي جنهن جُڳت سان، جِيتِيو مَنُ اَجِيتُ،
تَنَ ۾ تُرِيئاتِيتُ، پَرتڪ ڏِسي پاڻ ڪي.

(36)

پرچي پِيتو جَنِ، پيالو پريم اگمَ جو،
اَندَرِ باهَرِ آتِما، هِردي منجهہ ڏِسَنِ،
پَرچَن جاڙي پاڻ ڪي، ڪينو ڪِبرُ نہ ڪَنِ،
سدا غَرِقُ رَهَنِ، سامي سمتا پَدَ ۾.

(37)

جنهِن ڪي پريمَ پِياسَ، سامي لائِي سَتِ گُروءَ،
سَهَجي تَنهِن جي جيءَ مون، پُلي اوِديا ياسُ،
رَهي مَنجِهہ آڪاسَ، اَنئي پَهَرَ اَنلَ جان.

(38)

پريمي سي چئجن، جن ڪي اَمُلُ اَگندَ جو،
سِرُ سَٽي سَودو ڪري، پيالو پيتو تَن،
پائي مُنهُن مِهراڻ ۾، سدا غَرقُ رَهَنِ،
پَرچي ريءَ پرين، سامي سارِن ڪن ڪي؟

(39)

پريميءَ ڪي پَڙلاءُ، سُتَهَہ پيو سَروپَ جو،
بُڌائين باوَنَ ري، گگَنَ ۾ گوگاءُ،
ميٽي دُتيا ڀاءُ، سيتَلُ تِيو سامي چَئي.

(40)

پَڙهي پُرِجهو ويدُ، اگرُ لَڌو جَنِ اَنيئي،
مِلي ٿِيا محبوبَ سان، سي سامي عَينَ اَييدُ،
پيئن پيئارِنِ پِريم رَسُ، بِنان وِڌِ نِشيدُ،
توڙي کَنِ اَسِميدُ، تان ٻي سيتَلُ رَهَنِ سياوَ ۾.

(41)

دوست جو ديرو، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
جاڻنِ سِڪَ سَمُجَهہ ري، اَنڌا اوکيرو،
سامي سُجاڳن کي، پرتک ٿيو پيرو،
ڦُرنهي جو ڦيرو، ميٺي وينا من مون.

(42)

ڏني لِنوَ لَجَتَ، ستهہ جنهن ساڌوءَ کي،
سو رَهي وادِ وِوادِ کون، اَنئي پهر اَپِرَتَ،
جاڻي سُکَ سنسار جا، سي کوڙا کَلِپَتَ،
حَدَ پَري حَيرَتَ، بيحَدَ ڏِسي ٻانيَڻُ چَئي.

(43)

دوست جو ديرو، سُجَ وَسنوَ جي وِچَ ۾،
پنهنجي کو پرتيت سان، پريمي پَکيرو،
مِٺيو جَنهِن جي من مون، سامي مِٺميرو،
وَسِي وَسيرو، سهِي کري سُمير جان.

(44)

ڪانيءَ کي کِيئين، ڪائي جيئن خلاصُ کيو،
کوري کَڍُ کلپنا، اَندَرَ مون اِيئين،
پيالو پريم اگمَ جو، پُر کَري پِيئين،
جِيئين جو تِيئين، سامي ڏِسن سُپرين.

(45)

ڪَنهن پريميءَ کي پيرُ، سَتُگُرَ ڏسيو سَروپَ جو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپَ کي، کِهيڙي لَڏو تنهن گهيرُ،
ماڻــي دَورَ دَرَسَ جا، تــي نِــرَيَــئـہ نِـرَويـرُ،
سامـي جِيـئَـن سُـمـيـرُ، سِـيـتـلُ رَهـي سِـيـاوَ ۾.

(46)

رمـتـا رام وَسِـــي، سدا اَلـيپُ اَڪاس جان،
تَنهِن کي پريم پَرتيتِ سان، ڪو پورَڻُ پُرشُ پَسي،
جنهن کي گُرو ڪرپا ڪري، اَنيَئہ اوٿ ڏسي،
ڦِـري ڪـيـنَ ڦَـسـي، سـامـي هِـنَ سـنـسـارَ ۾.

(47)

پريميءَ کون پريتَمُ، پَلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي،
شيوَڪَ جو شيوَڪُ ٿي، ڪَري سَيوئي ڪَمُ،
سَــدا ســاپــرســن جــو، رَکــي مَــنِ مَــرَمُ،
سامـي هِـڪِـڙو دَمُ، هَـرِ پِـڱـتَـنِ ري نہ رهـي.

(48)

پِـريـمـيءَ پِـرولـي، ٻُـڌِي بـيـحَـدَ پَـدَ جـي،
سَدا سـپـيـرِيَـن سان، ڪـيـئَـن ڪَـجـي هـولـي،
سـيـاويـڪ سـامـي چَـئـي، خِـلـوَتـيءَ کـولـي،
بـاوَن ري بـولـي، سَـمُـجـهِـي رهـيـو سُـنَ ۾.

(49)

پـريـمـي ٿِـيـو پـريـتَـمُ، اَچي پـريـمَ نـگـر ۾،
پـاتـائـيـن پِـريَـن جـو، سـامـي سَـهَـج مَـرَمُ،
پُــلائــي پَــرَمُ، پــاڻُ نـــہ ڏِســـي پــاڻَ ۾.

(50)

پريمَ اڱرُ ڀاڙهي، سَتِ ڳُرَ مَنُ سيتلُ ڪِيو،
سامي ڇَڏيائين ڇِنَ ۾، سَنسا سڀِ ساڙي،
چَوباريءَ چاڙهي، ساڪِي ڪِيائين سڀَ جو.

(51)

پريمَ پَرواهُ وَهيو، ويئي ٻُڏِ ٻُڏي ڪري،
ٻنان دَرسَنَ دوسَ جي، سامي ڪِينَ رَهِيو،
جيڪي سَنتَ چَيو، سو حاضُرُ ڏنو هَٿَ تي.

(52)

پريمُ پساڄُ لَڳو، دُئيتُ نہ رَهِيو دِلِ ۾،
وِڌ نِڪيدَ وَهِنوارَ جو، سَنسو سڀُ ڀڳو،
سامي پِيچو آڳو، روڪي وينو رِندُ تي.

(53)

اِڇا ڪري اَڏِين، ڇڏيا جيءَ جَهان جا،
سَدا ڀَوَنِ سامي چَئي، موڪَ مَتِ مَلينَ،
سَتِي پِندَ مَتي تؤن، ڪنهن پريميءَ پَرِڀِين،
جاتي ڪوئي ڪِينَ، تاتي ڪيائين تَڪِيو.

(54)

اَپيريءَ جو پيرُ، پَرچي ڪنهن پريميءَ لَڌو،
آهي جَنهِن جي آسري، سَيُئي سَيرُ سُميرُ،
سامي سَڀُ سو ڪَنّي، ڀِيو نِريَئہ نِرويرُ،
سُوريَہ مَنجهہ اَنڌيرُ، ڏِسي نہ آدِ جڳادِ جو.

(55)

ڪَتي ڪَلِپَتَ ڪَٽَ، لَڪين لوڪَ لُڙهي ويا،
پَهُچي سگهِن نہ پَدَ ۾، هَٽي بينا هَٽَ،

ڪي پريمي لنگهي پارِ پيا، سامي سَمَرَٿ،
جَنِ ڪي هَرِ هِمَٿَ، پرچي ڏِني پانهنجي.

(56)

ڪَڏي ڪينَ ڪَري، پرين پاسو مون ڪون،
اکيون اکِنِ ۾ رَکِي، وينو ڏِيانُ ڌري،
اُتندي وِهَندي نِندَ ۾، پَلَڪَ نہ ٿئي پري،
ڏِسي جيءُ ٺري، سامي سُپيرِيُنِ کي.

(57)

پريمَ بِنان پرڪاسُ، ڪَنهِن کي تِيو ڪِينَڪِي،
اِئين چَئي تو نامُديو، ڪبيرُ اٿون رَوِداسُ،
ڪَري ڏِسُ ڪَلِپِتَ ري، سامي اَنَ اپياس،
تہ چيتَنُ چِدَ آڪاسَ، پَرگهٽُ تيئي پاڻهين.

(58)

پريمَ وَرائي پَدُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪِي،
پُڇي ڏِسُ تَنِين کون، جَنِ پِيتو مَحَبَتَ مَدُ،
مائِلُ تِيا مَهِرانَ ۾، ميٽي ڏُکُ دَرَدُ،
حَد پَري اَنهدُ، سامي بُڌَنِ سَمَ تي.

(59)

پريمَ وَرائي پَدُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
وڃي پُڇُ تَنين کون، جَنِ پِيتو مَحَبَت مَدُ،
مائِلُ تِيا مَهرانَ ۾، ميٽي ڏُکُ دَرَدَ،
اَدُئيتي اَنهَدُ، سامي بِڌَنِ سَمَ تي.

(60)

غيبَ منجهان آيو، تيندو گُمُ غيبَ ۾،
اِيهو اِشارو اَنيئي، ڪنهن پريميءَ پچايو،

اَڳِستَ جِيان آچمن ڪري، ساڳرُ سُڪايو،
نَڪي وِڃايو، نَڪي ڀاتو ڀَرِڇن ڀاڻ ري.

(61)

جنهن ڪي رَسُ آيو، سَچو ساڌ سَنگتِ جو،
تنهن پريميءَ پرَتِيتِ سان، محڪم مَنُ لايو،
ڀُورَڻُ جاٽي ڀيءَ ڪي، سَڀُ سَنسو مِٽايو،
سامي سَمايو، جَلَ ٻُدٻُدو جَلَ ۾.

(62)

اَلکَ ڀُرِشَ آٽي، رَچِنا رَچي رَنگَ ڀَري،
مورک مَرَنِ مَتِ ري، تنهن ۾ تاڻَ تاٽي،
سَهي ڪَيو سامي چَئي، ڪنهن پريميءَ پُراٽي،
مَوج مِلي ماٽي، ڀاڻَ وَرائي ڀاڻَ سان.

(63)

اَنيَئہ ري علاج، ڪونهين اوديا روڳ جو،
ڀُڇي ڏِسُ ڀِريمِن کون، ڪَري دِلِ دَراجُ،
جوڙي وينا جڳ ۾، جيڪي ڀڳتِ جَهاجُ،
ڪرِنِ بيمُحَتاج، ڀارِ لنگهائي ڀاٽِي.

(64)

اَڻَ هوندِي راندِ رَچي، مايا موهہ مَمَتَ جي،
تنهن ۾ مَتِ مَرَمَ ري، مورک مَرَن ڀَچي،
کو ڀِريمي مِليو ڀيءَ سان، بلا کان ٻَچي،
جَنهِن ڪي سَمُجَهہ سَچي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(65)

بيگمُ ڀور شَهَرُ، اَتي عَينَ آڪاسَ ۾،
مَنَ ٻُڌِ واٽيءَ واچَ کون، اگمَ اگوچَرُ،

ڳٽي پريمَ پَرتيتَ سان، سامي سَهَجِ سَمَرُ،
تہ انيئہ پُرک اَمَرُ، پيئي وَڃي پَرَمَ ري.

(66)

بانيَڻَ ڪو بُجهي، بولي باوَنَ باهرين،
توڙي سِياڻو سورمو، پَنڊِتُ پَڙهيو هُجي،
ڪو پريمي پرتيت وان، سَمُجهايو سَمُجهي،
سو موتي ڪِينَ مُنجهي، اَوِديا جي اونداهہ ۾.

(67)

مَڌُرَ مَڌُر مُرلي، ڪانَ وَڃائي مُکَ سان،
بُنڌي گوپيءَ گوارَ جي، سامي سُرتِ پُلي،
اَوديا گُنڊِ کُلي، ڏِسي مَنهُن مَحبوبَ جو.

(68)

چاهَہ ڪَيا چيرا، موهي جيءَ جَهانَ جا،
پرچن جاٽي پاڻ کي، پائِن نِتُ ڦيرا،
ماڻِن سُکُ سروپَ جو، ڪي پريمي پَڪيرا،
نرمل نِرويرا، سامي رَهن سياوَ ۾.

(69)

جو پريمي پورَنُ، سو جوڳيشوَرُ جڳَ ۾،
پاتو جنهن پَرتِيتِ سان، گهرو گيانَ اَنجنُ،
گهڙي لَذائين گهر مون، اُنيئہ آدي ڏَنُ،
ميٽي سَڀُ مَنَنُ، سامي ماڻي سيجَ سُکَ.

(70)

مهان چَترُ پربينَ، پريمَ ڪيا وَس پانهنجي،
مانُ وَڏائي سَڀَ ڇَڏي، ٿيا عاشِقَ لنوَ لِينَ،
پوپيا پُجَن ڪِينَ، سامي پريمَ پِساچَ سان.

(71)

راتيُون ڏينهَن جَري، ٿي بِرَهِن ڪارَڻِ پيءَ جي،
جِيئن ڪارَڻِ سُئِيت جي، سِپَ وِرلاپَ ڪَري،
چَڪوي ڪاڻِ چَڪورَ جي، سُڏِڪي ساهَ يَري،
پياسَ نہ مِٽي مِينَ جي، بِنا نِيرَ مَري،
تڏِي جيءُ نري، جڏِي سامي ملي سپرين.

(72)

رَهي ڪِينَ سَگهي، هيءَ داسي دِرسَنَ ري،
تِکو تيرُ عَشقُ جو، ويو لُنؤ لُنؤ مون لنگهي،
سامي چِتُ چاتِرڪَ جان، سُنواتي بوُندَ مَنگي،
اچي رَنگ رَنگي، دَرِسَنُ ڏيئي پانهنجو.

(73)

جيڪو جَن پِيئي، پِيالو پِريمَ اگم جو،
پورُڻُ ٿِي پيءَ کي، جُڳَ جُڳَ سو جِيئي،
ساکَ ڏِني سامي چَئي، خُلاصي ڪِيئي،
جيئين جاڳَئي ڏِيئي، اَنڌيرو اَياءُ ڪَيو.

(74)

جِيئين هِرڪي هِيرَ، رانجهي سان هِڪَ رَسِ ٿي،
تِيئين مِلي محُبوب سان، لَنگهي لَکَ لَکِيرَ،
جاڻي سَڀ سُپني جا، سامي چَئي سَرِيرَ،
گيانوان، گُرَ پِيرَ، لَکَ لَکائِنِ اَنيَئي.

(75)

جَنهن پريميءَ پُرڌي، اوُنهِين ڳالهِہ عَشِقَ جي،
گهرَ مون ڪاڻِ خوشيءَ جي، لوڙي تَنهِن لَڌي،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، چِکي ڳُنڍِ بَڌي،
گهٽي ۾ وَڌي، وڃي ڪِين وَهنوارَ ۾.

(76)

جَنهِن ڪي پريم پَتي، سامي پاڙهي سَتِگرُوءَ،
پنهنجي اکئين پاڻ ڪي، ڏِنو تنهن اُلٽي،
اُوِديا پندَ مَتي تون، ساميءَ گهٽي سَٽي،
وينو ڪيپَ ڪٽي، سُجَ وَسَنوَ جي وِچ ۾.

(77)

وئڙا ڪَرِمَ ڀَڄي، ڏسي پريمَ پَرياوَ ڪي،
ٻُڏي گاجَ سارِ دوُلَ جي، جئين مِرگهن جُوءِ تَجي،
تِئڙا، چورَ لَڄي، سامي راجَ دربارِ ۾.

(78)

وِرلو جَنُ ڏِسي، ڪو ڏسَڻَ واري ڏيوَ ڪي،
جَنهن جو پيرمَ پَرتِيتِ ڪون، پيرُ نه پوءِ ڪِسي،
اَچي سَنت حِصي، سامي پُورَبَ ديسَ جو.

(79)

وِرلِي ماءُ جَڻي، ڪا پريمِي پُٽُرگَرَيَ مون،
سامِي سُپيريَن جي، جَنهِن ڪي پڳت وَٽي،
جاڻ وجائي پانهنجي، سَيَ جو داسُ بَڻي،
لڪيا ڪِينَ ڳَڻي، ڏِسي اَليڪُ اکِن سان.

(80)

سوئي پيارو، پريمي پرميسَرَ ڪي،
جو ڪَري نه ڪَترَ جيترو، ڏنيُ ائون ڏيڪارو،
سامِي رَهي سَرِيرَ ۾، ٿيَ جان نِيارو،
جاڻي جَڳُ سارو، چِمتڪارُ چيتَنَ جو.

(81)

سوئي پيارو، پريمي پرميسر کي،
سمجهو جنهن سامي چئي، انيئہ اشارو،
جاڳي ڪيائين جيءَ مون، اوديا انڌارو،
ٿيو جان نيارو، سدا رهي سنسار ۾.

(82)

سڀ کي ٻورايو، پريم پساڄ لڳي ڪري،
ٻنڌي ناد ڪنن سان، مرگهہ ڊوڙي آيو،
وڃي واس ڪنول جان، ڀنور لپٽايو،
سامي سمايو، پتنگ جوت ڏسي ڪري.

(83)

پرچي ڪو پاڙهي، پنڊت پٿي پريم جي،
من کي محبوبن ڏي، لنو لائي لاڙي،
سامي ٻيڄت جهاز ۾، ڇڪي ڏکي چاڙهي،
ڦڪل سان ڦاڙي، پردو پيد ڀرم جو.

(84)

پرچي جنهن پڙهيو، پورو اکر پريم جو،
سو ممت مٽائي من جي، انيئہ اڄ چڙهيو،
سامي اڻ گهڙيو، ڏيو ڏنائين ڏيهہ ۾.

(85)

پڙهيو جنهن پورو، گرگم اکر پريم جو،
مٽيو تنهنجي من مون، اوديا انڌورو،
سامي سو سورو، جيتي وينو جڳ کي.

(86)

خلوتي خلاصُ، ٻانيڻ تِيا ٻَنڌُنَ ڪون،
پرچي ڪِيو جَنِ پريمَ سان، اَنترَ مُک اُپياس،
سهِي ڪيائون سمَ تي، چيتَنَ چِدَ آڪاسُ،
پائي پَدُ نِراسُ، مُشڪن ڪشڪن ڪينڪي.

(87)

اَنيئي اَتڪَ، رَگنِ ڪائـ اَندَرَ ۾،
پورُو اکرُ پريمَ جو، پَڙهي تيا پَرِپَڪَ،
ويڙهي سپ وَرقَ، سامِي چَڙهيا سيرَ تي.

# پريم (ب)

(1)

اَلکُ اِستامَلُ، سَنتَ لَڪائِن سَيَ کي،
بيهي ڏِسي پاڻ ۾، ڪو پريمي پَربِلُ،
ڪَٿي ڪالِ ڪَلپنا، ڪَري جَنَمُ سڦَلُ،
جِئين اَليپُ ڪَنوُل، تِئين سامِي رَهي سُپاوَ ۾.

(2)

سَيُڪي جَنهِن ساجِيو، خاوندَ پَنهِنجي خِيالَ سان،
اَندَرِ باهَرِ آڪاس جان، سو بَيحدِ بِراجِيو،
پَٿي ڪَنهِن پريميءَ ڏٺو، دِلِ جو دَرواجو،
اَٿَڪَ ڪون آجو، سَدا رَهي سامِي چَئي.

(3)

ليکي لُڙُ وِڌو، سَڪِٽو هِنَ سَنسارَ ۾،
اِشارو اَليکَ جو، ڪَنهِن پريميءَ پُرِڌو،
سَدا رَهي سامي چَئي، سَمُجَهه مَنجهِه سِڌو،
مَري مُلِ گِڌو، پَرَميسَرَ کي پريتِ سان.

(4)

عَشِقُ اَگِيري، مَنزِلَ ڪٽي مَنَ ڪون،
اَگِيون بينو تِي بُڇِڙو، واٺُ تي ويري،
سامِي لُٽِيو جَنهِن سَيَ کي، وِجهي مَٺِن ميري،
ڪو ڦُرِني ڪون قيري، خاص ڏِسي خاوندَ کي.

(5)

آهي اوکيرو، جيئندي مَرَڻُ جڳَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَوي، پريمي پَڪيرو،
ڪَيو جَنهن ڪَلِپَتِ جو، نِپَٽِ نبيرو،
دوسَت ري ديرو، خالي ڏِسي ڪونہ ڪو.

(6)

ڪَلِپَتِ جي ڦَهَري، سِنڌُ وهي سامي چَئي،
تَنهِن ۾ جيءَ جهانَ جا، لُڙهيا وڃَنِ لَهَري،
ڪو پريمي لَنگهي پارِ پيو، تَڪُلِ ساڻُ تَري،
ڏِنو جَنهِن وَري، پَنهِنجي اکِئين پاڻُ ڪي.

(7)

دوستَ جو ديرو، سُتَتَ صَفائيءَ ۾،
پَهُچي ڪو پَرَتيتَ سان، پريمي پَڪيرو،
جاڳي ڪَيو جَنهن جڳَ جو، نِپَٽِ نبيرو،
ڏسي نہ اَنڌيرو، سامي سُورِجَ سارَ ۾.

(8)

نِرڪِي نيائِين، پريميءَ ڪي پيءَ، پاڻُ سان،
لالي پَسي لالَ جي، جَوهَرُ جِيتِيائين،
سامي سُکَ سَنسارَ جا، صَدِقي ڪِيتائِين،
پَتِيو پِيتائِين، پيئندَڙي پاڪُ تِيو.

(9)

سو پَڪو پيارو، پريمي پَرَميسَرَ ڪي،
سامي ڏِنو جَنهن ساڌَ سَنگِ، اَنيَئہ اُجارو،
وَرتي وِڌِ وِيچارَ سان، ياءُ رَکي يارو،
جيئين ڏُرو تارو، اِستِتِ رَهي آڪاس ۾.

(10)

سو پريمي پَرِبينُ، سو جوڳيسَرُ جڳَ ۾،
جَنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، پؤرَنُ پاڪُ يَقِينُ،
سامي سُپيريَنِ جي، لِنوَ ۾ رَهي لينُ،
جِئين جَلَ کون مِينُ، پَلَڪَ پراهون نہ ٿِئي.

(11)

پريمي پَسارو، کَنِ نہ کَتَر جِيترو،
ڏِنو جَنِ اکِنِ سان، گهرَ ۾ گهرَ وارو،
آهي جنهن جي آسري، اوندَهِ اُجارو،
مِليو نِيارو، سُتَهَ رَهي سامي جَئي.

(13)

پريمي سو پيارو، آهي پَرَميسَرَ کي،
کَري نہ کَتَرَ جيترو، ڏنيُ اُئون ڏيکارو،
لَنگهي چَڙهي لَڪَ تي، پَوَ ساگرُ پارو،
کَنوَلَ جان نِيارو، سامي رَهي سَرير ۾.

(14)

دانا ديوانا، پريمي پيارا پيءَ کي،
لَئِہ کَئي جَنِ لَڪَ ۾، نِرکِي سَيَ نانا،
سَدا رَهَنِ سامي جَئي، سَمَ ۾ سَمانا،
جِيئن پَروانا، جَلي جوتِ سَروپُ ٿِيا.

(15)

برهِنِ رَهَسِي روءِ، کُنِي دَرَدَ فِراقَ جي،
کَڏي پارَ پرِيَنِ جا، بانيَڻَ، بُڌي نہ کوءِ،
نِتُ چري تو چِتَ کي، پيرُ نہ وِجهي پوءِ،
وَهَڻَ واڳِي هوءِ، کو گابو کَڏي اَنَ مون.

(16)

ڪِميا خوشيءَ جي خوءِ، پيئي جَنهن پريميءَ ڪي،
مِٿي تَنهن جي مَنَ مون، هارَ، جِيت، هَئِہ هوءِ،
سامي لَذائِين ساڏَ سَنگِ، جاڳي پَنهِنجي جوءِ،
رَهي روبروءِ، اٿ ئِي پَهَرَ عجيبَ سان.

(17)

چاٽِي جنهن چڪي، سامي شونقَ شَرابَ جي،
تنهن ماهِلَ مَحَبوبَ جي، لُنوَ لُنوَ لَڪ لَڪي،
پَرِچَنُ پَندَ مَتي تون، لاهي هيٺ رَڪي،
اُلَٽي اَنترَ مُڪي، چَڙهيو چيتَنَ چِدَ آڪاسَ تي.

(18)

جنهِن ڪي هِڪُ جَرو، مِليو شونقَ شَرابَ جو،
سو ڪايا مايا ڪُلَ ڪون، پَهُتو پَرَيرو،
سامي مِليو سَروپَ سان، تي گاهَڪُ گهرَو،
ڪوٺو اَئون ڪرو، صَدِقي ڪيائِين سُڪَ تون.

(19)

پيتو جَنهِن پياسي، پيالو پريمَ اگمَ جو،
سامي تَنهِن ڪي سَيَ ۾، پَگُوَٺُ هِڪُ پاسي،
پَرچي ڪِيائين پوسَ سان، پَرِچِنتا پاسي،
قِرِي نا قاسي، قُرني جي قاهيءَ ۾.

(20)

پيتو جَنهِن پُلڪِي، پيالو پريمَ اگمَ جو،
پِڳي تَنهن پَرپور تي، مَمِتا جي مَٿِڪي،
سَمَ جاڙي سامي چَئي، پوري اَئون اِڪي،
جئين سونَ ٿِڪي، هيٺِ مَتي هِڪجيهڙي.

(21)

پَڙهي پَڙهايو، اَکرُ پريمَ اگمَ جو،
سَمُجِهي سو سامي چَئي، مِنو مَن ڀايو،
جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾، جَل تِي سَمايو،
نڪي وَڃي آيو، بِنا پَنهِنجي پاڻ ري.

(22)

پَرِچي جَنهِن پَڙي، پَٽي پريمَ اگمَ جي،
پيءُ ڏِٺو تَنهِن جيءَ ۾، ويساسيءَ وَڙي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، پَڃي پَرَمَ گهڙي،
چيتَنَ چِٽ چَڙي، سَيلَ ڪَري سَنسارَ جا.

(23)

پرچي جنهن پڙي، پَٽِي پِريمَ اگمَ جي،
پيءُ ڏِٺو تنهن جيءَ ۾، ويساسيءَ وَڙي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، پَڃي پَرَمَ گهڙي،
چيتَنَ چِٽ چَڙِي، مَزا ڪَري مَحَبوبَ سان.

(24)

پَرِچي جَنهِن پَڙهي، پَٽي پريمَ اگمَ جي،
سو مَري ڪينَ مَرَمَ ري، راتيون ڏينهن رَڙي،
سَهَجي وِيو سامي چَئي، چيتَنَ چِٽ چَڙي،
پَڃِي پَرَمَ گهڙي، اِستِتِ ٿِيو اڪاس جان.

(25)

پرچي جَنهِن پَکو، لَڌو پير پريَن جو،
سو سامي سَدائي رَهي، تِرَتا مَنجِهه ٽڪو،
صَدِقي ڪَيائين سُکَ تؤن، تَنُ مَنُ سَڀَ ترڪو،
گَنگا گَيا مَڪو، پَوي ڪينَ پُلَنِ جان.

(26)

پَرچي جَنهِن پيتو، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
مِلي تَنهن مَحبوبَ سان، اَمُلُ جَنَمْ جِيتو،
سامي سُکَ اڳِتون، سِرُ صَدِقي ڪِيتو،
هاريو تَنهِن جِيتو، جُڳِتيءَ سان جَهانَ ڪون.

(27)

پَرچي پِريت گهٽي، ڪامِلَ ڪَريان ڪَنهِن سان،
جيڪو تُنهِنجي جيءَ کي، وجي يارُ وَٽي،
بانيَڻَ نيئِي بَلَ سان، گهِري گهرِ گٽي،
عاشِقُ مَعشوقُ بَڻِي، سَبَ ڏئيئي سَمَ سُکَ.

(28)

سَچو شَونَقُ تِيو، جَنهِن کي پيءَ پَسَڻَ جو،
سامي تَنهِن سنسارَ جو، سَربُ تياڳُ ڪِيو،
مِلي مَرِجيئَنِ سان، پانهِنجيءَ مَنجهه پِيو،
ويهِي تِتِ وِيو، جِتِ بيحَدِ جو ڏِيئو بَري.

(29)

پِريتِ لڳِي پيارِي، جَنهِن کي پيءَ پَسَڻَ جي،
تَنهِن کي پيئي ساڌَ سَنگ، سامي سُڌِ ساري،
تِئي اڳٽَتَ ڪَلا سان، اَتِيتُ گهرَ باري،
سَبَ ۾ سَچاري، مُکِ رَکِي مَوجان ڪري.

(30)

پِريتِ ڪَيو پَرَوَس، سامي تُنهنجي سُپرين،
اَچي اَزَغَئبي لڳِي، اَندرَ کي آتَسِ،
اَنئي پَهَرَ اکِنِ مون، بوندان ڪَرِنِ نہ بَسِ،
يا ڏيهُہ پَنهِنجو ڏس، يا اچي مِلُ مُئن سان.

(31)

مَحبوبَنِ مُکي، پَتري پريم پڳتِ جي،
پَڙهي مَنُ پَرِسَنُ ٿيو، چِنتا چاهَ چُکي،
لَنگهي چَڙهيو لَکَ تي، اُوِديا سِندُ سُکي،
سامي سَيَ ڏُکي، کيپَ گَنٽي سا گهرَ ۾.

(32)

پِريتوانُ پياسو، پاسي ٿِئي نہ هِڪُ پَلُ،
پَرچي کَيائِين پَدَ ۾، وِڌ سَچيءَ واسو،
سامي وَرتِي سَرِبَ گَتِ، خالِصُ خُلاصو،
ڏِسي تماشو، ساکي ٿِي سَنسارَ جو.

(33)

پِريتوانَ پَرَوَسِ، کَڏي ٿِيَنِ کِينَکي،
پاوِين کونندِيا کَري، پاوِين کو سابَس،
ماڻِنِ سُکُ سَروپَ جو، ڇَڏي طمع تامَسِ،
هميشہ هِکَ رَسِ، سامي رَهنِ سُياوَ ۾.

(34)

پريميءَ کون پريتَمُ، پَلَکَ پَراهون نہ ٿِئي،
جَنهِن جِي کَئِي سَتِگُروءَ، کولي خاطِرِ جَمُ،
وِکيائِين ويساهَ سان، جاڳِي سَيُ جوکَمُ،
جيتي هَلِيو جَنَمُ، سامي ڇَئي سَنسارَ مون.

(35)

پريميءَ کون پريتَمُ، پَلَکَ پراهون نہ ٿِئي،
واريو جَنهِن وِجودَ ۾، ديوانِي جان دَمُ،
کَنهِن کي سَلي کِينَکي، سامي سُکُ اگمُ،
توڙي کَري کَمُ، تَہ پِي اِسِٿتِ رَهي آکاسَ جان.

(36)

پريمن جو پرتاپ، لڪي نہ لوڪ پرلوڪ ۾،
متيو جن جي مَنَ مون، اوديا جو پُن پاپُ،
ڀڳتي ڪن اپيدُ تي، گنتيءَ ڪون اماپُ،
سامي وَرُ سَراپُ، لنگهي لالُ گُلالُ تيا.

(37)

پريمن جو پرتاپُ، لڪي نہ لوڪ پرلوڪ ۾،
متيو جن جي مَنَ مون، پرچنتا پُنُ پاپُ،
ڀڳتِ ڪن ڀڳوانَ جي، عينَ اپيدُ اماپُ،
سامي وَرُ سَراپُ، لنگهي لالُ گُلالُ تيا.

(38)

پريمن جو پرتاپُ، پرگهٽ لوڪ پرلوڪ ۾،
متيو جن جي مَنَ مون، سامي پرچنُ پاپُ،
ڀڳتِ ڪرن ڀڳوانَ جي، عين اپيدَ اماپُ،
وڏ ري وَرُ سَراپُ، ڪنهن ڪي ڏين ڪينڪي.

(39)

ٻنان نيرَ نندي، سامي لوڙي سنسي مئي،
ڪو پريمي لنگهي پارِ پيو، قابو ڪمرِ ٻنڌي،
رَڪي نہ رتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چڱي مندي،
جاڻي سُجَ وسندي، آيا انيئہ لعلَ جي.

(40)

پرچي جنهن پيتو، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
ملي تنهن محبوبَ سان، جنمُ امُلُ جيتو،
سامي سُکَ اگمَ تان، سرُ صدقي ڪيتو،
ڪوهي ڪليتو، وهي نہ وچ بزارِ ۾.

(41)

پريمي مُنهُن پَٽِيو، لِڪي ڇپي ڪِينَڪي،
خُزانو خوشيءَ جو، لَڌو جنهن لَٽِيو،
سَنسو آتمَ جيءَ جو، سامي ڪٽي سَٽيو،
ڪائي خاصُ ڪَٽِيو، سُتَهَہ ساڌَ سَنگتِ جو.

(42)

سامي سَجَڻُ سِڪِي، ڳولي لَڌو جَنهِن ڳوٺَ ۾،
سَدا ماڻي سارُ سُکُ، سو پريمي پُلِڪِي،
وَجي ڪينَ وِسَرِ جان، طَمَعَ ۾ تِرڪي،
جاڻي سو نَٽِڪي، اَندَرِ باهَرِ آتما.

(43)

ماهِلُ مَرِ جِيئو، سامي موتِي نَہ مَري،
پاتو پريمَ نگرَ ۾، لِڪي جَنهن ليئو،
ڏِسي ڏِسَڻَ هارَ کي، تِيو خالصُ ڪِيئو،
ڏيئي تَدَ تَڪيئو، سُمِهيو سُکِپَتَ سيجَ تي.

(44)

پِيتو جَنهِن پِنِي، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
سَٽيا تَنهن سَنسار جا، چڪا سَپِ چِني،
سَدا رَهي سامي چَئي، پاڻي مَنجِهہ پِني،
ويني مُلِهہ ڳِني دِلِ ڏيئي دِلَبَر کي.

(45)

جَنهِن پِريميءَ پُرِڏو، عينَ اِشارو اَنيئي،
سامي خامُ خِيالُ تنهن، سَٽي سَپُ وِڏو،
جَڳَ ۾ جَڳَ جَهِڙو تي، هَلي حَليم سِڌو،
مَرِي مُلِ ڳِڌو پَرَميسَرَ کي پريتِ سان.

(46)

سامي سَنتَ سِڌو، وَچَنُ چَوَنِ ويساه جو،
ڪوڙِن ۾ ڪَنهن هِڪڙي، پَڪ پريميءَ پُرڌو،
سُک ڏُکُ جنهن سَنسارَ جو، سَنتي سَپُ وِڌو،
مَرِي مُل گِڏو، پَرَميسَرَ کي پريتِ سان.

# نيهي (الف)

(1)

نِيهَن ٻِنان نادانَ، ويدَ پَڙهي وادي ٿيا،
بانيَڻَ کَنِ ٻِيائيءَ سان، جَپَ تَپَ دانَ اِشنانَ،
نيهي نارائِڻَ ري، ٻي سُڌِ رَگن کانَ،
رَهَنِ مَنجِهہ جَهانَ، نِرپکَ نِيارا ٿيَ جان.

(2)

نِيهَن ٻِنان نادانَ، ويدَ پڙهي وادي ٿيا،
پَرتک ڏِسَنِ نہ پيءَ کي، اَنڌا کن اُنمانَ،
اِستِتِ ٿيا اَندَرَ ۾، کي نيهي نِرباڻَ،
رَهَنِ مَنجِهہ جَهانَ، سامي اَليپُ آکاسَ جان.

(3)

پَلَکَ نہ ٿِئي پَري، نيهي نارائِڻَ کون،
مَنَ ۾ چَندرَ چَکورَ جان، دَرِسَنَ ڏِيانُ ڌري،
پَنوَرُ رَهي نہ واسَ ري، جَلَ ري مِينَ مَري،
سامي تڏي ٺَري، جَڏي پَوي بوندَ پپيهہ کي.

(4)

وينا ڌيانُ ڌَري، نيهي نارائِڻَ جو،
سو نارائِڻ نيهين کون، پَلَکَ نہ ٿِئي پَري،
اوتِ پوتِ ايڪُ ٿي، ڏسَنِ نيڻَ پَري،
ٻِنان کَلپَ کري، سامي ڳالهِہ سُپَتِ سان.

(5)

وينو نِهاري، نارايڻ نيهن ڏي،
ديورا ڦِري، جَڳَ ڪَري، گايون نِتُ چاري،
تيلُ مَلي مَندَرَ ڪي، هُنديون سَڪاري،
سامي سنياري، سيوا ڪري سيوَڪُ تي.

(6)

پَلِ پَلِ پُڪاري، نيهي نيڻَ پَري ڪَري،
آءُ منهنجا سُپرين، ويهُه نہ وساري،
تُنهنجي عِشقَ اَلڳُ ڪِيو، لائي لِنوَ لاري،
مُئن ڪي ماري، ميلو ڪَندين ڪَنِ سان؟

(7)

نماڻو نيهي، نِتُ دانهون ڪري دَردَ سان،
تُنهِنجي سِڪَ سوگهو ڪيو، ٽَڙڦي دِلِ ديهي،
بِرڌُ سُجاڻي پانهنجو، آءُ پِرين پيهي،
سامي چَئي ويهي، ڪريون مُنهَن مقابل ڳالهيون.

(8)

پنهنجو ڪِيتو پاڻ، مورَک پائِنِ مَتِ ري،
بَٽي بَٽِتِ ڪَلا سان، پَسون پِريتَ پکاڻ،
سامي وينا سَمَ تي، ڪي نيهي نِرباڻ،
جَنِ ڪي پرِيتِ پَڇاڻ، ستگر ڏني سَروُپ جي.

(9)

پنهنجو ڪِيتو پاڻ، مورک پائِنِ مَتِ ري،
ڏانوَرَ جان ديهہ ۾، تاڻي ڦاسَن تاڻ،
سامي چڙهيا سِيرَ تي، ڪي نيهي نِرِباڻ،
جَنِ ڪي پريتِ پَڇاڻ، ستگر ڏني سَروپَ جي.

(10)

پُلَنِ کون پَرَمُ، مِٺي ڪِين مَرَڻ جو،
مَجي وينا پاڻ کي، رَٿ پُنئہ هَڏا چَمُ،
ڪو نيهي نِرِيَئہ رَهي، سامي سَمَ سوکَمُ،
جَنهِن کي خاطِر جَمُ، ڪَئي سَمُجهاڻي سَتِگُروءَ.

(11)

پرچي جِيئن پَتَنگَ، جَلي مُئا جوتِ ۾،
تِئن دوستيءَ جي دَورَ ۾، نيهي پيا نسِنگَ،
لائي لالُ گُلالُ تيا، رَهَتِ سَچيءَ جا رَنگَ،
سَهَنُ سِيلُ سَبَنگَ، سامي ڪَيا سَتِگُروءَ.

(12)

دوست درواجو، پٽي چڏيو پريمَ جو،
پيهي اَچي کو پاڻهين، نيهي نِواجو،
جَنهِن کي ڪَيو سَتِگُروءَ، اَنَڪَ کون آجو،
پِجي بِراجو، سامي سکپت سيجَ تي.

(13)

پاپي پاپن ساڻُ، پوگِن پوگَ نرڪ جا،
پُجي سُکَ سُرگَ جا، پائي ڪَنِ پَرِماڻُ،
بِنهين جي بندَن کون، نيهي تِيا نرباڻُ،
پاڻ وَرائي پاڻ، سامي ڄاڻَن سَروَ گتِ.

(14)

گُرَگمَ جَنهِن لايو، نِيهُن نِرَنجَنَ ديوَ سان،
سامي لَڌو سُکُ تنهِن، ٿيو نهايو،
ڄاڳي وِڄايو، اَوِديا پَرَم اَندرَ مون.

(15)

جِتي حَبيبَ هَٽَن، ناوَڪ پَري نِينهَن جي،
وَنِي ٿنهَن چوٽيءَ ڪون، سامي مَتي ڪَٽِن،
ڳَٽيءَ ليکي ڪون پَري، لُنوَ لُنوَ چاڪَ چِڪَن،
تاتي طِبيبنَ، ٿڪيون سڀ ٿتيون ڪيون.

(16)

تو بِنُ رَهي ڪِيئن، بِرَهَن عَشقَ لَپيٽي،
تَنُ مَنُ ڌَنُ پُلائي، ڏِنو تُنهِنجي نِيهن،
سِڪَندي ٿِئَڙا ڏينهَن، آءُ دَيا رَکُ دِلِ ۾.

(17)

نِيون نِهوڙي، جَنهِن کي عِشقَ عَجِيبَ جي،
سو وينو دَرسَ درياهَ ۾، بيائي سڀ ٻوڙي،
سامي مُنهُن موڙي، ڪَنهِن ڏي ڏِسي ڪِينَڪي.

(18)

جي تون پُهتينءَ پار پرين کي، تہ خبر ڏي ڳري،
نيئي نِياپو نِيهن جو، وَهِلو آڻ وري،
چيتو ڪَرِ چري، متا ڌِکي کِني ڏاريو.

(19)

جَڏها نڪُو جانِبَ سين، تِيو نينهن لَڳي نروارُ،
وِسري وِيو ڪِينَڪي، تڏهانڪُو تَڪرارُ،
ياد اَسان کي يارُ، اَسين بہ يادِ ڪيون تا يار کي.

(20)

جَنهِن کي نِيهَن نَرَمُ، موڙي ڪِيو مَرَمَ سان،
مِٽيو تَنهن جي مَنَ مون، پولائو پَرَمُ،
لَيءِ ڏِٺائين لَکَ ۾، سامي سَڀُ عالَمُ،
دوسَ وَرائِــي دَمُ، خـالـي ڪَـٽـي ڪـونـڪـو.

(21)

جَنهِن ڏي نِهاري، نيهي نيڻَ ڀَري ڪَري،
تَنهِن کي پيالو پريمَ جو، پورَنُ پياري،
ڪَري مَست مَيا سان، اَڇرَجُ ڏيکاري،
ٻانيَڻُ ڇَئي ٻاري، ڏيو رَکي ڏِيل ۾.

(22)

نيهيءَ ڪيو نِروارُ، سامي سَتِ اَسَتِ جو،
ڪَٽِي تنهن ڪلپنا، ڏنو ڏسَٺهارُ،
اُڀجي نِپَجي لِينُ ٿِي، جَنهِن ۾ سَڀُ سنسارُ،
سدا رهي گُلزارُ، نِماڻو نِرَٻاڻ ۾.

(23)

نيهيءَ ڪَيو نِياءُ، ويهي وِڌِ سَچيءَ سان،
تَنهن کي سَت اَسَتِ جو، سچو پيو سماءُ،
وينو اَنيَئي تَخِتَ تي، ميٽي دُنِيا ڀاءُ،
ڄاڻِي دلبر داءُ، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(24)

ناگُنُ ڪين نوايو، ناٿُ نِوايو نينهَن،
اصَلُ اودتَن کي، مَڙهيءَ اُنا مِينهَن،
کن جاڳندي ڏينهَن، کِن کي پَلَڪَ ۾ پَرچو ٿيو.

(25)

نِرو ڪَلَبُ نيهي، پاڪُ رَهي پُجَ پاپ کون،
پَرَتکِ پورَنُ آتما، پَسِيو جَنهِن پيهي،
سامي ماڻي سانتِ سُکُ، وِڌِ سَچيءَ ويهي،
مائڪا ديهي، سَڦُلُ ڪَيائين ساڌَ سَنگِ.

(26)

نيهيءَ جي نگاهه، ڪنهن ۾ ٻڌي ڪِينڪي،
جَنهِن کي لالُ گلالُ ڪَيو، سِڪَ سَمُجَهه ويساهَ،
وينو انيئه تَخت تي، ميتي چنتا چاهه،
ساڌُ سَنگتِ جِي راهه، سامي رَکِي سِرَ تي.

(27)

نيهي نِرڌارُ، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪِڙو،
جاڳي جَنهِن سَهي ڪيو، سُپنن جو سَنسارُ،
ڪَري اُپديسُ اَنيَئي، عَينُ ڏِسي اَڌِڪارُ،
سدائي گُلِزارُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(28)

نيهي نِراسو، رَکي نه آسَ اَندَر ۾،
پرچي ڪيو جَنهِن پَدَ ۾، وِڌِ سَچيءَ واسو،
ماڻي سُکُ سَروپَ جو، خالِصُ خُلاصو،
جيئين پيو پَتاسو، ساگر ۾ سامي چَئي.

(29)

نيهي نِراسو، رَکي نه آسَ اَندَر ۾،
ڪَيو جنهِن ڪِرپا سان، پَرچِڻ ڪون پاسو،
سُتهه ٿِيو سامي چَئي، خِلوَتي خاصو،
ڏسي تماسو، ساڪِي ٿِي سنسار جو.

(30)

نيهي نِراسو، آسَ نه رَکي ڪَنهِن جي،
رَهي چَندَر چَڪورَ جان، دَرِسَنَ جو پياسو،
ڪِيائين چَرَنَ ڪَمَلَ ۾، وِڌِ سَچيءَ واسو،
ڪيئن ڪَري پاسو، سامي تَنهِن کان سپرين.

(31)

نيهي رَهَنِ نِراسُ، سدائين سَنسارَ ۾،
ڪَيائون ڪَلپَ ڪَئي ڪَري، ٺَٺَنَ مَنجهه نِواسُ،
پورَنُ ڏِسَنِ پريمَ سان، چيتَنُ چِد آڪاسُ،
جَنهن ۾ پريمَ پرڪاسُ، سامي رَهي سَروپَ جو.

(32)

نِروِڪَلَپُ نيهي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهن ڏِٺو پانهنجي پاڻَ کي، پَلِڪَنِ منجهه پيهي،
جاڳي ڪيائين جيءَ مون، سَنسا سيئي،
بانيَڻَ بديهي، رَهي سدائين ديهه ۾!

(33)

نِرَوِ ڪَلَپُ نيهي، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهِن سُتَهَ سَروپُ صحيح ڪيو، گُرگمُ گهرِ پيهي،
پَلِ پَلِ پيئي پريمَ رَسُ، وِدِمانُ ويهي،
بانيَڻَ بديهي، رهي دعويٰ ري ديهه ۾.

(34)

نِروِ ڪَلَپُ نيهي، سَمُجهِي سَمَ سِيتلُ ٿِيا،
دَرِ دَرِ ديوانِنِ جان، پُڇَنِ نه پيهي،
دَمِ دَمِ ڏِسَنِ دوسَ کي، وِدمانُ ويهي،
بانيَڻَ بديهي، دعويٰ رکن نه ديهه سان.

(35)

نيهي نَرُ نِهَڪامُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
ڪَٿي جَنهن گُرگِيات سان، طَمَع سَڀَ تَمامُ،
اَندَرِ باهَرِ ٿيَ جان، ڏِسي رَمِتا رامُ،
سُرگَ جَهڙو ڌامُ، سامي جاڻي سُپَنو.

(36)

نيهي نينھَ پَري، جَنهِن ڏي جُڙِيي جان ڏِسي،
سَهَجِي تِئِي سامي چَئِي، تَنهِن جو پَٽُ پَري،
جِيئِين پرنگيءَ ڪِيٺَ ڪي، پَلٽي پِرنگُ ڪري،
ٻِيائيءَ ٻِنان ٻَري، ڏِيئو ڏيئي سان مِلي.

(37)

نيهي نانا ڀانتِ، ڀڳت ڪَرِنِ ڀڳوانَ جي،
وِرلي ڪنهن وَرِيامَ ڪي، سامي آئي سانتِ،
مِلي جَنهِن مَحبوبَ سان، ميٺِي مَنَ جي پرانت،
اُتانَ مجھ ايڪانِت، رَهِي رَهَتِ سچيءَ سان.

(38)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نَـ رکي مَنَ ۾،
سيوا سادَنِ جي ڪَري، پَرچي پَرماڻو،
سَدا رهي سامي چَئي، وِڏَ سان وِڪاڻو،
ڀڳوتَ جو ڀاڻو، مَني وينو سَڀَ ۾.

(39)

نيهي نِر اِيمانُ، سچُ تُنهنجي سِڪَ ڪيو،
جَڏي خامَ خيالَ کي، ڏَري وينو ڏِيانُ،
جاڻي بيحد بانورو، سامي سڀُ جهانُ،
ڳُهري درسَنَ دانُ، آتُرُ تِي اَدَبَ سان.

(40)

نيهي نينھَ پَري، روئي رَتُ اَکِنِ مون،
پُڇي پانديڙُنِ کون، سُڌِڪي سَڌَ ڪري،
سِڪَ تَـ تُنهنجي سُپرين، هردم هَڏَ ڳهري،
سگهي نَـ ڏيرَ ڌَري، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي.

(41)

نيهي نِماڻو، ماڻُ چَڏي ماهِل ٿيو،
رَهِي ساڏ سَنگتِ ۾، وِڌِ سان وِڪاڻو،
پَرچي لڏائين پانهنجو، پريتَمُ پُراڻو،
پِڳوَتَ جو پاڻو، سامي رَکيائِين سِرَ تي.

(42)

نيهي نِماڻو، ماڻُ چَڏي مَستانُ ٿيو،
جَنهِن کي اَزغيبي ڏِنو، عشق اوراڻو،
مَنيائين مشتاقُ تي، پِڳوَتَ جو پاڻو،
رَهي وِڪاڻو، سامي ساڏ سَنگتِ ۾.

(43)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نَہ رکي مَنَ ۾،
جاڻِي جوتُ جڳتَ کي، سُنِ ۾ سَماڻو،
پرچي لڏائين پانهِنجو، پريتَمُ پُراڻو،
رَهي وِڪاڻو، سَدا ساڏ سَنگتِ ۾.

(44)

نيهي نِماڻا، رُئَنِ رَتُ اکِنِ مون،
پَسَڻَ کاڻِ پِرِيَنِ جي، پَهِريائون باڻا،
اَٿَ ئي پَهَرَ اَندَرَ ۾، اورِنِ اوراڻا،
سامي سَماڻا، رَهَنِ سَدائي سِکَ ۾.

(45)

اِيهو دانُ گُهري، نيهي نارائڻ کون،
تو بِنَ تِرَ جيترو، بيو ڦُرِٽو کونہ ڦُري،
سَدا مَنُ سامي چَئي، وَسي پريم پُري،
نِرَمَلُ تورَ ٺُري، عادي عاشقن جي.

(46)

نيهي نِهہ ڪَرَمَ، ڪَرَمُ ڪَنِ ڪَلِپَتَ ري،
نَڪي مايا موهِيا، نَڪي جُوهِيا جَمَ،
بولِن بُندَّنِ پِيائيءَ ري، اَنيَئِہ واڪَ اگَمَ،
سامي ڏِسَنِ سَمَ، اَندَرِ باهَرِ آتما.

(47)

روئي پيَڙو ڳِلِ، نيهي نارائڻ جي،
پنهنجي سَگهي ڪِينَڪي، سامي پنهنجي ٻَلِ،
ديکِيا داتِ گُروءَ جي، پِي پاپڻِ کي جَهلِ،
اَچي جلدي سَلِ، نہ تہ ڏِيون تا دَمُ درد ۾.

(48)

روئِي ڳِلِ پيو، نيهي نارائڻ جي،
ڏِسي ڇَلُ مايا جو، ياري يَؤ تِيو،
سهجي رَمز سَهي ڪري، ساميءَ سَرڻ پِيو،
وَني تِتِ وِيو، جِتي تون مان ناهہ ڪا.

(49)

روئي پيَڙا ڳِلِ، نيهي نارائڻَ جي،
پَنهنجي سَگهن نہ پَدَ ۾، بانيَڻَ پَنهنجي ٻَلِ،
جان پاپڻِ کي پَلِ، جان اَچي مِلُ مُئِنِ سان.

(50)

روئي پيَڙا ڳِلِ، نيهي نارائِڻَ جي،
مُئِنِ کي مايا جي، ڇَلَ وَل سان نہ ڇَلِ،
ڏوري پائي ڏيلِ جي، وَهَ وَهندَنِ کي جهل،
بانيَڻَ پنهنجي ٻَلِ، پُهَچي سگهن نہ پَدَ ۾.

(51)

لَتِڪي ساڻ لُٽي، ساھ ڪٽي ويو سپرين،
اَنئي پَهَرَ اَکِن مون، پاٽي ڪِينَ ڪٽي،
هيءَ داسي ڪيئن ڇُٽي، سامي خاصِ خيالَ مون.

(52)

روئي پيئِي هَڏِ، نيهَن نِماڻي ناٺ جي،
بِردُ سُجاڻِي پانهِنجو، نيڻ نيٺِن سان گڏِ،
سامي ڇَئي نہ ڇَڏِ، لوڙهي لويَ لَهَرِ ۾.

(53)

روئي پيَڙي هَڏِ، نيهَن نِماڻي ناٺ جي،
بِردُ سُجاڻي پانهنجو، نيڻَ نيٺِن سان گڏِ،
پائي پاندُ ڳچيءَ ۾، مان آيَس تُنهنجي اڏِ،
سامي جلدي سَڏِ، ٺتَ ڏِيندَس دَمُ درد ۾.

(54)

رَکيو جنهن ناتو، سامي سُپيريُن سان،
سو چَڙهِي چيتن چِٺ تي، رَهي مَڏَ ماتو،
گھٽ گھٽ سُجاتو، پَرچي پَنهنجي پيءَ کي،

(55)

سَيُکو پائي قُلُ، بيجي بيجُ يَلو بُرو،
رهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو نيهي نِرَمَلُ،
سامي ڪيو جنهن ساڌ سَنگ، موڙي مَنُ اَچلُ،
پاسي تِئي نہ پَلُ، سُتَهہ سِڌِ سَروپَ ڪان.

(56)

ڳِرِسِي ڳِراسِي، سَبَ کي مايا موهِٽي،
ڪنهن ڪون تِئي ڪِينَڪي، پَلُ پاپِڻِ پاسي،

ڪَيُس گُرُ گِياتِ سان، ڪنهن نيهيءَ نِراسي،
هردم هِڪُ پاسي، جَنهِن ڪي اَندر آتما.

(57)

اوديا آوَرَڻُ، ڏِنو ساري ڏيهَ ڪي،
اُلٽِي ڏِنو اڪِن سان، ڪَنهِن نيهيءَ نارايَڻُ،
جَنهِن کي ڪَيو سَتِگروءَ، ڪرپا سان ڪامَڻُ،
خالي رَهي نہ ڪَڻُ، سامي سکپت سيجَ تي.

(58)

ڪري نانا ڇَلَ، مايا موهي سڀ کي،
ڪَنهِن کي ڇَڏي ڪِينڪي، خالي بِنان خَلَلَ،
ڪي نيهي وِيسَ نِڪري، نِراسا نِرَمَلَ،
جَن کي سَمُجَهہ سَبَلَ، سامي ڏِني سَتِگُروءَ،

(59)

اَنيَئہ پَدُ اونهون، سَنتَ لَکائِن سَڀَ ڪي،
آهي جَنهِن جي آسري، جڳُ گُونا گونو،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَئي، نيهي نمونو،
جئن ڪندِ جو ڪيلونو، خالي رَهي نہ ڪندُ ري.

(60)

ڪَرمُ اُپاسِنا گيانُ، ٽيئي ڪاندَ ڪَدَڻَ جا،
سَمجهي ڪو سامي ڇَئي، نيهي نِرَ اِيمانُ،
ڪَيو جنهن ڪِرپا سان، اَنيئہ اَمرت پانُ،
جاڳي سَڀُ جَهانُ، لَئہ ڏِنائين لَڪَ ۾.

(61)

ڪري هَٿُ هَنِي، ڪوهِہ نہ ماٺڪ ديهہ ڪي،
ڪيپَ ڪٽي وِيا پريتِوانَ، نيهي واٽ وَني،

ڪَسَوٽي ڪامل جي، سامي جن سَٽي،
ڪَلپِتَ پندَ پَٽِي، سَٽي مِليا سروپَ سان.

(62)

ڪوڙو ويسُ وڳو، گُرگمَ ڪيو ڪوڙڪو،
سَهَجي سُپيرِيَنُ سان، اَچي نيهُن لڳو،
ڄُڻو جيءُ جَنجال ڪون، وِڪِڙي ڊورُ ڏڳو،
اُتي پَرَمُ پڳو، سامي گهر مون اَڻ پچو.

# نيھي (ب)

(1)

ڪيڏي وَڏائي، ڳُڻيان نيھي پُرڪَ جي،
جَنھِن سامي مِلي ساڌَ سَنگِ، مَمَتَ مِٽائي،
سُمھيو سَمَتا سيجَ تي، وِجائي وائي،
سَمَ تي سَدائي، ماڻي دَورَ دَرس جِي.

(2)

سو نيھي نِرمَلُ، سو اوڌوتي اڳرو،
ڪَيو جَنھِن ڳُرگِياتِ سان، پُرڪارَٿُ پَرَبَلُ،
سُڪي تِيو سامي چَئي، پائي پَدُ اَچَلُ،
جِئين جَلِ ڪَنوَلُ، تئين رَھي وِديھي ديھِ ۾.

(3)

لِنوَ وارو ڪينَ لِڪي، سورِجَ جان سَنسارَ ۾،
سامي جَنھِن کي سَتِگُرو، ڦَلَ مون ڪَڍِي چِڪي،
اَنئي پَھَرَ اَنيئي، مُنھَن مون مَئِہ چِڪي،
پائي سُکُ سِڪي، پَلِپَلِ ڪارَڻِ پيءُ جي.

(4)

نيھي ڏِسِي نورُ، پاڪُ تِيا پَرپَنجَ کون،
باقي رَھِيُنِ ڪونڪو، ڪَرِٽو جَتَنُ جَرورُ،
سَدا رَھَنِ سامي چَئي، پيدَ بِنان پَرپورُ،
مُلِڪَنِ ۾ مَشھورُ، ويدَ چَونَ واڪا ڪَري.

(5)

نيهي نِرمَلا، مَئِلُ نہ رَگن مَنَ ۾،
سَمُجهي جَن سامي چَئي، گهَرِي گِيانَ ڪَلا،
جاڳي ڏِنائون جڳَ کي، ليکي اُتي لَلا،
بُرا آئون ڀَلا، ڄاڻن ڪَرمَ ڪَلپَ جا.

(6)

بيحَدَ لِنوَ بارِيڪَ، آهي عَشِقَ اگمَ جي،
سامي لائِي ڪَنهن سورَمي، لَنگهي لوڪان لِيڪَ،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، تَرَ تِيبَرَ توفيقَ،
نئنِ ڪون نَجيڪَ، سُتَهِہ ڏِسي سَمَ سُپِرِين.

(7)

لِنوَ جو لَنگوٽو، پاتو جَنهِن پَرَتيت سان،
سامي ڳنيون تنهن ساڌَ سَنگِ، سَمتا جو سوٽو،
سوڪمُ ڪَيائين سُرتِ کي، ماري مَنُ موٽو،
جَل جو پَپوٽو، جُدا نہ ڄاڻي جَلَ کون.

(8)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاتي جَنهن پَرتِيتِ سان،
تَنهِن هَنئِين ڪَلِپَ کُتيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڳاوَندو وَتي ڳوٺَ ۾، جَهنگِلو جَنجهوٽي،
لُتِي نِتُ لوٽِي، آنيَئِہ جي آنندَ جي.

(9)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاتي جَنهن پَرتيتِ سان،
تَنهن هَنئِين ڪَلپَ کُتيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڪائي ڪارائي خوشِ ٿئي، رَسَ پَرِي روٽي،
اَچي نہ موٽي، گَرَبَ جُونِ جي غارَ ۾.

(10)

لِنوَ جي لنگوٽي، پَهرِي جَنهِن پَرتِيتِ سان،
تَنهن هَنئِين ڪلپَ ڪُتيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڪائِي نِتُ نِربِاڻُ ٿِي، رَهَتِ جي روٽي،
اچي نَہ موٽي، جَنمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾.

(11)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاتي جَنهِن پَرتِيتِ سان،
سَمُجِهي تَنهِن سامي چَئي، قارَڪَ ڦِروٽي،
کَدِيائين کَلِپَ کُتيءَ کي، هَٽي سَمَ سوٽي،
اَچي نَہ موٽي، گَربَ جونِ جي گپَ ۾.

(12)

لِنوَ جي لَنگوٽي، بَڌي جَنهِين يَقينَ سان،
تَنهِن کَڍِيو کَلَپَ کُتيءَ کي، ماري سَمَ سوٽِي،
ڳاوَندو وَتي ڳوٺ ۾، جَهنگلو جَهِنجوٽي،
لُٽي نِتُ لوٽِي، اَنَيَئِہ جي آنَندَ جِي.

(13)

نيهِنِ جو نگرُ، ڪامِلَ آهي ڪَهڙو،
پَرِيو پاوَ پِڳتِ سان، سِيتَلُ سَهَجَ سُيَرُ،
پُڇي ڏِسُ تَنِين کون، جَنِ گهَرو ڪَيو گُذَرُ،
سَدا باغُ بَهَرُ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(14)

نيهِنِ جو نِيشانُ، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
وينا هَٽِنِ وِڌِ سان، نِتُ ڪَمانو ڪانُ،
سَمُجِهي سَگهي ڪونڪو، اِشارو اَجانُ،
سامي سَبِ حيرانُ، سِياڻا پَندِتَ پارِکو.

(15)

ڪَنهِن ڪي پوي نہ ڪَلَ، اُٿهوندي آڙاهَ جي،
لُڙِي لَهَوارا ڀِيا، سور وِير سَبَلَ،
لَنگهي چڙهِيا لَڪ تي، ڪي نيهي نِرمَلَ،
اَنئي پَهَرَ اَچلَ، سامي رَهَنِ سِياوَ ۾.

(16)

آهي اوڪيري، پائِڻُ پورَنُ پَدَوي،
ساڪَ ڏِئي سامي چَئي، نيهي نِرويري،
ماري ڪَيو جَنهِن مَنَ ڪي، يَسَمَ جي ڍيري،
اوِديا اَنڌيري، لَنگهي چَڙهِيا لَڪَ تي.

(17)

جانيءَ ڪَيو زَخَمُ، نيزو هَٽي نِينهَن جو،
ڪائي تَنهِن خلاصُ ڪَيو، هَڏُ، ماسُ، رَتُ، چَمُ،
نَظَرِ اَچي ڪونہ ڪو، بِنان موتَ مَلَمُ،
سامي سَڀُ شَرَمُ، آهي ڳَلِ اُنهيءَ جي.

(18)

نيهي نهاري، ڏهَہ دِس پانهنجي دوس ڪي،
روئِي رَتُ اَکِيُنِ مون، سَڏي سُڏِڪاري،
تُنهنجي بِرهَہ يَسَمُ ڪئو، جيءُ جُسو جاري،
ويهُہ نہ وِساري، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي.

(19)

نيهي نَظَرَ پاڪَ، رُئَنِ رَتُ اَکِن مون،
دائهن ڪَنِ دَرَدَ سان، ڦَٽِيا عَشِقَ فِراقَ،
ڏِيَنِ سَنيها سَڀَ ڪي، سامي چَئي بي باڪَ،
سُتَتُ پَرِچي پاڪَ، اَچي مِلُ مُئَنِ سان.

(20)

نيهي نِتُ مَري، پَسَڻَ ڪارَڻِ پِريَن جي،
روئي رَتُ اکِيُن مون، سُڏڪي سَڏُ ڪَري،
اَٿَ ئي پَهَرَ اندَرَ ۾، مَحَبَتَ مَچُ ٻَري،
سامي تَڏِي ٺَري، جَڏِي پَسي ميگهه مِهر جو.

(21)

نيهي نِماڻو، تِرَ ماڻُ نہ رکي مَنَ ۾،
جَنهِن کي سَنگُ ساڌوءَ جو، پَليءَ پَتِ پاڻو،
پَرِچي لَڌائين پانهِنجو، پريتمُ پُراڻو،
سامي پيئو ٿاڻو، آهي جَنهِن جي آسِري.

(22)

نيهي نِماڻو، روئي رَتُ اکِن مون،
سَڄَڻَ ٽُنهنجي سِڪَ ڪَيو، سُڪائي ساڻو،
سامي سَدائي رَهي، وَسَ ري وِڪاڻو،
پَرِچي ڪَرِ پاڻو، اَچي مِهَرَ مُئِن تي.

(23)

نيهي نِرَ اِيمانُ، ڪَري ڪانہ ڪَلَپَنا،
ڏِٺو جَنهِن اکِن سان، اَلَتي اَنيَئہ پانُ،
آهي جَنهِن جي آسِري، سُنَ سُماڌ اُتان،
سَدائي نِرِبانُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(24)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نہ رَکي مَنَ ۾،
سيوا ساڌَنِ جي ڪَري، پَرچي سَپِ پاڻو،
سَدا رَهي سامي چَئي، وِڌِ سان وِڪاڻو،
پريتَمُ پُراڻو، لَهِي لالُ گُلالُ ٿِيو.

(25)

نيھي نِرَ اِڇَٽُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو ھِڪڙو،
جَنھِن جاڳي واريو جَمَ جو، ڪِلي ڪاٽو ڪٽُ،
اَندَرِ ٻاھَرِ ٺيَ جان، ڏِسي اَنيَڪِ ٺٽُ،
جاڻي سَيُ جَڳٽُ، سُپَنُ وَتِ سامي چَئي.

(26)

نيھي نِرَ اَپمانُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو ھِڪڙو،
مِلي جَنھِن مَحبوبَ سان، ڪَيو اَمرِتُ پان،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، پائي پَدُ نِرَبان،
جاڻي سَيُ جَھانُ، آھي ھِڪَ اَلاھَ جي.

(27)

نيھي نِرَبَندَنُ، ڪَنھِن کي بَندي ڪِينَڪي،
پاتو جَنھِن پَرتيتِ سان، گھَرو گِيانَ انجنُ،
سامي ڏِسي سَربَ گتِ، پَرَميسَرُ پورَنُ،
عينَ اَييدَ يَجَنُ، لُنوَ لُنوَ ڪري لالُ ٿي.

(28)

نيھي نِراسو، پَلِپَلِ پيئي پريمَ رس،
پَرچي ڪَيو جَنھن پَدَ ۾، وِڙِ سَچيءَ واسو،
سامي ڪيلي سَرِبَ گتِ، خالِصُ خُلاصو،
ڏِسي ٺماسو، ساڪي ٿِي سَنسارَ جو.

(29)

نيھي نِرَھَنڪارُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو ھِڪڙو،
جَنھِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَڪِ مَتِ اپار،
سامي سَدائي رَھي، بَٽيءَ تي ھَسِوار،
سُپَني جو سَنسارُ، لَئِہ ڏِنائين لَکَ ۾.

(30)

نيهي نِرآڌارُ، ڪَري ڪانہ ڪَلپنا،
ڏِنو جَنهِن ڏيهيءَ ۾، دوسِتَ جو ديدارُ،
پيئي پئاري پِريمَ رَس، سُندَرُ، سِيتَلُ، سارُ،
بَٽيءَ تي هَسِوارُ، سَدا رَهي سامي چئي.

(31)

نيهي تِيا نِرمَلَ، دَرِسَنُ پَسي دوسَ جو،
جَنِ کي آئِي ساڌُ سَنگِ، اَنيَئِي اَتِڪَلَ،
پُني ڏيئي پاڻُ کي، گَٽَنِ ڪين گَلَلَ،
اَنئي پَهَرَ اَچَلَ، سامي رَهَنِ سُيِاوَ ۾.

(32)

نيهي سَيُ نِهالُ، رَهَنِ پانهِنجي پاڻُ ۾،
جَنِ کي ڏِسِي سَتِگُروءَ، سامي رَهَتِ رَسالُ،
وينا اَنيَئِہ تَخَتَ تي، ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪالُ،
جاڏي ڪَنِ خِيالُ، تاڏي سَجَڻُ سامُهون.

(33)

نيهي نِواجِيا، لِکَنِ چِپَنِ ڪِينَڪي،
سامي ڪَيا سَتِگُروءَ، طَلَبَ سان تاجا،
رَهَنِ مايا موهَ جي، اَتڪَ ڪون آجا،
رَسِي تِيا راجا، بينحَدَ بيگم پُرِ جا.

(34)

چلي ڪونہ چَوَڻُ، پِرتِ جوڳيءَ ري پَرِسَپِرِ،
ساکَ ڏِئي سامي سَچِي، نيهي نِراسُ نِپَٽُ،
مِتِيو جَنهِن جي مَنَ مون، پولائو پَوَڻُ،
پائي پيءُ پورَڻُ، ماٽي موجَ مُڪِتِ جي.

(35)

چَرِچا ڪينَ چَلِـي، پِرتِ جوڳِيءَ ري پَرِسپَرِ،
سامي ڳالِهِہ سَهي ڪَئي، ڪَنهِن نيهيءَ نِرَمَلِي،
رَڪيـائـيـن رَهَتِ سان، پـنـهـنـجـو پـاڻُ پَـلي،
بِـنـان هَـٺَ هَـلـي، جَـهِـڙي سـان ٿـهـڙو ٿِـي.

(36)

گهِـريءَ گتِ گـوپـالَ، مُـرلـي وَڄائـي مَـڏَ يـري،
سـازَ وَڳـا سُـرَ سـارَ جـا، سَـيَـئـي راڳَ رَسـالَ،
ٻُـڌي ٻِـنِ ڪَـنَـن سـان، نـيـهـي ٿِـيـا نـهـالَ،
سـدا لالَ گُـلالَ، سـامـي رَهـنِ سـيـاوَ ۾.

(37)

گـوپـيـون گـئُـو گُـوارَ، مـوهِـيـا مُـرِلـيءَ ڌُنِ ۾،
ٻُـڌِي ٻِـنِ ڪَـنَـنِ سـان، نـيـهـي ٿِـيـا نِـرا آڌارَ،
پـورَنِ ڄاڻـي پـيءَ ڪـي، مـاڻـنِ مـوجَ سَـچـارَ،
رَڱـنِ ڪـائـہ سَـنـيـار، سامي جڳتَ سَريرَ جِي.

# محبت (الف)

(1)

پُرجهي پائِج پيرُ، مَحَبَتَ جي ميدان ۾،
گجي تو ازغيب جو، سَدا سُوريو شير،
چَنبو هَٽِي چِتَ کي، ڊاهي ڪندُءِ ڍيرُ،
اَتي ڦَندُ نہ ڦيرُ، سُپَتِ ڪيو سامي چئي.

(2)

پيرُ پُرجهي پاءِ، مَحَبَتَ جي ميدان ۾،
ڪُنا بِيا تِي ڪيترا، جانيءَ لَڳِ تَنهِن جاءِ،
ڏِسي ڏهڪيِن ڪينَ ڪي، سامي سِڪَ وَڌاءِ،
جِيئندي پاڻُ جَلاءِ، تہ پَسَڻُ تئيئي پِرَ جو.

(3)

مَحَبَتَ جي ميدان ۾، عاشِقَ رَنگِ رَچَنِ،
پَوَنِ پَروانَنِ جان، اَڳِيون عَجيبَن،
سانگُ نہ وارِنِ سِر جو، توڙي مَچَ مَچَنِ،
ماسو ماس نہ تَنِ، بِرهُ جَنين جي بڳري.

(4)

مَحَبتَ جي ميدان ۾، مُئنِ ڪئي مجَلس،
ماهِلُ تِيا مَهران ۾، چڪي چاتيءَ چَسَ،
موٽي موٽيا ڪِينَڪي، رڙِهيا مَنجهہ رَهَسَ،
سامي پياري پُرَسَ، مَحَبتي مَستانُ، ڪِيا.

(5)

مَحَبتِن ميڙي، سنسا سَٽِيا سِيرَ ۾،
چَڙهيا عِشقَ اَيِدَ جي، ٻانيَڻُ چَئي ٻيڙي،
لَنگِهيا پارِ سَمُندَ کون، واڳان سَڀِ ويڙهي،
نيڻَنِ کون نيڙي، سُتهَہ گڏيا سُپرين.

(6)

مَحَبِتن مِڙي، مَجِلسَ ڪئي پاڻَ ۾،
پِين پِيارِ رامَ رَسُ، واکَنِ ساڻُ وِڙي،
سُتهہ پِيو سامي چَئي، چيتن چَندُ ڪِڙي،
رَهَتِ وانُ رڙهي، تَنهين ۾ تَدَ روپ ٿِيا.

(7)

مَحَبتن مِڙي، مَجِلسَ ڪئي پاڻَ ۾،
ٻولِن واڪَ ويساهہ جا، سامي ساڻ رَهَسَ،
ماڻي دَؤرَ دَرَسَ، اِستِتِ ٿِيا آڪاس جان.

(8)

مَحَبتي مَستانُ، ٿِئڙا سَهَجَ سَروپَ ۾،
ٻنان سِڪَ سَڄَڻَ جي، ٻي سُڌِ رَکَنِ ڪانہ،
اَرپِيائون عَجيبَ کي، تَنُ مَنُ ڌَنُ پَتِ پرانَ،
سدا رَهَن غَلِطانَ، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(9)

مَحَبتي مَستانَ، پَرچا رَهَنِ پاڻَ ۾،
ٻنان سِڪَ سَڄَڻَ جي، ٻي سُڌِ رَکنِ ڪانَ،
اَنئي پَهَرَ عرشَ ۾، جَپِنِ ريءَ زَبانَ،
جَڳُ ڄاڻي نادانَ، سامي ساکي سَڀَ جا.

(10)

مَحَبتن ماڙي، لَڌي لَڪَ اگمَ جي،
تَنهن ۾ لائي لالُ تيا، طَمَعَ ري تاڙي،
ڳالهہ نہ ڪَرِن ڳُجَهہ جي، سامي اُگهاڙي،
ڏِسَنِ ڏيهاڙي، پَنهِنجي اکئين پاڻَ ڪي.

(11)

بِنان پاڪيءَ پاڪُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مُشتاقُ،
چَڙهي جَنهن عرش تي، بُڌو وَحَدَتَ واڪَ،
چَڏي سَنسو ساڪُ، جُدا تيو جهان کون.

(12)

بانيڻ جنهن بُڌا، ويهي واڪ ويدانت جا،
پرچي ڪئي تَنهن پانهنجي، محبتي مُدا،
پيئي پيئاري پُرِ ڪَري، سَڀَ ڪي سَمَ سُڌا،
جانيءَ کون جدا، ڪَنهِن ڪي ڄاڻي ڪِينَڪي.

(13)

ويدانتي سَڀِ واڪَ، ٻولِنِ بيحَدَ ٻوڌَ جا،
سمجهي تِيا سامي چَئي، مَحَبتي مُشِتاقَ،
چڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي، خِيالَ ڪَري سَڀِ خاڪَ،
پَرچا رهن پاڪَ، پاڻُ ورائي پاڻَ سان.

(14)

جاڳي جَنهن بُڌا، وِڌِ سان واڪَ گُروءَ جا،
سَمُجهِي تَنهن سامي چَئي، ڪِي مَحَبَتيءَ مُدا،
ڪَڏِي تِئي ڪِينَڪي، جانيءَ کون جُدا،
ٻيا رَسَنِ مَنجِهہ رُڌا، دُور رَهِيا ديدارَ کون.

(15)

جاڳني ڏنو جن، دَرسنُ دِبَ عَجيبَ جو،
سي مَحَبتي مُشتاقَ جَنَ، پَلَڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
جانِ وڃائي پانهنجي، لُنوَ لُنوَ سِڪَ سِڪَنِ،
رَتا رَنگِ رَهَنِ، سامي سُپيرِيَنِ جي.

(16)

مَحَبَتَ مِنائي، مِلي مُلهَہ اَپارَ سان،
وَجي پُڇو تَنِ ڪون، ڏِني جَنِ ڪائي،
چَڙهيا اَنيَئہ اَڄَ تي، وِڃائي وائي،
سامي سَدائي، سَنمُڪُ ڏِسَنِ سُپرِين.

(17)

محبت جي ماڪي، چَٽي ڏني جنهن چِٽَ سان،
سَٽي وِڌي تَنهن سِرَ تون، هيبَتَ هَلاڪي،
جاڳي سَيُ ڪَرتا ڪري، راتِ ڏينهن راڪي،
سامي تِي ساڪِي، ماڻي مَوج مُڪِتِ جي.

(18)

ڏِني جنهن ڪائي، مِنائي مَحَبَتَ جي،
مِٽي تَنهِن جي مَن مون، پَڇَرَ پَرائي،
پانِ وَرائي پانِ سان، لِنوَ سَچي لائي،
سامي سَدائي، ماڻي سُکُ سروپَ جو.

(19)

محبت جي مِصِري، ڪاڌي جنهن گُرَگِياتِ سان،
سامي سُکَ سَنسارَ جا، تَنهن ڪون وِيا وِسري،
ڪَلَپَتَ ڪالَ ديوار ڪون، پيو پَرچي پارِ ڪِري،
اَچي ڪِينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ ۾.

(20)

محبت جي ميندي، لاتي جنهن لڳڻ کي،
سا سامي سُپيرِنِ ڏي، ويساسڻ ويندي،
پَرچي پيرانِيُنِ جون، مِنٿون مَڃيندي،
سُتَهَ تِي سينڌي، سُمَهَندي سُکُپَت سيج تي.

(21)

محبت مَنجهہ مَرَمُ، چاتو جنهن گُرگِياتِ سان،
واريو تنهن وَجودَ ۾، ديواني جان دَمُ،
ڏِنائين اکِنِ سان، اَلِڪُ عَينُ اڳمُ،
سامي سَبُ عالَمُ، آهي جنهن جي آسري.

(22)

مَحَبَتَ پاريو مَچُ، عَجائِبُ اَندَرَ ۾،
سَڙي وِيو سامي چَئي، ڪوڙو ڪَلِپَتَ ڪَچُ،
سيڪَ رَهيو هِڪُ سَچُ، ساڪي سڀ سَنسارَ جو.

(23)

مَحَبَتَ مَستُ ڪَري، عاشِقَ نِيان اَسِڳاه ۾،
پَرچي ڪِيائون پانهنجو، سامي پَٽُ پَري،
ڏِسي مُنهُن مَحبوبَ جو، وينا ڏِيانُ ڏَري،
پِرين پاڻ پَري، ڏِئي پيالو نور جو.

(24)

مَحَبَتَ مَستُ ڪَري، عاشقَ چاڙهيا عرشَ تي،
جِتي ڏِيو تيل ريءَ، اگمَ جوتِ بَري،
چاڙ وِچائي پانهنجي، وينا ڏِيان ڏَري،
پَلَڪَ نہ تئي پَري، سامي سُپيرِنِ کون.

(25)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي سَدائي سَنِرا،
سامي سُپيرِيَنِ کون، پَلڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
اَندر ٻاهَرِ ڏَهَ ڏِسان، سَمَ سَروپُ ڏِسَنِ،
رَتا رَنگِ رَهَنِ، مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي.

(26)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٽيهي پَڌِرا،
پِيئَن پِيارِنِ پريمَ رَسُ، ٻِيائي ڏيئي ٻَنِ،
سامي سَدا رَهَنِ، اَنلَ جان آڪاسَ ۾.

(27)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٽيهي پَڌِرا،
هَٿين پرين پيٽ پَرِ، سامي سدا رڙهن،
جِيَڻَ مَرَڻَ ڏُکَ سُکَ جو، سَنسو سوچُ نہ ڪَنِ،
وَجي پِرين پَسَنِ، لَنگهي اوڊِيا سِنڌُ کون.

(28)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٽيهي پَڌِرا،
دَرِ دَرِ ديوانَن جان، پُلِي ڪِينَ پَوَنِ،
سامي ساڌَ سَنگتِ سان، مِلي مَوجان ڪَنِ،
رَتا رَنگ رَهَنِ، سَدا سُپيرِنِ سان.

(29)

مَحَبَتي مَشهور، لِڪي ڇپي ڪِينَڪي،
چَڙهيو جَنهن جي گهرَ ۾، آتَمَ اَنڀئہ سُورُ،
سامي سنتنَ سان مِلي، ڇيتُ ڪيائين چُورُ،
جيئن نئنن ۾ نورُ، تيئن ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(30)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي رَهَنِ نِماڻا جڳَ ۾،
سامي سُپيرَينِ جِي، سَدا يَئِہ رَڱن،
لاباليِ جاڻي ڪري، ڪينو ڪِبرُ نہ ڪَنِ،
آڳيا مَنجِھہ رَهَنِ، جاڻ وِڃائي پانھنجي.

(31)

مَحَبَتَ جو مَذِڪورُ، ٻڌو جَنهِن ٻِيائيءَ ري،
اَچي تَنهن جي جيءَ ۾، جاڳِيو ڀڳتِ انگور،
ديھِ ايمانُ ڇڏي ڪَري، ٽِيو ڳگن ۾ گرِ ڪورُ،
حاضران حُضور، سامي ڏِسي سُپرين.

(32)

مَحَبَتِنِ مَذِڪورُ، ويھي ڪيو پاڻ ۾،
اوِديا جو اَندَرَ مون، سَڀُ ڪَڍِيائون سورُ،
حاضُران حُضورُ، سامي ڏسن سُپرين.

(33)

مَحَبَتَ جي ماڙِي، لَڌي جَنهِن لوڙي ڪَري،
لَڳي تنهن کي عِشقَ جِي، طَمعَ ري تاڙي،
ڏِسي ڏِھاڙي، سامي سُپيرِيَن کي.

(34)

محبوبَن مُکي، شِيشي شَونقَ شُرابَ جي،
سامي پيتو ساڌ سَنگِ، ڪَنهن پياسي پُلڪي،
ڪٽي سَنيائين سِرَ تون، اوِديا پندَ اُڪي،
جُهڳي منجھہ جُھڪي، ماڻي دَورَ دَرَسَ جا.

(35)

مـحـبـتـي مـيـنـاجُ، سَـچـو رَكـنِ سَـيَ سـان،
كُوڙو كَوڙو مُنهَن مون، كَڏين كِينَ اَواجُ،
پـورَڻ جـاڻـي پـيءَ كـي، مـاڻِـنِ اَنـيَـئِـہ راجُ،
سـدا بـي مـحـتـاجُ، سـامـي رَهَـنِ سُـيـاوَ ۾.

(36)

مـحـبـتـي مُسِـتـاقَ، روئـنِ رَتُ اَكِـنِ مـون،
دانـهـون كَـنِ دَردَ سـان، ڦَـٽِـيـا عَشَـقَ فِـراقَ،
سَجَڻ تُنهنجي سِكَ كيا، لِنوَ لِنوَ مجهہ سوراكَ،
ويَهُـڻ نـہ تِـئـي واكَ، سُـتَـتُ مِـلُ سـامـي چَـئـي.

(37)

مَحَبَتَ منهنجو مَنُ، تُنهنجي سكَ سوگهو كَيو،
لونئن لُونئن مَنجِهہ لڳِي رهيو، تَكي تُنهِنجو تَنُ،
پُـچـي پُـكـاري سَڏي كَـري، بُڌي سَـيُ وَچَـنُ،
ڏُكـيءَ كـي دَرِسَـنُ، سُـتَـتُ ڏي سـامـي چَـئـي.

(38)

مـحـبـتـي مُـشـتـاقَ، پـاسـي تِـيَـنِ نـہ پـيءَ كـون،
كَيائـون كَـلـبَ كَـڌي كَـري، اَكِـنِ ۾ اوطـاقَ،
سـامـي سِـكَ سَـچـيءَ سـان، پـرِچـا رَهَـنِ پـاكَ،
بـولِـنِ بـيـحَـدَ واكَ، عَـيـنَ اَيـيـدُ اَنـيـئِـي.

(39)

مَـحَـبَـتـي مُـشِـتـاقَ، لِـكَـنِ چِـپَـنِ كِـيـنَـكـي،
پـائـي ويـنـا پـريـم سـان، اَكِـنِ مَـنـجِـهـہ اوطـاقَ،
سَـدا سُـپـيـريَـنِ سـان، پَـرِچِـيـا رَهَـنِ پـاكَ،
بـانـيَـڻَ بـولِـن واكَ، دَردَ يَـرِيـا ديـدارَ جـا.

(40)

نِرمَلُ نيہتِ ڏِسي، ڏيرَجُ آيو دِلِ کي،
جاڳي اوِديا ننڊ مون، وينئي هيءَ وِسي،
پاسو ڪَري وِيو پاٺِهين، سامي هَٺُ هِرسي،
مَحَبَتَ ساڻُ مِسي، ڪائِي رَهِي خِيالَ ۾.

(41)

هَلي هَٺُ ڇَڏي، مَحَبَتي مَرمَ ۾،
واد، وڏائيءَ، لوڀَ ڪون، رَکي پاڻُ جَهلي،
ڪَنهِن کي ڪِينَ سَلي، سامي سِڪَ پرَيَنِ جي.

(42)

مَحَبَتي مَري، دَرسَنَ ڪارَڻِ دوسَ جي،
جِئين مڇلي نِيرَ ڪون، پَلَڪَ نہ تِئي پَري،
چاتِرڪُ ڪارَڻ مينگهہ جي، سَدا وِرلاپَ ڪري،
سامي ڏِيانُ ڌَري، سِپَ رهي سُنواتيءَ جي.

(43)

مَحَبَتي مِهماڻُ، سَدا جاڻي پاڻَ کي،
ڏِسي ڪالُ ڪُلهنِ تي، راتيان ڏِينهان ساڻُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، مَنَ ۾ مَمِتا ماڻُ،
پائي پَدُ نِربانُ، سِيتَلُ ٿِيو سامي چَئي.

(44)

مَحَبَتيءَ مُلِڪُ، جيتِيو سَبُ جُڳِتِ سان،
دُئيتُ گَديائين دل مون، رَکي سَمَ صِدِقُ،
اَندَر باهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسي سُپرِين.

(45)

مَحَبَتيءَ مُلِڪُ، سامي سَڀُ ڪيو پانهنجو،
رڪيائين ڳُرڳِياتِ ۾، سَنسي ريءَ صِدِقُ،
هوتُ ڏِنائين هِڪُ، چَڙهي نورَ مَحَلَ تي.

(46)

مَحَبَتي ماندو، ڪَڏي ٿِئي ڪِينَڪي،
جَنهن جوڙي جيءُ جُڳِتِ سان، اَنترمُکِ آندو،
وِس وِس ڪون واندو، سامي سَدائين رهي.

(47)

محبتي ماندو، ڪَڏي ٿِئي ڪِينَڪي،
جَنهِن موڙي مَنَ پَوَنَ کي، اَنتَرِ مُکِ آندو،
سُتَهَہ لڏائين سُنَ مون، هَرِ ڏَنُ هيڪاندو،
وينو ٿي واندو، سامي چَئي سَنسارِ ڪون.

(48)

مَحَبَتي مُڪِتو، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهن کي ڏِنو سَتِ ڳُروءَ، پَرِچي پِريمَ پَتو،
بِيو سامي ڄاڻي ڪونڪو، مَنَ ۾ مَنتِرَ مَتو،
رهي رنگِ رَتو، سَدا سُپيرِيَنِ جي.

(49)

مَمکُ محبتي، مَسِتُ رَهي مَهِراڻَ ۾،
چَڙهي جنهنجي چِتَ ۾، محبت جي مَستي،
سوڳُرُ تيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
ڄاڻي سُجَ وَستي، رَهي اَليپُ آڪاسَ جان.

(50)

محبتي مُريدَ، پاسي تِيَنِ نہ پيءَ ڪون،
جَنِ کي مِلي مَهما نگري، دِبَ درسَنَ جي دِيدَ،
مَري تِيا مجلس ۾، سامي چَئي شَهيدَ،
اَنئي پهر عِيدَ، مِلي ڪن محبوبَ سان.

(51)

جي ڦٽيا درد فراق، سي محبتي مستان ٿيا،
روئِن رَتُ اَکِن مون، ڇَڏي دَورَ دِماڪَ،
سامي لائي سانتِ ٿيا، خاموشيءَ جي خاڪَ،
اَللهُ منجهہ اوطاق، پيهي ڏٺائون پاڻهِين.

(52)

مايا ڪري مَجبورَ، ڇَڏيا جيءَ جَهانَ جا،
وَڃَنِ مَتِ مَرَمَ ري، وِسَيَنِ ڪاڻِ وَهَلورِ،
رَهي پانهنجي حال ۾، ڪو محبَتي مامورُ،
جنهن کي نِرمَلُ نورُ، سامي ڏنو سُتِگروءَ.

(53)

محبتي مَستانُ، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪِڙو،
جو ڪَچي چڙهيو قلوبَ تي، ڏرتي ۽ آسمانُ،
پرتکِ پَرَچِنتا ري، ڏسي اَنيَئہ يانُ،
جاڳي سَپُ جَهانُ، سامي جاڻي سُپنو.

(54)

محبتي مَستانَ، رهن گُهورَمَ گهرَ ۾،
جَنِ کي پرچي پانهنجِي، پڳتِ ڏِني پڳوانَ،
سامي چَئي سنسارَ جي، ڪَلِپَتَ رَگنِ ڪانَ،
نِپَٽُ تِي نادانَ، وَرِئَنِ وِڏ نِڪيدَ ري.

(55)

مَحَبَتَ مَستانا، پاسي تِيَنِ نہ پيءَ ڪون،
ڇَتِرَ سَنگھاسَنَ راڄَ سُڪَ، تِياڳِي جَنِ ڏِنا،
ڄاڻن سَڀُ سُپَني جِي، نانا روپَ رَچِنا،
ياڻِي منجهہ پِنا، سَدا رَهَنِ سامي ڇَئي.

(56)

محبتي مَلَنگُ، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
ڏِيئي ڪَندِ ڪَلِپَ کي، ڪيو جنهن سَتِسَنگُ،
اندر باهَرِ آتما، ڏِسي عَينَ اَيَنگ،
لُونءَ لُونءَ لائي رَنگُ، سامي لالُ گُلالُ ٿِيو.

(57)

مَهِرون ڪَئي محبت، مُرشد خاص مُريدَ سان،
لائي لالُ گلالُ ٿيو، رَحَمَتَ جي راحت،
سڀ گهٽ ڏسي سُپرين، بِنان هِيرَ حجت،
وحدت ۽ ڪثرت، اوري ڄاڻي عَينَ ڪون.

(58)

مَحَبَتي مگهَن، رهن پنهنجي حال ۾،
پاتا جَنِ پَرِتِيتِ سان، گهَرا گيانَ انجَنَ،
سامي ڏِسَنِ سَروَ گتِ، پر ميشوَرُ پورَنَ،
ميٺي سڀ مَنَ، مُشڪن ڪُشڪَنِ ڪِينڪي.

(59)

محبتي مَلَنگَ، مليا رهن مَحَبوبَ سان،
جِيئن جَلِي جوتِ سَروپُ ٿِيا، ڏيئا ڏِسي پَتَنگَ،
ساماڻا سامي ڇئي، جل ۾ جَلَ تَرَنگَ،
سدا اَليپُ اَسَنگَ، رهن وِديهي ديهہ ۾.

(60)

محبتي مَلَنگَ، ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪنهن جي،
پيتِي جَنِ پرتِيتِ سان، عَينَ اَنيَئِہ يَنگَ،
سُمهِيا سُکپت سيجَ تي، ٿنگَ تي رکي ٿنگَ،
راتيان ڏِينهان رَنگَ، مِلي ڪَنِ محبوب سان.

(61)

محبتي مَسِلا، ڳَڻي ڪيِنَ اَندَرَ ۾،
چَڙهي نورَ مَحَلَ تي، ڪيائِين سَيَ تَسلِيَ،
ڇَڏي غيرُ گِلا، واصُلُ ٿِيو وحدت ۾.

(62)

مَحَبَتي مَسِتانُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو رَهي پانهنجي حالَ ۾، سَدائي غَلِطانُ،
چَڙهي وينو چَوڏولَ ۾، ڪَڍي غيرَ گُمانُ،
ڪِيائين سِرُ قُربانُ، مَيخاني جي موجَ تون.

(63)

محبتي معمورُ، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
مُرشِدَ جي مِهَرَ سان، ڇپتُ ڪيائون ڇُورِ،
سو ڪِيئَن سَلِنِ سورُ، جَنهِن ڪارَڻِ جوڳي ٿِيا.

(64)

محبتي مَعمورُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
ڪايا مايا ڪُلَ ۾، وَجَنِ نہ وَهَلورُ،
جاڻَنِ سَيَ سَنسارَ کي، جِئين ٻيڙيءَ جو پورُ،
حاضِران حَضورِ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(65)

مَحَبَتـي مـرِي، جِيـئـنـدِي پـيـا سَـڀُ جڳَ ۾،
سامـي جَنِ کـي سَتِـڳُروءَ، ڳـيـاتِ ڏِنـي ڳـهَـري،
ڏنــائــون اَيــيـدُ تــي، بــيــحَــدَ جــوتِ ٻَــري،
سَـــٿــي پَــرَمَ پَــرِي، مــاڻِــنِ دَورَ دَرِسَ جــا.

(66)

محبتي مطلَبُ، کَنهن سان رَکنِ کِينَکي،
رَهـي جَنِ جي روحَ ۾، راتِـيـان ڏِيـنـهـان رَبُ،
سامـي ويـنـا صافُ تـي، ڇَڏي کـوڙُ قـلَبُ،
لائي لوڪُ لَقَبُ، تان پي مَستُ رهن مـهـراڻ ۾.

(67)

مَحَبَتيءَ ميلو، کَيو کَلِپَتَ ري يارَ سان،
رهـي پـانـهـنـجي حـال ۾، سَـهَـجي سُـهـيـلو،
وَقـتُ ۽ ويـلـو، سـامـي سـاڌِي کـونَـکـو.

(68)

مـحَـبـتـيءَ لايـو، مُـرچـو پـنـهـنـجـي مـن سـان،
کـري آچـمـن آگَسـت جـان، سـاگَـرُ سُـکـايـو،
سـامـي سَـمَ سـيـتَـلُ تـي، مَـڌَ ۾ مَـٿُ ڇـايـو،
کـائـي آڳـهـايـو، سُـتَـهَــ اِمـرَتُ اَنـيــئـي.

(69)

مـحـبـتـيءَ مـولـو، کَـيـو پـنـهـنـجي يارَ سان،
جَـنـهـن ۾ آهـي کـونَـکـو، سامـي پَـئِـہ پـولـو،
کَـدِي سَـڀُ رولــو، مــاڻِــي دَورَ دَرسَ جــا.

(70)

محبتيءَ ماڻڪُ، لَڌو پنهنجي گهر مون،
اَندر باهر آتما، هَرِ هَندِ ڏِسي هِڪُ،
سَهَجي تيو سامي چئي، ڦُرني ڪون ڦارڪ،
لِنوَ سان ڪيي لِڪُ، پَلِ پَلِ پيئي پريم رَسُ.

(71)

مَحَبَتِنِ مارِيو، غيبي گوتو گهرَ ۾،
اَنيَئِہ لعلُ لَهي ڪري، جيءُ جُسو نارِيو،
نِرڪِي نِوارِيو، سامي ڏِسَڻُ ڏيهہ جو.

(72)

جن ڪي مَتِ محبت، سامي ڏِني سَتِگُروءَ،
پَرچي لَڌي تَنِ پوربي، گهر مون ڊِبَ دَولتَ،
ماڻِنِ مَوجَ مُڪِتِ جي، ميٺي سيِ مَمَتَ،
رهن منجهہ جڳَتَ، سدا اَليپُ آڪاسَ جان.

(73)

لوڙي لَڌو جَنِ، سامي سُپيريَنِ کي،
سي جَڏي دَرُ دوسَنِ جو، هڪَ پَلَڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
سَنَمُکُ سَدا رَهَنِ، ڪَلِپَت ڪَڍي جيءَ مون.

(74)

محبتي مَستانَ، جُهولَنِ جَهروڪَنِ ۾،
سامي سُپيريَنِ ري، ٻِي سُڌِ رَکَنِ ڪانہ،
پَلِ پَلِ پيِنِ پريمَ رَسُ، ڪَڍي اَوِديا آنَ،
رَهَنِ مَنجهِہ جَهانَ، سدا اَليپ ڪَنوَلَ جان.

(75)

محبتي مَستانَ، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
ٻنان سِڪَ سَڄَڻَ جي، ٻي سُڌِ رَڳن ڪانه،
جِئين ٻالَڪَ نادانَ، سامي رَهَنِ سَنسارَ ۾.

(76)

مَحَبتي مَستانَ، رَهِنِ پانهنجي حالَ ۾،
سامي سُپيريَنِ ري، ڪَلپَتَ رَڳِنِ ڪانه،
جئين ٻالَڪَ نادانَ، رَهَنِ اَلڳُ اِنچا ري.

(77)

مَحَبتي مَڳهنُ، رَهن پانهنجي حالَ ۾،
سامي جاڳَنِ ڪوئڪو، سِڪَ ٻنان ساڏَنُ،
ڪِيائون وَسِ ويساهَ سان، پَرچي مَنُ پَوَنُ،
سَڀَ اَنگين سَنپَنُ، ڏيو ڏِنائون ڏيهه ۾.

(78)

محبتي مَطلَبُ، ڪَنهِن سان رَڳنِ ڪِينڪي،
رَهي جَني جي روحَ ۾، راتيان ڏِينهان رَبُ،
ڳالهيون ڪَنِ عَرشَ جون، عَجائِبُ عَجَبُ،
توڙي لائي لوڪُ لَقَبُ، تہ ٻي مَستَ رَهَنِ مَهِرانَ ۾.

(79)

مَحَبتي موتاجَ، ڪَنهِن جا ڻِيَن ڪِينڪي،
رَڳنِ نہ رَتيءَ جيتري، ٻنان دَرسَنَ حاجَ،
پَرچي ڪِيائون پانهنجا، سامي ڇَئي سَڀِ ڪاجَ،
اَنيَئِي آواجَ، ٻِنا ڪَڍَنِ ڀاوَ سان.

(80)

مَحَبتِن مَذِڪورُ، سامي سڀ سَهي ڪيو،
ڏِنائون ڏيهيءَ ۾، قِبلو ۽ ڪوهِنورُ،
ڪَهين اڳيون ڪَڻِ جيترو، پَڌِرو ڪَن نہ پورُ،
سو ڪِيئَن سَلِن سورُ، جنهن ڪارڻ جوڳي ٿيا.

(81)

محبتِن پرماڻُ، پرچي لَڌو پوربي،
جتي تون مان ناهہ ڪا، نڪو دانُ اِستانُ،
نڪو جيءُ نہ اِيشُ ڪو، نڪو گِيانُ ڌِيانُ،
سامي چَئي سَمانُ، پُرڪُ وَسي پرماتما.

(82)

مَحَبَتِن ڪون مِيتُ، پلڪ پَراهون نہ ٿِئي،
لَڪَ لَڪائِي سَتِگُروءَ، جَنِ تي پَرمُ پُنِيتُ،
ڏيئي ڪَندِ ڪلپَ ڪي، تيا سِيتَلُ سُرِ جيتُ،
گِرستَ منجهہ اَتِيتُ، سَدا رهن سامي چئي.

(83)

مِنو لڳو مارُون، مَحَبَتِن جي مَنَ ڪي،
سَمجهائون سامي سَچي، دَرِسَنَ جو دارون،
تارَ مَنجهون تارون، لَڳهيا لَڪ اَگمَ جي.

(84)

وِيَڙو ڪوڙُ ڪَپَٽُ، محبتيءَ جي مَنَ مون،
لائي لِنوَ سَچيءَ سان، اونهون اَوِديا پَٽُ،
پرچي ڏِنائين پاڻ ۾، پرِيَنِ ڪي پَرگهٽ،
پَڇي مَمَت مَٽُ، سامي مليو سَروپَ سان.

(85)

وِئڙو ڪوڙُ ڪَپَٽُ، مَحَبتيءَ جي مَنَ مون،
لاٿائِين ڳرڳِياتِ سان، سامي اَوِديا پَٽُ،
پَرچي ڏٺائين پاڻَ ۾، پِريَنِ ڪي پَرگهٽُ،
ڪَڍي وينو هٽُ، سودي سارَ اَپارَ جو.

(86)

مَحَبَتِنِ جو مَنُ، سيتَلُ رَهي سُنياءَ ۾،
سامي ڪَنِ سَروپَ جو، بِنان ڀيدَ ڀَڄَنُ،
گهٽِ وَڌِ واٽيءَ واڇَ ڪي، ڪَلپي ڏِيَنِ نَہ ڪَنُ،
ڪَڍي ڪانو پَنُ، ڏِسَنِ اَنيَئہ اَنَ ڪي.

(87)

مَحَبتِن سَڀ مَتَ، لئہ ڪَيا تَنهِن لڪَ ۾،
جَنهن ۾ تون مان نانهِن ڪا، نَڪي پَنج ئي تَتَ،
حَدَ پَري بيحد، پاتو پَدُ باڻيَڻُ چَئي.

(88)

مَحَبَتِنِ ماري، ٽُبي دِلِ دَرياهَ ۾،
لعلُ لڌائون اَڻَ مُلهو، پَرَمَ ري ياري،
سامي وِسُ ساري، جاڻَنِ تيجُ تَنهين جو.

(89)

لوڀَ لَهَر لوڙهي، ڪوڙين نيا ڪيترا،
سامي رَکِيو سڪان ڪي، ڪَنهِن مَحَبتيءَ موڙي،
بَندَنَ سَڀِ ڀِيائيءَ جا، ڇَڏِيائين ڇوڙي،
وينو جَنگِ جوڙي، لَنگهي پارِ پِريَنِ سان.

(90)

لـيـڪي مـنـجـهـ لُڙي، ويـا جـيءَ جَـهـان جا،
اَندَرِ ڏِنو اَليـڪَ کي، ڪَنهِـن مَـحَـبـتـيءَ مُڙي،
سامي جَنهن جِي ساڏ سَنگِ،اوِديا ڳَنڍِ ڇُڙي،
جـاڳـي رهـيـو جُـڙي، پـاڻُ وَرائـي پـاڻَ سـان.

(91)

ويـا سـپ لـوڪ لُـڙي، اَوِديـا جـي آڙاهـ ۾،
جنهن مون لَيي نـ هـڪـڙي، سامي جَلَ ڦُڙي،
چَڙهيـو چيـتَـن چِتَ تـي، ڪـو مـحـبـتـي مُڙي،
جنـهـن جي ڳنڍِ ڇُڙي، پَئي ساڏ سَنگتِ ۾.

(92)

ڪـوڙي ڪَـٿَ ڪَـتـي، سامـي سَـپ لُـڙهي وِيا،
رَکنِ سِـڪَ سَـمُـجَـهـ ري، ڪـاڳـر ڪـوٺ سَـتـي،
مـڪَـڻُ ڪـڍيـو مـن مـون، ڪـنـهـن مـحـبـتـيءَ مَـتـي،
لـيـڪي لَـتـي پَـتـي، شـيـشُ ڏِنـائـيـن سُـپـريـن.

(93)

وِرلـو ڪـو آهـي، مَـحَـبـتـي مُـشـتـاقُ جَـنُ،
جو مِلي ساڏ سَنگتِ سان، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
جـاڻ وِجـائـي پـانـهـنـجـي، لُـنوَ لُـنوَ لِـنوَ لائـي،
مَـمِـتـا مِـٽـائـي، سـامـي ڏِسـي سَـروپَ کـي.

(94)

وِرلـو وِلـوڙي، ڪـو مـڪَـڻُ ڪَـڍي مَـنَ مـون،
ڪري مانڌاڻي مَحَبتَ جِي، ٽِـرتـا ٽَـنيُ ڪـوڙي،
سيـلـي پـائي سَـچَ جي، جُڳـتِ سـان جـوڙي،
ڏِسي مُنهُن موڙي، پانهنجي اَڪـئـيـن پـاڻَ کـي.

(95)

سَنتَن سايُرسَن، هوڪو ڏِنو حَقَ جو،
ٻُڌو تنهن ٻانيَڻُ چَئي، مَحَبَتَ جَنهِن جي مَنِ،
ٻِيا سَڀِ ڏيئي ٻَنِ، دَرُ وڌائين دوسَ جو.

(96)

وِرلو ڪو آهي، محبتي مهمانُ جَنُ،
جو مِلي ساڌ سَنگتِ سان، مَمِتا مِٽائي،
جانُ وِڃائي پانهنجي، رَهيو رَنگُ لائي،
مُنهن مٺهيءَ پائي، جُڙيو رَهي جڳديسَ سان.

(97)

ڪارجُ ڪينَ سَري، سامي سِڪَ سَمُجَهه ري،
اِيئين چَوَنِ تا اَنيَئِي، سَڀَ ڪي ساڪَ ڀَري،
سَدا جَن جي جيءَ ۾، مَحَبَتَ مَچُ ٻَري،
پَلَڪَ نه تِيَنِ پَري، سُتهه شُڌِ سروپَ ڪون.

(98)

صفائيءَ ري سُکُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، محبتي مانکُ،
ڪَٽِيو جنهن ڪَلِپَتَ جو، دانائيءَ سان ڏُکُ،
صفائيءَ سَنِمُکُ، رَهي سارَ سروپَ جي.

(99)

مَحَبوبَن جي موڙ، سَمُجهِي جَنهن سامي چَئي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سَهَجي سوڙه سَنگهوڙَ،
ٻَنڌَنَ سَڀِ ٻِيائيءَ جا، ڇوڙي ڇَڏيائين ڇوڙَ،
لِنوَ وَرائي لوڙَ، رَکِي نه رَتيءَ جيتري.

(100)

رَهي هوتُ حَضورِ، سامي سَيَڪَنهين جي،
پَرَمَ مَنجهہ پُلِي ڪري، مورَکَ جاڻن ڏورِ،
راتيون ڏينهَن مَرَمَ ري، مَرَنِ سَنسي سورِ،
چَڙهي پَکي پورِ، تِيا مُقابِلِ مَحَبتي.

(101)

اَپيريءَ جو پيرُ، پيرانِيُن پرچي لَڌو،
ڏيئو باري ڏِيل ۾، ڪَڍيو جَنِ اَنڌيرُ،
وينا اَنيَئِي تختَ تي، تي نرِيَئِہ نِرويرُ،
رائِي ۽ سُميرُ، سَمَ جاڻن سامي چَئي.

(102)

اَپيريءَ جو پيرُ، پُرِجهي ڪنهن پريميءَ لَڌو،
آهي جنهن جي آسري، ساگرُ سَرُ سُميرُ،
سامي سَيُ سو ڪَٿي، تيو نِريَئِہ نِرويرُ،
سوريَہ منجهہ اَنڌيرُ، ڏِسي نہ آدِ جُڳادِ جو.

(103)

انيَئہ لَکَ اَپروک، سَنتَ لَکائِنِ سَيَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مَموڪُ،
پَرچي ڏنو جنهن پاڻ ڪي، نِتُ نِرمَل نِرَ دوڪ،
سَچارِي سَنتوڪ، مُک رکي موجان ڪري.

(104)

انيَئہ لَکَ اَپروک، سَنتَ لَکائِنِ سَيَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، محبتي مَموڪُ،
ڪَٿي ڪالَ ڪَلپنا، تيو نِرمَلُ نِرَدوڪ،
سَچاري سَنتوڪُ، مُک رکي موجان ڪري.

(105)

انيئہ لَڪَ اَپَروڪ، سَنتَ لَڪائِن سَيَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبتي مَموڪُ،
جو جيءَ ۾ ڪَڻ جيترو، رَکي نہ راڳ دوڪُ،
صفائي سنتوڪ، مُکِ رکي مَوجان ڪري.

(160)

جِيئين چَندي چَجُ، ڪَڍي ڪِنُ ڪوَنديءَ مون،
تِيئين ڪَڍايو ڦُرانَ مون، مَحَبتِن مگَجُ،
رَگِن نہ رَتيءَ جيترو، ڪنهن جو گمُ گرَجُ،
سامي هَردَمُ حَجُ، مِلي ڪَنِ مَحبوبُ سان.

(107)

جِيئين سورُ سَتِي، سانگو نہ رکن سر جو،
تِيئين مِليا مَحبوبَ سان، مَري مَحبتي،
جَن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سَچي رَهَتِ رَتي،
پائي پَرَمَ گتي، سامي ماڻِن سيجَ سُکُ.

(108)

تَنهِين سَيُ ڏِنو، جَنهين ڏنو مَنُ مُحَبوبَ کي،
اُوڍِيا پَرَمَ اَندَرَ مون، سَيُ چِکيءَ ساڻُ چِنو،
پاڻيءَ منجهہ پِنو، جيئن ڪيلوڻو گندُ جو.

## مَحبتَ (ب)

(1)

مَحَبتِنِ جو مَتُ، ڪامِلَ آهي ڪَهڙو،
سَچُ ڄاڻَنِ سائينءَ کي، ڄاڻِي جوتِ جڳتُ،
سامي پُڇُ پَرتيتِ سان، گورکُ، نارِدُ، دَتُ،
ڇَڏي ويلُ، وَقتُ، لَنگهي چَڙهيا چِٽَ تي.

(2)

ڪانئِر ڪينَ اَچي، مَحَبَتَ جي ميدانَ ۾،
ديهِي ڄاڻِي پاڻَ کي، ڪَيو ڪَچُ ڪَچي،
سامي چَئي ڪو سورَمو، رَهَسِي رَنگِ رَچي،
جيئين پَتَنگُ مَچي، سَما ڏِسي سوجهرو.

(3)

پيرُ پُرِجهي پائي، مَحَبَتَ جي مَيدانَ ۾،
ڏِسي اَڏَ مُئَنِ کي، مَتان يَؤ ڪائي،
آسَ اَنديشو ديهہ جو، ڇِيئندي جَلائي،
سامي سَمائي، ٿَڏي دَرِ دوسَنِ جي.

(4)

بيحَدِ نا ٻولي، سامي حَدَ جِي جيءَ سان،
سَمَ وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان، اَڻَ هوندي اولي،
اَچي مِليو مَحَبتي، ڳوٺَ مَنجهون ڳولي،
ٿَڏي ڳِنڍِ کولي، جَڏي گاهڪُ ڏِسي گُڻَ جو.

(5)

دوسِتَ ڏِني ديدَ، جَنهن کي پَرچي پانهِنجي،
مَرِي ٿيا سي مَحَبَتي، سامي سَڀِ شَهيدَ،
حاضُرُ رَهَنِ حَضورَ ۾، ماهِلُ مُلِ خَريدَ،
اُنئي پَهَرَ عيدَ، مِلي کَنِ مَحبوبَ سان.

(6)

پَرميسَرَ پَهَنِجي، سامي سَنسو نه رهي،
اها ڳالِهه اَندرَ ۾، کو مَحَبتي مَني،
پَرِچي لاهي پانهنجا، بيڙا ساڻُ بَني،
جِئين ڏري ڏيانُ ڏني، ٺاکُرَ کي پيدا ڪيو.

(7)

جِئين بيڙيءَ جو پورُ، تِئين سَنگُ سَنسارَ جو،
هَلِيو وَجي هيکِلو، پَلَ ۾ شاهُ مَزورُ،
سَمُجهي کو سامي چَئي، مَحَبَتي مَذکورُ،
سَٽي سَنسو سورُ، ماڻي سُکُ سَروپَ جو.

(8)

جِئين بيڙيءَ جو پورُ، تِئين سَنگُ سَنسارَ جو،
سَمُجهي کو سامي چَئي، مَحَبَتي مَذکورُ،
مِٽيو جَنهِن جي مَنَ مون، نِپَٽ سَنسو سورُ،
حاضِران حَضورُ، سُتَهه ڏِسي سُپِرين.

(9)

مَحَبتي مَني، کو جِيئندي مَرَڻُ جڳَ ۾،
سامي جَنهِن کي سَبَقَ جو، پِيو پَرِلاءُ کَني،
سَمُجهِي اِنهيءَ ڳالهه کي، بيڙو لاءِ بَني،
جئن ڏري ڏِيانُ ڏني، پَٽَرَ مون پيدا کيو.

(10)

جَنهن کي لوڙ لڳي، پَڪي پيءَ پَسَڻَ جي،
سو مَحَبتي مَلَنگُ ٿِيو، ڇَڏي ناهہ نڳي،
سامي سَمِجهي ساڌ سَنگِ، نانا پِرانتِ ڀڳي،
اَئيئہ جوتِ جڳي، سُتَهہ ڏِنائين سَرِبَ گتِ.

(11)

مَحَبتي مَلنگُ، کوڙِنِ ۾ کو هِڪِڙو،
جَنهن ڏيئي کَندِ کَلِپَ کي، کَيو ساڌوءَ سَنگِ،
اَندرِ باهَرِ آتَما، ڏِسي عَينَ اَيَنگُ،
لَنوَ لَنوَ لائي رَنگُ، سامي لالُ گُلالُ ٿي.

(12)

مَحَبتيءَ ماڻِڪُ، لَڌو دِلِ دَرِياهَ مون،
اَندَرِ باهَرِ آتَما، هَردَمُ ڏِسي هِڪُ،
سَهَجي ٿِيو سامي چَئي، ڦُرِني کون ڦارِڪُ،
لِنوَ سان کَڍي لِڪُ، پَلِ پَلِ پِيئي پِريمَ رَسُ،

(13)

مَحَبتي مَگِنا، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءَ کون،
ڇَترَ سِنگهاسَڻَ، راجَ سُکَ، تياڳِي جن ڏِنا،
جاڻَن سَڀَ سُپِني جِي، نانا روپُ رَچنا،
ياڻي مَنجهہ پِنا، سدا رهن سامي چئي.

(14)

مَحَبَتي مَطلبُ، کنهن سان رکن ڪينڪي،
رَهي جَنِ جي روحَ ۾، راتِيان ڏِيهان رَبُ،
چَڙهِيا ڦَهُ ڦَهُ کُندَ تي، کَٽي کَلپَ ڪسَبُ،
توڙي لائي لوڪُ لَقَبُ، تان پِي سَمَ رَهَنِ سامي چئي.

(15)

محبتي مَڏِري، ٻاٽي ٻولِن بيحَدي،
وَتي جَن ويساهَ سان، ڳُرَڪون ڳِياتِ ڳھري،
ڏِٺائون آڪاسَ جان، ٺَنَ ۾ پَدُ ٺُري،
ميٺي پَلِي ٻُري، ساماٽا سامي چَئي.

(16)

محبتي مُشتاق، پاسي ٽِيَن نہ پيءَ ڪون،
ڏِٺو جَن اکِن سان، دَرسَنَ جو دِيماڪُ،
سَدا رَهن سامي چَئي، پَرچِنا ڪون پاڪُ،
ٻولن اَنيَئِہ واڪُ، عينَ اَيدُ اَنيَئِي.

(17)

محبتي مَحَبوبُ، پائي وينا ڪَڇَ ۾،
سامي پَرچِي پاڻَ ۾، نِتُ خِلوَتَ ڪَرِن خوبُ،
ليٽن لالَ پَلَنگَ تي، ڪَري هِڪُ قَلوبُ،
مَمِتا سان مَطَلوبُ، رَڱِن نہ رَتيءَ جيترو.

(18)

لائي محبت موڪَ، جنهن پوڪ پچائي پنهنجي،
مٺيا تنهن جي من مون، سامي سنسا شوڪ،
چڙهيو چيتن چِٽَ تي، لنگھي ٽيئي لوڪ،
سودو روڪان روڪَ، ڪري سياوڪَ سپ سان.

(19)

چَوهَتي چَرِسُ، مڙِي پيئِن محبتي،
تَنُ، مَنُ، ڌَنُ ڏيئي ڪَري، رَکِي سِڪَ سَرسُ،
نانا ڪون نِرٻان ٿِيي، ڏِسَن عينَ عَرِسُ،
دَهِ دِسَ دِبَ دَرِسُ، سامي ڪَن سَروپَ جو.

(20)

مَحَبَتَ مَڏ يري، ڳالِهہ ٻُڌائِي سَتِگُروءَ،
سَمُجهي مَنُ سيتَلُ ٿِيو، بيحَدِ جوتِ ٻَري،
سنسي جِي سامي چَئي، ويئي ٽِڪَرَ ٿَري،
طَمعَ تارِ تَري، پارِ ڏِٺو پيءُ پنهِنجو.

(21)

محبت مِنائي، آئي ديسَ اگمَ کون،
پريمي سَڀِ پَرسَنُ ٿِيا، خوشيءَ سان ڪائي،
صَدِقي ڪَيائون سُکَ تون، وائي وَڏائي،
سامي سَدائي، ماڻِنِ دَورَ دَرِسَ جِي.

(22)

مَحَبتي مگنُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
پاتو جَنِ پَرِتيتِ سان، گهَرو گِيانَ اَنجَنُ،
سامي ڏِسَنِ سَرِبَ گتِ، پَرَميسَرُ پورَنُ،
ميٺي سَڀُ مَنَنُ، مُشڪَنِ ڪُشِڪَنِ ڪِينَڪي.

(23)

مَحَبتي مگنُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
پاتو جَنِ پَرِتيتِ سان، گهَرو گِيانَ اَنجَنُ،
سامي ڏِسَنِ سَرِبَ گتِ، پَرَميسَرُ پورَنُ،
ميٺي سَڀُ مَنَنُ، مُشڪَنِ ڪُشِڪَنِ ڪِينَڪي.

(24)

محبتي مُتِڪِلِ، پاسي ٿِيَن نہ پيءَ کون،
ڪسي وتي خوشيءَ سان، دوسِتَ جَن جي دِلِ،
سامي آيا سَنسارَ ۾، سُياوَڪي سَئِلِ،
جَهڳمڳي جِهلِملِ، ڏِسَنِ عينَ اَنيئي.

(25)

مَحَبتَنِ ميلاپُ، پَرِچي ڪَيو جَنِ پانهنجو،
پِئَنِ پِئارِنِ پِريمَ جو، پِيالو عينَ آماپُ،
لُنوَ لُنوَ لالُ گُلالُ ٿِي، جَپِنِ اَجَپا جاپُ،
ميٽي سَيُ سَنتاپُ، سامي ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(26)

محبتي مَطِلَبُ، ڪَنهِن سان رَکَنِ ڪِينَڪي،
رَهي جَن جي روحَ ۾، راتِيون ڏِينهان رَبُ،
سامي سدائي ڪَريہن، تَنِ جو عين اَدَبُ،
تَہ ڍَوَ سان ڏيئي ڍَبُ، ڪَنِي پاڪُ پَنجَنِ ڪون.

(27)

محبتي مُشِتاقَ، پاسي تِيَنِ نَہ پيءُ ڪون،
جَنِ ڪي جان جِگِرَ ۾، ڪَيا سِڪَ سُلاڪَ،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، پَرچِنتا ڪون پاڪَ،
بولِنِ اَنيَئِہ واڪَ، عينَ اَيِيدَ اَنيَئِي.

(28)

مَحَبتي مُشِتاقَ، پاسي تِيَنِ نَہ پيءُ ڪون،
ماري ڪَيا جَنِ مَنَ جا، خِيالَ سَيوئي خاڪَ،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، پَرِچِنتا ڪون پاڪَ،
حَدَ پَري اوطاقَ، آهي تَن جِي اَنيَئِي.

(29)

محبتي مَقِصَدُ، ڪَنهِن سان رَکَنِ ڪِينَڪي،
پِيتو جَنِ پَرِتيتِ سان، مُڪِتو مَحَبتَ مَدُ،
ڪَٽِيائون ڪَلِپَتَ سان، دِلِ مون دُکُ دَرَدُ،
پائي پورَنُ پَدُ، ساماڻا سامي چَئي.

(30)

محبتن مَرَٽو، سامي رَکيو سِرَ تي،
وَدائون ويساهَ سان، ساڌوءَ جو سَرِٽو،
اِستِتِ تِيا آڪاسَ جان، چَڏي پاڻَ پَٽو،
جاڻن رَسُ گهٽو، سُتَهه سِدِ سَماڌَ ۾.

(31)

مُنهَن سان مَها واڪَ، بُڌي بولِنِ ڪيترا،
سَمُجهِي ڪي سِيتَلُ تِيا، مَحَبتي مُشتاقَ،
ماري ڪَيا جَنِ مَنَ جا، خِيالَ سيئي خاڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، سامي سُپيرِيَن سان.

(32)

ڏِيئا ڏِسي پَتَنگَ، جَلِي جوتِ سَروپُ تِيا،
سَماڻا سامي چَئي، جَلَ ۾ جَلَ تَرنگَ،
تِئين مِليا مَحَبوبَ سان، مَحَبَتي مَلَنگَ،
سَدا اَليپُ اَسَنگَ، رَهَنِ بِديهي ديهه ۾.

(33)

ويدانتي سَڀ واڪَ، بولِنِ بيحَد بوڌَ جا،
سَمُجهي تِيا سامي چَئي، مَحَبتي مُشتاقَ،
چَڙهِيا چيتَن چِٽَ تي، خيالَ ڪَري سَڀ خاڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

# عشق (الف)

(1)

پرچي ڏِنو پَهُه، مُرِشِدَ خاصِ مُريدَ کي،
اُتنديِ وِهَنديِ عَشِقَ سان، اورَ اِنهيءَ ۾ رَهُ،
وَنِي راهَ رِنديءَ جي، سَيُکي سِرَ تي سَهُه،
تہ اَچي پاڻَ اَلهُه، مَطِلَبَ کَندُءِ مَنَ جا.

(2)

هَرَ هَرَ هَٿُ مَ پاءِ، عَشقَ جي اِسرارَ ۾،
سِياڻپَ جِي سامي چَئي، تَتِي ڪانهي جاءِ،
جي توکي پِياسَ پَسَڻَ جي، تہ مَکَڻَ سِيکَ پچاءِ،
پيد بِنان لِنوَ لاءِ، تہ سَهَج مِلَني سُپرين.

(3)

عَشِقَ پُنيءَ آيو، عَقُلُ پيهي پاڻهي،
سورِجَ ساڻُ لِڳو رَهِي، جئين سورِجَ جو سايو،
مِلي عَشِقُ عَقُلَ سان، سامي سَمايو،
مَنَ مُرِچو لايو، سَمُجهِي پانهِنجو پاڻُ سان.

(4)

عَشِقَ ساڻُ عَقُلُ، مِليو رهي مُندَ جو،
جِئين سُن آڪاس سان، پاڻيءَ مليو جل،
جيئن تيج اگن سان، مينگهہ مليو بادل،
سامي چل اچل، بيئي روپَ پَوَن جا.

(5)

اَچي عشق رکيو، زور جنهن جي جيءَ ۾،
تنهن چيتَ مٿائي چِتَ جِي، چيتَنُ رَسُ چکِيو،
سُتهه سِڌِ لَکيو، سامي چَئي سروپَ کي.

(6)

عاشِقَ ڪينَ لِکَنِ، سورِجَ جان هِنَ لوڪَ ۾،
سَدا اَلبيلَنِ جا، رَتا نيڻَ رَهَنِ،
ڪاڻِ نہ ڪَدَنِ ڪنهِن جي، سُوري پڻِ سَهَنِ،
اَنئي پَهَرَ وِهَن، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(7)

جي توکي پياسَ پَسَڻَ جي، عاشِقَ اَلگ ٿيءُ،
اکِنِ جي اِلڪَنِ ۾، جوڙي رَکيِن جيءُ،
لِنوَ لائي لُنؤ لُنؤ سان، پِريمَ پيالو پيءُ،
تہ سامي چَئي سَديءُ، حاضر ڏسين هوت کي.

(8)

عاشِقُ ڪُرلائي، پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي،
دَردَ پِريون دانهان ڪَري، سَڀَ کي ٻُنڌائي،
ڪو ڪَري مِهر مُئَنِ تي، سَجَڻُ مِلائي،
اهڙو ڪو آهي، جو تَپَت مِٽائي مَنَ جي؟

(9)

بِرَهَنِ ڪُرلائي، وِڇُڙي وَرَ اڳمَ ڪون،
روئي رَتُ اکِنِ مون، دَرِ دَرِ واجهائي،
سامي چَئي ڪو سُپرين، آڻي مِلائي،
اِهڙو ڪو آهي، دَرِدَوَندُ داتارُ جَنُ؟

(10)

ويلو ۽ وَقتُ، عاشِقَ ڳِٽِن ڪِينَڪي،
موڙي ڪِيائون من ڪي، اُوِديا ڪون اُپَرتُ،
سُتَهه آتَمَ تَتُ، سامي ڏِسَنِ سَيَ ۾.

(11)

سيڪو ڪونائي، منهن سان عاشِقُ پاڻ ڪي،
ڪو وِرلو پَتنگَ جان، جِيئندي جَلائي،
جَنهِن ڪي لَڪائي، سامي دَرِسَنُ سُپرين.

(12)

مگن ٿِيا مُشتاقَ، ڏِسي مُنهُن مَحبوبَ جو،
دوسَنِ سَندي دَرَجي، نِتُ مَستَڪِ لائِن خاڪَ،
پاڻُ نِوازيا پاڪَ، سي خاصا خِلوَتدارَ ٿيا.

(13)

چِٽِڪَ پيئي چولي، عَجائِبُ عَشِقَ جي،
دَهَ دِسِ بِيٺُسِ دوسَ ڪي، فِڪرَ سان ڦولي،
اچي چڙهِيسِ اوچتي، حَيرَتَ هِندولي،
سامي سِرَ اولي، سَهَجي مِليا سپرين.

(14)

پاڻ پريَن ڪِي داتِ، عَشِقَ مُڪائون ايلچي،
ريڙهي وِيو رَهَتِ سان، جَتي ڏينهن نه راتِ،
مِٽي ويئي مَنَ مون، سامي چَئي سَيَ تاتِ،
عشق اِلاهي ذاتِ، تي ذاتِ سُڃاڻي ذاتِ ڪي.

(15)

عَشِقَ جاڳايوَ، سامي سُمهي جيءَ ڪي،
جِيئَن چَقمَقَ لوهَ ڪي، چِتَ ري چَلايو،

اگستَ جِيان آچمان ڪَري، ساگرُ سُڪايو،
سورِجُ سِرِ آيو، اوِديا اونڌِهِ نہ رَهي.

(16)

عَشِقُ اِلاهي ذاتِ، سامي سَنسي ري اُتي،
وَجي پُڄُ تَنِين ڪون، جَنِ اِهائي تاتِ،
لَڳا رَهَنِ لَڪَ ۾، پُڇَنِ ڏينهُن نہ راتِ،
درسَنُ گُهرَنِ داتِ، اُنئي پَهَرَ عَجيبَ ڪون.

(17)

عاشق ڪونائين، تہ صرفو ڇَڏِ سَريرَ جو،
ڏيئي سِرُ سَتِگُرَ کي، پيرُ اڳي پائين،
تَڏِي لِنوَ لائين، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(18)

اُتي ڪوهَ پيريا، پِريَنِ جي پَچارَ جا،
نانا واڪ وِصالَ جا، نِڪرَنِ اُنَّ گهڙِيا،
بُڌي بِنِ ڪَنَن سان، تِيا عاشِقَ لوڪَ چَريا،
وَجي سِيرَ چَڙهِيا، سامي سَنڌِ سهي ڪري.

(19)

عَشِقُ لايو جَنِ، سي ديوانا دوسَ جا،
بِنان سِڪَ سَڄَڻَ جي، ٻي ڳَلي ڪانہ ڏِسَنِ،
آڳيا ساڻُ عَجيبَ جي، آيو پوڄَنُ ڪَنِ،
سامي سدا رهن، ديوانا دربارِ ۾.

(20)

اَچي تِيو مَعمورُ، عشق اَٿانگو جيءَ ۾،
تَنهِن سَڪَتِ سَڀَ ڪَسِي ڪَري، ڪِيائين ڇَڪِنا چورُ،
ڪَنهِن کي سَلان سورُ، سامي سُپيرِيَنِ جو.

(21)

اَڇي واءُ ڳُهلي، اَزِغيبي عَشِقَ جي،
ويئي ٽنهِن جي تيجَ ۾، تون مان سَڀَ ڀُلي،
وَسيو ميگهه مِهرَ جو، پيو چيتَنُ چَندرُ ڳُلي،
ميٺي ڪَلپَ ڪُلي، سيتَلُ ٿِيو سامي چَئي.

(22)

جَيئن ڪانيءَ گُهڻُ ڪائي، تِيئن عَشِقُ لَڳو اَرواحَ کي،
سامي ريڙهي ويو سُنَ ۾، لِنو لاري لائي،
جِيئن گهاگهرِ لوڻَ جي، سِنڌُ ۾ سَمائي،
ساگرُ سُڪائي، اٿلَ جوتِ عَجيبَ جي.

(23)

جِئين ڪانيءَ گُهڻُ ڪائي، تيئن عَشِقُ لَڳو اَرواحَ کي،
ڳَديائين ڪَلِپَتَ کي، لِنوَ لاري لائي،
تَنُ مَنُ لُٽائي، ساميءَ ڏِنو سَيُکي.

(24)

ڦُرني جو فَريادُ، عاشقن کي اَندر ۾،
جَنِ کي آيو عشق کون، سامي چَئي سَوادُ،
دَرسَنُ پائي دادُ، پريتِ نہ مَٽِنِ پانهِنجي.

(25)

اَنئي پَهَرَ اُداسَ، عاشِقَ رَهَنِ اَندَرَ ۾،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي، لُنوَ لُنوَ مَرَنِ پياسَ،
سامي چَئي سَنسار جي، پوري رَکِن نہ ياسَ،
تي خِلوَتي خاصَ، مِليا محبوبن سان.

(26)

راتيون ڏينهَن رُئنِ، عاشِقَ ڪانڻِ عَجيبَ جي،
ڳالهہ نہ سَلِن ڪَنهِن کي، پانهِنجو پانڻُ ڪُهنِ،
ڏاريو سِڪَ سچيءَ سان، اهِڙو حالُ مُئنِ،
اَچي مَنَ ڏُئنِ، سامي چَئي مُنهُن سُپرين.

(27)

عاشِقَ اَڌ مُئا، سَدا تَڙڦَنِ تَنَ ۾،
جَنِ کي سِڪَ سچيءَ جا، اِهڙا ڦَٿَ هئا،
دَرسَنَ جي دُعا، سامي گُهرَنِ سَڀَ ڪون.

(28)

عاشِقَ ڪَنِ عَرجُ، سَدا سِڪَ سچيءَ سان،
دَرسَنُ دَردَوَندن کي، ڏي نارائڻَ نِجُ،
اَوِديا اوندهہ نہ رَهي، ڏِسي ساکِي سِجُ،
سَڙي وَجي ٻجُ، سامي چَئي سَنسارَ جو.

(29)

ٽڪِي پيئي تاءِ، اَچي دَرِ دوسَنِ جي،
اَڪِنِ ۾ عاجِزِ کي، جانيءَ ڏِني جاءِ،
ڪَري اَرداسَ اَدَبَ سان، سامي پولِي پاءِ،
پوري پريت نباهِ، پاسي ٿيءُ نہ هِڪُ پلُ پِي.

(30)

ٽڪِي پيئي تاءِ، مَمتَ رهي نہ مَنَ ۾،
جڳتُ ڏِنو جڳديسَ ۾، جڳدِيسُ ڏِنو جَڳَ مانهِن،
ڳالِهہ چَوَڻَ جي نانهِ، چَوان ڪيئَن زبان سان.

(31)

عاشِقَ ٿيا اَتيتَ، پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي،
سَهَنِ سَدائي سِرَ تي، ڏُک سُک اُسَنَ سِيتَ،
ڦُٽيا دَردَ فراقَ جا، ڳاوَنِ گيبي گِيتَ،
جيتي پَنجَ اَجِيتَ، سامي مِليا سَروپَ سان.

(32)

عاشِقَ سي چَئجَنِ، جي سوري سَهَنِ سِرَتي،
پانهِنجي هَٿن پانهنجي، لاهي ڳَلَ ڏِئَنِ،
جِيڻَ اَئون مَرڻ جو، سَنسو سوچُ نہ ڪن،
سَدا غَرقُ رَهن، سامي سارَ سروپَ ۾.

(33)

عاشِقُ سَبِ مَجي، آگِيا عَجيبَنِ جي،
سامي رَهي سِڪَ ۾، وَچَنُ ڪينَ يَجي،
توڙي سِرُ وَجي، تہ بِي پيرُ نہ وِجهي پوئتي.

(34)

عاشِقَ جاڻَنِ اَڪُ، سامي سُڪَ جَهانَ جا،
مِلي تِيا مَحَبوبَ سان، ڦُرني ڪون فارَڪُ،
ٻولِنِ ٻوليءَ ٻاهرون، لُنوَ لُنوَ عين الَحقُ،
ڏَهَنِ دَرَنِ ڪي ڏَڪُ، ڏيئِي وينا هِڪڙو.

(35)

عاشِقَ عَشِقَ ٻَريا، مَست رَهَنِ مَهرانَ ۾،
سامي سُجاڻَن ڪِينَڪي، ٿَن ڪي لوڪَ چَريا،
سياڻَن سُجاڳَنِ جا، ڏِسي نيڻَ ٺَريا،
سُتَهہ ڪاجَ سَريا، سَچيءَ سِڪَ وارَن جا.

(36)

عاشقَ اگهاڙو، ڪنهن کي ڪرن ڪِينَڪي،
سامي ڏِڪن سڀ ڪي، رکي لُنوَ لاڙو،
ميٽي وينا من مون، سنسو ۽ ساڙو،
ڄاڻن ڏيهاڙو، متي اُتي موت جو.

(37)

عاشِقَ تِينَ نہ ڏورِ، پَلَڪَ هِڪَ پِريَنِ ڪون،
ڄاڻ وِڃائي پانهنجي، هَردَمُ رَهَنِ حَضورِ،
لائي وينا ڏوڙِ، مَستَڪَ تي مَحبوبَ جِي.

(38)

عاشق روپَ اَنيڪَ، ڌارِنِ بازِيگَرَ جان،
مَنَ ۾ مَحَبوبَن جِي، هِڪَ ٽِڪَ رَکَنِ ٽيڪَ،
وَرتَنِ ساڻُ وِويڪَ، ساکي تي سامي چَئي.

(39)

جنهن کي عَشِقُ لَڳو، اڃي عَجيبَنِ جو،
تَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سامي پولُ پَڳو،
وِڪِڙي ڏورُ ڏِڳو، سُمهيو سکپت سيجَ تي.

(40)

جَنهِن کي چَڙهيو اَمَلُ، اڃي عَشِقَ اَپيدَ جو،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
سُتَهَہ سِدِ سَروپَ ڪون، پاسي ٿِئي نہ پَلُ،
اَٿَ ٺي پَهَرَ اَچَلُ، رَهي پانهنجي حالَ ۾.

(41)

جَنهِن کي چَڙهيو خُمارُ، اڃي عَشِقَ اَپيدَ جو،
سو سامي سُپيريَنِ ۾، وِٿِ نہ پائين وارُ،
سدائي گلذار، رهي پنهنجي حال ۾.

(42)

جَنهِن ڪُنهي ڏيئي ڪَنُ، ٻُڌي ڳالهه عشق جي،
سو سامي رمِ جهمِ ميگهه ۾، پسي ٿِيو پَرسَنُ،
ڏهَ دِسِ ڏِسي دوسَ جو، دُئيتُ ٻنان دَرسَنُ،
ميٽي سَبُ مَنَنُ، چَڙهي وينو چوڏولَ ۾.

(43)

جَنهن کي ڏيکارِي، عاشِقَ لَٽڪَ عَشِقَ جِي،
تَنهِن سامي سَٽِي سِرَ تون، خودي خُواري،
اُترِي ڪِينَ اکِن مون، جا خوش خُماري،
ڦِري نه بيڪاري، تِي درِ دَرِ ڪارَڻِ دوسَ جي.

(44)

جَنهِن کي پيئي پاڻَ، اچي عشق اَييدَ جي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سامي چَئي سَڀَ ڄاڻَ،
پيءُ پَرچي ٿِيو پاڻَ، تَه بِه پيءُ پيءُ ڪَري پَپيهه جان.

(45)

اَييدِي عاشِقَ، ييدُ جَڏي پَرِپورُ ٿِيا،
پَرچي ڪَيا جَنِ پانهِنجا، خِلوَتي خالِقَ،
مُلڪُ ڏِسَنِ مالِڪَ ۾، مالِڪُ مَنجهه مُلڪَ،
تان پي رَڱنِ سِڪَ، سامي ساڌَ سَنگتِ جي.

(46)

جَڏي هَٺُ هيبَتَ، عاشِق چڙهيا اَچَ تي،
جَتي ڪالُ نه ڪَرَمُ ڪو، نَڪي مَمَتا مَتَ،
نَڪو ڏينهن نه رات ڪا، نَڪو پَنج ئي تَتَ،
ڪَلپَتَ ري قُدرَت، سامي ڏِسي سَمَ ٿِيا.

(47)

ڪَڏي سَبَ ڪلِپَتَ، عاشقَ چَڙهِيا اَڄَ تي،
ڪَنهن سان رَڱن ڪِينَڪي، سامي موهُ مَمَتَ،
لنگهي پنجَ ئي تَتَ، اِسٿتِ تيا آرام ۾.

(48)

دَمَ تي رَکي قَدَمُ، عاشقَ چَڙهِيا اَڄَ تي،
جَتي ڏينهُن نہ راتِ ڪا، نڪو ڪالُ ڪَرَمُ،
نڪو جيءُ نہ بِرَهَمُ ڪو، نڪو پولُ پَرَمُ،
اَنيڪَ پَدُ اگَمُ، سُتَهَہ رَهِي سامي چَئي.

(49)

پانيَڻَ جَنهِن بُڌا، اَنيڪَ واڪ عَشِقَ جا،
پرچي ڪَئي تنهِن پانهنجي، مَحَبتيءَ مُدا،
جانيءَ کون جُدا، ڪَڏِي تِئي ڪِينَڪي.

(50)

عَجائِبُ آهي، تَختُ طائوسي تَنَ ۾،
سامي تَنهِن تي سُپرين، تو عَدَلُ چَلائي،
اَلَتِي ڪَنهِن عاشِقَ ڏِنو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
چِنتا چُڪائي، نِتُ ڪَري دورَ دَرسَ جِي.

(51)

اَلَتي تا سَلَن، عاشِقَ ڳالهہ عَشِقَ جي،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، هُنِرَ ساڻُ هَلَن،
سُتَهَہ سِدِ سَهي ڪيو، اِهو پيدُ پلَن،
جاڳي ڏِنو جَن، پانهِنجي اکين پاڻُ کي.

(52)

ڪو عاشِقُ جَنُ اَچي، مُئن جي مَجلَسَ ۾،
ڳنيو خُلاصو ڪَري، جَنهِن ڪي شَونق سَچي،
پَتَنگَ جان پاڻ ڪي، ڏِسي مَچُ مَچي،
سايم رنگِ رَچي، سُتَهَه سُپيرِيَنِ جي.

(53)

عشق جي اُلَٽي، ڪُنڍي اَڙي قَلوبَ ۾،
تَنهِن سامي سُرت مچيءَ جِي، پيرؤن پاڙ پَٽي،
هُئي اَوِديا جَلَ آسِري، سا ڪڍي سُڪَ سَٽي،
ڪَلِپَتَ سَيَ ڪَٽي، رَهي نِربانَ نگرَ ۾.

(54)

عاشِقَن ڏَرِٽو، ڏِنو دَرِ دوسنِ جي،
سَمجهائون سامي چَئي، پوءِ اڳي مَرِٽو،
ڪايا جو ڪَرِٽو، ميٽي وينا مَنُ مون.

(55)

عاشِقَنِ اُتو، وَچَنُ هِڪُ ويساهَ جو،
مُئنِ جي مجلسَ ۾، اَچي تيءُ اَچُتو،
بُنڌَنَ سان بانيَنُ چَئي، هِردي مَنجهه کُتو،
پاڻُ چَڏي پَهُتو، وَجي خِلوَتَ خاصِ ۾.

(56)

عاشِقَنِ اَڏيو، پريمَ پينگهوڙو گهرَ ۾،
پَسَنَ ڪاڻِ پِرينِ جي، بيو سَڀُ ڪم ڇڏيو،
اَچي ڳڏُ ڳڏِيو، سَجَڻُ سِڪَ ڏِسي ڪَري.

(57)

عاشِقن اِهو، ساڪي پُرسُ سِڌ ڪيو،
باريو جَنهن بانيَڻُ چَئي، ڏيهيءَ مَنجِهه ڏِيو،
رَهي پانهنجي حالَ ۾، سَدائين ڪِيو،
پائي لِنوَ لِيو، تَنهن ڪي ڏِسي تَدروپُ تي.

(58)

انيئي عاشِقُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهن اَوِديا جو اَندَر مون، لَنؤُ سان ڪَڍيو لِڪُ،
سَهي ڪَيائين سُپرين، اَندرِ باهَرِ هِڪُ،
ڦُرني ڪون ڦارِڪُ، سامي سدائين رهي.

(59)

ڪي پُلي پوڳنِ پوڳَ، سَتِ جاڻي سَنسارَ ڪي،
ڪي جاڻي جوتِ جڳَتَ ڪي، ساڌنِ جَپَ تَپَ جوڳَ،
عاشِقَ رَهَنِ اَروڳَ، ٻنهي ڪون ٻانيَڻُ چَئي.

(60)

جا جانيءَ جي جاتِ، سا عاشِقَنِ جي اڳهين،
مِتِي جَن جي مَنَ مون، سَي پَرائي تاتِ،
سِيتَلُ تِيا سامي چَئي، دَرسَنُ پائي داتِ،
جَتي ڏينهن نَہ راتِ، تت تڪيائون تڪيو.

(61)

پَڙهيا پُرجَهن ڪِينَڪي، ڏاها ڪِينَ ڏِسَنِ،
مَنجِهين خوابَ خِيالَ جي، ڪوڙا ڦِصا ڪَنِ،
هڪڙو اَکرُ پِريمَ جو، سامي رَکَنِ نَہ مَنِ،
پَتِيو پِيتو جَنِ، سي ماهِلُ تِيا مهران ۾.

(62)

پڙهي تِيا پَرپَڪَ، عاشِقَ اَڱرُ پريمَ جو،
چَڙِهيا اَنيئِہ اَڄَ تي، ويڙهي سَپ وَرِقَ،
پَلِ پَلِ ڏِسَنِ پورَبي، جَهڳِ مَڱادِ جَهلَڪَ،
بانيَڻَ پائي بَڪَ، ستهہ پيا سَروپَ ڪي.

(63)

پَڙهي تِيا پَربِينَ، عاشِقَ اَڱرُ پِريم جو،
سامي سُڪُ اَندَرَ جو، ڪَنهِن ڪي سِلن ڪينَ،
سَدا سُپيرينِ جي، لِنوَ ۾ رَهَن لينَ،
جِيئِين جَلَ ڪون مِينَ، پَلَڪَ پَراهون نہ ٿئي.

(64)

پِرِين بي پرواهَ، قِيمو ڪَنِ ڪُتَنِ ڪي،
سامي سِرُ صَدقي ڪَري، عاشِقَ ڪَڍَنِ نہ آهَ،
پَلِ پَلِ پيئن پريمَ رَسُ، اَندَرِ ۾ اسِگاهَ،
سَلَڻُ ناهِ صلاحَ، متان چُلِي چولَ چَلا ڪري.

(65)

پَلي پاڙوسِي، عاشِقَ چَڙِهيا اَڄَ تي،
ڪَڏي پُڇَنِ ڪِينَڪي، پَندِتَ ۽ جوشي،
مُڪِ رَکيائون مَنَ ۾، ڪِيما ڪاموشي،
ٿَڌِي ۽ ڪوسِي، سامي سَهَنِ سِر تي.

(66)

ڪري جُهدُ جَفا، عاشِقَ چَڙِهيا اَڄَ تي،
ڪَٽيائون ڪَلِپَتَ جا، ڪِڻَ ۾ خِيالَ خَفا،
سامي ڏِسَن صفا، اَندَرِ باهَرِ آتما:

(67)

مـورڪَ نـاه مـذاقَ، لائِـڻُ عَشِـقُ اَلاهَ سـان،
سامي سُپيرِيَنِ جِي، اَتي سوريءَ تي اوطاقَ،
سِرَسٽي سودو ڪري، ڪي وجي پَهُتا پاڪَ،
خاڪي ٿِـئـڙا خاڪَ، نورَ مَحَلَ جي نـيـوَ تـي.

## عشق (ب)

(1)

عشِقُ آسانُ نـہ ڄاڻُ، سامـي ڇـيـو سَتِـگُـروءَ،
مَڇيءَ، مِرِگهہ، پَنوَرَ کون، پُڇي ڏِسُ پَرماڻُ،
ڏِئـو ڏِسِـي نـہ رَهـي، پَـتَـنـگُ جَـلائـي پـاڻُ،
چَڪَويءَ جو چَندِرَ ساڻُ، هَميشہ ئي هِتُ رَهي.

(2)

ڇِتَ کـي ڇَـکـايـو، عَشِـق ڇـپـاتـو اوڇـتـي،
بـيـهـي وِچَ بـازارِ، سَـڀُ کـي لُـٽـايـو،
سـامـي مِـلـي سَروپَ سـان، اُڇِـرِ ۾ آيـو،
نـکـي وِڃـايـو، نـکـي پـاتـو پـاڻَ ري.

(3)

جِئين ڪانيءَ کي گُهڻُ، تئين عَشِقُ لَڳو اَرواحَ کي،
لُنوَ لُنوَ ۾ لَڳو رَهي، راتِيون ڏيهَن رُڻُ جُهڻُ،
سَمُجهي کو سامي ڇَئي، پِريمي پاکي بُڻُ،
جَنهِين کُٺائي کُڻُ، ميلو کِيو مَحبوبَ سان.

(4)

بـيـحَدِ بـاڻُ لَڳـو، جَـنهِـن کـي عَشِـقَ اگـمَ جـو،
مِـلـي تَـنهِـن مَـحَـبـوبَ سان، پـولـو پَـرَمُ پـڳـو،
گِـٽـي کـيـنَ انـدرَ ۾، پَـرِڇِـنُ پِـڇـو اڳـو،
وِکـٽِـي دِورُ دِڳـو، سامـي مـاڻـي سيـجَ سُـکُ.

(5)

اَچي عَشِقُ اُنو، جاني تُنهنجو جيءَ ۾،
تَنهن حالون بيحالُ ڪَيو، وِجهي پيرُ پُنو،
گِهلي وِيو گُمراهَ ۾، پُڇي ڪِينَ ڪُنو،
رَهَندين اَچا رُنو، ڪي ڪَندين مِهَرَ مُنَ تي؟

(6)

روئِي راتِيون ڏينهَن، عاشِقُ ڪاڻِ عَجيبَ جي،
دانهان ڪَري دَردَ سان، نِيو نِهوڙي نِينهَن،
جِئين بَنَ ۾ بَڪِري، گهيري ڪيهَرِ شينهن،
سامي چَئي سِريهَن، دَرَدُ نہ مِٽي دَرَسَ ري.

(7)

تُنهنجي عَشِقَ ڦٽي، جاني جيءُ ڏُکي ڪَيو،
روئِي رَتُ اکِنِ مون، راتِيون ڏينهَن رَتي،
ڪَري مِهَرَ مُئِن تي، اَچي ڏُکَ ڪَٽي،
وِهي ڪِينَ سَتي، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي.

(8)

بَلِبَلِ ڪَنِ پُڪارَ، ڦٽيا عَشِقَ فِراقَ جا،
سامي چَوَنِ مِلُ سُپرين، روئِنِ زارون زارَ،
لُنوَ لُنوَ مَنجهہ لِڳي رَهي، تِکي تُنهنجي تارَ،
سُتَتُ لَهہ سَنيارَ، نہ تہ ڏِيون تا دَمُ دَردَ سان.

(9)

ڪو اڳِي پِي عاشِقُ ٿِيو، ڪِي اسين ٿِيا سي سُپرين؟
دَردَ ديرو ڪَيو دِلِ ۾، ياري پيچُ پيو،
رُئندي رُئندي راتِ ڏينهَن، پُلي تَنُ وِيو،
اَچي ڪو بِيو، سُڌِ لَهَندو سامي چَئي؟

(10)

پاڻ عَشِقَ سوري، ڪَيو وَسِ ويساهَ سان،
ماسُ ڪاڏائين مَنُ ڪسي، سامي سَڀُ ڪوري،
باقي پولو پڃرو، رڳان رُنيون تو ري،
آءُ پِرين اوري، نہ تہ ڏِيون تا دَمُ دَرَدَ ۾.

(11)

مَنُ موهي مَڏُ ڪَرُ، جَنهِن جي عَشِقَ اَپارُ ڪيو،
لوڙي لَڌو لِنوَ سان، دِلِ مون ٿنهن دِلبَر،
ڪَنهِن ڪي سَلي ڪِينَڪِي، پائي پريمَ نَگرُ،
سَدا باغُ بَهَرُ، سامي رَهِي سُياوَ ۾.

(12)

عَجَبُ عَشقَ گُهتِي، پيئندَڙي مَن پَتيو،
اُوِديا اوندهِ نہ رَهي، پورَبَ پِرهَ ڦُٽي،
سامي ڏِسي سَروپَ کي، اَنيئہ لُٺ لُٽي،
سُتَهہ سِڌِ چُٽي، بَنَڌَنَ پِيا بِيائيءَ جا.

(13)

عاشِقَنِ اَصُلي، پريتَمُ لَڌو پانهِنجو،
سِيتلُ ٿِيا سامي چَئي، ميٺي ڪَلِپَ ڪُلي،
ماڻِنِ دَورَ دَرسَ جِي، خوشيءَ ساڻُ کُلي،
يَرمَ مَنجِهہ يُلي، ڪَڏِي پَوَنِ ڪِينَڪِي.

(14)

عاشِقَ سَڀِ اوري، جاڻِنِ سُکَ سَنسارَ جا،
سامي سُرَکَ لوڪ برهم لوڪ جا، سُکَ سَڀِي چوڙي،
گُرَگَمَ چَڙهِيا چيتَنِ تي، حَيرت هِندوري،
کائِنِ نِتُ يوري، لَڌون پريمَ اگَمَ جا.

(15)

ڪو عاشق ڪُل الپَٽُ، رَکي تارَ عِشِقَ جي،
باهَرِ باقي ڪِينڪِي، اَندرِ روئي رَتُ،
سامي لڌائين سُپرين، سَچي ۽ سِڪَ سُتَتُ،
ميتي سَڀُ مَمَتُ، ماهِلُ ٿِيو مَهراڻ ۾.

(16)

عاشِقَ سي چَئِجَنِ، سِڪَ جَني کي سَچَ جي،
لائي لِنوَ لالَن سان، هردي مَنجهہ هيرَنِ،
سامي پَرچي پيءُ سان، مَنَ ۾ مَوجان ڪَنِ،
سَدائي گاوَنِ، بِلاوَلُ بيحَد مَنجهون.

(17)

عاشِقَ تي عاشِقُ، سُتَهَہ رَهي سُپرين،
اِها ڳالِهہ اَتِپَتي، سمجهي ڪو سالِڪُ،
مِٽيو جَنهن جي مَنَ مون، سامي ڦيرُ ڦارِڪَ،
اَندَرِ باهَرِ هِڪُ، سورِجُ ڏِسي سَمَ جو.

(18)

هِڪَ چَپاٽَ هَنئِين، جَنهِن کي عَشِقَ اَلاهَ جي،
سو سامي مَري نہ سورَمو، ڏنڌا ڍيرَ ڏنئين،
اُستَتِ نِندا لوڪَ جي، سِرَ تي سَڀَ کنئين،
وَني واٽَ سَنئِين، پَهُتو پورَنَ پَدَ تي.

(19)

موڪَ نانهہ مَذاقَ، لائِڻُ عَشِقُ اَلاهَ سان،
پُڇي ڏِسُ تَنين کون، جَن جي سوري ۽ اُتي اُطاقَ،
ڳَلَ لاهي ڏِيَنِ پانهِنجي، طالَع وَندَ تَراڪَ،
توڙي ٿِيَنِ خاڪَ، تہ پِي سامي سنيارِنِ يارَکي.

(20)

بِـنـان خـاش خَـريـدَ، تِـئـي نـه عَشِـقُ اَلاهَ جـو،
اِئـيـن چَـوَنِ تـا اولِـيـا، سـامـي سَـپِ شَـهـيـدَ،
مَـري جَـنِ مُـرِشِـدَ کـون، وَتِـي دَرِشَـنَ دِيـدَ،
ڪَـنِ اَيـيـدِي عـيـدَ، مِـلِـي نِـتِ مَـحَـبـوبَ سـان.

# عاشق (الف)

(1)

عاشِقَ سي چَئِجَنِ، جَنِ تي عاشِقُ پاڻَ ٿِيو،
جَتي ڏِسَنِ نيڻَ يَري، تِتي پِرين ڏِسَنِ،
اُتندي وِهَندي نِنڊ ۾، سامي مِليا رَهَن،
اَهڙي رنگِ رَچَنِ، سي عاشق معشوق ٿيا.

(2)

عاشِقَنِ جِي راهَ، جُدا سَڀَ جَهان کون،
هَلَنِ هَٺُ ڇَڏي ڪري، بِنان چِنتا چاهَ،
ڪَنهِن جي رَڳن ڪِيئَڪِي، پِرِيَنِ رِيءَ پَرواهَ،
سَدا ڪَن سَلاهَ، سامي سُپيريَنِ جي.

(3)

پُرجهِي پائِجِ پيرُ، عَشقَ جي آڙاهَ ۾،
سوڳَرَ ڪون سوڳَرُ ٿِي، سُپيريان جو سيرُ،
موٽي موٽيو ڪونڪو، غيبي بُجهي گهيرُ،
جاٽِجِ ڦندُ نہ قير، اتي اُونهي غارَ عَجِيبَ جِي.

(4)

جِئين جَلَ ري مِينَ، تِئين عاشِقَ مَرَنِ عَجيبَ ري،
سَچي سِڪَ اَندرَ جي، ڪَنهِن ڪي سَلَنِ ڪِينَ،
سَدا رَهَنِ لِنو لِينَ، سامي دَرِسَ ديدار ۾.

(5)

عاشِقَ اُگهاڙي، ڳالھ نہ ڪَرِنِ ڳُجَھ جي،
ڪِيائون ڪَلِپَ ڪَڍي ڪَرَي، مُحَڪَمُ مُهاڙي،
لائي وينا لَڪَ سان، سامي سَمَ تاڙي،
ڏِسَنِ ڏهاڙي، پانھنجي اکين پاڻَ کي.

(6)

نهاري نيڻَنِ، لَڌو پيرُ پَلَڪَ مون،
ٻِنِ پَرِنِ وِچَ سير ۾، مِلي مَوجان ڪَنِ،
جَتي اٻوهيا لعل آهن، ٿَڪِيو ڪَري ٿنهن ۾.

(7)

نتاري نيڻَنِ، لَڌو پيرُ پَلَڪَ مون،
نانا يانت چِڏي ڪري، حاضُرُ هِڪُ ڏِسَن،
مَحبوبَنِ جي مُنهن ڪون، پَلَڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
سدا غَرقُ رَهَن، سامي سارَ سَروپَ ۾.

(8)

جِن کي لَڳا تِيرَ، اَٽيالا عشقَ جا،
سي پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَن جي، ٿِيا قِرنِ فَقيرَ،
ڪٽيائون ڪَلِپَتَ جا، جاڳي سَبَ زنجِير،
سامي چَڙهيا سيرَ، سَنَمُک ڏِسَنِ سُپِرين.

(9)

پيهي ڏِنو جَنِ، سامي سُپيريَن کي،
پَسي عَينُ اکِن سان، هِڪَ پَلَڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
ڪَلِپَتَ ڪڍي جيءَ مون، سامي سَمَ رَهَنِ،
تان پِي سِڪَ سِڪَنِ، توڙي واقِفَ ٿِيا وِرونهہ جا.

(10)

اَنيئي عاشِقُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جو سامي ڏِسي سُپرين، اَندَرِ باهَرِ هِڪُ،
ڏيئي تَتُ تِلڪُ، سيلُ ڪَري سَڀَ باغَ جو.

(11)

بيهَنِ، ڪين ڀَڄَنِ، عاشِقَ اڳيون عَجيبَ جي،
سامي رُڪُ سَهي ڪَري، آگيا مَنجِهه رَهَنِ،
جِئڻَ مرَڻَ ڏُکَ سُکَ جو، سَنسو سوچُ نه ڪَنِ،
هلايا هَلَن، جاڻ وِڃائي پانهِنجي.

(12)

دولَتِنِ جو دَمُ، ڳُجهو رَهي نه ڳوٺَ ۾،
جاڳي ڪَيون جن زور سان، ٻَلائون ڀَسَمُ،
رَکَنِ نه رَتيءَ جيترو، ڪنهن سان گوندَرُ غَمُ،
سامي سڀ عالَمُ، مُئي ڀَري مُجِرا.

(13)

ٻُڌي بيحد ٻينَ، عاشِقَ سَڀِ الڳ ٿيا،
ڏِسي مُنهن مَحَبوبَ جو، مُشڪِن ڪُشڪَنِ ڪِينَ،
رَهَنِ پانهنجي حال ۾، سامي چئي لَئِلينَ،
جِيئين جَل ڪون مِينَ، پَلَڪَ پَراهون نه ٿِئي.

(14)

پاتي تا پَڙِنِ، عاشِقَ ڳالهه عَشقَ جي،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، هُنِرَ ساڻُ هَلَنِ،
سُتهه سِڌِ سَهي ڪيو، اِيهو ڀيدُ ڀَلَنِ،
جاڳي ڏِنو جَنِ، پانهنجي اڪئين پاڻَ ڪي.

(15)

پـريـتِ رَڪـي پـوري، عـاشِـقَ چَڙهـيـا اَچَ تـي،
سـامـي ڪـاڻِ سَـجَـڻَ جـي، سَـنـائـون سـوري،
ڳَـلَ لاهـي ڏِيـنِ پـانـهـنـجـي، هَـتـيـن حَـضـوري،
نـئِـنَـنِ سـان نـوري، لَـٺـڪَ لائـي لالُ تِـيـا.

(16)

اَنـيَـئـي عَـشِـقُ، لـوري لَڳـو جَـنِ ڪـي،
سي ڪَنهِن ڪي چَوَنِ ڪِينَڪِي، لِنوَ لَپيٽيو لِڪُ،
اَنـدَرِ ٻـاهَـرِ هِـڪُ، سـامـي ڏِسـنِ سُـپـريـن.

(17)

عـاشِـقَ اَنـيَـئـ دَڳُ، ڳُـرَ ڳـمَ لَـڌو ڳـهـرَ مـون،
تنهـيـن ۾ تَـدَروپُ تـي، پَـرِچـي رَڪِـيـائـيـن پـڳُ،
پَـهُـتـو پـورَنَ پَـدَ ۾، سـامـي تـي سَـرَبـڳُ،
جـاڳِـي ڏِنـائـيـن جـڳُ، سـامـي سَـيُ سُـپـنـي جـو.

(18)

عـاشِـقَـنِ اُجَـڙِ، پـانـهـنـجـو ڳـهـرُ ڪـيـو پـاٽِـهِـيـن،
سَـمُـجهـي ڏنـائـون جـيءَ ۾، ڪـوڙو ڪَـلِـپَـتَ مَـڙهُ،
وَنـي ويـنـا لَـڙُهه، سـامـي سـپـيـرِيَـنِ جـو.

(19)

پُـڪـاري پـنـدِتَ، سـارُ لَـڪـائـنِ سَـڀَ ڪـي،
سـمـجـهـي ڪـو سـامـي چَـئـي، عـاشِـقُ اِشـارَت،
پـورڻ جـاڳِـي پـيءَ ڪـي، مـيـٽـي مـوهُـ مَـمَـتَ،
سـدا ڪـري صـحـبـتَ، سـنـتـن سـچـارن جـي.

(20)

قرِي ڪَيا قوڪَ، قري جيءَ جهان جا،
يَوَنِ يَوَ ساگر ۾، مِٽي پائي موڪَ،
ڪو عاشق چڙهيو اَچَ تي، لَنگهي ٿيئي لوڪَ،
جَنهِن کي رمز روڪَ، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(21)

ڦُرني ڪون ڦارِڪُ، سامي رَهي ڪو سورمو،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، عَينَ اَپيدُ عَشِقُ،
وينو اَنيَئِہ تخت تي، لائي تَتُ تِلڪُ،
هردم ڏسي هِڪُ، اَندر ٻاهر آتما.

(22)

ڦُرني ڦُري ڦوڪ، ڪِيا جيءَ جَهانَ جا،
پَرچَنُ جاٽي پاڻَ کي، سامي سَهَن سوڪَ،
ڪو عاشق چڙهيو اَچَ تي، لَنگهي ٿيئي لوڪَ،
ماري وينو جهوڪَ، آدي اَنيئہ گهرَ ۾.

(23)

عاشِقَن جهيڙو، سامي لايو يارَ سان،
وِجهين ڪوهُ ڳِچيءَ ۾، ڪوڙو ٻکيڙو؟
اسان ڪَيو ٽُنهنجو، ڏوهُہ گُناهُہ ڪِهڙو،
ويهي نِبيرو، سَنمُکُ ڪَرِ ڪُٺَن جي.

(24)

عاشِقَن اَتَمُ، لَڌي سَنڌِ سَمُجَهہ جي،
پاڻُ ڪَڍي ٿِيا پاڻَ ۾، سامي ڇَٽي سوگمُ،
چَڙهي وينا چَوڏولَ ۾، لاهي گوندَرُ غَمُ،
دوسَتَ ٻاجهون دَمُ، خالي گهٽَن ڪونڪو.

(25)

عاشِقَ رَهَنِ غَرَقُ، سَدا پانهِنجي حال ۾،
جاڳي ڪَڍِيائون جيءَ مون، سامي ڇَئي سَڀُ شَڪُ،
ڏيئي وينا ڏَڪُ، دَرَنِ ڪي هِڪِڙو.

(26)

بانيَڻُ ڪِينَ بُڌي، عاشِقُ اوِڍيا سِنڌُ ۾،
جنهن جاڳي ڪَڍي جيءَ مون، غيرت سَڀَ ڳُڏي،
اَنئي پَهَرَ لُڏي، پريمَ هِندوري پيءَ سان.

(27)

محبوبن مُڪو، سُتَهه سَنيهو سَچَ جو،
جاڳي جوتِ جڳَتَ ڪي، عاشِقَ سَتِنِ اُڪو،
سامي سَمُجهي نہ رهيو، مَنَ ۾ مَري ڇُڪو،
وجي تِتِ ڍُڪو، جِتي تون مان ناهِ ڪا.

(28)

يَوَڻُ سَپِ يَئِين، مورِکَ مُنا مَتِ ري،
سامي سُکُ سَروپَ جو، پاتو ڪِينَ ڪَهين،
اِستِت رهي آڪاس جان، ڪو عاشِقُ اڳهين،
جاڳي ڏنو جَهين، پانهنجي اڪئين پاڻ ڪي.

(29)

عاشِقَ رَهَنِ تتِ، جتي ڏينهن نہ راتِ ڪا،
نکي پَنجَ تَتَ پِندُ ڪو، نکا اُپَتِ کَپَتِ،
نکو ويدَ پُرانُ ڪو، نکا سَتِ اسَتِ،
کڍي مَمَتا مَتِ، سامي مليا سَروپَ سان.

(30)

عاشِقَ آرامي، رَهَنِ ديسَ مَلارَ ۾،
جاتي اُجَ نہ بُکَ کا، نَکا ڏُمَ ڏامي،
سَدائي سامي، سَنمُک ڏِسَنِ سُپرين.

(31)

عاشِقَ البيلا، ساڌو جَنَ سنسارَ ۾،
ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي، سَهجي سُهيلا،
گڏيا گهارِن سڀَ سان، مِليا اَڪيلا،
گُرو ۽ چيلا سامي ٿِئڙا سَچَ جا.

(32)

بيحد بيپرواهہ، عاشق اُنيئہ ديسَ جا،
جَنِ کي پيالو پريمَ جو، ڏِنو پاڻ الاهَہ،
رکن نہ رتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چنتا چاهہ،
ڪَري پاڪُ نگاهہ، سامي ڏسَنِ سڀَ کي.

(33)

مورک جاڻن دورِ، نارائڻ نئنَنِ کون،
پَوَنِ نِتُ پُلَنِ جان، ڏُکَنِ جي دَستورِ،
سامي عاشق اُنيئي، هردم رهن حَضورِ،
جنهن کي پَهَلي پورِ، پارِ لَنگهايو پاتِڻيءَ.

(34)

مَنجهون تارِ تَرِي، عاشق چڙهيا اُچَ تي،
ديکيا داتِ گروءَ جي، هِردي مَنجِهہ ڏَري،
سُتَهَ ٿِيا سامي چَئي، مَمَت مَنجهون مَري،
سَڻي پرَمَ پَرِي، پرچي ڏنائون پاڻ کي.

(35)

پرچي جنهن پکو، لَڌو پيرُ پريَنِ جو،
صدقي کَيو تنهن سُک تون، تَنُ مَنُ سَڀُ يَکو،
سامي سدائي رَهي، تِرتا مَنجِهه ٽکو،
گنگا گيا مَکو، پَوي کِينَ پُلنِ جان.

(36)

پَڙهي تِيا پَرپَکَ، عاشِقَ اکرُ اَنپِئي،
رکيائون رَهَتِ سان، ويڙهي سَڀِ وَرقَ،
خُلقَ ڏِسَنِ خالِقَ ۾، خالقُ مَنجِهه خُلقَ،
سامي تي سيوکَ، رَهيا ساڌ سَنگتِ جا.

(37)

عاشِقَ کِينَ چُپَنِ، سوريءَ جان سَنسارَ ۾،
نيڻ رَتا خُمارَ ۾، سَدا اَلِبيلَنِ،
ڪاڻِ نَہ ڪدِن ڪَنهِن جي، سوري سَني جَنِ،
سَدا غَرقُ رَهَنِ، سامي سُپيريَن سان.

(38)

عاشِقَ لِکَنِ کيئَن، جَنِ کي سِکَ اَندَرَ ۾،
بي ٻُلهِ جاڻَنِ ڪانَہ ڪا، نيا نهوڙي نيهن،
ڏسن راتيون ڏينهَن، سامي سُپيريَنِ کي.

(39)

عاشِقَ تانگهو تار، ڳِٽِنِ کِينَ اَندَرَ ۾،
لِنوَ سان لَکُ ٻَنڌي کري، پَلَ ۾ لنگهيا پار،
وَجي بيگمپور جي، بيٺا مَنجِهه بازار،
کَري اکيون چار، سامي سَروپَ سان.

(40)

پڙهڻ ڪون پُرجهڻ، عاشق جاڻن اڳرو،
پاتو تَن پرتيت سان، سامي اُنيئہ اڻ،
ڪڏي وڏائون ڪَلپَ ري، مَهيءَ مَنجهون مکڻ،
اَچَڻُ ۽ وَڃَڻُ، ڏِسَن ڪونہ آڪاسَ جان.

(41)

ڏيئي دِلِ دَولت، عاشِقَ گَڏِيا اَلاهہ کي،
وَني نِتُ نيڻن سان، لائي لِنوَ لذتَ،
سمجهي ڪو سامي چَئي، اُنيئي اِشارتَ،
ميٽي سڀ مَمَتَ، چڙهي وينو چَوڏول ۾.

(42)

دانا ديوانا، يارَ مِڙيئي يارَ جا،
ڪي سَيلَ ڪَنِ سَنسارَ جا، نِرپَکَ تي نانا،
ڪي ڏيئي ڪَندِ ڪَلپَ کي، اَندر اَلِسانا،
سامي سَمانا، رَهَنِ سَرَ سُکَ سارَ ۾.

(43)

طالع مَندَ تَقدِيرَ، گُڻن ڪائہ اَندر ۾،
پَرچي لَڏي جَنِ پانهنجي، پورَڻُ پاڪُ جاگِيرَ،
ماڻِنِ مَوجَ مُڪِتِ جي، سامي چَڙهي سِيرَ،
سَڀَ ڪي ڏيئي ڏيرَ، پارِ لنگهائن پاتڻي.

(43)

عاشِقُ ڪِينَ هُتي، سُوري جان سَنگِرامَ ۾،
اڪِيون اڪِن ۾ رَکي، سَنمُکُ چوٽَ چُٽي،
سامي لُٽِ لُٽي، رَمزَنِ سان سُکُ سارَ جي.

(45)

عاشِقن اکيون، پَرچي لايون پر سان،
پَلڪَن جي پَردي ۾، وينا رَهَنِ رَکيون،
مِلي چارِ چراڳَ ٽِيونَ، پورَنَ پريمَ چَکِيون،
وِرلي ڪَنهِن لَکيون، سُجاڳي سامي چَئي.

(46)

عاشِقن اچي، پرگهٽ ڪَيو پَدُ پورَبي،
سامي چوُنِ سَبَ کي، ڪو رَنگڻَ مَنجِهه رَچي،
اِها ڳالهه اَنيئي، سَمُجهي جنهن سَچي،
سو ناحقُ ڪينَ نَچي، مَنَنَ جي مَحَلاتَ ۾.

(47)

سائي سُرتِ سُجاڻ، سامي سُڌِڪي سَڌَ ڪري،
تُنهنجي عَشقَ اَلَڳُ ڪَيو، هَٽي بيحَدَ باڻ،
اَچي مِلُ مُئِن سان، نِماڻِن جا ماڻ،
تو بِنان بي تاڻ، آهي ڪائه اَندرَ ۾.

(48)

طالع مندَ توفِيقَ، رکن سبِ سامي چَئي،
چڙهيا انيئه اَچَ تي، لَنگهي لوڪان لِيڪَ،
طالب بولنِ ڪِينَڪِي، ڪنهن سان وَجي وڌيڪَ،
نيڻن ڪون نزدِيڪ، سُتَهِه ڏِسَنِ سُپرين.

(49)

تُنهنجي عَشقَ اَلَڳُ، مَنُ موهي ڪَيو سُپرين،
ڪيون وَجي خاموش ڏي، پوءِ نه وِجهي پڳُ،
جاٽي بيحَدَ بانور، ڪِلي ڪِنجائي جڳُ،
سامي چَئي سَهَرڳ، مِلي ڏِئي مُئيءَ ڪي.

(50)

ٿنهنجي عَشق ڦٽي، جاني جيءُ ڏُکي ڪيو،
روئي رَتَ اکِن مون، راتيان ڏينهن رَتي،
اِيئين اَڌ مُئن ڪي، وينين ڪوهُه سَتي،
مِلي ڏُکَ ڪَتي، سُتَتُ ۾ سامي چَئي.

(51)

ڏيئي لَنِڪي لَتَ، عاشق عشق قَتَلُ ڪَيا،
سامي سي سوريءَ چڙهي، لُونءُ لُونءُ لَهَن لذتَ،
چَڙهي وينا چَوڏول ۾، لَنگهي پنج ئي تَتَ،
جِتي سَڪيون سَتَ، پرچي رَهيون پيءَ سان.

(52)

عاشِقَنِ الڪُ، لَڌو انيئِه اُونگهه مان،
جاڳِن ڪونه اندَرَ ۾، پُرشارَٿُ ۽ پڪُ،
جيئندي چِنِي جَمَ سان، وينا ڪَلِپَتَ ڪَڪُ،
بانيَڻَ پائي بَڪُ، سُتَهَه پِيا سَروپَ ڪي.

(53)

عاشِقَن اوگاه، ڪَنهِن ڪي ڪَيو ڪِينَ ڪي،
رَکي سِرُ تَريءَ تي، هَلِيا اُلِٽو راهُ،
سامي سوريءَ تي وجي، سَمَ ڪنيائون ساه،
عَجائِب اسگاهُ، پَڌُ ڏنائون پِريمَ سان.

(54)

عاشِقَ هَسِواري، ڪَئي جَنهِن ڪَلِپَتَ ري،
سو سامي ڳَڻهِي ڪِينَڪِي، پُرڪُ ۽ ناري،
ڏِسهِي سَڀَ مورَتَ ۾، صورَتَ موچاري،
پائي پَڌُ ياري، مست رَهِي مَهرانَ ۾.

(55)

سـڀ ڪـي مَـنَ ڪـري، وڏو ڳـٺ ڳـڇـيءَ ۾،
ٻـوَنِ نـٿ ٻـلَـنِ جـان، ڇـاڻِـي ڀـيءَ ڀَـري.
ڪنهن عاشق هَنيُسِ اُنيئِي، بيحَدَ ٻاڻ ٻَري،
سامي ڏسي ٺَري، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

(56)

وِيـاڙِي ٻـوٽ ڇَـڏي، سـاڌو جَـنُ سـنـسـار ۾،
مَتِ هِينَ ڪـوڙيـن ڪـيـترا، عـاشِقَ وِڌا اڏي،
جي جِيئندي هَليا جَهانَ مون، لَٽڪِي ساڻ لَڏي،
ڏسَـنِ گـيـاتِ گـڏي، انـدر ٻـاهـر آتـمـا.

(57)

وَجي لـوڪَ لَڏيـو، سَـڪِـٽـو هِـنَ سَنسـارَ مـون،
طاقت رهِي نه تَنهِن کي، جَنهِن کي ڪالَ سَڏيو،
ٻَلِي جاٽِي ٻانيَڻُ ڇَئي، ڪو عاشِقُ ڇوڙُ ڇَڏيو،
جَنهِن کي گُرو گَڏيو، گورک جَهِڙو گيانوانُ.

(58)

تـوڙي لَـٽو جَـنِ، ٻَـڪـو ٻـيـرُ ٻـريَـن جـو،
سي سَدا رِمِ جِهمِ بوندَ ۾، سامي پاڻُ پَسَنِ،
ڦُرنـي ڪـون قـارڪ تِـي، مِـلـي مـوجـان ڪَـنِ،
رَتـا رَنـگِ رَهَـنِ، اَنَ ئـي ٻَـهَـرَ انـدَرَ ۾.

(59)

عَشقَ جو نُقِطو، سَمجهو جَنهِن سامي چَئي،
جِيئندي تَنهِن جَهانَ سان، ليکو ڪِيو چُڪِتو،
ڪَري مَنُ مُڪتو، سُمهيو سُکَپَتَ سيجَ تي.

(60)

عَشقُ ڪَمايو جَن، پَچُ تَنين ڪون خَبران،
تَہ جُڳتن سان جوڙي ڪَري، توڪي ڏَس ڏِيَن،
چَنبو هَٽي شير جان، ماري مِتي ڪن،
تَنهن ڪون پوءِ پُڇَن، سامي سُڌِ سَروپَ جي.

(61)

عَشقَ هسواري جَن، تَن کي اَٿئي پَهَرَ مُشاهدو،
دِلِ سندي دَرِياهَہ ۾، ٽُٻي ماري تَن،
هو نِتُ لَقاءُ پَسن، لوڪُ نَہ لَکي تَن کي.

(62)

لِنوَ جادو لائي، جانيءَ چَڏيو جيءَ کي،
سو اُٿندي وِهندي گُهڻَ جان، چيتَ چُٽي کائي،
ڪَنهن کي حال اَندر جو، بانيَڻَ بُڌائي،
وينو وِهائي، سَودو عشق اَييدَ جو.

(63)

حَد بيحَدِ پَرپُورُ، ستت لَکائِن سُپرين،
اُلَٽي ڪو عاشق ڏِسي، حاضران حَضور،
جَنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، سامي نِرمَلُ نورُ،
جَڏي ڪَليَتَ ڪوڙُ، اِستِتِ ٿِئي آڪاسَ جان.

(64)

سامي وِسُ وِهي، اَوديا جي آڙاه ۾،
پورڻ جاٽي پيءَ کي، ڪو عاشق اَچلُ رَهي،
جو ڪَٽي ڪَڙِڪَ ڪميا جو، پَنجَ ئي دُوتَ دَهي،
جيڪا اَچي نَهي، سامي رَکي سِرَ تي.

(65)

اَڻ هوندِي حَرڪتَ، مايا رَچِي راسِ ڪَئي،
تَنهِن ۾ لوڪَ لُڙهي وِيا، مورکَ مَنَ جي مَتَ،
عاشقَ چَڙهيا اَڄَ تي، لِنوَ سان هَٽِي لَتَ،
ڪَٿي سَڀَ ڪَلِپَتَ، سِيتَلُ تِيا سامي چَئي.

(66)

چَڏي جڳَ جَنجالُ، عاشِقَ چَڙهِيا اَڄَ تي،
هورِي ڪيلَنِ پيءَ سان، لائي گِيانَ گُلالُ،
بُنڌنِ نِتُ بِيائيءَ ري، سامي سَبَدُ رَسالُ،
ڪَنهِن کي چونِ نہ حال، اَزغيبي اِسرارَ جو.

(67)

چَڏي لوڪَ لَجا، عاشِقَ چَڙهيا اَڄَ تي،
مَنيائون مَحَبوبَ جِي، سامي سَڀَ رَجا،
ڪوڙي ڪاموشيءَ ۾، وينا ڏيانَ ڏَجا،
ملي ڪَنِ مَجا، سُتَهہ سِڏِ سَروپَ سان.

(68)

چَڏي لوڪَ لَجا، عاشقَ چَڙهيا اَڄَ تي،
سامي سَدائين رَهَنِ، راضي مَنجِهہ رَضا،
مِلي ڪن مَزا، ستهہ سپريَن سان.

(69)

لِڪَن لوڪَ لَجا، ڪوڙا جيءَ جَهانَ جا،
اِسٿرِ جاڻي پاڻ کي، سَهَن نِتُ سَجا،
کي عاشق جاڻِي اَڪُ سَڀُ، سنساري مَجا،
رَهَن سدا رَجا، آتم سُکَ اَپارَ ۾.

(70)

پَرچي پئڙا پَنڌِ، عاشقَ سِڪَ سَچيءَ سان،
لَنگهِيا پارِ سَمُند ڪون، بِنان بيڙيءَ بَنڌِ،
وَڃي سُوگَمَ ديس ۾، سامي هَنيائون سَنڌِ،
ڪيري ڪَلپِتَ ڪَنڌِ، سَنمُکُ ٿِيا سروپ جي.

(71)

سامي سَهاري، جنهن ڪَسَوٽي ڪامِل جي،
پيئي پانهنجي گهر جي، تِنهِن کي سُڌِ ساري،
لَنگهي چڙهيو لَکَ تي، پَءُ ساگَرُ پاري،
سَمَتا سَچاري، مُکِ رَکي مَوجان ڪري.

(72)

سامي چَڙهيو امَلُ، اَچي عَشقَ اَپيد جو،
مِٽيو تَنهِن جي من مون، سَيو خِيال گَلَلُ،
سُتهه سِدِ سروپَ ڪون، پاسي ٿئي نہ پَلُ،
اَٺئي پَهَرَ اَچلُ، رَهي پنهنجي حال ۾.

(73)

سامي ڪوهُ ڪَتي، جَنهِن کي عَشقُ اَندر ۾،
چَرخو يَچي چاهَہ جو، وَحدت منجهہ وَتي،
جِتي رَهي تَتي، سَنمُکُ ڏِسي سُپرين.

(74)

ساڳَرَ ڪون نِياري، ڪانهي مَوجَ ساگَرَ جي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، اُتَمُ اَڌِڪاري،
جَنهِن کي عَينَ عَشقَ جي، چڙهي خُماري،
پَرِچَنَ پِنڌَ ساري، سَتي سَماٽو سَمَ ۾.

(75)

جيئندا جوڳُ ويراڳُ، تَپَ تِيرٿَ ڪَن تَن سان،
سُتَنهَہ سِدِ سروپَ جو، مُئن لَڌو ماڳُ،
جاڳي اُوڍِيا ننڊَ مون، سامي ٿِيا سُجاڳُ،
ڦُرني بِنان ڦاڳُ، ڪيلَنِ نِتُ خيال ري.

(76)

دانا ديوانا، ڪوڙين گُهمَنِ ڪيترا،
سامي مِلِي سَروپَ سان، ڪي عاشق اَلِسانا،
ميٺي وينا مَنَ مون، نِرَپَڪَ تي نانا،
پَرچي پَروانا، جيئين جليا جوت ۾.

(77)

خاطو وَٺي خَطُ، آيو مَنَ موهَنَ جو،
تنهن ۾ لِکِيو سِڪ سان، مُنِي چِڌِ مَمَتُ،
پَرچي پانهنجو پاڻ کي، سامي ڏِسُ سُتَتُ،
ڪوهُہ روئين تي رَتُ، اکِنِ مان عاجزُ تي.

(78)

چَريا سي چَئجن، جي پاڻُ پَڇاڻن ڪِينَڪِي،
ڳالهِيون پَلَنِ جون بُڌي، مَرم نہ رَکن مَنِ،
ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪنهن جي، سُوري سَنِي جَنِ،
سَدا غَرقُ رَهَنِ، سامي سُپيرين ۾.

(79)

جَنِي خُواهش خَريدَ، تَئي تن عشق الله جو،
اِئين چَونِ تا اولِيا، سامي سَپِ شَهيدَ،
مَري جَنِ مُرشِدَ ڪون، وَدي دَرسَنَ دِيدَ،
ڪَنِ اَيِيدي عيدَ، ملي نِتُ مَحبوبَ سان.

(80)

جَنِ ڪي ڦَٽَ هُئا، اَڳُ ئي عَينَ عَشقَ جا،
سي ڏِسي مُنهُن مَحَبوبَ جو، جِيئندي جڳِ مُئا،
سامي چڙهيا چِٽَ تي، لنگهي پِٽَ دُعا،
ڪايا ۽ ڪِريا، جاڻَنِ سَڀَ مِٽيءَ جي.

(81)

مُئَنِ جو مارگ، وَڃي پُڇُ مُئَنِ ڪون،
جي جِيئندي تَنَ اَيمانَ ڪون، عاشِقَ ٿِيا اَلڳُ،
سَهي ڪَيائون ساڌَ سَنگِ، سامي سَڄَڻُ نڳُ،
جَنهِين سارو جڳُ، نڳيو نڳوريءَ سان.

(82)

سَڀَ ۾ سُڃاڻَنِ، عاشِقَ پنهنجي يار کي،
اَندَرِ باهَرِ ڏهَ دِسا، ساڻُ سَدا جاڻَنِ،
نهن چوٽيءَ تائون چُور ٿِيا، بيڌِيا جي باڻَنِ،
سامي سياڻَنِ، اِهڙو پَدُ پَچائيو.

(83)

سُرِڳُ ۽ نَرڪُ، عاشِقَ جاڻَنِ ڪِينَ ڪي،
رَهَنِ سَدا سُنسي ري، گگن مَنجِهه غَرقُ،
اَندرِ باهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(84)

جِيئين ڪانيءَ گهڻُ ڪائي، تِيئين عشق لڳو اَرواح کي،
پولو ڪَيائين پجرو، سَڀَ سَنڌُ سُڪائي،
اَڪِيون تَنهِن جي آسِري، بينو پڙُ لائي،
مالِڪُ مِلائي، سُتَتُ گُرُ سامي چَئي.

(85)

اکيون ويئون پارِ، کي جو پَسي آئِيون،
پلئُہ لَڳن پريَن جو، بيني منجهہ بَزارِ،
سامي صفائيءَ جي، کَرن سدائي کارِ،
توڙي اچن اروارِ، تان پِي غير نہ ڏسن ڳِياتِ ري.

(86)

اَچرجَ اِلاهي، عاشِقَ ڏِسَن اَلاهَ جا،
سامي کَٿي جَن سَرِوگتِ، ڦُرني جي ڦاهي،
رَگن نہ رَتيءَ جيتري، مَستي مَندائي،
سَدا ٿهي ناهِي، ماڻن مَوجَ مُکتِ جي،

(87)

ائنَ اُپاسَکُ، پاسي تِئي نہ پيءَ کون،
ماٽي دَورَ دَرِسَ جا، لِنوَ سان بَڌي لَکُ،
پيئي پيئاري پريمَ جو، پيالو يري اَٿکُ،
سَدا پاکُ پَرپَکُ، سامي رَهي سياوَ ۾.

(88)

راتِيون ڏِينهَن تَکي، عاشق مُنهُن مَحَبوبَ جو،
رَهي اَکندُ ڌيانَ ۾، سامي کِينَ ٿکي،
جانِ وِجائي پانهِنجي، لُنوَ لُنوَ رَسُ چَکي،
بِنان مُکَ بَکي، چَڙهي گَئِبَ گَگنَ ۾.

(89)

پَٽي دوسُ دَريون، سَنَمُکُ وينو سَمَ تي،
هَٽي نِتُ عَشقَ جا، بيحَد باڻ يريون،
صَدقي کَريان تَنهن سُکَ جي، پَل تون حورَ پَريون،
سامي ڏِسي نَريون، اَکِيون عاشقَن جِيون.

(90)

اَڪِنِ مَنجهہ اَڪيون، اَنئي پَهَرَ عَجيبَ جيون،
پَسي پاسو ڪِينَ ڪَنِ، رَهَنِ پِريمَ ڇَڪيون،
وَجي پُڄُ تَنين ڪون، جوڙي جَنِ رَڪِيون،
اِها ساک سڪيون، سامي ڏيندءِ سِڪَ جِي.

(91)

عَشق اَڳواٽي، ڪيو جنهن گُرگِياتِ سان،
ڪَتي تنهن ڪُپَتِ جي، ڪوڙي ڪَهاٽي،
سَمُجهي تِيو سامي چَئي، پَپوتو پاٽي،
مَوجَ مِلي ماٽِي، آدي سِدِ آگاڌ سان.

(92)

عشِقُ اَيِيدَ ڪَماءِ، سامي چَيو ستِگُروءَ،
اُلَٽِي گِيانَ اگنَ ۾، جِيئندي پاڻُ جَلاءِ،
پورَڻُ جاٽِي پيءَ ڪي، نڪي ڪڏُ نہ پاءِ،
پاويہن ڏهُلُ وڄاءِ، پاويہن رهُہ سَماڌِ ۾.

(93)

عَشِقُ ناهي آسان، سامي چَيو سَتِگُروءَ،
پُڄُ تَني ڪون خبِران، جَنِ سِيُڪي ڪَيو قُربانُ،
رَڪَنِ نہ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اِيمانُ،
توڙي جَڪِي جهانُ، تان پِي مَستُ رَهَنِ مهَراڻ ۾.

(94)

عاشِقَ اَڪالي، ڪاڻ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهن جي،
مُڪِيہ رڪِيائون مَنَ ۾، ڪِميا خوشحالي،
وَرتَڻِ وَرتَنِ وِڌِ سان، سامي سُڪالي،
وِلايَتَ والي، پورَڻُ ڏِسَنِ پَدِرو.

(95)

اَکن مَنجھہ اکيون، تَنهن ۾ اَکيون اَنيَئي،
تَنهن ۾ اَکِيون عاشِقَن، رمزَ ساڻُ رَکيون،
کوڙِن مون کَنهن هِکِڙي، لکائي لَکِيون،
سامي جَنهن سَکيون، پَنجَ ئي کِيون وَس پانهِنجي.

(96)

دوستَ جو ديدارُ، کَيو جَنهِن کَلِپَتَ ري،
پَلو تَنهِن جي پاسَ مون، کامُ کِروڌُ اَهنکارُ،
سَدائين گُلِزارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(97)

عَجَبُ عَشِقُ گُهتِي، پيئندَڙي مَنُ پَتِيو،
اَوِديا سَڀَ اندَرَ جِي، لَحَظي مَنجِهہ لُٽِي،
سامي پيو چُٽي، جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ کون.

(98)

جَنهِن کي پيئي جاڻ، اَچي عَشقَ اَپيدَ جي،
مِٽي تَنهِن جِي مَن مون، راتِيان ڏيهان تاڻ،
پُلي سَڀَ سنسارَ جي، سامي سُرتِ سُجاڻ،
پيءُ پَرچِي تِي پاڻَ، تان پي پي پي کري پَپيهي جان.

(99)

جَنهِن کي باڻُ لڳو، اَٿِيالو عَشِقَ جو،
سو اُلَٽِ: انتر مُکُ ٿِيو، چَڏي دورُ ڊِگو،
سامي ملِي سَروپَ سان، پولو پَرمَ پَگو،
پيچو ءِ آڳو، ڏِسي نہ اَنيئِہ پَدَ ۾.

(100)

جَنِ ڪي لَڳي لوَرَ، اَچي عَشقَ اَيدَ جي،
پَرچي ڪئي تَن پانهنجي، ڳوٺَ اَگَمَ ۾ اورَ،
سامي خودِ خُدائي، ماڻِنِ درسَنَ دَورَ،
تان يي اورِنِ اورَ، مِلي مهد جَنَنِ سان.

(101)

جا جانيء جي جاتِ، عاشقَن جي اکِهين،
مِٿي جَنِ جي مَنَ مون، سَڀ پَرائي تاتِ،
تَتِ ڪَيائون تَڪِيو، جَتي ڏينهُن نَہ راتِ،
پائي دَرَسَنُ داتِ، ساماڻو سامي چَئي.

(102)

پَندِتَ ائون جوشي، رُڏا ليڪي لُڙَ ۾،
عاشِقَ چَڙِهيا اَڄَ تي، چَڏي بي هوشي،
مُڪ رَکِيائون مَنَ ۾، ڪِميا خاموشي،
ٿَڏي ءِ ڪوسي، سامي سَهَنِ سِرَ تي.

(103)

ليڪي وِڏو لُڙُ، سامي چَئي سَنسارَ ۾،
عاشِقَ چَڙِهيا اَڄَ تي، ڪَري پَنجَ ئي پُڙُ،
سَنمُڪُ سُپيريَن جي، لائي وينا جُهڙُ،
جيئن ڳُنگو ڪائي ڳُڙُ، مُشڪي ڪُشِڪي ڪِينَڪِي.

(104)

چڏي لوڪَ لَجا، رَکي خواهش عَشقَ جي،
سَمَ سوگَمَ آڪاسَ ۾، ڪوڙي ڏيانَ ڏِجا،
سامي سُپيرِيَنِ جي، رَهي مَنجِهہ رَجا،
تَنهن ڪون پوءِ مَجا، ملي ڪري محبوبَ سان.

(105)

اَکِن مَنجِهہ اَکيون، تَنهن ۾ اکيون اَنيئي،
جوڙي جڳت اَنوپَ سان، پرين پاڻ رَکِيون،
کوڙين مون کنهن هِڪِڙي، لَکائي لَکِيون،
سامي جَنهِن سکِيون، پَنجَئي کَيون وَس پانهنجي.

(106)

عاشِقَ عينُ اَگرُ، پَڙهي کَري پَرِپَکَ ٿِيا،
سامي کَيائون صافُ سَڀُ، دُويتَ جو دَفتَرُ،
پَرچي لَذائون پانهنجو، بيگمپُرِ شَهَرُ،
اولَهُہ اَئون اويرُ، ڏِسَنِ کونہ اکاس ۾.

(107)

عاشِق اُڏارو، کنهن کان وَنن کينکي،
شاهُہ کيائون سَتِگرو، پاڳيوانُ پارو،
آهي جنهن جي آسري، پورڻ پَسارو،
کولي پندارو، سامي وينا سَمَ جو.

(108)

عاشِقَ اُگهاڙي، اَلَکَ لَکائِن اَنيَئي،
سَمُجهي کو سامي چَئي، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
پرتَکُ ڏِسي پيءَ کي، خِيالُ کَڦَڻُ ڦاڙي،
صُفا سڀ ساڙي، اِستِتِ ٿئي آکاسَ جان.

(109)

مُنهن سان بَکَ مَ بَکُ، سامي خِلوَتَ خاصَ جي،
عاشقَ عَجيبَن جو، هَردَمُ رَکَن حَقُ،
اَنئي پَهَرَ غرقُ، رَهَنِ پَنهنجي حالَ ۾.

(110)

پاتو جَنهِن مَرَمُ، پَرچِي جو پَرتِيت سان،
سي ٿُڪري، پاڻيءَ، لُنگ جو عاشق رَگن نہ غَمُ،
دوستَ ڀاڄهون دَمُ، سامي ڪٽن ڪونہ ڪو.

(111)

ڪَنهِن ڪي ڄاڻِن ڪينَ، عاشِقَ ٻنان عَجيبَ ري،
جڳَتُ جوت ڏِسي ڪَري، ٿِيا لاهوتي لِينَ،
توڙي ڪَن ڪوپِينَ، تان پي راجا رانوَلَ ديسَ جا.

(112)

عاشق اَلبيلا، ڪاڻ نہ ڪَڍَن ڪَنهِن جي،
مِلي ڪَن مَحبوبَ سان، مَمَتِ ري ميلا،
رَهَن پنهنجي حالَ ۾، سَدا سُهيلا،
گُرو ۽ چيلا، مِلِيا سَچَ جا.

(113)

عاشق اَنيَئِي، ٻاٽي ٻولِن ٻيحَدِي،
سامي سَمُجَهن ڪِينَڪي، وادي ۽ وڳئِي،
ڏيئي ڪَنڌِ ڪَلِپَ کي، ڪنهن ڳاهَڪ ڳِرهَڻُ ڪئي،
لوڪ پرلوڪ ٻَئِي، لنگهي چڙهيا لَڪَ تي.

(114)

عاشق اَڪيون چار، رَگن سِڪَ سمجهہ جون،
ڏِسَن مُنهن محبوب جو، ٻيٺا منجهہ بَزار،
ڄاڻن ييدَ پرم ري، پورَڻ پار اروار،
ٻانيڻ ٻارو ٻار، پِيئن پيالو پريم جو.

(115)

ڪاڳَرَ سَڀِ ڪوڙا، سِڪَ سَمُجَھہ ويساهَ ري،
اِئين ڇوَنِ تا اَنيئِي، ڇَنيءَ جا ڇوڙا،
جيڪي ماٺِنِ مَستُ ٿي، درسن جون دَوران،
گهورِنِ نِتُ گهوران، سامي ساڌ سَنگتِ تون.

(116)

سامي ڇَئي سَوادُ، جَنهن کي آيو سَهَجَ جو،
سي ڪَنهِن سان ڪَرن ڪِينَڪِي، وائي ۽ وِڪادُ،
هارَ جِيتَ ڏُکَ سُکَ کون، عاشِقَ رَهَنِ آزاد،
ڪري مُدعي ماد، مِليا سُتَهَہ سَروپَ سان.

(117)

فِڪر کون ڦارڪُ، عاشق ٿيا اتڪل سان،
جاڳي ڪَڍياءُ جيءَ مون، لِنوَ سان اوديا لِڪُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(118)

عاشق پُڇَنِ نہ اگهَہ، دَرِ دَرِ ديوانن جان،
جَنِ کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي ڇَئي سَيَ سگهہ،
پانويِن وَرِتِنِ وِڌِ سان، پانويِن رَهَنِ سنگهَہ،
جَنگهہ تي رکي جِنگهہ، ماٺِنِ دَورَ دَرِس جا.

(119)

اِڇا ڪَيا عاجِزُ، اَنڌا جيءَ جهانَ جا،
لاهي سَگهنِ نہ لَکَ ري، ڪوڙو ڪلپَ ڪَرِجُ،
ڪو عاشِقُ ڇڙهيو اَچ تي، ساڙي ٻيائيءَ ٻِجُ،
سامي سَمتا سِجُ، ڏِنو جَنهن اَکِن سان.

(120)

عـاشِـقُ نِـتُ اُداسُ، روئـي رَتُ اکِـن مـون،
ڪَري سَڏُ سَجَڻ کي، سُڏِڪي يَري ساسُ،
لاتـو سَيُ لِڳَن تـون، مَحَبَتَ ڪري ماسُ،
سَهي ڪَن سُواسُ، سُتَهه مِلي سامي چَئي.

(121)

عـاشقُ ڪـونـائي، ۽ سـانـگـو رَکـي سِرَ جـو،
عـجـيـبـاٽـيءَ آگ ۾، پـاڻُ نـه پـچـائـي!
ريجهه بِنان رائي، توکي پِرين ڪندا ڪِيئن پَنهنجو؟

(122)

عـاشقُ عَـطـائي، ڪـوڙيُـنِ ۾ ڪـو هِـڪِـڙو،
جَنهِن کي لَکَ اَلکَ جِي، اَنيَئِه ۾ آئي،
ڪَري نـه ڪَـتَـرَ جـيـتـري، وَري وَڏائـي،
سـامـي سَـيـائـي، رَکـي رَجـاتَ هَـرِ سـان.

## عاشق (ب)

(1)

اَچي اَچانڪَ، عَشِقُ جاڳائي جَنهِن ڪي،
تَنهِن ڪْي پَهُچائي پَدَ ۾، لُٽي ساڻُ لَنڪَ،
سامي تِئي نہ سَروپَ ڪون، پاسي هِڪَ پَلَڪَ،
وَڃَنِ ڊولَ ڊَمَڪَ، تان پي مَسِتُ رَهَنِ مَهراڻُ ۾.

(2)

بيحَد ڳالهہ باريڪُ، آهي عَشقَ اڳمَ جي،
ڪوڙِنِ مون ڪَنهِن هِڪِڙي، طالِبَ ڪِي تَحَقيقُ،
سَهَجي تِيو سامي چَئي، جَنهِن سان روحُ رَفِيقُ،
نئنَنَ ڪون نَجيڪُ، سُتَهَہ ڏِسي سپرين.

(3)

عاشِقَ اَنڪَ چَڏي، هَرِدَمُ رَهَنِ حَضورَ ۾،
وينا دَرِ دَرويشَ تي، اَنيَئِہ ڪُٽي اڏي،
سامي ڪَيا سُپرينءَ، سَنمُڪُ پاڻُ سَڏي،
چارَئي نئن گڏي، پِيئَنِ پِئارِن پِريمَ رَسُ.

(4)

اَزِغَئِبي آيو، عَشقُ رَنگِيلو ايلچي،
هَٽِي چَماٽو هيڪڙو، اَڱيون تَنهن لايو،
مِلائي مَحبوبَ سان، سامي سَمايو،
اَڻَ وَيو آيو، جِيئَن ڪَنگڻُ ڪَرَ جو.

(5)

ڪَئي جو ڪِيتو، سامي پائِڻ تا سَيي،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَچَ تي، موڙي مَنُ رِيتو،
پيالو پريمَ اگمَ جو، پَرچي جَنهِن پِيتو،
جاڳي جڳ جِيتو، ڏِسي اَنيَئِہ آتما.

(6)

ڪَري مُنهَن جِهڪو، عاشِقُ چَڙهيو چِٽ تي،
جَنهِن ڪي ڏِنو سَتِگُروءَ، رَهسِي راجَ تِڪو،
سورجَ جان سَنسارَ ۾، رَهي ڪِينَ لِڪو،
سُندَرُ سالُ سِڪو، سامي چَئي سَيَ ڪاٿهين.

(7)

ڪانيءَ گُهڻُ ڪاٻي، تِئين عِشقُ الله جو،
ريڙهي وِيو رَمزَ سان، پاڪوڙا پائي،
سُوڏي ڪَيائين سُڌِ مَنُ، چَلَ وَلَ چَڏائي،
پَدَ ۾ پَهُچائي، سَماڻو سامي چَئي.

(8)

ڪَري عينُ اَعتِبارُ، عاشِقَ چَڙهِيا اَچَ تي،
ڪَٽي سَيُ ڪَلپَتَ جو، پيدُ پَرَمُ اَهنڪارُ،
پرچي پَرچِنتا ري، پِئَن پيالو سارُ،
اَندَرِ باهَرِ يارُ، سُتَهَہ ڏِسَن سامي چَئي.

(9)

ڪَري عَشقَ اُمَندَ، عاشِقَ چاڙهِيا اَچَ تي،
سَتِيائون سَمَرَٿَ تي، پَرچِنتا جي پَندَ،
پَرَنِ ڪِينَ پُلَن جان، ڏيهي بَٽِي ڏنڊَ،
سَدا اَپيدُ اَکَندَ، سامي رَهَن سُياوَ ۾.

(10)

خَلِقَ ۾ خالِقُ، خلقَ وَسي خالِقَ ۾،
ساکَ ڏِئي سامي چَئي، اَئيَئِي عاشِقُ،
ڏِنو جَنهِن آکاسَ جان، هِردو سُوڏي هڪُ،
ميٺي ڦيرُ فرَقُ، ماٽي مَوجَ مَهَتُ تي.

(11)

ناکُرُ نڳَ ناهِي، بيحَدِ بازي رَنگَ پَرِي،
سامي موهِي وِسُ سَپَ، ڦاهيءَ مَنجِهہ ڦاهِي،
رَهِي اَليپُ آکاس جان، کو عاشِقُ اَچاهِي،
پورَنُ پاتِشاهي، کَري ڦُرني فوجَ ري.

(12)

سُورَ ويرَ، بَلِي، سَکِٽا وِيا سنسارَ مون،
جَني پَنهنجي زورَ سان، ڌَرتي سَپ مَلي،
سامي ڳالِهہ سَهي کَئي، عاشِقَن اَصُلي،
ميٺي بُري پَلي، مِليا سارَ سَروپَ سان.

(13)

پَڙهي تِيا پَرپَکَ، عاشِقَ اَکرُ پريم جو،
رَکيائون رَهتِ سان، ويڙهي سَپ وَرَقَ،
چَڙهِيا چيتَنَ چِتَ تي، لَنگهي اوٺ اَٿکَ،
پائي رَمجَ رَسَکَ، سماٽا سامي چَئي.

(14)

پَڙهي تِيا پَرپَکَ، عاشِقَ اَکرُ پريم جو،
سامي مِليا سَروپَ سان، ويڙهي سَپ وَرَقَ،
ماڻِن سُکُ سَمِتا جو، لائي لِنوَ لَٺکَ،
اَندَرِ اونَ اَلکَ، کَنهِن کي جاڻَن کِينکي.

(15)

جَنهن عاشِقَ لايو، سَچو عَشِقُ اَلاهَ سان،
جِيئندي تَنهن جَهانَ جو، سَڀُ مَمَتُ مِٽايو،
جاڻي ڪوئہ اَندَرَ ۾، پَنهنجو پَرايو،
سامي سَمايو، جَل پَپوٽو جَلَ ۾.

(16)

دانا ديوانا، عاشِقَ سَڀِ اَللہ جا،
مِٽِي جَنِ جي مَنَ مون، نانا، انانا،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، اُنمَنَ اَلِسانا،
جِيئين پَرِوانا، جَلِي جوتِ سَروپ ٿِيا.

(17)

عاشِقَ اَلاهِي، هَرِدَمُ رَهَنِ حُضورَ ۾،
ڪُٺي جَن ڪِرِپا سان، قُرني جي قاهي،
سامي ڏِيَن سُک جي، اَگمَ اوگاهي،
مَستِي داناهي، آهي جنهن جي آسري.

(18)

عاشِقَ اَلاهي، اِستِتِ رهن آڪاسَ جان،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، وِرَلو ويساهي،
ڪَٺي جَنهن ڪَرِپا سان، قُرني جي قاهي،
مَستِي داناهي، جاڻي مَوجَ دَرِياهَ جي.

(19)

عاشِقُ اَگهوري، پَلِ پَلِ پِيئي پريمَ رَسُ،
جَنهن کي اَزِغَيبي لِڳي، لُنوَ ۾ لِنوَ لوري،
سامي لَڌي ساڌَ سَنگِ، مَحَبَتَ جي موري،
هميشہ هوري، مِلي ڪَنِ مَحبوبَ سان.

(20)

عاشِقَ اَلبيلا، ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهن جي،
مَحَبَتَ جي ميدانَ ۾، مُڪِتا ڪَنِ ميلا،
ڏِيَنِ ڏيهِہ اِيمانَ ري، اَئيئِہ اُٿيلا،
گُرو اَئون چيلا، سامي تِيَنِ سَچَ جا.

(21)

عاشِقَ اَلبيلا، ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهن جي،
لَنگهي چَڙهيا لَکَ تي، ساگَرُ سُهيلا،
ٻاهَرِ تون مان ۾ رَهنِ، اَنتَرِ اَڪيلا،
گُرو اَئون چيلا، سامي تِيَنِ سَچَ جا.

(22)

عاشِقُ عَجائبُ، موجان ڪَري مَمَتَ ري،
سامي ڪَيو جَنهِن سُرتِ کي گگَنَ مَنجِهہ گائبُ،
هَرِدَمُ ڏِسي هِڪِڙو، سيڪَ سَچو صاحِبُ،
جَنهِن جو مَنُ نائِبُ، حاضُرُ رَهي حُڪُمَ ۾.

(23)

عاشِقَ عَجائِبُ، واڪَ ٻولِنِ ويدانتَ جا،
چيٽي اَئون ڪُنچَرَ ۾، سمَ ڏِسَنِ صاحبُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، تِي نيهي نائِب،
جو غيرتَ سَيَ غائِبُ، ڪَري گيات گگَنِ ۾.

(24)

عاشِقَ عين اَصيلَ، پاسي تِيَن نہ پيءَ ڪون،
جَنِ ڪي ڏِني سَتِگُروءَ، رِيجهي رَمِزَ رَنگيلَ،
پيئن پئارِنِ پِريمَ رَسُ، سامي صافُ سَبيلَ،
دِلِ جا سَيَ دَلِيلَ، مِٽائي ماهِلُ تِيا.

(25)

عاشِقَ اِستامَلُ، لَڪَ لَڪائِنِ اَنيَئي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، پِريتوان پَرِبَلُ،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپَ ڪي، لَهي مُڪتِ مَحَلُ،
ڪَري جَنَمُ سَقَلُ، اِستِتِ تِئي آڪاسَ جان.

(26)

عاشِقَ اُگهاڙي، ٻَالهہ نہ ڪَرِن ڳُجَهہ جي،
ڪَٽِي جَنِ ڪَلپنا، سامي سَپاڙي،
پوڪي وينا پَدَ ۾، سُتَهَہ سِڌِ واڙي،
ڏِسَنِ ڏِهاڙي، پانهِنجي اڪئين پاڻَ ڪي.

(27)

عاشقَ اُگهاڙي، ٻَالِهہ نہ ڪَرِنِ ڳُجَهہ جي،
ڪَٽِي جَنِ ڪَلپنا، سامي سَپاڙي،
لائي وينا لالَ تي، تُريا ۾ تاڙي،
ڏِسَنِ ڏِهاڙي، پَنهنجي اڪِئين پاڻَ ڪي.

(28)

عاشقَ اُگهاڙي، ٻَالِهہ نہ ڪَرِنِ ڳُجَهہ جي،
ڏِسَنِ منهُن مَحَبوبَ جو، ڏُنيَ ري ڏِهاڙي،
لائي لالَ ڳُلالُ تِيا، تُريا ۾ تاڙِي،
سامي سَپاڙِي، ڪَدي ڇَڏِيائون ڪَلپنا.

(29)

نيڻَنِ جيءَ نِگاهَ، عاشِقَ ڪُنا ڪيترا،
ڪُوڪَنِ ڪِنجَهن ڪِينَڪِي، رَهَنِ بي پَرواهَ،
اَنَئي پَهَرَ عَجيبَ جِي، سَهَجي ڪَنِ صَلاحَ،
ڇَڏي چِنتا چاهَ، سامي چَڙهيا سِيرَ تي.

(30)

عاشِقَ مَها مَلَنگَ، ڪاڻِ نہ ڪَڍِنِ ڪَنهِن جي،
پِيتي جَنِ پَرَتِيتِ سان، سامي سَمَتا پَنگ،
سُمِهيا سُکَپَتَ سيجَ تي، ٽنگ تي رَکي ٽنگَ،
راتِيون ڏِينهان رَنگَ، مِلي ڪن مَحَبوبَ سان.

(31)

عاشِقَنِ اَصُلي، پِريتَمُ لَڌو پانهِنجو،
سيتَلُ ٿِيا سامي چَئي، ميٺي ڪلپَ کُلي،
ماڻِنِ دَورَ دَرِسَ جي، خوشيءَ ساڻُ کُلي،
پَرَمَ مَنجِهہ پُلي، ڪَڏي پَوَنِ ڪِينَڪِي.

(32)

مُئَنِ جو مارَڳُ، وَجي پُڇُ مُئَنِ کون،
جي جِيئَندي ٿَنَ اِيمانَ کون، عاشِقَ ٿِيا اَلڳُ،
سامي سُپيرَينِ کون، پوءِ نہ وِڃهنِ پڳُ،
توڙي جَکِي جُڳُ، تہ پِي مَستُ رَهَنِ مَهراڻَ ۾.

# سهاڳڻ (الف)

(1)

سَيَڪا چِڪي چِڪَ، تہ آءٌ سُهاڳڻ شَهَہ جي،
مَمَتا مِتائي مَنَ جي، ڪا وِرلي مِلي هِڪَ،
جَنهِن چڙهي سڪپت سيجَ تي، سامي لاتي سِڪَ،
ٻيون سڀ چَٽِنِ چِڪَ، سَمُجَهہ ورائي سَڪٽيون.

(2)

وِرلي ڪا ماڻي، سُتَهَہ سُکُ سُهاڳ جو،
جا ڪَري سُڌُ سَنبَتِ ڪي، اَدَبَ مَنجِهہ آٽي،
اَندَرِ ٻاهَرِ سُپِرين، ساڻُ سَدا جاٽي،
سُمهي پَٽُ تاڻي، سامي سڪپتَ سيجَ تي.

(3)

جَنهين مَنُ ڏيئي، پِرين رِيجهايو پانهِنجو،
سا سَهَجي سُهاڳڻ ٿِي، پِريَن ڳَلِ پيئي،
مَنَنِ ساڻ مَرمَ جي، سَرِتيون سيئي،
تارِيائين ٻيئي، سامي پيڪا ساهُرا.

(4)

پارِوَتي پَري، مورَئون ٿِئي نہ مَهيسَ ڪون،
سِيتا سَدائي رامَ جا، هردي چَرَنُ ڌَري،
تيئين سُرت سروپ سان، جُڙي جَتَنَ ڪري،
تَڏِي ڪارِجُ سَري، سيوئي سامي چَئي.

(5)

سامي سائي ڄاڻ، سُهاڳڻ سَڄَڻَ جي،
جَنهن پَرچايو پِرينءَ کي، اَرِپي پانهنجو پاڻ،
سَنسي ري شيوا ڪَري، سِڪَ صَبوريءَ ساڻ،
پورِي ٿنهِن جو پاڻُ، حاوندُ خالي نہ ڪَري.

(6)

ڀڳونت کي ڀاڻِي، آءٌ سُهاڳِڻِ سا چَوانِ،
رَکِي نيڻَ نيڻَنِ ۾، نِرَکي نِماڻِي،
ساهرن اَئون پيکن ۾، سَهَجِي سيباڻي،
سا راڻين جي راڻي، سامي ماڻي سيجَ سُک.

(7)

ڀڳَوَنت کي ڀاڻِي، ٿنهِن سان دعويٰ ناهہ ڪا،
سامي مِلي ٿنهِن کي، پَٽُ پَردو لاهي،
پائي سُکُ سُهاڳَ جو، کِلي ۽ ڪائي،
سَنسو مِٽائي، جُهولي جَهروکَنِ ۾.

(8)

جا شَهَہ کي رِيجهائي، مان سهاڳِڻِ سا چوان،
اُتِي ويهي آڳِيا ۾، آڳِيا ۾ ڪائي،
ڪڍي پاڻُ اَدَبَ سان، رَهي لِنوَ لائي،
سَهَجي سا پائي، سُکُ سُهاڳَ جو.

(9)

جَنهِن ريجهايو ڪَنتُ، آنءُ سُهاڳِڻِ سا چَوان،
چَڙهي سڪيتَ سيجَ تي، کيلي نِتُ بَسنتُ،
پائي سُکُ بي اَنتُ، سامي سَلي ڪِينَکِي.

(10)

سُهاڳڻِ سائي، ڪانڌُ جَنهن جي ڪَچَ ۾،
مَمِتا مَيل اَندَرَ ۾، رکي نه رائي،
سامي سَدائي، ياڻي مَنجهه پِني رَهي.

(11)

سائي سُهاڳڻِ، ڪانڌُ جَنهن جي ڪَچ ۾،
سوگهي رکي ساهَه کون، سامي مَحَبَتَ مَڻِ،
اوري اور اُنهيءَ جِي، اَچي نِتُ آتَڻِ،
جهڙِي سَمَ ساوَڻِ، تهڙي مانگهه مَنگِهرَ ۾.

(12)

سُهاڳڻِ سائي، جا پِرَ پَرچِي ڪِي پانهِنجي،
بِنان هار سِينگارَ جي، گسمَ ڪي پائي،
ڪيهِڙي ڳِٽيان مُکَ سان، تَنهِن جِي وَڏائي؟
سامي سَدائي، مِلي رَهي مَحَبوبَ سان.

(13)

جيڪا ڪانڌَ ڪَئي، پرچي پانهنجي ڪَچَ ۾،
سا ماڻي سُکُ سُهاڳَ جو، سَدا مَتِ مَئي،
ڪَنهِن ڪي سَلي ڪِينَڪِي، مُنهن سان ڳالهه چَئي،
تاري ڪُلَ بَئي، سونهين سَرتيُن وِچَ ۾.

(14)

سُهاڳڻِ سائي، جَنهِن ڪي پِر پانهنجو ڪَيو،
سَنسو پَرَمُ چَڏي ڪري، اَدبَ ۾ آئي،
ڪائي ڪارائي سَڀَ ڪي، مَحَبَتَ مِنائي،
سامي سَدائي، سَنمُکُ ڏِسي سُپِرين.

(15)

سُهاڳڻِ سائي، جَنهِن کي سِڪَ اَندَرَ ۾،
جاڳي ڪَري جَڳَ سان، جيئندي جُدائي،
ماري ڪَڍي مَنَ مون، ٻي سَڀ ٻِيائي،
سامي سَدائي، مِلي رَهي مَحبوبَ سان.

(16)

سُهاڳڻِ ڪا هِڪَ، ٻيون سَهسين ڪن سِنگارَ ٽيون،
سامي سُپيريَنِ جِي، جَنهِن کي سَچي سِڪَ،
پاتائين پَرچي ڪَري، آتَمَ سُکُ اَدِڪَ،
ٻيون سَڀِ چَٽِن چِڪَ، ٽيون مرم ورائي مَنَ مُڪِيون.

(17)

سَهسين ڪَن سينگارُ، سُهاڳڻ ڪا هِڪِڙي،
پاتو جَنهِن پَرتِيتِ سان، حليميءَ جو هارُ،
چَڙهي سڪپت سيجَ تي، پيتي نِتُ پَتارُ،
ٻيون سَڀِ تين خُوارُ، سِڪَ ورائي سڪِٽيون.

(18)

پَتارَ کي پائِي، سا راٽِين جي راٽي تِي،
سامي مِلِي تَنهِن کي، وَڏي وَڏائي،
رِڏيون سِڏِيون ٻانهيون، سَڀِ ڪَرِنِ ڪَمائي،
سَجَڻُ سَدائي، نِهاري نيڻَ پَري.

(19)

سهاڳڻ سينگارَ، ڪري ڪِينَ ڪَپَٽ جا،
پَرچي پانهنجي پيءَ سان، لاتي جنهن لِنوَ تارَ،
اَنئي پهر اَندَرَ ۾، سامي رَکي سَنيارَ،
يوڳي يوڳَ اپارَ، تان پي رَهي اَليپُ آڪاسُ جان.

(20)

ساراڻن جي راڻي، جنهن لڌو سُک سهاڳ جو،
ساهرن ۾ پيڪن ۾، سَهَجي سيباڻي،
سامي شَهَه ياڻي، سا پلڪ پراهون نه ٿِئي.

(21)

سهاڳڻ کي سَٽُ، سامي ڏسِيو سَتِگروءَ،
جاڻ وِجائي پانهِنجي، آگِيا مَنجِهه وَرَٽُ،
ياويہن کَٽُ مَ کَٽُ، پَرچي رَهُ پِريَنِ سان.

(22)

سَنسو کوه کري، سُهاڳڻِ ڏکَ سُکَ جو؟
ڪانڌُ جَنهن جي ڪَچَ کون، پَلَکَ نه ٿِئي پري،
رَکِي نيڻَ نيڻَنِ ۾، سامي سَدا نَري،
مَنجهين تارَ تَري، ته يي لَهر نه لوڙي تَنهِن کي.

(23)

اَدَبَ ريءَ اجهاڳَ، کَنِ سينگارُ سَريرَ جو،
سَونپي سُپيرِيَنِ کي، کَنهِن وِرليءَ ڏِني واڳَ،
اَچي جاڳِيا جَنهِن جا، سامي ياري ياڳَ،
جَڏِي نانا راڳَ، ماڻي سُنکُ سُهاڳَ جو.

(24)

هُئي تاوَ تَتي، تَنهِن کي پِرَپَرچي سِيتَلُ ڪَيو،
تَپَتِ تِنِ تاپَنَ جي، رَهِي نه هِکَ رَتي،
جاڻ وِجائي پانهِنجي، محبتَ مَنجِهه مَتي،
پائي پرانَ پَتِي، سامي لُڏي لاڏ ۾.

(25)

مُئي پاڻُ مَ ڳِڻِ، مَتان ڏِسين ڏک ڏهاڳَ جا،
پوئي پاءِ ڳِچيءَ ۾، سامي مَحَبتَ مَڻِ،
تَہ سَهجي سُهاڳِڻِ، پرين ڪَريئي پَرچي.

(26)

پِريَنِ ري پيئي، ڏُهاڳِڻِ ڏُکنِ ۾،
سامي سُهاڳِڻِ جا، وِيا سَنسا سَيئي،
تَنهِن کي يَئِہ ڪيهي، سَجَڻُ جَنهِن جي ڪَڇَ ۾.

(27)

ڏُهاڳِڻِ کي ڏُکَ، وَرَ وَرائي ڪيترا،
سَجَڻُ جَنهِن جي ڪَڇَ ۾، تَنهِن کي ڏُکَ نَہ بُکَ،
نَڪي ساڙي پارو، نَڪِي لڳي لُڪَ،
سَيَ مِٿائي جُکَ، سَنمُکُ ڏِسي سُپرِين.

(28)

پرينءَ هَٿُ رَکي، نِماڻي نِهالُ ڪِي،
پَرچي ڪِيائون پانهِنجِي، سُهاڳِڻِ سَکي،
آتَمَ رَسُ چَکي، سامي لُنوَ لُنوَ لالُ ٿي.

(29)

پرچي جَنهن پَکو، لَڌو پيرُ پرينَ جو،
سو رَهي پانهنجي حالَ ۾، راتيون ڏينهَن ٿکو،
پائي سُمِهيو ڪَڇَ ۾، سامي پارُ پَکو،
گنگا گيا مَکو، پَويِن ڪِينَ پُلَن جان.

(30)

ماڙيءَ سَتَ دريون، سَپِني ۾ ڏِسُ سوجهرو،
وينو تِي تَنهِن مَحَلَ ۾، خاوندُ ڏِيرَ ڏَريون،

اُنهيءَ خِلَوَتَ خاصَ ۾، ڪي پَهُچَنِ پريمَ پَريون،
سامي رَهنِ نَريون، پائي سُکُ سُهاڳَ جو.

(31)

ڏهاڳڻِ پيئي، وَرَ وَرائي ڏُکَ ۾،
چَپَ چِتيندي راتِڙي، وِهامي ويئي،
سامي سُهاڳڻِ کي، آهي پَئِہ ڪيهي؟
جَنهِن تَنُ مَنُ ڌَنُ ڏيئي، پِرُ ريجهايو پانهنجو.

(32)

سَکيءَ ڪون سکي، پُڇي سُکُ سُهاڳَ جو،
مُشِڪي کُشِڪي کِينَڪِي، ٿيڙي رَمِزَ رَکي،
سامي سِکَ سَچيءَ سان، سارِي لَکَ لَکي،
چاتِي جَنهِن چَکي، ڳالهہ نہ ٻُجهي تَنهِن ڪون.

# سُهاڳڻ (ب)

(1)

پَرڻيءَ کون ڪُنواري، پُڇي سُکُ سُهاڳَ جو،
هُنَ مُشڪي ڏِنو مَرمَ سان، بيحَدِ ڏَسُ ياري،
پَرڻي پَوندَءِ پاڻهي، سامي سُڌِ ساري،
خِلوَتَ جي خُواري، بَڻندي نانهِہ بَزارِ ۾.

(2)

سُهاڳڻِ سينگارُ، ڪَيو سَمَ سَنتوکَ جو،
چَڙِهي سُکَپَتَ سيجَ تي، ييٽي نِتُ يَتارُ،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، سامي چَئي سُکُ سارُ،
رکِي لوڪاچارُ، وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان.

(3)

سُهاڳڻِ سَچي، پاسي ٿئي نہ پيءَ کون،
سُمهي سُکَپَتَ سيجَ تي، چَڏي ڪَلِپَ ڪَچي،
وَرتي سَمَ سَنتوکَ سان، سامي رَنگِ رَچي،
آتَڻَ مَنجِهہ اچي، آدَرُ پائي اڻ ڳِٽيو.

(4)

سُهاڳڻِ سَچي، پاسي ٿِئي نہ پيءَ کون،
سُمهِي سُکَپَتِ سيجَ تي، ڪَلپَ ڪَچي،
سُتَهَہ سِڌِ سامي چَئي، رَهي رَنگِ رَچي،
جِئين ڦُلُ پچي، سُڳَنڌُ سَوادي سو ٿِئي.

(5)

نـاري پـيءَ پـيـاري، تِـنـي نـہ پـيءَ ڪـون،
جَنهِن کي سُکَ سُهاڳَ جِي، پيئي سُڌِ ساري،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، بيحَدِ سکُ ياري،
نَـيَ جـان نِـيـاري، وَرتـي سَـيَ وَهِـنـوارَ ۾.

(6)

سـائـي پـيـاري، نِـرَمَـلَ نـارِ يَـتـارَ کـي،
حاضُرُ رَهـي حُڪُمَ ۾، سَچَ سان سينگاري،
ڪَري نہ ڪَتَر جيتري، ڏنيَ سان ڏيکاري،
سـام سُـکُ يـاري، مـاڻـي سيـجَ يَـتـارَ جـو.

(7)

سائي سُهاڳِڻِ جاڻُ، جَنهِن کي يَو يتارَ جو،
رَکـي نـہ رَتـيءَ جـيـترو، مَـنَ ۾ ،مَـمَـتـا مـاڻُ،
سُمهي سُکِيتِ سيـجَ تي، اَرپي پَنهِنجو پاڻُ،
صِدِقَ صَبوريءَ ساڻُ، سامي سِيَ سيوا ڪري.

(8)

سُـهـاڳِـڻِ سـائـي، مـاڻـي سُـکُ سُـهـاڳَ جـو،
سامي جَنهن سيجا چَڙِهي، لِنوَ سَچي لائي،
رَکِـي سَمَ سَنتوکَ سان، سَنَمُکُ سَدائي،
وائـي وَڏائـي، ڪـري نـہ ڪَـتَـرَ جـيـتـري.

(9)

سُـهـاڳِـڻِ سـائـي، مـاڻـي سُـکُ سُـهـاڳَ جـو،
ميندي جَنهِين مَحَبَتَ جي، لِڳَنِ کي لائي،
سيـجا سِيـلَ سَنتوکَ جي، وِڌِ سان وِڇائي،
سـا سـامـي سَـدائي، ڪـانـڌُ وِهـاري ڪَـڇَ ۾.

(10)

سُهاڳڻِ سِياڻي، سيوا ڪري سَڀَ جي،
ٿوڙي ڀيدَ ڀَرَمَ کي، ڀَرِتا کي ڀاڻي،
چَڙهي سُکَپَتِ سيجَ تي، تي راڻِنِ جي راڻِي،
سامي سماڻي، رَهي سَمِتا سُکَ ۾.

(11)

ڪاڪِي ڪوهُ کُڏي، ڪَري سينگارُ سُهاڳَ ري،
ڇَڏي سِيلَ سَنتوکَ کي، ڀِيائيءَ مَنجهه ٻُڏي،
ڏِسي ساڌَ روپَ کي، جَنهِن غيرتَ ڪَڍِي گُڏي،
سامي سَدا لُڏي، پِريمَ هِندوري ڀيءَ سان.

## چهہ اٺارهن، چار (الف)

(1)

اَنئي پَهَرَ اُچارُ، تا ويدَ ڪَرِنِ وِستار سان،
نانا روپَ رَچِي ڪَري، سيڪَ لَڪائِن سارُ،
چيتيءَ ائون ڪُنچَرَ ۾، اَتي اون ڪارُ،
سامي يِڳَتِ ينڊار، ڪن ياڳَ يَريَن ياڳي پيو.

(2)

چارَئي تا چَوَنِ، هَلُ هيناهِينءَ واٽڙي،
مَتاهينءَ ۾ مامِرو، ڏاڙا ڏيرَ ڏَوَنِ،
مَتا توهِي سا ڪَنِ، مَڏيءَ ڏٺِي مامرو.

(3)

چَوَنِ تا چارِي، هَلُ هيناهينءَ تون،
مارِجَنِ مَتاهينءَ ۾، تا اُپرُ اَهَن ڪاري،
اَتي خُدي خُواري، نِٺُڙي وَنجِ واٽڙي.

(4)

چهَہ اَنارَهن چارِ، ڳالِهہ چَوَنِ تا هِڪڙي،
دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان، ناحَقُ ڪَينَ نِهارِ،
ڳُرڳَمَ پانهنجي گهرِ ۾، غيبي غوطا مارِ،
تہ پورَنُ پارَ وارِ، سامي ڏِسين سُپرين.

(5)

ڇهَہ اَنارَهَن چارِ، ٻَالهہ چوَن تا هڪڙي،
دَرِ دَرِ ديوائَنِ جانِ، ناحَقُ ڪيمَ نِهارِ،
مِلي ساڌ سَنگَتِ سانِ، بيحَدَ ڏِيئو ٻارِ،
تہ ٻيڻي منجهہ بزارِ، سامي ڏسيہن سُپرين.

(6)

ڇهہ اَنارَهن چارِ، ٻَالِهہ چوَنِ تا هِڪِڙي،
سامي وَسي سُپرين، پرچنتا ڪون پارِ،
هيڏي هوڏي هٿڙا، ٻنان مرم نہ مارِ،
نرمل نيڻَ نِهارِ، تہ گهر ۾ ڏسين سوجهرو.

(7)

ڇهہ اَنارَهن چارِ، ٻَالِهہ چوَنِ تا هِڪِڙي،
ڀڳتِ ڪَري ڀڳوانَ جي، نانا ڀَرَمَ نِوارِ،
مِلي مايا موهَ سانِ، هِيرو جَنَمُ نَہ هارِ،
ساجُهرِ پاڻُ سَنيارِ، متان پَوين پوءِ ڏُکَنِ ۾.

(8)

رَهِيا سَبِ چَئي، ڇهَہ اَنارَهن ٻَالهہ هڪَ،
سامي اُوڍِيا جَلَ ۾، وِيَڙا مُوڙهہ وَهي،
تيناهون دُورِ رَهي، مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي.

(9)

رَهِيا سَبِ چَئي، ڇهَہ اَنارَهَن ٻَالهہ هِڪَ،
سامي اُوڍِيا جَل ۾، وِيَڙا مُوڙهہ وَهي،
ڪَنهن سُجاڳي سورمي، ڪَيَڙي ٻَالهہ سَهي،
تنهن پنهنجو پاڻَ پَهي، ڏٺو اَنڀئہ آتما.

(10)

ويدَنِ ڪَئي وادِ، جيوَنِ ڪاڻِ سَروپَ جي،
ڏِنائون جِيوَنِ ۾، اَوِديا جي اُپادِ،
ڏَسِيائون سامي چَئي، پڳَتِ ويراڳُ سَمادِ،
ڏِنائون گهرُ يادِ، جو پوربُ پانهنجو هُئو.

(11)

ويدنِ واڪُ چَيو، سَچو سَمَ ساڪيات جو،
ڪَنهِن سُجاڳِي سورمي، سامي سَهي ڪَيو،
جَنهِن پِيتو پيالو پريم جو، اُڦُرُ اَڻَ مَيو،
چَڏي ناھُہ نِهيو، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

(12)

ويدنِ جي واڻي، سارُ لِڪائي سَڀَ ڪي،
ڪوڙِن مون ڪَنهِن هِڪڙي، جاڻُ اِها جاڻي،
در دَرِ ديوانن جان، ڪري نہ ڪَهاڻي،
پارو تيو پاڻي، سامي سورجَ سان مِلي.

(13)

ويدَ لَڪائِن واٽ، تا آتَمَ پَدَ اَپارَ جي،
نانا روپَ رَسَ پَريا، گهڙِنِ اَنيڪ گهاٽ،
هِڪَ هَتِ لَڏون لويَ جو، ٻئي هٿ هٽن چَپاٽ،
لِکيو جَنهِن لِلاٽ، تَنهِن کي سامي مِليو سَتِگُرو.

(14)

پرين ڳالِهِن کون پارِ، اَتي ڳالِهِن جي ڳوٺ ۾،
اِئين چَوَنِ تا آدِ جو، چهہ اَنارَهَن چارِ،
سَمُجهِي تون سامي چَئي، نانا يَرَمَ نِوارِ،
بيحَدِ ڏِيو بارِ، تہ پَسَڻُ تِئيئي پِرَ جو.

(15)

ومَلَ ويدُ ڪَتي، تو واٽيءَ ۾ نِرَوانڻ ڪي،
سَامي سُخنَنِ سان ڪري، تو ڪَڍِي سارُ مَتي،
ليڪي لَتي پَتي، باقي سيڪَ سَروپُ ٿِيو.

(16)

شاسِترَ ويدَ پُرانَ، سِڌِ ڪَرِنِ ساڪيءَ ڪي،
جُڙِيي ڪانِ جڳتَ ڪي، ڏَسِنِ جَپَ تَپَ دانَ،
سمجهي چڙهيا سِير تي، ڪي سامي سَنتَ سُجانڻ،
ڪَلِپِتَ رهي ڪانَ، ٿَنِيِن ۾ تِرَ جيتري.

(17)

سامي سِڌِ سادَنُ، ويدَنِ ڪِيو وِيچارَ سان،
جَنِمَنِ جي هِنَ جيءَ ۾، آهي مَيلُ مَنَنُ،
تِيو نہ مَنُ امن، جُڳتِ بِنان جَڳِدِيسَ ۾.

(18)

ويدن جو وَڪانڻ، سروتِن ڪِيو ساڪِياتُ ري،
نيشِٽي ويدَ وِيچارَ ري، تارِيو پنهنجو پاڻُ،
سروتِي نيشِٽي، گِيانُوانُ ڪو سَيِني انگَنِ ساڻُ،
ڪوٺِنِ جو ڪلياڻ، تنهن سامي ڪَيو شَڪِتِ سان

# ڇهہ اڻارهن، چار (ب)

(1)

ڪَرَمُ، اُپاسَنا، گِيانُ، ڳالِهہ ڇَونِ تا هِڪِڙي،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَوي، نيهي نِرَ اَپَ مان،
ڏِنو جَنِ اَکِنِ سان، اَلَتِي اَنيَئِہ يانُ،
پائي پَدُ نِرَبانڻُ، مَسِتُ رَهَنِ مَهَراڻُ ۾.

(2)

گورَکَ، نارَدَ، دَتَ، لَکَ لَکائِي هِڪَڙي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، عاشِق اِشارَتَ،
ماڻي دَورَ دَرِسَ جِي، ڪَٿي سَپ ڪَلِپَتَ،
رَهي مَنجِهہ جڳَتَ، سَدا اليپُ آڪاسَ جان.

(3)

ڇَهَہ اَٺارَهن چارِ، ڳالِهہ چون تا هِڪِڙي،
ڪَٽَنِ حَرَفَ حِسابَ ري، سَپ ٻِيجي جِي بارِ،
سامي سَمُجهِي ساڌَ سَنگِ، ڌِيرَجُ هِرِدي ڌارِ،
پَرِچي لَنگهي پارِ، اَڻُ هوندي آڙاهَ ڪون.

(4)

ڇَهہ اَٺارَهَن چارِ، ڳالِهہ چَوَنِ تا هِڪَڙي،
سامي هن سَنسارَ جو، ڏِنو سپ وِسارِ،
ڏِيکيا داتِ گُروءَ جِي، هَرِدَمُ هِرِدي ڌارِ،
دوسِتَ جي دَربارِ، پَهُچِي پورَنُ پاڪُ ٿي.

(5)

ڇَهہ اَنارَهَن چارِ، ڳالِهہ ڇَوَنِ تا هِڪَڙي،
هيڏي هوڏي هَٿڙا، بِنا مَرَمَ نہ مارِ،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، مَنَ ۾ ڏِسُ مُرارِ،
شَهَرُ، بَحَرُ، بازارِ، آهي جَنهن جي آسِري.

(6)

ڇَهہ اَنارَهَن چارِ، سامي لکائِن سارُ هِڪُ،
پورَنُ جاڻُ پَرَماتَما، نانا پَرَمُ نِوارِ،
مِلي مايا موهَ سان، هيرو جَنَمُ نہ هارِ،
ساجُهرِ پاڻُ سَنيارِ، مَتان پَويہن پوءِ ڏُکَنِ ۾.

(7)

ڇَهہ اَنارَهَن چارِ، ڳالِهہ ڇَوَنِ تا هِڪَڙي،
سامي سُجَ وَسَنوَ جي، ويهي ڏِسُ وِچَ ڪارِ،
ڪيرُ ڪَري سِڌِ سَيَ ڪي، آهي ڪَنهِن آڌارِ،
سَمُجهِي مَمِتا مارِ، تہ ماڻين سُکُ سَروپَ جو.

(8)

ڇَهہ اَنارَهَن چارِ، ڳالِهہ ڇَوَنِ تا هِڪَڙي،
پُنِي ڏيئي پاڻَ کي، پَلِ پَلِ ڪيمَ پُڪارِ،
سامي ساڌَ سَنگَتِ جِي، ڍِيکيا هِرَدي ڌارِ،
واچَ سَيائي وارِ، ليکڻِ وَنِي لَکَ جي.

(9)

بائي لَکائي بوڌَ کي، سا بوڌَ سَرُوپَ باڻِي،
پاڻيءَ اُتَنِ پَپوتِڙا، سي پَپوتا پاڻي،
سامي چَئي ڪَنهِن سورمي، جاڻَ سَچِي جاڻي،
موجَ مِلي ماڻِي، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

(10)

بُڌي ويدَ وَچَنُ، مَچِيو جَنهِن مَحَبتيءَ،
ويهي ڪَيو تَنهِن وِڌِ سان، نِرَمَلُ نِدِ ڏِياسَنُ،
جاڳي ڏٺائين جوتِ ۾، پَرميسَرُ پورَنُ،
سَدا مَستُ مَگهن، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(11)

ويد چَوَنِ هِڪُ واڪُ، عَينَ اَيِيدَ اَنيئِي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مُشتاقُ،
جَنهِن جا ڪَري سَتِگُروءَ، چَشمَ جَڳائي چاڪُ،
پَرِچَنتا ڪون پاڪُ، پورَنُ ڏِسي پيءَ ڪي.

(12)

ويدَ چَوَنِ هِڪُ واڪُ، سَمِتا سُکُ سَکِياتُ،
سَمُجهي ڪو جَنُ سورَمو، ڪَري سَنتَنِ سان ساڪُ،
سُتَهَہ تِئي سامي چَئي، پَرِچنتا ڪون پاڪُ،
چُتيءَ چاڙهي طاقُ، رَهي رَنگَ مَحَلَ ۾.

(13)

ويدَنِ جي واڻي، سارُ لَکائي سَيَ ڪي،
ڪوڙِن مون ڪَنهِن هِڪِڙي، ڄاڻائيءَ ڄاڻي،
مِٿي جَنهِن جي مَنَ مون، ڪوڙي ڪَهاڻي،
موجَ مِلي ماڻي، سامي سُپيرِيَن سان.

(14)

ويدنِ جي واڻي، سارُ لَکائي سَيَ ڪي،
لَڌي ڪاڻِ خوشيءَ جي، ڪَنهِن پريتَمَ پُراڻي،
ڪنهن ڪي سَلي ڪِينَڪِي، اَکَهَہ ڪَهاڻي،
مَوجَ مِلي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻَ ۾.

(15)

ويدَنِ جا مَها واڪَ، سُتَهَه لَڪائِن سَمَتا،
سَمُجهي تِيا سامي چَئي، مَحَبَتي مُشِتاقَ،
چَڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي، سَٽي سَڀِ سَنگِ ساڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، پاڻُ وَرائِي پاڻَ ۾.

(16)

ويدَنِ واڪُ چَيو، عينَ اَيِيدُ اُٽِيئي،
ڪَنهِن سُجاڳي سورمي، سامي سهي ڪَيو،
پاڻَ وَرائِي پاڻَ سان، چَڏي ناهَه نِهيو،
اونهو اَڻَ مَيو، ماڻِي سُکُ سَروپَ جو.

(17)

ويدَنِ وَچَنُ چَيو، سوڌو صفائيءَ جو،
ڪوڙِن مون ڪَنهِن هِڪِڙي، گاهَڪَ گِرَهَڻُ ڪَيو،
پيتو پيالو پريم جو، عاشِقَ اَڻَ مَيو،
چَڏي ناهَ نِهيو، سامي سارَ سَروپَ سان.

(18)

ويدَنِ واڪاري، پَڙو گُهمايو پِريمَ جو،
بُڌِي ڪو بانِيَڻُ چَئي، ڌِيرَ سَچي ڌاري،
پاڻَ وَرائي پاڻَ کي، ڏِسي ڏيئو باري،
نائِتُ نِواري، ماڻِي دَورَ دَرِسَ جِي.

(19)

شاسِتَر سُمِرتَ، ويدَ لَک لَڪائِنِ هِڪِڙي،
سَمُجهي تِيا سامي چَئي، عاشِقَ عينَ اَيِيدَ،
ڪَرِنِ نَہ ڪَتَرَ جيتري، ڪَنهِن جِي وِڌِنِ ڪيدَ،
جاڻَنِ سِياهَ سُپيدَ، سَيِي رَنگَ رَنگيءَ جا.

(20)

سامي سَنتَ چَوَنِ، تا ڳالِهہ مِڙيئي هِڪِڙي،
جَنِ ڪي سِڪَ اَندَرَ ۾، سي سوڌا سَمُجَهنِ،
اَئيَئِہِ پَڌُ پائي ڪَري، ڪَنهِن ڪي ڪِينَ سَلَنِ،
سَدا غَرَقُ رَهَنِ، پاڻُ وَرائِي پاڻَ ۾.

# لَکشڻ (الف)

(1)

مورَکُ سو آهي، جو سَچُ سُجاڻي ڪِينَڪِي،
پاڻُ پانهِنجو پاڻَ ۾، وينو وِجائي،
سَمُجَهه ري سامي چَئي، ڏِڪا نِت کائي،
جهاتي نہ پائي، گِهڙي پانهنجي گهرَ ۾.

(2)

واڻيءَ پُلايو، وَڃي پِيو آڙاهَ ۾،
واڻيءَ ڏيئي هَٿڙا، ساگرُ لَنگهايو،
اِهو وَلُ اَلِوَلو، ڪو سَمُجهي سَمُجهايو،
سَمُجهِي سَمائيو، تَڏِي سُکي تِيو سامي چَئي.

(3)

وِرلو وِيچارِي، ڪو سامي سِڪُ گُروءَ جو،
پاتو جنهن پَرتِيتِ سان، پِڳَتُ پَدُ ياري،
گندو ڪٽي گِيانَ جو، مَمَتا سَڀَ ماري،
سَمُجهِي سَچارِي، چَڙهيو اَنيئِي اَڄَ تي.

(4)

سو پريمي پورنُ، سو جوڳي جيوَنِ مُڪِتِ،
پاتو جَنهِن پَرتِيتِ سان، گهَرو گِيانَ انجُن،
اَلڪُ لَکِي سِنڌُ ۾، جَڏي دَرسَ درسَنُ،
سدا مَسِتُ مگنُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(5)

سو پريمي پورڻ، سو گُرمُکُ سو گيانِوانُ،
جو رهي پانهنجي حال ۾، سامي سدا مگنُ،
گهٽ وَڌِ واڻيءَ واچَ کي، ڪَلپي ڏِئي نہ ڪَنُ،
ڪَڍِي ڪانو پَنُ، ڏِسي اَنيئہ اَنَ کي.

(6)

سو پريمي پارکُ، سو گُرمُکُ سو گيانِ وانُ،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلپَ کي، لَڪِيو جنهن اَلَکُ،
ڪاٽي ڏِسي ڪونڪو، ڪَرِتا ڀاڄهون ڪَکُ،
سَدائي نِرپکُ، سامي رَهي سيياوَ ۾.

(7)

سو پريمي پربَلُ، سو اوڏُوئي آتما،
جو ماري سَيوئي مَنَ جو، سامي سارو دَلُ،
ويهي اَنيئہ تختَ تي، نِياءُ ڪَري نِرملُ،
جِيئين جل سان جَلُ، تِيئين مِلي مَحَبوبَ سان.

(8)

سو نيهي نِشڪامُ، سو اوڏُوتي آتما،
جَنهِن سامي ساڌَ سَنگتِ کي، پَرِچي ڪَيو پَرڻام،
پاتائين پورَڻ تِي، اَنيئہ پَدُ اِنعام،
ڪري اَنَ آرام، سُمِهيو سُکپَتِ سيجَ تي.

(9)

سو نيهي نِرويرُ، سو اوڏوتي اَنَ ڀئِي،
گِهڙي لَڌو جنهن گهرَ مون، اپيري ۽ جو پيرُ،
ميٽيائِين مالُومُ تي، سَڀُ اڳِيانُ اَنڌيرُ،
رائِي ۽ سُميرُ، سم ڄاڻي سامي چَئي.

(10)

سو نيهي نِرمَلُ، سو اوڏوتي اَنيئي،
مِٺيو جنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
اَندَرِ ٻاهَر آتِما، ڏِسي عَينَ اَچَلُ،
پاسي ٿِئي نہ پَلُ، ماڻي موجَ مَرمَ سان.

(11)

سو نيهي نِرٻاڻُ، سو اوڏوتي آتما،
ڏِٺو جنهن اَکِن سان، اُلَٽِي اَن ٻَئي ڀانُ،
اَندَر ٻاهَرِ ٿيَ جان، سُتَهہ سِڌِ سَمانُ،
جاڳِي سَڀُ جَهانُ، لَئہ کَيائين لَکَ ۾.

(12)

سو نيهي نِرڏَڙکُ، سو اوڏوتي اَنَ ٻئي،
ڏٺو جنهن آکاسَ جان، خلق ۾ خالِقُ،
پيئي پيئاري پريم رَسُ، ميٺي سَنسو سَکُ،
سدائي گَرِکُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(13)

سو ٻِرَهي بان کو، سو اوڏوتي آتما،
جِيئندي کيو جنهن جڳَ ۾، مَري ميڙا کو،
کنهن کي ڏئي کِينَکِي، فِکِرُ ۽ فاکو،
دَهَہ دِسان ڏاکو، سامي وِڄهي سَمَ جو.

(14)

سي نيهي نِرٻاڻ، سي ساڌو جَنَ سورما،
جيتيا جَنِ گُرگِياتِ سان، پَرچي پنج پَناڻُ،
وينا کايا گِرهَہ ۾، ڦيري اَنيئِي آڻُ،
ڀاڻُ وَرائي ڀاڻُ، سَڀُ کي تِيا سامي چَئي.

(15)

سو نيهي نِرڏڙڪُ، سو پڳٽ پاڳوتي،
سامي جَنهِن کي سَتِگُروءَ، پاڙهي کيو پَرِپڪُ،
وَرتي سَڀَ وَهنوارَ ۾، ڦُرني کون ڦارڪُ،
پاوين عينَ الَحقُ، پاوين بولي رام رام.

(16)

چڱا سي چَئجَنِ، چڱو جَنِين جي چِتَ ۾،
بُرائيءَ ڪَنهِن جيءَ ڏي، سامي ڪينَ ڏِسنِ،
ديا دِرشٽِ رَکي ڪَري، سَڀَ تي ڪِرپا ڪَنِ،
سَدا سَمَ رَهَنِ، اِستِت آتَمَ پَدَ ۾.

(17)

سوئي سَتِ سنگي، مَرمُ جنهين جي مَنَ ۾،
جاڳي ڪَديائين جيءَ مون، سامي طَلَبَ تَنگي،
صاحِبُ سَرِبَنگي، ڏِسي پيدَ پَرَمَ ري.

(18)

سو جڳياسي، جو رَهي گرگيات ۾،
مايا پڇاوي جان، ڄاڻي سَڀَ ناسي،
سامي بيگم پور ۾، وَڃي تِئي واسي،
اَنيئي آڪاسي، ڏِسي پَدُ اَکِنِ سان.

(19)

سَنگتِ سا پَرواڻُ، جا مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي،
جِڳت سان جوڙي ڪَري، پِرگهٽ لَکائي پاڻُ،
سامي رَهي ساڻُ، جِيئندي مُئي جيءَ جِي.

(20)

سو دَرباري داسُ، جَنهِن کي سَچُ اَندَرَ ۾،
سامي سدائين رهي، ڳُلِ ڳُلِ ڪون ڳلاسُ،
ڏنائين ڳُرڳِياتِ سان، اَنيئِي جو آڪاسُ،
جنهن ۾ پرم پرڪاش، سو ساکي سورج جان رهي.

(21)

مومِنُ مُسِلمانُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جو واصل وحدت ۾، ڪَڍي ڳير ڳُمانُ،
نورَ مَحَلَ نِيوَ تي، سَيل ڪري سُجانُ،
تنهِن کي سَيُ جَهانُ، ڄاڻي دوسُ خُداءِ جو.

(22)

سهاڳڻ سائي، ماڻي سک سُهاڳَ جو،
ميندي جنهن محبت جي، لِڳَنِ کي لائي،
ڪَري نہ ڪَتَرَ جيتري، ڏاهِي وَڏائي،
سامي سَدائي، سيتَلُ رهي سُياوَ ۾.

(23)

سهاڳڻ سائي، ڪانڌُ جنهين جي ڪيچ ۾،
رکي نہ رَتيءَ جيتري، ٻُڌِ ۾ ٻِيائي،
ڏسي اَنيئي سُکَ جي، سُتهہ صفائي،
سامي سَدائي، پاڻي مَنجهہ پِني رهي.

(24)

سهاڳڻ سائي، ڪانڌُ جنهِين جي ڪَيچَ ۾،
ماڻي دور دَرسَ جا، سامي سَدائي،
دُبدا دُرمَتِ دِلِ ۾، رکي نا رائي،
ڄاڻي سَيائي، مهر مِڙيئي مالڪ جي.

(25)

سو اَپَرسُ اَڇُتو، مَمَتَ ڪَڍِي جَنهِن مَنَ مون،
پَرچِي پيرادُن سان، پار وَجي پَهُتو،
سامي سَدائين رَهي، ڪِمان مَنجِهه ڪُتو،
اِئين ويدَ اُتو، سمجهائي ساڪِي ٿِي.

(26)

سي اَتِيتَ چَئِجَنِ، جَنِ سَرِبَ اَتِيتُ سَهي ڪَيو،
توپي پائي سَچ جي، سيلِي سُرت رکن،
ڏوڙي لائي ڏيان جي، ڪميا ڪڦنِي ڪن،
سامي سَمَ رَهَنِ، اَڦرُ آتَمَ پَدَ ۾.

(27)

سو گيانِي گِيات گيئو، جو رهي سَمَ سُياوَ ۾،
سَمُجهائين سامي چَئي، ياگِوَتِنِ جو ييئو،
ڏِسي آتَمَ ديئو، چِيتيء ۽ ڪُنچَرَ ۾.

(28)

سوگُرَمُکُ گياني، سو اوڌوتُ اَنيئِي،
ڏِنو جنهن اکن سان، دِلِ ۾ دِل جاني،
ٻاٽي ٻولي ٻيحَدي، سيتَلُ شاهاني،
سَدا سيلاني، سامي رَهي سياوَ ۾.

(29)

سو گُرَمُکُ گِياني، رَهي اَليپ ڪَنوَل جان،
جو ڄاڻي سُکَ سنسارَ جا، سَڀِ ڦَڪا فاني،
سامي ڏِسي سَمَ تي، جانِنِ منجهه جاني،
هردم حَقاني، واڪُ ڪَڍي ويدانتَ جو.

(30)

سو پيارو، پريمي پرميشوَر کي،
پاتو جنهن پرتِيتِ سان، بيحد پَدُ پارو،
سامي رَهي سَريرَ ۾، نَيَ جان نِيارو،
ڄاڻي جَڳُ سارو، ڇمت ڪارُ چيتَن جو.

(31)

ڪُوڙي ڪي کو ٿانءُ، ڏئي نہ واٽ ويهَڻَ جو،
ڪنهن کي ڀاوين ڪِينَڪِي، ڄيئين ڪارو ڪانءُ،
سَچي ڪي سامي ڄَئي، سَڏي سَڀُ ڳانءُ،
نارائڻ جو نانءُ، مُکِ رَکِي مَوجان ڪري.

(32)

سي آتَمَ درسِي، پاڻُ ڏٺو جَنِ پاڻَ ۾،
مورَتَ مَحَبوبَن جِي، سَڀَ صورَتَ منجهہ پَرسِي،
تہِين جي سَرسي، نِتُ ڳاوَن ويدَ پُرانَ تا.

(33)

سوئي ڄاڻُ سُچيتُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو اَلَٽِي رَکي آنَ کون، هَرِ يڳَتَنِ سان هيتُ،
کَڏي سَڀُ دُئيتُ، ڄاڳي پانهنجي جيءَ مون.

(34)

ٻانيَڻ سو ٻُتِوانُ، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
ڏِٺو جنهن اکِنِ سان، چارِ اڳَرَ اَسِمانُ،
جنهن ۾ سَمَ سيتل رَهي، سَدا ساکي ڀانُ،
اِهڙو پَدُ نِربانُ، پائي پَرچو پاڻَ ۾.

(35)

سو ٻانيَڻُ ٻُڌِوانُ، جو اَنيئہ سارُ سَهي ڪري،
سامي جاڻي جيءَ ۾، فاني سَڀُ جَهانُ،
چِنتا چاهَ ڪَڍي ڪري، ٿِئي نِرمَلُ نِرٻاڻُ،
دَرِسَنُ پائي دانُ، سدا رَهي سَنتوڪَ ۾.

(36)

سامي سوٻڌ وانُ، جو ڪَري سَنگُ ساڌنِ جو،
اَنيَئي واڪَ ٻڌي ڪري، ڇَڏي ديهہ اڀمانُ،
رهي ساوڌان، سَدائين سَروپَ ۾.

(37)

سوئي جَنُ صَرافُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو پَرکي پانهنجو پاڻ کي، ٿيو سنسي کون صافُ،
مُلڪُ پائي معافُ، سيوئي ساکي ٿِي.

(38)

سوئي سِياڻو، سوئي سُجاڳو سورمو،
سَمجهي رکيو جنهن سِرَتي، پڳَوَتَ جو پاڻو،
سَدا رَهي سامي ڇَئي، سَمَ ۾ سَماڻو،
ڪڏِي نہ ٿِئي ڪاڻو، ڏويتُ وَرائي دِلِ ۾.

(39)

سوئي شاهوڪارُ، جَنهِن کي دَولتَ داتِ گُروءَ جي،
جاڳي ڪَڍيائين جيءَ مون، وِڌِ نِکيڌ وَهَنوارُ،
سَدائي گُلزارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(40)

سوئي سَوداگَرُ، جو پَري کيپَ ڪميا جي،
دَولتَ داتِ گُروءَ جِي، سامي رکي سُيَرُ،

لوڙي لهي لُنؤ سان، بيگم پور شهر،
ڳُهمي نہ ڳَهَرُ ڳهرُ، چاهَہ مِٺائي چِتَ جي.

(41)

پَٺي پڙهائِي، سو اُستادُ اَنيئي،
سَمجهائي سَمَرَٿُ ڪري، لَڪُڙُ نہ لائي،
جَنمَ مَرَڻُ ڏکَ سُکَ جو، سَنسو مِٽائي،
سامي لَڪائي، اَنيئِي جوتِ اڪِنِ سان.

(42)

سو اَوڌوتُ اُدارُ، سو جوڳِي جيوَنُ مُڪِتِ،
جنهن ٽِيو ساڌوءَ سَنگُ، سَمَ سَنتوکُ ويچارُ،
جاڳِي ڏٺائين جوتِ ۾، سُپَنَ جو سنسارُ،
بَٽيءَ تي هشيارُ، سدا رهي سامي چَئي.

(43)

جَنِين پانهنجو پاڻُ، سُجاتو سامي چَئي،
سي ڳُرمُکَ ڳِيانَ وانَ، سي جوگيسَر جاڻُ،
سي پَندَت اَوڌوتَ، سي پريمي پَرواڻُ،
سي نِرگُنَ نِرَباڻُ، سي ساڌو، سي سَتِگُرو.

(44)

ڳُنگو ڳيانُ ڪري، ٻُڌائي ٻوڙي ڪي،
پنگُ چَڙهيو پربَتَ تي، اَنڌو ڏِسِي ٺري،
سَمُندُر سماٽون بوندِ ۾، جَلَ ۾ جوتِ ٻَري،
سَمُجهِي اَجَرُ جَري، سامي چَئي سو سَتِ گُرو.

(45)

اَنيَئِہ اُپَجائي، سوئي واکُ سِرومَٽي،
سامي سَنگتِ سا ڪَري، جا مَمتا مِٽائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سوئي سَتِ گُرُ سورمو.

(46)

سوئي ڪيپَ ڳتي، سامي هِن سَنسارَ ۾،
جو وَني ڳُڻَ ڳُرَ ڳِياتِ سان، اوڳُڻَ سَڀ سَٽي،
جاڻَ وِڃائي پانهنجي، لُونءِ لُونءِ رام رَتي،
ڪَلِپِتَ سَڀَ ڪَٽي، جاڳِي اَوِديا ننڊ مون.

(47)

سوئي ڪيپَ ڳتي، سامي هِنَ سنسارَ ۾،
جو مِلي سادُ سَنگتِ سان، سَڀِ سُياوَ مَٽي،
ڏِسي نيڻَ پَٽي، سَنَمُڪُ شاهَہ صراف کي.

(48)

جو جَنُ سِدِ ٿِيو، سادُنَ سڀ سِدِ ڪَري،
سامي پَدَ چِنَ ماتَرِ جو، تنهِن پَرِلاءُ پِيو،
رهيو نہ رَتيءَ جيترو، ٻنان ٻودِ ٻيو،
وِڃائون وِيو، سَنسو آتمَ جيءَ جو.

(49)

سوئي نِرَمَلُ نَرُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو ڪَري وس ويرِن کي، وَنِي نِرتِ نُنگر،
ڪولي دَسوون دَرُ، سَنُمُڪُ ٿِئي سَروپَ جي.

(50)

سوئي سادُنُ ساڌ، سامي چيو سَتِ ڳُروءَ،
جنهن ساڌِئي سُکُ سانتِ ٿئي، مِٽي سڀ اُپاڌِ،
اَلَٽِي ڏِسي اَندر ۾، اَنيئِي پُرُشُ اڳاڌِ،
آدِ ۽ جُڳادِ، آهي جنهن جي آسري.

(51)

سو ساڌو جَنُ ڄاڻُ، جو ساڌي من سُڌِ ڪري،
ڏُکَ سُکَ لايَ الايَ ۾، رَهي ثابوتيءَ ساڻُ،
سامي سَڀَ ڪَنهين جو، ڪيوَل گهري ڪَلياڻُ،
ڪَڍي پانهِنجو پاڻُ، پِئي پِياري رامَ رَسُ.

(52)

سوئي ساڌُ سُگهڙُ، سامي هن سنسارَ ۾،
جو جِيئندي مَنَ مَواسَ ڪي، ماري ڪري مَڙُ،
لوڙي لهي تَڙُ، اُلَٽِي آتَمَ سَرَ جو.

(53)

سوئي سپاهي، جو ماري مَنَ مَواسَ کي،
جوڌا پنج جِيتي ڪَري، گهوڙي جا ڳاهِي،
چَڙهي تِئي چَوڏولَ ۾، رامَ نگر راهي،
ڏَهَ دِس ڌُهائي، ڦيري ڦُرني فوج ري.

(54)

سورمو، سوئي، جو ڪٽي ڳڙٻُ ڪميا جو،
ماري ڪَڍي مَنَ مون، سَنسو سَيوئي،
ڦيري ڪايا ڳڙه ۾، پڳِوَتَ جي دوهي،
جيئن رنگ رتي لوئي، تيئن رَتو وَتي رَنگَ ۾.

(55)

سُورو سو پَرڌان، جو ڪٽي ڳڙٻُ ڪِميا جو،
ماري مَنَ مَواسَ کي، جِيتي سَڀُ جهان،
سدائين نِرَبانُ، رهي ڪايا ڪوٽ ۾.

(56)

سوئي جَنُ سُورو، جو جِيتي مَنَ مَواسَ ڪي،
سامي ڏِسي سَڀَ ۾، پَرَميسَرُ پورو،
اُوڙو اَڏورو، ڪاتي ڄاڻي ڪِينَڪِي.

(57)

ڇَئِجَنِ سي ٻَلِي، جَنِ جِيتيو مَنَ مَواسَ ڪي،
سامي ڀاڻِي رام جِي، ڄاڻَنِ سَڀَ ڀلي،
ڳاوَنِ رام ڪلي، سَتي پِنڊَ مَتي تون.

(58)

موهِيا دَرَسَ دِيدارَ، عاشِق عَمِلي سَنتَ جَنَ،
رَڱِنِ نَہ رَتيءَ جيتري، سامي سُرتِ سَنيارَ،
سدائين نِرَڌار، رَهن پانهِنجي حالَ ۾.

(59)

نِتُ عاشِقُ عَجيبَ جي، دَرسَنَ مَنجهہ غلطان،
پاڻُ ڪڍيو، جنهن پاڻَ مون، سامي نانگو نِرٻاڻُ،
مُلان مَنُ مسيت، عين ڪَري اِيمانُ،
مَهر جَنهين جي من ۾، سو داتا دياوان،
راڳي ڳاوي ديپُ راڳُ، لائي اَنهَدَ تانُ،
هوڪو قيري حق جو، صاحبُ سلطان،
سياهي هَلائي سَچَ جي، ليکڻ حقُ حقانُ،
سُورُ لڙي سِرَ کون پَري، جيتي سَڀُ جهانُ،
سَتِي سمائي سَتَ ۾، پِيتُ ڏِسي پَرڌان،
ٻيو سَڀ اَنڌ اَگيان، سَمجهہ ري سامي چَئي.

(60)

ڪوڙين مائڪَ ڪَنِ، شيوا سُمَرَڻ تَنَ سان،
سواسنِ سان سامي چَئي، ڪي جڳِ ياسي جُڙَنِ،
عاشقَ اڳاهون لَنگهي، اَنپِئہ رَسُ پيئن،
جاڳي ڏِنو جَنِ، پانهنجي اَکِئين پاڻ ڪي.

(61)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٺهين پَدِرا،
دَرِسَنُ پَسي دوستَ جو، راتيون ڏينهَن رَهِسَنِ،
پريا ساگر پريم جا، اَنپِئہ رَسُ چکَنِ،
سامي ڪين لِڪَن، ڏرتيءَ اَئون آڪاس ۾.

(62)

سوئي سَنتُ يڳتُ، سوئي پندت گيان وان،
مِرگَ تِرشنا جي جَل جان، ڏِنو جَنهِن جڳتُ،
مِثايائين مَنَ مون، سامي مَمَتا مَتُ،
اَنپِئہ آتَمَ تَتُ، پائي پَرچو پاڻ سان.

(63)

سوئي سنت مَهنتُ، سوئي سِڌُ گِياني تِي،
جنهن ڏِسي پنهنجو پاڻ ڪي، ڪيو اَوِديا جو اَنتُ،
سامي سدا بَسَنتُ، ڪيلي خوفُ ڪَدي ڪري.

(64)

سوئي سنتُ صَرافُ، سُجاڳو سامي چَئي،
جو ڏِسي لالُ اَنيَئي، ٿِيو سَنسي کون صاف،
ڪَنهِن سان بولي ڪِينَڪِي، گهٽِ وڌِ خام خلافُ،
مُلِڪُ مِڙيوئي معاف، ڪائي سَمَ سيتَلُ تي.

(65)

سوئي سنتُ پيارو، پريمي پرميشور کي،
ڏنو جنهن اکِن سان، انيئِہ اُجارو،
ڪري نہ ڪَتَرَ جِيترو، ڏَنيُ ۽ ڏيکارو،
سدا مَتِ وارو، سامي رهي سياوَ ۾.

(66)

لُنؤ لُنؤ جاپُ جَپي، پِڳتُ سو پِڳوَنت جو،
پيدُ وِجائي مَنَ مون، ڪَلپتَ ڪَندِ تَپي،
تِنِ تاپَنَ جي تاپَ ۾، سامي ڪين تَپي،
وجهي سِرُ ڪَپي، پَنجنَ ئي جو پَرتيتِ سان.

(67)

ويشنو سوئي، جو وياپَڪُ جاڻي وِشن کي،
مالها ساسَ اَساسَ جي، پائي ڳَلِ پوئِي،
سامي مَنُ سُڌُ ڪري، سُمَرَڻ سان ڌوئي،
جيئن رَنگ رَتي لوئي، تيئن رتو رهي رنگَ ۾.

(68)

جَنهين پَهريو پوشُ، فارق فَقِيريءَ جو،
سو ڳِلا اَئون گِيبَتَ کي، ڪڏِي ڏِئي نہ گوشُ،
کيائين ڪينو ڪدي، ڳلِ ڳلِ ڪون خاموش،
دُئيتَ وَرائي دوسُ، سامي ڏسي سڀ ۾.

(69)

فَقيرَنِ فِڪرُ، ڪَديو سڀُ اندر مون،
جاڻ وجائي پانهنجي، تيا بٽيءَ تي شاڪِرُ،
لُنؤ لُنؤ ڪن ذڪر، سنمک ڏسن سپرين.

(70)

سو جوڳيسر ڄاڻ، مُندِرا جَنهِن مَرمَ جون،
سِڱِي واهي سَهَجَ جِي، سَمَ رَهي سَڀَ ساڻُ،
ڇيڻي ۽ ڪُنجَرَ ۾، ڏِسي پانهنجو پاڻُ،
پائي پَدُ نِرَباڻُ، ماهل تِيو مَهران ۾.

(71)

سو جوڳيسر ڄاڻ، مُندِرا جَنهِين مَرمَ جون،
سِڱي وڄائي سَهَجَ جي، صِدِقَ صَبوريءَ ساڻ،
ڏيئي دِلِ دِلِبَرَ کي، رَکي نہ پرچِنَ پاڻُ،
پائي پَدُ نِرباڻُ، سامي ماڻي سيجَ سُکُ.

(72)

ورلو ڪو آهي، جوڳيسر جهان ۾،
جو مُندرا پائي مرم جون، سهج سِڱي واهي،
تروِيڻي اسر سير ۾، گرگم نت نائي،
تت تلڪ لائي، سامي جڙي سروپ سان.

(73)

سَنياسي سيئي، جي آدَمَ ڪون اڳي تِيا،
اوريان اورِينِ عامَ سان، پَريان پَريئي،
تنين کي ڏيئي، باد وِڃايَمَ بِکيا.

(74)

سيئي سَنياسي، جي مَمَتَ نہ رَکِنِ مَنَ ۾،
سامي ڪَنيائون سَمَ تي، ڦُرني جي ڦاسي،
حَدَ پري بيحد ۾، وڃي تيا واسي،
الکُ اِبناسي، ڏِسَنِ نتُ نِرَباڻَ تي.

(75)

سوئي سنياسي، جو پڱوا پهري ڀاوَ جا،
لائي خاڪَ ڪِميا جي، ڪٽي جَمَ ڦاسي،
ڪري نِتُ ڪَلپت ري، ٻِڪيا آڪاسي،
اَلکُ اَبِناسي، سامي ڏسي سَڀَ ۾.

(76)

سوئي سنياسي، سِيتَلُ رَهي سڀاوَ ۾،
ڪَٽِي جنهن ڪِرپا سان، ڦرني جي ڦاسي،
سَمَ ڏسي سامي چَئي، اَلکُ اَبِناسي،
گنگا گيا ڪاشي، ڀَوين ڪِينَ ڀُلَنِ جان.

(77)

سنياسي سيئي، پاڻُ ڪڍيو جن پاڻ مون،
سامي ٿَنِ ڪي پَدَ جي، سَهجي سُڌِ پيئي،
ساڌَن سيئي، ارپيائون آرامَ ۾.

(78)

وِرلو جَنُ وسي، سَناسي سَنسارَ ۾،
وَدو جَنهن پَنجَن جو، گُرگَمَ ٻَلُ گسي،
مايا موه اَسارَ ۾، سامي ڪِينَ ڦَسي،
چَڏي پاڻُ رسي، اَنيئہ پَد اَپارَ ۾.

(79)

سناسي سيئي، جي سَنسي ڪون صافُ ٿِيا،
ڏِسن پانهنجي ڏيلَ ۾، شِوَ شَڪَتِ ٻيئي،
ٻيا پُڻ سيئي، تا مٿي پائن منهن ۾.

(80)

سُرجهو سناسي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
سامي جَنهن گُرگمَ ڏني، ڪايا منجهہ ڪاسي،
مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي، ٿيو نِرمَلُ نِراسي،
اَلکُ اَبِناسي، پيئي نِتُ پَرمَ ري.

(81)

سوئي اُداسي، جو رَهي اُداسُ اَندَرَ ۾،
سيلِي پَهري سَچ جي، توپي آڪاسي،
ڪِميا جي ڪَڦِڻي ڪَري، ڪٽي جَمَ ڦاسي،
اَلک اَبِناسي، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(82)

سوئي اُداسي، جو شيوا ڪَري سَنگتِ جي،
سامي سدائين رَهي، دَرسنَ جو پياسي،
ڪٽي جَمَ ڦاسي، سَنمُکُ ٿِئي سَروپَ جي.

(83)

سامي سو سلطانُ، جو وِهي اَنيَئِہ تَخُتَ تي،
ماري مَنَ مَواسَ کي، جيتي سَڀُ جَهانُ،
هوڪو ڦيري حق جو، نياءُ ڪري نِرٻاڻُ،
سدائين وِدَمانُ، ڏِسي سارَ سروپَ کي.

(84)

سوئي نِهَڪامي، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو ڪَنهن جو ٿِئي ڪِينَڪِي، سَمُجهِي سَلامي،
سدا آرامي، رهي پد اَواچ ۾.

# لَکشڻ (ب)

(1)

سو پِريمي پَرِبَلُ، سو ساڏو جَڻُ سورَمو،
ماري مَنَ مَواسَ کي، کَيو جَنهِن قَتَلُ،
اندَرِ باهَرِ آتما، ڏِسي اَسِتامَلُ،
جِئين جَلَ ۾ جَلُ، سماڻو سامي چَئي.

(2)

سو پِريمي پَرِبَلُ، سو ساڏو جَڻُ سورَمو،
کَيو جَنهِن گُرگِياتِ سان، جاڳي جَنَمُ سَڦلُ،
وينو اَنيَئہ تَخَتَ تي، ميٽي سَڀُ خَلَلُ،
اَلَکُ اِسِتامَلُ، سامي سورَجَ جان ڏِسي.

(3)

سو پِريمي پَرَبِيڻُ، سو جوڳي سَرُ جڳَ ۾،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِ گُروءَ، پورَڻُ پاڪُ يَقِيڻُ،
سَدا سُپِرِينَ جي، لِنوَ ۾ رَهي لِينُ،
دَرِ دَرِ تَئي نہ دِينُ، پَرِچِنِ جاڻي پاڻَ کي.

(4)

سو پِريمي پورَڻُ، سو ساڏو جَڻُ سورَمو،
پاتو جَنهِن پَرِتِيتِ سان، گهرو گِيانُ اَنجَڻُ،
گِهري لَڏائِين گهرَ مون، اَنيَئہ آتمُ ڏَڻُ،
ميٽي سَڀُ مَنَڻُ، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(5)

سو پريمي پورَنُ، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
جو آٽي سِيتا سُرتِ کي، ماري مَنَ راوَڻُ،
کَڍي ڏيهہ ڏهيءَ مون، سامي مَتي مَکَڻُ،
اَچَڻُ ائون وَڃَڻُ، ڏِسي کونہ آکاسَ ۾.

(6)

سو پريمي پاندو، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
گنيو جَنهِن خوشيءَ سان، کِميا جو کاندو،
ماري يَڳائِين مَنَ کي، يَرَمَ جو پاندو،
کَري کَرَمَ کاندو، سامي لَکائي سَمَتا.

(7)

سو پريمي پَندِتُ، سو جوڳي جيوَنَ مُکِتُ،
ڏِنو جَنهِن ڏِئي جان، بِنان ڏُويتَ اَدُويتُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، کَنهِن سان موهُ مَمَتُ،
رائِي ائون پَرِبَتُ، سَمَ جاڻي سامي چَئي.

(8)

سو پريمي پَندَتُ، سو جوڳي جِيوَنَ مُکِتِ،
ڏِنو جَنهِن ڏيئي جان، اَدُويتُ ديو دَتُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، کَنهِن سان موهُ مَمَتُ،
رائي ائون پَرِبَتُ، سَمَ جاڻي سامي چَئي.

(9)

سو پريمي پِنگَلُ، سو اَوڌوتي آتما،
پَرِچي لَڌو جَنهِن پاڻهنجو، اَنيَئِہ گهرُ اصُلُ،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، پُلي کِينَ اَپُلُ،
کَٿي کَلپَتَ کُلُ، اِستِتِ تيو اَکاسَ جان.

(10)

سو پَنڊِتُ پُختو، سو نيهي نِرٻاڻُ،
سَمُجهو جَنهن سامي چئي، نِرآڌارُ نُڪِتو،
جاڳي ڪِيائين جڳَ جو، ليکو سَڀُ چُڪتو،
وينو تي مُڪِتو، سُڃَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾.

(11)

سو نيهي نِرويرُ، سو ساڌو جَنُ سورمو،
گِهڙي لَڌو جَنهِن گهرَ مون، اپيريءَ جو پيرُ،
سُمِهيو سُکَ پَٽَ سيجَ تي، ميٽي سَڀُ اَنڌيرُ،
رائِي اَئون سُميرُ، سَمَ ڄاڻي سامي چئي.

(12)

سو نيهي نِرَ بندُ، سو اوڌوت اَنيئِي،
سَمُجهِي جَنهِن سامي چئي، تانْجيءَ پيٽي تَندُ،
ڪَري نہ ڪَترَ جيترو، ڪَنهِن سان قِڪَلُ ڦَندُ،
سَڀ کي ڏيئي سُڳندُ، گهَرَي گيان گُلابَ جِي.

(13)

سو نيهي نِرَ بندُ، سو اوڌوت اَنيئِي،
مِٽيو جنهن جي مَنَ مون، سامي غيرت گندُ،
مِلي ڪري محبوبَ سان، اَنئي پيهر آنندُ،
جِئين مصريءَ جو قندُ، ڪوڙو لڳي ڪينڪي.

(14)

سو نيهي نِرَڌَڪُ، سو اوڌوت اَنيئي،
ڏِيو ڏِٺو جَنهِن ڏيهِ ۾، سَڀَ جي پَرڪا سَڪُ،
سَدا رَهي سامي چئي، ڦُرِني ڪون ڦارَڪُ،
يانوين عينَ الحَقُ، پوين بولي رامُ رامُ

(15)

سو گُرمُکُ گِياني، سو اوڌوتُ اَنيئِي،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سَمُجَهہ سُلِطاني،
سامي ڏِنائين سَمَ تي، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
سَدا سَئِلائي، وَرتي وِڌِ نِکيدَ ري.

(16)

سو گُرمُکُ گِياني، سو اوڌوتُ اَنيئِي،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، نِرَپئِ نِيشاني،
ڏِنائين اَپيدُ تي، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
سياڻپَ ناداني، ڪُوڙي جاڻي ڪَلِپَ جِي.

(17)

سو سُجاڳو سَيدُ، دُئيتُ نہ رَکي دِلِ ۾،
ڪَيو جَنهن ڪامِلَ پيرَ سان، پَکو پاڪُ عَهدُ،
ڏِسي سَبَ پَيداش ۾، حَقُ نورُ ناپَيد،
رَهي سَدا لاقيدُ، سامي پَنهِنجي حالَ ۾.

(18)

ڪَرَمَ ڪاندُ ڪَرِتُو، شُيُ ڏِسي سَنسارَ کي،
اُپاسِنا اُپياسَ سان، روکي مَنَ جو رَؤ،
سامي سَمَتا گِيانَ ۾، ڪونهي پولو پئِ،
سوناري جو سَؤ، لاهارَ جو ڏَکُ هِڪِڙو.

(19)

مَري جَن مَحَبتَ، ڪَئي ڪَرِتا پُرکَ سان،
سي ساڌو سي سورَما، سي عاشِقَ اُپَرتَ،
چَڙهِيا اَنيئِہ اَڄ تي، لَنگهي پَنجَ ئي تَتَ،
گورِکَ، نارِدَ، دَتَ، ساکَ ڏِيَن سامي جَئي.

(20)

جاڳيو ڀالَ جَتِي، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهِن ڦُرني ڪي فُرصَتَ ري، ڏِني قارَ ڪَتي،
ڪيرُ اَچي جَنَمي مَري، ڪَنهِن جي ڳَڌهِ ڳَتي،
ميٽي مَنوَتِي، سامي مِليو سَروپَ سان.

(21)

پَندَتُ تَنهِن کي ڄاڻُ، جَنهِن کي سُڌ سَروپَ جي،
اَنئي پَهَرَ سَروپَ سان، جُڙي سُ جوڳي ڄاڻُ،
سَنياسي سَنسي ڀِنان، سَڀَ ۾ ڄاڻي پاڻُ،
آتَمَ جَلَ ۾ اَپَرَسي، ڊوئي مَنُ سُڄاڻُ،
اُداسي اُداسُ تي، ڄاڻي جڳُ مَهِمانُ.
سو اَوڌوتي اَنيَئِي، ڪَتي ويدَ پِرَماڻُ،
وَئراڳي پَنهنجي پاڻَ کي، ڏِسَڻَ لاءِ حيرانُ،
نانگو ٿِيو نِربانُ سو، پاڻَ ڪَڍيو جَنهِن پاڻُ،
مُلان مَنَ مسيت ۾، ڪَري دورُ قُران.
مومِنُ ڄاڻي مَنَ ۾، آهي سَڀَ جاءِ ساڻُ،
داتا دَياوَندُ سو، جو ڪَري پاڻُ قربانُ،
راڳي گاوي ديپَ راڳُ، ڏِئو ٻَري تَنهِن ساڻُ،
سُلطاني صاحِبُ سو، جو نِياءُ ڪَري نِرَباڻُ،
سَچو لِيکو جو لِکي، شاهُ تَنهِن کي ڄاڻُ.
سورو سَچو ڄاڻُ سو، جو جِيتي پَنجَئِي پاڻُ،
گِرَهي گِيانَ گُروءَ جي، رَهي ماڻُ نِماڻ،
سَتِي رَهي پَتِورِتَ ۾، اهو ڄاڻي ڄاڻ،
اِهي ڳُلِهيون پَرِماڻُ، سامي ڄاڻي ڪو سچو.

(22)

سوئي سَوداگرُ، ڪيپَ ڪتي گهرِ آئيو،
وَرتو جَنهِن ويساهَ سان، دِلِ ڏيئي دِلبَرُ،
ڪَنهِن جو ڪَري ڪِينَڪي، نِهَچي نِرادَرُ،
جاٽي سَيُ ڳُذَرُ، سُپَني جو سامي چَئي.

(23)

سوئي سَچو سِياڻو، ساڌو جَنُ سَنسارَ جو،
ڍِڍو ڍاهَرُ وِڪِٽي، ڪَري نِجُ ناڻو،
سامي لَڌو جَنهِن پانهِنجو، پريتَمُ پُراڻو،
ڏيئي وِهاڻو، سُمِهيو سُڪپت سيجَ تي.

(24)

سو نانگو نِربانُ، سو اَوڌوتي آتما،
جو ڪَٿي قاسَ ڪِڇيءَ مون، اَوِديا آسمانُ،
اَستامَلُ اَولي جان، ڏِسي اَنيَئِہ يانُ،
سامي سَيُ جَهان، آهي جَنهِن جي آسري.

(25)

سو نِرَبانُ نِهَنگُ، سو اَوڌوتي اَنيَئي،
مِٽِيو جَنهِن جو مَنَ مون، اَڻَ هوندو اَهنگتِ اَنگُ،
پائي پُورَنَ پَدَ ۾، وينو پريمَ پَلَنگُ،
بي رَنگيءَ جو رَنگُ، سُتَهَ ڏِسي سامي چَئي.

(26)

سَناسي سيئي، جي ويسُ وَٽائِن ڪِينَڪي،
ڏِسَنِ پَنهِنجي ڏيلَ ۾، سِوُ سَڪَتُ ٻيئي،
سامي سُمِهيا سيجَ تي، ٿَدَ ٿَڪِيو ڏيئي،
ٻِيا پڻ سيئي، تا مِٽي پائِن مُنهن ۾.

(27)

سَنياسي سيئي، ماڻِن سُکُ سَروپَ جو،
سامي جَن جي ساڌُ سَنگِ، مَمَت مِٽي ويئي،
پيئن پيالو پريمَ جو، تَنُ مَنُ، ڌَنُ ڏيئي،
دِرِشٽِ کُلي پيئي، سَهَجي گُلَ گُلابَ جان.

(28)

ويدانِتي وَڏيڪَ، ڪَنهِن سان ٻولِن ڪِينَڪِي،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي سَيَ توفيقَ،
چَڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي، لَنگهي لوڪان ليڪَ،
نَئِنَنِ کون نَزِديڪَ، سُتَهَہ ڏِسَنِ سُپِرين.

(29)

سوئي سَنتُ سُگهڙُ، سوئي عاشِقُ اَئِيَئِي،
سَمُجِهيو جَنهِن سامي چَئي، ويدَنِ جو وَکَرُ،
ميٺي مَستُ مگهنُ ٿيو، سَيُ ڦُرِني جو ڦَٽُ،
بيحَدِ ڳولِيندڙُ، پَرِتَکِ ڏِسي پِندَ ۾.

(30)

سوئي سَنتُ مَهَنتُ، سِيتَلُ رَهي سُياوَ ۾،
جاڳي جَنهِن اکِن سان، پَرِپورُ ڏِنو پڳوَنتُ،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، سامي سُکُ بي اَنتُ،
جِئين ڪَيَ ۾ پائي ڪنتُ، سُمِهي سُهاڳِڻِ سيجَ تي.

(31)

سو اَوڌوتُ اُدارُ، سو جوڳي جِيوَن مُڪتِ،
اَلَتِي جَنهِن اکِن سان، ڏِني سَنبَتَ سارُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اَهَن ڪارُ،
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رهي سامي چَئي.

(32)

پيرُ پُرجهي پائي مَحَبت جي ميدانَ ۾،
مَتان اَڏ مُئَن کي، ڏِسي يَوُ کائي،
پَرچي پانهِنجي پاڻ کي، جِيئندي کُهائي،
تَڏِي کونائي، عاشِقُ عينُ اَلاهَ جو.

(33)

سامي چَئي سَرِسي، آهي تَنهِن عاشِقَ جي،
جولاهي رَکي لِنوَ سان، ساڏوءَ اڳِيون سِسي،
وَٺي رِجهائِي رَنگَ پَرِي، اَنيَئہ آرِسي،
پَنهِنجو پاڻُ ڏِسي، تَنهِين ۾ تَدَروپُ ٿِئي.

(34)

سامي سو شيوَکُ، وهِي گُرَ گاديءَ تي،
جيڪو پَتِي پِريمَ جي، پَڙهي ٿِيو پَرِپَکُ،
رَکي نہ رَتيءَ جيترو، مَنَ ۾ سَنسو شَکُ،
پَرمِيسَرُ پالَکُ، سُتَهَہ ڏِسي سِرَ تي.

(35)

سوئي جوڳِي سَرُ، مُندِرا جَنهِن مَرَمَ جون،
سِڱي واهي سَهَجَ جِي، سامي سارُ سُيَرُ،
ڏَري ڏِيانُ اَنمُنِي، ڏِسي نِرتِ نگرُ،
جَنهِن ۾ اجَرُ اَمَرُ، پُرَکُ وَسي پَرماتما.

(36)

پَندَتَ کَري پُکار، سارُ لکائِن سَبَ کي،
سَمُجهي سَچارِن جو، کُلِيو مُکتِ دُوارُ،
ڏيهُو ڏِسي تِيا ڏيهَہ ۾، بيحَدُ باغُ بَهارُ،
بَٽيءَ تي هَسِوارُ، سَدا رَهَن سامي چَئي.

(37)

لِنوَ جي لانگوٽي، پاتِي جَنهِن پَرتِيتِ سان،
ڪَڍِيو ڪَلپَ ڪُتيءَ کي، تَنهن هَٽي سَمَ سوٽِي،
سامي ڪائي سارَ جِي، رَهَتِ سَچيءَ روٽي،
اَچي نہ موٽي، گَرِيَ جُونِ جي غارَ ۾.

(38)

ساڌُو جَنُ سُچِڪُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
سُتَهَہ سِڌِ سامي چئي، لَڪِيو جَنهين اَلَڪُ،
وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان، ڇَڏي پَرِڇَنُ پَڪُ،
ڪَرِتا باجهون ڪَڪُ، خالي ڏِسي ڪونَ ڪو.

# فقير (الف)

(1)

اَڻ هوندي اوٻي، سامي لِڪو سُپرين،
لڌو سِڪَ سَچيءَ سان، فَقِيرَن قولي،
ويهي وِچولي، پَلِ پَلِ پيئن پريم رَسُ.

(2)

ڪَري فِڪُرُ فَقِيرَ، فاروقَ ٿِيا فڪِرَ ڪون،
سامي سُپيرين جي، دل کي ڏيئي ڏِيرَ،
مِسُ کي ڄاڻِن مِصِري، ڇيتِرا پَٽ ڇير،
رهن منجهہ سرير، اُسرير آڪاس جان.

(3)

جنين پَهريو پوشُ، فارِقُ فقيريءَ جو،
سي اَندر ٻاهر نيٺ جان، دَهَ دِسِ ڏسن دوس،
ڪنهن کي ڏين ڪِينَڪِي، گيان وَرائي گوش،
ڪميا ۽ ڪاموش، ڪيائون ڪلپ ڪڍي ڪري.

(4)

پَهريو جنهن چولو، فارَقُ فَقيريءَ جو،
ڪَڍيو تنهن اَندر مون، ڀَرمِ جو ڀولو،
لَڌائين رَسُ رامَ جو، اَٺيَئِہ امولو،
سامي ٿِيو گولو، سَنتَن ساپرسَنِ سان.

(5)

فقيرن فرياد، ڪيو در دوسن جي،
جن وڇوريو توکي، سي مُدعي ڪر ماد،
پرچي پاڻ پرين ڪيو، دلاسي سان داد،
سامي سڀ وڪاد، ميٽي ڪيائون مُڪتو.

(6)

پائنا جي پولهي، سامي لِڪو سُپرين،
لڌي سِڪ سچيءَ سان، فقيرن قولي،
جن کي عشق اگم جي، چِٽڪ پئي چولي،
پٽ پردو کولي، ماڻن دور درس جا.

(7)

ڪري فقير فڪر، فارق ٿيا فڪر کون،
جن کي ڏسيو ستگروءَ، ساڌنُ سارُ صبرُ،
ملي رهيا محبوب سان، ڇڏي هٺ هُنرُ،
اندر ۾ اسٿر، سامي رهن سُمير جان.

(8)

فقيرن قولهي، لَڌو ديسُ اگم جو،
نڪو ڪوه نہ وڪ ڪا، اُتِ هوندي اولي،
سامي مليو سروپ سان، پٽ پردو کولي،
وينا وچولي، پل پل پيئن پريم رسُ.

(9)

فقيرن فرمان، منيو محبوبن جو،
تن ڪوري ڪپي ڪڍيو، اندر مون اَيمانُ،
گهڙي لڌائون گهر مون، انيئہ آتم گيانُ،
ٿيڙا سي پروانُ، اگيون عجيبن جي.

(10)

فـقِـيـرَنِ فصُـلُ، مِـلِـي ڪَـيـو مـحـبـوب سـان،
جاڳي ڪـڍيائـون جيءَ مـون، سامي سَـيُ خَـلَـلُ،
اڪِـيـون اڪِـنِ ۾ رَڪـي، پـاسـي ڌِيـن نـہ پَـلُ،
سـدائـيـن سـيـتَـلُ، رَهـن پـانـهـنـجي حـال ۾.

# فقير (ب)

(1)

اَڻَ هوندي اولي، سامي لِڪو سُپرينِ،
لَڌو سِڪَ سَچيءَ سان، ڦقِيرَنِ ڦولي،
جَنِ ڪي عَشِقَ اَگَرَ جي، چِٽِگَ پيئي چولي،
پَٽُ پَردو ڪولي، ماڻِنِ دورَ دَرِسَ جِي.

(2)

دَرويشَنِ جو دَرُ، وَتو جَنهِن ويساهَہ سان،
مِٽِيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي مَمَتُ مَڪَرُ،
پَرِچي لَذائين پانهِنجو، اَنيَئِہ آدي گهرُ،
جَنهِن ۾ اَجَرُ اَمَرُ، پُرِڪُ وَسي پَرِماتِما.

(3)

فَقِيرَنِ فِڪِرُ، سَتي وِڌو سَيُ ساڌَ سَنگِ،
پورَنُ ڏِٺو پَرِماتَما، جاڳَي جَنِ ظاهِرُ،
مَنَ ۾ لوڪَ پَرِلوڪَ جي، طَمَعَ رَگنِ نَہ تِرُ،
سامي ڪَري صَبِرُ، ماڻِنِ مُڪِتي مَوجَ کي.

(4)

فَقيرن ڦِيٽو، جَنهِن ڪي هَنيو حالَ جو،
تَنهِن ٻُڌو سَروجُ صَبُر سان، جُهڳي ۾ جِهيٽو،
شَهَہ جو تِيو سامي چَئي، لَٿِڪي لَڪِيٽو،
پَرِچي پَتِيٽو، ڳالِهہ نَہ سَلي ڳُجَهہ جِي.

(5)

فقيرن فريادُ، اونهو ڪيو اندر ۾،
پاتائون پرتيت سان، سامي درسنُ دادُ،
لنو لنو لالُ گُلالُ تي، ونن سارُ سوادُ،
پرچنتا پرمادُ، رڱن نہ رتيءَ جيترو.

(6)

فقيرن فراقُ، ساڏنُ ڏسيو سُکَ جو،
سمُجهي کو سامي چئي، محبتي مُشتاقُ،
سٽيو جنهن سنسارَ جو، دلِ مون سيُ ديماقُ،
پرچنتا کون پاڪُ، ملي ٽيو محبوب سان.

(7)

فقيرن فرجُ، سٽيو لوڪَ لکاوَ جو،
ملي ڪن محبوبَ سان، هردمُ هردي حجُ،
سامي لال گُلالَ ٽيا، ڪٽي ڪلپَ قرجُ،
بيحدِ بيگرجُ، رهن پانهنجي حالَ ۾.

## دردوَند (الف)

(1)

ڪَريان ڪهڙو حالُ، دَردَوَندنِ جي دل جو؟
ڪُنا ڪُڇنِ ڪِينَڪِي، لِنوَ لائي تيا لال،
صدقي ڪَيائون سڪ تون، سامي تن من مال،
تن کي ڪوهُ ڪَرِيندو ڪالُ، جي مَرَڻ کون اڳي مُئا؟

(2)

دَردَوَندَ داناءَ، چَڙهيا اَنيَئِہ اَڄَ تي،
پُڇي پيرائِنِ ڪون، رَهَت سَچيءَ سان راهَ،
سيتَلُ تِيا سامي چَئي، ميٿي چِنتا چاهَ،
پِرينءَ ري پرواهَ، ڪَنهِن جي رَکَنِ ڪِينَڪِي.

(3)

دَردَوَندَ دَبُلي، مَحڪَمُ رَکَن مت جِي،
ڪَنهِن کي سَلن ڪِينَڪِي، پولي ياءِ پُلي،
سَچيءَ سِڪَ وارَن سان، خُلوَت کَنِ کُلي،
ميٿي ڪَلپَ ڪُلي، سامي چڙهي سير تي.

(4)

دردَوَندَ دِيماڪُ، رَکَنِ نہ رَتيءَ جيترو،
سامي بولِنِ سَيَ سان، نِيوون نِرمَلُ واڪُ،
تَنَ جو ڪولي طاقُ، سَنمُکُ ڏِسَنِ سُپرِين.

(5)

دردَوَندَ دَرويشَ، دعوىٰ رَڳنِ نہ دَمَ جي،
سامي جاڻَنِ سُپنو، ڪُٽنبُ قَبيلو خويشُ،
پَرچي لَذائون پانهِنجو، انيئِہ آدي ديسُ،
جَنهن جِي سپسُ مَهپسُ، اَستتِ ڪَري اَپيدُ تِي.

(6)

دردَوَندَ ديرو، پاڻُ ڪَدي ڪيو پَدَ ۾،
پَلِ پَلِ ڏِسَنِ پيءَ جو، پَلِڪَنَ سان پيرو،
جِيئندي نِبيرو، جاڳي ڪِيائون جَمَ سان.

(7)

مَحَبتي مُشتاقَ، ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي،
ڏِنائون ڏائِڻِ ڏِسي، طَمَعَ ڪي طَلاقَ،
سَدا سُپيرِيَن سان، پَرِچِيا رَهَن پاڪَ،
بولِنِ بيحَدَ واڪَ، سُياوَڪ سامي چَئي.

(8)

ڏِسي نيڻَ ٺَريا، دَرِسَنُ دَردَ وَندنِ جو،
اُتائون اَنيئِہ جا، وَڃَنَ مَدّ يَرِيا،
سامي لوڪَ پرلوڪَ جا، ڪارجَ سَڀِ سَرِيا،
لڪين لوڪَ تَريا، داوَنَ لَڳي تَنِ جي.

(9)

پَلِ پَلِ ڪَنِ پُڪارَ، ڪُٺا دَرَدَ فِراقَ جا،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِرينءَ جي، رُئَن زارو زارَ،
سامي چَئي سَريرَ جِي، رَڳنِ ڪاٺہ سَنيارَ،
آءُ مِلُ جاني يارَ، نہ تہ ڏِيون تا دَمُ دَردَ ۾.

(10)

رُئـڻ زارون زارَ، ڪُـتـا دَردَ فِـراقَ جـا،
سـسـي لاهـي ڏَڙ ڪـون، ڪِـيـائـون ڏارون ڏارَ،
هارَ جيت، سُکَ دُکَ جي، سامي رَڱن نہ سارَ،
رَهَـنِ مَـنـجِـهہ خُـمـار، سَدا سُـپـيـريَـنِ ڇـي.

(11)

لَـتـڪِـي سانڍ لُـتـي، ساهُ ڪـٽـي وِيـو سُـپـريـن،
اَٿَ ئـي پَـهَـر اکِـنِ مـون، پـاٽـي ڪـيـنَ ڪُـتـي،
ساڙي بِرَهَ يَسَرُ ڪـيـو، گـهـرَ ۾ گُـهـٽ گُـهـٽـي،
بـاقـي ڪِـيـنَ ڇُـٽـي، سامي خاڪ خـيـال ڪـون.

(12)

آءُ مـنـهـنـجـا سُـپـريـن، تـو بِـن جـيءُ جَـري،
رَڳان روئي ٿـڪِـيون، تي لُنوَ لُنوَ دانـهَـن ڪَـري،
نـيـٽـنِ، نـيـرُ نـہ نِـڪـرِي، روئـن رَتُ پَـري،
مـوهَـنَ تِـي مَـري، دَرَسَـنَ ڪـارَڻ دوسَ جـي.

# دردوَند (ب)

(1)

ڪَهڙو ڪَريان حالُ، دَردَوَندَنِ جي دِلِ جو،
جَنِ کي مِليو سَتِگُرو، دِينا ناٿُ دَيالُ،
سَدا رَهي سامي چَئي، کِميا مَنجِهه خوشِحالُ،
آڪاسُ اَئون پاتالُ، پَوَنِ کينَ پُلَنِ جان.

(2)

ڪَهڙو ڪَريان حالُ، دَردَوَندَنِ جي دِلِ جو،
سامي جَنِ سَتِگُروءَ، ڪَيو نَظَرَ مَنجِهه نِهالُ،
ڳالِهيون ڪَنِ اَگمَ جون، راتيون ڏِينهَن رَسالُ،
خاوَند بِنان خِيالُ ، رَکَنِ نَہ رَتيءَ جيترو.

(3)

دَردَوَند دُکانُ، ڪَدِنِ کينَ ڪَلِپَتَ جو،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، صِدِقُ صَبوري دانُ،
پيهي ڏِنائون پاڻَ ۾، پيدَ بِنان پَگوانُ،
ڪَري اَمِرَتُ پانُ، سَماٽا سامي چَئي.

(4)

دَردَوَندَ دوکِي، ڪنهن جا تِيَن ڪِينَڪِي،
جَن کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَڪِ اَپَروکِي،
هارَ جِيتَ ري هَنسَ جان، چالِ چَلَن چوکي،
سي سَدا سَنتوکي، سامي رَهن سَپاوَ ۾.

(5)

دَردَوَندَ داناهَ، رَهَنِ اَليپُ اَڪاسَ جان،
ڪَنهِن جا ٻُڌِنِ ڪِينَڪِي، ڏِسِي ڏوهَ گُناهَ،
سَڀَ ڪي ڏَسِنِ ڏيهَہ جِي، رَهَتِ سَچِي ۽ سان راهَ،
پُڇِي ڏِسُ اوڳاهَ، سامي چَئي سِڌَ، ساڌَ، رِڪَ.

(6)

دَردَوَندَ داناهَ، اِستِتِ رَهَنِ اَڪاس جان،
مِٺي جنهن جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
لَنگهيا پارِ سَمُندِرِ ڪون، مِلي ساڻُ مَلاحَ،
جاڏِي ڪَنِ نِگاهَ، تاڏِي سَڄَڻُ سامُهون.

(7)

دَردَوَندَ دانو، سامي مليو سَتِگُرو ۽،
تنهن لڪائڻو لَڪَ سان، خالِصُ خزانو،
پائي مَنُ مَگَنُ تِيو، گَد گَد گهِرانو،
سَتَہَ سَمانو، جَلَ پپوتو جل ۾.

(8)

دَردَوَندُ دانو، ڪَلپِتَ رَکي ڪانَہ ڪا،
لَڌو جَنهِن گُرگِياتِ سان، خِلوَتي خانو،
سَدا رَهي سامي چَئي، اَنَ اَلِسانو،
جِئين پَروانو، جَلِي جوتِ سَروپُ تِيو.

(9)

دَردَوَندُ داناهُ، سوڌو وَرتي سَڀَ سان،
جَنهِن کي ڏِنو سَتگُرو ۽، سِڪَ، سَمُجَهہ، ويساهُ،
پاتائين پَرچِنَ ري، اَنيَئہ پَدُ اسِگاهُ،
سَدا اَليپُ اَچاهُ، سامي رَهي سُپياوَ ۾.

(10)

دَردَوَنــدَ دانــاهَ، دُويــت نــہ رَڳــنِ دِلِ ۾،
ڏِنــو جَـنِ عَـدالــتــي، سَـڄَــڻُ ســاڻُ ويســاهَ،
هَـلَـنِ هَـٿَ هـيـبَـتَ ري، سُـوڌي سُـنـدَر راهَ،
سَـدا اَلــيــپَ اَڄــاهَ، ســامــي رَهَــنِ سُــيــاوَ ۾.

(11)

دَردَوَنـدُ دِلـبَـرَ، پَـرَتـکِ ڏِنـو پـانـهـنـجـو،
سامـي سَـنـگِ سـاڌوءَ ڄـي، دِلِ جـو کـولـي دَرُ،
ڪنهِن کي سَلي ڪِـيـنَـڪِـي، اَئـيـئـہ سُـکُ اَڄَرُ،
ڪَـري ڪِـيـئـن پَـڌَرُ، نـازِڪُ ڏاڳـو نِـيـنـهَـن جـو.

(12)

دَردَوَندَ دانـهـان، رَتِ روئـي ڪَنِ راتِ ڏِيـنـهَـن،
سَڄَڻُ سِڪَ سوڙهو ڪَيو، روڪـي سَـپِ راهـان،
ڏِيَنِ سَنِـيـهـا ڏيـهَـہ کـي، ٻَـڌي نِـٽُ ٻـانـهـان،
عـيـنَ ٻُـڌي آهـان، سُـتـتِ مِـلُ سـامـي ڄَـئـي.

(13)

ٻِـرَهِـنِ ٻَـورانـي، روئِـي رَتُ اَکِـنِ مـون،
سَـنـيـاري سـامـي ڄَـئـي، دِلـبَـرُ دِلِ جـانـي،
لَڳي ٽُنهـنـجـي عَشِـقَ جي، ڪَـلـيـجـي ڪـانـي،
مُـشِــڪُـلُ آسـانـي، مِـلـي ڪَـرِ مُـئـيءَ ڄِـي.

(14)

موهـي مُنهِنجو مَنُ، سَڄَڻَ سِڪَ سوگهـو ڪَـيـو،
اَکِـئـون لِـنـوَ لائـي رَهِـيـون، ٽَـڙِقـي سـارو تَـنُ،
يانئِين ڪـيـنَ يـلـو ٻُـرو، ڪُـٽـنـبُ، قَـبِـيـلـو، ڌَنُ،
ڏُکـيءَ کـي دَرِسَـنُ، سُـتَـتُ ڏي سـامـي ڄَـئـي.

(15)

رُئنديِ رَتَ هُئي، سڪيءَ سَنيهو ڏِنو،
تَنهِن کي ڏِسُ تَدروپُ تِي، ڪَري ماٺِ مُئي،
آهي جَنهِن جي آسِري، سامي سُميرُ سُئي،
دِل مون ڪَڍُ دُئي، تَہ پَسَڻُ تيئِي پِرَ جو.

(16)

دَرسِيو دَردَوندُ، مِلِي وِچڙي ڪِينڪِي،
سَمُجهِي جَنهِن سامي چَئي، تاجيءَ پيئِي تَندُ،
بَہ ئي روپَ پَوَن جا، اِسپَندُ اَئُون نِسپَندُ،
اَنيِئَہ جو آنندُ، پائي وينو پَدَ ۾.

(17)

ڪَري ڪوهُ ڪِني، دَعوىٰ دَردَوَندَنِ سان،
سامي جَنِ کي سَتِگُروءَ، مَحَبَتَ مَتِ ڏني،
چَڙِهيا اَنيِئَہ اَڄَ تي، چِڪا سَڀِ چِني،
توڙي پَرنِ پيٽُ پني، تَہ بِہ سِيتَلُ رَهَنِ سُياوَ ۾.

(18)

ڪوهُ ڪَري قاجي، دعوىٰ دَردَوَندَنِ سان،
مِٽي جَنِ جي مَنَ مون، مِنَٿَ موتا جي،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، رجا منجهہ راجي،
اَڻَ هوندي باجي، لَنگهي چَڙِهيا لَڪَ تي.

(19)

بَڌي ڪيو بانهُون، مايا موركن کي،
گسِي خامَ خِيالَ سان، ڪِميا خزانو،
سامي بَچيو ساڌَ سَنگ، ڪو دَردَوَندُ دانو،
نِرِيئَہ نِشانو، ڏِنو جنهن انِيئي.

(20)

دَردَوَندَ ڏُويشُ، ڪنهن سان رَڱن ڪينَڪِي،
سامي ڏِسن سَپَ ۾، اَنيئي پرشُ اَليڪُ،
ڏاري آيو جَڳَ ۾، بازيگَرَ جو ڀيشُ،
اُوها وادِ وسيش، اُهو گيانُ گُروءَ جهو.

(21)

اَلڪُ ڏاري اَوتارُ، سامي آيو سَنتَ جو،
ڪِيو پريم پرتِيتِ سان، دَردَوَندَنِ ديدارُ،
چَڙهيا اَنيَئه اَچَ تي، پائي سَمَ سُڪُ سارُ،
سَدائي گُلزارُ، گُلِيا وَتَن خِيالَ ۾.

# دَردَوَند (پويان) (الف)

(1)

اَهـڙو كـو آهـي، دَردَوَنـدُ داتـارُ جَـنُ،
جو مُـوڙهـن كـي مـاڳُ ڏِئـي، رُئـنـدا رهسـائـي،
كـوٺ جَـنَـمَ جـا وِچـڙيـا، سـامـي مِـلائـي،
لَـحظي مَـنـجِـهـ لاهي، اوِڍيا كُـلفُ اَندر جو.

(2)

دَردَوَنـدَ داتـار، لِـكَـن چـپـن كِـيـنـكِـي ،
سامي جَنَ جي سِكَ سان، لُنوَ لُنوَ كَري پُكار،
بِـنـان عَشـق عَـجـيـبَ جي، رَگـنِ كـائـ سَنـيـار،
رَهَـنِ مَـنـجـهِـ دِيدار، چاڙ وِجـائي پـانـهـنـجي.

(3)

دَردَوَنـدَنِ جـو دَرُ، وَنـي ويـهُـ ويسـاهَ سـان،
پَـرچـي كَـنـدءِ پـاڻـهـيـن، سـامـي مِـهَـرَ نـظـرُ،
ڏيـكـاريـنـدءِ ڏيـهـ ۾، اَنـيـئـ آدي گـهـرُ،
جـنـهـن ۾ اَجَـرُ اَمَـرُ، پُـركُ وَسـي پَـرمـاتِـمـا.

(4)

دَردَوَنـدَ جـو ديـسُ، كـامـلَ آهـي كـهـڙو،
سُكدائي سـيـتَـلُ سَدا، سـيِ جـا خـالِـصُ خـويـسُ،
پُچي ڏِسُ تَنين كون، جن پيهي كـيـو پَـرويـسُ،
كَـٽـي كـلـپ كَـلـيـسُ، سامـي مـلـيـا سَـروُپَ سـان.

(5)

دَردَوَنـدَ جي دانهَـن، سُتهـ رامَ سهـي ڪَـئي،
ڪَڏي وڏائين ڪُنَ مون، ٻانيَـنَ ڏيـئي ٻانهَـن،
ڪيائيـن لـوڀَ لَهـر جِي، مايا ڪي مَنانـهَـن،
چَـ رُتيون ٻارهـ مانهَـن، سيتَـلُ رهـن سُياوَ ۾.

(6)

دَردَوَنـدَ دوَلَـتَ، رڪـن سـمجهـ سَـچيءَ سـان،
چڙهيـا اَنيـئِـ اَچَ تـي، ميـٽـي سـڀ مَـمَـتَ،
جاڳُن سُکَ سَنسارَ جا، سَڀَ ڪوڙي ڪَلِپَتَ،
مِلي ڪـن مـحـبت، سامي ساڌَ سَنگتِ سـان.

(7)

دَردَوَنـدَ دُڪـانُ، ڪـڍن ڪـيـنَ ڪَسَـٻَ جـو،
چَڙهيا حَقِيقـي حَدَ تـي، ڇَڏي مـايا جو گُذرانُ،
اَنـدَرِ ٻـاهَـرِ نَـيَ جـان، ڏِسَـن اَنـيـئِـ يـانُ،
سامـي سـڀُ جَـهـانُ، آهـي جَـنـهـن جي آسـري.

(8)

دَردَوَنـدَ دُڪـانُ، ڪـڍِن ڪـيـنَ ڪـلـپَ جـو،
جَنِ ڪـي ڏِنـو سـگـتـروءَ، اَنـيئـي آتـم گـيـان،
سُڪـي تِيـا سامـي چَئي، سَتـي سَڀُ اَيـمـانُ،
توڙي جکي جَهانُ، تان پِي سِيتَلُ رُهن سُياوَ ۾.

(9)

دَردَوَنـدَ داتـارُ، ڪـوڙِن ۾ ڪـو هِـڪـڙو،
ڏِنـو جـنـهـن اڪِـن سـان، دوسـتَ جـو ديـدار،
ڪـولـي وِهـي خـوديءَ ري، اَنـيـئِـ سـارُ يَـنـدارُ،
جاڳـائي جَـئـڪـارُ، سامـي شـيـوڪ جـو ڪـري.

(10)

دَردَونــدَ داتــارَ، ســاڌو جَــنَ سَــمَــدَرسِــي،
ديـا ڏاري دِلِ ۾، ســامــي ڪَــن اُپَــڪــارَ،
ڏيـئـي هَـٿَ هِـمـت جـا، تـارِن جيـوَ اَپـارَ،
هَردَم رَهَن هشيارَ، پيـئـن پيـئـارن پـريـم رَسُ.

(11)

دَردَوَنـدَ ديـدارُ، دَمِ دَمِ ڪَـرِن دوسَ جـو،
رَڳـنِ نـہ رَتـيءَ جيـتـرو، اَنـدَرَ ۾ اَهَـنـڪـارُ،
سَهي ڪيائون سَرَ تي، سُپَنـي جو سَنسارُ،
بانيـڙ جيـئـن بارُ، مَـنَـنَ ڪـون مُـڪـتـو رهـي.

(12)

دَردَوَنــدَ دُڪــو، ڏِنــو شــوقَ شَــرابَ جــو،
پيـئـنـدڙي مَـنُ پَـتِـيـو، سَـنـسـو يَـرمُ چُـڪـو،
اَچـي گـهـرِ ڍُڪـو، سـامـي چَـئـي سُـپـريـن.

(13)

دَردَوَنــدَ دُڪــي، ڦَــٿــي دردَ فــراق ڪَــيــا،
پُـجَـنِ پُـڪـارن سَـڏَ ڪـري، رُئـن رَٿُ رُڪـي،
نِـڪـري آيـو نـيـڻ مـون، جـانـي جيءُ جُـڪِـي،
سـامـي چَـوَنِ سُـڪِـي، مِـلـي ڪـر مـئـنِ ڪـي.

(14)

دَردَوَنـدَ تـي ديـنَ، پـي پـي ڪَـنِ پَـپـيـهـي جـان،
بِـنـان چـنـدَ چَـڪـور ڪـي، سُـڪَ سُـهـائِـنِ ڪِـيـنَ،
سـامـي مَـنُ مِـرِگـهـہ جـو، مـوهِـيـو بـيـحَـد بِـيـنَ،
جَـلَ وَرائـي مِـيـنَ، تـڙقِـي جِـڏي تَـنَ ڪـي.

(15)

دَردَوَنــدَ دانــاهُــ، دُويــت نـــ رکـــن دِلِ ۾،
ڏِنــو جَــنِ عَــدالَــتــي، سَـجَــڻُ ســائُ ويـســاهَــ،
هَـلِـن هَـٿ هَـيـبَـت ري، سُـوڌي سُـنـدَر راهَـ،
سـدا اَلـيـپُ اَچـاهَـ، سـامـي رهـن سُـيـاوَ ۾.

(16)

روئِــن زارون زارَ، ڦـتِـيــا درد فــراقَ جــا،
سـسـي لاهـي ڏَڙ کـون، کِـيـائـون ڏارون ڏارَ،
هارَ جِيتَ دُکَ سُکَ جي، رَڳن ڪائـ سنيارَ،
رَهَـنِ مَـنـجِهـ خُـمارَ، سامي سُـپـيـريـن ڇي.

(17)

ڳالِـهـيـون پُـڌي ڳـنـپـيـرَ، دَردَوَنـدَ دانـاهَـ ٽِـيـا،
کَـٽِـيـائـون ڪَـلِـپَـتَ جا، جاڳِـي سـپ زنـجـيـر،
رَهَن اَليپُ آڪاسَ جان، سامـي منجـهـ سَـريـرَ،
ڪـائِـنِ ڳـنـدِون کِـيـرَ، لـيـٿـنِ لالَ پَـلَـنـگَ تـي.

(18)

کَـهـڙو حـالُ کَـريـان، دَردَوَنـدَن جـي دِلِ جـو،
سَدا رَهَـنِ سَـنـتـوش ۾، مَـحـبـت مَـڌَ پـريـا،
سـيـاوَڪُ سـامـي چَـئـي، ڏِسـي نـيـڻَ ٺَـرِيـا،
لـکـيـن لـوڪَ تِـريـا، دامُـنَ لڳـي ٽَـنِ جـي.

(19)

بِـنان وِڌِ ويـساهَـ، ڪـنـهـيـن پاتـو ڪِـيـنَـڪِـي،
تــوڙي لـوڪَ لَـکَ پَـڌي، کَــن اُپــاوَ اَتــاهَـ،
ســاکَ ڏِيَـنِ ســامـي چَـئـي، دَردَوَنـدَ دانــاهَـ،
پـورَڻُ پـاڪُ نِـگاهَـ، جَـنِ کـي ڳُـرَ ڳـوبـنـدَ ڏِنـي.

(20)

آئـــي ڪـــي آدَرُ، دَردَوَنـــدُ ڏِئـــي دِلِ ســـان،
جَنهِن ڪي پاڙهيو سَتِگُروءَ، پَرچي پريم اَڪرُ،
ڏِسي عَيـنَ آڪاس جان، پـورَنُ پَرمـيشـورُ،
سَدا ٿَرُ تِـيـبَـرُ، سامـي رهـي سـيـاوَ ۾.

# دَردَوَند (پويان) (ب)

(1)

ڪَـهـڙو حـالُ چَـوان، دَردَوَنـدَنِ جـي دِلِ جـو،
گُـلِـيـا گُـلَ گُـلابَ جـا، رَهَـنِ نِـتُ نـوان،
ٻـولِـن واڪَ ويـدانـتَ جـا، سُـتَـهَـہ سِـڌ سَـنـوان،
سـامـي سَـرَنِ پَـوان، تَـہ پـارِ لَـنـگـهـائِـنِ پَـلَ ۾.

(2)

دَردَوَنــــدَ داتــــارَ، دَيـــا رَڱـــنِ دِلِ ۾،
جَـنـهِـن کـي ڏَسِـي سَـتِـگُـرو، اَنـيـئِـہ مَـتُ اَپـارَ،
سـوڌي ڪَـڏَنِ سـيَ جـا، وَڇَـنَـن سـانُ وِڪـارَ،
سَـدا بـاغُ بَـهـارَ، سـامـي رَهَـنِ سُـيـاوَ ۾.

(3)

دَردَوَنـدُ دانـاهُ، ڪـوڙُ نَـہ ڪَـري ڪَـنـهِـن سـان،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سِڪَ، سَمُجَهہ، ويسـاهُ،
سـامـي رَهـي سَـنـسـارَ ۾، سـدا اَلـيـپُ اَڇـاهُ،
رامَ نَـگَـرَ جـو راهُ، سُـوڌو ڏَسـي سَـيَ کـي.

(4)

دَردَوَنــدَ دانــاهَ، مَــمَــتَ نَــہ رَڱــنِ مَــنَ ۾،
ڳِلِ لائـي ڪَـن ڳوٺ جـو، ڏيـئـي سَـمَ صَـلاحِ،
مِـلـي تَـن مَـرِدَن سـان، سَـيَ چُـڪـائـي چـاهَ،
سـامـي سـوکَـم راهَ، اَتـي پَـدَ اَگَـمَ جـي.

(5)

دَرَدَوَنـدَنِ ڪـي دوڪُ، مـورَڪَ لائِـنِ مَـتِ ري،
جَنِ ڪي ڏِنو سَتِگُروءَ، سامـي سَمَ سَنتـوڪُ،
ڏِسَـنِ ڏيـهِہ اپِـمـانَ ري، اَنـيَـئِہ پَدُ اپَـروڪُ،
مَمَتِ مِٽائي موڪُ، سَيَ جو ڪَنِ سَمُجَهہ سان.

(6)

دَعَـوىٰ ڪَـري ڪـيـرُ، دَردَوَنـدَ دانـاهَ سـان،
آدي، اَنيَئِہ گهرَ جو، گِهڙي لَڌو جَنهِن گهيرُ،
پـائـي پـورَنَ پَـدَوي، تِـيـو نِـرَپـؤ نِـرَويـرُ،
رائِي اَئون سُـمـيـرُ، سَمَ جاٽي سامـي چَئي.

# اَوڌُوتَ (الف)

(1)

نـڪـو ڪـوهُ نـہ اَڏُ ڪـوهُ، نـڪـو پـيـرُ پَـري،
جانـي جَـهـروڪَـنِ ۾، تـو سـامـي سَـڌَ ڪَـري،
جَنهِن ڪي ڪَرَلُ ڪَنِ پيو، تَنهن ڏنا نيـڻ پـري،
موهِـي ذُوق ذري، سا پـلـڪ پـراهـون نـہ ٿـئـي.

(2)

جَـنـهِـن سَـمُـجـهـو سُوتُ، آتَـمُ ديـوَ اَنُـوپَ جـو،
سو بِنان بيکَ پَيوتَ جي، سامي تِيو اَوڌوتُ،
اَتـي اوديا پُـوت، پِڳـو تـنـهـن جي گـهـر مـون.

(3)

اَلَـــبـــيـــلا اَوڌوتَ، عـــاشِـــقَ پـــاڪَ اَللهُ جـــا،
جَنِ پَنجَئي ماري پانهِنجا، ڪِـيـا اَڳِنَ ۾ آهوتَ،
مَـحَـبَـتـي مَـضـبـوطَ، پـرچـا رهـن پـاڻَ ۾.

(4)

اَوڌوئـن اَتِـي، مَـتـي ڳَـالـهـہ مَـرمَ جـي،
وِرلي ڪنهن ڳُرمُکَ جي، هِردي مَنجِهـ ڪُـتـي،
پرچي پاتي جنهن پريم جي، پِيرَن مَنجِهہ جُتي،
ڪَـڍي ڪَـلـپَ ڪُـتِـي، سَمَ وَرتي سامي چَئي.

(5)

اُوڏوتــي عــيــنَ، واڪَ ڇَـوَنِ ويـدانـت جا،
ڪو سُجاڳو سورَمو، سامي سَمُجهي سَينَ،
سُتَهَہ سَمَ سورِجُ ڏِسِي، يَري نِرمَلُ نَينَ،
ڪَلِپَتِ ڪارِي رَينَ، ڪَڍي اَياءُ اَندَرَ مون.

(6)

اُوڏوتَــن ڪـي آسَ، آهــي ڪـائـہ اَنـدَرَ ۾،
سامي ڪَٿِيائون سَمَ تي، سَبَ ڦُرني جي قاسَ،
رَهَنِ منـجهہ آڪاس، اَنَئي پَهَرَ اَئلَ جان.

(7)

ديـوانـو دانـاهُـہ، ڪـوڙِن ۾ ڪـو هِـڪِـڙو،
ڏِٺـو جَـنـهِـن اَڪِـنِ سـان، پـورڻُ پـاڪُ اللهُ،
ڪَنهِن کي سلي ڪِينَڪِي، اَنيئہ سُکُ اَٿاهُہ،
سدا بـي پَـرواهُـہ، سـامـي رَهـي سُـيـاوَ ۾.

(8)

اُوڏوتـي اَچُـتـا، سَـدا رَهَـنِ سَـنـسـارَ ۾،
لوڪُ نہ لَکي ٿَنِ کي، هو وَٿَنِ مَنجِهہ مَتا،
اَنـدَرِ سـيـتَـلُ جَـلَ جـان، بـاهَـرِ تـاوَ تَـتـا،
رَهَـنِ رَنـگَ رَتـا، سـامـي سـپـيـرِيَـنِ جـي.

(9)

اوڏوتَــن ڪــي آسَ، آهــي ڪـائـہ اَنـدَرَ ۾،
جاڳي ڪَٿيائون جيءَ مون، سَبَ ڦُرني جِي قاسَ،
سامـي مِـلـي سَروپَ سان، تِـيـا خِـلـوتـي خاصَ،
رهـن مـنـجـهہ آڪـاسَ، اَٿ ئـي پَـهَـرَ اَئـلَ جـان.

(10)

اُوڏوتَن آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن پَدَ ۾،
جتي تون مان نانهن ڪا، نڪو جاتِ وَرَڻُ،
نڪو اونده سوجهرو، نڪو چُپ چَوَڻُ،
ميتي جَنَمُ مَرَڻُ، سِيتَلُ ٿِيا سامي چئي.

(11)

اُوڏوتَن آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن پَدَ ۾،
مِيتيو جَنِ جي مَنَ مون، پولائو پَرَمُ،
سُتَهَه ڏِسَنِ سامي چئي، پرميسر پورَڻُ،
رَتي ماسو مَڻُ، آهي جَنهن جي آسِري.

(12)

اُوڏوتَن آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن پَدَ ۾،
جِتي تون مان نانهِه ڪا، نڪو چُپ چَوَڻ،
نڪو بَنڌُ مُڪِتِ ڪا، نڪو تياڳُ گِرَهَڻُ،
پرميسر پورَڻُ، سُتَهِه رَهي سامي چئي.

(13)

اُوڏوتن اُصُلي، پَرچي لَڌو گهرُ پانهنجو،
سامي جَنِ جِي ساڌَ سنگِ، اَئيئِه اَڪِ ڪُلي،
سُپني جي سنسارَ ۾، پَوَنِ ڪينَ پُلي،
ميٽي ڪَلِپَ ڪُلي، سَدا ماڻِنِ سيجَ سُکُ.

(14)

اُوڏوتن اُتو، هڪُ هيڪِلو آتما،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمُکَ ڪي، هِردي مَنجِهه ڪُتو،
ليکو لاهي سَيَ سان، ڪيائين ڇَٽُ ڇُڪتو،
سامي وَجي سُتو، سَدا سُکَپَتَ سيجَ تي.

(15)

اَنيَئي جو آرامُ، آيو جَنهِن اوڏوتَ کي،
مِٽي تنهن جي من مون، ٻي سَبَ خودي خامُ،
دَرِ دَرِ ديوانن جان، ڪري ڪينَ سلامُ،
سدائين نِهَڪامُ، سامي رهي سَياءَ ۾.

(16)

جا ٻِڌي سا واهَ، سامي رَکي سِر تي،
سَدا سُپيريَنِ جِي، ڪري سَمَ صلاحِ،
اَٿي اِها راهَ، اَصُلُ اوڏوتنِ جي.

(17)

سَڌِنِ سَودائي، اَنڌا اوڏوتَنِ کي،
جَنِ پاڻُ وَرائي پاڻَ سان، سُتَهَ لِنوَ لائي،
اَوِڊيا پَرَمُ اَندر ۾، رکن نہ رائي،
وِڃائي وائِي، سامي چَڙهيا سِيرَ تي.

(18)

اَوڏوتَنِ اسمِيدُ، ماري ڪِيو مَن کي،
سامي چَڙهيا سيرَ تي، ڇَڏي وِڌِ نِڪيدُ،
ڪنهن کي سَلِنِ ڪِينڪِي، اَنيئِہ سُکُ اَپيدُ،
جِيئين ڇَئي گُرو ويدُ، تِيئين هَلَنِ حَليمُ تي.

(19)

جِيئين گُلابي گُلُ، ڏئي خوشبوءِ خوشيءَ جي،
تِيئين اَوڏوتَ اَنيَئِي، ڪَنِ اُپَديشُ اَصُلُ،
وَني ڪو ويساهَ سان، ڏيئي محبت مُلُ،
ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪُلُ، سامي سَمَ سيتلُ ٿِئي.

(20)

سي اوڌوتَ ٻَلِي، جَنِ جِيتيو مَنَ مَواسَ کي،
پاڻُ ڏٺائون پاڻَ ۾، عَجائِب اَصُلِي،
نِت ڳاوَنِ رامَ ڪَلِي، سامي مِلي سروپَ سان.

# اَوڌوتَ (ب)

(1)

اَوڌوتي اَپروکُ، ڏِسَنِ اَنيَئِہ آتما،
جاڳي کَڍيو جِن جيءَ مون، اَڻ هوندو ڏِٺيا دوکُ،
جاڻنِ سَڀُ سُپني جو، ٻانيَڻَ ٻَنڌڻُ موکُ،
کَري سَمَ سَنتوکُ، سُمِهيا سَهَجَ آنندَ ۾.

(2)

اَوڌوتَنِ اصُلُ، پَرچي لَڌو گهرُ پانهِنجو،
سُکي ٿِيا سامي چَئي، ميٽي کَلپَتِ کُلُ،
ٻاٽي ٻولِنِ ٻيحَدي، عينَ اَپيدُ اَمُلُ،
جِئين گُلابي گُلُ، ڏِئي خوشِبوءَ خوشيءَ جي.

(3)

اَوڌوتَنِ اِئين، کَيو اُپَديشُ اَنيَئي،
پيالو پريمَ اگمَ جو، پُر کَري پيئي،
رَکي نہ رَتيءَ جيتِري، هارَ جِيتَ هِيئي،
جِئين جوتئين، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(4)

اَوڌوتَنِ اُتو، وَچَنُ هڪُ ويساهَہ جو،
وِرلي کنهِن کُرمُکُ کي، هِرَدي مَنجِهہ کُتو،
کايا مايا کُلَ کون، اُلَٽِي تِيو اَچُتو،
گگنَ ۾ گُپتو، سَيلُ کَري سامي چَئي.

(5)

اَوڌوتَنِ کي آسَ کانهي کا تِر جيتري،
سامي جَنِ جي سَتِ گُروءَ، ڪَٽِي ڪَلِپَتِ ڦاسَ،
پورَنُ جاڻي پيءَ کي، ٿِيا خِلوَتي خاصَ،
بيحَدِ ڪَنِ بلاسَ، رَهَنِ اَليپُ آڪاس جان.

(6)

آچارِجُ اَوڌوتُ، بيئي رَهَنِ بيحَدِ ۾،
ڪو سَئِلَ ڪَري ساکِي ٿِي، ڪو مَرِي ٿِيو مابوتُ،
سَدا ڪَنِ سُکَ سارَ جو، بِنان ڪَلِپَتِ ڪوتُ،
تاجيءَ پيتي سوتُ، سَمَ ڏِسي سامي چَئي.

(7)

اَنيَئِي اَوڌوتُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
سَمُجِهيو جَنهِن سامي چَئي، تاجيءَ پيتي سوتُ،
ڪَري نَتُ ڪَلپَ ري، بي ڦُوَتيءَ جو ڦوتُ،
سَدائي ثابوتُ، لَهي سُتَهَ سُياوَ ۾.

(8)

جا بَٽي سا واهَ، سامي رَکي سِرَ تي،
اَسِتِتِ رَهي آڪاسَ جان، ميٽي چِنتا چاهَ،
سُتَهَ سِدِ سَروپَ جي، ڪَري سَمَ صَلاحَ،
اَتي اِها راهَ، اَصُلُ اَوڌوتَنِ جي.

(9)

وَتا سَبِ نَڳي، مايا جيءَ مَمَتِ سان،
مَنِزَلَ وِڌي مَنَ ڪون، ڪَنهِن اَوڌوتَ اڳي،
جِتي تون مان نانهِن کا، نَڪوليپُ لَڳي،
جَڳَ مَڳَ جوتِ جَڳي، سامي سَدا اَنيَئِي.

# ساڌُو جَنَ (الف)

(1)

ڪوهُ ڪَريان اُستَتِ، ساڌو جَنَ جِي مُکَ سان،
مَنَ بُڌِ واٽيءَ ڪون پَري، پُڇِي سَگهي نہ مَت،
ساڌو جَنِ جي گتِ، سامي ڄاڻي ساڌُ جَنُ،

(2)

اِهَڙو ڪو آهي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو اَوِديا کُلف اَندَر جو، لَحِظي مَنجھہ لاهي،
اَندرِ باهِرِ دَهَ دِسا، اَلکُ لَکائي،
مَمَتا مِٽائي، سامي چاڙهي سِيرَ تي!

(3)

اَوِديا پَندَ اُجلي، ساڌوءَ وِڌي سِرَ تون،
سامي ڄاڻي سُپَنو، اُتپَتِ ۽ پَرلي،
رَکِي چاهہ اَندَرَ ۾، ڪَنهن سان ڪِينَ مِلي،
توڙي خَلق کِلي، تہ پِي سيتَلُ رَهي سُياوَ ۾.

(4)

گهنَ نِرمَلَ آهِينِ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ڪون،
اوجَلُ آتمَ گِيانَ جِي، وَرکا وَسائِين،
اَوِديا مَئِلُ اَندَرَ مون، ڌوئي سَپ لاهِين،
اَنيئِہ اُپَجائِين، سامي سَهَجَ سَروپَ جِي.

(5)

چلَڻ اُلٽي چالَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
لَنگهيا پارِ سَمُندَ کون، چڻَ ۾ ماري چالَ،
ميٽي وينا مَنَ مون، سامي سَڀِ خيالَ،
رَهَنِ لالُ گُلالَ، سَدا پانهنجي حالَ ۾.

(6)

دانا ديوانا، ٽِيا ساڌو جَنَ ڪيترا،
هِڪِڙا ساڻُ سَنگتِ جي، هِڪڙا اَلِ سانا،
رهن سڀ سروپَ ۾، سامي سمانا،
ورتن ڏنانا، ساکِي ٽي سنسارَ جا.

(7)

ڌَڙ تون سِر لاهي، ساڌو چَڙهي سَنگرام تي،
وَجي پَئي ويساهَہ سان، ڪَلِپَتَ ري ڪاهي،
ماري دُبِدا دَلَ کي، نوبَت وَجائي،
سامي جُهلائي، اَنيَئہ چَٺُ مَٿي تي.

(8)

مايا مَنجِهہ اُداسَ، سامي رهن ساپُرِسَ،
جِيَڻَ، مَرَڻَ، دُکَ، سُکَ جي، مَنَ ۾ رَکَنِ نہ آسَ،
ساکي جاڳي سَڀَ ۾، ٿِيا داسَنَ جا داسَ،
کَٽي اوِديا ڦاسَ، چَڙِهيا اَنيَئہ اَڄَ تي.

(9)

سوئي سِياڻو، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو ٻِڌو ٻاهَرُ وِڪٽي، ڪري نِجُ ناٽو،
سامي رَکي سِرَ تي، يَڳُوتَ جو ياٽو،
ڏيئي وِهاڻو، سُمهي سُکَپَتَ سيجَ تي.

(10)

سَدائين نِرمَل، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نہ لَڳي تَن کي، جِئن جَلِ رَهَنِ ڪَنوَل،
اَٿئي پَهَرَ اَچل، اَئل جان آڪاسَ ۾.

(11)

سدائِين نِرمَلَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نہ لڳي تَن کي، جِئن جَلِ رَهَنِ ڪَنوَلَ،
سُوڌا وَرتَنِ سَڀَ سان، سامي بِنان خَلَلَ،
اَٿيَئِہ روپَ اَچلَ، گهٽَنِ وڌَن ڪِينڪِي.

(12)

ساڌو جَنُ ثالثُ، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو جاڳي چڙهيو چِٽَ تي، چَڏي اُونگهہ آلِسُ،
رَهيو مايا موهَ ڪون، خُلاصو خالِصُ،
وِسُ جو هِڪُ والثُ، سامي جاڻي سُپرِين.

(13)

ساڌو سِياڻو، گُهمي آيو گهرَ ۾،
جُڙيو آهہ جَتنَ ري، باريءَ ٽِڪاڻو،
مَڪڻَ جو چاڙو، پائي وينو مُنهَن ۾.

(14)

هَرِ جَنَ ڪَڍِي هَٿُ، وينا سَودي سارَ جو،
سَمَ رَکِيائون تِرڪِڙي، سَمَ رَکيائون وَٿُ،
جيڪو جڳياسي اَچي، چَڏي ڪوڙُ ڪَپَٽُ،
سامي سِر سان مَٿُ، توري ڏين تَنهِن کي.

## ساڌُو جَنَ (ب)

(1)

مـايا مَـندي مَـنداڻُ، مـوهـي مـاري سَـڀَ کـي،
ڪَنهِن کي ڇَڏي ڪِينَڪِي، خالي خوشيءَ ساڻُ،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو سامي سَنتُ سُجاڻُ،
پاڻَ وَرائـي پـاڻُ، جاڳي ڏِنـو جَنهِن جوتِ ۾.

(2)

جَنهِن ساڌوءَ کي سُڌِ، پيئي سُـتَـهَ سَروپَ جي،
تَـنهِـن جـي دَرِسَ دَريـاهَ ۾، ٻُـڏي ويـئـي ٻُـڌِ،
رَهـي ڪِـمـيـا خُـمـارَ ۾، ٻـانِـيَـڻَ بـيـخـودِ خـودِ،
جـاڳي جيـتـي جُـڌِ، چَڙهـي ويـنـو چَـوڏولَ ۾.

(3)

ديپَـڪَ مـون ديـپَـڪُ، جـاڳي تِـيـو تَنهِن جَهڙو،
تـئـيـن مِـلـي ساڌوءَ سان، سـاڌو تِـيـو سيـوَڪُ،
رَهِـيـو نـہ رَتـيءَ جـيـتـرو، سـامـي ڦـيـر ڦَـرَقُ،
ياويـن عـيـنَ الـحـقُ، ياويـن ٻـولـي رامُ رامُ.

(4)

مـايا هَـنجِـهـہ اُداسَ، رَهَـن سـاڌو جَـنَ سـورمـا،
اَچي اَزِغـيـبي لَڳـي، جَـن کـي پـريـمَ پِـيـاسَ،
سامـي مِـلـي سَـروپَ سـان، تِـيـا خِـلـوَتِـي خـاصَ،
بـيـحَـدِ ڪَـنِ بِـلاسَ، چـڙهـي چـيـتَـنِ چِـٽ تـي.

(5)

ساڌو جَنِ سُگَمُ، مارَگ ڏَسِيو موکَ جو،
سامي سَمُجهي ڪو سورمون، رَکي مَن مَرَمُ،
کَٽي سَڀ ڪَلپنا، جيتي اَمول جَنَمُ،
پورَنُ پرماتَمُ، جاڻي جاڻَڻهارَ کي.

(6)

ساڌو جَنُ سُچِڪُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
اَسِتامَلُ اَولي جان، لَکِيو جَنهِن اَلَکُ،
ڪَري نہ کَتَرَ جيترو، کَنهِن سان پَرچِنِ پَکُ،
تي پورَنُ پارَکُ، سامي ڪيلي سَرِبَ گَتِ.

(7)

ساڌو جَنُ سُچِڪُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
ڏيئِي ڪَندِ ڪُلَ کي، لَکِيو جَنهِن اَلَکُ،
وَرتِي وِڌِ ويچار سان، عينَ اَييدُ اَيَکُ،
سَٿِي سوڳُ هَرَکُ، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(8)

ساڌو جَنُ سُورو، لِکي ڪينَ لَقاءَ ۾،
ماري جَنهِن مُدَعِنِ کي، ڪَيو چَٽُ چورو،
سُکي تِيو سامي چَئي، پائي پَدُ پورو،
شالَ، پَنو، پورو، جاڻي اَنيَئِہ اَنَ جو.

(9)

ساڌو جَنُ سَچارُ، ڪوڙُ نہ ڪري کَنهِن سان،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَئِہ مَتِ اَپارُ،
سامي ڏسي سَڀَ ۾، دوسِتَ جو دِيدارُ،
سَدا باغُ بَهارُ، رَهي سُتَهَہ سُياوَ ۾.

(10)

ساڌو جَنَ سَچارَ، پورَنُ ڄاڻن پيءَ کي،
ڪَڏِي ٿِيَن ڪِينَڪِي، ڏُکُ سُکُ پائي ڌار،
جاڳِي ڪَن جڳتَ جا، سامي سَڀِ وَهنوارَ،
هميشہ هِڪَ تارَ، رَهَنِ وديهي ديهہ ۾.

(11)

ساڌو جَنُ سُجاڳو، ڪَري ڪانہ ڪَلپنا،
سامي جَنهِن جو سَربَ گتِ، پَرَمُ پَدُ ياڳو،
ٻاهَرِ تون مان ۾ رَهي، اَندَرِ اَنُراگو،
پِڇو اَئون آگو، ڄاڻي سَمَ سَروپَ جو.

(12)

ساڌو جَنُ سُجانُ، اَچي مِليو اوچتي،
تنهن پياري پِريمَ رَسُ، ڪَيو ويدَ وَکِيانُ،
اَوِديا اوندَهِ نہ رهي، چَڙهِيو چيتَن ڀانُ،
سامي سڀ جهان، آهي جنهن جي آسري.

(13)

ساڌو جَنُ سُجانُ، ڪَرِنِ ڪانہ ڪَلپنا،
جَنِ کي ڏِني ستگروءَ، پَکي پِريتِ پَڇانَ،
سامي مِليا سَروپَ سان، ڪَٿي سَڀُ اُنمانَ،
رَهَنِ مَنجِهہ جَهانَ، سَدا اَليپُ آڪاس جان.

(14)

ساڌو جَنُ صَرافُ، کوٽَنِ ۾ کو هِڪِڙو،
جَنهِن جاڳي ويدَ وِچارَ سان، ڪَڍيو کوٽُ خِلافُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتِما، سامي ڏِسي صافُ،
مُلِڪُ مِڙيئي مُعافُ، پَرچي ڪائي پاڻَ سان.

(15)

سامي مَردَ مَلاحَ، ساڌو جَنَ سَنِسارَ ۾،
اَچي سِڪَ سَچيءَ سان، جيڪو ڪَري ڪاهَ،
تَنهِن کي تارِن تارَ مون، ڏيئي سارُ صَلاحَ،
ميٺي چِنتا چاهَ، مِلائِن مَحبوبَ سان.

(16)

ساڌو سَييئي، آهِن ديسَ اگمَ جا،
دانا ديوانا دَردَوَندَ، نِرَوِڪَلَپَ نيهي،
جَن کي اَلکَ اَپيوَ جي، سامي سُڌِ پيئي،
مِليا مَنُ ڏيئي، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

# سَنتَ

(1)

اِهَڙو ڪو آهي، دَردَوَندُ داتار جَنُ،
جو موڙهَنِ کي ماڳِ ڏِئي، رُئندا رَهِسائي،
ڪوٺَ جَنَمَ جا وِڇڙيا، سامي مِلائي،
لَحظي مَنجِهہ لاهي، اَوِديا ڪُلفُ اَندَرَ جو.

(2)

جيڪو جگِياسي، اچي هن اَوسَرَ ۾،
تنهن کي پانهِنجي ديسَ جو، وَجي ڪَريان واسي،
جاتي تون مان نانهِ ڪا، ڪو ڦند ڦاسي،
اَلَکُ اَبِناسِي، سُتَهِہ رَهي سامي چَئي.

(3)

سَنتَنِ جي اُسِتَتِ، ڪريان ڪوهُہ زَبانَ سان،
جَنِ پَرچي پَرمارٿ ڪِيا، سامي نانا يَتِ،
جَپَ تَپَ ساڌَنَ، جوڳَ جَڳَ، وَئراڳَ يڳَتِ،
پَهُچي سَگهي نہ مَتِ، تَنهِين جي تَدَروپَ کي.

(4)

اَهڙا پُرِکَ دَيالَ، سامي اَتِي سَنتَ جَنَ،
جي مِلائي مَحَبوبَ سان، ڪَٽِنِ دُکَ جنجالَ،
اَوديا جِي اَندَرَ ۾، رَگَنِ ڪانَ رَوالَ،
تِئڙا لالَ گُلالَ، تَنِ سان مِلي ڪيترا.

(5)

ٻولي ٻُڌائي، سَنتَ لَڪائِن سَمَتا،
سامي ڏِسي ڪو سورَمو، گهرَ ۾ گُهٽائي،
چڙهي ويهي چوڏولَ تي، پورَڻُ پَدُ پائي،
جاڏي واجهائي، تاڏي سَڄَڻُ سامُهون.

(6)

ٻولَڻُ ۽ ٻُڌَڻُ، سَمُجَهہ وَرائي سَڪِٽو،
سامي چَوَنِ سَڀِ سَنتَ جَنَ، پائي پَدُ پورَڻُ،
مِٽِيو جَنِ جي مَن مون، پولائو پِتڪَڻُ،
اَچڻ ۽ وَڃڻُ، ڏِسَن ڪونہ آڪاسَ ۾.

(7)

ٻنان انگ اگرُ، لَڪائِن سَڀَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چئي، جاڳيو جوڳيشوَرُ،
ڏِنو جَنهِن اَييدُ تي، بيگمپُر شَهَرُ،
اولَهہ ۽ اويَرُ، پَوي ڪِينَ پُلنِ جان.

(8)

بيحد پَدُ ياري، سنتَ لڪائن سڀ ڪي،
سمجهي ڪو سامي چَئي، اُتم اَڌڪاري،
گهڙِي ڪئِي جنهن گهر ۾، ڪُڇ دم قراري،
سَتي پِندَ ساري، سَنمُڪُ ٿِيو سروپَ جي.

(9)

بيحد بي پرواهہ، سامي ڏٺا سَنتَ جَنَ،
رَڱِ نہ رَتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چنتا چاهہ،
چڙهيا اَنيَئِہ اَڄَ تي، رَهَتِ سَچيءَ جي راهہ،
جاڏي ڪَنِ نگاهہ، تاڏي سَڄَڻ سامُهون.

(10)

ڀيدَ ڀنان ڀڳوان، سَنتَ لَڪائِنِ سَڀَ ڪي،
سمجهي ٿِيا سامي ڇَئي، مَحَبَتي مَستانُ،
لَئہ ڏنائون لَڪَ ۾، جاڳِي سَڀُ جَهانُ،
ڪري اَمرتُ پانُ، اِسٿتِ ٿِيا آڪاسَ جان.

(11)

ڀارِي ڀوتُ ڀريتُ، لوڀُ لڳو لوڪَنِ ڪي،
ڪايا مايا ڪُلَ سانِ، هَرِدَمِ رَڳنِ هيتُ،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو سامي سَنتُ سُچيتُ،
ڏنو جَنهِن اَدِويتُ، اَندر ٻاهر آتما.

(12)

ڀڳت ڀاڳِوَتي، سنتَ لَڪائِنِ سَڀَ ڪي،
سمجهي ڪو سامي ڇَئي، ماهِلُ مَحَبَتي،
مِٽي جَنهِن جي مَنَ مون، اَوِديا اَنمَتي،
پائي پِراڻَ پَتي، اِسٿتِ ٿيو آنند ۾.

(13)

آيو ناگَرُ نَٽُ، ٻيڪُ ڌَري بازار ۾،
ڪَڍي وينو ڪَرَمَ جو، سامي حَرڪَتَ هَٽُ،
سَنتنِ ساپُرسَنِ ڪِئو، پَٽُ لاهي پِرگهٽُ،
تارازي اَئون وَٽُ، ڪٺي سٽيائون سِيرَ ۾.

(14)

سوئي سَنتُ مَهَنتُ، جو رکي سانتِ اَندَرَ ۾،
سامي ڏِسي سَڀَ ۾، ڀيدَ ڀنان ڀڳوَنتُ،
گاوي نِتُ بَسَنتُ، پَرچي پانهنجو پاڻَ سان.

(15)

صُلحُ سيئي ڪَنِ، جَنِ تي ڪامِلَ جو ڪَرَمُ ٿيو،
هو مورَتَ مَحبوبَنِ جي، سَڀَ صورتَ مَنجِهہ ڏِسَنِ،
مَنجهي راڄَ رَهَنِ، نيارا نِرپَکَ سَنتَ جَنَ.

(16)

اَنيَئِي اَتيتُ، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو،
جنهن ملي ساڌَ سَنگتِ سان، جِيتيومَنُ اجيتُ،
سَمَ ڏِسي سَڀَ ڪاٺِين، پِرين پَنهِنجو ميت،
سامي پاڪُ پَليتُ، آهي جَنهن جي آسري.

(17)

نانا روپَ ڌري، سَنت لڪائن سارُ تا،
پئہ، دِلاسو، پاوَنا، وَچَنَ وِلاسَ ڪري،
ڪوڙنِ مون ڪو هِڪِڙو، سمجهي اَجَرُ جَري،
جَنهن جو پَٽُ پَري، سامي ڪَري سَتِگُرو.

(18)

سنتنِ سانڍُ هَلي، سامي سُپيريُنِ ڏي،
وَٺي راهہ ويساهَہ جِي، ڪٽي پيرُ جَهلي،
ڪَري سُواري پريم جي، بَڌي سَچُ پَلي،
اَچي پانڌ مِلي، اَگِيون تنهن سان سُپرين.

(19)

سنتنِ ساٺ سِڪي، سَنت مليا سَمَ دَرسَني،
ڳالهيون پانهنجي ڳوٺ جون، لِنوَسان ڪَنِ لِڪي،
سامي چڙهيا چِٽ تي، رَکي نِگاهَہ جِهڪي،
پوري ۽ اِڪِي، وينا ڳٽِن وچَ ۾.

(20)

اَنيَئِي اَٽڪَ، رَڳنِ ڪانَ اَندَرَ ۾،
پورو اڪَرُ پريمَ جو، پَڙهي تِيا پَرِپَڪَ،
ويڙهي سَڀِ وَرَقَ، سامي چَڙهيا سِيرَ تي.

(21)

ساڳُ ڄاڻنِ سيرو، سامي سَنتَ شَرَمَ جو،
ڦاڙِيائون ڳُرڳِياتِ سان، چِنتا جو چيرو،
پائي هرِ هِيرو، سُمِهيا سُکَپَتِ سيجَ تي.

(22)

آهن اوراڻا، وَچَنَ ساپُرِسَنِ جا،
وَجي پُڇُ تَنين کون، جَنِ جي منِ ڀاڻا،
ٻَلُ ڇَڏي نِرَٻَلَ ٿِيا، نيهي نِماڻا،
سامي سَماڻا، رَهَنِ پَدَ اَواچَ ۾.

(23)

اَئَنَ ايڪانتِي، سامي ڏِٺا سَنتَ جَنَ،
پاتي جَنِ پَرتِيتِ سان، جُهڳِي ۾ جهاتي،
مورَتَ مَحبَوبَن جي، سُتَهَ سجاتي،
جاڳِي جَمُ جَڳاتي، کوڙو ڄاڻن کَلِپَ جو.

(24)

سنتنِ ساڻ مِلي، سَهَجي مَنُ سِيتَلُ ٿِيو،
ڪٽي ڏنائون ڳهر جِي، سامي سمجهه ڪِلي،
پيهي لَڌي پاڻهي، اَنيَئَ نِڌِ اَصُلي،
اوِديا رَنَ رِلي، ڪٽي ٻِڳي ٻَئِه کون.

(25)

سنتن ساڻ ملي، سهجي آيس سانت ۾،
ڪٽي ڏنائون ڳهر جي، سامي سمجهه ڪلي،
پورڻ مليو پيءَ سان، خوشيءَ ساڻ ڪلي،
اوديا رن رلي، ڳٽي ٻڳي ٻئه ڪون.

(26)

سنتن سهج سياءِ، ورڪا ڪئي وچنن جي،
گياڻ يوگ ويراڳ سپ، رکيائون پنهنجي جاءِ،
سامي سڀ سهي ڪري، ممتا موهه متاءِ،
لنو تنهين سان لاءِ، آهي جنهن جي آسري.

(27)

سنتن سپاڙي، پتي پاڙ پرم جي،
سامي لڌائون سم تي، محبت جي ماڙي،
هوري ڪيلن هر سان، ڏر ري ڏهاڙي،
ساري وس ٻاڙي، ڏسن گيان ڳلال ۾.

(28)

سدائي سڪ ساڻ، هوري ڪيلن سنت جن،
سامي پيئن رام رس، ڪدي پانهنجو پاڻ،
سم رهن سڀ ساڻ، لائي گيانُ ڳلالُ سر.

(29)

هوري ڪيلن سنت، سامي سارنگ ڏر سان،
لائي رنگ رهت جو، ٻائن انيئه چنت،
ماڏو ۽ اوڏو ملي، پسن محبتي مهنت،
پڇن اليپ اچنت، واڻان سڪ سروپ جون.

(30)

هوري ڪيلَن سَنتَ، سدا سارَنگَ ڏَرَ سان،
لائي رَنگُ رَهَتِ جو، ڳائِنِ اَنيَئِہ ڇَنتَ،
مَوليا ڏسن موج ۾، سامي سَڀَ جيءَ جَنتَ،
رَهَنِ اَليپَ اَڇَنتَ، پِيَنِ پِيارِنِ رامَ رَسُ.

(31)

هَميشہ هوري، سامي ڪيلَن سَنت جن،
لَڳي جَنِ کي لَکَ جي، لُنوَ لُنوَ مَنجهہ لوري،
ڪَڍيائون ڪَلِپَتَ جي، چِتَ مون سَڀ چوري،
دَمِ دَمِ ڪَٿوري، پَري پِيئَن پريمَ جي.

(32)

هميشہ هوري، سامي ڪيلَن سَنتَ جَنَ،
ڪَڍي ڪَلِپَتَ ڪوڙَ جي، چِتَ مون سَڀَ چوري،
لائي وينا لَکَ سان، سَمَ سوگم ڏوري،
اَنيَئِہ اگهوري، لُنوَ لُنوَ پيئَنِ پرِيمَ رَسُ.

(33)

ڪوڙو ڪري قرارُ، ڪَڏِي وِهي ڪِينَڪِي،
سَتِ ڄاڻي سنسارَ کي، ڪِپي ٿئي خُوارُ،
اِسٿت رِهي آڪاس جان، سامي سَنتُ سَچارُ،
اَندَرِ باهَرِ يارُ، پِرتکِ ڏِسي پانهنجو.

(34)

هوندي ٻل نِربَلَ، سامي ڏِٺا سَنتَ جَنَ،
جَن ماري مَنَ مواسَ کي، جيتيا پَنجئي دَلَ،
ڌَرتيءَ اَئون آڪاسَ جِي، رَگَنِ ساري ڪَلَ،
ڪَڍي سَڀِ خَلَلَ، نِيوان چَلَن نِيرَ جان.

(35)

سَنتَنِ شُبُ ڪَرَمُ، سمجهي رَکيو سِرَ تي،
سيلُ سنتوکُ نِرَوپِرتا، سيوا، ڏيا ڌرم،
تَپُ تِيرٿ جڳهه هوم بِرتَ، سامي سِڪَ مرم،
ميٺي پولُ پرم، ڪَنِ ڪِرتارٿُ ڪُلَ کي.

(36)

سَنتَ دَيا ڌاري، سارُ لکائن سَڀَ کي،
سوڌي لَهي کو سورَمو، وِڌِ سان ويچاري،
پرتک پورَڻُ آتِما، ڏسي ڏيئو باري،
نائتَ نِواري، سُکي ٿئي سامي چَئي.

(37)

سَنتَ چَوَنِ شابَسِ، سامي تنهن سُوري کي،
جو ڏيئي کَندَ کَلپِت کي، اُلٽي چڙهيو آڪاس،
ماٽي دورَ درسَ جا، سَمَ تِي ساسونْ ساسِ،
ڪارِجَ کَري راسِ، سُمهيوسُکپتِ سيجَ تي.

(38)

سدا ڀاڳُ سائو، سَنتن ساپرشن جو،
کولي چَوَنِ خَلق کي، خوشيءَ ساڻ ڪائو،
ڪنهن سان کَرِنِ ڪينَڪِي، دَردَمندَ دائو،
پنهنجو پَرائو، سَمَ جاڻن سامي چَئي.

(39)

پَسِريو پَسارو، سَيو ڪارَڻِ سَنتَ جي،
ڏِسي کيلُ خوش تِئي، ساکيءَ جو سارو،
مِليو جاڳي سَڀَ ۾، نِرمَلُ نِيارو،
تيلان پيارو، پريتَمَ کي پِريمي لَڳي.

(40)

پسريو پسارو، سيو ڪارڻ سَنتَ جي،
آيو آتمَ رامَ جو، يَڳتِ رَسُ پارو،
جاڻي پانهنجي جيءَ ڪون، پرِيتَمُ پيارو،
ڏنائين سارو، سامي حالُ هَرِجَنَ کي.

(41)

چالِي نِرالي، سَنتَن جِي سَنسارَ کون،
ڪَنهن جي ڊاهِن ڪِينَڪِي، حَضوري حالي،
سامي جاڻن سَڀَ ۾، خاوَند خيالي،
مَحَبتَ سان مالي، شيواڪن شيوَڪَ تي.

(42)

آتِما اَندَرَ، سَنتَ لڪائِن سَڀَ کي،
موڪَ ڊِونڊين مَتِ ري، ٻيائيءَ سان ٻاهَرِ،
آيو اَنيَئِي سوجهرو، ڪنهن نيهيءَ کي نَظَرِ،
سَدا ٽَتِپَرِ تَرِ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(43)

اَگمَ پَدُ سُگمُ، سَنتَ لَڪائِن سَڀَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئِي، مَحَبَتي مَرَمُ،
واريو جَنهِن وجودَ ۾، ديواني جان دَمُ،
توڙي کَري ڪَمُ،تان پِي اِسِٿِتِ رَهي آڪاسَ جان.

(44)

عينُ ڏِسِي اَڏِڪارُ، سنت لڪائِن سَمَتا،
سامي سِرُ سَتي ڪَري، پيئي پيالو سارُ،
موڪَ مَتِ مَرمَ ري، دَرِ دَرِ ٿِيَن خُوارُ،
اَنڌَنِ کي اِتبارُ، ڪنهن تي اَچي ڪِينَڪِي.

(45)

گِياتِ روپ گوپالُ، سَنتَ لڪائِن سَپَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، رَهَتِوانُ رَسال،
جَنهِن ڪي ڪيو سَتِگُروءَ، نظر سان نهال،
ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪالُ، ماڻي موج مُڪتِ جي.

(46)

ڪري ناچُ نَٽِي، مايا موهي سَپَ ڪي،
ڇَڏي نہ پيرَ فَقيرَ کي، پاپڻِ پاڙَ پَٽِي،
سَنتَن وِڏُس سَمُجهي، ڳِچيءَ ۾ ڳِٽي،
وينا ڪيپَ ڪَٽي، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾.

(47)

گهٽِ وَڌِ سَپَ گهوري، سَنتَن سَٽي سَمَ تون،
ڏِنائون اَئيَہ جي، ٽُريا مجهہ توري،
سامي جاڻِن سُپرين، پورَڻُ پَري اوري،
ڪائِن نِتُ يوري، لَڏون پريم اگمَ جا.

(48)

پَلِ پَلِ پُڪاري، سَنتَ لڪائِن سَمَتا،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، هِردي مَنجِهہ ڌاري،
ڪَڍي سي ڪلپنا، تُوهَن جان تاري،
جاڏي نِهاري، تاڏي سَجَڻُ سامهون.

(49)

پَلِ پَلِ پُڪاري، سَنتَ لڪائِن سَمتا،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، هردي مَنجِهہ ڌاري،
جاڳِي سَپَ سُپني جِي، نائتَ نِواري،
چَڙهي چوٻاري، ڏَهَہ ڏِسِ ڏِسي دوسَ کي.

(50)

پرتڪ پانهنجو پاڻُ، وِيو وِسَنِ ڪون وِسِري،
پُلِي پَوَ ساگر ۾، قولِنِ ڦُٽِني ساڻُ،
ڪَڏِي ٽِين ڪِينَڪِي، نائتِ ڪون نِرباڻُ،
مِلي سَنتُ سُجاڻُ، تہ سُتهِہ ڏِسَنِ سامي چَئي.

(51)

سَبَ ڪي سَڌَ ڪَري، سَنتَ لکائِنِ سَمَتا،
ٻُڌي ٻِنِ ڪَنَنِ سان، ڪو ورلو ويساھُ ڪَري،
پِيالو پريم اگمَ جو، پِيئي پاڪُ پَري،
سامي ڏِسي نَري، پرتڪ پورَڻُ آتما.

(52)

اَلڪُ لَکِيو جَنِ، سي سُکي ٿِيا سَنسارَ ۾،
پاپُ نہ پُڄِي تن کي، توڙي مَنجهي راڄَ رَهَنِ،
اوهي ٿا ڏيوُ ڏِسَنِ، ڏيھُ نہ ڏِسي ٿَنِ کي.

(53)

سامي سَنتُ سُجاڳُ، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪِڙو،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، ڳَرهَڻُ ائون تِياڳُ،
ڪيلي اَنيَئِہ ڦاڳُ، سَدا پانهنجو پاڻ سان.

(54)

سَدا سَنتَ اَچاھہ، چاھہ نہ رَکَنِ چِتَ ۾،
پائي سُکُ سَروپَ جو، ٿِيا ٻانيَڻَ ٻي پَرواھہ،
تَنِ ڪون سِڪَ سچيءَ سان، وَٺُ شيوڪُ تي صَلاحَ،
تہ اُلَٽِي اَنيَئِہ راھہ، پَرچي ڏِيَني پَدَ جي.

(55)

سَدائـي سِيـتَـلُ، رَهـنِ سَـنـتَ سُـيـاءَ ۾،
تَـپَـنِ ڪَـپَـنِ ڪِـيـنَـڪِـي، ڏِسـي مـايـا ڇَـلُ،
سامـي ڪـائِـنِ خـوش تـي، بـوڏَ بِـرِڇَ جـو ڦـلُ،
اَنـئـي پَـهَـرَ اچَـلُ، سـامـي ڏِسَـنِ سَـيَ ۾.

(56)

سـدائـي وَئـراڳُ، رَڪـنِ سَـنـتَ اَنـدَرَ ۾،
صـافُ ڪِـيـائـون دِل ڪـي، لاهـي دُنـيـا داڳُ،
جـاڳـي اُوديـا نِـنـدَ مـون، سـامـي تِـيـا سُـجـاڳُ،
سَـهِـجـي ڪـيـلَـنِ ڦـاڳُ، چَـڙِهـي مـيـرَ مَـحَـلَ ۾.

(57)

سَـنـتَـنِ سَـيَ سَـتِـي، وَڏائـي اوچـارَ جـي،
راضـي رَهَـنِ رضـا ۾، پَـڙهـي پِـريـمَ پَـتـي،
ڪـائِـنِ خـاصِ ڳَـتـي، خُـرِچـي پـورَبَ ديـسَ جـي.

(58)

پُـرِجِـهـي پـرمـارٿُ، سـنـتَـنِ اَرٿُ سِـدِ ڪـيـو،
مـيـلُ وِجـائـي مَـن جِـي، سـامـي تِـيـا سـمـرٿ،
لـيـپُ نـه لَـڳـي تَـنِ ڪـي، تـوڙي ڪَـتِـنِ اَڪَـٿُ،
ٻـئـي ڪـي ڏيـئـي هَـٿُ، پـارِ لـنـگـهـائـن پـاتـڻـي.

(59)

اَڻَ هـونـدي اڱـيـانَ، رَچِـي رانـدِ رَنـگَ يـري،
سَـتِ جـاڻـي سـامـي چَـئـي، نِـرتِ ڪَـنِ نـادانَ،
مُـشِـڪـنِ ڪُـشِـڪَـنِ ڪِـيـنَـڪِـي، ڏِسـي سَـنـتَ سـجـانَ،
رَهَـنِ مَـنـجِـهـه جَـهـانَ، سَـدا اَلـيـپُ آڪـاسَ جـان.

(60)

عجائب اوڳاهہ، ڏِنا سَنتَ سَروپَ جا،
ساڪان ڏيئي سَچَ جون، تا سامي لائِن راهہ،
جوڙي پَنهنجو پاڻ سان، ڪَڍِن چِنتا چاهہ،
تَن جي صِفتِ سالاهہ، ڪَريان ڪري نہ سَگهان.

(61)

اَچرجُ اِلاهي، سنت لڪائن سڀ ڪي،
سَمجهي ڪو سامي، چَئي وِرلي ويساهي،
ڪَتي جَنهن ڪِرپا سان، ڦُرني جي ڦاهي،
سُتَهہ نَهِي ناهِي، ماڻي دَورَ دَرسَ جا.

(62)

اَچرج اِلاهي، تَتَ مَتَ سنسارُ سَڀُ،
سامي سَنتُ سچارُ ڏي، اوجل اوڳاهي،
مِٽي جَنهِن جي مَنَ مون، بَدي بَدِ راهي،
دَيا داناهي، مُڪِ رَڪي موجان ڪري.

(63)

شِوَ ڪون پاروَتي، پُڇي سَنتن جون خَبران،
سامي تَنِ جو حالُ چَوَ، جَنِ ڪي رَهَتِ رَتي،
سي پَرچا رَهَنِ پاڻ سان، پائي پراڻ پَتي،
دُڦُ سَنسو ڳِٽِتي، مِٽِي تَن جي مَنَ مون.

(64)

ويا سڀ وِڪامي، ويرين هَتِ ويچارَ ري،
رَهَنِ سدائين چاهہ ۾، سَنَمُڪُ سَلامي،
ڪوڙَنِ مون ڪو هِڪِڙو، سَنتُ بَچو سامي،
جَنهِن ڪي آرامي، پرچي پرميشور ڪيو.

(65)

سَبَ سان سَنتَ سَکِي، ڪَن سڪاوَت سارَ جي،
ڪوڙنِ مون ڪَنهِن هِڪِڙي، لڪائِي لَڪِي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، چيتنَ رَسُ چَکي،
جيئين انَلُ پَکي، اُلَٽِي چڙهيو آڪاسَ تي.

(66)

سَنتَنِ لِڪايو، گيانُ پَدارٿُ موڙهَه ڪون،
شيوَڪَ کي سامي چَئي، لَکَ سان لڪايو،
عَدلُ ڪَري اڌِڪارَ تي، سَڀَ کي سَمُجهايو،
سَمُجهي گهرِ آيو، تَنهِن حاضُرُ ڏِٺو هَٽَ تي.

(67)

آتَمُ سَرُ سُيَر، سنت نہ ڇَڏِن هِڪُ پَلُ،
موتي ڪائِنِ مُڪِتا، ميٺي ڏُکُ ڏمَرُ،
پَلِ پَلِ جهولَنِ پريمَ سان، جاٽي پَنهِنجو گهرُ،
سامي اَجَرُ اَمَرُ، پُرکُ ڏِسَنِ پرماتِما.

(68)

جَڏي لَهَرِ چَڙهي، مَهَدَ پُرِکَ جي مَنَ تي،
تَڏِي بيکُ ڏري بيحَدَ جو، نِيوان سَڀِ پَري،
کَڏي ڪوٺَ ڏري، موتي مُلَهہ اَپارَ جا.

(69)

هارَ جِيتَ هَرجَنُ، گَڻي ڪِينَ اَندر ۾،
ڏِٺو جَنهِن آڪاس جان، پرميسرُ پورنُ،
پِيئي پِيئاري پريم رَسُ، ميٽي سَڀُ مَنَن،
سامي تَنُ مَنُ ڌَنُ، صَدقي ڪَيائين سُکَ تون.

(70)

هَرِجَنُ هنِيلو، اَچي مليو اوچتي،
کيو تنهن ڪِرپا سان، رَنگَ ۾ رنگِيلو،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، ڪُٽنبُ قبيلو،
وِچَ ۾ وسيلو، رهيو ڪونہ ڪَلپَ جو.

(71)

جيڪو ڀَڳتِ ڪَري، سَنتَن ساپُرسَنِ جي،
سامي شرڌا پريتِ سان، تَنُ مَنُ ڀيٽ ڌَري،
جاڻُ وِڃائي پانهنجي، اَنيَڪِ اَجَرُ جَري،
سَهِجي سِنڌُ تَري، اَوِديا جي اَهَنڪارَ جي.

(72)

ڀڳتِ جوڳُ ڪَرَمُ، ڪوهُہ چَوَنِ تا سَنتَ جَنَ،
جُڳتِنِ سان جوڙ ڪري، مَنَ کي ڏِئنِ مَرَمُ،
ڪَڍي ڀولُ ڀَرَمُ، سامي چاڙهِن سِيرَ تي.

(73)

سَنتَ سَرَنِ آيو، سامي گهرَ گُهمي ڪري،
تَنهِن ڏِسي پياسَ اَندَرَ جي، ڳُلِ ڳُچيءَ لايو،
ڪِيائين ڪِرپا سان، ڪَري سَمَ سيتَلُ سعيو،
سَهِجي سَمايو، وَڃي سپنڌو سِنڌُ ۾.

(74)

سَنتُ مِليو ٿالٿُ، اَنيَڪِ سُور اُدَءِ ٿيو،
رَهيو نہ رَتيءَ جيترو، اَنڌيرو آلِسُ،
لَڌو نورَ مَحَلَ مون، خَزانو خالِصُ،
وڃي ٿيو وِالٿُ، سامي پانهنجي گهرَ ۾.

(75)

ڏنا سَپ ڏُکي، سانتِ وَرائِي جَڳَ ۾،
گِياني ڏِياني گِرستي، مايا پائر مُکي،
ڪَنهِن ڪي ڇَڏي ڪِينَڪِي، چنتا چاهَہ بُکي،
تِئڙا سَنتَ سُکي، سَنسي ري سامي چَئي.

(76)

دُئِيت منجهہ ادئيت، سنتُ لکائي سپ کي،
ڪوڙن ۾ ڪو هِڪِڙو، تئڙو سِڪُ سچيت،
جاڻي اَنيَئہ ڪيت، سامي مائُڪ ديهہ کي.

(77)

سامي ڪِينَ گهٽِي، سِڪَ سَچَن جي مَنَ مون،
سِلَ اَلوٽي، سَمَ جِي، ڏِٺِي جَنِ ڇَٽي،
ڪَلِپَتَ سَپَ ڪَٽي، پرچا رَهَن پريَنِ سان.

(78)

سامي ساپرسُ، وَرتي ويدَ وِيچارَ سان،
ديَا ڏاري دِل ۾، سَپَ جو ميٽي ڏُکُ،
پيئي پيئاري پريمَ رَسُ، ماڻي سَمَتا سُکُ،
سدائين سَنَمُکُ، رَهي شُڌ سروپ ۾.

(79)

سَمُجهي جَنهِين سَينَ، سامي ساپُرسَنِ جي،
ڏِنا ديهہِ اَيمان ري، نئڙي تَنهِين نئنَ،
بولي واکَ بيحد جا، اَنيَئي عَينَ،
بِنان چاهہ چَئنَ، رَهي سَدائي سَمَ تي.

(80)

جَنهن کي لَتَ لڳي، سچي ساڌ سَنگت جي،
سَهَجي تنهن جي مَنَ مون، سامي پرانت پڳي،
ڏنائين اکِن سان، انيئہ جوتِ جڳي،
ڪَري ڪينَ ٺڳي، ڪَنهن سان ڪٿَرَ جيتري.

(81)

هَرِ جَنَ هَرِ ڏاتي، ڪيلَنِ سَبُ خِيال ۾،
رهن اَليپُ ڪَنوَل جان، سامي سَجاتي،
ٻُڌي ڳالِهہ تَنِين جي، سيتَلُ ٿي ڇاتي،
جهاتي تَتِ پاتي، جَتِ چَوَڻ وارو ناهِہ ڪو.

(82)

هَرِجَنَ ڪيلَنِ ڦاڳُ، سدا مِلي هَرِ سان،
لائي رَنگُ رَهَت جو، ڳائِنِ اَنهَدَ راڳُ،
ڏوئي دُتِيا داڳُ، سامي پِيئِنِ رامَ رَسُ.

(83)

هَرَجَنَ ڪَڍي هَٽُ، وينا سَودي سارَ جو،
سَمَ رَکيائون ساهِمي، تُلِ رَکيائون وَٽُ،
وينو جو ويساهہ سان، گهونگهٽُ کولي گهٽُ،
پرميشر پرگهٽُ، سُتَهِہ ڏِسي سامي چَئي.

(84)

سامي سَنتَ چَوَنِ، نامَ روپُ سَبَ آتما،
پانهنجي اکئين پاڻ کي، جاڳي ڏِٺو جَنِ،
ويسُ مَتائِن ڪِينَڪِي، نَڪي دُکَ سَهَنِ،
مَنجهي راجَ رَهَنِ، ڪيول ڪَنوَلَ جان سدا.

(85)

لـوڙي لَـڌو جَـن، پَـڪـو پـيـر پـرِيَـنِ جـو،
اَنــدَرِ بــاهَــرِ آتِـمـا، سـام سَـمُـجـهـو تَـنِ،
ڦـرنـي مَـنـجِـهـه اَڦُـرَ ٿِـي، سـاڪـي سَـمَ ڏِسَـن،
لَهَـرون لَـڪَ اُٿَـنِ، جيـئـيـن سَـياوَڪَ سـاگَـرَ ۾.

(86)

ڳـالهـيـون ڳـالهـيـن جهـڙيـون، اُوءَ اَتِ خُـماري،
جيئين ڪَـپَـڙو سـيِ ڪَـپاهه جو، ڪو ڪو هَـجاري،
وِرلـو وِيـچـارِي، سـامـي سَـمُـجـهـي سارَ ڪـي.

(87)

سَـدائـي پَـرَسَـنُ، هَـرِ جَـنُ پـانـهِـنـجـي حـالَ ۾،
اِسـتَـتِ تِـيـا اَگـمَ ۾، پـائـي رامَ رَتَـنُ،
سـارُ ڏِنـائـون سَـيَ ۾، عَـجـائـبُ اَنَـنُ،
سـامـي تَـنِ جـو مَـنُ، اَچَـلُ چَـلـي ڪِـيـنَـڪِـي.

(88)

ڪـيـڏي وَڏائـي، ڳـڻـيـان سـاپُـرسَـنِ جـي،
سَـمَ دَرَسـي سِيـتَـلُ سَـدا، سَـيَ جـا سُـکَ دائـي،
مَـمَـتـا مَـيـلُ اَنـدَرَ ۾، رَڳَـنِ نـه رائـي،
سـامـي سَـدائـي، ڪَـنِ اُپـڪـار اَچـاهُـه تـي.

(89)

جـاڳـئـي ٻِـنـان جَـڳَـتُ، ٻُـلـي ڪِـيـن پَـرَم جـو،
اِئـيـن چَـوَنِ تـا اَنَـيَـئِـي، ڪـري سـنـت سَـپَـتُ،
مِـٿِـيـو جـن جـي مـن مـون، سـامـي سَـيُ مَـمَـتُ،
سـدائـي اِپِـرَتُ، رَهَـنِ نِـتُ آڪـاسَ جـان.

(90)

ڳُڙِي ڳُلامُ ڪري، مايا سَڀَ سنسار ڪي،
هَٺِي ڪَلِپَتَ ڪَرِڙا، ڪنهن ڪون ڪِينَ ٿري،
سَنتن ڪون سامي چَئي، رهي ڪوهَ پَري،
جوتِ اکنڊُ ٻَري، سَدا جَنِ جي گهر ۾.

(91)

جئين ٻيڙيءَ جو پُور، تئين سَنگُ سَنسارَ جو،
ساڪَ ڏِٺِي سوڌِي سَچِي، سَنتُ سُجاڳو سُورُ،
سامي ڏٺو جنهن سپرين، حاضران حَضورُ،
جِيئين نئنن ۾ نورُ، پَلَڪَ پَراهون نہ ٿئي.

(92)

جيئين رُپي کي رَنڊُ، پيو سونارو سِڌِ ڪَري،
تيئين سَنگُ ساڌوءَ جو، ڪَڍي غيرَت گندُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، توري طالع منڊُ،
بيحد نظر بُلَندُ، ڪَري مِلِي ڪَرتارَ سان.

# ساميءَ جا سلوڪ_ هڪ نظر ۾

ڀائي چين راءِ بچو مل لُنڊ (1743-1850) ”ساميءَ“ جي تخلص سان سنڌي ويدانتي شاعريءَ جو سرواڻ شاعر، تنهن لاءِ ائين چوڻ صحيح نہ ٿيندو تہ ڪيس وساريو ويو آهي يا ڪيس اُها اهميت نٿي ڏني وڃي، جنهن جو هو حقدار آهي. سامي جنهن لڙيءَ ۾ پوتل آهي، سا ويدانتي شاعري آهي؛ اُن لڙيءَ ۾ هُو نہ رڳو هڪ نمايان شاعر آهي، بلڪ هڪ رهبر شاعر آهي. ويدانتي ويچار ۾ وايون، بقول سندس، هُن سنڌيءَ ۾ سٺايون آهن: ڪو بہ سنڌي ويدانتي شاعر هُن سان برميچي نہ سگهيو آهي. شاهہ، سچل ۽ سامي سنڌيءَ جا وڏا شاعر آهن: سامي تن ۾ هڪ آهي: اِها وڏي مڃتا آهي.

ڀارت ۾ رهندڙ مشهور سنڌي ليکڪ، هريش واسوڻي، پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ چوي ٿو، ”ساميءَ کي شاعر تہ هاڻ مڃان، جو (هن جي شعر ۾) ڪي چيزون اهڙيون نظر آيون آهن، جن ۾ صرف فلسفي جو ترجمو ڪونهي؛ پر مان هن کي مهان شاعر تہ ڪونہ ٿو مڃان.“

هريش جو رمارڪ منجهيل بہ آهي، ۽ منهنجي خيال ۾ هُو ويدانتي فلسفي ڏي اَڻ سڌو اشارو ڪري ڪجهہ اُن کان وڏيڪ ساميءَ ۾ ڏسي بہ ٿو، تہ بہ ڪيس مهان شاعر ڪونہ ٿو مڃي! اهو صحيح آهي تہ ”مهان“ لفظ تمام وڏو آهي. مهان، عظيم ۽ وڏو سنڌي شاعر هن جي نظر ۾ ڪ ئي ڪ عبداللطيف ڀٽائي آهي. پر پوءِ بہ سامي اسان جو نهايت هڪ بلند پايہ شاعر آهي. اِن ئي سوال جي سلسلي ۾ شيخ اياز چوي ٿو: ”سامي اسان جي ادب جو اڻوٽ حصو آهي. هن کي ’وسارڻ‘ جو سبب اهو آهي تہ اسان اُنهيءَ ٻوليءَ کي وساري چڪا آهيون، جا ساميءَ ڪم آندي آهي. بازار ۾ ساميءَ جا سلوڪ ناياب آهن. نہ رڳو

ويدانت جي فلسفي ۾ اسان جي دلچسپي نہ رهي آهي، پر تصوف ۾ بہ گهٽجي رهي آهي. پر پوءِ بہ سامي اسان جو ائين ورثو آهي، جيئن پٽائي اسان جو ورثو آهي. ساميءَ جي وسار انهيءَ حقيقت جي وسار آهي، جا هِن ڌرتيءَ جو لازمي مستقبل آهي."

ساميءَ جي فن ۽ فڪر تي، ويجهي دور ۾ بيهر، سنڌي ۾ ڪم جي ابتدا ٿي، ۽ هند ۾ بہ ڪافي ڪجهہ ڪم ٿيو آهي. اُتي پروفيسر بي-ايچ-ناگراڻيءَ ۽ هِتي پروفيسر سنديلي پاڻ ملهايو آهي. برابر اجان بہ اوترو ڪم نہ ٿيو آهي، جيتري جو سامي حقدار آهي.

رشي ڏيارام گدومل صاحب جن ساميءَ جي فڪر ۽ تعليم بابت لکن ٿا: "هِن ۾ انسان جا پنج دشمن [ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار] آهن، جن جهڙا بلوان دشمن بيا ڪينهن... اُنهن دشمنن سان اسان جي اهڙي پريت لڳي وئي آهي، جو... مانڪُ ديهہ جو مطلب [ئي ] هاڻي آهي اُنهن دشمنن جي غلامي... اُنهيءَ مرضي جي دوا ساميءَ جي چوڻ موجب ساڌ سنگت آهي...[پر] ساڌ سنگت ڪرڻ هڪڙي ڳالهہ آهي، ساڌو ٿيڻ بي ڳالهہ...[چو تہ] ساڌو اُهي آهن، جي ياڻي ۾ رچيا رهن... ڪايا ۽ مايا جي موهہ ۾ غلطان نہ رهن.. [ اِنهيءَ ڪري ] ساميءَ جي سلوڪن جو زور آهي ممتا مارڻ تي..."

مايا جو موهہ ساميءَ جي سلوڪن جي مڙني موضوعن ۾ طاقتور چئجي تہ گهڻيءَ حد تائين درست ٿيندو. هُن جي خيال ۾ مايا جي موهہ ۾ جيڪو جِيُو مستان آهي، سو وڏو خود غرض آهي ۽ دنيا جي ڌُبڻ ۾ گتل آهي؛ پر جيڪو اوديا ۽ جهالت جي غفلت ڇڏي، سوئي ماڳ ماڻي ٿو.

مـــايـــا پـــلائـــي، وڏا جـــيءَ پـــرم ۾،
سامي ڏسي ڪونہ ڪو، منهن مڙهيءَ پائي؛
جنهن ڪي اوديا نند مؤن ستگر جاڳائي،
ســو ويـهـي وجـائـي، نـگـارو نـرپـاڻ جـو.

مايا جي اندڌ ماڻهن کي ڍورن وانگر ونگي وڌو آهي: اُنهن جو

حال اجهو هيءُ آهي، جو مايا چار ۾ ڦاٿا پيا آهن.

وڏا سپ ونگي، مايا جيءَ ممت سان،
ڏاڍي ڏائڻ ڏندري، ڪنهن ڪئن ڪين سنگي؛
ڪو نيهي ويس نڪري، اتڪل ساڻ اڳي،
تيئي لوڪ لنگهي، سامي وينو سَمَ تي.
ڏورڻ هٽي ڏنگُ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
مورک مُنا ڪيترا، سامي ڪري سنگ؛
نيارو رهي نپ جان، ڪو محبتي ملنگ،
جل ۾ جل ترنگ، لئہ ڏنو جنهن لک سان.

”مايا“ وانگر سامي اوديا، جهالت ۽ بي علميءَ تي بہ تفصيل سان گفتگو ڪري ٿو، ۽ اوديا کي سيني خرابين جو بنياد ڄاڻي ٿو. اوديا کي هڪ وڏو رولو، ڏک ۽ ڌهڪاءُ ڄاڻي ٿو. هو چوي ٿو تہ اوديا جِيو کي پنائي ٿي، ڏک ڏئي ٿي، هُن کان سڪون کسي وٺي ٿي . هو اوديا کي ايمان، ڪروڌ ۽ موهہ جو بہ سبب ڄاڻي ٿو:

سامي ڪيئن اڙين، تون اوديا جي ايمان ۾،
سُکي ڏٺو ڪونہ ڪو، جنهن کي تپ چڙهي،
راتيان ڏينهن سڙي، سو بنان باهہ اندر ۾.

اوديا کي هو ”پرم جو پوت“ سڏي ٿو: اِن پوت کان جيوَ کي گروءَ جي رهنمائيءَ ۽ مدد جي گهرج آهي:

هنيون گرَ چندو، پڳو پُوت پرم جو،
رهيو نہ رتيءَ جيترو، سامي ڪلپ ڪندو؛
پائي سک سروپ جو، تيڙو من مندو،
ڪائي ڳُرَ ڳندو، مشڪي ڪشڪي ڪينڪي.

مورکَ من کي سڏيءَ راہ لائڻ لاءِ اوديا کي هٽائبو. مايا جو موہ ڇڏبو. نہ رڳو ايترو، پر هن ڏک ۽ ذهني نا آسودگيءَ جو اعلان ٿي ”پاڻ سڃاڻڻ“ ۾ آهن. صوفي شاعرن هن ڳالهہ جي گهڻي اپٽار ڪئي آهي: هنن جي سوچ جو هيءُ بنيادي نقطو آهي. سامي بہ چوي ٿو:

چريا سي چئجن، جي پاڻ پڇائن ڪينڪي،
ڳالهيون ٻُڌن جون ٻُڌي، مرم نہ رکن من؛
پانهنجي ڳچيءَ پاڻهين، جوڙي سيل وجهن،
سامي ڪين ڏسن، جهاتي پائي گهر ۾.

اگياني، ڦرنن ۽ وسوسن جا ماريل، بنان گپ گپي تا پون. اهڙا جيو وڏيءَ آپدا ۾ آهن. وهمن، وسوسن، جهالت جي ڳالهين کي ڇڏڻ، ۽ رهبري وٺڻ ۽ گُروءَ جي گس تي هلڻ لاءِ سامي زور ڀري ٿو. اڪثر سلوڪن ۾ وري وري هو ساڳي صلاح ڏئي ٿو:

عجائب آهن، عاقل عقل جا ڏٺي،
موڙي موڙ سڪان جي، تا لڙ مؤن لنگهائن،
جِتي ديرو دوس جو، تِتي پهچائن،
ري ڪُنجيءَ لاهن، ڪلف سڀ قلوب جا.

هر وڏي شاعر کي هڪڙو مخصوص لفظن جو ذخيرو هوندو آهي. گهڻن جو اهو ذخيرو محدود بہ هوندو آهي. وڏن شاعرن وٽ لفظن جو ذخيرو وسيع هوندو آهي. سنڌي شاعرن ۾ شاهہ عبداللطيف کان پوءِ سامي هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن وٽ لفظن جو ذخيرو وسيع بہ آهي ۽ منفرد بہ آهي. ويدن جي فلسفي جي سمجهاڻي ڏيندي، لفظن جي استعمال ۾ سامي ڇُوٽ ۽ تيز هلي ٿو. ڪنهن لفظ کي غير شاعراڻو نٿو ڄاڻي، ڪنهن اصطلاح کي عامياڻو نٿو سمجهي. جي "ڳُرُ" شعر ۾ اچي ٿو تہ "ڦري فقير ڪرڻ" ۽ اهڙن ٻين اصطلاحن جو استعمال بہ هن جي ڪلام کي واضح ڪري ٿو.

ساميءَ جي ڪلام ۾ نصيحت وارو رنگ بہ وڏيڪ آهي. اِهو رويو عام طور صوفيءَ ويدانتي شاعرن وٽ خاص ملي ٿو. اِن طرح اُپديش ۽ نصيحت ساميءَ وٽ بہ نمايان آهي. هُو ظاهري تعليم تي فخر ڪرڻ کي نندي ٿو، ۽ ڀڳتيءَ، من جي صفائيءَ جي تلقين ڪري ٿو ۽ محبوب يا ڀڳونت جي باري ۾ چوي ٿو:

ڀڳتيءَ منجهہ ڀڳونت، جيئن ڳنڍ ڦُلن ۾،

ڪوڙن مؤن ڪو هڪڙو، سمجهي سنت، مَهَنت:
جو ڪلپت ڪيڍي جيءَ مؤن، سامي ٿيو ٻلونت،
جنهن جو آد نہ اُنت، سو ڏيو ڏنائين ڏيهہ ۾.

عام طور سنتن اُن جذبي ۽ جُهد کي گهڻو ساراهيو آهي، ۽ مختلف نالن سان ظاهر ڪيو آهي. سامي بہ پريم، محبت ۽ عشق جي نالن سان هِن ئي جذبي جي نہ رڳو اپٽار ڪري ٿو، بلڪ انکي سالڪ جي منزل جو نشان قرار ڏئي ٿو. رام ملڻ ۽ رام کي ريجهائڻ جو بہ اِهو رستو آهي. پرين جو سودو مهانگو بہ آهي:

اٿي مهانگو، سامي سودو پريم جو،
جي توکي خواهش خريد جي، تہ سَٿ سِرَ جو سانگو،
پرچي پاءِ ٻچيءَ ۾، گلا جو گهانگو،
لنگهي پؤ لانگهو، تہ مطلب ٿيئہ من جو.

عاشقن جي ريت جو بيان ڪندي چوي ٿو:

عاشق آرامي، رهن ديس ملار ۾،
جاتي اُچ نہ ٻک ڪا، نڪا ڌُم ڌامي،
سدائي سامي، سنمک ڏسن سپرين.

سامي ۽ جي سلوڪن جي ترتيب ۾ ڏنل بابن/ عنوانن ۾ ”سهاڳڻ“ بہ هڪ عنوان آهي. سهاڳڻ ڪير آهي، اُن جون هو نهايت وڻندڙ سمجهاڻيون ڏئي ٿو. تنهن سان گڏ هيءُ عنوان سندس سلوڪن جي مڪمل مفهوم سان هم آهنگ آهي. چوي ٿو:

ناري پيءَ پياري، پاسي ٿئي نہ پيءَ ڪان،
جنهن کي سُک سُهاڳ جي، پئي سُڌ ساري؛
ڪنهن کي سلي ڪينڪي بيحد سک ياري،
نيپ جان نياري، ورتي سڀ وهنوار ۾.

***

سائي سهاڳڻ چاڻ، جنهن کي پؤ پتار جو،
رکي نہ رتيءَ جيترو، من ۾ ممتا ماڻ:

سمهي سُڪپت سيج تي، اربي پنهنجو پاڻ،
صدق صبوريءَ ساڻ، سامي سيوا پاڻ ڪري.

ساميءَ جي سلوڪن کي مرتب ڪرڻ وارن مختلف بابن / عنوانن هيٺ رکيو آهي، جيڪي نه رڳو ساميءَ جي لفظن جي اظهار ۽ معنيٰ جي اپٽار موجب آهن، پر انهن ۾ تعليمات جو تسلسل به ملي ٿو. عنوان هي آهن:

مايا، اوديا، مورک، اگياني، ويساسي، پاونا، ساڌمهما، ست سنگ مهما، ساڌ سنگت، گرمک، ايشور مهما، اُپديش ، ڀڳتي، سک، پريم، عشق، نيهي، محبت، سهاڳڻ، ڇهه اناره چار، درد وند، لکشڻ، ساڌو جَنُ، سنت، اوڌوت وغيره

اِنهن عنوانن هيٺ ساميءَ پنهنجي خيالن جو اظهارڪيو آهي، ۽ هڪ اُستاد وانگر سيکاري ٿو: سيکارڻ وارو رويو ساميءَ وٽ چٽو آهي، ۽ اُهو ساميءَ جي چند اُنهن سلوڪن جي چوڌاري ڦري ٿو، جن ۾ هُن لفظ "اوڌوت" ڪم آندو آهي. هونئن ته ڪوئي هڪ لفظ ايترو اهم ڪونهي، جو شاعر کي فقط اُن جي ڪري ئي داد ڏجي: شاعر هر لفظ، هر فقري کي، ۽ هر اصطلاح ۽ هر جملي کي پنهنجي فڪري سفر جو حصو بنائي ٿو. اُن ڪري هر لفظ جي اهميت انهيءَ لحاظ کان به آهي ته اُن جي معنيٰ، مطلب ۽ تاثر ۾ ڪي پروڙجي.

ديوان ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ توڙي پروفيسر بي، ايچ. ناگراڻيءَ، ساميءَ جي سلوڪن کي عنوانن هيٺ يا سلوڪن ۾ ڪم آيل ڪن لفظن جي بنياد تي باب وار ورهائي، ترتيب ڏنو آهي. "اوڌوت" به اهڙو ئي هڪ عنوان آهي.

شاهه، سچل ۽ ڪن ٻين شاعرن جي رامڪليءَ، يا جوڳين وارن بيتن ۾ به هڪ لفظ "اڌوتي" آيو آهي، جنهن کي عام معنيٰ ۾ جوڳين جو هڪ قسم ڄاتو ويو. شاهه جي رسالي ۾ جوڳين جا ٽيهن کان مٿي قسم ملن ٿا: شاهه صاحب اُنهن کي ٿوري فرق ۽ ڪنهن سبب ڪري ٻيو ٻيو نالو ڏنو به آهي، جهڙوڪ جوڳي، ويراڳي، لاهوتي،

بيڪاري، ڪاپڙي، بابو، نانگا، مهيسي، سامي، سنياسي، آديسي، ڪَن ڪٽ، ڪاپٽ، ڪنوٽيا، ڪن چير، فقير، لانگوٽيا، ڪن ڊار، پوربيا، گودڙيا، ويرَ، گُنگا، ڪاهوڙي، سُوئتا، ربگڙيا، راول، سهاڳي، صابري، اُسڪا، هرڪيس ۽ اُڏوتي.

”اُڏوتي“ بين شاعرن بہ ڪم آندو آهي ۽ اُن جي عام معنيٰ اِها پئي جاتي ويئي تہ اُهي جٿادار جوڳي جيڪي پنهنجي صفائيءَ جو خيال نٿا رکن ۽ جسم توڙي لباس کي ڌوئن نٿا. جهڙوڪ 'اڏوتو' ٿانءُ يا ڪپڙو.

اَڏوتين جو عارف شاعرن گهڻو ئي بيان ڪيو آهي، خاص طور شاهہ جي اثر ڪري جوڳين بابت منجهن اهو بہ تاثر پيدا ٿيو تہ انهن بظاهر ميرن فقيرن جي من ۾ ڪا مٽيا آهي. اَڏوتين بابت شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

لال ڪـي لال ٿـيـا، لال لـنـگـهـيـو جـن،
عـدم جـي اوڙاهـہ تـي، ڪـيـا اسڻ اڏوتـيـن،
گـردانـيـو گـنـگـن، گـرداب ڪـي گـلـيـان سـيـن.

سچل سرمست (1739-1829) بہ اُڏوتيءَ بابت چيو آهي:

ڪـري لـورا لـنـگـهـيـا، هـي اڏوتـي اُڄ،
مـونـهـؤن امـان پـڄ، جـو آءُ ويـنـديـس ان سـيـن.

”سچل لغات“ ۾ محترم ڊاڪٽر سنديلي صاحب هن لفظ جي معنيٰ ۾ ڏاتو ڏنو آه. اُهو هن ريت آهي:

اڏوت= سن. اوڏُوت، او+ ڌوت، هيٺ، پري، ڌوٽيل. (يعني دنيوي خواهشون ڌوٽي ڦٽيون ڪندڙ)

”سامي“ اصل سنسڪرت مان لفظ ڪم آڻي ٿو. ”وئتپتي ڪوش“ ۾ جهمٽ مل نارومل وسٽائي بہ اَوڌُوت لفظ آندو آهي.

”سامي ڏاتو ڪوش“ ۾ ڊاڪٽر سنديلو صاحب ان کي هيئن آڻي ٿو: اَوڌُوتُ= (سن اَوڌُوتَ. او= پري+ ڌُوتَ= ڌوٽيل. ڌو = ڌوئڻ). سنياسي، جوڳي، ويراڳي پُرس.

تہ ڊڪشنري معنيٰ موجب اَوڌُوتُ اُهو ويراڳي وير آهي، جنهن دنيا جي خواهشن کي پري ڦٽو ڪيو آهي. عام سنڌي شاعريءَ ۾ توڙي شاهہ ۽ سچل وٽ لفظ ”آڌوتي“ ڪم آيو آهي، پر ساڳئي ڏاتوءَ مان. ۽ سامي‌ءَ تہ مرڳو بنيادي لفظ ڪم آندو آهي. اوڌوت اهڙا ويراڳي پُرس آهن، جن کي مايا جو موهہ بلڪل ڪونهي ۽ اوديا يا جهالت جي انڌ ڪان بلڪل آجا آهن. اُهي جوڳي ويدانت جي واديءَ جا پانڌيئڙا آهن:

باڻيڻ جنهن ٻڌا، ويهي واڪ ويدانت جا،
پرچي ڪئي تنهن پانهنجي، محبتي مُدا،
پِيئي پياري پُر ڪري سيپ کي سم سُڌا،
جانيءَ ڪؤن جدا، ڪنهن کي ڄاڻي ڪينڪي.

سامي‌ءَ جي سلوڪن کي ڪيترن ئي بابن، جهڙوڪ اوديا، مايا، اگياني، ويساسي، پاونا، ساڌ مهما، ساڌ سنگت، گرمک مهما، اُپديش، ڀڳتي، سهاڳڻ، عشق، پريم، محبت ۽ اوڌوت وغيره. اِها ترتيب سامي‌ءَ جي ڪم آندل لفظن ۽ اصطلاحن مان ڪئي ويئي آهي.

”اوڌوت“ وارو عنوان شاهہ جي رامڪليءَ جي سُرَ سان گهڻو نهڪي ٿو. خود سامي بہ لفظ رامڪليءَ جو پنهنجن سلوڪن ۾ ڪم آڻي ٿو:

سي اَوڌوت بَلي، جن جيتيو من مواس کي،
پاڻ ڏٺائون پاڻ ۾، عجائب اصلي،
نِت گاون رامڪلي، سامي ملي سروپ سان.

سامي‌ءَ جي سوچ ۽ عقيدي موجب اوڌوتَ الله جا عاشق آهن، جن پنهنجون خواهشون ماري ڇڏيون آهن:

البيلا اوڌوتَ، عاشق پاڪ الله جا،
جن پنج ئي ماري پانهنجا، ڪيا اگن ۾ اُهوت،
محبتي مضبوط، پرچا رهن پاڻ ۾.

شاعر چوي ٿو تہ اوڌوتن حق جي ڳالهہ چئي آهي ۽ اندر مان پرم جو پوت ڪڍيو آهي:

اوڏوتن اُتي، متي ڳالھ مرم جي،
ورلي ڪنھن ڳُرمڪ جي، ھردي منجھ ڪُتي،
پرچي پاتي جنھن پريم جي، پيرن منجھ جُتي،
ڪيڏي ڪلپ ڪُتي، سمر ورتي سامي چئي.

اوڏوت اَنل پکيءَ جيان آڪاش ۾ رھن ٿا. ڇو جو ھنن جي اندر ۾ اجايا خيال آھن ئي ڪينَ. ھُو اوديا جي انڌ ۾ نہ آھن:

اُوڏتن ڪي آس، آھي ڪان اندر ۾،
سامي ڪَتيائون سَم تِي، سڀ ڦرڻن جي ڦاس،
رھن منجھ آڪاش، اُٿ ئي پھر انل جيان.

پنھنجي انھيءَ روش جي ڪري ھُو آلائشن کان پاڪ آھن ۽ لوڪ لکا پورڻ نٿا ڏين . ڪين مايا جو موه بہ نہ آھي. تہ پوءِ ڪير ھھڙن رنگ رتن سامين سان برابر ٿي سگھي! ھُو اندر ۾ جل مثل سيتل ۽ نرم آھن تہ ٻاھر رنگ ئي ٻيو اُتن:

اوڏوتي اَچُتا، سدا رھن سنسار ۾،
لوڪ نہ لکي تن کي، ھُو وتن منجھ مَتا،
اندر سيتل جل جان، ٻاھر تاوتتا،
رھن رنگ رَتا، سامي سپيرين جي.

سامي سچن سنتن ۽ ڀڳتن کي پنھنجي ڪلام ۾ اشارن ڪناين ۾.خوب خوب ڳايو آھي. پروفيسر ناگراڻيءَ بہ ”ساميءَ جا سلوڪ“ جي ٽئين ڀاڱي جي آخر ۾ ھن ڳالھ جي اپٽار ڪئي آھي. اھڙن سنتن ۾ ڪبير، سئنونائي، روداس ڀڳت، ودر ڀڳت، سھجو، ڪرما ڀڳتڻ ۽ ڏنا وغيره جا نالا ڏنا اٿس. ھي سڀ ڀڳت سماج جي ھيٺين طبقن مان ھئا، پر ڀڳتيءَ ۽ اوچ خيالن ۾ اُتاھان ھئا. سامي ڪين پورو پورو خراج تحسين پيش ڪري ٿو ۽ ھنڌ ھنڌ انھن ڏانھن انفرادي طور اشارا بہ ڪري ٿو. نہ رڳو ايترو پر اجتماعي طور بہ ڪين ياد ڪري ٿو:

وڏي وڏائي، سامي جاڻ ڀڳت جي،
نيچ اوچ ٿيا ڪيترا، ڪري ڪمائي،

ڍيڊ، چمار، جولاها، پيچارا، نائي،
جنين لنئون لائي، سي سيئي سڌريا.

روداس (جنم 1414ع) حجم هو، پر اوچن خيالن هُن کي روحانيت جي اعليٰ پد تي رسايو. صاف دل انسان فقط اعلي خيالن وارو ئي بڻجي ٿو، پوءِ سماج جي ڪنهن بہ طبقي سان واسطو رکندو هجي. سامي چوي ٿو:

اَوڏتن آسڻ، پرچي ڪيو تنهن پد ۾،
متيو جن جي من مؤن، پولائو پرم،
سُتَهہ ڏسن سامي چئي، پرميسر پورڻ،
رتي، ماسو، مڻ، آهي جن جي آسري.

اهڙن سچن سنتن کي ڪوتاه نظر "سودائي" بہ سڏين ٿا. ساميءَ کي اِن جو احساس آهي، ۽ هُو اهڙي ئي هلڪڙائيءَ جو جڻ جواب ڏي ٿو:

سڏن سودائي، انڌا اوڏن تن کي،
جن پاڻ ورائي پاڻ سان، سُتهہ لنئون لائي،
اوديا پرم اندر ۾، رکن نہ رائي،
وڃائي وائي، سامي چڙهيا سير تي.

جن سچن سامين جي گُروءَ دل پرم ڪان پاڪ ڪئي آهي اُنهن کي ڪا بي آس ۽ خواهش نہ آهي. اُهي خلوتي پنهنجي خيال ۾ مگن آهن. سامي انهن جو پورو پورو عڪس چٽي ٿو:

اوڏوتن کي آس، ڪانهي ڪا تِرَ جيتري،
سامي جن جي ستگروءَ، ڪَتي ڪَلپتَ ڦاس،
پورڻ جاڻي پيءَ کي، ٿيا خلوتي خاص،
بيحد ڪن باس، رهن اليپ اڪاس جان.

ساميءَ جي چوڻ موجب مورکُ اوديا منجهہ اڙيل آهي. پرم کي پاڪر پيو پائي، مايا روپي جار ۾ ڦاٿل آهي. پر سچو سالڪ ڪنهن بيءَ تبيءَ ۾ آهي. اُن جي ابتڙ هلندڙ متڪبرن ۽ اڊمبر وارن کي سامي

چوي ٿو:

پڙهي قرآن ڪتاب، قاضي ڪوه قضا ڪرين،
ملي وٺ محبوب سان، ڇڏي زور جواب،
متان اچي اوچتي، ڪريئي ڪالُ ڪباب،
ٿيندين پوءِ خراب، سچ لٿي سامي چئي.

سامي جيئن پنهنجي فڪر ۽ تعليم جي عنوانن جي ڪاڻ آهي، تيئن لفظن جو پنڊار به آهي. هُو هڪ وڏو شاعر ۽ مفڪر آهي، جيڪو ڪڏهن لفظن جو محتاج نه آهي. هن وٽ لغت جو ساگر آهي ۽ پنهنجي مطلب جي ادائگيءَ لاءِ جڏهن چاهي تڏهن اُتان تز لفظ جو موتي آڻي پڙهندڙ جي آڏو رکي ٿو. جيڪڏهن ساميءَ جي فڪر ۽ تعليم کي يڪجا ڪجي، ته هيئن چئبو ته جِيوُ/ انسان مايا جي موه ۽ اوديا / بي علميءَ جي ڪري پوڳي ٿو. هُن کي کپي ته رهبر/ مرشد/ گُروءَ ۾ وشواس رکڻ سان دل مان غير ڪڍي ۽ محبت رکي، ته حقيقي محبوب سان به هڪ ٿئي، ۽ انسان ذات لاءِ به ڪارائتو بڻجي.

**ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو**

# شاهہ - سچل - سامي

(1689ع – 1850ع)

## - هڪ مطالعو -

مون هن مضمون ۾ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي دور جو هڪ مطالعو پيش ڪيو آهي. اِن ۾ مون ان دور سان گڏ اجمالي طرح، خود ان دور جي پس منظر طور، سنڌي سماج جي تقريباً سڄي تاريخي دور جي سياسي، مذهبي ۽ تهذيبي صورتحال جو جائزو ورتو آهي. سنڌ جي تاريخ جو اهو هڪ وسيع سماجي پس منظر آهي، جنهن جي روشنيءَ ۾ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي شعر جي جامع مقصد ۽ ان جي اهميت کي سمجهي سگهجي ٿو.

سنڌي سماج جي تاريخ ۾ شاهہ، سچل ۽ سامي اهڙا ئين آهن، جيئن زمين جي اندر ان جي تهہ بَتهہ پيٽ ۾ املهہ ۽ جرڪندڙ هيرا. هن مضمون ۾ مون انهن جي سدا روشن فڪر ۽ پيغام جو ۽ سنڌي سماج لاءِ ان جي معنيٰ ۽ بنيادي اهميت جو جائزو پيش ڪيو آهي.

انهيءَ چورڻ جي واقعي ڪا ضرورت ناهي تہ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي دور ۽ سندن شعر جو هيءُ مطالعو منهنجو پنهنجو شخصي مطالعو آهي، پر ان جي حمايت ۾ مان ايترو ضرور چئي سگهان ٿو تہ ڪو بيو بہ جيڪڏهن سنڌ جي هنن بزرگ شاعرن جي پيغام جو ساڳئي انهيءَ سماجي پس منظر جي روشنيءَ ۾ جائزو وٺندو تہ هو بہ ان ۾ اها ئي معنيٰ ۽ اهو ئي بنيادي فهم ڏسندو، جيڪو مون کي شخصي طور ان ۾ ڏسڻ ۾ آيو آهي.

ٻولي جيڪڏهن ڪنهن قوم يا سماج جي سڄي تجربي جي يادداشت آهي تہ شاعري ان جي اهم تجربي جي يادداشت آهي. ۽

جيڪڏهن ڳالهہ ان جي بهترين شاعريءَ جي هجي تہ ان جي افاديت بہ ان لاءِ اهڙي ئي انوکي، سچي ۽ اعليٰ ٿي سگهي ٿي. هن مطالعي ۾ مون شاهہ، سچل ۽ سامي‌ءَ جي شعر جي انهيءَ اهميت ۽ انهيءَ افاديت جي ڳالهہ ڪئي آهي.

## شاهہ

وارو ويراڳين ڪي ويل م وساريج،
قدم ڪاپڙين جا ليلائي لهيج،
پيرت پسيو پٽ جِي، وڃڻ ڪي وڃيج،
راتو ڏينهن رڙهيج، آءٌ نہ جيندي ان ري.

جز وڃايو جوڳئين، ڪل سين آهين ڪم،
آسڻ جن عدم، آءٌ نہ جيندي ان ري!

***

جي پانئين وس چران، تہ سنگهارن سين لڏ،
تہ هاچي سندي هڏ، ڪوڪ نہ سٹين ڪڏهين.

جي پانئين وس چران، تہ سنگهارن سين گهار،
جنين سندي واڙ، چور نہ ايندا ڪڏهين.

## سچل

والي وسائيج، دردمنديءَ جو ديس
پرين مون پرديس، انئي ايندم اوڏڙا!

***

صورت ۾ جاءِ دم جي، دم ريءَ نہ صورت ڪم جي،
دم ۾ جا لذت غم جي، وهہ واهہ ڳالهہ خاصي.

ابـلـيـس جـي وڏائـي، هـر سـانـس تـي سـوائـي،
جـيـوڻ تـہ دم پـلائـي، نـہ تـہ تـهـت نـحـس نـاسـي.

ثـابـت "سـچـل" سـچـاري، يـارن جـي يـاد يـاري،
وحـدت جـنـي وسـاري، تـن تـن مـتـي اٽـاسـي.

***

چڱـو گـونـدر غـم، جـي مـون پـچـو جـيـڏيـون،
مـنـجـهہ ڪـشـالـي ڪـم، آهـي ورهـہ وارئـيـن.

مـتـان وهـيـن مـاٺ ۾، مـنـجـهـہ جـلـديءَ چـل،
هتي ويـهـہ نـہ، هـل، تـان ڪـي پـڄـيـن پـنـڌ ڪـي.

## سامي

اڻ هـونـدي پـولـي، وڏو جـيءُ ڀـرم ۾،
جـئـن ڪـسـتـوري نـاپ ۾، مـرگـهـہ ٻـاهـر ڦـولـي.

-

عشـق ۽ عـقـل، ٻـئـي سـاڏن سـم جـا،
سـاڏي لـهـہ "سـامـي" چـئـي، آتـم پـد عـمـل.

-

عـجـائـب عـقـل، سـالـڪ ڏنـو سـڪ سـان،
سمجهي روح راضـي تـيـو، ڇڏي هـنـگـامـو هـل،
وحـدت ۾ واصـل، پـرچـي تـيـو پـريـم ۾.

-

ويـد پـران، قـرآن ڪـو، سـيـنـي ۾ هـڪ سـوت،
سمجهي ڏس "سامي" چـئـي، لائـي مـن مضـبـوط.

خالق منجهه خلق، خالق سڀ خلق ۾،
سمجهي ڪو ”سامي“ چئي، ورلو جن هڪ.

-

نڪو آر نه پار، سپيريان جي سڪ جو،
سئانتيءَ بنان سڀ ڪي، اچي ڪين قرار.

-

مڪ سان رام چئي، سانت نه اچي جيءَ ڪي،
ان پاڻيءَ جي نانو سان ٻڪ اڃ ڪين لهي،
نگر پهچي ڪونه ڪو، بنان پنڌ ڪئي،
گرگم رهت رهي، ته سکي ٿئي ”سامي“ چئي.

-

وڏو وچ وڇاءُ ڪهڻيءَ رهڻيءَ پاڻ ۾،
ورلي ڪنهن گرمک کي ”سامي“ پيو سماءُ.

-

آهن اگم اپار، راهان رام ملڻ جون،
تن سيني ۾ هڪڙي، ساڌ سنگت نج سار.

-

ڪيڏي وڏائي، ڳڻيان سا پرسن جي،
سم درسي، سيتل سدا، سڀ جا سکدائي،
ممتا ميل اندر ۾، رکن نه رائي،
”سامي“ سدائي، ڪن اپڪار اڇاهه ٿي.

-

منجهين تن تنوار وڃي ويل سيڪنهين،
چنگ تنبورا ڪيترا، آهن ساز اپار،
انئي پهر اندر ۾، ”سامي“ پرينءَ پچار،
ڪنهن ڪنهن مگٽهار، سوجهي هن سرود جي.

(1)

قومون، ملڪ ۽ سماج پنهنجن شاعرن وسيلي سڃاتا ويندا آهن. سنڌ ۽ سنڌي سماج جي سڃاڻپ جا ٽي شاعر آهن؛ شاهہ، سچل ۽ سامي. سنڌيءَ جا هي سونهارا ۽ سدا حيات شاعر سنڌي سماج جي سموريءَ چڱائيءَ، سموريءَ سونهن ۽ سموري سچ جا ڄاڻو، امين ۽ ترجمان آهن.

سنڌي سماج رڳو انهن حدن تائين محدود نہ آهي، جيڪي جاگرافيائي يا سياسي طور اڄ سنڌ جون آهن. سنڌي سماج سنڌ کان ٻاهر پاڪستان ۾ توڙي پاڪستان کان ٻاهر بہ موجود آهي. جتي جتي ڪو سنڌي ڪٽنب آباد آهي، اتي سنڌي سماج موجود آهي ۽ اتي انهن جي سڃاڻپ سنڌي ٻوليءَ ۽ سندن پنهنجن سڀني سنت شاعرن – شاهہ، سچل ۽ ساميءَ سان پريت ۽ سڀنڌ مان پئجي سگهي ٿي. ڪوبہ سنڌ ۾ يا سنڌ کان ٻاهر رهندڙ ڪٽنب پاڻ کي سنڌي تہ سڏائي ٿو پر پنهنجي گهر ۾ سنڌي ٻولي نٿو ڳالهائي ۽ سنڌ جي سماجي تاريخ جي هنن لاثاني هستين ۽ سنڌي سڀيتا جي هنن عظيم معمارن جي سار نٿو رکي، تہ اهو پاڻ کي سنڌي سمجهڻ ۽ سنڌي سڏائڻ جو لائق يا حقدار نٿو چوائي سگهي.

(2)

ڪنهن قوم، ملڪ يا سماج ۾ عظيم انسان روز بروز پيدا ڪونہ ٿا ٿين ۽ جڏهن پيدا ٿين ٿا، تڏهن اهي ان جي نئين جنم جا ساکي ۽ سبب بڻجي پيدا ٿين ٿا. هنن جي پنهنجي دور سان ڪا تِت ٻڌل هوندي آهي ۽ اهي تاريخ جي ان گهڙيءَ لاءِ پنهنجي ذات ۾ پراڻي ۽ نئين ٻنهي جا ترجمان بڻجي بيهندا آهن. اهي نمايان صلاحيتن جا مالڪ ٿين ٿا. طاقتور ۽ بيحد اهم ۽ پنهنجن ماڻهن لاءِ نيون راهون گهڙي وڃن ٿا، جن تي ڪيئي دور بلڪ آئيندي لاءِ هميشہ انهن کي

هلڻو پوندو آهي ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ راهن جا پيا ڪي رخ انهن لاءِ سڃاڻڻ جهڙا يا هلڻ جهڙا رهندا ئي نه آهن. اهي پاڻ سان ڪو خواب، ڪو آدرشي فڪر، ڪا فطري ڏاهپ ڪٺي ايندا آهن، جنهن سان هو پنهنجن ماڻهن کي پڌائيندا آهن، بلڪ ثابت ڪري ڏيکاريندا آهن، ته انهن کي ڪهڙيءَ طرح پاڻ کي تيار ڪرڻ کپي، جو پنهنجي اجتماعي زندگيءَ ۾ هو راهه جي سيني هيٺ مٿانهين، ڏوڪن ۽ فريبن کان بچي سگهيا تي ۽ بچي سگهن ٿا. مهذب قومن هميشه پنهنجن اهڙن عظيم شخصن کي سڃاتو آهي، انهن سان پنهنجا پيوند پختا ڪيا آهن، ۽ انهن کي پنهنجي لاءِ املهه نعمت سمجهيو آهي.

قومن، ملڪن ۽ سماجن جا اهي مها پرش ۽ محسن شخص پنهنجي پنهنجي دور جا باغي به هوندا آهن. هو پنهنجي دور جي مروج ۽ تسليم ٿيل تربيتي سرشتي جي پيداوار نه هوندا آهن، بلڪ پنهنجي ذات ۾ هو هڪ نئون ۽ انوکو ڪردار ٿي ساماڻبا آهن. چالو نظام ۽ سرشتا ته اڪثر گهمنڊ ۾ پريل، آءُ-پڻي ۾ ورتل ۽ تنگ نگاهه شخص پيدا ڪندا آهن، جن جي هانءَ جون دريون پوريل هونديون آهن ۽ هو پاڻ کان ٻئي سڀ کي گهٽ سمجهندي ۽ پنهنجيءَ هر ڳالهه کي ٻئي جي ڳالهه کان مٿي ڄاڻندي، پاڻ ۾ توڙي ٻين سان جهيڙڻ ۽ جهڳي هڻڻ ۾ پورا هوندا آهن ۽ ائين بند ٿيل ۽ بيٺل پاڻيءَ وانگر ڏپبا ۽ ڪنا ٿيندا رهندا آهن. پر هو عظيم شخص پنهنجي سماج ۾ نئين انسان طور اڀرندا آهن ۽ ان ۾ نئين انسان جي پيدا ڪرڻ جا داعي هوندا آهن ۽ ائين ان ۾ نئون ساهه ۽ تازگي آڻڻ چاهيندا آهن. هو ذاتي مفاد کي ڇڏي، عام مفاد لاءِ لڇندا آهن، پاڻ کان هٽي ٻين لاءِ جيئندا آهن. سڄي سماج لاءِ، وسيع ۽ عام خلق جي نئين زندگيءَ لاءِ. هو سڄي پنهنجي عمر، سڄو پنهنجو وقت ۽ پوريءَ طرح، انهيءَ پنهنجي هڪ سڀ – لاءِ – سڪ ۽ ساءَ پريءَ نئينءَ دنيا جي تعمير لاءِ ڳهندا ۽ ڳرندا آهن. اها ئي پاڻ کان سندن لاپرواهي ۽ ٻين جي اون ۽ اها ئي سندن هڪ مقصد جي لگن ۽ ان لاءِ سندن ڪامل تانگهه ۽ ڪوشش

۽ ان کي پهچڻ لاءِ سندن غير رواجي حوصلو ۽ همت – اهي ئي انهن جي عظمت جون نشانيون هونديون آهن. انهن لاءِ ئي چئي سگهبو آهي تہ هو خوب پنهنجو وارو وڄائي ويا، ۽ اهي ئي پوءِ هميشہ لاءِ جيئندا آهن.

تاريخ جي اهڙن امر انسانن ۾ ڪي بنهہ يڪتا ۽ بي بَدل هوندا آهن – اِنهن جو ڪو مٽ ڪونہ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ جا حاصلات هو پنهنجي سماج، ملڪ ۽ قوم کي، ۽ ان جي معرفت سڄي عالم انسانيءَ کي، ڏيئي ويندا آهن، اها حاصلات ڪنهن بہ حالت ۾ ڪڏهن بہ ٻئي ڪنهن شخص جي هٿان ممڪن نہ هوندي آهي. اها املهہ ۽ بي مثل حاصلات جسماني ۽ "مادي" نوع جي نہ هوندي آهي، اها انساني ذهن (روح) جي دنيا سان لاڳاپيل ۽ خالص تخليقي نوع جي هوندي آهي. جسماني ۽ مادي حاصلات ڪيتري بہ اعليٰ ۽ ڪيتري بہ نفع بخش هجي، پر ان جهڙي بلڪ ان کان وڌيڪ اعليٰ ۽ وڌيڪ نفع بخش حاصلات – ڪا مهم، ڪا دريافت ۽ ڪا ايجاد – اڄ نہ تہ سڀاڻي، هڪ کان نہ تہ ٻئي ماڻهوءَ جي هٿان، سدائين ممڪن هوندي آهي. انسان جي اندر (دل، روح، ذهن) ۾ جو ڪجهہ آهي ۽ اتي جو ڪجهہ اڻڙيو ۽ اسري رهيو آهي، ان کي اهڙي روپ ۾ پڌرو ڪرڻ، جنهن کي ڏسي يا ٻڌي ائين محسوس ٿئي جڻ انهيءَ انوکي ۽ اڄاتل اندر جي اسرار جي هڪ جهلڪ ماڻهوءَ جهٽي ورتي آهي – اِها هڪ بنيادي ۽ بي بدل ذات آهي، جنهن جا رڳو فيلسوف، شاعر ۽ فنڪار ئي اهل ٿيا وڃن ٿا، ۽ اهي ئي پنهنجي وقت ۽ پنهنجي دنيا جي اصلي ۽ سچي امنگ کي پنهنجي پنهنجي رنگ جو ڪو خاص روپ ڏيئي، ايندڙ نسلن ڏانهن دائمي ورثي جي صورت ۾ منتقل ڪري ويندا آهن.

ارسطوءَ جو قول آهي تہ "شاعري فلسفي کان وڌيڪ فڪر انگيز ۽ تاريخ کان وڌيڪ سبق آموز ٿئي ٿي." اهو انهيءَ ڪري، جو شاعري مجموعي طور انساني فطرت ۾ زياده اونهو ڏسي ٿي – ان جي خصوصيت بلڪ ان جي عظمت جو دليل ئي اِهو آهي، جو اها اندر جي

اسرار جي، ڳالهه جي اصل جي، "اڪرن" جي نہ پر "روح" جي، صورتگري ڪري ٿي ۽ بيو تہ اها پنهنجي دور تي ۽ ان جي ماڻهن تي وڌيڪ تيز روشني وجهي ٿي، ۽ انهي ۽ ڪري انهن سان زياده يڪدل ٿي انهن کي وڌيڪ چٽو ۽ صحيح سمجهي ٿي. هن سلسلي ۾ عظيم شاعري ۽ لاءِ اِهو بہ ضروري نہ آهي تہ اها پنهنجي وقت جي واقعن جا تفصيل بيان ڪري يا انهن ڏانهن رڳو کو کليل اشارو ئي ڪري – ڪڏهن ڪڏهن ائين نہ ڪرڻ مروج حالتن پٽاندر ان لاءِ لازمي ٿي پوندو آهي، بلڪ اڪثر اهو ان جي فنڪارانہ ڪمال جو ئي دليل سمجهيو ويندو آهي.

وقت جي حقيقتن جو سچو ۽ پورو عڪس سو ان ۾ ضرور موجود هوندو آهي، ۽ ان خيال کان ان ۾ تاريخ جي جهلڪ هوندي آهي، ساڳئي وقت ان ۾ انهن حقيقتن جو تعبير بہ موجود هوندو آهي ۽ ان لحاظ کان ان ۾ فلسفي يا حڪمت جي بہ جهلڪ هوندي آهي، تنهن کان سواءِ ان جي اظهاري صورت ۾ سمورن لطيف فنن جو پڌرو ۽ اشاراتي حسن موجود رهي ٿو – جو محسوس ڪرڻ کان علاوه ڏسي بہ سگهجي ٿو، ٻڌي بہ سگهجي ٿو ۽ ڪن حالتن ۾ "چکي" ، "سونگهي" ۽ "ڇهي" بہ سگهجي ٿو – بلڪ ان جي اها "حسن آفريني" ئي ان جي بنيادي جان هوندي آهي، ان جي ڪري ئي عظيم شاعري هڪ لافاني شيءِ بنجي ٿي.

عظيم شاعري ۾، جيئن ٻيءَ هر تحرير ۾، موجود حقيقتن ۽ حڪمت جا ڪي نڪتا ۽ نشان وقت جي تبديليءَ سان جهڪا ۽ غير ضروري بہ بنجي سگهن ٿا، پر ان جو حسن دائمي آهي ۽ ان ۾ اهو هر زماني ۽ هر دور ۾ من کي وٺڻ ۽ گرفت ۾ آڻڻ لاءِ موجود هوندو آهي. اهو ئي سبب آهي، جو شاعري پنهنجي حقيقت نگاريءَ، حڪمت ۽ حسن سان گذريل دورن جي اعلي ۽ پرزور مقصدن ۽ امنگن جي نہ رڳو امانتدار ۽ ترجمان بلڪ انهن جي توسيع ۽ تبليغ جي سبب کان وڌ بااثر، دائميءَ ۽ واضح بيان يا وسيلو شمار ٿيندي پئي آئي آهي.

سنڌي سماج جي تاريخ ۾ مذهب * ان تي سدائين غالب رهيو آهي. سنڌي سماج جي هر مذهب سان ان جي فاتحانہ حيثيت ۾

* ڏسڻو هي آهي تہ مذهب جو اقتدار جي دنيا ۾ يعني سياست ۾، ۽ اخلاقيات جي دنيا ۾، تاريخي عمل ڪهڙو رهيو آهي. اقتدار جي دنيا ۾، ان بيحد شدت ۽ ڪٺورتا کان ڪم ورتو آهي – لازمي طرح ان کي ائين ڪرڻو هو. ڇاڪاڻ تہ مذهب، پنهنجي معمول مطابق، پنهنجن معتقدن تي، جن کي ان مان سچي ايمان جي روشني ملي ٿي، هيءُ روحاني فرض عائد ڪري ٿو تہ هو ڪافرنّ کي ڪفر جي اوندهہ مان ڪڍي ٻاهر ڪن. تنهن کان سواءِ، ان ايمان جي روشنيءَ جو خاص واسطو جسم کان وڌيڪ روح سان رهي ٿو ۽ تاريخ ان حقيقت جو ثبوت سدائين بيشمار ڪافرن جي ماس ۽ رت (يعني انهن جي لاشن) جي صورت ۾ پئي ڏنو آهي.

هن سلسلي ۾ اها ڳالهہ بہ پڌري آهي تہ جيڪي سچي ايمان جي روشنيءَ کان انڪار ڪندا، اهي بهرحال انهيءَ کان بہ انڪاري هوندا تہ مومنن کي مٿن حڪم هلائڻ يعني، صاف سڌن لفظن ۾، سندن ملڪ تي حڪمراني ڪرڻ جو ڪو حق آهي! بس، ائين مقدس ايمان جي روشنيءَ ۽ ان جي مقدس ڪتاب جي تبليغ سان ملڪن ۾ مؤمن قومن جي جذبي ۽ حڪمرانيءَ جي جهنڊن کوڙڻ جو پورو جواز ۽ لاجواب سبب پيدا پئي ٿيو آهي. ان ۾ جيڪڏهن چند داعي، مبلغ، درويش يا عالم شخصي طرح اخلاص ۽ پاڪبازيءَ جا پتلا بہ هئا، تہ ان ڪري اصل ڳالهہ ۾ ڪو فرق ڪونہ ٿي پيو – انهن جي پاڪبازيءَ ۽ لاطمعيءَ پاڻ ان قوت ۽ اقتدار کي مدد، بچاءَ ۽ تقدس بخشڻ جو ڪم ٿي ڏنو ۽ ان وچ ۾ انهن جا ٻيا مؤمن ڀائر اها ئي قوت ۽ اهو ئي اقتدار پنهنجي پوري جهد ۽ جولان سان استعمال ڪندا ٿي رهيا، تہ جيئن پنهنجي ان جهاد جي عوض هو جنت، جا مالڪ ۽ وارث بنجي سگهن – آخرتِ جي جنت کان وڌيڪ هن دنيا جي جنت جا، غلام ملڪن جي باغن ۽ کيتن جي جنت جا، انهن جي وادين ۽ دريائن جي جنت جا. محڪوم قومن جي ڀگهر ۽ پورهئي ۽ رت ۽ ست جي جنت جا. مقدس دين – پنهنجن چند نيڪ ۽ متقي عالمن ۽ درويشن کان تقريبًا لاتعلق – پنهنجن انهن ”جنت“ پسند مجاهدن جي هر فتح ۽ ان جي بي انداز مال غنيمت کي پنهنجي خداءِ قدوس جي طرفان مؤمنن تي لازوال فضل ۽ ڪرم جي بارش ۽ سندس احسان عظيم چوندو ۽ ظاهر ڪندو رهيو – برابر سندن خدا ساڻن خوش هو ۽ هو پاڻ بہ خدا سان خوش هئا! اِئين اخلاقيات جي دنيا ۾، هڪ تہ مذهب پنهنجن معتقدن جي ذهنن ۾ اهڙو هڪ ڏنو وائنو ۽ بي سر ٽيو غرور پريو تہ سندن پنهنجو ڪردار ۽ پنهنجا اخلاقي قدر ٻين جي ڪردار (هلنڌڙ)

واسطو پيو آهي. آرين، ايرانين، يونانين، عربن - ويندي، وچ ۾ ٻڌمت جي ”آهسنڪ“ گپتا موريہ ۽ ڪشان ۽ برهمن واد جي گپتا ۽ ”ويدانتي“ راءِ گهراڻي وارن - سيني سنڌي سماج کي پنهنجي پنهنجي مذهب سان فاتحانہ يا ڪم از ڪم حڪومتي، انداز ۾ روشناس ڪرايو. سنڌي سماج جي سڄيءَ تاريخ ۾ رڳو هڪ سؤ سالن (1843 کان 1947 تائين) جو عرصو اهڙو رهيو آهي، جڏهن مسيحي فاتح قوم پنهنجي سياسي ۽ تهذيبي فوقيت قائم رکڻ لاءِ مذهب کي هٿيار طور استعمال نہ ڪيو، بلڪ جنهن صورتحال کي جديد دنيا ۾ ”مذهبي آزادي“ يا ”مذهبي لاتعلقي“ چئجي ٿو، ان کي پنهنجي حڪومت جي واضح پاليسيءَ طور عمل ۾ آندو ۽ قائم رکيو. اها

---

۽ اخلاقي قدرن کان بهر صورت بهتر ۽ اعلي هئا ۽ انهيءَ ڪري سنڌن اهو حق بہ هو ۽ فرض بہ هو تہ ٻين جي عقيدن کي بدلائڻ ۽ انهن کي راهہ راست تي آڻڻ جي ڪوشش ڪن ۽ ان لاءِ هو هر قسم جي طريقن کي ڪم آڻڻ ۾ حق بجانب هئا : ۽ ٻيو تہ انساني تهذيبن جي ان اختلاف ۽ ٽڪر ۾، ۽ ان جي نبيري ۾، مؤمنن جي عقيده پرست ۽ خود پسند جنون انساني اخلاقيات کي اهڙو هڪ اجهاڳ ۽ پر فريب روپ ڏيئي ڇڏيو، جهڙو سمنڊ ڪڏهن اجهاڳ هو ۽ جهڙو اڄ بہ هو پرفريب آهي. انهيءَ ڪري اسين پوري اعتماد سان چئي سگهون ٿا تہ ڪوبہ جيڪڏهن چاهي تہ هو سچ پچ هڪ نيڪ ۽ بااخلاق انسان بڻجي (اسان کي دل ۾ اهو شڪ آڻڻو نہ آهي تہ نيڪ ۽ بااخلاق انسان بڻجڻ ممڪن بہ آهي يا نہ، بلڪ ائين سمجهان ٿو تہ اسان کي پورو يقين رکڻو آهي تہ ائين ممڪن آهي)، تہ هن کي سڀ کان پهريائين مقدس ايمان جي منع نامن، گناهن ۽ منافقتن کان پاڻ کي ڇني ڌار ڪرڻو آهي. تحقيق، جيڪڏهن خدا جي تصور يا مفهوم ۾ ڪا سچائي يا ڪا افاديت آهي، تہ اها اِها ئي ٿي سگهي ٿي تہ ان جي مدد سان اسين پنهنجي من ۾ وڏيڪ ڪشادا، وڌيڪ آزاد ۽ وڌيڪ پيار ڪندڙ انسان بڻجون. جيڪڏهن خدا اسان کي ائين نٿو بڻائي سگهي، تہ پوءِ بهتر آهي تہ اسين ان جو نالو ونڃ ڇڏي ڏيون.“

(جيمس بالڊون هڪ آمريڪي سياهہ فام پادري) : حوالو انگريزيءَ جي ڪتاب ”Freedom, Reason or Revolution“ تان، ايڊيٽر - گارڊن بُوڪر، روليج ائنڊ ڪاگن بال لميٽيڊ، لنڊن،1970ع.

ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي، جو ان "مذهبي آزاديءَ" جي مختصر دور ۾ ئي اقتدار ۽ معتبرائيءَ کان محروم پر ان کي ٻيهر حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ ورتل مذهبُ، سياست کي هٿيو بنائي، سنڌي سماج جي ايڪي بلڪ ان جي وجود کي وڏ ۾ وڏ نقصان پهچائي سگهيو. سنڌي سماج ۾، مذهبَ جي هن صدين کان هلندڙ سياسي غلبي ۽ ان غلبي جي لازمي شدت ۽ ڪٽرپڻي، سنڌ جي ذهني دنيا ۾، علمي سطح تي ۽ مجموعي طور ٻين ڳالهين کان علاوه هڪ خاص قسم جي ٻٽي ردعمل کي جنم ڏنو، جنهن کي "مذهبيت" کان مايوسي ۽ بيزاري، پر "مذهب" سان عقيدت ۽ راضپي جي روش چئي سگهجي ٿو. ايتري قدر، جو سنڌي سماج جي اها ٻٽي ذهني ڪيفيت، جنهن ان ۾ مجموعي طور مذهبن ۽ مذهبي فرقن جي سلسلي ۾ سرچاءَ ۽ ڪشاده دليءَ جي عام روش کي جنم ڏنو. سنڌي تهذيب جي اوسر جو هڪ بنيادي ۽ مرڪزي پٿر بنجي ويئي.

(3)

مذهب، رياست ۽ تهذيب انساني سماج جي تنظيم جا ٽي لازمي ۽ بنيادي شعبا آهن. لازمي ۽ بنيادي انهيءَ ڪري، جو اهي انساني نفسيات جي ازلي ۽ فطري تقاضائن جا جواب آهن. انسان کي، ٻنهي حيواني سطح کان وٺي اعليٰ انساني سطح تائين پنهنجي وجود جي سلامتيءَ جي اون رهي ٿي -- هو اڻ-ڏٺي جي خوف جو، ٻئي (ڀاڙڻ جهڙي حيوان) انسان جي خوف جو، ۽ خود پنهنجي اندر جي حيوان (ٻڪ، جنس، سور وغيره) جي "خوف" جو شڪار رهي ٿو. ان ٽه-پاسائين غير سلامتيءَ کان بچڻ لاءِ هو هڪ وڏو بچاءُ گهر ٺاهي ٿو، جنهن کي هو "سماج" سڏي ٿو. پنهنجي ان وڏي بچاءَ گهر ۾ هو پوءِ خاص انهن ٽن خوفن کان بچڻ لاءِ ٽي خول يا ڍڪ ٺاهي ٿو. اڻ ڏٺي جي خوف کان مذهب جو خول، ٻئي انسان جي خوف کان رياست (راڄ، حڪومت، سرڪار) جو خول ۽ پنهنجي نفس يا حيواني فطرت جي

"خوف" کان يا ان جي اطمينان جي لاءِ تهذيب (ثقافت، سڀيتا) جو خول. مذهب جي خول ۾ ويهي، هن کي اڻ-ڏٺي ڪنهن پاڻ کان پرڀري ۽ مٿيري (واحد، ٻٽي، تثليثي يا ڪثير نوع جي) طاقت کي مڃڻو ۽ مڃائڻو ۽ ان جي دوستانہ يا غير دوستانہ ڪرشمن کي پنهنجي ڪرڻ يا انهن کان بچڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي - اهو سڀ ڪجهہ هن جي ايمان يا ويساهہ جو مسئلو ۽ سلسلو آهي. رياست جي خول ۾ ويهي، هن کي هڪ جي طاقت ۽ مفاد کي ٻين جي طاقت ۽ مفاد سان ملائي، پنهنجي بچاءَ ۽ مفاد جي بندوبست کي وڌائڻو ۽ مضبوط ڪرڻو پوي ٿو. اهو سڀ ڪجهہ هن لاءِ اجتماعي طاقت يا زور جي تنظيم ۽ استعمال جو مسئلو آهي. تهذيب جي خول ۾ ويهي، هن کي پنهنجي حيواني چِڪ ۽ ذهني اڇل جي پوئواريءَ ۾، پنهنجي سگهہ ۽ سمجهہ آهر، ٻاهرينءَ قدرت جي وسيلن کي پنهنجي وس ڪرڻو پوي ٿو ۽ خود پنهنجي ان چِڪ ۽ اڇل کي ضابطي ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي - اهو سڀ ڪجهہ هن جي پنهنجي عقل (ذهني يا روحاني صلاحيت) جي اوسر ۽ استعمال جو مسئلو آهي. اهڙيءَ طرح ايمان يا ويساهہ مذهب جو بنياد ۽ ان جي وڌڻ ۽ مضبوط ٿيڻ جو مرڪزي نقطو آهي، ۽ عقل يا ذهن تهذيب جو بنياد ۽ ان جي وڌڻ ۽ مضبوط ٿيڻ جو مرڪزي نقطو آهي. ايمان ۽ طاقت آپي ۽ گهمنڊ ۾ پريل ۽ خود ڪفيل هجڻ جي فريب ۾ مبتلا رهن ٿا ۽ دائميت کي پنهنجو حق سمجهندي، ٿوري کان ٿوريءَ ڪنهن ڦيرگهير يا تبديليءَ لاءِ بہ تيار نہ هوندا آهن، ۽ انهيءَ ڪري خاص طرح عقل جا هو ٻيئي دشمن ۽ رقيب هوندا آهن. ڇو تہ عقل سدائين ٻنهي جي خود پسنديءَ، خود سريءَ ۽ خود ڪفالت جي خام خياليءَ تي تنقيد ڪرڻ بلڪ انهن جي مخالفت ڪرڻ ڏانهن مائل رهندو آهي. مذهب ۽ رياست جي شعبن جا ماڻهو انهيءَ ڪري سدائين پنهنجي پنهنجي دنيا کي تبديليءَ کان بچائڻ ۽ جيئن جو تيئن قائم رکڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهندا آهن، ۽ ماڻهن جي عقل جي استعمال يعني انهن جي فڪر جي

آزاديءَ کي گهٽيندا ۽ روڪيندا رهندا آهن. ايمان، يعني مذهب پنهنجي مضبوطيءَ لاءِ طاقت يعني رياست جو قبضو يا ڪم از ڪم ان جِي سرپرستي چاهيندو آهي ۽ ساڳيءَ طرح رياست پنهنجي مضبوطيءَ لاءِ مذهب جو قبضو يا ڪم از ڪم ان جي مدد چاهيندي آهي ۽ ٻيئي گڏجي، سٽل ڪيو، عقل تي منڍ هنيو ۽ زنجير وجهيو ويٺا رهندا آهن. هن سلسلي ۾ بهترين صورتحال تہ ظاهر آهي تہ هيءَ هئڻ گهرجي تہ رياست ۽ مذهبُ، طاقت ۽ ايمان ٻئي عقل يعني تهذيب جي ضابطي ۽ تاديب هيٺ رهن ۽ ان جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ڪم اچن. پر عملي طور اڪثر ائين ٿيندو آيو آهي تہ ڪڏهن رياست مذهب کي هٿيو بنائيندي آهي ۽ ڪڏهن مذهب رياست کي ۽ ٻيئي سدائين تهذيب تي آڪرا ٻڌيا ۽ ان کي اڳتي وڌڻ ۽ اسرڻ کان روڪيو بيٺا هوندا آهن- انهيءَ لاءِ تہ متان آزاد عقل انهن جي تبديل يا ترديد جا ڪي سامان نہ تيار ڪري وجهي. پوءِ جڏهن مذهب يا رياست، يعني ايمان ۽ طاقت، ڪجهہ وڏيڪ عرصو عقل (تهذيب) جي سنگ کان محروم رهندا آهن، بلڪ ان کي پيڙي، نپوڙي، ڪانئر ۽ ڪنگلو ڪري ڇڏيندا آهن، تڏهن انهن جي پنهنجي بي روح ۽ بي طاقت وجود جو حال اهو ٿيندو آهي، جيئن ڪي جهونا وڻ اندران سڄا ڪاڏا پيا هوندا آهن ۽ رڳو ٿڙ جي ٻاهرينءَ ڪور جي آڌار تي جيئن جو تيئن بيٺا هوندا آهن ۽ ٻاهران ڏيکاءَ جا ڪي ساوا پن ۽ سايون ٽاريون بہ جهليو بيٺا هوندا آهن- بنهہ اهڙا ڄڻ ڪي تازا توانا آهن ۽ ائين هو سالن جا سال، بلڪ ڪن حالتن ۾ صدين تائين ڪوڙيءَ پائداريءَ جو ڏيک ڏيندا رهندا آهن – پر بي متيا، بي مقصديا، رڳو ريت رسم، ڪريا ڪرم ۽ ادارن جي انتظام جي اڊنبر ۾ پورا – سڄي سماج تي چٽي، پاڻ تائين پورا- سڄيءَ خلق، سڄي قوم ۽ سڄي اجتماع لاءِ سواءِ خواريءَ ۽ آزار جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ. مذهب ۽ رياست جي ائين گڏجڻ سان – پوءِ ان ۾ فوقيت ڪنهن کي بہ حاصل هجي- ذهني هوڏ ۽ اقتدار جي آپيشاهي جنم وٺي ٿي. ان ۾ طاقت مڙي جڙي، حاڪم ۽ ”ملي“

جي صورت ۾ هڪ هنڌ وڃي جمع ٿئي ٿي- هن نظريي جي بنياد تي تہ سڀ طاقت جو منڊ يا سرچشمو اڻ ڏٺو ڪو اصل آهي، جنهن تائين رسائي محدود ۽ مخصوص آهي. ان صورتحال ۾ سمورا آدرش ۽ امنگ سڙي سڪي، نستا ٿي، ختم ٿي وڃن ٿا. زندگيءَ جي اڃ ۾ پوءِ فقط ٻہ ڏسڻ ۾ ايندڙ نقطا وڃي رهن ٿا. هڪڙو حاڪم ۽ ٻيو درويش، هڪڙو امير، ٻيو فقير. جتي ڪٿي انهن ٻن "بادشاهن" جي لئي هوندي آهي. ذهن ۾ ڪائنات يا فطرت ۽ ان جي قانونن جي مطالعي جي سڄي سڪ مري وڃي ٿي ۽ سڄو امنگ مانو ٿي وڃي ٿو. ڇو تہ ڪائنات جي سنئين سڌي، سولي ۽ مستند معنيٰ "دنيا ۽ آخرت"، ۽ علم جي معنيٰ "الهامي ڪتاب"، ۽ آدرش جي معنيٰ "روح ۽ ان جي نجات" — بس ڳالهہ پوري. مطلب تہ پاڻ کان مٿي ۽ پاڻ کان ٻاهر ماڻهو نہ چڙهي سگهي ۽ نہ نڪري سگهي. مذهب ۽ رياست جي هن ذهني تعطل ۽ آپيشاهيءَ ۾ آخرڪار وري بہ رياست جي آپيشاهي وڌي ٿي ۽ مضبوط ٿئي ٿي. يعني طاقت ۽ محض طاقت ۽ اها پوءِ مذهب کي پنهنجو اوزار ڪري استعمال ڪري ٿي. چاهي مذهب پنهنجي برتريءَ جي ڪيتري بہ هام هڻي ۽ لاف زني ڪندو رهي. نتيجي طور، اهڙي 'اتحاد' ۾ مذهب ۽ رياست ٻيئي هڪٻئي جي زوال جا سبب بنجن ٿا ۽ معاشري ۾ پنهنجي منصبي ۽ بنيادي ڪارج پوري ڪرڻ جي بہ اهليت وڃائي ويهن ٿا — نہ رياست ۾ فرد کي جان، مال ۽ عزت جي تحفظ جي ضمانت مهيا رهي ٿي ۽ نہ مذهب ماڻهوءَ لاءِ اڻ-ڏٺي کان اميد ۽ خوف جي اثرائتي وسيلي يا ڏڍ جوئي ڪو ڪم ڏيئي سگهي ٿو.

جڏهن ڪنهن سماج ۾ مذهبُ ۽ رياست پنهنجي "بي اثري"، جمود، تشدد ۽ تنگ نگاهيءَ جي اهڙيءَ حالت تي وڃي رسندا آهن، تڏهن اهو سماج بحران (Crisis)۾ ونجي ويندو آهي. ايمان ۽ طاقت جامد آهن ۽ جامد رهڻ گهرن ٿا، پر عقل ۽ امنگ متحرڪ آهن ۽ اڳتي وڌڻ چاهين ٿا. عقل ۽ امنگ جي آڏو ڪي بہ بند ٻڌي نٿا سگهجن. رڪجي رڪجي، گهٽجي گهٽجي، حساس ذهنن ۾ ڪنهن

بهشت جو خواب جلوه گر ٿئي ٿو ۽ عام ماڻهو بيزاريءَ ۽ انتقام جي جوش ۾ اچن ٿا ۽ پوءِ ڪنهن زوردار ڌماڪي يا باهہ جي ڀڙڪي کي روڪڻ ڏاڍو مشڪل ٿئي ٿو. انساني فطرت جي نيڪيءَ جو اصول ڪنهن بهشت جو خواب جهٽيندڙ ان جو اِهو احساس آهي: ان جي چڱائيءَ جي علامت ڪنهن موجود جهنم جي خلاف ان جو اهو انتقامي جوش آهي ۽ جوش، صاف ۽ سچو جوش، پراڻي کي ڊاهڻ جو ايترو نہ، پر ان ڪان وڌيڪ نئين کي آڏڻ جو جوش، عظيم نتيجن کي جنم ڏيندو آهي. نئين ۽ اعليٰ حسن جو اهو لطيف ۽ تيز احساس ۽ ان لاثاني حسن سان وصال جو اهو سچو ۽ خود فروشانو جوش، قومن، ملڪن ۽ سماجن جي بحراني دورن ۾ ئي پيدا ٿيندا آهن. جو تہ بحران حالتن جي ڪايا پلٽ لاءِ فطرت جا وسيلا هوندا آهن ۽ بحرانن ۾ ئي قومن جي قسمت جا بنيادي سوال اٿندا آهن ۽ وٽن انهن جي حل ٿيڻ جي زمين هموار ٿيندي آهي. بحرانن ۾ ڪيترائي بيجان ۽ فضول ادارا ختم ٿي وڃن ٿا. جيڪي تاريخ يا روايت سبب سماج جي وجود سان چهٽيا پيا هوندا آهن ۽ ٻئي ڪنهن طريقي سان هرگز وڃڻ ۽ ان مان هٿ ڪڍڻ جو نالو ئي نہ وٺندا آهن. ڪنهن بحراني دور جو ڪو هنگامو يا حادثو حساس ذهنن کي نقصان ڪونہ ٿو پهچائي سگهي. بلڪ غير سلامتيءَ جي حالت ۾ عظيم روحاني قوتون، جيڪي اڳ ستل هيون، چرڪ کائي اپرن ٿيون. حساس ذهن جا مالڪ، طاقتور ۽ جاندار مفڪر، شاعر ۽ فنڪار، خطري جي فضا کي سنو ٿا سمجهن، چاڪاڻ تہ هو طاقتور ۽ جاندار انسان آهن. وڏن ۽ دکدائڪ تجربن ۾ ذهن پختا ٿين ٿا ۽ انهن کي نئون معيار ملي ٿو. هو ڌرتيءَ تي زندگيءَ بابت وڌيڪ آزاد ۽ پروسي جهڙي فيصلي تي پهچن ٿا. برخلاف ان جي، مڪمل سانت واري ماحول ۾ تخليقي ذهنن کي ذاتي زندگيءَ جا مفاد ۽ سک ڪوريئڙي جي ڄار وانگر ويڙهي نستو ڪري ڇڏين ٿا ۽ انهن جي عظمت ڪسجي وڃي ٿي. ان صورت ۾ پوءِ محض نلهيءَ ۽ بي فيض لياقت وارا ماڻهو وڏي اڳيان اچن ٿا ۽ انهن لاءِ فن، فڪر ۽ ادب

رڳو هڪ تجارت يا سوداگري تي ٻون تا ـ ڇو تہ هو هوندا ئي تاجر ۽ سوداگر آهن. اهڙا ماڻهو پنهنجي ”لياقت“ مان وڏا ذاتي فائدا وٺن ٿا ۽ ان لاءِ هنن کي ڪوبہ دک يا تڪليف سهڻي ڪانہ ٿي پوي ـ ڇو تہ منجهن ڪا بہ اوپڙ ڪائڻ واري ذات ڪانہ هوندي آهي ـ درحقيقت انهن ۾ اڪثر ڪا بيان ڪرڻ جهڙي لياقت بہ ڪانہ هوندي آهي. سچيءَ پچيءَ ڪنهن بحراني صورتحال ۾ اهڙا هلڪا ۽ ننڍا ماڻهو بهرحال ڪک پن تي ويندا آهن. بحرانن ۾ يگانا ذات ڏٺي ۽ عظيم شخص ئي مئل زندگيءَ ۾ جان وجهندڙ تحريڪن جا مرڪز، محرڪ ۽ واضح نشان يا اظهار تي ايرندا آهن. انهن جي وجود سان ئي تاريخ جي انهن دورن کي مان ۽ مٽيا ملندي آهي، ۽ اهو ئي مان ۽ اها ئي مٽيا پوءِ ماضيءَ جو ڳرو قرض بڻجي آئنده نسلن ڏانهن منتقل ٿئي ٿو. ماضيءَ جو حال جي ڪاتي ۾ ڪاٽي ڪان ٻاهر ڳرو قرض، جو وڌندو ئي رهندو آهي، گهٽ ڪڏهن بہ نہ ٿيندو آهي. هڪ سدا جاري رهندڙ سلسلو، هڪ سدا وهندڙ رستو، جنهن جي يادداشت کي ئي تاريخ ٿو چئجي. انهيءَ رستي سان ئي انساني ذهن کي پنهنجي اهميت جي شعور جو احساس ٿئي ٿو. انهيءَ رستي سان ئي انسان پنهنجي عظمت ۽ جوهر کان واقف ٿئي ٿو. انسان، تهذيب جي رستي سان وڌندڙ انسان، سيني شين جو ازلي مرڪز، دک سهندڙ اڳتي نگاهہ رکندڙ جاکوڙ ڪندڙ پورهيو ڪندڙ ـ اڄ بہ هو ائين آهي، ڪالهہ بہ ائين هو، ۽ سدائين هو ائين ئي رهندو. اها حقيقت اسان کي هميشہ ياد رکڻ گهرجي : ٻيءَ حالت ۾ اسان کان پنهنجي اعليٰ روحاني ورثي جي اهميت جو پورو قدر ٿي ئي نہ سگهندو.

(4)

شاهہ، سچل ۽ سامي، عظمت جي صحيح معنيٰ ۾ سنڌي سماج جا عظيم ماڻهو آهن. اهي سنڌي سماج جي هڪ وڏي بحراني دور جي پيداوار آهن. هو ذهني (روحاني) دنيا جا عظيم تخليقڪار

آهن. هو پنهنجي ذات ۾ ڏاتاريءَ ٻنهي ۾ بي مثل ۽ بي بدل آهن. هو سنڌي سماج جي نئين جنم جا نقيب آهن. هو مفڪر بہ، شاعر بہ، فنڪار بہ هئا. هو ٻين لاءِ جيئندڙ عام مفاد لاءِ لڇندڙ ۽ سڄي پنهنجي زندگي هڪ ئي مقصد لاءِ پاڻ پچائيندڙ ۽ هڪ ئي آدرش جا فدائي هئا. هنن پنهنجي دور ۾ پنهنجي دنيا جي اندر جي اصلي ۽ سچي امنگ کي سمجهيو هو، ان ۾ جيڪا نئين معنيٰ ترقي رهي هئي ۽ جيڪو نئون ساهہ سپجي ۽ ساڻيجي رهيو هو، ان کي هنن چاتو هو. هنن کي معلوم هو تہ سنڌ جي رهندڙ سنڌن سانگين ۽ مارن ڇا چاهيو ٿي ۽ ڇا ڌڪاريو ٿي ۽ انهن جي زندگيءَ ۾ ڇا خسيس هو ۽ ڇا بنيادي ۽ اهم هو. هنن پنهنجن ماڻهن کي قوم بنجڻ جو ڏنگ سيکاريو ۽ رستو ڏيکاريو – اهو رستو، جنهن تي انهن کي آئيندي لاءِ هميشہ هلڻو هو ۽ ان کان سواءِ اڳتي هلڻ جو ٻيو ڪو رخ انهن جي سلامتيءَ لاءِ ممڪن ڪونہ هو. هو پاڻ سان ڪو خواب، ڪو آدرشي فڪر، ڪا فطري ڏاهپ کڻي آيا هئا، جيڪا سنڌن ملڪ، قوم ۽ سماج لاءِ تہ آب حيات هئي، پر اها سڄي عالم انسانيءَ جي خير ۽ برڪت، سک ۽ عافيت لاءِ هڪ پڌرو ۽ ڪامل نسخو هو. شاعرن ۽ فنڪارن جي هڪڙي پلاري عادت آهي تہ هو انهن شين کي، جن کي هو ڪن سببن ڪري اهم سمجهندا آهن، دائميت ڏيڻ يا لافاني ڪرڻ گهرندا آهن. عظيم ماڻهن کي پاڻ کان پوءِ جي ايندڙ نسلن جي خبر تہ ڪانہ هوندي آهي، پر ڪين انهن جو خيال بہ هوندو آهي، اِن لاءِ بہ خاطريءَ سان ڪجهہ چئي نٿو سگهجي. پر هو پنهنجي وقت سان ٻٽ هوندا آهن ۽ ان جي اصلي ڏک کي ڄاڻندا آهن ۽ ان ڏک جي بنياد کي ڄاڻندا آهن ۽ اهو پنهنجي اندر جي اٿاهہ گهراين ۾ هو محسوس ڪندا آهن ۽ پوءِ پنهنجي ان عميق ۽ انمول احساس کي هو دائميت ڏيندا آهن ۽ لافاني بنائيندا آهن، ۽ اهو پوءِ سنڌن پنهنجي ملڪ، قوم ۽ سماج لاءِ ۽ انهن جي وساطت سان سڄيءَ دنيا لاءِ دائمي دارونءَ جو ڪم ڏيندو آهي. شاهہ، سچل ۽ سامي پنهنجي ملڪ، قوم ۽ سماج لاءِ اهڙا حڪيم، حاذق ۽ يگانا ويج هئا.

هنن سنڌي سماج جي هيٺائيءَ کي سڃاتو هو. جنهن ان کي وقت جي بحران سان دوچار ڪيو هو ۽ هنن ان لاءِ نجات جي راهه تجويز ڪئي هئي. سنڌي سماج کي انهن پنهنجن عظيم بزرگن ۽ سدا حيات سنت رهبرن جي ڏسيل ان انساني راهه کي سڃاڻڻو آهي ۽ ان تي هلڻو آهي: ممڪن آهي، بلڪ خاطريءَ سان اڄ چئي سگهجي ٿو. ته ان راهه تي پوريءَ طرح نه بيهڻ ۽ ان کي ڇڏي ٻي راهه لڳڻ سبب ئي سنڌي سماج اڄ ايڏو اوجهڙ ۾ وڃي پيو آهي ۽ اڄ يا سڀاڻ، ٿوري گهڻي ڏينهين، وري به ان کي سڃاڻڻ ۽ ان جي رخ سان اڳتي وڌڻ سان ئي اهو پاڻ کي سڃاڻي سگهي ٿو. پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي سگهي ٿو ۽ پاڻ لاءِ ۽ ٻني نوع انسان لاءِ پنهنجي هئڻ يا نه هئڻ جي اهميت کي سمجهي سگهي ٿو. ثابت ڪري سگهي ٿو ۽ مڃرائي سگهي ٿو.

شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جي تاريخ ۾ هڪڙي ئي دور جا، بلڪ ذري گهٽ سهيوڳي شاعر هئا. سچل ۽ سامي ته ذري گهٽ هم عمر به هئا. سچل جو جنم 1729ع ۾ ۽ ساميءَ جو 1730ع ۾ ٿيو. سچل تقريبًا هڪ سؤ ورهين جي عمر ماڻي، 1829ع ۾ ۽ ساميءَ هڪ سؤ ويهه ورهين جي عمر ۾، 1850ع ۾، هيءُ جهان ڇڏيو. درازا ۽ شڪارپور هڪٻئي کان ٻن ڏينهن جي پيادل پنڌ تي مس هئا — سواريءَ جو پنڌ ته وچ ۾ ڏينهن جي چئن پهرن جو مس هو. هڪ سؤ ورهين جي مدت ڪا ٿوري مدت به ڪانهي ۽ هو نندا ماڻهو به ڪونه هئا، جو هڪٻئي جي ڳالهين کان اڻواقف هجن. هو ٻيئي تقريبًا 22 ورهين جي زنده دل جوانيءَ ۾ هئا، جو شاهه فوت ٿيو. سچل لاءِ ته شاهه سائينءَ پاڻ چيو هو ته، ”اسان جي رڌل ڪني جو ڍڪڻ هيءُ لاهيندو“ — مطلب ته هيءُ اسان جي اندر جي ڳالهه کي وڏيڪ آشڪار ۽ دل جي پيغام کي عام ڪندو. پنهنجي ان پيغام ۽ ان ڳالهه بابت، پنهنجي شعري تخليق ڏانهن اشارو ڪندي، پاڻ چيو اٿن ته ”جي تون بيت ڀانئيين، سي آيتون آهين“ ۽ اهي يعني انهن آيتن جو فڪر توکي نيئي پنهنجي پريںءَ (منزل مقصود) تائين پهچائيندو — بلڪل ائين جيئن ايران جي

عظيم درويش شاعر روميءَ جي مثنويءَ بابت چيل آهي تہ ”پهلوي زبان ۾ اصل (معنوي) ۽ نج (مولوي – مولا وارو) قرآن هو. جنهن جو مغز هڏن کان الڳ ڪري، فارسي ٻولي ڳالهائيندڙ ايراني قوم جي رهبريءَ لاءِ ان جي آڏو رکيو ويو هو. هيڏانهن ساميءَ جو پنهنجي ڪوتا لاءِ چوڻ هو تہ ”ويدن جو ويچار، توکي سنڌيءَ ۾ سڻايان“! يعني، هڪ پاسي شاهہ ۽ سچل هئا، جن اسلام جي قرآن جو تفسير ۽ تعبير سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي سنڌي سماج (مسلمانن ۽ هندن ٻنهي) کي سيکارڻ ۽ سمجهائڻ تي چاهيو ۽ ٻئي پاسي سامي هو، جنهن هندو ڌرم جي ويدن جو ارٿ ۽ سمجهاڻي ساڳئي ان سنڌي سماج کي، يعني هندن ۽ مسلمانن ٻنهي کي، ڏيڻ گهري ٿي. عربيءَ ۽ سنسڪرت جن ۾ اهي آيل هئا، ٻيئي سندن مڃيندڙن لاءِ ڌاريون زبانون هيون. ان کان وڌيڪ انهن لاءِ هنن پنهنجن ايماني صحيفن کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي هيءَ هئي، جو انهن جي نظر ۾ سچو حق انهن جي پنهنجي پنهنجي صحيفي ۾ هو. جن جو هڪ هڪ اکر حق هو ۽ جن جي ان پنهنجي پنهنجي حق ۾ ڪابہ تبديلي ڪڏهن ڪانہ اچڻي هئي، بلڪ اهڙو رڳو ويچار بہ ممنوع هو. ساڳئي وقت انهن ٻنهي سندن آسماني صحيفن جا پيشہ ور ۽ ماهر سمجهائيندڙ (ملا ۽ پنڊت) وٽن موجود هئا، جن انهن جي سمجهاڻي ۽ وضاحت اهڙي ٿي ڏني، جو سمجهائڻ بدران ڳالهہ کي هنن منجهائي ٿي ڇڏيو ۽ پنهنجي پر ۾ قرآن توڙي ويدن وارا پنهنجي پنهنجي سوچ تي مڃريا، هڪٻئي تي ڪاوڙيا، سنڌي سماج ۾ سبنڌ ۽ سنيهہ بدران تفرقي ۽ فساد جا سبب بڻيا بيٺا ٿي رهيا. انهن مان هڪ ڌر تہ رياست تي قبضو ڄمايو، ان جي سموريءَ طاقت کي پنهنجو هٿيو بڻايو، چؤطرف ذهني گهٽ ۽ ٻوسٽ جي دنيا قائم ڪيو بيٺي هئي. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ سنڌي سماج کي اهڙي تفرقي ۽ فساد ۽ اهڙي روحاني گهٽ کان بچائڻ چاهيو ٿي. پنهنجي دور جي انهيءَ ڳالهہ کي هنن بيحد اهم ٿي سمجهيو. ان جي جاءِ تي هنن سنڌي سماج ۾ امن ۽ اتحاد، سهپ ۽ سک ۽ ضمير جي آزاديءَ جي دنيا آباد ڏسڻ ٿي

گهري. نئين دنيا جي ان حسين خواب جي اجهل احساس ۽ بي ڏڙڪ جوش کين سڄي عمر سک سمهڻ نہ ڏنو ۽ هو ان لاءِ سدائين لچندا ۽ لوچيندا رهيا ۽ ائين هو پنهنجي وقت سان پنهنجي پوري وس آهر پنهنجو بهترين ناتو نيائي ۽ انساني تهذيب جو اهو هڪ بهترين اصول ان کي هڪ پيرو پيهر بڌائي ۽ سمجهائي، نہ رڳو سنڌي سماج بلڪ بني نوع انسان جي تاريخ ۾ عظيم ۽ امر انسان بنجي ويا.

(5)

ماڻهو ڪيئن ۽ ڪڏهن رياست (State) بنجن ٿا ۽ ڪيئن ۽ ڪڏهن قوم (Nation) بنجن ٿا – انساني تاريخ جا اهي نهايت بنيادي ۽ گنڀير سوال رهيا آهن. هونئن تہ ملڪن، سماجن ۽ قومن جي غلاميءَ جا زمانا مجموعي طور سندن زندگيءَ جا بحراني دور هوندا آهن، ڇو تہ انهن ئي دورن ۾ هنن جو وجود خطري هيٺ هوندو آهي ۽ هو آزمائش ۾ مبتلا هوندا آهن، پر خاص طرح جڏهن جڏهن اهي پنهنجي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ مصروف هوندا آهن، سندن تاريخ جا بنيادي طور بحراني دور ۽ اهم ترين دور اهي هوندا آهن. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جو دور (تقريباً، 1700-1850ع) سنڌي سماج جي تاريخ جو اهڙو هڪ اهم ترين ۽ بنيادي طور بحراني دور هو.

نائين صدي عيسويءَ جي اڌ کان وٺي سورهين صديءَ جي شروع تائين، ذري گهٽ ست سؤ ورهيہ لاڳيتا، سنڌ جي رياست سنڌ جي ماڻهن جي قبضي ۾ رهي – پنج سؤ ورهين کان ڪجهہ وڌيڪ سومرن جي ۽ ذري گهٽ 200 ورهيہ سمن جي. سنڌ جي تاريخ جو هيءُ دور سنڌي سماج جي بنيادي اوسر جو دور هو، سنڌ جا تقريباً سمورا تاريخي ۽ نيم تاريخي قصا ۽ فخريہ ڳالهيون، ڏند ڪٿائون، لوڪ ڪهاڻيون، لوڪ گيت ۽ لوڪ سورما انهيءَ پنهنجي آزاد رياست جي لاڳيتي ڊگهي عرصي سان تعلق رکن ٿا. سنڌ جي تاريخ جو اهو ئي دور هو، جنهن لاءِ صحيح طور چئي سگهجي ٿو تہ اهو سنڌي سماج جي

تھذيب جو اڳرو ۽ ترجيحي دور ھو: ان سڄي دور ۾ سنڌي سماج جي مذھب ۽ رياست، ٻنھي سنڌي سماج جي تھذيبي اوسر ۽ اڏاوت جو ڪم ڏنو. ملڪي سرحدن جي بچاءَ جا جتن، سماجي خوشحاليءَ جون ڪوششون، سنڌي ڪردار جي ذھني پرورش ۽ اخلاقي تعبير، سنڌي سماج جي تاريخ جي صورت ۽ ساخت، جيڪا ھن دور ۾ عمل ۾ آئي، ان جو ٻيو مثال سنڌ جي تاريخ ۾ ڪونہ ٿو ملي. سنڌ جي تاريخ جو ھيءُ غير معمولي قومي اھميت جو دؤر 1520ع ۾ ختم ٿيو. ان جي خاتمي تي سنڌي ماڻھن پنھنجو اڻ ميو خون وھايو. ان خون ۾ سنڌي سماج جي ھر حصي ۽ ھر فرقي جو خون شامل ھو. عظيم مقصدن لاءِ خود – قربانيءَ جي طويل سلسلي ۾ ھنن ھڪ ٻنھ انوکي قربانيءَ جي مثال جو اضافو بہ ڪيو : سندن ھڪ وطن دوست مذھبي عالم – سدا حيات، عظيم شھيد، مخدوم بلال – جيئرو گھاڻي ۾ پيڙجي وطن تان قربان ٿي ويو. ھڪ ٻيرو اڳي بہ سنڌ جي تاريخ ۾ ان جي مذھبي سربراھن پنھنجي وطن عزيز لاءِ ائين پنھنجا سر ڏنا ھئا: 325 ق.م. جڏھن يونان جي سڪندراعظم پنھنجي فتحمند لشڪر سان سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿيو، تڏھن ڪيس ٻڌايو ويو تہ اتي "ھڪ اھڙو مخفي اثر موجود ھو، جيڪو ڌارين جي مقابلي لاءِ ماڻھن جي ارادي کي مضبوط ڪري سگھيو ٿي" – اھو مخفي اثر برھمڻن جو ھو، جيڪي پوءِ واقعي سڄو وقت پنھنجن ماڻھن کي دشمن جي خلاف وري وري گڏ ٿي ۽ وري وري اٿي وڙھڻ لاءِ اپاريندا رھياءِ انھن سان گڏ پاڻ بہ قربان ٿيندا رھيا. بہ اھڙا واقعا تاريخ ۾ بيان ڪيل آھن: ھڪڙو سمبس (سما؟) قبيلي جي راجڌاني سنديمن (سيوھڻ) شھر جو، جتي فتح ڪان پوءِ، سڀ کان اول، سڪندر سيني برھمڻن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ڇو تہ "ھن کي معلوم ھو تہ انھن ئي ماڻھن کي اٿاريو ھو" ۽ ٻيو ماسڪانس (ماڇي؟) قبيلي جي شڪست ڪاڌل ("راڻي") جو، جنھن کي "بادشاھہ سندس ئي راجڌاني (الور) جي چؤنڪ تي اتان جي سيني برھمڻن سان گڏ ڦاسيءَ تي چاڙھڻ جو حڪم ڏنو. ڇو تہ انھن ئي ھن

ڪي ائين مقابلي لاءِ آماده ڪيو هو.“ پر اهڙين بي مثل قربانين جي پيش ڪرڻ کان پوءِ بہ نہ سنڌ جون الڳ الڳ رياستون يونانين کان تڏهن محفوظ رهي سگهيون ۽ نہ بہ هزار سال پوءِ هڪ سمي ڄام جي حڪم هيٺ سنڌ جي مرڪزي رياست ٺي ارغونن جي وحشي حملہ آورن کان بچي سگهي.

ڪوبہ سماج، ڪوبہ ملڪ، ڪا بہ قوم ائين ڪنهن ٻاهر کان آيل ڏاڍيءَ طاقت هٿان هار کائي نٿي سگهي، ۽ هار کائڻ کان پوءِ لاڳيتو گهڻو عرصو مجبور ۽ محڪوم رهي نٿي سگهي، جيستائين جو ان ۾ پنهنجي ڪا اندروني ڪمزوري يا اوڻائي موجود نہ آهي، ۽ اها ڪمزوري هر حالت ۾ ان جي ڪنهن اندروني نفاق ۽ انتشار جي ڪا صورت يا نتيجو ئي هوندي آهي. رياست، مذهب ۽ تهذيب - سماج جا هي ٽي شعبا - سماج جي سلامتيءَ يعني ان جي اتحاد ۽ مضبوطيءَ جا ضامن هوندا آهن، بلڪ انهن جو منصبي ڪارج ئي اهو هوندو آهي. رياست اهو پنهنجو ڪارج ملڪ ۽ سماج جي بچاءَ ڪرڻ سان، فردن جي پسند ۽ غرض کي اجتماعي پسند ۽ غرض سان ملائي هڪ ڪرڻ سان، قانون ۽ انصاف جي پوري نفاذ سان، طبقن ۽ گروهن جي سلسلي ۾ پنهنجي غير جانبداريءَ ۽ منجهن سهپ ۽ رواداريءَ جي فضا کي همتائڻ ۽ قائم رکڻ سان، ادا ڪري ٿي. مذهب پنهنجو اهو ڪارج سماج جي فردن، طبقن ۽ گروهن ۾ ويساهي عالم جي يڪرنگيءَ ۽ پوڄاپاٺ ۽ ڪرياڪرمن جي ساڳئي ضبط ۽ مشق وسيلي ادا ڪري ٿو. تهذيب پنهنجو منصبي ڪارج ذهني پورهئي جي تخليقات - يعني فلسفي، شاعريءَ ۽ ٻين فنون لطيف جي ميدانن ۾ پنهنجي ڪاوش وسيلي ۽ جسماني پورهئي جي وسيع پيداواري ۽ تعميري ڪوشش وسيلي، ادا ڪري ٿي. پر چاڪاڻ تہ مخصوص رياستون ۽ مذهب محض ڪن انفرادي (يا گروهي) شخصن جي ڪوشش ۽ ڪن خاص واقعن جي رونما ٿيڻ جو اوچتو نتيجو ٿين ٿا ۽ بيو تہ رياست ۽ مذهب پنهنجي زور ۽ ويساهہ (طاقت ۽ ايمان، اقتدار ۽

اعتقاد) جي گھمنڊ ۾ عدل ۽ رواداريءَ جي توازن کان اڪثر ٻاهر نڪتل رهندا آهن. انهيءَ ڪري اهي سماج ۾ امن ۽ اتحاد جي وسيلي بنجڻ بدران ان جي تفريق ۽ نفاق جا سبب بنجي پوندا آهن. ۽ خاص طرح جڏهن اهي رڳو هڪڙيءَ جا پشتيبان يا خادم بنجي عمل پذير ٿيندا آهن. تڏهن تہ سندن تشدد ۽ تعصب ڪري سڄو سماج جنسي فساد ۾ ونجي ويندو آهي ۽ پوءِ اهو سماج ڏسڻ ۾ ٻاهران ڪهڙو بہ ڏيک يا ڏيا وارو هجي پر ٻاهرينءَ ڪنهن دشمن طاقت جي نلهيءَ ڦنڊڪ وهيٺو وچي رهندو آهي. رياستن ۽ مذهبن جي پيٽ ۾ تهذيبون زمانن گذرڻ سان، قومن يا سماجن جي ذهن جي ڪلڻ، پختي ٿيڻ ۽ قدم بقدم ۽ آهستي آهستي رونما ٿيندڙ واڌ ۽ اوسر جي پيداوار ٿين ٿيون: انهيءَ ڪري تهذيب پنهنجي عمل پيرائيءَ ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي سماج ۾ نفاق يا تفرقي جو ڪارڻ بنجي نہ سگهندي آهي، بلڪ سدائين ان جي اتحاد ۽ مضبوطيءَ جي پختي ۽ صاف سڌي رستي جو ڪم ڏيندي آهي. انهيءَ ڪري ئي چئي سگهبو آهي تہ رياست ۽ مذهب کان سواءِ بہ ڪنهن قوم يا سماج جي وجود جو نيٺ بہ تصور ممڪن آهي، پر تهذيب کان سواءِ اهو ڪنهن بہ صورت ۾ ممڪن نٿو ٿي سگهي. ڪا رياست ۽ ڪو مذهب جڏهن قوم يا سماج جي تهذيب جي بچاءَ ۽ فروغ جي ڪوشش ۾ مصروف هوندا آهن يا ڪم از ڪم ان سان هم آهنگ يا مصلحت ۾ هوندا آهن، تڏهن ۽ فقط تڏهن ئي اهي ان قوم يا سماج جي قدر ۽ فرمانبرداريءَ جا حقدار ليکبا آهن. ڇو تہ فقط ان ئي صورت ۾ اهي ان جي وجود جا مددگار، محافظ ۽ گهٽگهرا بنجي سگهندا آهن. اِنهيءَ خيال کان ئي هر رياست کي ۽ پڻ هر مذهب کي پنهنجي پنهنجي قومي حيثيت يا پنهنجي پنهنجي خاص سماج جو رنگ اختيار ڪرڻو پوندو آهي. بڌمت چين ۾، جپان ۾، برما ۽ ٻين ويجهن مشرقي ملڪن مان تقريبًا هر ملڪ ۾ پنهنجو اتان جو مڪاني (قومي، سماجي) رنگ اختيار ڪيو. مسيحيت يونان، روس، ايشيا مائنر ۽ خاص طرح سورهين صديءَ جي "اصلاحي تحريڪ" کان پوءِ

يورپ جي تقريبًا هر ملڪ ۾ قومي رنگ اختيار ڪيو. عرب فتح کان ترت ئي پوءِ ايران قبول اسلام ڪري، ان کي خاص ايراني رنگ ڏئي، پنهنجو قومي مذهب بنايو ۽ ائين پنهنجي سياسي ۽ تهذيبي امتياز ۽ خود اختيار کي بيهر بحال ڪيو ۽ قائم رکيو. تاريخ عالم ۾ اهڙا ڪيئي مثال موجود آهن، جڏهن قومن ۽ سماجن کي پنهنجن فاتحن جي مذهب کي ميٺو ۽ پنهنجو ڪرڻو به پيو آهي ته ان کي مڪاني حالتن سان هم آهنگ ڪري ۽ پنهنجي تهذيب جو غالب رنگ ڏيئي پوءِ مڃيو ۽ پنهنجو ڪيو آهي. ان کي بدعت يا الحاد يا تجديد يا اجتهاد چوڻ سان ڪو فرق ڪونه ٿو پوي: دراصل بدعت، الحاد، تجديد يا اجتهاد کان ڪو خالص ”قومي“ مذهب به بچيل نٿو رهي، چو ته ڪا بدعت يا ڪو الحاد وغيره ڪنهن مذهب ۾ ايندو ئي تڏهن آهي، جڏهن اهو پنهنجي تعصب ۽ جمود سبب پنهنجي قوم يا سماج جي آزاد ۽ متحرڪ تهذيب سان همقدم رهي نه سگهندو آهي، بلڪ ان جي راهه جي آڏو روڪ بنجي بيهندو آهي. مطلب ته رياست ۽ مذهب کي، رضا سان يا رنج سان، بهرصورت پنهنجي سهيوڳي تهذيب جو خادم ۽ طفيلي ٿي رهڻو آهي، ۽ ان صورت ۾ ئي سماج جا اهي ٿي شعبا هم آهنگ ٿي سگهندا آهن ۽ ان جي اتحاد ۽ مضبوطيءَ جي ضمانت بنجي سگهندا آهن.

ٽيويهه سؤ ورهيه اڳي يونانين جي حملي وقت سنڌ جا ماڻهوقوم ته ٺيا پر اجا رياست به بنجي نه سگهيا هئا. هو قبيلائي نفاق ۾ ورتل هئا — انهن جا مٿي ذڪر ڪيل به قبيلا (سمبس ۽ ماسيڪانس) ۽ ان وقت جي تاريخ ۾ آيل ٻيا چار پنج مک قبيلا، سڀ الڳ الڳ ٿي وڙهيا. بلڪ ان وقت به پاڻ ۾ وڙهندا رهيا ۽ الڳ الڳ ٿي مئا. سنڌن وطن دوست مذهب ۽ ڏار ڏار قبيلائي رياست بيئي ڏارين جي مقابلي ۾ هنن مان ڪنهن کي ڪم نه آيا. عربن جي حملي وقت سنڌ جي ماڻهن وٽ پنهنجي رياست ته هئي پر جنهن زور تي اها قائم ڪيل ۽ ٻڌل هئي، ان زور کي اها اڃا پنهنجو پير بنائي نه سگهي هئي، يعني سنڌ جا

ماڻهو پاڻ کي اجا قوم بنائي نہ سگهيا هئا ـ خاص طرح مذهب جو تفرقو انهن جي اندروني زبون حاليءَ جو سبب بنيل هو ـ ٻڌمت ۽ برهمڻ واد پنهنجون پنهنجون خود پسنديون ۽ پنهنجا پنهنجا تعصب کنيو هڪٻئي ۾ اکيون وجهيو بيٺا هئا، ۽ ننڍين ننڍين نائب راجڌانين جا ننڍا ننڍا نائب سردار ڪجهہ اعتقادي گهمنڊ ۾ ۽ ڪجهہ خوف کان ۽ ڪجهہ اقتدار جي ڪشش ۽ سڌ ۾ پنهنجي پنهنجي مختصر ڏاهپن جا شڪار ٿي ويا، ۽ سنڌي ماڻهن جي مرڪزي رياست پنهنجن انهن مذهبي ۽ سياسي نفاقن ۾ اندرون ئي اندر کاڌي، ڇوري پٽ بني بيٺي رهي، جنهن کي ٻاهران رڳو هڪڙي ڪنهن ٺيلهي ڏيڻ جي دير هئي. سورهين صديءَ جي شروع ۾، ارغونن جي حملي وقت، سنڌ جو حڪمران شاهي گهراڻو وري بہ، اقتدار جي خانہ جنگيءَ ۾ رڌل هو. سنڌي رياست پنهنجي طاقت پنهنجي خلاف صرف ڪري رهي هئي. رياست جو سربراهہ ڄام فيروز ـ سنڌ جي شاندار بادشاهہ ڄام ننڍي جي پيرسنيءَ جو نالائق پٽ ـ پنهنجن ۽ پراون ٻنهي جي خوف ۾ گرفتار ۽ پنهنجي پاڻ کان بيزار، پنهنجي وطن ۽ ماڻهن جي گڏيل مفاد کان بي نياز، صرف پنهنجي ذاتي بچاءَ لاءِ هٿ پير هڻندو رهيو ۽ ان ڏس ۾، ڪڏهن پنهنجن سان ۽ ڪڏهن پراون سان شامل، سندس هر قدم سنڌ جي شڪست ۽ خواريءَ جو سبب بنيو رهيو. هم مذهبيءَ جي چوغي پاتل حملہ آور ارغونن جي لشڪر کي هيڪل هيڪل نہ هو پاڻ پڄي سگهيو نہ سندس بزرگ اتاليق دريا خان ۽ ان جا بهادر پٽ پڄي سگهيا ۽ نہ سندس تخت تاج جو دعويدار سندس پڦاٽ ڄام صلاح الدين پڄي سگهيو ۽ نہ وري ڪنهن حوصلہ مند مرڪزي رهبريءَ کان قطعا محروم سنڌ جا عام ماڻهو ئي پنهنجي وطن کي دشمنن کان بچائي سگهيا ـ وطني دفاع جي ان عبرتناڪ جنگ ۾، جيڪا سنڌ جو هر طبقو ۽ هر قبيلو سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ هڪ هڪ ٿي وڙهندو رهيو، ساڻن شامل مذهب جو وطن دوست حلقو بہ کين بچائي نہ سگهيو. دراصل عين ان آزمائش جي وقت، مذهبُ، رياست (حڪومتي

اقتدار) وانگر ٿي، سنڌ جي ماڻهن جي اتحاد ۽ قوت جو نہ پر سندن ڪمزوريءَ ۽ نفاق جو سبب بڻجي پيو. قاضي قاضن ۽ سندس سڄي مهدوي ٽولي جي مذهبي سربراهن، بکر جي سڳورن سيدن ۽ ٻين ڪيترن ئي شيخن مشائخن ۽ پيرن فقيرن پنهنجي وطن ۽ پنهنجي ماڻهن سان غداري ڪري، حملہ آور دشمن لاءِ جاسوسي ڪئي ۽ ان جو ساٿ ڏنو. ارغوني لشڪر جو پنهنجو ديني جاسوسن ۽ روحاني شڪاريازن جو هراول طائفو تنهن کان الڳ هو.* مطلب تہ سورهين

* ".....جيئن "تاريخ طاهريءَ" وغيره ۾ آيل آهي، مذڪوره سيد (قاضي سيد شڪرالله شيرازي) سنہ 906هہ ۾ هرات مان قنڌار ۽ اتان شاهہ بيگ جي حڪم سان سنہ 927 هہ ۾ (انهيءَ ئي سال جڏهن شاهہ بيگ سنڌ تي حملو ڪيو هو) ٺٽي ۾ آيو ۽ مرزا شاهہ حسن ابن شاهہ بيگ جي زماني ۾ (يعني ٻئي سال جڏهن شاهہ بيگ جي مرڻ کان پوءِ شاهہ حسن هن جي جاءِ والاري) ان نئين فتح ڪيل سرزمين جي منصب قضا تي سرفراز ٿيو. شروع ۾ هن جو اڇڻ تاجر جي حيثيت سان ٿيو هو.

".....بزرگن کان ٻڌو ويو آهي تہ جتي موصوف اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي، سندس اولاد اڄ تائين اتي ئي رهندو ٿو اچي. پهريائين اتي (هڪ) انصار جي قبيلي جا ماڻهو آباد هئا. سيد شڪرالله جي اولاد مان سيد محمد محسن بن سيد علي اڪبر بن سيد عبدالواسع کان ٻڌو ويو آهي تہ ان قبيلي جا ڪي ماڻهو (هاڻي) سنڌ جي ٻهراڙيءَ ۾ (ڪٿي) رهن ٿا ۽ انهن مان هڪ وڏي عمر جو شخص جڏهن بہ ٺٽي ۾ ايندو هو تہ (هن محلي ۾) اچي، اسان سان بہ ملاقات ڪندو هو."

".....قبرن جو چبوترو، جن ۾ (هنن ساداتن جا) بزرگ آرام پذير آهن، پهريائين اهو انهن (يعني، ان انصار قبيلي وارن) جو هو، جن جون ڪي قبرون اڃا بہ (اتي) موجود آهن.

".....سيد شڪرالله جي قبر سيد عبدالله جي درگاهہ جي اولهہ ۾ اڄ بہ اهل الله جي زيارت گاهہ آهي.

".....چون ٿا تہ مذڪوره سيد سان ٽي ٻيا بہ باڪمال بزرگ ٺٽي ۾ آيا هئا. انهن دوستن ۾ هڪ قسم جو خاص اتحاد هو. اهي بزرگ (1) سيد منبہ، (2) سيد ڪمال ۽ (3) سيد عبدالله آهن." (علي شير قانع : "تحفت الڪرام"، 1181 هہ، ص. ص. 482-483-484).

".....(سيد ڪمال ... اصلا حسيني ۽ شيراز جو باشندو هو ۽ مذڪوره سيد شڪرالله جي دوستيءَ ۽ رفاقت ۾ ٺٽي ۾ آيو هو..... (جنهن جو) (هلنڊڙ)

صديءَ جو سنڌي سماج بہ پنهنجون مضبوط تهذيبي روايتون ۽ پنهنجي پختہ ڪار ۽ محب وطن رياست رکندي بہ، فقط پنهنجي اندروني ڪمزوريءَ سبب، جنهن جو بنياد ان جي سياسي ۽ مذهبي خلفشار تي هو، پاڻ کي شڪست ۽ غلاميءَ کان بچائي نہ سگهيو.

ارغونن هٿان سنڌ جي هن فتح کي "خرابيءِسنڌ" سڏي، تڏهوڪن عالمن ان مان ابجد جي حساب سان سنڌ جي بربادي جي تاريخ (927 هہ مطابق 1520ع) ڪڍي هئي. "تاريخ معصوميءَ" موجب، يارهين محرم تي ارغونن جو لشڪر ٺٽي ۾ داخل ٿيو ۽ "مغل 20 تاريخ تائين شهر ۾ لٽ مار ڪندا رهيا ۽ اتان جي ماڻهن کي ذليل ڪندا رهيا. جنهن مان آيت سڳوريءَ - ان الملوڪ اذا دخا و اقريه افسدوها (بادشاهہ جڏهن ڪنهن شهر ۾ داخل ٿين ٿا، تڏهن ان کي ويران ڪري

هيءُ ڏاڍو گهرو يار هو ۽ انهن چئن يارن ۾ شامل هو، جنهن جو ذڪر شڪرالله جي بيان ۾ ٿي چڪو آهي.... وفات کان پوءِ هي پنهنجي رهائشي حويليءَ ۾ دفن ٿيو. ان جي زيارت جي برڪت ملڪن ۾ مشهور ۽ ان جي توسل جون ڪرامتون عوام ۽ خواص جي دلين ۾ مرڪوز آهن." (ساڳيو ڪتاب: ص 493).

" سيد شاهہ منبہ – هيءُ غوث الثقلين (پيران پير) مان آهي. هي بزرگوار سيد ڪمال شيرازي ۽ سيد عبدالله حسينيءَ سان گڏجي شاهہ بيگ ارغون جي زماني ۾ سيد شڪرالله شيرازيءَ سان گڏ ٺٽي آيو هو، (جنهن سان) هن جي خصوصي صحبت هوندي هئي. پاڙي جي ويجهڙائيءَ جي خيال کان هيءُ انهيءَ جڳهہ ۾، جتي هو اڄ آرام پذير (مدفون) آهي، هڪ مريد جي گهر ۾ اچي رهيو هو.... هن جون ڪرامتون روشن ۽ هن جي مناقبي جون نشانيون مشهور آهن. هن جي (مقبري) جي زيارت عام خلق الله جي حاجت روائيءَ جي ضامن آهي...." (ساڳيو ڪتاب : ص ص 615-614).

"سيد شاهہ عبدالله حسيني – هيءُ بہ قطب الاقطاب، غوث الثقلين، حضرت پير دستگير عليہ الرحمہ جي اولاد مان، مذڪوره (چار) يارن يعني سيد منبہ، سيد ڪمال ۽ سيد قاضي شڪرالله مان هڪ مقتدر يار هو. هيءُ بزرگوار شاهہ بيگ ارغون جي زماني ۾ ٺٽي آيو ۽ خفيہ طور پهاڙيءَ جي ان جاءِ تي اچي گوشہ نشين ٿي ويٺو، جتي هن جي مزار واقع آهي... مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي اچڻ وڃڻ وارن کي جيڪو فيض هن بزرگ مان حاصل ٿئي ٿو، قلم ۾ ان جي بيان ڪرڻ جي طاقت ڪانهي." (ساڳيو ڪتاب: ص ص 614-615).

چڙين ٿا) جي وضاحت اڪين اڳيان اچي ويئي.“ جڏهن دشمن جي لشڪر ٺٽي ءَ جو شهر فتح ڪيو، تڏهن، ساڳيو تاريخ وارو چوي ٿو تہ ”ٽي ڏينهن ٺٽي ءَ ۾ رهي ڪري، مغلن اتان جي رهاڪن کي پوريءَ طرح برباد ڪيو.“ باغبان (موجوده سيوهڻ – بوبڪ تعلقي جي ايراضيءَ) ۾ پهچڻ سان ارغون فوجين ”ماڇي قوم، جنهن اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ کان انڪار ڪيو، ان جي سيني ماڻهن کي قتل ڪري ۽ انهن جو مال اسباب ۽ ڍور ڍڳا ڦري، انهن جي گهرن ۽ قلعي کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو.“ سنڌ جي بلوچن جي باري ۾، سنڌ جي فاتح شاهہ بيگ ارغون، جنهن لاءِ ”تاريخ معصوميءَ“ جو چوڻ آهي تہ ”اڪثر وقت هو عبادت ۽ تقوا ۾ گذاريندو هو، ۽ عالمن ۽ مشائخن جي مجلس ۾ ويهندو هو“ ۽ مرڻ کان پوءِ جنهن جو لاش ڪڍي، مڪي شريف جي ”جنت المعلي“ ۾ وڃي دفن ٿيو هو، تنهن پنهنجي ٽولي جي ماڻهن سان ”صلاح مشورو“ ڪري فيصلو ڪيو تہ هن قوم جي باهہ کي تلوار جي پاڻيءَ سان وسائڻ گهرجي. پوءِ طئي هي ٿيو تہ هر ڳوٺ ۾ تجربيڪار ماڻهن جي هڪ جماعت ويهاري وڃي، جيڪي ڪجهہ مدت انهن ماڻهن جي وچ ۾ رهڻ کان پوءِ هڪ مقرر وقت تي هر هنڌ حملو ڪري، انهن کي ختم ڪري ڇڏين: ائين هر آباديءَ ۾ هڪ جماعت مقرر ڪئي ويئي، جا وقت جي انتظار ۾ رهي، ۽ پوءِ جڏهن مقرر وقت آيو، تڏهن هر جماعت پنهنجون تلوارون بار بار اگهنديون، ان بدبخت قوم کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ طرح هڪ ئي وقت بلوچن جي 42 آبادين جا ماڻهو قتل ۽ برباد ٿي ويا.“ 1557ع (جنوري) ۾ هڪ سال جي گهيري کان پوءِ ارغون جڏهن ملتان جو قلعو پٽيو، اندر شهر ۾ داخل ٿيا، تڏهن ”داخل ٿيڻ سان ئي نهايت بيدرديءَ سان قتل ۽ ڦرمار شروع ڪري ڏنائون. ستن سالن کان ستر سالن جي عمر جا سيئي ماڻهو قتل ڪيا ويا ۽ ملتانين تي قيامت برپا ٿي ويئي. ڪن ماڻهن وڃي بزرگن جي خانقاهن ۾ پناهہ ورتي، پر ڏهہ ٻارهن ڏينهن شهر ۾ ڦرمار ڪرڻ کان پوءِ محب ترخان فوج وٺي اتي وڃي پهتو ۽ پناهہ

گزين ماڻهن کي قري ماري، خانقاهن کي باهيون ڏيئي، اتان جا پٽ رت سان ٻاڙها ڪري ڇڏيائين." 1538ع ۾ مرزا شاهہ حسن، همايون جي سڏ تي گجرات ويندي، "پٽن" جي آسپاس منزل ڪئي ۽ سندس هڪڙي سپهہ سالار، سلطان محمود، "احمد آباد تائين وڃي گجراتين جو مال متاع ڦريو، جنهن وسيلي ڪثير سامان، ڪپڙو، نقدي ۽ سون لشڪر کي هٿ لڳو." گجرات کان موٽندي "شاهہ حسن راڌڻ پور جي رستي سان ايندي، جاڙيجن ۽ سوڍا قبيلن جو قتل عام ڪري، انهن کي خوب لٽيو ماريو ۽ برباد ڪيو." هن مرزا شاهہ حسن لاءِ بہ ساڳئي "تاريخ معصوميءَ" واري جو چوڻ آهي تہ "جيڪي بہ مقدما هن وٽ پيش ٿيندا هئا، انهن لاءِ هو شرع شريف ڏانهن رجوع ٿيندو هو، ساداتن، مشائخن ۽ عالمن جو بيحد احترام ڪندو هو ۽ هن جو لاش بہ پوءِ مڪي معظم نيو ويو ۽ اتي جنت المعلي جي قبرستان ۾ پيءُ جي پرسان دفنايو ويو!

تاريخ جي هيءَ هڪ عالم آشڪار حقيقت آهي تہ مذهبُ ڪنهن ملڪ، قوم يا سماج کي ٻئي ڪنهن ملڪ، سماج يا قوم جي اڳرائي، ڦرمار ۽ غلاميءَ کان بچاءَ جو ڪم ڪونہ ٿو ڏئي، چاهي اڳرائيءَ ڪندڙ ۽ ڦرمار ڪندڙ قوم ڪا هم مذهب قوم ئي ڇو نہ هجي. مذهب هڪڙيءَ ڪنهن قوم کي ٻيءَ ڪنهن قوم تي حملي ڪرڻ، ان کي ڦرڻ لٽڻ ۽ ان کي غلام بنائڻ کان روڪ جو ڪم بہ ڪونہ ٿو ڏئي، چاهي اها ٻي قوم ان جي هم مذهب قوم ئي ڇو نہ هجي. * اڳرائي،

* سنڌ تي مسلمان ارغونن جي ڪاهہ وقت ۽ سنڌ ڏينهن لاءِ انهن هٿان ٺٽي جي قتل عام ۽ لٽجڻ وقت سنڌ ۽ سنڌ جي ان گاديءَ جي شهر ٺٽي جي اسلامي فضا ڪجهہ هن ريت هئي:

"روايت ڪن ٿا تہ (سنڌ جو بادشاهہ) ڄام نظام الدين علم جو عاشق هو. ننڍپڻ ۾ هن مدرسن ۽ خانقاهن ۾ تعليم ۽ تربيت ورتي هئي. هو نهايت حليم، خليق ۽ پسنديده صفتن ۽ حسين عادتن جو مالڪ هو. ان سان گڏ، هو ڪمال درجي جو زاهد ۽ عابد بہ هو. هن جي فضيلت ۽ اصل حقيقت ان کان مٿي آهي جيتري ڪجهہ قلمبند ڪري ٿي سگهجي.... هن جي حڪومت جي ڏينهن ۾ (هلندڙ)

ڦرمار ۽ آڪرائي – اهي اجتماعي طاقت، ۽ ان جي انتظام ۽ استعمال، جا مسئلا آهن – يعني اهي رياست جي عمل پيرائيءَ جي دائري ۾ اچن ٿا. خالص مذهب (ڪهڙي به مذهب) جو، يعني (ڪهڙي به "نظريي" ۾) ايمان ۽ اعتقاد جو اِن سان ڪو واسطو ڪونهي. بلڪ اڪثر اهڙو ايمان ۽ اعتقاد ڪمزور ۽ امن پسند قوم ۾ جاسوس ۽ غدار ۽ "پنجين ڪالم" ** جا ماڻهو پيدا ڪري ڏيندو آهي، جن کي ساڳئي ايمان ۽ عقيدي، واري زورآور ۽ اڳرائي ڪندڙ قوم پنهنجي جنگي فائدي لاءِ ڪم آڻيندي آهي. سنڌ جي تاريخ، محمود غزنويءَ جي منصوري تي حملي ڪرڻ ۽ ان کي نابود ڪرڻ کان وٺي ۽ خاص طرح ارغونن جي حملي کان وٺي سنه 1737ع ۾ مغلن جي دور ختم ٿيڻ تائين ۽ پوءِ نادر

---

سنت نبويءَ جي پيروي ايتري قدر عام ٿي چڪي هئي، جو ان جو تصور به نٿو ڪري سگهجي. مسجدن ۾ باجماعت نماز ادا ڪرڻ جو رواج ايترو ته عام هو، جو ڪوبه، ننڍو يا وڏو، اڪيلو وڃي مسجد ۾ نماز ادا ڪرڻ پسند نه ڪندو هو. جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪنهن کان نماز يا جماعت گسي ويندي هئي، ته هو نهايت پشيمان ٿيندو هو ۽ ٻن ٽن ڏينهن تائين استغفار پڙهندو رهندو هو.... ("تاريخ معصومي" – ص ص 104-102) ۽ ان کان پوءِ جڏهن سنڌ تي مسلمان ارغونن جا حليف، مسلمان مغل حاڪم هئا ۽ انهن جي ظلم جي ڪاري رات ڇانيل هئي، تڏهن ٺٽي جي اسلامي فضا جو تاريخ ۾ هن ريت ذڪر آيل آهي:

"…. عالم، فاضل، شاعر، ڪاتب، خوشنويس ۽ خدا پرست شخص هن شهر ۾ تمام گهڻا رهن ٿا… ۽ ان جا اڪثر ماڻهو ڏاڍا پڪا مسلمان آهن ۽ روزي نماز ۽ شرع شريف جي پيرويءَ ۾ بيحد گهڻو سعيو ڪن ٿا. ايتري قدر جو هتي ڪيتريون وڏيون جامع مسجدون آهن، جن ۾ ويهه ويهه، ٽيهه ٽيهه هزار ماڻهو جمعي جي نماز لاءِ گڏ ٿين ٿا. جامع مسجدن کان سواءِ شهر جي محلن ۾ ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون مسجدون آهن ۽ اهي سڀ جمعي ڏينهن ايتريون ڀرجي وڃن ٿيون، جو عين نماز مهل جيڪڏهن ڪو نماز لاءِ اچي ٿو ته ڪيترن حيلن ۽ ڪوشش کان پوءِ مس هن کي نماز لاءِ ڪا جاءِ ملي سگهي ٿي." ("مظهر شاهجهاني"، ميرڪ يوسف، بتصحيح ۽ حاشيه وغيره، حسام الدين راشدي، ص. 330).

** Fifth Column – ماڻهن جو منظم گروهه، جيڪو ڌارينءَ فوج جي فائدي ۾ ملڪ جي اندر ويهي ڪم ڪري ۽ ان جي سوڀ لاءِ اندرون ئي اندر ميدان تيار ڪري.

شاهہ احمد شاهہ ابداليءَ* مدد خان ۽ شاهہ شجاع جي حملن جي صورت ۾ انهيءَ پنهنجي بنيادي حقيقت جو پڌرو ۽ پختو ثبوت آهي.

لڳ ڀڳ مني صدي ارغون ۽ سندن شريڪ ڪار ترخان قبيلي جا مغل پنهنجي هم مذهب سنڌ کي ائين لتيندا ۽ ڪچليندا رهيا– ان وچ ۾ هنن گوئا مان عيسائي پورچوگيزن جو غنيم گهرائي ٺٽي کي ڦرايو، شهر کي باهہ ڏياري ۽ ماڻهن جو قتل عام ڪرايو. تان جو 1591ع ۾ سنڌ کي سڄيءَ طرح دهليءَ جي مغلن پنهنجي جاگير

* شاهہ بيگ ارغون، 927 هہ (1520ع) ۾، سنڌ تي حملي کان اڳ، پنهنجي "چئن يارن جي چؤنڪڙي" ٺٽي رواني ڪئي هئي، جيڪي تاجرن جي ويس ۾ اتي پهتا هئا، منجهن "هڪ قسم جو خاص اتحاد" هو ۽ انهن آخر ۾ پاڻ کي "غوث الثقلين پيران پير دستگير جو اولاد" سڏائيندي، ظالم ۽ ڦورو ارغوني حڪومت جي ڪپائڻ ۽ هلائڻ ۾ ارغونن جي مذهبي مدد ۽ ساڻن مال غنيمت ۽ اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيواري ڪئي.

ساڳيءَ طرح، 1737ع ۾، سنڌ تي نادر شاهہ جي حملي کان فقط ٻہ سال اڳ، ان جي سپهہ سالار احمد شاهہ ابداليءَ جو پير ۽ مرشد، شاهہ فقير الله علوي، پنهنجي ملڪ (روتاس، جلال آباد، افغانستان) مان، مذهبي هراول دستي طور، پنهنجي پوري اتالي سان ڀهريائين ٺٽي ۽ پوءِ شڪارپور ۾ اچي وارد ٿيو. ٺٽي جي مختصر رهائش ۾ هن "مخدوم محمد هاشم جي شاگردي" قبولي ۽ ان کان "علوم ظاهري ۽ سلوڪ مخفيءَ جي سند" ۽ "فقر جي ٽيٽيهن سلسلن جي اجازت" ورتي. "1747ع ۾ نادر شاهہ قتل ٿيو ۽ احمد شاهہ ابدالي خراسان ۽ سلطنت نادريءَ جي مشرقي ايراضين جو دعويدار ٿيو... سنڌ هن جي هٿان ۽ هن جي جانشينن جي هٿان جيڪي سختيون سنيون ۽ پريشانيون ڏٺيون، انهن جو داستان خود نادر سفاڪ جي ڦرلٽ ۽ تباهہ ڪارين جي داستانن کان گهٽ دردناڪ نہ هو." پر احمد شاهہ ابدالي پوءِ بہ ان اهل الله بزرگ، صاحب فقر و سلوڪ، حاجي شاهہ فقيرالله علويءَ جو ايڏو تہ معتقد خاص ۽ مريد صادق هو، جو هو "سنڌ جي علائقي ۾ داخل ٿيڻ شرط، جتي پيرن مان لاهي، پيرين اگهاڙو هلندو هو" ! چو تہ اهو سندس "مرشد جو وطن" هو! ۽ ان پنهنجي مرشد سڳوري جي "پيرن جي پٽي تبرڪ طور پاڻ سان کڻي هلندو هو!" سنڌ جي تاريخ ۾ مذهب ۽ سياست جي، يعني ايمان ۽ اقتدار جي، استبدادي ۽ استحصالي شراڪت جو اهو ڪو پنهنجي نوع جو واحد يا ڪو ٻہ ٽي يا ڪو پويون مثال بہ ڪونهي.

شاهيءَ ۾ داخل ڪيو. دهليءَ جا مغل بادشاهه سڀ پاڻ کي ”غازي“ چوائيندا هئا، ۽ مئي کان پوءِ ”جنت مڪاني“ ”عرش آشياني“ ”خلد آستاني“ وغيره وغيره سڏبا هئا. انهن جي ڏينهن ۾ غلام سنڌ جي مسلمان خلق جو ڪهڙو حال هو، اهو به ٻڌڻ وٽان آهي. جهانگير پنهنجي ”تزڪ“ ۾ پنهنجي ٺٽي جي نواب مرزا رستم لاءِ لکيو آهي ته ”ماڻهن سان هن ايذا ظلم ۽ تعديون ڪيون، جو چؤطرف دانهن پئجي ويئي - ۽ بيون به ڪيئي خرابيون هن بابت ٻڌڻ ۾ آيون.“ هڪڙي سندس مغل نواب قوج عليءَ بابت، جيڪو بکر جي ماتحت هڪ جاگير جو حاڪم هو. ”ذخيرة الخوانين“ ۾ ٻڌايل آهي ته، ”به ڪٺاهه پاڻيءَ جا سدائين وٽس باهه تي پيا ٽهڪندا هئا ۽ ڪوبه چور يا ساڌ يا ٻيو ڪو ڏوهي بيڏوهي هٿ چڙهيس ته ان جا هٿ پير ٻڌي، انهن ڪٺاهن ۾ اڇلارائي ڇڏيندو هو، ۽ اهي اتي ئي رجهي پاهه ٿي ويندا هئا. تقريبًا هڪ هزار کن ماڻهو ان پٽ جا هن ائين ماريا. ڪميٽپ ۽ بيپرواهيءَ ۾ هن جو ٻيو مثال ڪونه هو.“ شاهجهان جي دور جي نواب احمد بيگ بابت، جنهن جي راڄڌاني سيوهڻ هو، ٻڌايل آهي ته هو ”بيحد سست، نااهل ۽ نڪمو ماڻهو هو.... هن حڪومت جون واڳون پنهنجي هڪ ظالم ۽ سفاڪ ياءُ مرزا يوسف جي حوالي ڪري ڇڏيون هيون، جو پنهنجي فطرت جي لحاظ کان بيحد پست، ذليل، بي رحم ۽ بيهودو ماڻهو هو..... هو ايترو سفاڪ هو، جو حجاج بن يوسف جهڙو ظالم اظلم به هن جي اڳيان اِدني شاگرد جي حيثيت رکندو هو. هن پنهنجي ظلم ۽ ڪنورتا سان سڄي صوبي کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو هو.... هو هر روز شهر جي بيگناهه ماڻهن کي جهلائي درا هڻائيندو هو... درن جي لڳندي لڳندي، مظلومن جي ڪل لهي ويندي هئي ۽ اڪثر هو مري ويندا هئا. ائين ٻن ٽن سؤ بيگناهن جو مرڻ هن لاءِ روزانو معمول هو... صوبي ۾ جنهن به ماڻهوءَ بابت خبر پوندي هيس ته مالدار ماڻهو آهي، ته ان تي ڪوڙيون تهمتون رکي، پاڻ وٽ گهرائيندو هو ۽ معمولي سوال جواب کان پوءِ پهرين ته هن کي خوب درا هڻائيندو

هو. ان کان پوءِ هن جو سڄو مال اسباب ضبط ڪري ورتندو هو. هيءُ سندس سلوڪ رڳو مردن سان نہ هوندو هو پر مالدار عورتن سان بہ اهائي ڪار ڪندو هو... سڄي علائقي ۾ جنهن وٽ بہ سنو ۽ قيمتي اٺ ڏسندو هو، اهو زوريءَ هن کان کسي، پنهنجي شترخاني ۾ داخل ڪري ڇڏيندو هو. رستن جي هر لنگهہ ۽ درياءَ جي هر پتڻ تي ماڻهو بيهاري ڇڏيائين، جيڪي هر ايندڙ ويندڙ تي بي سبب ڏنڊ وجهي ۽ هر قسم جا محصول مڙهي، پيسا پيا ڦريندا هئا. ايتري تائين، جو هٿين خالي راهہ ويندڙ ڪو ماڻهو بہ انهن کان ڇٽي نہ سگهندو هو.... هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ تائين وڃڻ لاءِ بہ راهداري وٺڻ ضروري هئي، جنهن لاءِ رپيا ادا ڪرڻا پوندا هئا. رڳو ڪنهن کي پنهنجي ڪنهن مائٽ جي مرڻ جي خبر ڏيڻ لاءِ ٻئي ڳوٺ وڃڻو پوندو هو، تہ اهو بہ سواءِ پيسن ڏيڻ ۽ راهداري وٺڻ جي هڪ قدم بہ اتان ٻاهر رکي نہ سگهندو هو. درياءَ ۾ خالي ٻيڙين کان بہ محصول ورتو ويندو هو، سوداگرن جي ٻيڙين تي هر طرح جون مصيبتون نازل ٿينديون هيون، ڪيترا ڏينهن بي سبب انهن کي روڪي بيهاريو ويندو هو تہ جيئن انهن جو قيمتي سامان سيوهڻ ۾ ڪوڏين تي نيلام ٿي وڃي ۽واپاري تنگ ٿي مرزا يوسف کي وڏيون وڏيون رشوتون ۽ ڳرا ڳرا تحفا تحائف ڏيئي جند ڇڏائين.... سڄي ملڪ جي چورن ۽ ڌاڙيلن کي هن پاڻ وٽ پناهہ ڏيئي بيهاري ڇڏيو هو ۽ انهن هٿان هو ملڪ ۾ چوريون ۽ ڦريون ڪرائيندو هو ۽ ڌاڙا هڻائيندو هو... بنگال مان ناليرا جواري گهرائي، شهر جي چوواٽن تي بيهاري ڇڏيائين، جيڪي راهگيرن جا نہ رڳو ڪيسا پيا خالي ڪندا هئا، پر انهن جي بت جا ڪپڙا بہ لهرائي ڇڏيندا هئا. چوريءَ ۽ جوا جي آمدني هر روز شام جو "خزاني" ۾ باقاعدي حساب ڪتاب سان داخل ٿيندي هئي. هڪ ڀيري نئين قلعي نهرائڻ جو هن فيصلو ڪيو ۽ حڪم ڏنائين تہ شهر جا سڀ ماڻهو پنهنجي سر پنهنجن مٿن تي سرون کڻي، گارو ۽ گڇ ڪري، قلعي جي پيتين جي اوساري ڪن — جيڪڏهن ڪي بيمار، معذور يا پوڙها پاڻ سان مزور وني تي آيا تہ اها

ڳالهہ بہ مرزا يوسف کي قبول نہ هئي – هر ڪنهن کي، پوءِ هو ڪهڙيءَ بہ حالت ۾ هوا، پنهنجن هٿن سان پاڻ اها بيگر وهٽي هئي.... چغلخورن جو هڪ وڏو ٽولو هن پاڻ وٽ رکيو هو، جن کي هو "حقيقت دان" سڏيندو هو ۽ اهي ملڪ جي گوشي گوشي ۾، خاص هدايتن هيٺ، هر ماني مڇيءَ واري ۽ عزت دار ماڻهوءَ کي ذليل ۽ خوار ڪندا ۽ ڪرائيندا رهندا هئا. فصل پچڻ وقت مرزا يوسف جا خاص ماڻهو ان جي ايتري وڏائي چڙهائي داڻي بندي ڪندا هئا، جو هارين کي سڄو ان ڏيئي بہ ان مان خلاصي ڪانہ ٿيندي هئي، بقايا لاءِ ڪين اٿلو پنهنجو چوپايو مال نيلام ڪرائڻو پوندو هو – جيڪڏهن اهڙا مجبور ۽ مظلوم آبادگار ڳوٺ ڇڏي پاڻ بچائڻ گهرندا هئا، تہ هو انهن جي پٺيان گهوڙا ڊوڙائي، انهن جو سڄو مال اسباب انهن کان ڦرائي وٺندو هو.... مرزا يوسف ملڪ جي چڱن ماڻهن کي هڪٻئي جي خلاف پڙڪائيندو هو ۽ پاڻ ۾ ويڙهائيندو هو، تہ جيئن هڪ پاسي ملڪ جا بااثر ماڻهو ڪمزور ٿين ۽ ٻئي پاسي ملڪ جي وحدت قائم نہ رهي سگهي، تان تہ ملڪ تي هو پنهنجي حاڪميت مضبوط رکندو رهي. جيڪڏهن ڪي ماڻهو هنن ظلمن کان تنگ ٿي ملتان يا دهليءَ ڏانهن فرياد ڪرڻ لاءِ وڃڻ جي ڪندا هئا تہ اوسي پاسي جا نواب ۽ ننڍا وڏا حاڪم، مثلا بکر، نصرپور، ٺٽي وغيره جا، انهن کي واٽ تان جهلي واپس مرزا يوسف ڏانهن ڏياري موڪليندا هئا تہ هو انهن جي خبر وٺي...."

سيوهڻ جي علائقي جي هن ظلمستان جو هيءُ بيان خود اتان جي هڪ سرڪاري واقع نويس، يوسف ميرڪ نالي، مخفي طور قلمبند ڪيو، جنهن کي هن پوءِ "مظهر شاهجهانيءَ" جي نالي سان جون 1634ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ترتيب ڏيئي مڪمل ڪيو. جنهن جو قلمي نسخو سندس هٿ اکرن ۾ موجود آهي ۽ جيڪو ڇپجي پڌرو بہ ٿي چڪو آهي. سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي ان دک ۽ بيڪسيءَ جي داستان کي قلمبند ڪندي ڪندي، يوسف ميرڪ جي دل مان نيٺ هڪ دانهن نڪري ويئي، جا بہ سندس ڪتاب ۾ درج آهي ۽ ان کي

ٿورن لفظن ۾ وطن جي غلاميءَ تي هڪ ازلي تبرا هڪ پاسي ۽ وطن دوست رياست جي بنيادي سماجي ڪارج جو هڪ سچو ۽ جامع بيان ٻئي پاسي شمار ڪري سگهجي ٿو- چوي ٿو:

”ڪار ملڪ بجائي رسيد ڪہ ملڪ ناپرسان و ملڪ بيدادان و ملڪ بيڪسان شدہ. چون آدم لاملڪ گردند، هزار گونہ فساد،در دين و دنيا پيدا ميشود، چرا ڪہ مدار عالم وابستہ ء معاش است.“

-ملڪ، دين ۽ دنيا، يعني رياست، مذهب ۽ تهذيب ۽ عالم جو يعني سماج جو مدار معاش (گذران، ان جي وسيلن ۽ پيداوار) تي؛ يعني جڏهن ماڻهو پنهنجي رياست کان محروم ٿي وڃن ٿا ۽ اها وڃي اهڙن جي هٿ چڙهي ٿي، جيڪي انهن کان نہ پڇن ٿا ۽ نہ انهن جو داد ڪن ٿا، ۽ هو ان ۾ بيڪس بڻجي وڃن ٿا، يعني سندن گذر ۽ گذر جا وسيلا کائنئن کسجي وڃن ٿا، تڏهن انهن جو نہ دين سلامت رهي ٿو نہ دنيا – انهن جو مذهب ۽ تهذيب ٻيئي فساد ۾ وڪوڙجي وڃن ٿا ۽ سندن سماج هڪ سچي پچي ۽ بنيادي نوع جي بحران ۾ ونجي وڃي ٿو. هو زندگيءَ جي آزمائش – پنهنجي وجود جي آزمائش - ۾ اچي وڃن ٿا، ۽ هنن جي اڳيان سواءِ پنهنجي نجات لاءِ ڪامل جدوجهد ڪرڻ جي ٻيو رستو ڪونہ ٿو رهي، تان جو هو وري سماجي طور متحد ٿي، نئين سر مضبوط ٿي، پنهنجي محب وطن قومي رياست قائم ڪري سگهن ۽ ان جي پناهہ ۾ رهي ڪري، پنهنجي تهذيبي يعني ذهني ۽ معاشي خوشحاليءَ جي ماڻڻ لاءِ گهربل تخليقي ۽ پيداواري ڪم جي پوئواري ڪري سگهن.

پنهنجي محب وطن قومي رياست جي پناهہ هيٺ خاص طرح ۽ هوندن بہ پنهنجي منهن عام طرح، ڪو ملڪ، قوم يا سماج تهذيب جي ميدان ۾ رڳو معاشي طور ڪيتري قدر ڪوشش ۾ رڌل رهي ٿو، ان جا ڪجهہ مثال بہ اسان کي پنهنجي تاريخ ۾ ملن ٿا.

احمد بيگ جي نوابيءَ ۾ سيوهڻ جي باغبان علائقي جي برباديءَ جو ذڪر ڪندي، ”مظهر شاهجهانيءَ“ جو مصنف يوسف

ميرڪ لکي ٿو ته ”سمن جي دور حڪومت ۾ (يعني هڪ سؤ سال اڳ) هيءُ پرڳڻو آباديءَ ۽ خوشحاليءَ ۾ ڪمال درجي تي رسيل هو. مخدوم جعفر بوبڪانيءَ مرزا عيسيٰ ترخان کي ٻڌايو هو ته جڏهن (ڦهريون پيرو) 921 هه ذي قعده (1515ع، ڊسمبر) ۾ (ڄام نندي جي زماني ۾) شاهه بيگ ارغون قنڌار مان هن علائقي تي چڙهائي ڪري آيو هو، تڏهن هو هڪ هزار رڳوا ٺ. جيڪي رات جو نارن ۽ هرلن ۾ وهي رهيا هئا، سي زوريءَ اتان ڪاهي ويو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هيءُ علائقو ٻين ڳالهين ۾ ڪيترو نه سائو ستابو ۽ آباد هو.... (ان کان علاوه) سنڌ جي والي، ڄام نندي، جي ڏينهن ۾ چاڳلي نالي هندو وزير کي ڄام جي پٽيلي درياءَ خان سان گڏ سيوهڻ موڪليو ويو هو. جنهن هتي اچي باراني پاڻيءَ تي ساوه واري واهه کي وهايو هو، جنهن جو پاڻي منڇر ۾ اچي گڏ پئي ٿيو. انهي ڍنڍ جي اترئين پاسي ڳاهن واري رعيت پوک ڪندي تي آئي ۽ ان جي ڏاکڻي پاسي بوبڪن جي ماڻهن گڇ ۽ مانهن جي ڪٽ جي ملاوت سان پڪو بند ٻڌي، ڪاڇي جي زمينن ۾ پاڻي پئي پڄايو، جنهنڪري اتي (به) ڄام آبادي ٿيندي پئي رهي: انهيءَ ڪاڇي واريءَ پوک تي ڏهون حصو ڍل وڏل هئي، يعني جنهن مان نو حصا رعيت کي ۽ ڏهون حصو سرڪار کي ٿي مليو: تڏهن به ڄام نندي کي هڪ لک خرار وصول پئي ٿيا.“ ان ساڳئي سيوهڻ صوبي جي نوابي، وچ ۾ ارغونن – ترخانن جي ستر کن سالن ۽ دهليءَ جي مغل تسلط جي ويهارو کن سالن جي عرصي کان پوءِ، 1607ع ۾ جهانگير جي تخت نشينيءَ تي خود يوسف ميرڪ جي پيءُ مير قاسم نمڪين کي ملي، يوسف ميرڪ جي پيءُ ڪيس هٿياربند سوارن جي هڪ مضبوط جماعت ساڻ ڏيئي اوڏانهن روانو ڪيو ۽ پاڻ هڪ ٻن ڏينهن جي مفاصلي تي پٺيان منزلون ڪندو ايندو رهيو. انهيءَ پنهنجي سيوهڻ صوبي جي پهرئين سفر جي ڳالهه ڪندي، يوسف ميرڪ ٻڌائي ٿو ته ”واٽ تان ايندي، جيڏانهن ٿي مون نگاهه ڪئي تيڏانهن مون کي ويراني ئي ويراني تي ڏسڻ ۾ آئي“ – جڻ وچ واري عرصي ۾ اتان ڪو

راڪاس گهمي ويو هو. ان کان پوءِ وڏيڪ ويهارو کن سالن جي گذرڻ بعد 1628ع ۾، احمد بيگ جي نوابيءَ ۾ ان جي ظالم ياءُ مرزا يوسف جي ڪارستانين جو ذڪر ڪندي، يوسف ميرڪ لکي ٿو ته، ”ملڪ جي بربادي جي حالت اتي وڃي پهتي هئي، جو چئن پنجن مهينن کان خود سپاهين کي خرچ پکو ڪونه ٿي مليو، جنهن ڪري (ڦرمار لاءِ) ڪيترا ڀيرا اهي پنوهرن تي ڪاهي ويا، پر ڪامياب ٿي نه سگهيا. پوءِ جيڪو فصل قدرتي آفت جو شڪار ٿي چڪو هو، تنهن تي وڃي هنن قبضو ڪيو، ڪين جڻ مفت جي ڪا مڏي هٿ اچي ويئي هئي....، هوڏانهن احمد بيگ پاڻ ڪو هٿ پير تي هنيو ۽ ڪيس ڪٿان ڪجهه هٿ تي آيو، اهو وٽس پهچي ئي پهچي، تيسين سڀ ڪجهه لفنگ ماڻهو ڪٽي تي ويا... جيڪي ڪجهه وڳوڙين جي ور تي چڙهيو، انهن جو تي تي ويو.....“ ڇهه سال پوءِ ڪتاب جو خاتمو ڪندي، يوسف ميرڪ ٻڌائي ٿو ته، ”انهيءَ احمد بيگ جي ايامڪاريءَ ۾ جيڪي وستيون ويران ٿي ويون، سي اڃا تائين اسري نه سگهيون آهن.“ سمن جي وطن دوست راڄ جي ڏينهن جي ڳالهه ڪندي، يوسف ميرڪ لکي ٿو ته، ”جيڪڏهن واقعي رعيت خوشحال ٿي، پوريءَ محنت سان پوکي راهيءَ ۾ لڳي وڃي، متس ڪوبه ظالم حاڪم مسلط نه هجي ته هڪ هڪ ماڻهو، جيڪو زور زبردستيءَ سان دل من هٽندي، رڳو ڏهه جريب آباد ڪري سگهي ٿو، سو پنجن سون کان هزار جريبن تائين بلڪ ان کان به وڌيڪ آبادي ڪندو ۽ ڍل ڀريندو... جيڪڏهن رعيتي سکيا ستابا آهن ۽ کين ڀروسو آهي ته اهي پنهنجي وس آهر درياءَ مان واهڙ ڪڍي، انهن کي پري پري وارن پٽن تائين پهچائي، زمين آباد ڪري ٿا سگهن، جتي ماڻهو، مرونءَ ۾ پکيءَ جو پاڇو به ڪڏهن نه پيو هجي.... مون خود پنهنجي اکين سان اهڙو مشاهدو چانڊڪا پرڳڻي ۾ ڪيو هو: مير ابڙي نالي اتان جي هڪ زميندار، ننڍي درياءَ جيڏو هڪڙو وڏو واهه درياءَ مان ڪڍائي پري پري نيئي، سڃا پٽ آباد ڪري ڇڏيا ۽ اتي نوان شهر ٻڌايائين، جتي پکين ۽ حيوانن انسانن جي شڪل نه ڏٺي

هئي – ائين هن ”جوڳي“ ۽ ”منهه“ نالي شهر بڌايا: ساڳيءَ طرح نندي ابڙي ”پوپٽي“ نالي ۽ شاهه عليءَ. جيڪو ابڙن جو پير هو ۽ پاڻ کي مهدي چوائيندو هو، ”ڪوٽل“ نالي شهر بڌايا. ائين ابڙن، سانگين ۽ سميجن مان هر ماڻهوءَ، جيڪي هن پرڳڻي جا رهاڪو هئا، ننڍا ننڍا ڪڙيا ڪٽائي، غير آباد پٽ آباد ڪيا ۽ نوان نوان ڳوٺ اڏيا. تان جو بکر ”ملڪ“ جي ان علائقي جي جمعبندي هڪدم 12 لکن مان وڌي، ٽيهارو، چاليهارو لکن ”تنڪن“ تائين پهچي ويئي.“ ۽ اهو سڀ انهي ڪري ٿيو، جو ”ماڻهن کي ڪجهه وقت لاءِ هڪڙي ماڻهپي واري نواب (محمد علي بيگ بندريءَ) جي زير حڪومت رهڻ جو موقعو مليو.“

تقريبًا پورا ٻه سؤ سال (1520-1736ع) سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو ائين ارغونن – ترخانن ۽ دهليءَ جي مغل حڪومت جي هيٺيان ۽ رت پياڪ تسلط هيٺ پيسبا ۽ پٽي ٿيندا رهيا، سندن تهذيبي زندگيءَ جو ساهه سندن دشمنن جي مٺ ۾ گهٽبو ۽ پوساٽبو رهيو، سندن ذهني ۽ جسماني صلاحيتون بند هيون ۽ انهن جي هر قومي استعمال ۽ اظهار تي مٿن هنيليون ۽ بي قياس سنگينون اپيون ٿِيون تي ويون. پر پورين ٻن صدين جو اهو سڄو عرصو، پنهنجي وطن جي نجات ۽ پنهنجي وجود جي بچاءَ لاءِ، هو پوءِ ٻه لڳاتار وڙهندا رهيا. انهن ٻن سؤ سالن جي تاريخ شاهد آهي ته ان عرصي جو ڪو هڪ مهينو، ڪو هڪ هفتو، ڪو هڪ ڏينهن ٻه اهڙو ڪونه گذريو، جڏهن هو پنهنجي ان مقدس فرض کان غافل رهيا. پر ساڳئي وقت سندن افسوسناڪ نياڳ اهو هو، جو اهو سڄو عرصو هو پنهنجي اندروني قومي ۽ مذهبي نفاق جا پڻ شڪار رهيا ۽ ان نفاق کي وڌائڻ ۽ ان مان فائدي وٺڻ ۾ سندن دشمن ڪا ڪثر پوئتي ڪانه ڇڏي. ان لاءِ پهرين ڳالهه هنن هيءَ ڪئي، جو سنڌ کي ورهائي ٽڪر ٽڪر ڪيائون ۽ ان جي متحد قومي رياست کي هڪ پيرو وري ٻه واوڪر ڪري ڇڏيائون. ارغونن ”ولايت سنڌ“ کي ڇهن ”سرڪارين“ ۾، ۽ مغلن ان کي ڇئن ”ملڪن“ ۾ ورهايو ۽ سڄو وقت هيءَ يا هوءَ ”سرڪار“ هن يا هن ”ملڪ“ يا ”سرڪار“ سان

وڙهندي رهي. ٻيو تہ سڀ اهي ”سرڪاريون“ ۽ ”ملڪ“ پاڻ ڪي قائم ۽ پنهنجي لٽ مار ڪي جاري رکڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي دائري ۾، ماڻهن جي هر قبيلي ۾ اندروني جهيڙن ۽ قبيلن جي هڪٻئي سان ٽڪر ۽ ويڙهہ ڪي سعيو ڪري اياريندا ۽ وڌائيندا رهيا- لاڪن ڪي سميجن جي خلاف، سميجن ڪي سومرن خلاف، مهرن ڪي ڪهيرين جي خلاف، ڪهيرين ڪي ڪلهوڙن جي خلاف، ڪلهوڙن ڪي داتوڊپوٽن جي خلاف، دائودپوٽن ڪي پنوهرن جي خلاف ۽ پنوهرن ڪي هنن جي خلاف ۽ هنن ڪي ٻين جي خلاف، بلوچن ڪي سماٽن جي خلاف ۽ سماٽن ڪي بلوچن جي خلاف، سعيو ڪري، ويڙهائيندا، هيٺو ڪندا ۽ خوار خراب ڪندا رهيا. ان ڪان سواءِ مذهبي ڪٽرپڻو ۽ فرقيوار انتهائيت ۽ مذهبن جي وچ ۾ غير برابري، مسهپ ۽ عداوت هنن لاءِ پنهنجي حڪومتي ڪاروبار ڪي هلائڻ ۽ قابض اقتدار ڪي قائم رکڻ جو هڪ ٽيون سوچيل ۽ آزمايل طريقي ڪار هو، جنهن ڪي هو محڪوم ۽ ويساه ۾ ورتل ”رعيت“ ڪي پاڻ ۾ ويڙهائڻ، ماٺ ڪرائڻ ۽ ڦيرائي پنهنجي پاسي ڪرڻ لاءِ هر ضرورت جي موقعي تي ڪم آڻيندا رهندا هئا.

(6)

سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهن ٻن سؤ سالن جي غلاميءَ جا پويان 47 سال حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي اکئين پاڻ بہ ڏٺا. جو تہ پاڻ 1689ع ۾ جاوا هئا ۽ 1737ع ۾ مغلن جي آخري نواب صادق علي خان، جنهن ”ملڪ“ ٺٽو دهليءَ جي مغل شهنشاھ محمد شاھ رنگيلي ڪان مقاطعي تي ورتو هو ۽ ٻهرئين سال جي مقاطعي جي رقم جيئن تيئن پوري ڪري ڏني هئائين ۽ ٻئي سال ڪيس نقصان پيو هو...“ ان ملڪ جون واڳون ڪلهوڙن جي سربراھ ميان نور محمد جي حوالي ڪيون. ”ملڪ“ سيوهڻ، ”ملڪ“ بکر ۽ ”ملڪ“ سيوي اڳي ئي هن جي هٿ ۾ اچي چڪا هئا... ۽ ”ان وقت ڪان هندستاني حاڪمن جي حڪمرانيءَ جو سلسلو ٽٽي مان ڪجي ويو ۽ عباسي (ڪلهوڙا)

خاندان کي بکر، سيوستان ۽ ٺٽي جي فرمانروائيءَ ۾ سدائينءَ جي سرخروئي حاصل ٿي.“ (تحفة الڪرام) ۾ ائين ”سنڌ جي سمورن جدا جدا ٿي ويل ٽڪرن جي ملي هڪ ٿيڻ وارو مقصد.... تڪميل تي پهتو... صدين کان پوءِ هيءُ پهريون موقعو آيو هو، جو متحده سنڌ جي انتظام ۽ ضابطي جي مرڪزيت جا مقصد انهن وطني حاڪمن جي ذريعي پورا ٿيا هئا.“ (”تاريخ ڪلهوڙا، مهر“).

ڪلهوڙا سنڌ جي اصلوڪن رهاڪن جو هڪ مک قبيلو هئا، جيڪي سنڌ جي ٻين پاڻ جهڙن مک قبيلن وانگر سدائين سنڌ جي ڌارين حڪمرانن جي خلاف پنهنجي منهن وڙهندا رهندا هئا. تاريخ ۾ سندن اصل نسل ”سنڌي چنا“ قبيلي منجهان ڏيکاريل آهي، جيتوڻيڪ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ هنن پنهنجي ذات عرب سان ڳنڍي، پاڻ کي عباسي سڏائڻ شروع ڪيو – ورنه اوستائين (جيئن اڄ به) سنڌ ۾ هنن جون ذاتيون يا پاڙا ڪلهوڙا، دائودپوٽا، عارباڻي، هيسباڻي، فيروزاڻي وغيره مشهور هئا. پنهنجي قبيلي جي نالي کي ڇڏي، پاڻ کي عرب سڏائڻ ۽ عباسي چوائڻ، اها ڌارين جي سلسلي ۾ سندن احساس ڪمتريءَ کان وڌيڪ انهن سان ڪلهي گس ڪرڻ ۽ خود پنهنجن تي حاڪماڻي برتري ڏيکارڻ ۽ رعب ويهارڻ جي سندن هڪ ڪوشش هئي. بهرحال، سندن پهرئين وڏي ڄام چنوءَ (1220ع) جو تاريخ ۾ ذڪر هڪ نهايت معتبر راڄ جي چڱي مڙس جي حيثيت ۾ ڪيو ويو آهي. هن سيوهڻ کان ڇهه ڪوهه پري جهانگارا باجارا جا شهر ٻڌايا. هو ستن مک قبيلن: ڪوريجن، سهتن، چنن، سمن، مهرن، ٻلالن ۽ ڏهرن – جو پڳدار هو. سنڌ جي تاريخ ۾ هيءَ پهرين خبر ملي ٿي، جڏهن مختلف ۽ هڪ کان وڌيڪ قبيلا گڏجي وسيع قومي اتحاد طرف وک کڻندي ڏسجن ٿا. هو هڪ وڏو ياڳيو ۽ سجاڳ زميندار هو ۽ وڏيءَ ساک وارو سخي، پهلوان مڙس هو. هن جو دستور هو ته هارين جي ڪرن تي ڪوبه پنهنجو ماڻهو بٺيءَ لاءِ نه موڪليندو هو – هاري پاڻ زمينداريءَ جو حصو جيڪو ڪن فصلن ۾ ڏهين ڪوڙي ۽ ڪن ۾ ائين

ڪوڙي هوندو هو. ڪٿي ڪيس پهچائي ويندا هئا، ۽ جڏهن ڪو هاري اهو زميندار ي حصو ڪٿي وٺس ايندو هو تہ ان ڪان تي سوال پڇيا ويندا هئا: توتي قرض تہ ڪونهي؟ تنهنجي ڪا سامايل ڌيءَ تہ وينل ڪانهي (جنهن جي توکي شادي ڪرائڻي هجي)؟ تو وٽ تنهنجي گهر ۾ ڇهن مهينن جو ان آهي؟ جيڪڏهن جواب ملندو تہ قرض اٿم، سامايل ڌيءَ وينل اٿم يا گهر ۾ ڇهن مهينن جي توڙ ڪانہ اٿم، تہ هن ڪان بٽئيءَ جو ان نہ وٺبو ۽ چئبس تہ پهرين وڃي پنهنجي پورت ڪر! سنڌ جي هن رڄ چڱي مڙس، ڄام چنوءَ، جو زمانو سنڌ جي وطن دوست سومرا رياست جو دور هو. سنڌ جي تاريخ ۾ پنهنجي وطني رياست جي ڇانءَ هيٺ سنڌي تهذيب جي ان تعميري اوسر جي دور جا پيا اهڙا ڪيئي سنڌي سورمن جا داستان ملن ٿا، جن ۾ انهن جي پهلواني، عدل ۽ انصاف، غيرت، نيڪي ۽ سخاوت جا مثال بيان ٿيل آهن. ڄام چنوءَ جي ڏهين پيڙهيءَ ۾، جڏهن سنڌ جي تاريخ جي ان سونهري قومي دور کي ختم ٿئي بہ هڪ سؤ کن سال ٿي چڪا هئا ۽ ان وچ ۾ غير وطني، ظالم ۽ قورو ارغون ۽ ترخان حاڪم پاڻ بہ پوين پساهن تي اچي بيٺا هئا، ۽ انهن جي جاءِ تي دهليءَ جي وڏيڪ ظالم ۽ خون پياڪ مغل تسلط جي صدي شروع ٿيڻ واري هئي، تڏهن ڪلهوڙا قبيلي جو هڪ پيو اهڙو ئي نيڪ نام، بهادر، وطن دوست، راڄن جو اڳواڻ، ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو، سنڌ جي تاريخ ۾ نمودار ٿيو. 1591ع ۾، شهنشاهہ اڪبر طرفان عبدالرحيم خان خانان سنڌ کي ترخانن ڪان ڪسي مغل قبضي ۾ آڻڻ لاءِ مقرر ٿيو. پنهنجي ڪم جي ڪاميابيءَ لاءِ سنڌ ۾ هو جن بزرگن وٽ "مدد ۽ دعا" لاءِ ويو، تن مان ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو بہ هڪ هو. ميان آدم شاهہ ترخانن ۽ مغلن جي تصادم جو فائدو وٺي، ڌارين فاتحن جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو ۽، هڪڙي تاريخ نويس جي لفظن ۾، "ڇاڪاڻ تہ هو امن ۾ خلل وجهڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺو هو، انهيءَ ڪري ملتان ۾ شهيد ٿيو." ٻئي هڪ مؤرخ جي لفظن ۾ ميان صاحب جي خلاف "ملتان جي حاڪم جي دل ۾ حسد

پيدا ٿي پيو، جنهن هن تي حملو ڪرايو. ميان صاحب جا ساٿي تڙي پکڙي ويا ۽ هو پاڻ جهلجي پيو ۽ هن کي موت جي سزا ڏني ويئي.“ سنڌ جي هڪڙي ٻئي مؤرخ واقعي کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي: ”آدم شاهه جا مريد گهڻا وڏي ويا، ۽ ان سان جا طاقت هن کي حاصل ٿي، تنهن کان پاڙي وارن زميندارن ۽ مختلف قبيلن جي سردارن جي دلين ۾ حسد جي باهه جاڳي پيئي. انهن پوءِ ميان صاحب جي خلاف بکر جي (مغل) ناظم کي خوفناڪ ڳالهيون ٻڌايون. ناظم ميان صاحب کي ملتان موڪلي ڏنو، جتي هن شهادت جو جام پيتو.“ سترهين صديءَ جو هڪڙو فارسي شاعر واقعي کي بيان ڪندي چوي ٿو:

بترسيد والي زبير و مريد، به ايماي حاڪم هلاڪت رسيد —

جنهن ۾ ”واليءَ“ مان سندس مراد بکر جو ناظم، جيڪو ”پير کان ۽ ان جي مريدن کان ڊڄي ويو“ ۽ ”حاڪم“ مان مراد ملتان جو حاڪم هو، جنهن ”هن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو.“ ميان صاحب ائين دشمنن سان وڙهندي، وطن تان قربان ٿي ويو.

ميان صاحب شهيد جي ان قربانيءَ کان تقريبًا هڪ سؤ سال پوءِ 1689ع ۾ حضرت شاهه عبداللطيف جو جنم ٿيو. ان وچ ۾ ميان صاحب شهيد جو پوٽو ميان شاهل محمد مغل حڪمرانن سان وطن خاطر وڙهندي جنگ ۾ مارجي ويو (1657ع). ڪانئس پوءِ سندس پائٽئي ميان نصير محمد (وفات 1692ع) کي ساڳئي وطن دوستيءَ جي ڏوهه ۾ عمر جا ڪيترا سال لاهور ۽ ملتان ۾ جلاوطنيءَ جا ڪاٽا پيا ۽ گواليار ۽ دهليءَ ۾ اورنگزيب جي قيد ۾ گهارڻا پيا. ميان نصير محمد جي پٽ ميان دين محمد دشمنن خلاف پنهنجي جنگ جاري رکي ۽ اورنگزيب جي پٽ معزالدين ۽ ان جي نوابن ۽ سپهه سالارن کي ڪيترن ئي هنڌن تي شڪستون ڏنيون. پر نيٺ هو دشمن جي فريب ۾ اچي ويو ۽ قرآن جي ضمانت تي پنهنجن ٻن قريبي عزيزن سميت ڳالهين لاءِ معزالدين وٽ ويو، جنهن وعده شڪني ڪري، کيس گرفتار ڪيو ۽ ملتان نيئي، کيس ۽ سندس ٻن ساٿين کي ڇيچلائي

چيچلائي، سنڌ کان سنڌ الڳ ڪرائي، مارائي ڇڏيو. ميان دين محمد ۽ سندس ساٿين جي شهادت جو هيءُ واقعو 1700ع ۾ پيش آيو، جڏهن شاهہ لطيف يارهن سالن جو هو. ميان دين محمد کان پوءِ سندس ننڍي ڀاءُ ميان يار محمد پنهنجي اهل عيال ۽ ٻين پنهنجن ماڻهن سميت جابلو علائقن ۾ پناهہ ورتي ۽ اتان مغل شهزادي معزالدين جي فوج سان جنگ جاري رکي ۽ ان کي شڪست ڏني. ان کان پوءِ هو جبلن تان هيٺ لهي آيو ۽ نئينگ تان ٽيندي، منڇر ڍنڍ جي ڪناري وارا شهر، سامتاڻي ۽ ڳاهن جي ايراضي "فتح پور" (؟)، "شڪارپور" (خدا آباد)، گچيرو، کاري، ڪنڌيارو ۽ لاڙڪاڻو آزاد ڪرائي پنهنجي قبضي ۾ آندائين. ترت ئي پوءِ، مغلن پنهنجي اختيار جي سج جو زوال ڏسندي، پهريائين سبي ۽ ڍاڍر جو انتظام "بطور" رشوت جي، ۽ پوءِ، بحالت مجبوري، سڄي بکر ۽ سڄي سيوهڻ جي علائقن جا اختيار ميان يار محمد جي حوالي ڪيا – کيس "خدا يار خان" جي لقب سان گڏ خلعت، سوني جڙت واري ڪلنگي، ترار، گهوڙو ۽ هاٿي بہ هن جي پذيرائيءَ طور هن کي ڏنا – سر زمين سنڌ جي هڪ حصي (اتر سنڌ) جي اقتدار جي هيءَ منتقلي 1708ع کان 1711ع تائين عمل ۾ آئي.

پنهنجي عزيز وطن جي نجات ۽ ناموس جي بحاليءَ جي جدوجهد جا هي ڊرامائي واقعا شاهہ عبداللطيف پنهنجي اکئين ڏٺا ۽ ڪنين ٻڌا. هو هنن واقعن جي عمل ۾ اچڻ وقت پنهنجي ڦوهہ جوانيءَ ۾ هو، ان وقت هن جي عمر 19 کان 22 سالن جي هئي. ملتان جي مغل حاڪم، اورنگزيب جي پٽ معزالدين، هٿان، ڌوڪي سان جهلجي، سنڌ تان سر ڏيڻ وارن ميان دين محمد ۽ سندس ٻن بهادر ساٿين جي شهادت وقت شاهہ 11 ورهين جو هو. ان کان پوءِ ٻيا پورا 11 ورهيہ هو سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي نجات ۽ تحفظ جي هن تحريڪ جو مشاهدو – جنهن جي عمل جو دائرو اتر سنڌ هو ۽ جنهن جي تحريڪ ۽ توانائيءَ جو مرڪز ۽ روح ڪلهوڙا قبيلي جا بزرگ هئا – سڌيءَ طرح ۽ ويجهي کان ويجهو ويهي، ڪندو رهيو. ايڏي ان اتساهڪ ۽

جاندار قومي جدوجهد هلندي، سڄيءَ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي وطن دوست بزرگن جي ڪارنامن جا داستان - سنڌن ڀهرئين نيڪ مرد ڄام چنوءَ کان وٺي، مظلوم شهيد ميان آدم شاهہ، ميان شاهل محمد شهيد، ميان نصير محمد جي طويل قيد و بند، ميان دين محمد ۽ سندس ٻن ساٿي شهيدن ۽ ميان يار محمد جي ڪامياب جنگي ڪارروايئن تائين، زالن، مردن، ٻارن، ٻڍن ۽ جوانن سڀ ڪنهن جي زبان تي عام هوندا. ان سان گڏ پنهنجن قومي راڄ سردارن ۽ حاڪمن، سومرن ۽ سمن جي عظيم وطني رياست جي ڏينهن جون ڳالهيون، قصا ۽ داستان بہ هر ڪنهن جي زبان تي هوندا. وچ ۾ ارغونن-ترخانن ۽ دهليءَ جي ڌارين مغل حڪمرانن ۽ انهن جي وحشي ۽ سفاڪ نوابن جي خونخوار حڪومت جي ٻن سون سالن جي دل ڏاريندڙ ڪارستانين جون ڳالهيون بہ هر هنڌ عام هونديون. سنڌ جي تاريخ جو هيءُ هڪ بُحراني دور هو. بلڪ سڄي سنڌ، سڄو سنڌي سماج ان منزل تي پنهنجي ان بحران جي سڀ کان وڌيڪ تيز ۽ شديد ڪيفيت سان دوچار هو. جڏهن سنڌي سماج جي قسمت جو بنيادي سوال اٿيو هو ۽ ان جي حل ٿيڻ جي زمين هموار ٿي رهي هئي ۽ جنهن ۾ سنڌ جا ماڻهو پنهنجي هڪ نئين اجتماعي شعور سان واقف ٿي رهيا هئا، ۽ سندن ذهن ۾ پنهنجي وجود جو خيال، پنهنجي اهميت جي شعور جو احساس ائين ابري رهيو هو، جيئن سانوڻ ۾ ڀريل ڪڪر اتر کان اوڀڙ ڪائي اٿندا آهن ۽ وڌندا وڌندا سڄي وايومنڊل تي ڇانئجي ويندا آهن. شاهہ جو شعر اسان وٽ اسان جي ان اڀريل قومي شعور جي احساس جو اظهار ۽ اسان جي سماجي وجود جي اهميت جو ۽ ان جي قسمت جي بنيادي سوال جي حل جو نشان آهي. شاهہ جي حساس ذهن ۾ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي غلاميءَ جي جهنم جي خلاف ڪنهن پربهار ۽ روح پرور مسرت جي بهشت جو خواب جلوه گر ٿيو هو - سنڌ جي رياست، سنڌ جي مذهب ۽ سنڌ جي تهذيب کي پنهنجو سڏڻ ۽ انهن ۾ پنهنجائپ جي ڏسڻ جو خواب، شاهہ جو سڄو شعر ان خواب جو

عڪس ۾ بيان آهي، جو تہ اها ئي ڳالهہ، اهو ئي امنگ ۾ اها ئي ان جي معني، شاهہ جي دور ۾ سنڌ ۾ سنڌي سماج جي اصلي، سچي ۾ اهم ڳالهہ هئي.

1707ع ۾ مغلن جو شهنشاهہ اورنگزيب "عالم گير" فوت ٿيو ۾ سندس موت سان سندس "عالم گيريت" بہ واءُ ٿي ويئي. ان وقت شاهہ عبداللطيف جي عمر 18سال هئي. مغلن جي "سنڌ ولايت" جا ٿي "ملڪ" "ملڪ سيوي"، "ملڪ بکر" ۾ "ملڪ سهوان" – اڳي ئي يا ان کان ڪجهہ سال پوءِ (1711ع تائين) مغل تسلط کان عملي طور آزاد ٿي چڪا هئا. باقي ان جو فقط "ملڪ ٺٽو" هو، جو اجا ان اڌ رنگ ۾ ورتل مغل تسلط جي هٿ ۾ رهيل هو. سنڌ جي نجات ۾ بحاليءَ جي تحريڪ جو ٻيو دائرو ڏکڻ سنڌ (لاڙ) هو، جنهن جو مرڪز ۾ روح بنوري "پرڳڻي" جي جهوڪ (نصريه، ميران پور) جي لانگاهہ قبيلي جا بزرگ هئا. هن درويش خاندان جي پهرئين بزرگ جو ذڪر، جيڪو ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي جو همعصر هو. سنڌ جي تاريخ ۾ مخدوم صدو لانگاهہ جي نالي سان ملي ٿو، جنهن لاءِ چيل آهي تہ، "ايتري قدر دنيوي پدارٿن جو تارڪ هو جو رات جو پاڻيءَ جا مٽ بہ هارائي ڇڏيندو هو، چي "نئون ڏينهن نئون رزق" – هن جي ارادتمندن جي وسيع حلقي ۾ مختلف قبيلن سان گڏ ڏکڻ سنڌ جا متياري سادات بہ شامل هئا. مخدوم صدو لانگاهہ جي پنجين پيڙهيءَ ۾ سنڌ جي شاهہ شهيد شاهہ عنايت، بلڪل اهڙين ئي حالتن هيٺ ۾ عين انهيءَ طريقي سان ٺٽي جي مغل نواب هٿان شهادت جو پيالو پيتو، جن حالتن هيٺ ۾ جنهن طريقي سان ڪلهوڙن جو سرفروش بزرگ ميان آدم شاهہ ملتان جي مغل نواب هٿان تقريبًا هڪ سؤ سال اڳ شهيد ٿيو هو – هن حالت ۾ فرق رڳو هيءُ هو ( ۾ ڪيترو نہ اهو دکدائڪ ۾ سنڌ لاءِ هاڃيڪار فرق هو!) تہ ميان صاحب شهيد جي پنجين پيڙهيءَ جو ميان يار محمد ڪلهوڙو، جنهن ساڳين انهن مغلن کان سيوهڻ، بکر ۾ سيوي آزاد ڪرايا – اهو ئي ميان يار محمد پنهنجي ان مظلوم شهيد ترڙاڏي جي

عظيم شهادت کي وساري ۽ خود پنهنجي مقصد عظيم يعني سنڌ جي قومي اتحاد ۽ قومي رياست جي قيام کي وساري، پاڻ سنڌ جي معصوم شهيد شاهه عنايت جي شهادت ۾ انهن ساڳين سنڌ جي خون پياڪ مغل دشمنن جو حامي ٿي بيٺو! ائين ڇو ٿيو؟ جواب هي آهي تہ قومي اتحاد جي اصولن جي ناڪاميءَ ڪري. قومي اتحاد جا اصول ڇا آهن، ۽ انهن جي ناڪامي ڇا آهي، اِن جو ذڪر اڳتي ڪنداسين. پر سنڌ جي تاريخ جي ان اهم بحراني دور ۾، جڏهن سنڌي قوم جي قسمت جو بنيادي سوال اٿيو هو ۽ ان جي حل ٿيڻ جي زمين هموار ٿي رهي هئي، ان جي نجات ۽ بحاليءَ لاءِ وڙهندڙ ٻن ڌرين (جن مان هڪ ڌر اڳي ئي پنهنجي دائري ۾ ڪامياب بہ ٿي چڪي هئي) جي هن نفاق جي نتيجي ۾ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن ڇا سٺو ۽ سندن تاريخ ڪٿي پهچي ڪهڙيءَ تاريڪيءَ ۾ بطال ۽ هيڪر ڪهڙي درد انگيز اوڙاهہ ۾ مبتلا ٿي ويئي، ان جو صحيح اندازو ڪرڻ محال آهي. اورنگزيب جي مئي (1707ع) کان پوءِ سندس پٽن ۽ پوٽن جي مغل اقتدار جو زوال (جنهن لاءِ پهاڪو مشهور ٿيو تہ "شاهہ عالم از دلي تا پالم"، يعني ("شاهہ عالم (1712ع) جو حڪم فقط دهليءَ کان پالم تائين")، مغل نظام جي پستي (جنهن جو بيان مشهور مزاحي شاعر جعفر زٽليءَ هيئن ڪيو تہ، "سڪہ زد بر گندم و موٺ و مٽر، بادشاهہ پشہ ڪش فرخ سير." يعني "فرخ سير (1713 کان 1719ع) مڇر ماريندڙ بادشاهہ، ڪڻڪ تي، موٺن ۽ مٽرن تي محصول پيو مڙهي. خود ٺٽي ۾ مغل نوابن جي هڪبئي پٺيان مقرري ۽ معزولي (1707ع کان 1717ع تائين اٺ نواب آيا ۽ ويا) ۽ انهن جون محلاتي سازشون ۽ خانہ جنگيون، سڄي ملڪ ۾ ڌڪار ۽ بدامني * ۽ ان سان گڏ سڄي سنڌ (سيوي، بکر ۽ سيوهڻ جي علائقن)

* سال 1605ع ۾ هڪ يورپي مسافر، سيلبئنڪ، اتفاق سان سنڌ جي روهڙي شهر ۾ وڃي نڪتو ۽ اتي جون دکي حالتون ڏسي، دانهن نڪري ويس ۽ چيائين تہ "هيءَ شهر ڪيڏو نہ ڏکويل ماڻهن سان پريل آهي!"

چاليهہ سال پوءِ، 1645ع ۾، ٻئي هڪ يورپي مسافر، اسپيلر، اتر سنڌ (هلندڙ)

جو مغل قبضي مان اچي ٿي نڪري وڃڻ – اهڙين حالتن ۾ باقي سنڌ کي مغلن جي چنبي مان ڇڏائڻ ڪيڏو نہ آسان معاملو ٿي سگهيو ٿي. پر ائين نہ ٿيو. سنڌ ۾ مغل تسلط جي ڪرندڙ عمارت، ڪرندي ڪرندي بہ، سنڌ جي ٻن آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ مرڪزن کي پاڻ ۾ ٽڪرائي، پنهنجو پاڻ بچائي ويئي ۽ سچا سارا ويهہ سال ان کان پوءِ

---

جو سير ڪندي، اتان جي آبادگارن ۽ هارين جي حالت ڏسي، لکيو تہ اهي "بيحد مجبور ۽ مظلوم" هئا.

25 جنوري 1659ع تي هڪ انگريز واپاريءَ پنهنجن انگلنڊ جي سيٺين ڏانهن هڪ خط لکيو جنهن ۾ هن کين ٻڌايو تہ "هتي سنڌ ۾ ڏڪار ۽ پليگ جي بيماري ايتري تہ گهڻي پيل آهي، جو انهن ۾ ماڻهن جو گهڻو حصو ختم ٿي ويو آهي ۽ باقي کي ٿورا وڃي بچيا آهن."

1699ع ۾ (جڏهن شاهہ عبداللطيف ڏهن سالن جو هو)، هڪ انگريز سياح، اليگزينڊر هئملٽن، جڏهن ٺٽي ۾ پهتو، تڏهن ڏٺائين تہ اتي هن جي پهچڻ کان اڳ "اسي هزار ڪوري پليگ وگهي مري چڪا هئا." سنڌ جي حالتن جو ذڪر ڪندي، وڌيڪ هو ٻڌائي ٿو تہ اتي "عام رستي جي مسافري بنهہ خطري واري هئي، ان جو هڪ عام طريقو هيءَ هو تہ "انن جا قافلا هلندا هئا ۽ انهن سان هڪ سؤ کان بہ سؤ کن گهوڙي سوار حفاظت لاءِ ساڻ هوندا هئا." هن اهڙي هڪڙي قافلي جو ذڪر بہ ڪيو آهي. جنهن تي رستي ۾ چئن کان پنجن هزارن ڌورن حملو ڪري، ان جا 250 گهوڙي سوار محافظ ۽ 500 کن سوداگر ۽ بيا ماڻهو ماري ڇڏيا هئا.

مغلن جي پوئين دور جي هڪڙي ٺٽي جي نواب. "نواب اعظم خان جو اٽڪل چئن سالن (1715-1718ع) جو عرصو سنڌ وارن لاءِ نحوست جو زمانو هو. هڪ تہ ملڪ ۾ سخت ڏڪار پيو ۽ بيو تہ ان ۾ حضرت حق شناس شاهہ عنايت الله جي شهادت جو واقعو پيش آيو." (ڊاڪٽر دائودپوٽو: "شاهہ شهيد"، رسالو "نئين زندگي"، مئي، 1970ع).

برخلاف هن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دور ۾ عام بک، ڏک ۽ بدامنيءَ جي، انهن کان اڳ سنڌ جي آزاد ۽ خودمختيار قومي رياست جي ڏينهن ۾ حالتون ڪيئن هيون؟ "......۽ (روايت ڪن ٿا تہ) هن (جام نظام الدين) سنڌ جو اندروني ۽ ان جي سرحدن جو اهڙيءَ طرح انتظام رکيو، جو ماڻهو ڏاڍي اطمينان سان رستن جو سفر ڪندا هئا....هن جي دور حڪومت ۾ عالمن، صالحن ۽ درويشن ڏاڍي آرام سان وقت گذاريو ۽ رعيت ۽ سپاهہ بہ آسودا ۽ خوشحال رهيا..." (تاريخ معصومي، ص.103).

اها جيئن جو تيئن سنڌ جي ماڻهن جي ساهه تي چڙهي ويٺي رهي.

جهوڪ جي قومي سانحي وقت (1718ع ۾) شاهه جي عمر 28 ورهيه هئي. جڏهن ويهه ورهيه پوءِ، 1737ع ۾ مغلن "ولايت سنڌ" جو "ملڪ ٺٽو" به ڪلهوڙن جي ميان نور محمد جي حوالي ڪري، سنڌ مان پنهنجا تپڙ ٻڌا، تڏهن هو پنهنجي زوال جي اهڙيءَ ڪڌ ۾ ڪري چڪا هئا، جو "شامت اعمال ما صورت نادر گرفت" وارو ساهه قبض ڪندڙ عذاب سندن مٿي تي چڙهي اچي بيٺو هو. رڳو ڪلهوڙا جيڪڏهن ويهه سال اڳ اها سياسي غلطي نه ڪن ها ۽ ٺٽي جي "نوابيءَ" لاءِ مغلن تي نه پر اتر سنڌ وانگر "ملڪ ٺٽي" (ڏکڻ سنڌ) جي نجات لاءِ پاڻ جهڙي درويش مجاهد، صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ هن جي "فقيرن" تي ڀروسو رکن ها، ته سنڌ جي اتحاد ۽ آزاديءَ جو سندن خواب ويهه سال اڳ عمل ۾ اچي ها ۽ انهن ويهن سالن جي عرصي ۾ کين پنهنجي وطن کي خوشحال ۽ مضبوط ڪرڻ جو سونهري موقعو به ملي وڃي ها، نه شڪست کاڌل محمد شاهه رنگيلي کي سنڌ نادر شاهه جي حوالي ڪرڻ جو سبب رهي ها ۽ نه خود نادر شاهه کي ئي موٺ کائي، سنڌ تي حملي ڪرڻ جو ايترو سولو منهن ۽ ايتري جهٽ پٽ ڪا همت ٿئي ها. ڪلهوڙن جي ان سياسي غلطي ڪري، جنهن سان هڪ طرف سنڌ جي ماڻهن ۾ تفرقو قائم رهيو ۽ ٻئي طرف کين پنهنجي متحد قومي رياست کي مضبوط ڪرڻ جي ڪا فرصت ملي ڪانه سگهي، جڏهن به سال پوءِ، 1740ع ۾، نادر شاهه دهليءَ جي آسان سوڀ جي گهمنڊ ۾ اتان جي بي انداز مال غنيمت سان گڏ سنڌ کي ان جو حصو سمجهي سنڌ تي ڪاهي آيو، تڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت سنڌ جو بچاءُ نه ڪري سگهي ۽ سنڌ هيڪر وري به ڀاڱا ڀاڱا ٿي ويئي. ورنه تاريخ شاهد آهي ته اهو ساڳيو نادر هو ۽ اها ساڳي سندس فوج هئي، جو هڪ سال اڳ، 1739ع ۾ هو "قنڌار جي فتح کان پوءِ بولان دري جي رستي هندستان تي حملي ڪرڻ جو سوچي رهيو هو. پر ان رستي سان سيوي ۽ گنجابي جي حاڪم ميان نور محمد کي مقابلي لاءِ

تيار بينل ڏسي، هن بولان دري جو رستو ڇڏي، غزني، ڪابل ۽ خيبر دري جو رستو اختيار ڪيو." حقيقت ۾ سنڌ تي نادر جي ان تباهہ ڪن حملي ۽ ان ۾ هن جي ڪاميابيءَ لاءِ پڻ سنڌي سماج جو پنهنجو اندروني نفاق جوابدار هو. 1739ع جي آخر ۾، سنڌ تي حملي ڪرڻ لاءِ جڏهن نادر پنهنجي فوج سان ديري اسماعيل خان وٽ پهتو، تڏهن دائود پوٽن (ڪلهوڙا خاندان جي ئي هڪ نک) مان رئيس امير صادق وڏي وٽس اتي ويو ۽ نور محمد خان جي خلاف کيس هر قسم جي مدد ڪرڻ جي پيشڪش ڪيائين ۽ سڄي واٽ ساڻس گڏ رهيو. "تاريخ سنڌ - ڪلهوڙا دور" جو مصنف مولانا "مهر"، 1737ع ۾ مغلن جي هٿان "ملڪ نٿو" ميان نور محمد جي حوالي ٿيڻ ۽ ائين هن جي ماتحت سنڌ جي متحد ٿيڻ ۽ ان جي هڪ مرڪزي قومي رياست جي قائم ٿيڻ جو ذڪر ڪندي،لکي ٿو تہ "صدين کان پوءِ هي موقعو آيو هو، جو متحده سنڌ جي جوڙجڪ ۽ انتظام جون ذميداريون ان جي وطني حاڪمن جي هٿان پوريون ٿي رهيون هيون. * اهي سنڌ جي

* "ڪلهوڙا حڪمرانن زرعي ڪم ۾ جيڪا گهري دلچسپي ۽ اورچائي ڏيکاري، ان جي بنياد تي هو سنڌ ۾ سيني کان وڏ واهہ کوٽائيندڙ شمار ٿين ٿا. خاص طرح، ميان نور محمد، اتر سنڌ ۾، جتي پهرين هن جي حڪومت قائم ٿي، واهن رستي پوک جو نمونو شروع ڪيو.

"هن سنڌ ۾ گهاڙ واهن جو سرشتو قائم ڪيو، جنهن ۾ نور واهہ (ڏهہ ميل)، شاهجي ڪڙ (ويهہ ميل) ڏاتيجي ڪڙ (ويهہ ميل) شامل هئا. جن مان اڳتي هلي، پهريون واهہ بئريج واهن جي جديد سرشتي ۾ واهہ جي شاخ طور استعمال ٿيو ۽ پيا واهہ ان سرشتي ۾ بين شاخن طور ڪم آيا. (ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾) ڏاتيجي ڪڙ تي لاڙڪاڻي کان/ شهدادڪوٽ تائين مسافريءَ ۽ باربرداريءَ لاءِ ٻيڙيون پڻ هلنديون هيون.

"سنڌونديءَ جي ڪابي ڪپ سان پڻ ڪلهوڙن نوان واهہ کوٽايا - مثلا (نوشهري ڊويزن ۾) نصرت واهہ، مراد واهہ، باغ واهہ ۽ فيروز واهہ، جيڪي سڀ نو لکي واهن جي سرشتي جو حصو هئا : اهي سڀ واهہ پوءِ اجوڪي روهڙي ڪئنال سان ڳنڍيا ويا.

"ائين ڪلهوڙن جيتوڻيڪ وسيع غير آباد زمين کي آباد ڪيو. (هلندڙ)

ماڻهن جي ضرورتن کان پوريءَ طرح واقف هئا ۽ دلي چاهه سان انهن کي پورو ڪرڻ هنن پنهنجو پهريون فرض سمجهيو ٿي. هيءُ موقعو هو، جو سنڌ جا ماڻهو پنهنجن وطني حڪمرانن جي خدمتن کان پوريءَ طرح مالامال ٿين ها ۽ صدين کان هو جن مصيبتن جي چڪر ۾ ورتل هئا، انهن جي تباهه ڪندڙ اثرن کان نجات حاصل ڪن ها.... پر اوچتو هڪ نئين وحشتناڪ آفت سنڌ جي افق تي نمودار ٿي، هن معصوم سرزمين جي نئين جياپي جون سڀ اميدون هڪ پيرو وري به خاڪ ۾ ملائي ڇڏيون. اها اوچتي آفت ان تي نادر شاهه ايرانيءَ جي صورت ۾ نازل ٿي هئي.... ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد لڳ ڀڳ چاليهن ورهين جي جانفشانين سان سنڌ جي سيني پاڳن کي ملائي هڪ ڪري عوام جي فلاحي حڪومت جو انتظام ڪيو هو. پر نادر جي حملي انهن چاليهن ورهين جي سڄيءَ تڪليف ۽ تعميري محنت جي مٿان هڪدم پاڻي ڦيري ڇڏيو. بنهي ميان صاحبن آهستي آهستي هن سرزمين جي وسيلن کي سڌاريو ۽ بهتر بڻايو هو: هنن جو اصل مقصد خزانو گڏ ڪرڻ نه هو. پر هيءُ هو ته عوام لاءِ امن ۽ خوشحاليءَ جا گهٽي ۾ گهڻا وسيلا پيدا ڪيا وڃن. پر چاليهن سالن ۾

---

پر هو آبپاشيءَ جي جديد علم جي معيار تي وڏا انجنيئر ڪونه هئا – انهيءَ ڪري هنن جي واهن ۾ ايتري سوڏپائي ۽ ترتيب ڪانه هئي : هنن پنهنجن واهن جا پيٽ فقط درياءَ جي ڇڏيل پيٽن يعني ان جي ڍورن ۽ مٺي پاڻيءَ جي موجود ڍنڍن جي رخ تي رکيا ٿي، جنهن ڪري سنڌن واهن جي مجموعي ڊيگهه هزارن ميلن تائين وڌيل هوندي هئي. پر چاڪاڻ ته هو پورا بااختيار ۽ مڪاني حڪمران هئا، انهيءَ ڪري هو پنهنجي آبپاشيءَ جي سرشتن جو انتظام خبرداريءَ ۽ پوريءَ ڪاميابيءَ سان هلائي سگهيا. سندن جانشين ٽالپر، جيڪي شڪار جا وڏيڪ شوقين هئا، سي هيءُ سڄو عاليشان آبپاشيءَ جو سرشتو ايتريءَ ڪاميابي سان قائم رکي نه سگهيا...."

هيءُ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي دور جو سنڌ جي تهذيب جي ميدان ۾ محب وطن قومي رياست جي پناهه هيٺ، بلڪ ان جي ذريعي، اجتماعي معاشي بهبود لاءِ ورتل هڪ عظيم ڪوشش جو مثال آهي.

("Crops in Sindh", A.W. Khoso)

جيڪي ڪجهہ ڪنو ٿيو هو. نادر ٻهارو ڏيئي سڀ ميڙي چونڊي ڪٺي ويو.... پر سنڌ لاءِ ان کان وڏيڪ هاڃيڪار ڳالهہ هيءَ هئي، جو ملڪ جي وحدت ٻيهر ٽاڪا ٽاڪا ٿي وئي؛ هڪڙو ان جو ڀاڱو (ڪڇي، ڍاڍر ۽ ڪراچي) قلات سان ويو. شڪارپور ۽ ان جي آسپاس جا علائقا دائود پوٽن کنيا ۽ ملڪ جو رهيل حصو (ٺٽي جو علائقو وغيره) ميان نور محمد وٽ رهيا. ميان صاحب جو وڏو پٽ محمد مراداياب ٻن هزار سوارن سان ۽ ساڻس گڏ سندس ٻہ ڀائر غلام شاهہ ۽ عطر خان نادر وٽ، 1747ع ۾ سندس قتل ٿيڻ تائين، يرغمال طور ايران ۾ رهيا. ان کان علاوه "ملڪ سنڌ جو ڪتبخانو ۽ رسالا بہ اهو سفاڪ ناپاڪ پاڻ سان کڻي ويو." مطلب تہ سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو پنهنجي تاريخ جي عين ان منزل تي جڏهن سندن اڳيان سندن قومي يڪوجوديءَ جو سوال ئي واحد اهميت جو سوال هو، اقتدار جي سلسلي ۾ هڪٻئي جي شڪ جو شڪار ٿي ويا، ۽ اندروني نفاق ۽ ڏقيڙ ۾ ونجي، هڪٻئي لاءِ طاقت بدران ڪمزوريءَ جا سبب بنيا؛ ۽ "صدين کان پوءِ قومي اتحاد ۽ بحاليءَ جي مليل موقعي" کي هٿان وڃائي ڇڏيائون ۽ ايتري جدوجهد ۽ ايترين قربانين کان پوءِ آزاديءَ جي ڪٽيل بازي هڪ ڀيرو ٻيهر هارائي ويهي رهيا.

نادرجي حملي وقت شاهہ جي عمر 50 ورهيہ هئي ۽ سچل 11 ورهين جو ۽ سامي ڏهن ورهين جو هو. نادر جي قتل ٿيڻ کان پوءِ، سنڌ جي ٽن "قيدي" شهزادن مان غلام شاهہ ۽ عطر خان ايران مان "آزاد" ٿي، 1749ع ۾ جڏهن پنهنجي وطن موٽيا، تڏهن سچل ۽ سامي ويهن ۽ اوڻيهن ورهين جي ڦوهہ بلوغت کي رسيل هئا. ٻن سالن کان پوءِ سنڌ جو وليعهد شهزادو محمد مراداياب بہ واپس پنهنجي وطن پهتو. حضرت شاهہ عبداللطيف کي ان کان پوءِ هن خاڪي جسم ۾ فقط هڪ سال باقي رهڻو هو. هن جي عمر جا 63 سال ئي سنڌ جي اتحاد ۽ آزاديءَ جي جدوجهد جا سال هئا. يارهن ورهين جي صغير عمر ۾ هن انهن ساڳين شهزادن جي پڙ ڏاڏي ميان دين محمد ۽ ان جي ٻن ساٿين

ڪي وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهڻ جي ڏوهہ ۾ سنڌ کان ٻاهر ملتان ۾ ياڳا ياڳا تي ڪسجندي ڏٺو. ٻاويهن ورهين جي عمر ۾ هن ساڳئي ميان دين محمد جي پٽ ميان يار محمد جي ڪمان هيٺ اتر سنڌ (سيوهڻ ۽ ٻکر) کي ڏارين جي قبضي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪندي ڏٺو. 28 ورهين جي عمر ۾ هن آزادي جي مجاهد صوفي شاهہ عنايت ۽ سندس فقيرن کي ڏکڻ سنڌ جي آزادي لاءِ پتنگن وانگر وڙهندي ۽ قربان ٿيندي ڏٺو. 48 سالن جي عمر ۾ هن متحد سنڌ جي آزاد وطني رياست جو ٻن صدين جو پراڻو خواب عمل ۾ ايندي ڏٺو. جڏهن سڄي سنڌ پنهنجي لاڙ ۽ سري سميت ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حڪمراني هيٺ آئي ۽ تاريخ ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر ان جي هڪ متحد ۽ آزاد رياست وجود ۾ آئي: ۽ ٻہ سال پوءِ ان خواب کي هن وري ٽٽندي بہ ڏٺو – "جڏهن نادر شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ نوشهري کان ٿيندو، شهدادپور وٽ پهتو. تڏهن ساڻس ڪي اهڙا ماڻهو اچي مليا، جيڪي ميان صاحب جا مخالف هئا. انهن کيس عمر ڪوٽ جي رستي جو ڏس ڏنو (جتي ميان نور محمد، فوجي حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺندي محفوظ ٿي وڃي ويٺو هو)..... ايتري ۾ ماڇي قبيلي جي فوج جو هڪ دستو نادري لشڪر جي سامهون رستو روڪي بيهي رهيو ۽ وڏيءَ بهادريءَ سان وڙهيو. اها جنگ اڃا جاري هئي تہ رڻ پٽ جي پاسي کان ٻي هڪ فوج نمودار ٿي، اها مهيري قبيلي وارن جي فوج هئي، جنهن ۾ فقط 900 سوار هئا. انهن اهڙيءَ تہ تيزيءَ سان حملو ڪيو، جو ايرانين جا ذري گهٽ پير اکڙي ويا... (سنڌ جي لشڪر جا) هي ننڍا جانباز دستا نادري سيلاب کي بهرحال روڪي نہ سگهيا...." شاهہ پنهنجيءَ پٽ جي آستاني تي شهدادپور کان فقط ڇوڏهن ميل پري ويٺي، قومي عظمت ۽ قومي ذلت جا اهي سڀ رنگ ڏٺا ۽ اهي سڀ ڳالهيون ٻڌيون. جيئن ئي نادري غنيم پٺ ڏني، تيئن سنڌ جي واليءَ ميان نور محمد پنهنجي طاقت وڌائڻ ۽ مضبوط ڪرڻ شروع ڪئي. ان لاءِ هن 1748ع ۾ بمبئيءَ مان انگريزن کان 29 توپون ۽ ٻئي سال ڏهہ وڏيون توپون بہ

خريد ڪيون پر سنڌ جو اتحاد ۽ آزادي ميان نور محمد ۽ شاهہ صاحب سڳورو بيهر پنهنجي اکئين ڏسي نہ سگهيا. شاهہ صاحب 1752ع ۾ سنڌ کي دعائون ڏيندي، ۽ ڪانئس ٽي سال پوءِ ميان نور محمد پنهنجن "نورچشمن" ۽ "اميدن جي مرڪزن" لاءِ عمل ۽ اخلاق جو وصيت نامو * پويان ڇڏي، ٻيئي هن دنيا مان سفر جو ڪوچ ڪري ويا. سنڌ جي هنن ٻن اعلي هستين جي وفات کان پوءِ 1760ع ۾، ٻنهي جي دعائن ۽ اميدن جي مرڪز ** ميان غلام شاهہ جي هٿان سنڌ جي اتحاد ۽ آزاديءَ ۽ سنڌ جي وطني رياست جي قيام جو مقصد هڪ ڀيرو وري بہ پورو ٿي سگهيو – جيتوڻيڪ ان جي استحڪام ۽ مضبوطيءَ جي هن کي فرصت ڪانہ ملي سگهي. ان کان پوءِ سنڌ جي ڪلهوڙا رياست وري بہ جانشينيءَ جي تفرقي ۾ اهڙي غلطان ٿي ويئي، جو1803ع تائين ڪلهوڙا حڪمران هڪٻئي جي رت سان پنهنجا هٿ رڱيندا، هڪڙن جي پويان ٻيا ايندا ۽ ويندا رهيا، تان جو ٽالپرن سندن جاءِ

* "ترڪ سياست ضعف رياست... و رياست با سياست واجبي... و در مقدمہ عدالت خود را وغير را بيڪ نظر بايد ديد... در خير فڪر شر و در شر فڪر خير... نفع شمايان سراسر در اخلاص و محبت است... اول حق غربا و مساڪين و يتيمان و مظلوميان عائد بگردن ميشود و روز و شب فڪر ملڪداري... و هر آفريده را بهتر بدانيد، و هر مرد را مرد بدانيد..."

("سنڌي ترجمو: سياست کي ڇڏڻ معنيٰ رياست جي ڪمزوري... ڇو تہ رياست (جي ڪاميابيءَ) لاءِ سياست ضروري آهي... عدل ۽ انصاف جي هر ڳالهہ ۾ پاڻ کي ۽ ٻئي کي هڪ نظر سان ڏسڻ کپي... خير وقت شر جو اونو ۽ بديءَ وقت خير جي اون رکجي... اوهان جي ڀلائي، سڄي جي سڄي، اخلاص ۽ محبت ۾ آهي... پهريائين اوهان جي گردن تي غريبن، مسڪينن، يتيمن ۽ گهرج رکندڙ ماڻهن جي حق جو بار آهي، ۽ اوهان کي ڏينهن رات ملڪ جي انتظام ۽ بهبود جو خيال رکڻ کپي.... ۽ اوهان کي گهرجي تہ هر خلقيل شيءِ کي مفيد ۽ بهتر ڄاڻو ۽ هر انسان کي انسان ڪري سمجهو....")

** مشهور روايت آهي تہ شاهہ ان دور جي بي مثل ڳائڻيءَ مائي گلان، کي دعا ڪئي هئي تہ "گلان مان گل ٿيندو" ان کان پوءِ ان مائيءَ جو ميان نور محمد سان نڪاح ٿيو، جنهن مان ڪيس غلام شاهہ ڄائو.

ورتي ۽ اهي بہ سنڌي رياست کي فقط چاليهہ سال قائم رکي سگهيا ۽ ساڳئي قسم جي پنهنجن ئي اندروني نفاقن ۽ اقتدار جي ڪشمڪش جي تباهڪارين جا شڪار ٿي ويا ۽ سنڌ ۽ سنڌي سماج وري بہ ست سمنڊ پار کان آيل هڪ ڌارين ۽ قوم جا غلام ٿي ويا. شاهہ جو روحاني وارث، سچل سرمست، ان تاريخ کان رڳو ڪي 14 سال اڳ فوت ٿيو، ۽ سامي ۽ تہ ان کان پوءِ بہ 1850ع ۾ هي ۽ جهان ڇڏيو.

(7)

شاهہ، سچل ۽ سامي ۽ جي دور جا سال (1689-1850ع) سنڌ ۽ سنڌي سماج جي تاريخ جا انتهائي اهم ۽ بنيادي طور بحراني سال هئا. انهي دور ۾ سنڌي سماج پنهنجي اجتماعي وجود جي بحالي ۽ ۽ بقا جي جدوجهد ۾ مصروف هو. پر افسوس، ان جدوجهد جي ڪاميابي ۽ جو لازمي شرط، يعني قومي اتحاد، سنڌي سماج کي نصيب ٿي نہ سگهيو. ان جو وڏو سبب سنڌي سماج ۾ اقتدار لاءِ اندروني ڪشمڪش ۽ گروهي تصادم تہ هو ئي، پر ان جو اوترو ئي وڏو ڪارڻ مذهب پڻ هو. سنڌي سماج جي هنن ٻن اندروني آزارن ان کي جيئن اڳي تيئن ان دور ۾ بہ، نہ رياست بنجڻ ڏنو ۽ نہ قوم.

اڪثريت جي مذهب جي ڪٽير تعبيرن نہ رڳو ان اڪثريت جي اعتقادي يڪسوئي ۽ کي تباهہ ڪيو، پر انهن ۾ وطن دشمني ۽ ۽ قومي غداري ۽ جي حد تائين بہ فرقا پيدا ڪيا. اقليت سان مذهبي رويي جو حال هي ۽ هو، جو ”لا اڪراه في الدين“ ۽ ”لڪم دينڪم واليدين“ جهڙن عظيم مصالحتي اصولن جي سامهون هوندي بہ رڳو ”رسو“ چوڻ وارن کي بہ ”رسي ۾ ٻڌي ڇڏڻ“ لاءِ خلق تيار ٿيو بيٺي هئي. حڪمران اڪثريتي مذهب وارن وٽ لفظ ”واڻيو“ تڏهن بہ حقارت ۽ خواري ۽ طور ”هندو“ لاءِ ڪم ايندو هو. شاهہ جي زندگي ۽ واري دور جو هي ۽ واقعو (”بياض هاشمي ۽“ ۾ ڏنل) آهي تہ 1157 هہ (مطابق 1744ع ۾ هڪ هندو بالچند نالي مسلمانن سان ڳالهائيندي، جواب ۾ چئي وينو تہ ”آءُ واڻيو

نہ آهيان.“ بس پوءِ تہ هن لاءِ نسوري قيامت قائم ٿي ويئي – چي، ”ان طرح هن هندو هجڻ کان انڪار ڪيو آهي ۽ ان ڪري مسلمان ٿي پيو.“ هن ويچاري گهڻيون دانهون ڪوڪون ڪيون، پر سڀ بيسود. مٿس شاهد تيار ٿي ويا، ۽ مسئلي جو فيصلو قاضين ۽ مفتين آڏو پيش ٿيو. ٺٽي جي مخدوم ضياء الدين، مخدوم حاجي محمد هاشم، شيخ عطاءُ الله مفتي، شيخ عنايت الله مفتي ۽ شيخ محمد عارف مفتي، نصرپور جي شيخ عزت الله مفتي ۽ مخدوم عبدالخالق، نوشهري جي مخدوم ابو المعالي، گهاري جي مخدوم عبدالرحيم، ڪوٽڙيءَ جي مخدوم محمد عاقل، ۽ ڪاهي راهوءَ جي مولوي محمد ڪامل يڪراءِ فتوي ڏني تہ ”بالچند مجي يا نہ مجي، پر هو انهن اکرن چوڻ ڪري مسلمان ٿي پيو ۽ هن تي اسلام جا احڪام ج ي ڪيا ويندا – انڪار جي صورت ۾ هن کي مرتد شمار ڪيو ويندو، جنهن جي سزا قتل آهي.“ بيو هڪڙو اهڙو ئي واقعو شاهہ جي زندگيءَ واري دور جو ئي (ساڳئي انهيءَ بياض ۾ آيل) آهي تہ 1159 هہ (مطابق 1746ع) ۾ ٻن ماڻهن ٺٽي جي عالمن ۽ قاضين آڏو هڪ هندو عورت بابت اها شاهدي ڏني تہ ان احمد نالي هڪ مسلمان سان تکو ڳالهائيندي، هن کي بي ايمان سڏيو، جنهن تي احمدڪانئس پڇيو تہ، ”چا، تون ايمان رکين ٿي؟“ جواب ۾ مائيءَ سنڌي ۾ چيو تہ، ”ها، اسين ايمان تا رکون.“ هاڻي سوال اهو اٿيو تہ، ”اها هندو مائي ان جملي چوڻ ڪري مسلمان ٿي ويئي يا نہ؟“ عالمن جواب ڏنو تہ ”ها، هندواڻي (ذميه) ان جملي چوڻ سان مسلمان ٿي پيئي – حاڪمن تي لازم آهي تہ هنن شاهدن جي شاهديءَ تي ان عورت مٿان اسلام جا احڪام جاري ڪيا وڃن.“ مذهبي ڦيٽاڙي ۽ ڏاڪار جا هي بہ ڪي خاص مثال نہ آهن. ”بياض هاشمي“ ۽ بيا اهڙا ان دور جي فتوائن جا بياض اهڙن ڪيترن ئي مثالن سان ڀريل آهن ۽ اها صورتحال رڳو سنڌ جي يا رڳو ان دور جي بہ نہ هئي. ان کان بہ اڍائي سؤ سال کن اڳي، سنڌ جي سمي حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي (دور حڪومت: 1460-1507ع) جي

همعصر شمالي هندستان جي حاڪم سڪندر لوڌيءَ جي دور متعلق "طبقات اڪبري" ۾ آيل آهي تہ "هڪڙو برهمڻ ٻوڌن نالي ڪانير شهر ۾ رهندو هو. هڪ ڏينهن ڪن مسلمانن جي اڳيان اقرار ڪيائين تہ "اسلام سچو آهي ۽ منهنجو ڌرم پڻ صحيح آهي." (اسلام حق است و دين من نيز درست است.) هن جو اهو گفتو ڪنهن طرح عالمن جي ڪنن تائين پهتو، جن مان لکنوتيءَ جي رهندڙ ٻن مولوين قاضي پياري ۽ شيخ ٻڍي ونئي ڪٽي ڳالهہ کي ڪنيو ۽ هو سڏو اتان جي نواب اعظم همايون وٽ ويا، جنهن ان "جهٽئي پائيندڙ" (ٻوڌن) کي ساڻن گڏي، سلطان (سڪندر لوڌيءَ) ڏانهن (سندس گاديءَ جي شهر) سنڀل ڏانهن روانو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سلطان مذڪور کي علمي مذاڪرن سان ڏاڍي رغبت هوندي هئي، انهيءَ ڪري، هن ناميارن علمائن کي هر طرف کان گهرائي ورتو، جن ۾ ميان قادن بن شيخ خوجو، ميان عبدالله بن الله داد تلنبي، سيد محمد سعيد خان دهليءَ وارو ۽ سيد ميران بن سيد احسن قنوج وارو مکيہ هئا ۽ ٻيا جملي علما جيڪي سدائين سلطان سان گڏ هوندا هئا، مثلا سيد صدرالدين قنوجي، ميان عبدالرحمان سيڪري وارو ۽ سنڀل جو ميان عزيز الله - اهي سڀ پڻ ان معرڪي ۾ شامل ٿيا. گهڻيءَ تحقيق کان پوءِ علمائن جو اتفاق ان تي ٿيو تہ "هن (ٻوڌن) کي ٻڌي (حبس ڪرده) اسلام جي آڇ ڪئي وڃي" ۽ جيڪڏهن (قبولڻ کان) انڪار ڪري تہ هن کي قتل ڪيو وڃي." قصو ڪوتاهہ، ٻوڌن اسلام قبولڻ کان انڪار ڪيو ۽ قتل ٿي ويو. سلطان پوءِ مذڪوره علمائن کي انعام اڪرام ڏيئي، پنهنجي پنهنجي شهرڏانهن وڃڻ جي موڪل ڏني..." سنڌ ۾ ڪلهوڙن کان پوءِ ميرن جي دور حڪومت بابت، سچل ۽ سامي۽ جي وقت جي انگريز مصنف ڊاڪٽر جيمس بَرنس جا تاثرات پڻ اهڙيءَ ساڳيءَ صورتحال جي نشاندهي ڪن ٿا. ميرن جو ذڪر ڪندي، اهو انگريز ڊاڪٽر لکي ٿو تہ "هو فطرتا نيڪ، بامروت ۽ خوش خلق هئا، پر مشرڪن جي باري ۾ سختيءَ کان ڪم وٺندا هئا. لاڙ ۾ جيڪڏهن ڪنهن بدنصيب هندوءَ

ڪان ڪا معمولي "خطا" ٿيندي هئي تہ ان کي جهلي، ڪلمو پڙهائي، طهرائي ڇڏيندا هئا... ميرن جو ڏاڍ سڀ کان وڌيڪ سندن تبليغي سرگرمين مان ظاهر ٿئي ٿو. عقل ان ڳالهہ کي سمجهڻ کان قاصر آهي تہ هندو هن ملڪ ۾ ڇو رهيا پيا آهن؟ ان لاءِ فقط هڪ سبب ٿي سگهي ٿو – جنم ڀوميءَ لاءِ سندن محبت ... ڪٿي بہ ٻہ مومن جيڪڏهن شاهدي ڏين تہ هڪ هندوءَ قرآن جون ڪي آيتون يا ڪلمو پڙهيو آهي، تہ اها شاهدي هن کي هڪدم سنت تي ويهارڻ لاءِ ڪافي آهي..." سنڌ جي تاريخ جي اها هڪ ثابت ٿيل حقيقت آهي تہ اهڙيءَ ئي هڪ مذهبي ڪدورت واري روش سنڌ کي سيٺ نائون مل جهڙو هڪ "غدار" پيدا ڪري ڏنو. ان سيٺ نائون مل کان ٿي صديون اڳ سنڌ جي آزاد قومي رياست خلاف، عقائدي اختلاف جي نتيجي ۾ ئي، سنڌ کي قاضي قاضن بہ نصيب ٿيو. جيڪو هڪ ڌارئين حملہ آور، سنڌ جي قاتل دشمن شاهہ بيگ ارغون سفاڪ سان همنوائي ۽ سهڪار ڪرڻ تي آماده ٿيو. اهو ئي مذهب جو عقائدي اختلاف هو، جنهن تي ڀروسو رکندي، اڪبر جي خونخوار سپهہ سالار عبدالرحيم کي سنڌ جي ڪن سجادن ۽ خانقاه نشينن کان سنڌ کي غلام در غلام رکڻ ۽ سنڌ جي عام مخلوق کي ڦرڻ، لٽڻ ۽ کهڻ ۽ ڪچلڻ لاءِ دعائن گهرڻ جي ضرورت محسوس ٿي ۽ هن کي انهن ڪمن لاءِ اهي دعائون ۽ دعائن سان گڏ مددون بہ مليون!

(8)

شاهہ، سچل ۽ سامي پنهنجي سماج جا حساس ۽ سجاڻ شاعر هئا. هنن کي ان جي دک ۽ ان جي امنگ جي خبر هئي. هنن ان جي امنگ جي ترجماني ڪئي ۽ ان جي دک جو علاج تجويز ڪيو. سنڌي سماج کي هڪ آزاد ۽ باعزت سماج ٿي رهڻو هو. ان مان نفاق ۽ ٻيائيءَ کي ختم ٿيڻو هو. ان کي دوئيءَ جي بدران وحدت جي ضرورت هئي. ان ۾ پنهنجي اجتماعي وجود جو شعور پيدا ٿيڻو هو. ان ۾ فرد ۽ گروهہ

جي مفاد ڪي جماعت جي مفاد تي قربان ٿيڻ سگھندو هو، يعني ان جي سيني انفرادي غرضن کي گھٽجي هڪ گڏيل ۽ جامع غرض جي صورت وٺڻي هئي – تہ جيئن گھٽي ۾ گھٽا مفاد ۽ گھٽي ۾ گھٽيون خود پسنديون ان ۾ سمائجي وڃن ۽ راضي ٿين، ۽ نيٺ پنهنجو وجود ان ۾ گم ڪري ڇڏين. ان جي بهتر شهرين ۾ فرض جو احساس جاڳڻو هو، جنهن کي وطن دوستيءَ يا قوم لاءِ قربانيءَ جو جذبو چئبو آهي، ۽ جيڪو هر باشعور قوم ۾ هڪ نسلي خوبيءَ طور موجود هوندو آهي. اهو رواجي طرح تہ بين سيني کان علحدگيءَ جو جذبو هوندو آهي جيڪي پنهنجا نہ هوندا آهن، پر تربيت پاتل ذهنن ۾ اهو ڪنهن جامع مقصد سان وفاداريءَ يا وابستگيءَ جي صورت ۾ نمودار ٿيندو آهي. سنڌي سماج کي تاريخ ۾ پنهنجي لاءِ اعلي مقصد جي حاصلات جو فرض قبولڻو هو – انساني تهذيب جي هڪ خاص نموني طور، پنهنجي مخصوص تهذيب جي حفاظت ۽ ترقيءَ جو مقصد، جيڪا ان جي پرعزم دفاع ۽ اجتماعي حمايت کان سواءِ ڍهي سگھي ٿي ۽ ڳري ڳري خسيس درجي کي پهچي سگھي ٿي. ان کي پنهنجي بقا جي حق ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي سگھہ ۽ صلاحيت قائم رکڻي هئي – ڇاڪاڻ تہ ٺلهيءَ صلح – جوئيءَ سان قومون ڪنهن بہ مقصد ڏانهن وڌي نٿي سگھيون، بلڪ اڪثر رڳو ڏاڍن ۽ بدمعاشن جو لقمو ٿي سگھيون ٿي ۽ ٿي ويون ٿي. ان کي اندروني امن ۽ اتحاد لاءِ قانون ۽ انصاف جي بالادستي قائم رکڻي هئي ۽ مختلف نظرين ۽ خيالن کي تصادم ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ سهپ ۽ رواداريءَ جي فضا اپارڻي ۽ سدا موجود رکڻي هئي. سنڌي سماج ۾ نئين انسان جي تعمير ٿيڻي هئي - اوچي پد واري انسان جِي، جنهن جا آدرش اوچا هجن، ويچار اوچا هجن ۽ عمل بہ اهڙا اوچا هجن؛ جيڪو محبت، مروت، رواداريءَ، صبر، حوصلي، همت، ايثار ۽ اورچائيءَ جو مالڪ هجي؛ جيڪو پراپڪاري، امن پسند، خير ڪندڙ ۽ خير گھرندڙ هجي؛ جيڪو محب وطن هجي، فرض شناس هجي، ۽ پنهنجي آزاد، ڪشاده دل ۽ باعزت سماج ۾

آزاد، پرخلوص ۽ باعزت زندگي گذارڻ جو لائق هجي. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ پنهنجي وطن عزيز ۾ اهڙو هڪ سماج ناهڻ گهريو ٿي ۽ ان ۾ اهڙي هڪ اعليٰ انسان جي تربيت ڪرڻ گهري ٿي.

(9)

سنڌ جا هي عظيم شاعر مذهبي ماڻهو هئا. خاص طرح انهيءَ معنيٰ ۾ تہ هنن پنهنجي پيغام لاءِ مذهبي اصطلاح کي پڻ ڪم ۾ آندو آهي، پر هنن اهو پيغام سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌ جي ماڻهن کي ڏنو آهي، جن کي ان جي ضرورت هئي. شاهہ ۽ سچل کي ڪافي ڪجهہ اسلام سمجهائڻو هو ۽ ساميءَ کي ڪافي ڪجهہ هندو ڌرمہ ۽ ٽنهي کي خالص مذهب جي (اڻ ڏٺي ۾) ايمان واري اصل الاصول کي بہ سمجهڻو ۽ سمجهائڻو هو. مقصد سنڌن انهيءَ خاص ڪم ۽ڪاوش جو هيءُ هو تہ سنڌ جا ماڻهو محسوس ڪن تہ ٻيئي مذهب هرويرو منجهن ڪو ويڇو وجهي نٿي سگهيا – خاص طرح تڏهن جڏهن انهن کي عقل جي اک سان ڏٺو ٿي ويو – يعني تهذيب سان جيتري قدر انهن جو واسطو يا اشتراڪ هو اوتري قدر هو ڪين پاڻ ۾ ڳنڍي بہ سگهيا ٿي ۽ ڳنڍيو بہ بينا هئا، ۽ اهو انهن جو ڳانڍاپو سنڌن سماج لاءِ وڏي نعمت هو. بلڪ اهو ان جي وجود جي بقا جي هڪ ضمانت ٿي سگهيو ٿي. پر رياست يعني سرڪاري اقتدار جي معاملي ۾، يعني ان جي شراڪت سان انهن مان هڪڙي جي فوقيت ۽ ڏاڍائي منجهن نفاق جو سبب بنجي رهي هئي، جنهن نفاق مان ڪين يعني سنڌن سماجي وجود کي ڪڏهن بہ ڪو فائدو رسڻو ڪونہ هو. بلڪ ان جي نتيجي ۾ آخرڪار اهو ڊهي، واوڪر ٿي، اچي پٽ پوڻو هو. ۽ ان صورت ۾ باقي سنڌن وجود انساني دنيا ۾ بيڪار، بي معنيٰ ۽ بي وقار ٿي وڃڻو هو. تاريخ سنڌي ماڻهن کي شاهہ جي زندگيءَ ۾ ئي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ ڪيئن جهوڪ جي صوفي مجاهدن ۽ حڪمران ڪلهوڙا فقيرن جي مذهبي نفاق سنڌ جي آزاديءَ ۽ قومي بحاليءَ کي ويهہ سال پوئتي هٽائي ڇڏيو

۽ ان ويهن سالن جي محروميءَ سندن سڄيءَ قسمت کي اهڙي ڏوجهري ۾ وجهي ڇڏيو، جنهن جو ڪو اندازو ئي نٿو ٿي سگهي. سچل ۽ ساميءَ جي ئي زندگيءَ ۾ سنڌ جي ماڻهن ڏٺو ته ڪيئن مذهبي ڪٽرپڻي منجهن "نائون مل" پيدا ڪيو ۽ سندن سؤ سالن جي غلاميءَ لاءِ سرزمين هموار ٿي، جنهن جي ابتدا ساميءَ ته پنهنجي اکئين به ڏٺي. پنهنجي جديد تاريخ ۾ سنڌ جي ماڻهن هي به ڏٺو ته ڪيئن مذهبي دوئيءَ جي تفرقي ۽ نفرت کين پيچي به اڌ ڪري ڇڏيو ۽ بنهي "ڌرين" کي موت ۾ سواءِ هولناڪ خوف ۽ بيوسيءَ جي ٻيو ڪجهه به نصيب ڪونه ٿيو. سنڌ جي ماڻهن اڳيان سندن گڏيل پلائيءَ جي اها راهه، جيڪا سندن عظيم هادي شاعرن کين ڏيکاري ۽ جيڪا سندن رواداريءَ، محبت ۽ اتحاد جي راهه آهي، سا اڄ به سندن اڳيان موجود آهي ۽ هو اڄ به ان تي هلي، پنهنجو هڪ سگهارو، خوددار ۽ باعزت سماج قائم ڪري سگهن ٿا ۽ وسيع انساني برادريءَ ۾ پنهنجي مخصوص تهذيب جي حفاظت ۽ بهتريءَ جي اعلي فرض جي پوئواري به ڪري سگهن ٿا.

فن ۽ شعر جي مطالعي ۾ عام طرح ۽ خاص اسان وٽ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي مطالعي ۾، انهن جي فن ۽ شعر تي مذهب جو اثر گهٽو ڳوليو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي. مذهب جو فن ۽ شعر تي اثر، اها ڳالهه ته برابر، پر فن ۽ شعر جو مذهب تي اثر به گهاٽو ۽ گهٽو ٿئي ٿو، بلڪ سڄي تهذيب، يعني ڪنهن خاص سماج جي مادي ۽ ذهني (روحاني) اپت يا تخليق جو اثر مذهب ۽ پڻ رياست، بنهي تي لازمي طرح پوي ٿو – انهن تي، ڪن حالتن ۾ ٿوري يا گهٽي قدر ۽ ڪن حالتن ۾ ته پوريءَ طرح، پنهنجي قومي تهذيب جو رنگ غالب هوندو آهي. قومي تهذيب ۽ قومي رياست وانگر مذهب به قومي ٿين ٿا، توڙي جو اهي ڪنهن "عالمي مذهب" جا ملحدانا يا "بدعتي" تفسير يا تعبير ئي ڇو نه هجن. اهو ئي سبب آهي، جو راسخ (جامد، بينل) عقيدي وارن، مذهب جي تهذيبي، يعني "افاده عام" (Common good) واري

(متحرڪ، ذي روح) هر تفسير کي ڪفر ۽ الحاد سڏيو آهي ۽ اهڙي هر تفسير ڪندڙ شاعر، مفڪر يا سماج سڌارڪ کي ڪافر ۽ ملحد چيو آهي. سنڌ دشمن شاهه بيگ ارغون، سنڌ جي فدائي، شهيد اعظم، مخدوم بلال کي ڪافر چوارائي، گهاڻي ۾ پيڙايو. شاهه عنايت شهيد تي اگهاڙيءَ ترار سان جلاد کي بيهاري، نواب اعظم خان پڇيو ته "اولوالامر" جي حڪم کان تو ڇو منهن موڙ ڪئي؟" ته شاهه شهيد جواب ۾ چيو ته "اسين مريد ڪعبي ڏانهن ڪيئن ٿا منهن ڪري سگهون، جڏهن اسان جي هاديءَ جو منهن ميخاني ڏانهن هجي!" سنڌ جي هن امر شهيد جو سر تن کان جدا ڪرائڻ بعد، نواب اعظم خان شهر ۾ پڙهو گهمارايو ته ڪوبه ماڻهو "ياالله! جو نعرو نه هڻي –جيڪو حڪم عدولي ڪندو، ان جو سر ترار سان قلم ڪيو ويندو – ڇاڪاڻ ته "ياالله!" شاهه شهيد ۽ سندس وطن دوست مجاهدن جو نعرو هو. شاهه شهيد جي شهادت وقت، عمر جي ڦوهه جوانيءَ ۾ بيٺل شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دل مان جيڪا آهه نڪتي هئي، اسان کي معلوم آهي: "جهجهان پسيو جهوڪ، آيل سنگهارن جِي!" شاهه سائينءَ جو ٻيو همعصر محب وطن درويش حضرت خواجه محمد زمان لنواريءَ وارو هو، جنهن جي ملاقات جي ياد جو سندن بيت مشهور آهي:

مون سي ڏٺا ماءَ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءَ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي....

حضرت خواجه صاحب جن جي ڳالهه آهي ته "هڪ ڀيري هڪ هندو وٽن لنگهي آيو ۽ وينتي ڪيائين ته "قبلا، هن ٻندي کي اسم اعظم جي هدايت ڪريو!" حضرت جن هن کي هدايت ڪئي. جڏهن هو موڪلائڻ لڳو، تڏهن فرمايائونس ته "ظاهر ظهور تون بيشڪ هندو ڌرم جي ڪريا ڪرم تي قائم رهندو اچ پر باطن ۾ اسان جيڪا توکي امانت عطا ڪئي آهي، سا حفاظت سان سانديندو اچج!" هي حرف ٻڌي، حافظ پنوهر، نالي هڪڙي همنشين اعتراض وٺي عرض

ڪيو تہ "قبلا، هيءَ وري ڪهڙي قسم جي مسلماني آهي؟" حضرت جن ٻاجهہ ڀريون اکيون مٿي کڻي فرمايو تہ، "ميان، مسلمانيءَ جي توکي ڪهڙي خبر؟" حضرت خواجہ جن ڏانهن هيءُ بہ قول منسوب آهي تہ "دين قائم آهي حق جي ماڻهن سان ۽ نہ لٺ ۽ لڙائيءَ سان." ظاهر آهي تہ سنڌ جي محب وطن سمي سلطان ڄام نظام الدين ۽ سنڌ جي دشمن شقي القلب ۽ سنڌي ماڻهن جي قاتل سفاڪ شاهہ بيگ ارغون جو مذهب ساڳيو نٿو ٿي سگهي، نہ ئي مخدوم بلال ۽ قاضي قاضن جو يا نواب اعظم خان ۽ شاهہ شهيد صوفيءَ جو مذهب ساڳيو ٿي سگهي ٿو. جن ملن ۽ مفتين "ايمان واري هندو مائي ۽ واڻئي ٻالچند کي زوريءَ "مسلمان" ڪري ڇڏيو، تن جو ۽ سلطان اولاليا خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جو مذهب بہ ساڳيو نٿو ٿي سگهي، جنهن پنهنجي هندو معتقد کي اسم اعظم جي امانت ڏيئي، چيو تہ "ڀلي هندو ڌرم جي ڪريا ڪرم تي قائم رهندو اچ." "تحفتہ الڪرام" ۾ ٺٽي جي هڪڙي "اهل حال" بزرگ شاهہ اسماعيل صوفيءَ جو ذڪر آيل آهي تہ اهو شاهہ شهيد صوفيءَ جي مخلصن مان هو ۽ شاه لطيف ڀٽائيءَ جي ساڻس دوستي هئي: هو "مثنويءَ جو درس ڏاڍيءَ محويت سان ڏيندو هو .... هڪ ڏينهن درس ڏيندي، اوچتو سندس طبيعت پريشان ٿي ويئي ۽ سڄي بدن تي ڏنا ٿي پيس، جن کي لڪائڻ لاءِ رلهي گهرائي، ڍڪي ويهي رهيو. نيٺ معلوم ٿيو تہ ان وقت شهر جو قاضي ٺٽي جي ڪوتواريءَ ۾ چبوتري تي هڪ ماڻهوءَ کي سرڪاري ملازمن هٿان سواءِ ڏوهہ جي رڳو سياسي ضد سبب ڪوڙا هڻائي رهيو هو ۽ اهي ڪوڙا ان بزرگ جي بت تي ظاهر ٿي رهيا هئا." سچ پچ بہ تہ ان "اهل حال" بزرگ، شاهہ اسماعيل صوفيءَ، جو مذهب ٻيو هو ۽ ان شهر جي قاضيءَ جو مذهب ٻيو هو، جنهن سان سرڪاري ملازم صلاحي ۽ سهمت هئا يا هو انهن سان سهمت ۽ صلاحي هو، ۽ جيڪو ويهي هڪڙي بيگناهہ کي ڪوڙا هڻائي رهيو هو. شاهہ بيگ ارغون، قاضي قاضن، نواب اعظم خان، ٺٽي جي قاضيءَ ۽ ٻين فتوا باز ملن ۽ مولوين جوَ مذهب اهو

ئي هو، جيڪو غاصب، ڪائو ۽ قابض گروهي مفاد ۾ ان جي رياستي اقتدار کي هٿيار طور ڪم ٿي آيو: ۽ ڄام نظام الدين، مخدوم بلال، شاهہ شهيد، خواجہ محمد زمان، شاهہ اسماعيل صوفيءَ ۾ بيٺن ”اهل حال“ بزرگن جو مذهب اهو هو. جيڪو ”افاده ء عام“ جي رنگ ۾ رڱيل هو، جنهن ۾ وقت جي حالتن جو اثر ڏسجي رهيو هو. جيڪو سنڌي ماڻهن جي تهذيب سان هم آهنگ ٿي رهيو هو. جيڪو انهن جي قومي مذهب جو روپ وٺي رهيو هو. شاهہ شهيد صوفي جنهن لاءِ چيو ويو آهي تہ پاڻ بہ وڏو شاعر هو ۽ راڳ جو متوالو هو. شاهہ اسماعيل صوفي جيڪو مثنوي ڏاڍيءَ محويت سان پاڙهيندو هو. خواجہ محمد زمان جيڪو پاڻ بہ شاعر هو. ۽ ان سونهاري سٽ جا ٻيا بزرگ، جهڙوڪ ٺٽي جو مخدوم محمد معين، سيوهڻ جو مخدوم ميان دين محمد، اگهم ڪوٽ جو مخدوم ميان پير محمد، ڪوٽڙي ڪبير جو مخدوم ميان محمد، روهڙيءَ جو مير جان الله شاهہ رضوي، گهوٽڪيءَ جو ميان موسي شاهہ جيلاني ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي اهل دل ۽ اهل حال بزرگ، صوفي باصفا ۽ عالم باعمل سڄي سنڌ ۾ شاهہ سائينءَ جا نہ رڳو ساٿياري پر دوست ۽ ساٿي هئا، جن سيني سنڌ ۽ سنڌي سماج جي قومي بحاليءَ ۽ قومي بقا لاءِ سنڌي ماڻهن جو قومي اتحاد قائم ڪرڻ گهريو ٿي. اهو اتحاد هنن سنڌي ماڻهن جي قومي تهذيب جي بنياد تي قائم ڪرڻ ٿي چاهيو. ۽ دعوئن ۽ دستور واري مذهب جي ڪابہ ڳالهہ جيڪا سندن نظر ۾ ان اتحاد جي راهہ ۾ رڪاوٽ بنجي ٿي بيٺي، ان کي هنن رد ڪرڻ ٿي گهريو – بلڪ رياست ۽ مذهب ٻنهي کي هنن چاهيو ٿي تہ اهي تهذيب جي ضابطي ۽ تاديب هيٺ رهن ۽ ان جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ڪم اچن. هنن سنڌي ماڻهن جي اجتماعي قوت کي قومي رياست جو ۽ سندن ڪثيرالاعتقاديءَ کي قومي مذهب جو روپ ڏيڻ ٿي چاهيو. تہ جيئن سندن قومي اتحاد آڏو ڪو خطرو باقي نہ رهي ۽ هو پنهنجي مادي ۽ روحاني فلاح ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ پوري پيروسي ۽ بيخوفيءَ سان اڳتي وڌن ۽ بني نوع انسان جي آفاقي مسرت ۽ ڪمال ۾ پنهنجي وس

آهر پنهنجي حصي جو فرض ادا ڪري سگهن. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي دور جي سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهيءَ سچي امنگ جو عظيم ترجمان يعني ان جو عظيم شاعر، عظيم فنڪار ۽ عظيم مفڪر هو. سچل ۽ سامي بہ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهيءَ اجتماعي امنگ جا عظيم ترجمان ۽ شاعر هئا.

(10)

سنڌ جي محب، ايچ.ٽي.سورلي، پنهنجي عاليشان ڪتاب Shah Abdul Latif of Bhit جي تاريخ واري ڀاڱي جي مهڙ ۾ انگريزيءَ جا بہ ننڍا شعر ڏنا آهن –

هڪڙو "آئزڪ واٽس" (Issak Watts) جو:
"وقت"، هڪ سدا وهندڙ درياءَ وانگر،
پنهنجي سڀني وياءَ ڪي پاڻ سان لوڙهيندو نيندو ٿو وڃي –
هڪ خواب وانگر اهي اڏامندا ۽ وسرندا وڃن ٿا،
جيڪو صبح ٿيڻ سان گم ٿي ويندو آهي."
۽ ٻيو ٽينيسن (Tennyson) جو:
"ڏينهن پنهنجي سڀني رنگ ترنگ سان اڏامندا، گم ٿيندا ٿا وڃن،
پر، شايد، اهڙي ڪا "پاڇي وجهندڙ سرت" آهي،
سا ڪڏهن ڪڏهن آٽي ڏئي ٿي (ڪيس بہ خبر نہ آهي تہ ڪٿان!)
هڪڙو ننڍڙو مڏ پريل پيالو، هڪڙي ڪا پرڪيف غيبي سرڪ."

وقت برابر ويندو رهي ٿو ۽ ڏينهن برابر گذرندا ويندا ٿا رهن، پر ماضيءَ جي اڇلايل پاسيرن ڍيرن ۾ بہ ڳولڻ سان اهڙا ڪي هيرا ڪڏهن ڪڏهن ملي وڃن ٿا، جن جي روشنيءَ جا شعاع، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي، اسان جي آئيندي جي قدمن جا رهبر ثابت ٿي سگهن

ٿا. ڪنهن گمنام کان گمنام ماڻهوءَ جو هڪ ٻول، ڪنهن معموليءَ کان معمولي مصنف جي ڪا هڪ سٽ بہ اسان لاءِ اهڙي شعاع وارو ڪو انمول هيرو ثابت ٿي سگهي ٿي. عظيم ماڻهن جي هٿن جو تہ جو ڪجهہ اسان جي ورثي ۾ ڇڏيل آهي، ان جي افاديت ڪٿڻ جي ئي ڪانهي – توڙي جو سوين هزارين پيرا ان جو مطالعو ڪيو ويو هجي. ڪهڙي خبر تہ ان ۾ اهڙي ڪا اهم ڳالهہ هجي، جيڪا سؤ سال پوءِ ڪنهن کي ان ۾ نظر ايندي. اعليٰ تخليق جو انهيءَ ڪري وري وري مطالعو ڪرڻو پوي ٿو. اهي نہ رڳو هر ماڻهوءَ کي يا هر دور کي ڪا نئين روشني، ڪا نئين ڳالهہ ڏين ٿيون، پر هر ماڻهوءَ کي هر وقت انهن مان ڪجهہ نہ ڪجهہ نئون سبق، ڪونہ ڪو نئون ڏس ملي ٿو. شاهہ جي شعر، ۽ سچل ۽ ساميءَ جي شعر، جيڪو اثر سندن پنهنجن ڏينهن جي ماڻهن تي ڪيو هوندو، عين ممڪن آهي تہ ان کان علحدي قسم جو اثر اسان جي دلين تي اِن جو ٿيندو هجي. اڄ کان هڪ صدي پوءِ بہ جيڪي اسان جا نسل موجود هوندا، انهن تي ان کان ئي ڪو نئون ۽ علحدو اثر ٿي سگهي ٿو. اهو ئي انساني ذهنن جو دائمي ۽ اتوٽ ۽ لاڳيتو ڳانڍاپو آهي – اها ئي انساني زندگيءَ جي ازلي ۽ ابدي روحاني ڏي وٺ آهي.

سنڌي سماج جي اِها ازلي ۽ ابدي روحاني ڏي وٺ تمام گهڻي قدر ۽ پوريءَ عملي صورت ۾ ان جي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ وسيلي ٿيندي آئي آهي- ۽ عين ممڪن بہ ائين ئي آهي ۽ اها ڳالهہ رهڻي بہ وقت جي اڪٿ سفر ۾ ائين ئي آهي، بلڪ ماڻهن جي هر تهذيب جي ابتدا بہ ذهن جي انهيءَ ئي معجزي سان ٿئي ٿي، جنهن کي ٻولي ٿو چئجي. ٻوليون ئي قومن جي روح جا – انهن جي آدرشي عڪس جا، انهن جي ”هئڻ جي احساس“ جا – سڀ کان سڌا ۽ چٽا اظهار آهن. ٻولي ئي سڀ کان وڌيڪ ٻقادار مواد آهي، جنهن ۾ ڪنهن قوم جي ”ٻاچي وجهندڙ ڪا سرت“ پنهنجي روحاني زندگيءَ جي موڙي محفوظ ڪري ٿي – خاص طرح پنهنجن عظيم شاعرن، فنڪارن ۽ مفڪرن

جي ڦولن، گفتن ۽ ادبي ۽ فني شهڪارن جي صورت ۾. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي – بلڪ اڪثر ائين ٿيندو آهي – تہ خسيس، واهيات ۽ سستي قسم جي شاعري ( يا ڪنهن ٻئي فن جي ڪوڙي پيداوار) جيڪا هلڪن ۽ گدلن جذبن کي اڀاريندي ۽ ذهنن کي ڪيرائيندي ۽ گندو بنائيندي آهي، سا بہ پيش ٿيندي رهندي آهي، پر قوم جي "ڇاڇي وجهندڙ سرت" اهڙي ڪنهن ڪوڙي سڪي کي ان جي ٻوليءَ جي محفوظ گهر ۾ دائميت واري جاءِ ڪانہ ڏيندي آهي. ڪنهن دور ۾ ڪنهن قوم ڪهڙو شعر پيدا ڪيو، پڙهيو، ياد ڪيو ۽ ڳايو، ان جي اخلاق ۽ ڪردار جي سڀ کان وڏيڪ اهم شاهدي اها آهي. اهڙيءَ طرح شاعري جيڪا ڪنهن قوم جي روحاني حافظي (ان جي ٻولي جنهن جو ٽانءُ آهي) ۾ موجود آهي، اها ان جي تهذيبي ارتقا جو ڪتاب آهي، ان جي اصلي تاريخ آهي، جنهن جو ان قوم جي بنجڻ ۽ ڪاميابيءَ سان زنده رهڻ ۽ زنده رهي اڳتي وڌڻ ۽ اوچي ٿيڻ ۾ وڏو هٿ رهي ٿو. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي اعلي شاعري پنهنجي سچ، نيڪيءَ ۽ ڪمال حسن سان سنڌي ٻوليءَ ۾ محفوظ آهي ۽ سنڌي ٻولي سندن انهيءَ فڪر ۽ فن جي قوت سان اڄ سنڌي ماڻهن جي اجتماعي وجود ۽ ان جي اتحاد ۽ بقا جو نشان ۽ ان جي پيڙهہ ۽ ضمانت آهي. سندن اهو احسان، جو هنن سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهيءَ پنهنجي ٻوليءَ کي پنهنجي روح جي آزاد امنگ جي اظهار جو وسيلو بنايو ۽ ائين ان کي ايتري توانائي، ڪشش، وسعت ڏني، جو اها سنڌي ماڻهن جي قوم بنجڻ ۾ پنهنجو تهذيبي ڪردار ادا ڪري سگهي.

(11)

شاهہ، سچل ۽ سامي سنڌي قوم جا استاد، هادي ۽ رهبر آهن. خاص طرح شاهہ سائينءَ سنڌي قوم کي پنهنجو رسالو عطا ڪري، ان کي "اهل ڪتاب" هجڻ جو شرف بخشيو آهي. هيءَ پنهنجي ڪنهن شيءِ کي عظمت يا تقدس ڏيڻ جي ڳالهہ ڪانهي، پر هيءَ هڪ

حقيقت آهي. شاهه جو رسالو دنيا جي جملي مذهبي تعليم جو نچوڙ ۽ سنگم ۽ سنڌي تهذيب جي سموري حاصلات جو روح آهي. ان ۾ زند اوستا، گيتا، ٻڌ ڌرم، جين مت، مسيحيت ۽ اسلامي تعليم جا اهم ۽ اعليٰ اصول ۽ قدر سڀ موجود آهن، جيڪي هوندي بہ بنيادي طور سڀ ساڳيا آهن. ان جا ڪيترائي سر، الڳ الڳ ۽ سچي جا سچا يا پاڳن ۾، انهن "مذهبن" جي پنهنجي پنهنجي تربيتي ماحول ۽ تعليمي اصطلاح تي مبني ڏسجن ٿا. ان ۾ سنڌي تهذيب جي هزارن سالن جي روحاني تجربي ۽ روايت جي نبار ڄاڻ ۽ ساڃاهہ موجود آهي. سنڌي تهذيب پنهنجي جڳن جي سفر جي ياد کي املهہ ملڪيت طور پاڻ وٽ پنهنجي لوڪ ڪوتا، لوڪ ڪٿا ۽ لوڪ چوڻين جي صورت ۾ محفوظ رکيو آهي. انهن ئي مثالن، ڳالهين ۽ واقعن جي مطالعي مان اخذ ڪيل عام نتيجا ۽ عام اصول شاهہ سائينءَ پنهنجي رسالي ۾ سنڌي لوڪن کي سيکاريا آهن. عام سکيا جي عمل جو اهو ئي ڏاهپ پريو ۽ دلپذير طريقو آهي. ڪامل سکيا يا آخري ۽ مطلق علم تہ ڪڏهن ممڪن ڪونهي، انهيءَ ڪري علم جي حاصلات جو تهذيبي يعني تجرباتي ۽ آزمائشي طريقو مذهبي طريقي يعني اعتقادي يا ايماني طريقي کان وڌيڪ اعتبار جوڳو ۽ وڌيڪ ڦلدائڪ سمجهيو ويو آهي ۽ ثابت ٿيل آهي. تعليم ۽ تربيت جي تهذيبي طريقي ۾ شڪ ۽ تنقيد علم جي حاصلات لاءِ پهريان قدم شمار ٿين ٿا. شڪ يا تنقيد مان سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن کي ڪو نقصان ڪونہ ٿو رسي، ڇو تہ سچ ۽ نيڪيءَ جو هوندي بہ وقت تي ئي مدار ٿئي ٿو – خود ضمير يا وويڪ تي بہ وقت جو اثر ٿئي ٿو. پر جا ڳالهہ تهذيبي ارتقا لاءِ ضروري آهي ۽ هر طرح عظيم آهي، اها آهي سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن سان محبت جو جذبو. خاص طرح تڏهن جڏهن ان لاءِ خطري کي منهن ڏيڻو پوي. شاهہ سائينءَ پنهنجي رسالي ۾ سنڌي ماڻهن کي سندن اصطلاح ۾، سندن ئي پنهنجن مثالن، ڳالهين ۽ واقعن جي وسيلي اها ئي سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن سان محبت جي جذبي جي سکيا ڏني آهي.

نڪو سنڌو سور جو نڪو سنڌو سڪ،
عدد ناهي عشق پڇاڻي پاڻ لهي.
”شاهه“

سچ، نيڪي ۽ سونهن، حق، خير ۽ حسن، ”انساني روح“ جا هي ٽي امنگ ۽ لاڙا بنيادي آهن ۽ انهن جو بنياد اصل ۾ انسان جي پنهنجي ذاتي مفاد تي رکيل آهي. جو ڪجهه منهنجي پنهنجي فائدي لاءِ آهي، اهو مون لاءِ حق به آهي، خير به آهي، ۽ ان ۾ مون کي حسن به نظر اچي ٿو چو ته اهو مون کي وڻي ٿو! پر انسان يعني فرد دنيا ۾ اڪيلو نه آهي، ۽ هڪڙو ذاتي مفاد ٻين ذاتي مفادن جي تعلق ۽ نسبت سان عملي صورت وٺي ٿو – انهيءَ ڪري جيڪڏهن محض زور (انفرادي يا گروهي) تي فيصلو ڇڏڻو نه آهي، ته پوءِ گهڻن (انفرادي ۽ گروهي) مفادن جي ”گڏجي گذاري“ لاءِ ڏي وٺ ۽ ڇڏڇوٽ جي طريقي سان ”جيئو ۽ جيئڻ ڏيو“ جي اصول تي عمل لازمي بنجي پوي ٿو. ساڳيءَ طرح منهنجي، تنهنجي ۽ هن جي (انفرادي يا گروهي نوع جي) گهڻن ”سچن“ جي وچ ۾ به باهمي سهپ ۽ رواداريءَ جي اصول کان سواءِ ٻي ڪا واهه ڪانهي ۽ انهن جي پنهنجي پنهنجي بقا ۽ فروغ لاءِ به اهو ئي واحد معقول ۽ مفيد رستو ٿي سگهي ٿو. ”سهپ“ ۽ ”جيئو، جيئڻ ڏيو“ جي اصولن تي عمل ڪرڻ سان باهمي محبت ۽ باهمي تعاون وڌي ٿو ۽ انسانن ۾ هر سطح جي گروهي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جي راهه گهڙجي ٿي ۽ ڪين نفاق، جنگ ۽ برباديءَ جي هولناڪ عقوبتن کان تحفظ ۽ پناهه ملي ٿي، ۽ اهڙيءَ طرح تهذيب جي مذهب ۽ رياست تي فوقيت جي صورت قائم ٿئي ٿي. سماج کنهن غالب مذهب جي تعصب ۽ هٺ ڌرميءَ کان هڪ طرف ۽ کنهن غالب رياست جي ظلم ۽ تشدد کان ٻئي طرف ۽ ٻنهي جي گڏيل موت جهڙي عذاب کان (پوريءَ طرح نه ته به) گهڻي قدر نجات حاصل ڪري ٿو ۽ اٿين هتي هن ڌرتيءَ تي هو ڪامل انساني مسرت ۽ ڀلائيءَ جي جنت جي تعمير ۾ پنهنجي حصي جو فرض ادا ڪري سگهندو - ۽ اهو ئي هر انساني سماج جي هر فرد

جو هن ڏرتيءَ تي اعليٰ کان اعليٰ مقصد تي سگهي ٿو.

سنڌ جي ماڻهن ۽ سنڌي سماج کي، شاهہ، سچل ۽ ساميءَ، هن ڌرتيءَ جي انهيءَ اعليٰ مقصد سان روشناس ۽ ان لاءِ تيار ڪرڻ تي گهريو. هو سنڌ جا عظيم استاد، هادي ۽ رهبر هئا. هو تمام وڏا انسان ۽ تمام وڏا شاعر هئا. هنن سنڌي سماج جي آڏو نئين انسان جو تصور پيش ڪيو. هنن اسان کي جيڪا تعليم ڏني آهي، سا ڪا معمولي تعليم ڪانهي. هنن سنڌي سماج کي نئين اجتماعي وحدت جي شعور کان واقف ڪيو ۽ ان لاءِ ڪين عملي راهہ ڏيکاري – قومي تهذيب، قومي مذهب ۽ قومي سياست جي راهہ، مشترڪ مفاد ۽ باهمي تعاون جي راهہ، محبت، رواداريءَ ۽ اتحاد جي راهہ، عمل ۽ قربانيءَ جي راهہ. هنن جي سامهون سنڌ ۽ سنڌي سماج جي آزاد، باوقار، بامقصد ۽ خوشحال وجود جو خواب هو، ۽ هنن وٽ ان خواب جي تڪميل جو رستو بہ هو: ٻيائيءَ ۽ ويڇي کي هٽائڻ جو، پنهنجن کي پنهنجو ڪرڻ جو، ٻڌيءَ ۽ ايڪتا جو، سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن کي پاڻ اربڻ ۽ انهن تان پاڻ نڇاور ڪرڻ جو، سچي ماڻهپي جو، ماڻهوءَ جي مريادا ۽ مان ۽ ماڻهوءَ جي شيوا ۽ پيار جو، انساني تهذيب جي عروج ۾ پنهنجي حصي جي فرض ادا ڪرڻ جو، عالمي امن، اتحاد ۽ ترقيءَ جي جدوجهد ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو. هاڻي، اهو اسان تي ڇڏيل آهي تہ ڪيتري قدر اسين پنهنجي فرض کي سڃاڻون ٿا ۽ ان تي عمل پيرا ٿا ٿيون ۽ ڪيتري قدر پاڻ کي پنهنجن عظيم استادن ۽ رهبرن جي لائق ثابت ڪري ٿا سگهون.

سڄيءَ ڳالهہ جو دارومدار هن تي آهي تہ اسان جو پاڻ تي ڪيترو فخر آهي، اسان جو پاڻ ۾ ڪيترو اعتماد آهي، اسين هڪٻئي سان ڪيترا سچا آهيون ۽ پنهنجي روح کي زنده رکڻ لاءِ ڪيترو ڪجهہ سهڻ ۽ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. شال اسان جي جيئڻ جو منطق اسان کان وسري نہ وڃي - ۽ پنهنجي مٽيا ۽ مان سان جيئڻ جو امنگ اسان جي ساهہ ۾ سدا موجود رهي!

پسي جهاجهہ جمال ڄِي، جِنهين پيتي پِڪ،
اپر اڳانجهو تيو، سور انهين کي سڪ،
هڏ نہ پڳين هڪ، سدا سائر سير ۾.
"شاهہ"

حيدرآباد سنڌ
14-12-1977ع

محمد ابراهيم جويو

**مددي ڪتاب**

1. "تاريخ معصومي" (سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد)، سنڌي ادبي بورڊ.
2. "تحفة الڪرام" (سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد)، سنڌي ادبي بورڊ.
3. "مظهر شاهجهاني"، ميرڪ يوسف، بتصحيح و مقدمہ و حواشي پير حسام الدين شاهہ راشدي، سنڌي ادبي بورڊ.
4. "منشور الوصيت و دستور الحڪومت"، ميان نور محمد ڪلهوڙو بتحقيق پير حسام الدين شاهہ راشدي، سنڌي ادبي بورڊ.
5. "تاريخ سنڌ، عهد ڪلهوڙا" (ٻہ جلد)، غلام رسول "مهر".
6. "شاهہ عنايت شهيد جي سوانح جا ماخذ" پير حسام الدين شاهہ راشدي، "نئين زندگي" ماهنامو، شاهہ شهيد نمبر – 1970ع.
7. "شاهہ عنايت الله شهيد ۽ سندن سهيوڳي ۽ همعصر"، مولانا غلام مصطفي قاسمي، ايضاً.
8. "شاهہ شهيد عنايت الله صوفي"، ڊاڪٽر دائودپوٽو، ايضاً.
9. "شاهہ شهيد صوفي"، محبوب علي چنو، ايضاً.
10. "بياض هاشمي" (قلمي)، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي.
11. "پيغام لطيف"، جي ايم سيد.
12. "شاهہ"، (2) "سچل"، (3) "سامي"، ڪلياڻ آڏواڻي.
13. "سامي جا سلوڪ" (ٽن جلدن ۾) بي.ايچ. ناگراڻي.
14. "شاهہ جو رسالو"، ڪلياڻ آڏواڻي.
15. "رسالو سچل سرمست"، عثمان علي انصاري.
16. "رود ڪوثر" (اردو)، محمد اڪرام.

17. "Shah Abdul Latif of Bhit", H.T. Sorley.
18. "Sind and Its Sufis", J.P. Gulraj.
19. "Sind Before the Muslim Conquest", H.T. Lambrick.
20. "Reflections on History", Jacob Burckhardt.
21. "Poetics and Rhetoric", Aristotle.
22. "To the Nations", Paul Richard.
23. "Patriotism in Literature", John Drinkwater,
24. "Crops in Sindh", A.W.Khoso.

# سامي صاحب جو جيون چريتر

يورپ ۾ ۽ سو بہ خاص ڪري هندستان ۾ ساڌن ۽ سنتن جون جيون ڪهاڻيون گھڻو ڪري غيب جي پردي ۾ رهيون آهن. اسان سندن سڪيائن ۽ موج ۽ مستيءَ ۾ چيل ڪلام يا شعر کي سندن ٻاهرين حياتيءَ کان وڌيڪ اهميت پئي ڏني آهي.

سنڌ جي سنتن ۽ فقيرن سان پڻ مٿيان ويچار برابر لڳي اچن ٿا. شاه صاحب جي عمر نسبت پڻ انومان ڪيا وڃن ٿا. سندس صحيح جنم جي تاريخ نٿي ملي. سندس وفات جي تاريخ ۽ سال هڪ عربي لکيت مان ڪڍيائون جا تحفة الڪرام ۾ لڳل آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ودوانن شاهہ صاحب جي مريدن ۽ فقيرن کان جدا جدا خبرون ۽ ڳالهيون گڏ ڪري سوانح حيات ڇپائي ظاهر ڪئي آهي. سندس ڪلام پڻ منشين لکيو. ڇو جو اهو سمورو مستيءَ جي حالت ۾ چيو ويو. چوندڙ مستيءَ ۾ تہ ٻڌندڙ مريد ۽ فقير پڻ مستيءَ ۾. سچل سرمست جي بہ جنم جي تاريخ جو پتو ڪونهي، گرچہ سندس جنم جو سال معلوم آهي. سندس ديهانت جي تاريخ ۽ سال معلوم آهن. سندس مستيءَ وارو ڪلام مشهور آهي. شاهہ جا نيشان ڀٽ تي تہ، سچل جون يادگيريون درازن تي تازيون آهن. سامي صاحب جي حالت نرالي آهي. هن جا نہ ڪي مريد ٿيا ۽ نہ فقير ڇڏيائين. نہ شاهہ وانگر ڀٽ وسايائين، نہ سچل وانگي درازن کي سرسبز ڪيائين. سندس ڏيرو ۽ آستانو، ساڌ سنگت ۽ گروجيءَ جي چرنن جي رج هئا! سندس حياتيءَ جو اُنڪري پروسي جهڙو احوال ملڻ جان تان وڌيڪ مشڪل بڻجيو پوي. جيڪو پروسي جو احوال مليو آهي سو هيٺ ڏجي ٿو.

سامي صاحب، جنهن جو اصلوڪو نالو ڀائي چئنراءِ بچومل

ڏتاراماڻي هو سو ذات جو لُنڊ هو ۽ شڪارپور سنڌ ۾ ڄائو هو. سندس جنم جي تاريخ نسبت جدا جدا احوال آيل آهن.

**جنم جي تاريخ:** پروفيسر ڄيٺمل پرسرام، ڪؤڙو مل سنڌي ساهتيه منڊل پاران ڇپايل ڪتاب، "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" ۾ ساميءَ جو جيون چريتر لکندي جنم جي تاريخ واري سري هيٺ لکي ٿو ته "سندس جنم جي تاريخ نسبت ڪجھ پڪ پيو پائنجي، پر ممڪن آهي ته هو سنبت ۱۸۰۰ ( ۱۷۴۳ع) ۾ پيدا ٿيو ۽ سنبت ۱۹۰۷ ( ۱۸۵۰ع) ۾ گذاري ويو. سندس عمر ڪبير ڪان به وڌي چڪبي."

ديوان ڪؤڙو مل چندنمل کلناڻي ان نسبت هيٺينءَ طرح ٿو لکي: "ڪي ماڻهو چون ٿا ته هن جي (ڀائي چئنراءِ) عمر ٦٥ ورهيه هئي. پر اها ڳالهه وسهڻ جهڙي نه آهي. گهڻن ماڻهن جو چوڻ آهي ته جڏهن هن سرير ڇڏيو تڏهن هن جي ڏاڍي ورڏ اوستا هئي. سندس چالاڻي ڪي ۳۵ ڪن ورهيه ٿيندا. سندس پٽ گهنشامداس جنهن ڪي مئي به ٽي ورهيه ٿيا سو ۳۵ ورهين جو هو ۽ چون ٿا ته اهو پٽ ۷۰ - ۸۰ ورهين جي ڄمار ۾ ڄائو هوس: تنهنڪري ڀائنجي ٿو ته ڀائي چئنراءِ جي عمر ۱۰۰ ورهين کان مٿي هئي. ڏسجي ٿو ته سنبت ۱۸۰۰ ڌاري هن جو جنم ٿيو ۽ هن جو چالاڻو سنبت ۱۹۰۷ ڌاري ٿيو."

"سنڌ جي ادبي تاريخ" ۾ (برٽش حڪومت کان اڳ)، جو ڪتاب سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ حيدرآباد وارن سال ۱۹۳۷ع جو ٽيون ڪتاب ڪري ڇپايو آهي، مسٽر محمد صديق ميمڻ چوي ٿو ته "سامي صاحب ۱۷۴۳ع ۾ ڄائو هو، جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت سنڌ ۾ هئي. هو ٽالپرن جي صاحبيءَ وارو سمورو عرصو حيات هو ۽ هڪ سو سٺن سالن جي عمر ۾ ۱۸۵۰ع ۾ چالاڻو ڪيائين."

انگريزي ڪتاب " سانگ آف دي سپرٽ " جيڪو سهڻيءَ انگريزي ڪوتا ۾ شانتي. ايل. شهاڻيءَ لکيو آهي ۽ جنهن جو مهاڳ سنڌ جي پرسڌ فيلسوف ۽ ڪرشن ڀڳت ساڌو واسواڻيءَ لکيو آهي، ان ۾ پروفيسر ڦيرواڻيءَ سامي صاحب جي جيون چريتر لکندي ساڳيون

مٿيون تاريخون دهرايون آهن ۽ سامي صاحب جي عمر هڪ سو اٺ سال ٺهرائي آهي.

منهنجي خيال موجب هنن سيني ودوانن ديوان ڪؤڙي مل چندن مل جي اختياريءَ تي، مٿيون تاريخون ڏنيون آهن.

شري مولچند گياني ڪوئٽيا وارو جنهن ساميءَ جا ٢١ سَو سلوڪ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپايا، تنهن سامي صاحب جو جيون چريتر ڀائي نارائڻداس شڪارپوري صراف جي اختياريءَ تي ڏنو آهي، جو ساڻس گڏ ڪوئٽيا ۾ رهندو هو. ڀائي نارائڻداس شڪارپوري ڀائي چئنراءِ جي برادريءَ مان هو، جنهن جو ڀائي چئنراءِ جي پٽ گهنشامداس سان گهرو رستو هو. هن جيڪو احوال کيس ڏنو هو سو سڀ ڀائي گهنشامداس کيس ٻڌايو هو. انڪري اهو احوال مون کي وڌيڪ معتبر ۽ وسهڻ جوڳو لڳي ٿو. هن جو چوڻ آهي تہ ”ڀائي چئنراءِ ڏتاراماڻي لنڊ شڪارپوريءَ جو جنم اٽڪل سنبت ١٧٨٧ ڌاري ٿيو هو... سندس چالاڻو ١٢٠ ورهين جي ڄمار ۾ اٽڪل سنبت ١٩٠٧ ۾ ٿيو جڏهن گهنشامداس اٽڪل ٤٠ ورهين کن جو هو.

سندس گهر ننڍيءَ بازار ۾ ڄڱل ڀيارِي ٿانَ جي سامهون هو، جو ڀائي گهنشامداس آخر نيڪال ڪري ڇڏيو: ڇو جو سندس رهڻ گهڻو ڪري امرتسر ۾ ٿيندو هو. ننڍي وهيءَ کان وٺي چئنراءِ جي چت جو لاڙو ڌرم ۽ ساڌ سنگت ڏي هوندو هو. پڻس ٻچومل آسودو ۽ ڏن وارو واپاري هو. چئنراءِ دنيا جي سکن هوندي بہ پنهنجو سمورو ڌيان وديا جي اڀياس ڪرڻ ۽ ساڌ سنگت جي رس چکڻ کي ڏنو. خوش نصيبان هن کي ڀائي مينگهراج، جنهن کي سامي مينگهراج بہ چوندا هئا، تنهن جو سنگ ٿيو. سامي مينگهراج برهمڻ، اصل بهاولپور جي علائقي ۾ احمد پور شهر جو ويٺل هو ۽ شڪارپور ۾ اچي هاٿي در وٽ هيمنداس برهمڻ جي مڙهيءَ ۾ رهيو. کيس ماڻهو منگت رام جي نالي سان پڻ سڏيندا هئا. هو سنسڪرت پڙهيل، ويدانت ۽ ڪاويہ جو ڄڻو ڄاڻو هو. چئنراءِ سندس سنگ ۾ اهي علم منجهائنس پرايا. گرمکي

اڪر تہ هونءَ ئي ڄاڻندو هو.

ڏنڏي جي ويچار ڪان چئنراءِ، ڀائي گنگارام ٿنڌڻ ملاڻيءَ وارن وٽ گماشتي جو ڪم ڪندو هو ۽ ديري غازي خان ۾ شاهن جي پاران، ٻئي ٽئين سال، سال اڌ لاءِ ويندو هو. ڪم ڪار لاهي، وهيون آڻي، شاهن جي اڳيون رکندو هو، ۽ هو جيڪي بہ خوشيءَ سان ڪيس ڏيندا هئا، ان تي شڪر ڪري پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي ادر پورنا ڪندو هو. گهڻو وقت مينگهراج جي سنگ ۾ گذاريندو هو. نارائڻداس بيراڳي، جنهن جو ٽڪاڻو شڪارپور ۾ هوندو هو، سو سندس ست سنگي هو. ست سنگ ۾ هن نہ فقط ويدانت جو اڀياس ڪيو ۽ گيتا، ڀاڳوت، يوگ سوترن ۽ اُپنشدن جي امبرت واڻيءَ مان پڪون پيتيون، پر سنڌ جي سنتن ۽ صوفين جهڙوڪ شاه صاحب، سچل سرمست، روحل فقير، ڀائي آسر، بخت، تخت، مگڻ، پٽي، بادل ۽ ٻالي وغيره جي ٻاڻين مان پڻ واقف ٿيو. انهن جا بيت سندس سلوڪن ۾ اسانکي ملن ٿا، جي ڏار ڪري ڏيکاريا ويا آهن، جن جو حوالو "سنڌي شعر جي تمورتي" واري باب ۾ ڏنو ويو آهي. سلوڪن جي ٻولي پڻ ڏيکاري ٿي تہ جيتوڻيڪ سندس هندي ۽ سنسڪرت اڀياس ٿيل آهي تہ بہ مٿس ان وقت جي ساڌن سنتن جي ٻاڻيءَ جو چڱو اثر پيو آهي.

اٽڪل ڏهہ سال ساندهہ پنهنجي گروءَ مينگهراج جي سنگ ۾ وديا پڙهيو ۽ اڀياس ڪيائين. چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ ويراڳ ورتي ڌاري سلوڪ چوڻ لڳو، جي پنن جي چٽڪين تي لکي مٽ ۾ وجهندو ويو. انهن جو تعداد ٢١ سؤ ڪن آهي. اهي گرمکي اکرن ۾ لکيا ويا جي گهڻو پوءِ گرمکي اکرن ۾ پوٿيءَ تي چڙهي ويا. انهن سلوڪن ۾ چئنراءِ پنهنجي گروءَ کي عزت ڏيڻ لاءِ شاعراڻو نالو "سامي، ٻانيڻ يا مينگهو" ڄاڻايو آهي. انهيءَ ڪان پوءِ تيرٿن ڏانهن استريءَ سميت روانو ٿيو. موٽندي، اچي امرتسر ۾ رهيو.

هي ايڪيهہ سؤ سلوڪ سامي صاحب جا شروعاتي سلوڪ آهن، جي هن سنڌ ۾ چيا. اهي ئي گهڻو ڪري سنڌواسين کي ورثي ۾

مليا آهن.

امرتسر ۾ رهي هن وڏيڪ سلوڪ لکيا ۽ اهي پڻ پنن جي چٽڪين تي لکي مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. هتي هن جي هڪ اوڏوت مهاتما سان ڏيٺ ٿي، جنهن جو مٽس ڏاڍو پيار ٿي ويو. ڀائي نارائڻداس جو چوڻ آهي تہ جڏهن چيئنراءِ ٨٠ ورهين جو ٿيو، تڏهن خيال ٿيس تہ پڇاڙيءَ جا ڏينهن وڃي شڪارپور ۾ ڪاٽيان. ان وقت تائين ڪيس اولاد ڪونہ هو. سندس استري پڻ برڌ اوستا جي هئي. جڏهن مهاتما سان شڪارپور وڃڻ جي ڳالهہ ڪيائين، تڏهن مهاتما چيس تہ "اوهان کي اولاد ٿيندو." آخر اتي رهي پيو.

سنبت ١٨٦٧، عيسوي سنہ ١٨١٠، ۾ هڪ پٽ ڄايس، جنهن جو نالو گهنشامداس رکيائين. گهنشامداس اهي سلوڪ جون چٽڪيون سانڍيندو ويندو هو. امرتسر ۾ چيئنراءِ سک گرن جي ٻاڻيءَ مان پليءَ پت واقف ٿيو. سندس پوين سلوڪن ۾ ان واڻيءَ جو اثر ظاهر آهي. گهنشامداس پنهنجي پيءُ کي چوندو هو تہ اهي سلوڪ ڪنهن کان لکارائي باقاعدي ڪتاب ٺهرائجي، پر هُو چوندو هوس تہ پاڻهين ڪو سنڌ جو ساڌو اهي سلوڪ وٺي وڃي پوٿي ناهيندو.

چيئنراءِ صاحب جو چالاڻو سنبت ١٩٠٧، عيسوي سنہ ١٨٥٠، ۾ ٿيو. ان وقت سندس عمر ١٢٠ ورهيہ هئي. گهنشامداس ان وقت ٤٠ ورهين جو هو. چالاڻي وقت ساڌو سنت، جي هن جا ساٿي هئا، تن چيو تہ ڀائي مهاتما هو، تنهنڪري اسين سندس ڪرياڪرم ساڌن وانگر ڪنداسين، پر شڪارپوري پئنچات اها ڳالهہ نہ مڃي، آخر ڪرياڪرم لوڪ ريتيءَ موجب پاڻ ڪرايو. ڀائي گهنشامداس چوي ٿو تہ جڏهن اسين اندر سرير ڪٽڻ ڪاڻ وياسين، تڏهن سيني کي اوم شبد جي ڌني ٻڌڻ ۾ آئي.

ڀائي چيئنراءِ جي چالاڻي بعد پٽس گهنشامداس جيڪي سلوڪن جون چٽڪيون مٽ ۾ پيل هيون، سي هڪ ساڌوءَ کي ڏنيون تہ وڃي پوٿيءَ تي چاڙهي ۽ پنن جي دستن ڪاڻ پڻ هڪ سيٺ ڏانهن

شڪارپور ۾ چنني لکي ڏنائينس. ڪجھ وقت تہ هن ساڌوءَ جو ڪو بہ پتو ڪونہ پيو. سنبت ١٩٣٦، عيسوي سنہ ١٨٧٩ ۾ ڀائي گھنشامداس ڪنهن ڪم سانگي شڪارپور آيو ۽ انهيءَ ساڌوءَ جي ڳولا ڪرڻ لڳو. ڀائي نارائڻداس جو چوڻ آهي تہ سندس عمر انهيءَ وقت ١٧ ورهيہ کن هئي. اهو احوال ڀائي نارائڻداس جي اکرن ۾ ڏجي ٿو:

"مان ڀائي گھنشامداس ساڻ، جنهن جي عمر انهيءَ وقت اٽڪل ٧٠ ورهيہ کن هئي، گڏجي ڀائي ڪاشيداس، ڀائي گرداس صاحب جي گديءَ واري، وٽ وياسين. ڀائو ڪاشيداس ڀائي گھنشامداس کي ڏسي ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ جنهن ساڌوءَ امرتسر مان چٺيون آنديون هيون، تنهن جي لاءِ گھنشامداس پڇا ڪيس: پر پتو ڪيئن پوي؟ پوءِ جنهن شاهوڪار ڏي پنن لاءِ چنني لکي هئائين اُتان وهين مان سنت جو نالو هلي ڪيائين: تڏهن ڀائي ڪاشيداس پڇا ڳاڇا ڪري هن کي پتو ڏنو تہ اهو ساڌو سيوي در جي پرسان حضوريءَ جي ٽڪاڻي ۾ رهندو هو. اهو ٻڌي ڪري اوڏانهن تلاش ڪرڻ هليو. ٽڪاڻي وارو سنت تمام برڌ اوستا جو هو، سو پنهنجي پريتوان جي پٽ گھنشامداس کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ سندس چڱيءَ طرح آدرياءُ ڪيائين. ڪانئس انهيءَ ساڌوءَ بابت جڏهن پڇا ٿي تہ هن وراڻي ڏني تہ بيشڪ اهو ساڌو جيڪو امرتسر کان توهان وٽان اهي سلوڪ کڻي آيو هو سو ڪجھ ڏينهن هت اچي رهيو هو، پر هتان وري ڳڙهي ياسين ڏانهن روانو ٿي ويو. ڀائي گھنشامداس مون کي ساڻ وٺي ڳڙهي ياسين ڏانهن روانو ٿيو. جنهن ٽڪاڻي جو ڏس مليو هو اتي پڇا ڪيائين. استان جي مهنت چيو تہ "اهو ساڌو ڪي ڏينهن هت اچي رهيو هو، پر پوءِ وري لاڙڪاڻي هليو ويو، سلوڪ ساڻ هئس. ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ جنهن استان تي هُو وڃي رهيو تنهن کي ڪجھ وقت ٿيو تہ باھ لڳي هئي. خبر ناهي تہ اهي سلوڪ ڪيئن ٿيا. انهيءَ ڳالھ ۾ ڪجھ سنسو آهي. متان سڙي نہ ويا هجن!" اهو حال ٻڌي، ٻئي ڄڻا شڪارپور آياسين. لاڙڪاڻي وڃڻ جي ڪانہ ڪئيسين. شڪارپور ۾ ڀائي

گهنشامداس ڀائي ڪاشيداس کي ايترو سو چيو هو تہ ڪيترو بہ خرچ ٿي وڃي پرواه ناهي، هڪ پيرو اهي سلوڪ هٿ ڪري پوٿيءَ تي چاڙهائجن. ڀائي گهنشامداس امرتسر ڏانهن هليو ويو. سلوڪن بابت سو نراس ٿيو. سندس چوڻ هو تہ اهي چٽڪيون اٽڪل ٥ سير کن تور ۾ هيون. ڪجه ورهيہ ٿيندا تہ ڀائي گنگارام روهڙيءَ واري، لاڙڪاڻي هر مندر مان چوڏنهن سؤ کن سلوڪ هٿ ڪري ڇپايا. اهي شايد انهن مان هجن جيڪي هُو ساڌو امرتسر مان ڪٺي ويو هو! خبر ناهي اها ڳالهہ ڪيتري قدر سچي آهي. شڪارپور مان وڃي ڀائي گهنشامداس ٻن سالن کن کان پوءِ امرتسر ۾ سنبت ١٩٣٩ ۾ اٽڪل ٧٢ ورهين جي عمر ۾ ديهہ ڇڏي. ڪيس ٻہ پٽ هئا _ هڪ جيرامداس جنهن جو پٽ چيتارام، ان جو من نڪاڻي نہ هو: ٻيو ٻال مڪند جنهن جو پٽ بدري داس هاڻي بمبئي ۾ آهي. مان هڪ ڀيرو چيتارام سان امرتسر ۾ مليو هوس. وٽس پوٿيون رکيل هيون _ گهريونمانس پر نہ ڏنائين. ڀانئجي ٿو تہ ڀائي چٽنراءِ جي ٻاڻي ڪجه ٻي بہ رچيل آهي. پورو پتو ڪونہ ٿو پوي. هڪ پوٿي مونکي ان جي گهران هٿ لڳي جا شبدن جي آهي. ڀائي چيتارام جا پٽ هينئر ڪراچيءَ ۾ دلاليءَ جو ڪم ڪندا آهن، جي گهنشامداس جا پڙپوٽا آهن."

## سنڌ _ ان جي آرٿڪ ۽ سياسي اوستا

سامي ۽ جي وقت جو سنڌ جو احوال ان وقت جي پرڏيهي سيلانين جهڙوڪ پاسٽن (Postans) وغيره جي لکيل ڪتابن مان پوي ٿو. اسين ڪنهن ڪويءَ جي ڪوتا جو ابياس ڪريون ان سان گڏ ضروري آهي تہ وقت جي حالتن جو احساس هجي. ڇو جو ان وقت جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، عادتون ۽ نمونا، حڪومت ۽ تهذيب خود شاعر جي حالتن ۽ اُنهن جو سندس من تي اثر، شعر ۾ ڪتب آندل تشبيهون ۽ ٻي جاڻ، تنهن تي چٽي روشني وجهن ٿيون: اهڙين حالتن

هيٺ شاعر جو من ڪٿي تي وسيو. ڪيئن انهن حالتن ڪيس ناهيو ۽ پنهنجي شعر دوران انهن حالتن تي ڪهڙو اثر وڌائين، اهي ڳالهيون بعضي بعضي شعر مان ظاهر ٿينديون آهن. شاه جي شعر مان وڻجارن جا سامونڊي سفر، سخي حاڪمن جي سخا، ٿر جي ماڻهن جون ريتيون رسمون ۽ حالتون، سندس سفر ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون ظاهر ٿيون.

اسين جيڪي تازو سنڌ ڇڏي آيا آهيون، سي سمجهون ٿا ته ساميءَ جي وقت ۾ پڻ سنڌ اهڙي هوندي. شڪارپوري ساميءَ جو جنم استان شڪارپور ڄاڻي اهي ئي حالتون تصور ڪندا، جي سنڌن وقت ۾ هيون، پر ائين نه هو.

سامي صاحب، جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته عيسوي سنه 1730ع ۾ ڄائو هو ۽ سنه 1850ع ۾ هيءَ انساني جامو ڇڏيائين. هيءُ اهو سمو هو جنهن ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو سنڌ تي راڄ هو. سنه 1736ع ۾ نور محمد ڪلهوڙو حاڪم ٿيو. سنه 1740ع ۾ نادر شاه سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ڏهه سال پوءِ يعني سنه 1750ع ۾ سنڌ افغانن جي تابع ٿي؛ سنه 1786ع ۾ ٽالپرن ڪلهوڙن تي سوڀ پاتي ۽ وري سنه 1843ع ۾ سنڌ انگريزن جي هٿ هيٺ آئي.

سنڌ جا ان وقت ٻه ڀاڱا هئا. لاڙ ۽ سرو. سرو يعني اپر سنڌ، سيوهڻ کان بهاولپور جي سرحد تائين ٿي لڳو، ۽ لاڙ وري سيوهڻ کان سنڌونديءَ جي ڊيلٽا سوڌو، سمنڊ تائين. هر هڪ ٽڪر کي پنهنجي گادي هوندي هئي ۽ هر هڪ ٽڪر وري ضلعن ۾ ورهايل هو. حيدرآباد ۽ خيرپور ٻن ٽڪرن جون گاديون هيون.

سنڌ جا مکيه شهر ان وقت هئا: ڪراچي، ڪرو ڪولا، ٺٽو، وڪر، حيدرآباد، ميرپور، امرڪوٽ، سيوهڻ، لاڙڪاڻو، خيرپور، سکر، روهڙي، شڪارپور ۽ ٺٽا، ڊيلٽا جي ويجهو هئا ڪراچي ۽ ٺٽو.

ڪراچيءَ جو بيان ان وقت جي سيلانين موجب دل ڇڪيندڙ ڪونهي. جن چيتن ماڙيوالا جي تاريخي مضمون ۾ ڪراچي مومل جو بيان پڙهيو هوندو، انهن کي عجب لڳندو ته ڪراچيءَ ۾ فقط 8 هزار

آدم هو. شهر گندو هو. سندس اهميت اها هئي، جو سنڌ جو اهو ٺـي بندر هو. لشڪر جي اتي ڇاوڻي هئي. سنڌ ۾ بمبئي ۽ گجرات جون سڀ شيون اتي ايندڀون هيون. ڪراچيءَ جو واپار ڪڇ، ڪاٺياواڙ بمبئي، ملبار ڪناري، زنزيبار ۽ بندر عباس سان هو. هاڻوڪي ڪراچي ڇاڻن جي رايي موجب ڪرو ڪولا جو ٽڪر هو. جو ڪڪرالا ضلعي ۾ هو. هتان مئسيڊونيا جو شهنشاه ناريسيس (Nearchus) پنهنجو درياهي لشڪر وٺي مڪران ۽ ايران ويو هو.

ڪراچيءَ ۽ ٺٽي جي وچ ۾ ستر ميلن جو مفاصلو هو. جن مان 40 ميلن تي تہ پاڻيءَ جو نالو بہ نہ هو. واپاري هيءَ رستو گهڻو ڪتب نہ آڻيندا هئا. خشڪ موسم ۾ اهو رستو ڪم ايندو هو ۽ اُٺ گاڏيون اتان هلنديون هيون. سڪيءَ جي رستي شڪارپور پهچڻ تائين 20-25 ڏينهن لڳندا هئا. ڪراچيءَ کان حيدرآباد تائين سڪيءَ رستي 100 ميلن جو مفاصلو هو.

ٺٽو جو ڪنهن وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ واپار ۽ آڏاڻن جي هنر ڪري مشهور هو. سو بہ آهستي آهستي زبون ٿي ويو. ڪنهن وقت ٿي هزار آڏا اٽا اتي هلندا هئا ۽ آدم پڻ اسي هزار هو. جو پوءِ گهٽجي وڃي اٺ هزار ٿيو. سنڌوندي پنهنجي موُج ۾ ٺٽي ۽ اُن جي آسپاس وارن ٽڪرن ۾ بوڙ بوڙان لڳائيندي هئي، جنهن ڪري گهرن جي پيڙه ۽ بنياد سرن يا ٻيءَ ڪنهن سخت شيءِ جا هوندا هئا. ٺٽو گهڻو وقت سنڌ جو تخت گاهہ هو ۽ مغلن جي زماني ۾جيڪي شهنشاهہ پاران عملدار ايندا هئا، سي اتي رهندا هئا.

ڊيلتا ۾ وڪر نالي هجامڙيءَ جي منهن وٽ، هڪ بندر هو، جنهن جو آدم هڪ هزار هو. هن جي اهميت اها هئي جو ڪجهہ وقت سال ۾ اتان مال سڌو سنڌونديءَ رستي وڃي سگهندو هو.

حيدرآباد ڪلهوڙن جو نهرايل، وقت جو تخت گاه هو. ان جي چوڌاري هڪ اوچو ۽ پڪڙيل قلعو هو ۽ ٽڪريءَ جي اتاهينءَ تي ڊگهي ميل ڪن لنبي بازار هئي. ساموئدي هيرن ۽ سندس مرڪزي استان

حيدرآباد کي اهميت تي ڏني. ڦليلي قلعي جي پٺين هيٺان تي وهي ۽ پريان وري سنڌو درياه هو. جهوني نيرن ڪوٽ واري هنڌ تي غلام شاه ڪلهوڙي هيءُ شهر ٻڌو. قلعي ۾ امير ۽ انهن جا ڪٽنب رهندا هئا. حيدرآباد جو قلعو ايشيائي جنگي فن موجب، هڪ زبردست قلعو هو، جنهن کي ٽوڙي اندر وڃڻ محال هو.

حيدرآباد جي اوپر ڏي ميرپور جو شهر هو، جو ٽالپر گهراڻي جو مضبوط هنڌ هو. پرتي بر جي طرف امر ڪوٽ جو شهر هو، جتي اڪبر بادشاه جو جنم ٿيو هو. ماڻهو سمجهندا هئا ته ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڪني ڪيل ملڪيت ، سون وغيره، اتي ئي آهي.

سيوهڻ جي مشهور شهر کي پڻ هڪ ڪهنو قلعو هو. سيوهڻ جي قلعي کي فوجي اهميت هئي. سنڌوندي دوران مسافري ڪرڻ لاءِ سيوهڻ کان رستو هو. زاهد مسلمانن لاءِ هيءُ هڪ زيارت جو شهر هو، ڇو جو مست قلندر جي هت تربت آهي. لعل شهباز جو نالو سڄي هند ۽ سنڌ جي چؤڌاري ملڪن ۾ پکڙيل هو. سيوهڻ ۾ زاهد، فقير ۽ پينو جرجها. ساڳئي وقت اُتي سيوهڻ ۾ ڪچريون ۽ وئشائون پڻ جمجهيون هيون. هيءُ سيوستان ضلعي جو مکيه شهر هو. گرميءَ ۽ گند کان مشهور هو.

لاڙڪاڻو سيوهڻ کان پري هڪ ڪشادو شهر هو، جنهن جي آدمشماري اٽڪل 5 هزار هئي. سنڌ جي پلن ٽڪرن مان لاڙڪاڻي جوضلعو پڻ هو، جنهن جو مکيه شهر لاڙڪاڻو هو. لاڙڪاڻي جو اوُج ڪنهن وقت بلين بلين هو.

خيرپور اپرسنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. 16 ميلن جي مفاصلي تي ڏيجيءَ جو ڪوٽ هو.

روهڙي سنڌوءَ جي مٿان سنو شهر هو. ڪنهن وقت هيءُ وڏو شهر هو ۽ واپار ڪري مشهور هو. سنتن، ساڌن ۽ پيرن فقيرن کان هي استان مشهور هو. زنده پير نسبت اها روايت ان وقت پڻ مشهور هئي ته پلو به موٽڻ وقت پنهنجو پيچ ڏانهس نه ڪندو آهي.

روهڙيءَ جي سامهون بکر جو قلعو ۽ اولهہ جي ڪپ تي سکر جو مشهور شهر هو. سکر ۽ روهڙي بلڪ رمٽيڪ استان هئا. سکر، روهڙي ۽ بکر مسلمانن لاءِ پوتر استان ليکيا ويندا هئا.

شڪارپور سڄيءَ سنڌ لاءِ وڏو واپار جو هنڌ هو. ان جي آدمشماري حيدرآباد جيڏي هئي. اٽڪل 35 هزار ماڻهو اتي رهندا هئا. واپار جي لحاظ کان ان جي بلڪل گهٽي اهميت هئي. سندس صراف سموريءَ وچ ايشيا ۽ بين ملڪن تي پنهنجو اثر وجهندا هئا. قنڌار ڏانهن هتان سڌو رستو ويندو هو. سندس چوڌاري هڪ ديوار هوندي هئي، جا گرد ۾ اٽڪل 3 ميل ٿيندي. بزار اڌ ميل ڊگهي هئي، جتي سينٽرل ايشيا ۽ اوير ۽ اولهہ هندستان جا واپاري ايندا هئا. چئين بجي ڌاري بزار زور وٺندي هئي. گهٽ ۾ اُٺندڙ دز ۾ ڪم ٿيندو هو. بزار ڏسڻ وٽان هئي.

هڪ طرف سهڻي خراساني گهوڙي تي مغرور مسلمانُ اوچا ڪپڙا پهري، ڊگهي اطلس جي ٽوپي ۽ سونهري سلڪ جو بوچڻ ڪٽي، ماڻهن مان رستو ڪندو هو ۽ سنڌي سپاهي کيس رستي ڪرڻ ۾ مدد ڪندا هئا. هن طرف وڏي افغان پنهنجن ڊگهن وارن سان، جي سندس ڪلهي تائين پيا لڙڪندا هئا، ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس اکين ۾ شور ۽ محڪمتا هئي ۽ سندس ڳاڙها ڳل جابلو هوائن تي پليل، گرميءَ ۾ ٻهڪندا هئا. پيشين جا سَيد، سهڻا هراتي، قنڌار جا واپاري، ڊگهن پهراڻن ۽ ڪوٽن سان، رنگبرنگي پٽڪا پهريل ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ڊگها پناڻ، وڏين ترارين سان، شوخيءَ سان ايندا ويندا هئا. انهن جي وچ ۾ سنڌي مسلمان ۽ غريبڙو واڻيو، نياز ۽ نئڙت جي مورت، پيا اچ وڃ ڪندا هئا. واڻيو زور ڪري اهڙو ويس ۽ لباس پهريندو هو جنهن ڪري سندس شاهوڪاريءَ جو ڪنهن کي پتو نہ پوي. اندر ڪاتي، پل تہ لکن جو خاوند هجي، پر ٻاهران ڏيکاري ڪين ڏيندو، ڇو جو دائما ڊر هوندو هوس تہ شاه کي سندس شاهوڪاريءَ جي ڪل پيئي تہ چٽين ۽ ڍلن ۾ پيو ڏهندو.

شڪارپور جي آسودگيءَ جو تخمينو هڪ چوٽيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، جا اسان جي ٿهيءَ وارا ماڻهو ننڍي هوندي عام جام ٻڌندا هئا. شڪارپور شهر جي قلعي کي اُٺ دروازا هوندا هئا، جن جا نالا هئا لکي در، هزاري در، هاٿي در، خانپوري در، واهڳٽو در، نوشهرو در، ڪرن در، سيوي در. اهي هنڌ ۽ نالا اجا بہ مشهور آهن ۽ قلعي جي ديوار ڪٿي ڪٿي اجا بہ ڏسڻ ۾ ايندي آهي:

چوٽي مشهور آهي تہ:

لکيءَ لک اُپايا- هزاريءَ هنيان،
هاٿيءَ جي همٿ سان- خانپوريءَ کنيان،
سيو در سائو ٿيو- نوشهرو نئون،
ڪرن در ڪوڙو ٿيو- واهڳٽو وريو.
شڪارپور جو اوڄ انڪري ساميءَ جي سمي ۾ اعليٰ هو.

هنن کان سواءِ ٽنڊا هئا، جي بلوچ سردارن، زميندارن، سَيدن جون جاگيرون هيون ۽ انهن تي نالو پڻ انهن سردارن جو پوندو هو. هن ڪري ڏسڻ ۾ ايندو تہ سنڌ جي گهڻو ڪري سيني مکيہ شهرن جي چوڌاري مٽيءَ جي اوچي پٽ هوندي هئي، جا هنن کي قلعي جو روپ ڏيندي هئي. اها اٽڪل 20 فوٽ کن اوچي هوندي هئي. وچ ۾ اوچو منارو هوندو هو جتان ماڻهو قلعي کان ٻاهر جو نظارو ڏسي سگهندا هئا.

جت ۽ ڏنار پنهنجا ڌڻ انهن قلعن جي هينان ٻڌندا هئا ۽ پنهنجا جهوپڙا پڻ اتي اُڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ ڪتن جا ڪٽڪ هوندا هئا، جي پوليس جي غير حاضريءَ ۾ چڱو پهرو ڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ يا تہ جهوپڙيون يا هڪ ڇتيءَ وارا مٽيءَ جا گهر هوندا هئا. شهرن ۾ دوڇتيءَ وارا گهر ڏسڻ ۾ ايندا هئا. هڪ مکيہ ڳالهہ جا سيني شهرن ۾ ڏسڻ ۾ ايندي هئي، سا هئي تہ هڪ مکيہ لنبي گهٽي بازار طور ڪتب ايندي هئي، جنهن جي ڇت تڏن ۽ ڪاٺ يا بانس جي لڪڙن مان ٺهيل، ٻنهين طرفن جي دڪانن جي مٿان هوندي هئي. گهٽيون سوڙهيون ۽ گنديون، جن ۾ ڇيڻا ۽ لڏ پيل، رستي تي مزي سان ڪتا ويٺل. اهڙو

نمونو هوندو هو، جو لَڏَ وارو اُٺ پڻ سولائيءَ سان نہ لنگهي سگهي.
گهرن ۾ وري پوري روشني ۽ هوا بہ نہ هوندي هئي. ماڙهو رات جو ڪوٺن
تي سمهندا هئا. اسين جيڪي هاڻوڪن سڌريل نمونن تي هريل
آهيون تن کي ان وقت جون حالتون ڪراهت ڏيندڙ لڳنديون.

## سنڌ جا رهاڪو، سندن ڌنڌا، پوشاڪ ۽ ٻيون عادتون

سنڌ جا رهاڪو ٻن مکيہ فرقن ۾ ورهائي سگهجن ٿا: هندو ۽
مسلمان. هندن ۾ مکيہ بہ ذاتيون هيون لهاڻا ۽ ڀاٽيا. ٿورا برهمڻ پڻ رهندا
هئا. مسلمانن جون گهڻيئي ذاتيون هيون: جت، ڪوسا، دائود پوٽا، سما،
سومرا، حاجي، بلوچي، پير، سَيَد، مهاڻا يا مياڻي ۽ افغان وغيره.

هندو گهڻي ڀاڱي واپاري قوم هئي. دڪانداري ۽ صرافي
سندن مکيہ ڌنڌا هئا. هو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل هئا ۽ پنهنجا
دڪان کولي وينا هئا. سندن دڪان، بقال، ڪپڙي ۽ سيڌي جا هئا.
شڪارپور ۽ ڪراچيءَ ۾ چڱي انداز ۾ رهندا هئا. شڪارپور ۾ سندن
صرافي مشهور هئي. هو پنهنجي سپت ۽ سچائيءَ ڪري مشهور هئا ۽
سندن هنڊي نقد ناڻي مثل هئي. وقت جا حاڪم پڻ کين وڏي عزت ۽
مان ڏيندا هئا. سندن هنڊيءَ جو قدر هر ملڪ ۾ هو. حاڪم پڻ
ضرورت وقت، کائنئن اوڌر ڪڻندا هئا.

صرافيءَ جي ڌنڌي ۽ ٻئي وڻج واپار سان، گهڻيئي دفعا، کين
ڳچ وقت، پنهنجي شهر يا ڳوٺ کان ٻاهر رهڻو پوندو هو. هن عرصي ۾
سندن زالون ۽ ٻار سلامت هوندا هئا. هندو پنهنجي شاهوڪاري
لڪائيندا رهندا هئا، ڇو جو کين اهو انديشو رهندو هو تہ متان
حاڪم جي طرفان مٿانئن وٺ نہ پوي. هندو پنهنجي سپت، سچائيءَ ۽
ڌنڌي ڌاڙيءَ جي عادتن ڪري حاڪمن وٽ روينيو عملدار هئا ۽
پئسي پنجڙ جون ڳالهيون ۽ معاملا خاص سندن حوالي هئا.

هنن کان سواءِ دلاليءَ جو ڪم پڻ ڪندا هئا. دلال جو نمونو

تن ڏينهن ۾ اور هو. ٻن طرفن جي وچ ۾ ويهي، مٿان ڪو ڪپڙي ٽڪر يا پنهنجي بوچڻ جوڙڪر وجهي اندران آڱرين کي زور ڏيئي رقم ٻڌائيندا هئا ۽ وري ٻئي ماڻهوءَ کي اها رقم پڻ آڱرين جي زور سان ٻڌائيندا هئا. هن طرح چؤگرد ويٺل ماڻهن ۾ جوش وغيره نه ڦهلندو هو، ۽ هي ڏنڊو ماڻ ميٽ ۾ هلندو هو.

مسلمان، گهڻو ڪري زميندار، هاري ۽ ڪمي ڪاسبي هئا. بلوچ خاص ڪري وڙهڻ جي فن ۾ پڙ ۽ بهادر هئا. سنڌن بهادريءَ جي ساک سيني سيلانين ڪئي آهي. ترار هلائڻ ته ڪو ڪائنن سکي. مياڻيءَ جي جنگ وقت، سر چارلس نيپئر چوي ٿو ته: ”بهادر بلوچي پنهنجا تمنچا ۽ بندوقون چوڙي، نديءَ جي ڪنني ڏي ٽپي پيا، پر هو بهادر بانڪا، اسان جي بندوقن ۽ ڀالن اڳيان سٽ نه جهلي سگهيا.“ هو سنا نشانَ انداز هئا. ڪوسا اصل سانتيڪا ڳوناٺا هئا پر پوءِ انهن مان ڪي ڦري، اوپر سنڌ جي طرف ڪڇ نگر ڏي، ڦورو ۽ لوٽو ٿيا. جتن جو وهنوار اُٺن سان هو ۽ هن ڪمائتي جانور سنڀالڻ ۾، سنڌن جهڙو ٻيو ڪونه هو. سيد اوچ گهراڻو هو، جن جي ميتا سڄيءَ سنڌ جي مسلمانن پئي ڪئي. غريب ڪان امير تائين، سيئي کين مڃيندا هئا ۽ کين مقرر ڪيل رقم پياريندا هئا. مهاڻا يا ماڇي ٻٽ جا ڄاڻنا هئا، جن جو گذران نديءَ جي ٻيڙين تي هوندو هو.

مسلمانن، خاص ڪري زميندارن، اميرن ۽ حاڪمن ۾ شڪار جو ڏاڍو شونق هوندو هو. حاڪم، پنهنجو چڱو وقت ۽ ڌيان، شڪار ڏي ڏيندا هئا. شڪار گاهه وڏيءَ حفاظت سان رکيا ويندا هئا. بلوچي ۽ ڪوسا سردار پڻ هن ڳالهه ۾ خاص چاهه وٺندا هئا. حاڪم جڏهن شڪار تي نڪرندو هو، ته اوسي پاسي جا هندو ۽ مسلمان رهواسي، ٺولين ۾ شڪار واريءَ جڳهه جي لوڙهي ۾ دهل وڄائي، جانور کي ڊيڄاري، ٻاهر ڪڍندا هئا. کين هٿن ۾ لٺيون هونديون هيون. ڪتن جا ڪٽڪ ساڻن هوندا هئا. پوءِ ته ڊنل جانور سامهون ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ اتان وري حاڪم پنهنجي ساٿين سان، کين

بندوق يا ترار سان ماريندو هو. هيءُ شڪار بعضي بعضي ڪي ڏينهن هلندو هو ۽ جيڪي رعيت جا ماڻهو هندو چاهي مسلمان، هن ۾ ڀاڱ وٺندا هئا، انهن جو ڏنڊو ڏاڍي سڀ چٽ. ڪين هن ڪم لاءِ پائي به نه ملندي هئي.

حاڪم شڪار ڪرڻ کي ايتري ته اهميت ڏيندا هئا، جو جيڪڏهن ڪو پرڏيهي ايلچي يا مهمان، حڪومت جي ڳالهين تي ساڻن خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ ايندو هو، تڏهن اها گفتگو پوري ڪري، کين نيند ڏيندا هئا ته ”اسان سان شڪار تي هلو!“

پوشاڪ جي خيال کان، هندن ۽ مسلمانن جي پوشاڪ گهڻو ڪري ساڳي هوندي هئي. سرڪاري نوڪريءَ ۾ ته ٻئي پٽڪو پهريندا هئا ۽ ڏاڙهي رکائيندا هئا. ڊگهو ٻيڙيءَ سان پهراڻ، شلوار، زريءَ جي ٽوپي، رنگبرنگي يا ڊگهو ميراٽو ٽوپ، عام پوشاڪ هئي. واڻيا ۽ دڪاندار، ڌوتي، انگر کو ۽ بوچڻ به پهريندا هئا.

کاڌو به ٻنهي جو گهڻو ڪري ساڳيو هوندو هو. هندو گوشت پڻ کائيندا هئا، ٻڪر ۽ گهيٽي جو. مسلمان سوئر جو گوشت نه ورتائيندا هئا. جيئن هندن لاءِ ڳانءِ جو گوشت حرام آهي تئين مسلمانن لاءِ سوئر جو. هندو ڳانءِ کي ماتا سمجهي ٿو ۽ مسلمان سوئر کي هڪ غليظ جانور.

ٻولي سڀ سنڌي ڳالهائيندا هئا. سرڪاري لکپڙهه پارسيءَ ۾ ڪئي ويندي هئي. سنڌي ٻولي هندو خدابادي لپيءَ ۾ لکندا هئا. بلوچ پنهنجي اپياشا ۾ ڳالهائيندا هئا، جنهن جي مشابهت لڳ ڀڳ افغانن جي پيشتوءَ سان ٿي لڳي.

سنڌ ۾ ٻانهپ جو ڪي قدر رواج هو. زنگزيبار جا رهاڪو، ننديءَ ٿيءَ ۾، آندا ويندا هئا ۽ اميرن ۽ زميندارن ۾ وڪرو ڪيا ويندا هئا. هنن ٻانهن سان سنڌ ۾ چاهي ٻين مشرقي صوبن ۾ ڪا به سختي ڪانه ڪئي ويندي هئي. اهي گهر جا ڀاتي ڪري ليکيا ويندا هئا ۽ ان ڪٽنب سان ايڏو نينهن ٿي ويندو هون، جو پنهنجي آزاديءَ

ڪان هن ٻانهپ ڪي وڏيڪ پسند ڪندا هئا. هنن مان ڪي ميرن جا دادلا ۽ حال محرم هئا ۽ ميرن جو پنهنجي گهر جي ڳاتين ڪان به منجهن وڏيڪ وشواس هو. هنن مان ڪي آفريڪن نواسي هئا، جن کي شيدي ڪري سڏيندا هئا.

سنڌ جي رهاڪن جي خوش خلقي ۽ مهمان نوازي مشهور هيون، ڀنگ ۽ گانجي جو رواج هو. تماڪ جو واهپو هو. حقو هر ڪنهن جو لاڏلو هو. واڻيو ۽ ديوان پنهنجي دڪان يا اوطاق تي حقو چڪيندا هئا جنهن جو نڙ ڊگهو اٽڪل 12 فوٽ لنبو هوندو هو. بلوچي ته هن ڪم لاءِ خورزين ڪڻندا هئا، جنهن ۾ حقي چڪڻ جون شيون به ڪڻندا هئا.

## سنڌ ۾ حڪومت جو سرشتو

سنڌي حڪومت جو سرشتو، ملٽري خودمختياريءَ وارو هو، جنهن جو بنياد جاگيرداري سرشتو هو. امير هن سرشتي جا مک هئا ۽ زمين جا مالڪ هئا. هر هڪ بلوچي سردار کي انهيءَ شرط تي جاگير مليل هئي ته ضرورت وقت هو وفاداري ڏيکاري، اچي حاڪم جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندو ۽ ڪو مقرر انداز ماڻهن جو، جنگ جي ميدان ۾ آڻيندو. هن طرح ملڪ جو ڳچ حصو ورهايل هو ۽ نواب ۽ سردار هيڙيءَ حڪومت کي برقرار رکڻ ۾ چاهه وٺندا هئا.

نواب ۽ سردار پنهنجي ماڻهن ۽ قوم مٿان ضابطو رکندا هئا ۽ پنهنجي ماڻهن کي پاليندا ۽ ڪارائيندا هئا. قوم سندن تابع هوندي هئي. پاڻ، موقعي پٽاندر، دربار ۾ وڃي حاڪم سان سڏ ۾ سڏ ملائيندا هئا. حاڪم پنهنجيءَ ۾ ئي پورا هئا ۽ سردارن ۽ نوابن جو خاص خيال رکندا هئا. واپار ۽ ڏنڌو هندن جي ئي محنت ۽ جفاڪشيءَ سبب هلندو هو.

سولجر جو پگهار اٽڪل 3 آنا (3d) روز هو ۽ گهوڙي سوار جو

بيٺو. هنن کي اناج وغيره سستي اگهه تي ملندو هو. سنڌ جي لشڪر جو تعداد اٽڪل 50 هزار هو. حاڪم جي اردليءَ ۾، گهٽيئي سولجر هوندا هئا جن کي نقد ناڻي بدران، نهيل نڪيل ڪاڏو ملندو هو. جدا جدا قومن ۾، وقت بہ وقت جهيڙا پيا ٿيندا هئا، جي امانت دواران فيصل ڪيا ويندا هئا، ۽ ضرورت جي حالت ۾، اميرن کي سڏيندا هئا، جن جو فيصلو آخرين سمجهيو ويندو هو. هن طرح اندرونون انتظام چڱو هلندو هو.

هن کان سواءِ حاڪم زمينون انعام طور پڻ ڏيندا هئا. جيڪي ماڻهو حڪومت سان مصيبت وقت وفاداري ڏيکاري، پانهن بيلي ٿي بيهندا هئا، انهن کي اهي زمينون انعام طور ڏنيون وينديون هيون. انعامي زمينن ۽ جاگيرن ۾ تفاوت هيءَ هو تہ جاگيرون ڪنهن خاص فرض يا شيوائن ادا ڪرڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون پر انعامي زمينن سان اهڙو ڪوبہ شرط لاڳو نہ هو. فقط انعامي زميندار وقت بہ وقت دربار ۾ اچي، پنهنجون سندون پيش ڪندا هئا، جي تپاسي، وري انهن کي موٽايون وينديون هيون. هي پشت بہ پشت ان گهراڻي کي ڏنيون وينديون هيون. هنن کان سوا، پيو هر قسم جون ڍلون، اميرن ۽ ٽالپرن جي ملڪيت سمجهيون وينديون هيون، جن ۾ بيو ڪوبہ دخل نہ ڏيندو هو.

زمينن تي ڍل بستيءَ جو سرشتو زميندارِي هو. جيڪو زمين آباد ڪرڻ چاهي، تنهن کي حاڪم کان زمين نسبت ”پٽو“ وٺڻو پوندو هو، جو هڪ قسم جي گرمٽ يا اقرار نامو هو. هن موجب ڪن شرطن تي ڪنهن خاص مدي لاءِ، زمين آباد ڪرڻ جو حق ان ماڻهوءَ کي عطا ڪيو ويندو هو. سرڪاري حصو گهڻو ٿڙو جنس ۾ ئي ورتو ويندو هو. اهي زمينون، جي نديءَ جي پر واريون هيون ۽ جن جي آباديءَ لاءِ پاڻي، بنان ڪنهن ڪتراڳ جي هڪدم ميسر ٿي سگهندو هو، انهن کان پيدائش جو 5/2 حصو ۽ جيڪي نديءَ کان ڪجهہ پري هيون ۽ جن کي پاڻي واهن يا چرخين دوران ملندو هو، انهن کان پيدائش جو ٽيون حصو؛ ۽ زمينون جي صفا غير آباد جهنگل هيون، انهن کان پيدائش

جو پنجون حصو ورتو ويندو هو. هن کان سواءِ ٻيون بہ ڪي ڍلون يا چونگيون هيون. نار تي محصول، جنهن جي ڪٿ هئي تہ نار هلائڻ لاءِ هڪ ڏڪو ٿو ڪم اچي يا ٻہ، يا هٿ سان ٿو ڪاهيو وڃي. ان کان سواءِ هارين کي پڻ ڪجهہ ڏيڻو پوندو هو، وغيره.

باغ، کجور جا وڻ وغيره، انهن تي پڻ ڪجهہ ورتو ويندو هو. حڪومت کي ٻي ڪمائي وڻج واپار مان ٿيندي هئي. شين جي آمدنيءَ ۽ روانگيءَ تي پڻ محصول هو. ڪراچي بندر تان جڏهن شيون اندر اينديون هيون، تڏهن انهن تي محصول پوندو هو. اهو اٽڪل مال جي قيمت جو 6 سيڪڙو هوندو هو. مال جي روانگيءَ تي پڻ لڳ ڀڳ ساڳيو محصول هو. هن کان سواءِ، شهر جو آڪٽراءِ محصول هو. محصول بستگي بارداني جي وهٽ سارو ٿيندي هئي. خريد فروخت تي وري هڪ ٻي ڍل هئي، جنهن کي ترازو چوندا هئا. ترازو معنيٰ جا تارازيءَ سان تعلق رکي. شراب يا اپين نشي جي شين وڪڻڻ لاءِ، ليسن هوندو هو. دڪاندارن ۽ هنرمندن کي پڻ (Capitation Tax) سربستگي ڏيڻي پوندي هئي. ماڇي پنهنجي پيدائش جو ٽيون حصو سرڪار ۾ پياريندو هو، ۽ هر هڪ ٻيڙياٽو پڻ ڪا مقرر ڪيل رقم ادا ڪندو هو. ٻہ ڌريون جڏهن پنهنجو ڪو تڪرار عدالت ۾ کڻي وينديون هيون، تڏهن تڪرار واريءَ رقم جو چوٿون حصو سرڪار کي ڏيڻو پوندو هو. هندو هن ڪري خانگي طرح امانت کي پسند ڪندا هئا. جڏهن ڪنهن ڌر ۾ ناراضپو هوندو هو تہ اها وري ان فيصلي تي سرڪاري اپيل ۾ ويندي هئي. هنن ڳالهين هوندي بہ، ائين چئي سگهجي ٿو تہ ان وقت جي حالتن پٽاندر، مشرق ۾ ڪنهن بہ هنڌ هن کان بهتر ڍلن جو سرشتو ڪونہ هو. واپار تي ڍلن جي چٽي گهٽي هوندي هئي. البتہ جي وقت جا شاه، هندو واپارين کي همٿائين ها ۽ ڍلن جو بوجو گهٽ ڪن ها، تہ ملڪ وڏيڪ سائو ۽ ڀاڳيو بڻجي ها. هنن تڪليفن هوندي پڻ شڪارپور جا شاهوڪار، خرچ ڪاٽڻي بعد اٽڪل ويهہ سيڪڙو نفعو ڪندا هئا. هندو انڪري، هنن تڪليفن ۽

چٽين هوندي ٻه. ملڪ ڪي ڇهتيا پيا هئا ۽ پنهنجي شاهوڪاري ڪوشش ڪري لڪائيندا هئا.

زمينن (Farms) تان ڍلن اُڳاڙڻ جي تڪليف ڪان ڇٽڻ لاءِ زمينون مقاطعي تي ڏنيون وينديون هيون، ۽ انهن مقاطعدارن کي "سردار" ڪوٺيندا هئا. سردار وري هارين ڪان ڪم وٺندا هئا ۽ انهنکي پيڙيندا هئا. غريب رعيت ڪي ڪوبه داد ڏيڻ وارو ڪونه هو، ڇو جو حاڪم جنهن کي سردار ڪان مقرر رقم وٺڻي هئي، سو سندس ٿي پاسو ڪٽندو هو.

حڪومت هلائڻ لاءِ اميرن هيٺان نائب هئا، جن کي "ڪاردار" ڪوٺيندا هئا. هنن جي هيٺان پيا نائب هئا، جن کي "منشي" چوندا هئا، جي گهڻو ڪري هندو هوندا هئا. هنن تي اهو ڪم هو ته جتي ملڪ جا ٽڪر مقاطعي تي نه ڏنا ويا آهن، انهن جو حساب ڪتاب برابر رکن. شهر ۾ پوليس جو انداز گهٽ هو. اٽڪل ڏهه يا ٻارهن پوليس وارا هوندا هئا. چوري پڪڙڻ جو نمونو به عجيب هو. چوريءَ جي حالت ۾ پيرو ڪنيو ويندو هو ۽ جنهن ڳوٺ يا پاڙي ۾ پيرا اچي پورا ٿيندا هئا، چوريءَ جي جوابداري ان ٽڪري تي هئي. انڪري رات جو مسافري گهڻو ڪري ڪانه ٿيندي هئي. هر هڪ شهر مٿان ڪوتوال هوندو هو، جنهن جي حوالي پوليس هئي. هو پنهنجي ننڍي ڪچهري ڪندو هو، جتي ننڍين ننڍين گناهن لاءِ اتي جو اتي سزا ڏيندو ويندو هو. انصاف جو سرشتو ڪاردارن جي هٿ ۾ هو. سندن قاعدو، قانون ۽ سزائون قرآن شريف جي ٻڌايل اصول موافق هيون. سمجهاڻي مفتي يا قاضي ڏيندا هئا. هيٺين عملدارن جي ڏنل سزائن تي حاڪم جي دربار ۾ اپيل ٿي سگهندي هئي.

واپار بنسبت مٿي چئي آيا آهيون، ته اهو سڄو هندن جي هٿ ۾ هو. هتي مختصر طور سنڌ ۾ آمدنيءَ ۽ روانگيءَ جون مکيه شيون ڏجن ٿيون، جي ڏيکاريندي يون ته هندو ڪيتري قدر جفاڪشي ڪندا هئا.

گجرات ۽ مارواڙ مان ڪپھ، ٿلهو ڪپڙو، سلڪ جو ڪپڙو ايندا هئا؛ بهاولپور ۽ ملتان مان سلڪ جون شيون؛ اتر اولهہ مان سلڪ، رنگ، دوائون،سڪو ميوو، گهوڙا وغيره؛ ڪڇ مان عاج، گجرات ۽ ملبار جي ڪنارن مان ڪاٺ، بمبئيءَ جي طرف کان وري انگريزي شيون، جهڙوڪ مخمل، پشمي ڪپڙا، پسار جو سامان، مصالحا ۽ ڌاتو وغيره. ڪپڙن ۾ هئا ڇيٽون، ڪئليڪو ۽ سوٽي رنگبرنگي ڪپڙو، جنهن کي ”زيبرا“ چوندا هئا. انگريزي سٽ جو مشين تي نڪتل ڌاڳو وڏي انداز ۾ ايندو هو، جنهن مان وري سنو ڪپڙو نهندو هو. رواجي سادو سوٽي ڪپڙو يا تہ مارواڙ مان ايندو هو يا اتي جي آڏاڻن تي سنڌ ۾ ناهيندا هئا. غريب غربو اهو ڪپڙو پائيندو هو. شاهوڪار انگريزي ململ پڻ واپرائيندا هئا. سوٽي ۽ ريشمي ڌاڳي مان نهيل ٺٽي جون لونگيون سڀ کي پسند هيون. پالي (مارواڙ)، جيسلمير، بهاولپور ۽ پنجاب سان واپار کي ڪا خاص اهميت ڪانہ هئي. خراسان، جنهن ۾ قنڌار ۽ هرات وغيره جو طرف اچي ويو، اتان وري دوائون ۽ رنگ ايندا هئا. سلڪ جنهن جا گهٽيئي نمونا هئا، سا پڻ خراسان مان ايندي هئي، جهڙوڪ تني، دريائي، ڪوڪني، چلو وغيره. ڪپھ جو هڪ سهڻو قسم، جنهن مان پرت پربو هو ۽ جنهن کي ”نرما“ چوندا هئا، سو پڻ خراسان مان ايندو هو. ايران جي طرف کان نيشاپور جي کاڻين مان هڪ قسم جو پٿر، جنهن کي ”پيروز يا فيروزي“ چوندا هئا، ان کي گسائي، لسو ڪري، ان سان پاڻ سينگاريندا هئا. غريب چاهي شاهوڪار اهو پسند ڪندا هئا.

سنڌ جو روانگي واپار ٿورو هو: چانور، گيھ، آفيم، نير، چمڙو، سڪل مڇي وغيره، جي ڏيلٽا جي بندرن ۽ ڪراچيءَ کان ٻاهر ويندا هئا. خراسان کان جيڪي شيون ايندييون هيون، انهن جي بدلي ڪين نير، ڪپھ، سادو ڪپڙو، سلڪ مان نهيل شيون، لوڻ، شورو وغيره موڪليندا هئا. سنڌ جو روانگي واپار اُتر ڏي گهڻي قدر قنڌار طرف هو، جنهن لاءِ شڪارپور جو شهر ۽ سندس هوشيار ۽ چست هندو

واپاري جوابدار هئا. ڪراچي؍ مان پڻ هندن جي سرجوشي؍ ڪري روانگي ٿيندي هئي. لاڙ مان شيون اُنن تي لڏائي، راڪا ياڙي ڪري، پنجويهن يا ٽيهن ڏينهن جي تڪليف گاڏڙ مسافري؍ بعد، قافلا شڪارپور پهچندا هئا، جتان وري جابلو رستا لتاڙي، وڃي خراسان پهچندا هئا. شڪارپور شهر خراسان لاءِ در هو. وچ ايشيا جي واپار لاءِ جيتري شڪارپور کي اهميت هئي، اهڙي ٻئي ڪنهن ٻه شهر کي نه هئي. شڪارپوري صرافن جو ڏاڍو زور هو. سنڌو ندي؍ کان ڪئسپين سمنڊ تائين سندن ڏيتي ليتي؍ جو اثر هو. شڪارپور هن ڏيتي؍ ليتي؍ جو مرڪز هو. قنڌار کان قافلا ڊسمبر ۽ جنوري؍ ڌاري ايندا هئا ۽ مارچ ڌاري نڪري ويندا هئا. مارچ کان پوءِ بيابانن جي گرمي؍ ۽ سخت آب هوا سبب اچ وڃ ڪانه ٿيندي هئي.

انهي؍ وقت اناج جا ماپا ٽوين، ڪاسن ۽ خرارن ۾ ٿيندا هئا. زمين جي ماپي لاءِ وري گهنٽن ۽ جريبن واري جدول هئي. ڪمپني؍ جي رپئي کي "ڪلدار" ڪوٺيندا هئا.

سنڌ جي ماڻهن جي خوش خلقي ۽ مهمان نوازي مشهور هيون. سادا سودا، صاف ۽ نيڪ سنڌي جڏهن هڪٻئي کي گڏبا هئا، تڏهن ياڪر پائي، ڪاڏي ساڄي ڪلهي سان لڳائي، وري کابي طرف ڪڍي، اهڙي؍ اُڪير سان ملندا هئا، جو ڄڻڪ سالن جا وڇڙيل مليا آهن. ملڻ وقت ڪئين ته سوال پڇندا هئا. چي، "ادا، خوش آن، چڱو ڀلو، تازو تڪڙو، خوش، بلڪل خوش، ٻار ٻچا ته خوش اٿيئي، گانيون مينهون، ڍور ڍڳا. سڀ خوش آهيو!" وغيره وغيره. سندن خوش خلقي؍ جي ساراهه سيني سيلانين ڪئي آهي. ٽالپرن ۽ ميرن جي دربار جو ڏاڍو سهڻو بيان ڏنو اٿن. جنهن جو ڪو ملاقي ايندو هو ته حاڪم جي پاران قلعي کان ڪجهه پنڌ تي، سندس پاران چاليهه يا پنجاه پيادا ۽ گهوڙيسوار ڪيس وٺڻ ويندا هئا، جن کي "پيش خدمت" چوندا هئا. انهن جا مکيه ماڻهو ميرن جا دوست يا خاص خادم هوندا هئا. جهڙي قسم جو ماڻهو هوندو هو، اهڙي قسم جا "پيش خدمت" موڪليا ويندا

هئا. مهمان جڏهن هنن کي ڏسڻ ايندو هو، تہ سيئي گهوڙا ڊوڙائي يا ٻڪون پائي، وجي کيس گڏبا هئا. پوءِ تہ قرب سان ڇڪي، کيس گهوڙي تان لاهيندا هئا ۽ کيس ورائي ويندا هئا. مکيہ مکيہ ماڻهو کانئس متي ذڪر ڪيل نموني جا تندرستيءَ نسبت سوال پڇندا هئا ۽ اهڙي گڏجاڻي امير جي هڪ مکيہ ماڻهوءَ سان نہ، پر ڇهن سٽن سان ٿيندي هئي، جنهن ۾ ڪافي وقت لڳندو هو. بس، پوءِ تہ سيني جي وچ ۾ مهمان کي گهوڙي تي چاڙهي، امير وٽ وٺي ايندا هئا. امير جي دربار وٽ پهچڻ شرط، پنجاه سپاهي گهوڙي جو رڪيب جهليندا تہ مهمان عزت سان پٽ تي پير رکي. پير رکڻ شرط سيئي چوندا "بسم الله الرحمٰن الرحيم"! ڪي امير پوءِ دربار جي در تي هوندا هئا، جن مان هڪ مهمان جو هٿ وٺي کيس اندر نيندو هو. مهمان کي پنهنجو بوٽ يا جتي در جي ٻنيي وٽ لاهڻي پوندي هئي. اندر هڪ وڏو هال هوندو هو، جنهن ۾ سواءِ هڪ چارپائيءَ جي ٻيو ڪوبہ فرنيچر نہ هوندو هو. هال ۾ سهڻا ايراني فراس وڇايل هوندا هئا. چارپائيءَ تي مخمل ۽ اطلس جا طول ۽ وهاڻا هوندا هئا، جن تي سهڻيءَ پوشاڪ ۾ مير صاحب ٽيڪ ڏيو آرام سان ويٺو هوندو هو. مهمان جي اچڻ تي مير صاحب هُن سان ياڪر پائي ملندو هو ۽ ساڳيا سوال "ادا خوش آن، چڱو ڀلو. تازو تڪڙو، خوش، ڏاڍو خوش، ٻار ٻچا تہ خوش تي!" وغيره پڇيا ويندا هئا. نہ فقط مير صاحب، پر سندس ويجهو جيڪي بہ مکيہ ماڻهو هوندا هئا، انهن سيني سان مهمان کي انهيءَ نموني ملڻو پوندو هو. انگريزي سيلانين، ميرن ۽ بلوچي سردارن جي ٿولهہ جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ سندن ياڪرن مان کين خاص مزو نہ ايندو هو. درباري پنهنجي ساريءَ مقرر ڪيل پوشاڪ ۾ ايندا هئا. مير صاحب جي هر هڪ گفتي ۽ اک جي اشاري جي پوئواري ٿيندي هئي. سندس جبي جو پلؤ جي اونڌو تي پوي تہ ڏهہ ڄڻا اهو لساري سڌو ڪندا هئا. سندس گفتگو ۾ ڪو لفظ سلوڻو وجهڻو هجي تہ هڪ کان وڌيڪ اهو چوندا ۽ سندس بدن جي هر هڪ عضوي جي چرپر تي

"بسم الله الرحمٰن الرحيم" جو ڦهڪو پيو پوندو. مهمان جي گفتگو ۾ ڪٿي ڪا پلڪ چُپ ٿي، تہ مير صاحب ڏاڍي نياز سان وري پڇندو تہ"خوش"! جيڪڏهن مهمان چؤڏاري نظر ورائيندي ڪنهن امير ڏي نهاريندو هو تہ هو وري اهو پنهنجو فرض سمجهندو هو تہ ڪانئس سندس طبيعت نسبت پڇي، پنهنجي خوش خلقي ڏيکاري. مهمانن سان گهڻو ڪري رواجي ڳالهين تي گفتگو ٿيندي هئي، پر سڀ ڳالهيون ڳٽي، پچاڙيءَ جو شڪار جي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي ۽ اها مهمان جي عزت سمجهي ويندي هئي تہ ڪيس شڪار جي نينڊ ڏجي. ڪچهري پوري ٿيڻ تي مير صاحب مهمان کي فراس جي آخر تائين ڇڏيندو هو ۽ ڏاڍي قرب سان موڪلائيندو هو.

اهڙو هو ساميءَ جو زمانو ۽ سندس وقت جا ماڻهو. سندس سلوڪن ۾ اسان کي انهن ڳالهين جي ڪابہ خبر نٿي پوي. شاهہ جي شعر ۾ ٽري ماڻهن جي جيوت، وڻجارن جا سفر، پنڌ پيچرا، لڪ، جبل، دنگيون، درياهہ، ڪينجهر جي ڍنڍ ۽ ڪاڪ، ملير، امرڪوٽ ۽ ڀنڀور ۽ ڄام ۽ سومرا، گرنار ۽ ٻيجل، سپر سخي، مطلب تہ سموري شعر ۾ سنڌ جي حالتن جو ذڪر ملي ٿو پر سامي صاحب رڳو اندر جي کوج ڪئي آهي. سندس شعر ۾ سندس وقت جي حالتن جو ڪوبہ ذڪر ڪونهي. ڀل تہ ماڻهو امرتسر يا هردوار ۾ وينو هجي يا قنڌار ۽ ڪابل ۾ ديرو هجيس، پر جي آتما سان تعلق رکندڙ ڳالهيون ڪندو، تہ اهي ائين ئي بيان ڪندو جيئن ساميءَ ڪيون آهن. هن سبب سندس وقت جي حالتن جو ذڪر مختصر طور ڏنو ويو آهي.

## هندستان ۾ ويدانت

ويدانت فيلسوفيءَ جا ٻہ پاڱا آهن. 'اُتر ممانسا' ۽ "پورو ممانسا". ممانسا لفظ شروعات ۾ ويدن جي ترجمانيءَ ۽ معنيٰ جي ويچار کان ڪتب آندو ويندو هو. جنهن جي پوءِ معني ڦري ٿي "پوتر

ويچار." ان بعد ان جو مطلب وچي بيٺو "سچ يا حق جي ذات بابت ڪابہ تيڪا يا ڇنڊڇاڻ". انهيءَ لحاظ کان اتر ممانسا ۽ پورو ممانسا، انهيءَ معنيٰ سان نهڪي ٿا اچن.

ويدن جو پهريون ڀاڱو، "منتر" ۽ "برهمڻا"، گڏي، ڪرم ڪانڊ جي حصي ۾ اچن ٿا، جن ۾ انسان جا فرض بيان ڪيل آهن. پوين ڀاڱو جنهن کي "اپنيشد" ڪونجي ٿو، ان کي "گيان ڪانڊ" سڏين ٿا. هن ۾ وري سچ يا حق نسبت ڇاڻ پريل آهي. ويدانت لفظ جي معنيٰ آهي "ويدن جو انت"؛ يعني ويدن جي پوئين ڀاڱي ۾ بتايل مت ۽ ويچار. اهو ويدن جو پويون ڀاڱو اُپنيشد آهن. اتر ممانسا ۾ تنهن ڪري اُپنيشدن جي فيلسوفيءَ جو تت ٿو اچي وڃي. رشي جئمنيءَ پورو ممانسا ۾، جنهن کي ڪرم ممانسا سڏي ٿو، فرضن جي فيلسوفي بتائي آهي، ۽ رشي بادرايڻ وري اُتر ممانسا ۾ اپنيشدن جي گوڙ ۽ آتمڪ ويچارن جو ورتن ڪيو آهي. اتر ممانسا ۽ پورو مماسنا گڏي، ان ڪري ويدانت فيلسوفيءَ جو وچور وار تفصيل ڏين ٿا.

پورو ممانسا: پورو ممانسا جو مول مقصد آهي "ڌرم" يعني اخلاقي فرضن جي تپاس ڪرڻ. جيتوڻيڪ هن ۾ "ڌرم" جي ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي ۽ ڪرم ڪانڊ جو پاسو با ترتيب ڏيڪاريل آهي، تہ بہ انهيءَ ورنن ڪندي، پوين فيلسوفن ڪمارل ڀٽ ۽ پرڀاڪار ڀٽ فيلسوفي ويچار اهڙيءَ تہ هوشياريءَ سان ڳتيا آهن جو اها حق يا سچ جي تنقيدي ڇنڊڇاڻ ڀيئي لڳي.

هن درشن جو اوائلي پايو وجهندڙ جئمني هو ۽ سابارا، ان جو مکيہ تيڪاڪار. ڪمارل ڀٽ ۽ پرڀاڪار ڀٽ وري پنهنجون لاثاني تيڪائون، سابارا ڀٽ تي اهڙي ڍنگ سان لکيون، جو انهن مان اصليت جي خوشبوءِ ڀيئي اچي ۽ اهي آزاد ۽ علحدا شاستر ڀيا لڳن. هنن اُنهيءَ مت جو زوردار ڪنڊن ڪيو آهي، جو بتائي ٿو تہ دنيا فقط ڪلپنائن ۽ پاڇن جو ڏيکاءُ آهي ۽ منجهس ڪابہ حقيقت ڪانهي. پورو مانسا جي فيلسوفن لاءِ ٺلهي ليکي ائين چوڻ صحيح ٿيندو تہ هو

ان ويچار جا آهن تہ جنهن صورت ۾ سموري "چارڻ" جو بنياد "انيو" تي ٻڌل آهي، ان ڪري حقيقي دنيا آزمودي مان ئي اپري ٿي. هو ان ڪري دليل ڪان متي جا اندر جي ٻوجھ آهي، جا ڪ يوگ وغيره دوران حاصل ٿئي ٿي، ان ڪان پڻ انڪاري ٿين ٿا ۽ ائين سمجهن ٿا تہ دنيا جو من سان، جنهن دواران ان جي ٻوجھ پوي ٿي، ڪوبہ تعلق نہ آهي.

پورو مانسا، ان ڪري، خاص ڪري نِرايشور وادي شاستر آهي. اگرچ ان ۾، ويدن ۾ بيان ڪيل ديوتائن جي هستي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي: ويدن جي اختياري مجيندي بہ ڪمارل ڀٽ انهيءَ رايي جو نہ آهي تہ ويد ڪي ايشوري الهام آهن. انهيءَ هوندي بہ ڪمارل ڀٽ ۽ پرڀاڪار ڀٽ انهيءَ عقيدي جا آهن تہ آتما کي بدن جي ٻنڌنن کان آجو ڪرڻ ممڪن آهي. انهيءَ لاءِ سندن ڏس آهي تہ "نشڪام ٿي ڪرم ڪريو ۽ ڦل جي ڪابہ اڇا نہ ڪريو."

پرڀاڪار ڀٽ ان ڪري ڪرم کي مهاپرڌان ٻڌائي ٿو، ۽ گيانُ اُن پرڌانتا کي پهچڻ جو وسيلو ٺهرائي ٿو. ڪمارل ڀٽ ڪرم ۽ گيان ٻنهي کي همساز ڪري گيان جي اهميت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**اتر ممانسا:** بادرايڻ رشيءَ جا سُوتر اتر ممانسا درشن جو بنياد آهن، جتان وري شنڪر آچاريہ، ڀاسڪر، يادو پرڪاش، رامانج، ڪيشو نيلڪنٺ، ماڌو، بالاديو ولڀ، وگيان ڀڪشو جهڙن ٽيڪا ڪارن جون شاخون ڦٽيون. بادرايڻ رشيءَ جي سوترن ۾ چار اڌياءَ آهن. پهرئين اڌياءَ ۾ "برهم واد" بابت، ويدن جي جدا جدا بيانن ۾ هڪڙي معني ۽ مول مت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. ٻئي اڌياءَ ۾ دنيا جو ايشور تي ڪهڙو آڌار آهي ۽ جيو ۽ برهم نسبت ڪي تفصيل ٻڌايل آهن. ٽئين اڌياءَ ۾ برهم وديا ٻڌايل آهي ۽ چوٿين ۾ برهم وديا جو عملي مهتو ڏيکاريل آهي.

هنن سوترن جو مکيہ خيال هيٺين ڳالهين ۾ سمايل آهي:

(1) ويد انادي آهي.

(2) آتم سچ، دليلن دواران يا حواسن جي آزمودي مان نہ حاصل ٿيندو.
(3) گيان جا ٻہ واھڻ آھن: سرتي ۽ سمرتي. سرتيءَ ۾ اپنيشد اچي وڃن ٿا ۽ سمرتي، ڀڳوت گيتا، مهاڀارت ۽ منومهراج جي قانونن کي سڏين ٿا.
(4) پرش ۽ پرڪرتي ڪي جدا جدا حقيقتون نہ آھن، پر ھڪ ئي حق جا ٻہ روپ ۽ مظاھرا آھن.
(5) برھم حق آھي.
(6) دنيا پاربرھم جي اڇا جو مظاھرو آھي.
(7) دنيا ۾ ڀيائيءَ ۽ فرق جو ڪارڻ ڪرم ئي آھي.
(8) انساني جيوت لاءِ اوچي ۾ اوچي حاصلات ايشور درشن آھي.

بادرايڻ آچاريہ جا سوتر جن کي برھم سوتر ڪري ٿو سڏجي، تنھن جو وستار ۽ شرح گئوڊ پاد نالي ھڪ ودوان ڪئي، جنھن کي ويدانت فيلسوفيءَ جو پھريون ٽيڪاڪار يا شرح ڪندڙ چون ٿا.

ويدانت فيلسوفي سمجھڻ ۽ خاص ڪري شنڪر آچاريہ جي ادويت مت کي گرھڻ ڪرڻ لاءِ ضروري آھي تہ گئوپاد، جو شنڪر آچاريہ جي گروءَ گووند آچاريہ جو بہ گرو ھو، ان جا فيلسوفي ويچار سمجھون؛ ڇو جو انھن ويچارن کي ڪماليت تي وري بہ شنڪر آچاريہ رسايو.

**گئوڊپاد ويچار مت:** گئوڊ پاد، ادويت ويدانت جي باترتيب سيڪاريندڙن جو سرومڻي آھي. ادويت ويدانت جا مکيہ متا، جھڙوڪ حق جا درجا، برھم ۽ آتما جي سمانتا، مايا واد، انيؤ جي لاءِ گيان ئي ھڪ واحد وسيلو آھي، برھم سبب وغيره جي ٻنڌن کان آجو آھي، پورنسن يا نفي خيال ۾ آٽڻ کان ٻاھر ئي آھي وغيره. اھي سڀ ھن جي سکيا جا مول ويچار آھن. انساني چيتنتا ۽ آزمودي جي ڇنڊڇاڻ ڪندي، گئوڊ پاد دليل ڏوڙائي ٿو تہ خواب ۾ انساني آزمودي جون حالتون جاڳرت جي آزمودي کان اؤر نہ آھن. خواب جي دنيا ۾ جن

حالتن ۾ وايُو منڊل ۾ اهي آزمودا ٿين ٿا. سي اهڙا سچا آهن، جهڙا جاڳرت ۾ هن دنيا جا. مثال طور، خواب ۾ پاڻي خوابي جيو جي ترشنا بجهائي ٿو جيئن جاڳرت اوستا ۾، اُجايل جي اُڃ پاڻي ٿو لاهي. خواب جي آزمودي کي ڪوڙو سڏڻ، ڇا لاءِ جو حقيقت واري دنيا ۾ خواب جو پاڻي سچي پچي اُڃ نٿو لاهي، سو ٿيو نسبت ۾ حالتون نظر انداز ڪرڻ. هر ڪو انيو حالتن جي نسبت ۾ ڏسڻ گهرجي، ڇو جو هر هڪ آزمودي جي دنيا نرالي آهي؛ ان ڪري ڪنهن آزمودي کي سندس وايُو منڊل ۾ حوالي مان ڪٽي نئين دنيا ۾ نهڪائڻ ڦهڪائڻ، سچ جي ڳولا نہ ٿيندي.

هن دليلبازيءَ سان گئوڊپاد ڏيکاري ٿو تہ شيون جيڪي اسين خواب ۾ ڏسون ٿا، سي اهڙيون ست آهن، جهڙيون جاڳرت اوستا ۾، هن دنيا ۾ پسون ٿا. حواسن ذريعي انيؤ واري دنيا، هن طرح جي اوستا تي آندي ويئي آهي.

هيءَ اسان جو ڏيان، شين جي ذاتي سڀاو ڏي ڇڪائي ٿو. ڇي ڪابہ شيءِ تنهن جو ذاتي گڻ اهو آهي تہ اُها پاڻ ۾ پورڻ هجي، جا پنهنجي قدرت موافق هجي، جا عارضي نہ آهي، جا پنهنجي هستي نٿي وڃائي. سندس لاءِ حقيقت يا اصليت (Reality) جي اهائي ڪسوٽي آهي. هن ڪسوٽيءَ تي گئوڊ پاد چوي ٿو تہ "سڀيئي جسماني شيون است آهن؛ خود زمان، مڪان ۽ نسبتون اِهي پڻ اَست آهن. حواسن ذريعي انيؤ ڪيل دنيا اِن ڪري هڪ "ڏيک" آهي ۽ اهو ڪنهن نسبتي سنبنڌ ۾، اهڙي ئي حقيقت آهي، جهڙو ڪو سپنو اصليت آهي. انهيءَ جو سچ يا حقيقت، فقط حوالي واريءَ دنيا تي ئي مدار رکي ٿو، يعني جن حالتن يا وايو منڊل واريءَ دنيا ۾ ان جو آزمودو ڪيو ويو آهي. انسان "خود" ئي حقيقت آهي جو انيؤ ڪري ٿو.

گئوڊ پاد پنهنجي ڇنڊڇاڻ ۾ اهڙو تہ چتر آهي، جو سڀني جي بنڌنن کي بہ است ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هُو سمجهي ٿو تہ هر ڪنهن ڳالهہ جي آخرين سچ يا حقيقت لاءِ، ان جي ڪارڻ ڏي

وچڙ سان، اڳين حالتن جي بي انتها کوج ڪرڻي پوندي. ڪارڻ جي محدود دليلن کيس انهيءَ نتيجي تي آندو تہ "پيدائش" ۽ "وناش" خود هڪڙا ڏيک آهن ۽ حقيقت نہ آهي. سچ يا حق نہ پيدا ٿو ٿئي ۽ ان ان جي ناستي آهي. سندس خيال، جنهن کي اسين شين جو آخرين ڪارڻ، پيدائش، ناستي وغيره چئون ٿا، سي تہ آهن ئي ڪونہ. مطلق حق فقط "هست" آهي ۽ ان کي ڪارڻن جي دواران نہ سمجهائي سگهبو.

گئوڊپاد وڏيڪ دليل ڏئي ٿو تہ آزمودي جي دنيا ۾، جدا جدا شين وچ ۾ "نسبت" سندن ذاتي گڻ آهي؛ انڪري جڏهن اسين "نسبت" يا تعلق جو ويچار ڪريون ٿا ۽ سندن امڪان جاچيون ٿا، تڏهن انهن لاڳاپن کان جيڪي مٿي آهي، يا جنهن نسبت لاڳاپو آهي، ان جي هستيءَ کان انڪاري ٿي نٿا سگهون. حق يا سچ کان انڪاري ٿيڻ سان، اسان کي بيون شيون، جن جي هستي نسبتي آهي ۽ مٿس مدار رکي ٿي، انهن کان بہ انڪاري ٿيڻو پوندو.

اُپنيشدن جي سندن تي، گئوڊ پاد اها حجت هلائي ٿو تہ آتما ئي فقط حق آهي. انڪري سموري مخلوقات، انساني بدن ۽ سڀ تحريڪون، ڪنهن محدود معنيٰ اندر ئي، جائز ۽ اڪنديہ آهن؛ جيئن سپن اوستا جو آزمودو، سپني جي دنيا لاءِ سچ آهي. انهن جي حقيقت نسبتي آهي، ليڪن مطلق يا پورن آتما اِنهن نسبت جي بنڌنن کان آجي آهي.

گئوڊ پاد جو انڪري مکيہ ويچار آهي تہ دنيا فقط پاڇن جو ڏيکاءُ آهي ۽ حق يا سچ، جو ڪ دنيا کان نرالو آهي، سو پيدا نٿو ٿئي.

**شنڪر آچاريہ ويچار مت:** شنڪر آچاريہ، گئوڊ پاد جي ششن جو بہ شش هو، هن جي ويچار مت ۾ ويدانتي ويچار شاندار چوٽيءَ تي رسيا آهن. فيلسوفيءَ جي سيني مکيہ مسئلن تي چٽي روشني وڌي اٿس؛ انڪري اها فيلسوفي بنان وستار جي لکڻ ڪري اڌوري رهجي

ويندي. سندس وڏيڪ مکيہ متن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

شري شنڪر آچاريہ سوال اُٿاري ٿو تہ ائين آهي يا نہ، تہ اسان جي انيئڙ ۾ جو ڪجهہ مڙيوئي آهي، جو جسماني سرير کان علحدو آهي ۽ بنيادي آهي، ۽ جي ائين آهي، تہ ان .حق" يا "آتم" جي هستيءَ کان انڪاري ٿي نہ سگهبو. ائين چوڻ تہ "آءٌ نہ آهيان"، سو خود "آءٌ" يا "آتم" کي ثابت ڪري ٿو. آتم يا حق کان ڪوبہ انڪاري ٿي نٿو سگهي؛ ڇو جو ان جو انڪار اها ڳالهہ ثابت ڪري ٿو تہ سندس هستي آهي، جنهن جو انڪار ڪيو وڃي ٿو. ان جو انڪار ئي خود سندس اثبات آهي.

شنڪر آچاريہ وڏيڪ دليل ڊوڙائي ٿو تہ آتم کي "ترڪ" يا ويچار دواران ڄاڻڻ محال آهي. دليل خود ان "آتم" جو جزو آهي. "آتما" انڪري ري دليل ٺهراءُ آهي.

حق يا آتم جي هستي ثابت ڪري، شنڪر آچاريہ "حق" ۽ ٻاهرينءَ دنيا جي وچ ۾ سنڌو ٻڌائي ٿو. چي، "حق جنهن صورت ۾ ٻاهرينءَ دنيا جي نسبتن ۽ لاڳاپن جي ٻنڌنن کان آجو آهي، انڪري اهو برهم يا مطلق سچ آهي."

**پروڪشا ڏيان (گيان)**: ٻاهرين مظاهرن جي ڄاڻ ٽن ڳالهين تي مدار رکي ٿي: گياتا، گيہ، گيان. جنهن صورت ۾ حق يا سچ انهن نسبتن ۽ تعلقاتن کان نيارو آهي، انڪري دنيوي ڏيکاءَ ۽ انهن جي ڄاڻ، واستو ۾ است آهن ۽ اوديا ڪري ئي ست ڀاسن ٿا. اهي اسان کي واستو روپ کان پري ڪڍي وڃن ٿا.

مٿين ڳالهين مان پر سڌ آهي تہ آتم حواسن جي ڄاڻ کان مٿي آهي؛ ڇو جو آتما خود ساکي آهي. حواسن جي ڄاڻ واري چيز، زمان ۽ مڪان جي ٻنڌنن هيٺ آهي، پر جيئن تہ زمان ۽ مڪان جي هستي خود ظاهري ڏيکائن جي سمجهہ ۽ سرتيءَ تي مدار رکي ٿي، جنهن جو ساکي يا ڏسندڙ خود آتما آهي، انڪري انهيءَ ۾ تہ ذرو بہ شڪ نہ رهيو تہ آتما ظاهري ڏيکائن واريءَ ڄاڻ کان مٿي آهي. ست يا

ذات کي، انکري حواسن دواران نہ ڄاڻي سگھبو. ان کي ”ڄاڻڻ“ جي ڪوشش ڪرڻ سان اسين ان کي ٻيءَ ڪنھن ڳالھہ سان ڳنڍيو، نسبت ڏيکاري، سمجھڻ چاھيون ٿا. مثلا جڏھن چئون ٿا تہ الف، ٻي وانگي آھي، يا ب آھي، تڏھن درحقيقت الف کي ٻي جي وصفن ۽ حدن اندر ڄاڻڻ چاھيون ٿا جو خود الف نہ آھي. برھم يا آتم کي ٻيءَ ڳالھہ سان نسبت ڏيڻ يا ڳنڍڻ ۽ اُنجي وصفن دواران ڄاڻڻ، خود شنڪر آچاريہ موجب، سنسار سنٻنڌي است روپ يا اڌياس آھي. اڌياس چئجي ٿو ست کي است جون وصفون ڏيڻ. اڌياس جي اصلي معنيٰ آھي تہ ڪنھن بہ شيءِ جو اُھو ڏيکاءُ جو درحقيقت اھا نہ آھي. نوڙي جڏھن نانگ ڀاسي ٿي، تڏھن ان کي اڌياس چئجي ٿو.

سڀ دنيوي شين ۽ مظاھرن بابت گيان، جو اسين راين ۽ فيصلن دواران ظاھر ڪريون ٿا ۽ جنھن ۾ ڪنھن فاعل يا ڪرتا بابت ڪا نسبت چيل آھي يا اُن جي وصف بيان ڪيل آھي، سو خود مھا اڌياس آھي. فاعل ۽ مفعول جي مونجھاري جو ھڪ مثال آھي. پر اھو بہ سچ آھي تہ جيسين ڪرتا کي ڪرم يعني فاعل کي مفعول نہ ڏينداسين، تيسين ڪوبہ رايو ظاھر ڪري نہ سگھبو ۽ نہ ڪا ڄاڻ يا گيان پڙ پوندو. اسان اٽپورن انسانن ۾، جو قدرتي من جو لاڙو ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڏانھن ٿئي ٿو، اھو ذاتي لاڙو، خود اڌياس ۽ اوديا آھي.

مايا مت جو تت ھيءُ آھي تہ ھيءَ دنيا ڀاڃن جي ٺھيل آھي، ھڪ ليائيندڙ ڏيکاءُ آھي. اسان کي ان جي ڄاڻ ٻين ڳالھين ۽ چيزن جي نسبت ۽ وصف بيان ڪرڻ سان ملي ٿي. اسان کي ان ڪري، محدود نسبتن جي معيار ۾ رھڻو پوي ٿو. منطقي ڍنگ جي ڀاشا ۽ اظھار، نسبت ظاھر ڪرڻ جا وسيلا آھن. برھم يا حق دليل اندر محدود نہ ٿي سگھندو، پر جيئن تہ اسين پنھنجي ھستيءَ جي قانون مطابق ٿي، ٻاھرينءَ دنيا جي ڏيکاءَ ۽ ڀاڃن جي حد اندر آھيون، ان ڪري مايا، اڌياس ۽ اوديا، جڻڪ اسان جي جيوت جو قدرتي سڀاءُ ۽ جزو آھن.

شنڪر آچاريہ، حق جا نسبتي درجا، جي گئود پاد خود سيڪاريا، سي قبولي ٿو. انهن جو سار هيءُ آهي: مطلق سچ يا حق جي پيٺ ۾، هيءَ باهرين دنيا جنهن جو اسين حواسن دواران انيو ڪريون ٿا، سا است آهي، پر حواسن دواران پرايل گيان جي معيار تي، هيءَ دنيا ۽ ان جا ڏيکاءَ سچا ۽ ست آهن.

مطلق هستيءَ يا پورن برهم کي تجربي دواران ڄاڻڻ اسنيو ظاهر ڪندي، شنڪر آچاريہ ور ور ڪري اها ڳالهہ دهرائي ٿو تہ ان پورن برهم کي فقط علم دواران حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي. ڪرم ۽ اپاسنا فقط مددي وسيلو آهن. ظاهر آهي تہ شري شنڪر آچاريہ هتي وديا جي معنيٰ الهامي ڄاڻ يا سند کي ٿو ڪوٺي.

برهم جي ڄاڻ فقط ٻڌيءَ ۽ انيو دواران ٿي پوندي. انياو يا عين اليقين يا خود پروڙ پنهنجي محسوسيات ڪري ٿئي ٿي ۽ نہ ويد جي اختياري ٻڌڻ يا سمجهڻ مان.

انسان جي آتما جنهن کي ويدانت "جيو آتما" ٿو سڏي ۽ پرهم يا پرماتما جي وچ ۾ ڪهڙو سنبنڌ آهي؟ شنڪر آچاريہ موجب جيو برهم جو نڪي جزو آهي ۽ نہ برهم کي وري جزن ۾ ورهائي سگهجي ٿو ۽ نہ وري اهو برهم کان ڪو الڳ ٿي آهي. برهم "ايڪوايو ادويتم"، يعني "برهم هڪ آهي ۽ نہ ٻہ" نڪي ڪي جيو برهم جو بدليل روپ آهي، ڇو تہ برهم تبديلي کان آجو آهي. هن خيال موجب جيو آتما ۽ پرماتما ۾ ڪوبہ تفاوت نہ آهي.

جيو ۽ برهم هڪ آهن، پر حدن يا اپاڌين جي ڪري جيو پاڻ کي محدود سمجهي ٿو. من، پراڻ، آپو وغيره اُپاڌيون جيو کي جڪڙي وينيون آهن. وديا يا معرفت دواران پاڻ کي پنهنجي حدن يا اُپاڌين مان ڪڍي، تڏهن جيُو آزاد يا مڪت ٿيندو. پوءِ ٿي لاحد ۾ لامڪاني ٿي، پاڻ کي پورن برهم سمجهندو. اها وديائي موڪش آهي.

هيءُ ادويت ويدانت مت، جو بادرايڻ رشيءَ کان شروع ٿيو ۽ شنڪر آچاريہ سان چوٽ چڙهيو، ان کي وري منڌن آچاريہ منطقي

اتساه سان ڪنيو.

**منڊن آچاريہ ويچار مت:** منڊن آچاريہ چوي ٿو تہ اوديا ذاتي يا طبعي آهي ۽ ان جو بنياد ۽ پيدائش، انساني اهم ڀاو ۾ آهي، جوئي "جيو" کي بنائي ٿو. جيو ۽ برهم هڪ ئي آهن. فقط دنيوي ڏيکاءُ موجب، ڌار ڌار ڀاسن ٿا. ۽ هيءُ ڦيرو اوديا ڪري آهي ۽ اوديا وري ان ڦيري ڪري آهي. هيءُ عيبدار چڪر آهي، ۽ "ٻج اڳ ۾ هو يا وڻ" واريءَ پروليءَ مثل آهي. ٻج وڻ جي پيدائش آهي ۽ وڻ ٻج جي.

ڪثرت جي پاڙ وحدت ۾ آهي، پر وحدت ڪثرت نہ آهي. چندرما جا چلندڙ پاڻيءَ جي ڇولن ۾ گهڻيئي پاڇا ڀاسن ٿا، پر چندرما، هنن پاڇن جي باوجود، فقط هڪ آهي. منڊن مصر دليل ڏوڙائڻ جو ماهر استاد هو. هنن دليل دواران هن دهرايو تہ وحدت ئي ست آهي ۽ ڪثرت فقط هڪ ڏيک آهي.

منڊن مصر جا همشريڪ همخيال وري ڪيترائي فيلسوف ٿيا، جن جا نالا آهن: واچسپتي، سريشور، پدمپاد، پرڪاش آتما، سرو گناتما، چت سک، شري هرش، مڌوسودن، سرسوتي ۽ چندر ڪيرتي. ادويت ويدانت جو مت ٻين ڪيترن پڻ ڦهلايو آهي، جن مان مکيہ آهن: وديا رنگ، سدانند، گنگا ڌريندر وغيره. هنن فيلسوفن وري پنهنجون ٽيڪائون لکيون، جي منطقي ويچار ۽ موشگافيءَ يا ميڄيءَ مان ڪنڊن ڳولڻ جا سهڻا نمونا آهن. شنڪر آچاريہ ۽ هنن جي وچ ۾ خيالي تفاوت ڏيکارڻ لاءِ هيٺيان ٻہ مثال ڏجن ٿا:

شري هرش ۽ چت سک جو مول ويچار هيءُ آهي تہ دماغي عقل بذات خود چيزن جي جاڻ سندن نسبتن مان ئي معلوم ڪري ٿو. جنهن طريقي ۾ رد ۽ اختلاف سياويڪ آهن. جڳتر نڪي ست آهي، نہ است ۽ نہ ٻنهي جو ميلاپ. ان جي پوري وصف ٻڌائي نٿي سگهجي. انڪري متيا آهي. هيءُ نقص ۽ متياپڻو خود دماغ ۾ آهي. ان جي جاڻ جاڻندڙ ۽ جيڪي جاتو وڃي ٿو، ان ٻيائيءَ سان شروع ٿئي ٿي، جو خيال خود است آهي؛ ڇوجو فاعل ۽ مفعول، گياتا ۽ گيہ ڀيد ۽ اڀيد نہ آهن. حق يا

آتم، شدّ چيتنتا آهي. جيتري قدر اوديا کي وديا ميٽي سگهي ٿي ۽ گيان روپي پرڪاش اگيان جي اونداهيءَ کي اجاري سگهي ٿو اوتري آهر ئي سمجهجي تہ اسين شدّ چيتنتا کي اوڏا پيا آهيون.

گهڻيئي فيلسوف جن شري شنڪر وارو طريقو ورتو سي سندس مول مطلب نہ پائي، سُنيہ واد يا پورن خيال واري مت کي لوڻڻ لڳا: چي، "اهو تہ ٿيو صفا نابوديءَ مثل". ان کي ناستڪواد يا سچ واد بہ ڪونجي. چي، "جي سنيہ معنيٰ نفيءَ جي حالت، تہ اسين اُن کان انڪاري آهيون، پر جي ان جي معنيٰ آهي مايا، پوءِ اسين مڃڻ لاءِ تيار آهيون."

اهڙيءَ طرح گهڻيئي واد وواد جون ڳالهيون آهن، جن ۾ مت پيد ٿيا آهن: مثلاً اوديا، اڌياس، مايا، وگيان واد، ظاهري چاڻ جي واد وغيره.

**رامانج ويچار مت:** شنڪر آچاريہ جي مت ۾ برهم کي ايڏي تہ اهميت ڏني ويئي آهي، جو برهم کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن بہ ڳالهہ جو ويچار ئي نٿو ڪري سگهجي. شنڪر آچاريہ جو برهم ۽ برئدلي جو پورن ويچار مت، جنهن ۾ هڪ وهمي يا خيالي هيڪڙائيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي، جهڙڪ ساڳيا آهن. جيئن شينهن جي غار ۾ جيڪو ويندو آهي سو ڪپي ڪاچي ويندو آهي، اهڙيءَ طرح برهم جي ويچار ۾ سڀ شيون گم ٿيو وڃن. "برهم کان سواءِ باقي سڀ ظاهري ڏيک يا مايا." قدري سچ آهي، سچ جو ڪو پهلو آهي، پر سمورو سچ نہ آهي. شنڪر آچاريہ موجب خود ايشور يا ڀڳوان بہ، برهم جو اوچي ۾ اوچو مظاهرو آهي. ايشور ان ڪري پڻ مظاهري جي خيال کان اهڙو است آهي، جهڙي دنيا. ادويت ويدانت موجب، ايشور کي ڪا جدا هستي ڪانهي. انيو واري دنيا جي ويچار کان اهو ست آهي، چو جو اهو اوچي ۾ اوچو ۽ شاندار مظاهرو آهي، جنهن جو انيو ٿي سگهي ٿو. جيتوڻيڪ اسان کي ايڪڙ ٻيڪڙ حوالا ملن ٿا جنهن مان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ شري شنڪر آچاريہ ايشور کي مڃي ٿو، تنهن هوندي بہ اهو صاف ظاهر آهي تہ سندس پورن ادويت ۾، ايشور کي ڪا

خاص جاءِ ڪانهي.

شنڪر آچاريہ جي ويچار وارن ويدانتين لاءِ ايشور هڪ منجهائيندڙ معاملو آهي. ڪن جي ويچار موجب، ايشور مايا ۾ فقط برهم جو پرتو آهي، ۽ جيو وري اوديا ۾ برهم جو عڪس آهي. ٻيا وري ان ويچار جا آهن تہ برهم جڻڪ مايا ۾ پاڻ کي پرگهٽ ڪري، ان جو روپ ورتو آهي، ۽ برهم اوديا ۾ اچي جيو جي نام سان سڏجي ٿو. پهرئين ويچار کي "پرتيمبب واد" چئجي ٿو ۽ ٻوئين کي "اواڇيد واد". پر مکيہ سوال تہ برهم، جو اروپ آهي سو روپ ڪيئن وٺي سگهندو، ان جو خاطريءَ جهڙو جواب ڪونہ ڏنو ويو آهي. ٿوري ۾ ڪٿي چئجي تہ ايشور کي شنڪر آچاريہ جي ويچار مت ۾، برهم کان هيناهون درجو ڏنو ويو آهي.

هيءَ حقيقت ۽ ٻيون دليلي چترايون ۽ باريڪ بينيون، شنڪر آچاريہ جي ويچارن کي برابر دليل جي چوٽيءَ تي ڪٿي وڃن ٿيون، پر عام ماڻهوءَ جي اندر جي ترشنا نٿيون ٻجهائين. اهو ڪم وري راما نج ڪيو آهي.

راما نج آچاريہ وري دليلي ستنترتا ۾، جنهن ۾ ڪل مختيار جو احوال اچي ٿو، ۽ ايشور واد ٻنهي جي وچين وهہ ويو آهي. هن پنهنجيءَ فيلسوفيءَ ۾ ايشور کي اهم جاءِ ڏني آهي ۽ دليل بدران ڀڳتيءَ تي زور ڏنو آهي. سندس ويچار موجب، حق يا برهم، جيوَ جي پورنتا حاصل ڪرڻ سان، انڀؤ ڪري سگهبو.

رامانج جي جيون جون ڪي وندرائيندڙ ڳالهيون چيون وڃن ٿيون: هن جو جنم 1017ع ۾ ٿيو ۽ موت 1137ع ۾ يعني 120 ورهين جي پورن آيو ماڻيائين. يادو پرڪاش وٽ ڪانجي ورم ۾ ويدانت سکيو. ساڻس ڪنهن ڳالهہ تان جهڳڙو ڪري وڃي وامن آچاريہ وٽ پهتو، جنهن جي مرضي ٿي تہ ڪيس پنهنجي مٺ شريرنگم جي گدي ڏيان. اوچتو وامن آچاريہ جو مرتيو ٿيو ۽ رامانج ڏٺو تہ سندس ساڄي هٿ جون ٽي آڱريون بنديل هيون. هن ان مان ارٿ ڪڍيو تہ سندس تي

اچائون رهجي ويئون آهن. هڪڙي هئي تہ بادرايڻ رشيءَ جي برهم سوترن جي صحيح ٽيڪا لکي وڃي. چون ٿا تہ رامانج جڏهن پنهنجي گروءَ جي اچا مطابق برهم سوترن تي نئين سرٽيڪا شروع ڪئي، تڏهن ڪيس ايشور درشن ڏيئي چيو تہ "آءُ" ئي اهو پار برهم آهيان". هيءُ ويچار رامانج جي فيلسوفيءَ جو مول مت آهي.

رامانج موجب، سموري چاڻ، ڀيدن دواران ئي، پوي ٿي. شڌ ايڪتا يا هڪجهڙائي اسنڀؤ آهي. سمانتا يا هڪجهڙائي بيان ڪندي پڻ، ڀيدن جو ذڪر ڪرڻو پوي ٿو. وحدت يا ايڪتا جو ويچار، ڪثرت يا ٻيائيءَ بنان، نٿو ڪري سگهجي. انڪري برهم کي، شڌ يا نج ايڪتا جي روپ ۾ ويچارڻ، عبث آهي. حق يا ستيہ جي صفت ڪرڻ وقت، ڀيد يا ٻيائيءَ جو ذڪر ڪرڻو ئي پوي ٿو. انهيءَ جي معنيٰ آهي تہ ايشور گڻن وارو آهي ۽ نہ اها، جيئن ڪن ڀانيو آهي، تہ هو شڌ ايڪو آهي، جنهن ۾ گڻن کي جاءِ ئي ڪانهي. اهڙو مت، جو ايڪي کي ڀيد يعني ٻيائيءَ جي صفت سان ٻتائي ٿو، ان کي "وششٽادويت" چون ٿا. مطلق حق ڳنڍيل ايڪو آهي يا سمانتا ۽ هڪجهڙائي، جنهن جي صفت ڪثرت يا گهڻائيءَ دواران ئي ٿي سگهي ٿي. مطلق حق ڪل آهي (وششٽا)، جو نسبتي جزن يا هڪٻئي تي آڌار رکندڙ حصن جو ٺهيل آهي، جنهن کي "وشيشٽا" چئجي ٿو ۽ تنٿو، جو جزن کي ڪل سان ڳنڍيي ٿو، ان کي "وشيشيہ" چون ٿا. رامانج جو مطلق مختيار، ايشور ئي آهي.

حاصل مطلب، تہ شنڪر آچاريہ جو ادويت، ڇڙڪ ايشور کي نظر انداز ڪري ٿو گرچہ ان کان صفا انڪاري نٿو ٿئي پر رامانج آچاريہ جو سرگڻ ادويت، ڇڙڪ سواءِ ايشور جي، فيلسوفي مسئلا سمجهائڻ لاءِ، ٻيءَ ڪنهن بہ هستيءَ کي ڳاڻاٽي ۾ نٿو آڻي.

**ماڌو آچاريہ مت:** ماڌو، شنڪر آچاريہ جو سخت ورودي آهي. هُو 1197ع ۾ ڄائو هو ۽ 79 ورهيہ جيئرو رهيو. هُو "دويت" جو زبردست حامي آهي ۽ شنڪر آچاريہ جي ويچارن جو کنڊن ڪري ٿو. چي،

ٻُڌن جي "سُن واد" جي پوئلڳي ڪري، شنڪر آچاريہ ان کي ڪٽي ويدانت جو جامو پهرايو آهي. هن رامانج جو فيلسوفي طريقو ورتو. ڪي خسيس تفاوت تڏهن بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ماڌو آچاريہ صاف ٿي صاف دويت وادي آهي ۽ سرگڻ ايڪي وارن ويچارن وارو صفا ڪونهي. رامانج موجب، پيڊَ، سمانتا يا هڪجهڙائيءَ ۾ آهن ۽ سمانتائي (Identity) آخرين منزل آهي. پر ماڌو آچاريہ پيدن يا ٻيائيءَ کي جدا هستي ڏئي ٿو. رامانج وانگي هُو جسم ۽ آتما کي ايشور جو بدن ڪري نٿو سمجهي. اهي ايشور کان علحدا آهن. ماڌو آچاريہ ۽ ان جا شش، جئہ تيرٿ ۽ وياس تيرٿ، جي هندستان ۾ نياءُ وديا جا هاڪارا ڄاڻو ٿي ويا آهن، تن مايا واد جو سخت کنڊن ڪيو آهي.

**نمبارڪا ويچار مت:** نمبارڪا 14 صديءَ جي وچ ڌاري ٿيو. سندس ويدانت مت کي "دويتا دويت" يا "پيدا پيد" سڏجي ٿو. سندس ويچار لڳ ڀڳ رامانج آچاريہ سان ملن جُلن ٿا. مکيہ تفاوت منجهن هيٺيان آهن:

رامانج پيدن ۾ ۽ پيدن دواران، سمانتا ڏسي ٿو يا سرگڻ سمانتا ياسي ٿو، تہ نمبارڪا وري سمانتا ۽ پيد جدا ڪري مڃي ٿو.

جسم ۽ آتما ايشور جا گڻ آهن اِنهيءَ ويچار کي نمبارڪا ٿوڪاري ٿو، ليڪن سمجهي ٿو تہ اهي ايشور جا جزا يا شڪتيون آهن.

**ولڀ اچاريہ ويچار مت:** ولڀ آچاريہ 1479ع ۾ ڄائو هو. هن جي فيلسوفي مت کي "شڌ دويت" ڪري چون ٿا. هن بادرايڻ رشيءَ جي برهم سوترن تي ٽيڪا لکي، جنهن ۾ ڄاڻايائين تہ "برهم ئي شڌ ستيہ يا پاڪ حق آهي"، جنهن جو تت آهي: ست، چت، آنند. ماڌو ۽ من (چت) انهيءَ هستيءَ جا مظاهرا آهن. حق يا ستيہ، ٻيائيءَ ۾ هيڪڙائي آهي يا ڪثرت ۾ وحدت آهي. اها مايا آهي، جا ڀن ڀن روپ وٺي ٿي، ليڪن شنڪر آچاريہ وانگي هي ڀن ڀن روپن کي اَست ڪري نٿو سمجهي.

ولڀ آچاريہ دنيا يا پرينچ ۾ ”سنسار“ يعني جنم مرڻ جي چڪر ۾ تفاوت ڏسي ٿو. جڏهن گيان حاصل ٿئي ٿو؛ تڏهن سنسار گم ٿيو وڃي، ليڪن جڳت رهي ٿو؛ ڇاڪاڻ تہ اهو ايشور جو سچو پرڪاش آهي ۽ ايشور پار برهم آهي.

ولڀ آچاريہ موجب، انهيءَ ايشور کي پائڻ جو وسيلو فقط ڀڳتي ئي آهي. ڀڳتيءَ ۾، ڪرم گيان ۽ اُپاسنا اچي وڃن ٿا.

**مها پريو چيتن ويچار مت:** هيءُ ويچار مت بينگال ۾ ڦهليو. مهاپريو چيتن، ڪي بہ ٽيڪائون يا ڪتاب نہ لکيا. سندس ششن روپ گوسوامي، جيو گوسوامي ۽ بلديو وديا ڀوشن گهڻيئي ٽيڪائون ڀڳوت پراڻ جي اوٽ تي لکيون آهن. هنن ڀڳتي مارگ جو زور شور سان پرچار ڪيو آهي. منجهن دليلي يا فيلسوفي ڳالهيون خير ڪي آهن.

مٿئين بيان مان پر سڌ آهي تہ گئوڊ پاد ۽ شنڪر آچاريہ جا ويچار مت، تيزفهم منطقي ڇنڊڇاڻ جا اعليٰ مثال آهن. گئوڊ پاد جا ويدانتڪ ويچار، جن کي شنڪر آچاريہ زور وٺايو، سي تيز دماغ جي پيدائش آهن. هن ويچار مت موجب، وشواس ۾ ڌرم کي ڪابہ جاءِ ڪانهي. شنڪر آچاريہ انڌن جيان، سرتيءَ جي سند کي انگيڪار نٿو ڪري.

چي، ”پل تہ سوَ شرتيون ڪٺي گڏي بہ واڪيہ ڏين تہ اگني ٺنڊي آهي يا سورج نٿو چمڪي، پر اسين اهڙيون ڳالهيون هرگز نہ مڃيندا سين.“

هيءُ بيدپوءِ ڊيٺ منطق، پڙهيلن کي پل تہ موج ڏئي پر رواجي انسان، جو جيوت جي ڳجهارت سمجهڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي، ان کي ٿڪائيندڙ ۽ ڪجسو پيو لڳي. ان لاءِ رامانج جا ويچار آٿت ڏيندڙ آهن ۽ ڀڳتيءَ جا اهي امرت روپي چشما کولين ٿا، جن ۾ سنان ڪئي، بدن کي بهاري، من کي موج ۽ آتما کي آنند پڙ پوي ٿو. هن طرح ويدانت مت وڃي ڀڳتي واد ۽ وشنو پنٿ تي بيهي ٿو، جي ان ترشنا کي بجهائين ٿا.

# سنڌي شعر جي تمورتي
# ساميءَ جي علميت، شاعرانو ڏنگ ۽ همعصر

شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جا ٽي بي بها رتن آهن. شاهه، سنڌ جي وارياسي ٽڪر ۾، تصوف جو ڪُنو چاڙهيو. تصوف جي مشڪل مسئلن کي هن رنگين پيرائي ۾ پيش ڪيو. لوڪ ڪٿائون، جي هر هڪ جي زبان تي هيون، انهن کي نظم ۾ آڻي، ڪين وندرائيندڙ بڻائي، انهن جي دواران شاهه صاحب ماڻهن کي روحاني راز سيڪاريا.

"جي تون بيت ڀائين سي آيتون آهين،
نيون من لائين پريان سندي پار ڏي."

سچل هن چاڙهيل ڪُني جو وقت سارو ڏڪڻ لاهي، سيني کي پڪل لقمو کارايو. سچل اسان کي سيکاريو تہ "اگر اپنا قدر جانون، سپہ سالار تم هوگا." سچل کي ماڻهو ڪيئن بہ سڏين، پر سائين فرمائي ٿو تہ: "مان جوئي آهيان سوئي آهيان، هندو مومن ناهيان مان ناهيان" اها پنهنجي پڇاڻ ئي هر مذهب ۽ ڌرم جو تت آهي. سري ڪرشن ارجن کي گيتا ۾ پڻ اهو ئي گيان ڏنو. وري جڏهن ڪرو ڪيتر جي جنگ کان گهڻو پوءِ، ارجن سري ڪرشن کان سوال پڇيو تہ "هي ڀڳونت، ڄاڻڻ چاهيان ٿو تہ اها ڪهڙي ڄاڻ ۽ وديا آهي، جتي وديا جو انت آهي، ۽ جنهن کان پوءِ ٻيو ڪجهہ وڌيڪ ڄاڻڻو ئي ناهي." تڏهن اتر گيتا ۾ سري ڪرشن ارجن کي ٻڌائي ٿو تہ "مان اها چيز آهيان جا سڄي جڳ ۾ وسي رهي آهيان. اها شناس ۽ ٻوجهہ جڏهن ڪو پراڻي 24 ڪلاڪ ئي رکي ٿو ۽ ماڻي ٿو، تڏهن ائين سمجهہ تہ ان کان مٿي ٻي ڪا بہ اوستا ڪانهي، جا ڄاڻڻ ۽ ماڻڻ جوڳ آهي." اها ڄاڻ جي انتها آهي. اهو ويد جو انت، اهو ويدانت آهي.

سامي نماڻو، گر ڪرپا ۽ گر گم سان آکي ٿو تہ اها "ويدن جي

واٽي توڪي سنڌيءَ ۾ سٽايان.“ سنڌوءَ جي پوتر ڪنني تي پراچين رشين ويد منتر اُچاريا. انهيءَ سنڌوءَ جي آباد ڪيل ملڪ ۾، 18 ۽ 19 صديءَ ۾ سامي صاحب ڪوتا ۾ ويدانت اُچاريو. اوائل ۾ هندستان ۾ انهيءَ مت جي مکيہ اصولن کي، بادراين نالي هڪ مشهور رشيءَ، ڪتاب ”ويدانت سوتر“ ۾ جمع ڪيو. هندستان جي مشهور فيلسوف، شنڪر آچاريہ (788-820ع) ”ويدانت سوترن“ ۽ ڀڳوت گيتا تي پنهنجون لاثاني ٽيڪائون لکي، ويدانت جي مت کي روشن ڪيو.

سامي ۽ جي زماني ۾، سنڌ ۾ ٻيا بہ سنت ۽ شاعر هئا، جن مان مکيہ هئا سچل سرمست، دلپت، بيدل، روحل ۽ ڪيشو. هن کان اڳ شاهہ صاحب جي وقت ۾، سنڌي شعر جو مرڪز حيدرآباد ضلعو هو. هاڻي اهو مرڪز ڦري اتر سنڌ تي. هن ويدانت رتن، سنڌ واسين اڳيان، هندو ڌرمي پستڪن جو نور نچوئي شعر ۾ رکيو. هو شاهہ وانگي، ڪهاڻيون نٿو ڪٿي ۽ نہ انهن مان، شاهہ وانگي، بعضي بعضي روحاني اشارا ٿو ڏئي. شاهہ، سسئي پنهونءَ جي ڪهاڻي ڪٿي، آخر ۾ چوندو تہ:

”پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
تہ نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.“

يا مومل راڻي جي ڪهاڻيءَ ۾ درد پئٽي سيني ۾ درد ڦوڪي، عاشق جڏهن معشوق جو ڏيان ڪندي ڪندي، معشوق روپ ٿئي ٿو، تڏهن چوي ٿو:

”ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو، چوڏس چتاڻو،
منجهين ڪاڪ ڪڪوري، منجهين لڏاڻو،
راڻو ۽ راڻو، ري راڻي، پيو نانهہ ڪي.“

شاهہ لاءِ روزا نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم، پر او ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پرينءَ کي.“ هو ”پنجن سان پورو آهي“ ۽ آيا ”تيهہ (روزا) نٿو تاري.“ سچل جنهن جي جيوت جو مقصد ئي هو تہ شاهہ جي

ڪُني جو ڏيکڻ لاهيان، سو سالڪ کي سڌ ٿو ڪري تہ "آءٌ، ادا، سالڪ صحيح ڪر، تون تہ هن طلسمات کي، پيچ دوئي، تا ڪل پوبئي، دور ڪر درجات کي." هن جو زور سچو پنهنجي ذات سڃاڻڻ ۽ عشق تي آهي. هو عشق جي ميدان ۾، وڏي نغاري تي ڏونڪو هڻي، چوي ٿو تہ: "ٻانهون ٻاءِ م ٻاڻ، تون هين مالڪ ملڪ جو..... الله، الله چو چوين، ٻاڻ ٿي الله ڄاڻ." سندس آتڻ عشق اکوڙي ويو آهي، پاڻ فرمائي ٿو: "وسريو روزو ناهي ياد نماز مون کي؛ ڪيڙو مست پرين جي ناز مون کي." ان ڪري سيني کي صلاح ٿو ڏئي تہ "اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ ٻڌيجي، دين ڪفر اسلام ۾ عاشق ڪڏهان نہ اڙيجي."

شاھہ ۽ سچل جو ڪلام راڳ ۽ سماع وقت چيل آهي. مستيءَ ۾ ٻَئي ڪلام چوندا هئا، جي منشي ۽ ڪاتب لکندا ويندا هئا. بيدل فقير جنهن سچل سائينءَ جي صحبت ۾ پريم جون پڪون پيتيون، سو چوي ٿو:

"عشق جو يارو، درازن ۾ عجب اسرار هو،
مست سالڪ مهہ سچو، عارف اتي اظهار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،
جنگ جذبي جوش مستيءَ، ۾ مثل عطار هو،
قربدارن جي ڪتڪ ۾، مڙس منصبدار هو،
در تنهين داتا جي بيدل، پرت جو پينار هو."

شاھہ ۽ سچل سنڌ کي قرآن شريف، مولانا روميءَ جي مثنويءَ، عربي آيتن، حديثن، منصور ۽ عطار جي گفتن کان واقف ڪيو. سامي صاحب هندو فيلسوفيءَ جي اونهي اڀياس ۽ ڏيان بعد پنهنجي ڏيان غفا مان، وچن جوڙي چٽڪين تي گرمکيءَ ۾ لکي مٽڪين ۾ تي وڌا. هو اسان کي ويدن جي ساک، ڇهہ درشنن جو سار ۽ 18 پراڻن جو تت ٻڌائي ٿو.

چهه، اناره‌ن، چار ڳالهه چون ٿا هڪڙي
ڀڳت ڪر ڀڳوان جي نانا پرم نواز.“
سندس سلوڪن ۾ اسان کي ڀاڳوت گيتا، سريمد ڀاڳوت، ڀڳتن جي ڪهاڻين، يوگ درشن، ويدانت سوترن ۽ اُپنيشندن جا اشارا ملن ٿا. ڏسو ته ڪهڙي نه سهڻي نموني ۾ تو بيان ڪري:
”نارد سڀ قبول، پت پاٽي ڀڳتن جو،
جنين ڏنو مان کي، محبت سان من مُول،
ليءِ ڪيائون لڪ ۾، سوڪم ۽ اسٿُول،
تون پي وڃين جهول، پريم هندوري تن سان.“
اسان کي صلاح تو ڏئي ته:
”پريم بنان پرڪاس، ڪنهن کي ٿيو ڪينڪي،
ائين چوي ٿو نامديو، ڪبير ۽ روداس،
ڪري ڏس ڪلپت ري، سامي انن اڀياس،
ته چيتن چد آڪاس، پرگهٽ ٿيئي پاڻهين.“
جن ڀاڳوت پڙهيو آهي سي سمجهندا، ته جڏهن سامي چوي ٿو:
مڌر مڌر مرلي، ڪانَ وڄائي مک سان،
ٻُنڌ گوپي گوار جي، سامي سرت پُلي،
اوديا ڳنڍ کلي، ڏسي منهن محبوب جو.
تڏهن سندس اشارو ڪٿي آهي. جڏهن اوڌو ڀڳت کي سري ڪرشن ڀڳتيءَ جي مهما سيکارڻ گهري ٿو ۽ ڪيس پتر ڏيئي گوپين ڏي پيغام موڪلي ٿو، تڏهن ڏسو ته گوپيون ڪيس ڇا ٿيون چون:
”وني جوڳ چني، اوڌو آئين برج ۾،
ڪنهن کي لڳي ڪينڪي، تنهنجي ڳالهه مني،
جوڙيائين ساڻ جتن جي، اها ڪرم ڪني،
جاڳي ڪين ڏني، مورت محبوبن جي.“
هيءُ سڀ ڀاڳوت جون ڪٿائون آهن. گيتا مان ته سنوان سڌا حوالا ڏنا اٿس. گيان جي مهما ڪندي چوي ٿو ته:

"بنان آتم گيان، ممت نہ متي من جي،
توڙي سڀ ساڌن ڪري، پڙهي ويد پران،
گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي ائين چيو."

اچو ويدن تي:

"چارئي تا چون، هل هيناهين واتڙي،
متاهيءَ ۾ مارو، ڏاڙا ڏيئر ڏون،
متان توهي سان ڪن، مڏيءَ ڏٽيءَ مامرو.

يا

اَنئي پهر اُچار، تا ويد ڪرن وستار سان،
نانا روپ رچي ڪري، سيک لکائن سار،
چيتيءَ ۾ ڪنچر ۾، اتي اونڪار،
ساکي اکٿ پندار، ڪن ڀاڳ پرين ڀاڳي پيو.

پر فقط گيان ۾ ڀڳتي نٿو ڳائي، يوگ جا بہ اشارا ڏئي ٿو: اهو يوگ پاڻ پچايو اٿس:

"جونڪري ناپ منجهار، تون سهي سڃاڻج ساه کي،
اچي گهراڻ گهٽيءَ مون، واءُ ڪيو وستار،
دامودر تنهن دم ۾، آهي اونڪار،
ويدن جو ويچار، سو سنڌيءَ ۾ سڻايو."

ڪيترن ئي ڀڳتن جي ساکين ڏي اشارو ڪيو اٿس، جيئن ڪ:

"وڏي وڏائي، سامي جاڻ ڀڳت جي،
نيچ اوچ تيا ڪيترا، ڪري ڪمائي،

***

ڏيڍ، چمار، جو لاها، پيچارا، نائي،
جنين لنوَ لائي، سي سڀئي سڌريا."

هي اشارا روداس، ڪبير، دادو ۽ سئني ڀڳتن جي ساکين ڏي آهن.

"ڀڳتن کون ڀڳونت، پاسي تئي ڪينڪي،
ڪائي ڪچٽي ڪير، ساڳ ڪلان آئون پت،

سامي سڀ ۾ سارُ، جن ڄاتو آتم تت،
رکي نہ من ممت، ڄاڻي روپ سڀ تنهنجا.“

هتي وري ودر جي زال هٿان ڪلون، ڪچڙي ڪرما جي، ڪير گوپين جو، ساڳ ودر جو ۽ پت ڏني ڀڳت جو، سري ڪرشن جيئن پريم وس ٿي کاڌو آهي، انهن ڏي ڏيان ڀوڙايو اٿس.

سامي صاحب پڻ پراچين رشين مثل، روپڪن يا پيٽن سان، ويدانت جون اونهيون ڳالهيون سوليون ٻڌايون آهن. هو شاهه صاحب وانگي تشبيهون ڏئي ٿو: پر شاهه سائينءَ جون تشبيهون، وڻ، سانداڻ، نهائين، ڪونج پکيءَ وغيره جون آهن. سامي صاحب اهي روپڪ اُپنيشدن مان ٿو کڻي، جن ۾ گروءَ ۽ چيلي جون آتم گيان نسبت روح رهاڻيون لڳل آهن.

1) پاري ۾ پاڻي، تئن وياپڪ وسي وس ۾
2) جئن گهاگر لوڻ جي، پرڻ هلي پاڻي
سنڌ ۾ سماڻي، موتي موتي ڪينڪي
(ڇاندو گيہ اپنيشد)
3) نيارو رهي نيپ جان (ڪٺ اپنيشد)

اهڙيءَ طرح:

”اڻ هوندو سنسار، ڪلپت ڪري سڌ ٿيو،
جيئن سپني ۾ سِڌ، نانا وڌ وهنوار.“

جو خيال پڻ هڪ کان وڌيڪ اُپنيشدن ۾ آهي. ساميءَ جو گفتو آتما نسبت:

”من ٻڌ واڻيءَ ڪون، پري اندرين اگوچر.“

اسان کي ڪين اُپنيشد ۽ گيتا ۾ ملي ٿو. شنڪر آچاريہ پڻ اهو خيال هن طرح ظاهر ڪيو آهي:

”من، ٻڌِي، اَهنڪار چتاني ناهم.“

ساميءَ جا آتما نسبت ڪي شلوڪ تہ سنئون سڌو گيتا تان ورتل آهن. هڪ ٻہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"جاڳيو جاڳائي، اپروڪ لکايو آتما،
ڇيديو، ڀيديو نہ وڃي، پؤن نہ سڪائي،
جل نہ ٻوڙي، ڌرتي نہ دٻي، اَگن نہ جلائي،
نڪي ڪال کائي، سامي پرڪاسي سڀ کي."

۽

نڪي جيءُ مري، نڪي اڇي گرڀ ۾،
نڪي ٻڏي جل ۾، نڪي اگن جري،
رهي اليپ اڪاس جان، توڙي روپ ڌري،
سنتن سهي ڪري، ساک ڏني سامي چئي."

اِيياسي سامي، ساڌ سنگت جو ڪوڏيو هو. انڪري سنڌ ۽ هند جي سنتن مان واقف آهي. سندس سلوڪن ۾ اسان کي سنڌ جي شاعرن جا ڪيترائي بيت ۽ ٽُڪون ملن ٿيون، جن ۾ ڪيترن هنڌ سندن شعر جا اکر تعظيم وچان ڇيل آهن ۽ ڪٿي ڪٿي اُنهن جي اختياريءَ تي پنهنجي خيال کي ٽيڪ ڏني اٿس. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1- ڪانڌ جنهين جي ڪڇ ۾، سا ڪجاڙو ڪتي،
اُنئي پهر عجيب جي، ونڊر منجهہ وَتي،
تنون چوي تتي، چوڻ چارو نانهہ ڪو.

2- سڪ منجهائون سڪ، نانهہ تہ بس سڪندي،
اوڳو عنايت شاه چئي، ڍورن جان م ڍڪ،
لڪ منجهائون لڪ، پسڻ تئيئي پرينءَ جو.

3- من ماري مهين ڪر، خودي ڇڏ خيال،
يڄن ري يڳوان جي، هاٽي ڪونهي حال،
اڇي ونندءِ اوچتي، ڪنهين ساعت ڪال،
پورن جيج پتو چئي، جو لالن جو لال،
جنين ميڙيو مال، سي يڄن ري يري ويا.

4- پانڻ پڇي چڏ، متان ڇاڻ وجهيئي ڇار ۾،
آهيون اسين جن جا، تنين وتون اڏ،
پاڻ تنين سان گڏ، نينهن جنهين جو نانهه سان.(شاه)

5- جڏهين ڪال متان ۽ ، ڪندو سڏ سرير کي،
اڪ تڙي جپ آڙي، اچي نه ڳالهاءِ،
نڪا اوڏي استري، نڪا پيڻ پراءِ،
سمهاريندءِ سيج تي، ڪٽي ڪٽ متانءِ،
تڏهين من تِتانءِ، ڇا ڪٽنديِن ڪيمو چوي.

6- پري نهارڻ پريءَ کي، هي پي ڇتن سندو ڇاڻ،
سائين توهي ساڻ، راتيون ڏينهن روحل چئي.

7- وٺ اهائي واٽ، پاسو ڪر نه ڪاڏهين،
لوٹي منجهه لپاٽ، متان لڳيئي شاه لطيف چئي.

اهڙيءَ طرح بادل، بخت، مگڻ، سڪو ڀڳت، لکو ڀڳت، شاهه عبداللطيف، عنايت، پٿو، سچل سرمست، شاهه ڪريم، روحل سائين، ٻالو ڀڳت، سيني جا بيت اسان کي سندس سلوڪن ۾ ملن ٿا اُهي جدا ڪري، سندس سلوڪن کان ڌار ڏيکاريا ويا آهن.

سياڳا آهن سنڌي، جن کي شاه، سچل ۽ ساميءَ جهڙا اُستاد مليا. ۽ پوتر آهي اها ڀومي، جتي هنن جنم ورتو. هي ٽيئي تروينٽي آهن، جن جي شعر روپي ڌارائن ۾، ۽ اسلام، تصوف ۽ هندو فيلسوفيءَ جي امبرت روپي پاڻيءَ ۾، سنڌين پاڻ کي ڌوئي، پاڪ ۽ پوتر بڻايو آهي.

# ساميءَ جو ويدانت مايا

سامي سونهارو، جڳ جلندو ڏسي، ان جلن جي جاچ پڙتال ڪري، جلندڙ جڳ تي ٿڌو چنڊو ھٽي ٿو. سندس سندر وچن، ڪوٽ جنم جو ڪٽ اتاري، دل جي درپڻ کي صاف ڪن ٿا.

**مايا:** هو اسان کي ٻڌائي ٿو تہ هنن دنيا جي ڏيکاون، هن ڪثرت کي، سچي هستي ڪانهي. اسان جو خيال ئي، ان ٻيائيءَ کي سڌ ڪري ٿو. اها اڻ هوندي بازي، اڻ هوندو درياه آهي، جنهن کي سامي ”ايشور جي مايا“ سڏي ٿو. هن مايا، نانا روپ رچي، جيءَ کي ڀرم ۾ ڀلائي وڌو آهي. جيئن ڪنهن کي نوڙي نانگ مثل ڀاسي ۽ ڊيڄاري، جيئن هرڻ سورج جي روشنيءَ ۾ چمڪندڙ واريءَ کي جل سمجهي، ان کي پائڻ لاءِ، ڊوڙي ڊوڙي ساٺو تي ساهہ ڏئي، اهڙو ئي حال ڀليل جيءَ جو آهي. هيءَ مهاچل پربل مايا، وچتر روپ ڌاري، ڪيس پانهنجو پاڻ مان ڪڍي، دک ۽ سنسي جي ساگر ۾ ٽٻيون هٽائي ٿي. مايا جو اثر، جوان ۽ ٻڍي ۽ ٻار تي آهي. رواجي منش تہ نهيو پر سِڌ، ساڌڪ، جوڳي، جَتي پڻ ڀَو ۾ ڀلجي، پاڻ کي ڪلپت جي ڪايا مَڃي، ڦاسائي ٿا وهن. هوءَ ممت ۽ موه جو جار پکيڙي، حرص منجهہ هيري، ٻيائيءَ جي نوڙيءَ ساڻ گهتي، راتيون ڏينهن جيئن کي سنسي جي سَونٽين ساڻ ڪٽي ٿي.

اهڙا مت جا موڙها، پاڻ کي پٽي ڏيئي، هوءِ هوءِ ڪن ٿا. ڪين انتظاري ۽ بيقراري نصيب ۾ آهي. هو پنهنجي سروپ ڪان ڀلجي، ده دس ڀون ٿا. اها راند آهي، جا مالڪ رچائي آهي؛ اهو کيل ۽ سندس ليلا آهي، اهو ڪوڙو ڏيک آهي، جنهن کي سچل ۽ بيدل سائين، طلسمات ڪوٺين ٿا. انهيءَ ٻيائيءَ کي ٻوڙڻ، دئيءَ کي دفع ڪرڻ ۽ طلسمات کي ڀڃڻ لاءِ ئي اسين جدوجهد ڪري رهيا آهيون.

هن مايا مان ڪو گر مڪُ، ڪو نيهي، ڪو سچو عاشق، ڪو آتم رنگ راتو، پار پوي ٿو، جنهن ساڌ سنگت ڪري، ستگر جي اوٽ

وڻي، گر گيات سان، جاڳي، پنهنجي اڪئين پاڻ کي ڏٺو آهي. اهڙو جيو، مايا روپي پکيءَ جا پنج ٿي پر- ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه ۽ آهنڪار- کوهي، اڇاهه ۽ اچل بنجي، ڪرپا جي ڪنڊي لهي ٿو. اهڙو نيهي، اهڙو عاشق، گر آسيس ۽ نارائڻ جي ڪرپا سان، منهن مڙهيءَ پائي، پنهنجي اصلوڪي گهر انيئه آدي ڏام- ۾ اچي ٿو.

هي سامي‌ءَ جا پهريان ويچار آهن. سامي صاحب 80 ۽ 120 ورهين جي آورجا ۾ جيڪي سلوڪ لکيا آهن، انهن مان پروڙ پوي ٿي تہ پوئين عرصي ۾ هن پهرين کان ٻيڻا سلوڪ "مايا" تي لکيا آهن. انهيءَ آخرين انيو ۾، هن مايا کي جانتان وڏيڪ ڄاتو سڃاتو آهي. سندس ٻولي پڻ گهري ۽ ڳنڀير ڀيئي لڳي. چوي ٿو تہ مايا، خواب خيال جي اڻ هوندي حرڪت رچي، انڌن ڏي اچي ٿي. اها نڳيءَ جا ناه رچي، نانا‌ون ڏاري، بعضي متر، بعضي ماءُ ٻڌي، مورکن کي موهي، سارڌن کسي، ڦُري ڦوڪ ڪري ٿي. هيءَ ناري، ڪاري، نانگڻي آهي. ڇي:

ڏورون هٽي ڏنگ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
مورک منا ڪيترا، سامي ڪري سنگ،
نيارو رهي نپ جان، ڪو محبتي ملنگ،
جل ۾ جل ترنگ، لئہ ڏنو جنهن لک سان. ،

هيءَ مهتاري، ڏوٽي، ڏائڻ، ڏندري ۽ بري بلا آهي، جنهن ڪلپ جي ڪوڙي راند رچي، موه سان چوڏهن لوڪ ڇِٻي، جيئن کي مست، مواسي ۽ غلام بڻايو آهي.

هوءَ اصل منهن ڪاري آهي، جا موهٽي بڻجي، ڍره ڪري، وڏائي ڏيئي، پنهنجي محبت منائي ڪارائي، مورکن کي منجهائي ماري ٿي. مايا مڪر ڪري، سڀ کي دلاسي لائي، لوڀ جا لڏون ڪارائي، باندر جيان نچائي ٿي. ڪپٽ ڪري، رمتا رام جو ديرو دور ڏسي، اڻ هوندو منداڻ اُپو ڪري ٿي ۽ رنگ اپار رچي، مت کسي ٿي. اها موه مئي، پرم جو ڄار وجهي، مورن کي ناچُوءَ جان نچائي ٿي، جي پرچن يعني ٻيائيءَ جي چير پائي، سندس اشاري تي نچن ٿا. پوءِ جيو ڳچيءَ

۾ ڳُجهي ڳالهه جو ڳوٺ ڳولي سو ڳوليو ساڳر ۾ پيون ٿا. چي:

ٻاري ٻوڙ ساگر، لهريون ماري لوڀ جون،
لوڙي ٻوڙي لوڪن کي، وجهي ڪن ڪپر،
ڪو پريمي لنگهي پر پيو، ڇڏي موه مڪر،
پورن پرميسر، سامي ڏسي سيتل ٿيو.

ساميءَ جي سلوڪن جي اها خوبي آهي، ته هر هڪ سلوڪ ۾ پهرينءَ ٽُڪ ۾ سوال ڪڍي، مشڪلات ڏسي، پوئين اڌ ۾ وري ان جو اتر ۽ حل ڏسي ٿو. چي:

پري ڪون پري، مايا محبوبن جي،
ڪنهين پاتو ڪينڪي، انت اٿان ڪري،
ڪيس گم گيات سان، ڪنهن گيانوان گهري،
سامي ڏسي ٿري، پانهنجي اڪئين پاڻ کي.

سامي صاحب ان ڪري چوي ٿو ته هن ڏائڻ ڏيواليءَ ڪان، جنهن سڀ جو خزانو ڦري ڪرپڻ ڪنگالي ڪيو آهي، ڪو گيانوان، ڪو پريمي، ڪو عاشق ابدالي، ڪو ورلو گرمک ڇٽي ٿو. جو سجاڳو جاڳي، هن رن جي راند سمجهي، ڪيس سر جو سؤٽو هٽي ٿو. پر اهو پيد ڪو سورمو، ڪنهن سنت ۽ ساڌوءَ جي سعيي سان لهندو. باقي ته پلي وير وريام پيٽ ڪارڻ وينا پاڻ پٽن. پر سنت به سعيو تڏهن ڪندو، جڏهن سچ جو ڪانڪي ٿيو، ڏير ڏاربي، پرتيت يعني ويساه رکبو. پوءِ ته ستگر مهر ميو، ديا درسشٽي ڏاري اندر اُجلائي، بيحد جو ڏٺو هٿ ۾ ڏيئي، گهر ۾ گهر ڏٽي ڏيکاريندو. انهيءَ ڪري اها ڳُنڍ ساڌ سنگ ڇٽي ٿي. انهيءَ ڪلپ ڪتيءَ (ڪتيا) مان ڪو پريمي منهن موڙي، نڳي سهي ڪري، گرگم راه وٺي، نڪري وڃي ٿو. اهڙو پريمي، ساڌو جن سورمو، جنهن کي ستگر ڳجهي ڳالهه سلي آهي، سو پنهنجي بيحد باغ ۾، آتم سک سچو ماڻي، نت رامڪلي گاوندو وتي ٿو. پر اهڙو ياڳواڻ ياري، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو، جو پنهنجي گهر ۾ وڃي ونجهه ڪوڙي وينو. اهڙي جوڳيسر ڪان مايا ڪتيءَ جان ڪان ڪان

ڪندي اُتي پچي ٿي. پر سامي صاحب کي اچرج ۾ ڪل ٻئي اچن ٿا. ڇو؟ ڇي:

حيرت آئون هاسي، اڃي هڪ اچرج تي،
سامي جاٽي پاڻ کي، ابناسي ناسي؛
ڪپڙيءَ ۾ آڪاس پيو، ڦاهيءَ ري ڦاسي،
پاڻيءَ ۾ پياسي، مري پپوٽو مت ري.

ان ڪري ڇوي تو ته ڇريا، ڪجهه چيت، اٿي ادم ڪر. تون پاڻ ڪرتار آهين، پنهنجو ڇوٽڪارو پاڻ ڪر. گر به مت ڏيندو، ان تي هلڻو ته پاڻ کي آهي.

حيرت آئون هاسي، اڃي هڪ اچرج تي،
خاوند پنهنجي خيال ۾، پيو ڦاهيءَ ري ڦاسي،
ڀوي نت ڀلن جا، گنگا، گيا، ڪاشي،
خود ري خلاصي، ڪير ڪري ڪرتار جي؟

# اوديا

هن مايا ۾ ڦاسڻ جو ڪارڻ، ساميءَ موجب، اوديا آهي. ان اوديا جي انڌير مان آزاديءَ پائڻ لاءِ، سامي ستگر جي سرڻ وٺي ٿو. ان اڳيان اڏين ٿي، نهايت ئي نمرتا سان نويدين ڪري ٿو. ڇي:

”هيءَ ڪنهن لائي آه، اوديا ڏائڻ جيءَ کي؟
سيوڪ جاٽي پانهنجو، ستگر تون سمجهاءِ“

ستگر سيوڪ کي نهه پهه جواب ٿو ڏئي:

”نانگ ڏسي نوڙيءَ ۾، ڀلين ڀولي ڀاءِ،
منهن مڙهيءَ ۾ پاءِ، ته سيتل ٿين سامي چئي.“

پوءِ هيءَ گيان چرچا هلي آهي:

گر پڇي ٿو:

”سامي ڪيئن اڙين، تون اوديا جي ايمان ۾؟

سکي ڏنو ڪونڪو، جنهن کي تپ چڙهي،
راتون ڏينهن سڙي، بنا باه اندر ۾.“
چي: ”هيءَ هيءَ منجهه مرين، مورک من جي پاءِ ٿو،
پوري پوندءِ ڪينڪي، توڙي بار پرين،
سنسي منجهه سامي چئي، ناحق ڪوه مرين،
سمجهي سر ڌرين، آگيا عجيبن جي.“

سامي انڪري سيوڪ کي ٻڌائي ٿو، تہ اوديا رن جڳ ۾ جدائيءَ جو رولو وڌو آهي ۽ نَر پرش کي پنائي پولو ڪيو آهي. انهيءَ اوديا جي اَهنڪار ۾، جڳ ائين ٿو پچي ۽ نچي، جيئن باندر بازيگر جي هٿ تي ٿو نچي. اها اوديا، جنهنڪري سنسو ۽ پرم من ۾ پيدا ٿو ٿئي ۽ پرش سروپ ڪان پُلي ٿو، سا من خود رچي آهي ۽ وري ويڙهي بہ من کي وئي آهي. جيئن نہ ڪوريئڙو پنهنجي مک مان تار ڪڍي ان جار ۾ ئي ڦاسندو آهي، جيئن ڪو پولو نوڙيءَ کي نانگ سمجهي، ڏورون ڏڪندو آهي، اهڙو ئي حال هن اگياني جيءَ جو آهي. اهو اوديا جو پاري پوت، نہ ڪنهن جي ٻڌي، نہ سٽي، نہ ڪنهن جي منتر سان وڃي. اهو زهر آهي، جو امرت روپي جيون کي زهريلو بنائي ٿو.

پر سامي چوي ٿو تہ ”سڀ جي گهر آهي، پريم پدارٿ رام ڏن“.
فقط ڪو جاڳي، سچي سنت جي سرن وٺي، ڪو سچو گرمک ٿئي، ڪو گيان ڪلا گر کان سکي. جڏهن اهڙو ولايت والي گرمک تي سعيو ڪندو ۽ جيءُ پنهنجي ڪوشش بعد گر ڪرپا سان سمجهندو، ساڌ سنگت ڪري، ڪلپت ڪتيندو ۽ چنتا چاه رسي جنهن سان پاڻ ونگيل آهي ان کان پاڻ کي آزاد ڪندو، تڏهن ئي سچو سک ماڻيندو، هونءَ پلي وينو جتن ڪري:

”ڪنهن کون ڪين لهي، اوديا ڪلف اندر جو،
توڙي تيرٿ تپ ڪري، دک بک سڀ سهي،
تياڳ ڪري گهر بار جو، غفا منجهہ رهي،
ساڌوءَ سرن پئي، تہ سکي ٿئي سامي چئي.“

سامي ۽ انڪري اوديا جو اپاءُ، وديا ڏسيو آهي. ڇي ”اوديا ڪرمن روپي ڦاسيءَ سان ڪين ٽٽندي. جيئن نہ پاڻي باه کي بجهائيندو آهي ۽ سورج جي اچڻ سان اونده گم ٿي ويندي آهي، اهڙيءَ طرح سان، وديا اوديا کي ميٽي ڇڏيندي آهي.“

”وديا وچائي، اوديا دک اندر جو،
جئين پاڻي باه کي، بانيڻ بجهائي،
سورج لڪائي، سڀ پدارٿ پڌرا.“

پر اها وديا بہ وديا واري ڪان پرائجي. جيڪو گر گم سان پنهنجي ڪايا سوڌيندو ۽ پرتيت سان پڇي سڏ سماءُ لهي، سنت ديال جي سرن وڻندو، سوئي لڙ مان لنگهندو. جڏهن اوديا سان پيڙي ڪپر منهن اچي ٿي ۽ ستگر مرد ملاح سهائي ٿئي ٿو، تڏهن هو صاحب ويساه جا ونجهہ ڏيئي، لڙ مون لنگهائي ٿو ۽ گر مک جي چنتا چڪائي، پلڪ ۾ سيئي ساڌن سڌ ڪرائي، ڪيس سروپ جو سک سونپي ٿو. ان وقت ”اوديا رچي من- سا من منجهائون لين ٿي.“

سامي صاحب چوي ٿو:

”اوديا گپ گتو، سو وديا لايو دگ سان،
ڪسنگت بوڙيو ڪوه ۾، ست سنگت سان نڪتو،
دويڪ ويو من مون، ٿيو من اَچتو،
سامي ائين رتو، جيئن لوئي رچي رنگ ۾.“

## اوديا جا پويان سلوڪ:

سامي صاحب پنهنجي پڇاڙيءَ جي انيڙ ۾ اوديا تي پهرئين عرصي کان اڌ جيترا سلوڪ بہ ڪين لکيا آهن. شايد اها اوستا پورن گيان، آتمڪ انيڙ جي هئي، انڪري اوديا وارو انيڙ سندس شروعاتي سلوڪن ۾ وڌيڪ ٿو ملي. پوين سلوڪن جو تاتپرج آهي تہ جيئن لالچ جي لڏونءَ تي آتم پلايو آهي، هو واچ جي وهڻ ۾ وئراڳ ۽ وويڪ بنان گوتا ٿا کائن، جتي نانا جوڻ جنمن ۾ مڪتي مار ٿا کائين. اوديا

سڀ عالم جي مت کسي، اِنسانن کي عاجز ڪري، سندن آتم ڪلا ڍڪي آهي. ان اوديا سنڌ جو انت پيرن، اميرن ۽ مهنتن پڻ ڪونہ پاتو. انهيءَ اوديا جو اوڪد، ستگر ئي سک کي ڏسيو آهي: ڪو ورلو گرمک انهن وچنن تي ويساهہ ڪري، ست سنگ دواران، گر ڪرپا سان حد پري انحد پڌي، آدي انيئہ پورن پد پائي، پرسن رهي ٿو.

اتي سامي بتائي ٿو:

"اوديا جو اوڪد، ستگر ڏسيو سِک کي،
سامي سم سيتل ٿيو، ميٽي دک درد."

اهو ڪهڙو اوڪد آهي:

"اوديا انڌاري، مٽي نہ سورج سم ري،
توڙي، سڀ سياڻا مڙي، ڪن جتن جاري،
سمجهي ڪو سامي چئي، پاڳوان پاري،
بيحد جي باري، پٽي ڏنو جنهن پيءَ کي."

ستگر سک کي صلاح ٿو ڏئي تہ:

"باه اوديا آءِ، ساڙي سڀ سنسار کي،
تنهن کي اوديا جل سان، وارموار بجهاءِ،
صاف ڪري سامي چئي، من جي ممت مٽاءِ،
نڪي ڪڏ، نہ پاءِ، آدي انيئہ پد ۾."

شل انهن اکرن جي علم مان اُڪري، انهيءَ سمتا جي سورج هيٺ اوديا جو انڌيرو مٽائي، ڪو سچي وديا پرائي.

## مورک ۽ اگياني

سامي صاحب سنساري منش جي مورکتا تي ڳوڙها ڳاڙي ٿو. ڪيس دک ٿو ٿئي تہ جيئڻ امولڪ مانک ڏيهي، ڪوڙ ڪلر ۾ ٿو وڃهي، ۽ امرت کي ٿوڪاري، وکُ پسند ٿو ڪري. گهر ۾ رام رهي، پر مورک ان کي ڏه دس ڦولهي ٿو. جيئن ڪو پولو، مٺ پري ڦاهيءَ ۾ ڦاسندو

آهي، ۽ ڪو هيرا لعل ڦٽا ڪري. ڪنڪر ڪچ ڪٽندو آهي. جيئن ڪوريئڙو پنهنجي مڪ مان تار ڪڍي، ان ۾ ئي محدود رهندو آهي، تيئن ئي اگياني جيئُ ڪري ٿو. هو اڪري علم جي اهنڪار ۾، وڏ سان ويد پڙهائي، سم جون ساڪون ڏيئي، چاهنا ۽ اڇا اندر ۾ رکي، آخري هيرو جنم هاري وهي ٿو. مورک، اوديا جو اَوڙو، پنهنجو پاڻ کي ئي ڏنو آهي، اوديا ڦاس ۾ بہ پاڻ ئي ڦاٿو آهي؛ ڀڳوان تہ اسان جي اندر ۾ آهي پر مورک ان کي ٻاهر ٿو ڦولهي.

سامي صاحب انڪري ڪيس صلاح ٿو ڏئي:

"مورک ڇڏ گمان، ڪايا، مايا، ڪل جو،
جپي وٺ جاڳي ڪري، پيد بنان ڀڳوان،
اڇي هٺنديءِ اوچتو، ڪال ڦهاري ڪان،
سامي سڀ جهان، ماري جنهن مٽي ڪيو."

سامي صاحب مورکن تي، پوئينءَ اوسٽا ۾ ٿورا سلوڪ لکيا آهن.س ندس پوين ويچارن موجب، مورک مايا ۾ مت بنان مگن ۽ مستان رهن ٿا. هو پاڻ کي پرڇن ڄاڻي ئي، جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچن ٿا. هو پُلي، پرم جو پوت خريد ڪن ٿا ۽ خوب ڀوڳ ڀوڳن ٿا، جو ڪين روڳ جي راهه تي نئين ٿو. هو ڪال کي، ڪنڌ تي ڪان ڪشيو ڪونہ ٿا ڏسن ۽ پنهنجي مو ۾ ئي مست آهن. ٻن قسمن جا مورک: هڪ واد وواد ڪندڙ ۽ ٻيا وشئي يعني وشين جي ڀوڳ ۾ پٽيل-سچ ڪونہ ٿا سڃاڻن. هو زبان سان گيان، ڌيان ۽ جپ تپ ڳڻين ٿا، پر پنهنجي جيءَ مان ڪلپ روپي وک، جنهن سندن زندگي وياڪل ڪئي آهي، تنهن کي ڪونہ ٿا ڪڍن. اوديا بہ هڪ پوت مثال آهي. ان کي جيڪو اُتاري ٿو، تنهن مورک کي اهو پوت منجهائي ماري ٿو. مورک ڦاهيءَ بنان ڦاٿو آهي، بنان گيات مايا جو غلام بڻيو آهي ۽ راتيون ڏينهن سندس رکيا ڪري ٿو. هو سنسار کي ست ڄاڻي، نت چائي چاٽي ٿو ۽ من روپي ڪينهونءَ کي هر هر هٿ هٽي ٿو. جو ڪينهون وري وري وٽس موٽي ٿو ۽ ڪيس ستائي ٿو. هن چار مان چنڊ لاءِ، گرمڪ بڻجي، پريت پڪي

پڙهي،عاشق بڻجي. جيءُ جڏهن پرم پري ستي، ممتا متائي انتر مک، انيئي آتما پسي، پيءَ سان پرچيو رهي ۽ رتيءَ جيتري به ڪلپنا ڪانه رکي، تڏهن ئي ڪاتو. تڏهن ئي ڪاتو ڪپت واري، سانت ۽ سک ماڻيندو. نه ته، پيٽي ڪانهي! وينو چاه روپي چڪي پينهين. وٽيس ته آڪاس جان اليپ رهي، وٽيس ته درخت جي ڇايا کي ست سمجهي، پولي ۾ پُلو رهي، سڀ متس ڇڏيل آهي.

## اگياني

سامي صاحب کي هن جيءَ تي اچرج آهي ته هي جيءُ گياني پنڊت تي ڪري سڀ کي سمجهائي ٿو، پر پانهنجو پاڻ ۾ پاڻ کي وڃائي وينو آهي. هن وِسي ڪان پنهنجو آدي گهر وسري ويو آهي. سندس حالت اهڙي آهي جهڙي ڪنهن مرگهه جي، جنهن جي ناڀ ۾ ڪستوري هجي، پر هو ان جي ڦولها ۾ پيو ڌهه دس ڦري، جيئن نه ڪو ٻار پنهنجي پاڇي پٺ ڊڄي، تيئن ئي اگياني جيوُ پنهنجي ئي پيدا ڪيل من جي مايا پٺ ڊڄي ٿو. پلا اهو ڪئين نه ٿيندو؟

سامي صاحب چوي ٿو:

جنين اُتاري، نگاه ساڌ سنگت تون،
سامي لڳي تن کي، خودي خواري،
جيئندي جلن جڳ ۾، انڌا اويچاري،
موئي اڌڪاري، تيڙا ڪنيي نرڪا جا.

پوءِ اهي انڌا، ڪايا، ڪل ۾ ارجهي، ڪرتا پرک نسبت انومان ڪن ٿا. جنهن جي اک ڦرڪ ۾ جهان اتپت ۽ لئه ٿئي ٿو، جتي من بڌ نٿي پهچي ۽ گيان ڌيان خود غلطان آهن، ان لاءِ پنهنجي من جا بدبدا اُتارين ٿا. پرتک پرميسر نه ڏسي، پوندوءَ جيان پتڪي، پڻ ساگر جي پيٽ ۾ ڪرمن روبي ترهي ساڻ ترڻ چاهين ٿا. اهي اگياني به، طرحين طرحين جا آهن. ڪي من ۾ مڪر رکي، سمجهه بنان ساڌن

ڪن ٿا، ڪي ڪپٽي ڀيک گرهستي ٿين ٿا، ڪي وري اندر جا ڪروڌي، ٻاهران سر مُنائي ساڌ ٿين ٿا، ڪي غيرت منجهه غرق، تہ ڪي پير فقير پوڄاري، مطلب تہ ڪاٿو ئي ڪونهي. هيءُ سڀ سنسار پاڻ ڪي ديهي مَني ڦاٿو آهي. هي بگلا بنان حساب ريس ڪن ٿا هنسن سان. هنس سديو مانسروور موتي ڪائي ۽ بگلي جو ڏيان سمورو وقت مڇيءَ ڏي.

هن جيوَ ڪي ڪپي تہ ڪرمن ڪلپت ڪچ ڪڍي، پرم پولو پيچي، اوديا روپي ننڊ مان اُٿي، پنهنجو خاص خزانو هٿ ڪري. اهو ڪيئن ڪندو؟ گيان روپي ڏيو گهر ۾ ٻاري. پر جي پوٽر پلاليءَ وَر چڙهيو ۽ پنهنجي ديهہ ۾ ديو ڪي نہ ڏسي، پٿر پوڄا ڪي لڳو ۽ ڪلجڳ جي ڪوڙن ميرن، پيرن ۽ چوڌرين جهڙو ٿيو ۽ ٻنڌ گيانيءَ مثل زبان سان انيئي ڳالهيون ڪيائين، تہ هرگز پار نہ پهچندو. ڪيس ڪپي تہ ڪوڙ ڪان پاسو ڪري ڪنهن سنت جي سرن پئي، پنهنجو اوديا روپي پٽ ڪولي، مانڪ ديهہ امول جو قدر ڪري ۽ ساڌ سنگت سان سرت نرت سوڌي، ستهہ سڌ سروپ ڪي سڃاڻي. اهو ناڪر گهر ۾ ئي ٿو وسي ۽ گيان روپي ڏيئي ٻارڻ سان ئي معلوم ٿئي ٿو. سامي صاحب هن نسبت پرشن ۽ اُتر ڪري ٿو.

چي: پرورتا جو پور، ڪاٿُون پيو هن جيءَ ڪي،
موتي ڪيئن متي وڃي، سامي سنسو سُور؟
پٽي ڏيئي پاڻ ڪي، مالڪ ٿيو مزور،
ڏسي نرمل نور، نانا ڪون نرباڻ ٿيو.

سامي صاحب پنهنجي آخرين اوستا ۾، اگيان جي چڱي اُپٽار ڪئي آهي، جڏڪ اگيان جي تهہ ۾ ويو آهي. چي: ”لڪين ليڪاري، ليکي منجهہ لڙهي ويا، گوتا ڪائن غيب جا، پرم ڪري پياري.“ هيءُ سنسار سنسي جي سرپ ڏنگي موڳو ڪيو آهي ۽ ڦرني سڀ ڪي ڦري فقير بنايو آهي. هن جڳ ۾ پرم جا پنج نڳ وسن ٿا، جي پريتم ٻٽي، سيني ڪي نڳين ٿا. سچو جڳ انهن ويرن هٿ وڪامي ويو آهي. سڀ

آتِر تي، پيٽ ڪارڻ پٽن ٿا. ڪي هني تي هيرو جنم هارين ٿا ۽ ڪپٽ سان مايا ڪني ڪري، سنسار مان سکڻا وڃن ٿا. اهي اندر ڪارا، منهن ڪاري ماڻهوءَ کان بچڙا آهن ڪي طمع ۾ ترڪي، پئُ ساگر ۾ ڪوٽ جنم پائي پوَن ٿا: ڪي چاه ۾ چريا، ڪي ترشنا ۾ ترڪيا. مطلب تہ نانا پرڪارن سان جيَو مرگھہ ترشنا جي وه ۾ وهي وڃن ٿا. تنهن ۾ بہ چنچل، چور، چغل جي ڪوڙا قصا ڪري بين کي بڌائين ٿا ۽ مانک جنم رتن، خام خيال سان کوهن ٿا، تن جو چاڙهو مشڪل آهي.

يلا: اندر گند بہ گند، باهرون اَڇو اُڇرو،
پير سڏائي پاڻ کي، ڪري فاضل قند،
سامي ڏسي نہ سر تي، خوديءَ کان خاوند،
جڏي رُبي پوندو رند، تڏي روئندو رت اکين مون.

پڙهيل پلالي، ڪيترا جڳ ۾ گهمن ٿا، جي درڙتا کان سواءِ، ايڪتا ڪتيندا وتن، پر اهي نيهن بنان نادان آهن، جي ويد پڙهي وادي ٿيا آهن. پاڻ پڇاڻن ڪينڪي، سڀ جي ڪن گلا. سامي صاحب چوي ٿو، تہ ڪرم روپي ليکي سان چوتڪارو ڪونهي، ڇو جو ڪرم جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ تہ اچڻو ئي پوندو . پاپي ۽ پُني ڪرم جا ڀوڳ ڀوڳن ٿا ۽ سر تي ڪلپ ڪني ڪنيو چوراسيءَجي چڪر ۾ اچن ٿا. هن طرح جيئُ جو سُوکم آهي سو استول تي پئُ ساگر ۾ ينوين ٿو. هي جيون ۽ جڳتر سپني مثل آهي، جنهن ۾ جيءُ غلام، شاه ۽ امير ٿئي ٿو ۽ جيئن نہ سپني ۾ ڪو موجون يا ماتام ڪري يا نانا ڪامنا رکي پيو ڦري گهري، تيئن سندس حال آهي. جڏهن اک کليس تڏهن آرام ۾ اچي. پر انڌن کي اکين ۾ آهي انڌيري ۽ مت روپي مشعال بنان ڏسن ٿا. ڪايا، مايا، ڪل جو ايمان ڪري، آخر ۾ روئي پٽي پنهنجي پوک لڻن ٿا. هُو سديو پاڻ کي ديهي سمجهي، اپاڌيءَ ۾ رهن ٿا. ڪين آتم رام تي اعتبار نٿو اچي ۽ پاڻ کي پني ڏيئي، کپي خوار ٿين ٿا. هُو مايا جي موهہ ۾ اڙي، مانک ديهہ کي رولن ٿا ۽ پاڻ کي وري اگيان جي اوٽ ڏين ٿا.

اهنڪاري احمق، ويدانت جا واڪ سٽي، دردر بڪ بڪن ٿا ۽ لوڪ لڄا نٿا ڇڏين. ڪٽنب قبيلي جي موهہ ۾ ڦاسي، اها ڪُراهہ وٺن ٿا، جتي هَين جو هٺ، همت، حيلو نٿو هلي. ڪين اها سڌ ڪانہ ٿي پوي تہ جاٽي جاٽٺهار اڳيان ڪوڙ ڪسب ڇپيو نٿو رهي، تہ سندن ڪلياڻ سمتا جي سچ بنان ٿيڻو نہ آهي. جڏهن پرم جو پولو پچن، سنسي ۽ ڪلپت کي ڪٽن، ستگر سرن اچن، جو گيان ڏيئو سندن هٿ ۾ ڏئي، تڏهن وڃي ڪپٽ جي ڪنڌي کي خلاص ڪن. اهڙا انسان پوءِ سرب لڳ ٿي مڪت جي موج ماڻن ٿا. اهڙا نرمل نهڪامي، ديهہ ۾ بہ وديهي آهن. ڪين اصلي انيئہ گهر جي جاڻ آهي. هُو نيهي، نارائڻ سان ملي، سديو نرباڻ جو نغارو وڄائين ٿا ۽ نپ جان نيارا رهن ٿا.

اهڙائي سمتاوان سکي آهن. اهڙا ڳورا ڳوڙها جيئ، پنهنجي سچي سياو ۾ سانت سالي رهن ٿا ۽ اندر ٻاهر آتما پسي ٺرن ٿا. اهي راٽنا، رضا ۾ راضي آهن۽ دائم ويد ڏتي جا مهاواڪ ڳائين ٿا. جيئن مين جل کان پلڪ پراهون نہ ٿئي، تيئن هي بہ پيءَ سان پرچيا رهن ٿا. اهڙا سڄاڪا سورج جي آيا سجاڻن ٿا ۽ اوديا اوندهہ سندن اوڏو ڪانہ ٿي اچي. انهن جي پيٺ ڪندي سامي صاحب چوي ٿو:

وسن وڃايو، گهر جو ڏٺي گهر ۾،
اُلٽي ڏسن ڪينڪي، جنهن جڳ اُپايو،
سامي سڄاڪن کي انيئہ مي آيو،
پنهنجو پرايو، خيال مٽي خاموش ٿيا.

## ويساهہ

سامي صاحب جي فيلسوفيءَ ۾ ور ور ڪري ستگر ۽ ايشور ۾ ويساهہ تي زور ڏنو ويو آهي. سري ڪرشن پڻ ارجن کي گيتا ۾ ٻڌائي ٿو تہ انسان جي پرک ويساهہ تي آهي. سامي صاحب پڻ ائين آکي ٿو، چي:

وڏو ڄاڻ ويساھہ، سامي سڀ ڪنهين ڪون،
ويد پراڻ متي ڪري، ڪڍيو اھو راءُ،
انتر مک اچي ڪري، سمجهي ڪر سماءُ،
ڇڏ وڏائي واءُ، تہ سهجي ملني سپرين.

ڇو؟ ڇي:

”وسي منجھ ويساھہ، وياپڪ ساريءَ وس جو،
سهجي سپرين جي، تون سامي ڪر صلاح،
جڙي جوت سروپ سان، ڪري چت اُڇاھ،
آتي اھا راھ، سنتن سا پرسن جي.“

سامي صاحب اها نرمل راھ، اسان کي سرل ڀاشا ۾ سمجهائي ٿو. ڇي: آتم ديس جو حاڪم ٻڄڻو اٿيئي تہ وشواش روپي موڙي مرادي سانڍ، ڇو جو جن کي ويساھ نانھہ، انهن کي ماڳ ملڻ محال ٿيو پوي. بنان تڪن شاھ ڪونہ ٻڏوسي ڪاٿهين. گر جي وچن تي جي ويساھ رکين، تہ مهر ميو مرد ملاح، لحظي منجھ اٽڪ جو درياھ لنگھائيئي انڪري چنتا چاھ ڦٽي ڪري، سڪ ويساھ سان هوت ڏي هل. سامي صاحب ويد، پُران، سڌ، ساڌ سڀيئي پڇي اها صلاح اسان کي ڏني آهي تہ ستگروءَ جن کي وديا اٿون ويساھ ڏنو آهي تن پرچي پريم نگر جي راھ لڌي آهي ۽ سر تان کل کل ڪٽي سٽي آهي. اهڙا گرمک، سر تي پنهنجا بجر ڪپاٽ کولي، بنان ڀيد ڪرتا پرک جو پڇن ڪن ٿا. ڪين پنن ۽ پوٿين جي ڪاڻ ڪانهي، ڇو جو گرگيات سان پاڻ کي ڦرني ڪان ڦيري وڃي آتم رام کي رسيا آهن. سندن لاءِ من مترا، دل دوارڪا، ڪايا ۾ ڪاشي آهي ۽ سندن چت ۾ چيتن، الک ابناسي وسي ٿو. اهڙو ويساهي ساميءَ موجب:

ويساهي واصل، وڃي ٿيو وحدت ۾،
روپ، رنگ، پن پاڙ ري، ڪليو غيبي گل،
ڪرانت جنهن ۾ ڪل، سورج چندر چراغ جي.

سامي صاحب پوين سلوڪن ۾ گرمک کي ساکيات جي لهڻ

جا ساڌن ٻڌائي ٿو. چي: دل جي صفائي، سڪ، سمجھ ساڻ آٽي تہ ڪم ٿئيس. پريم سندو پيالو، ڪنهن کي بہ مفت ڪونہ ٿو ملي. ساڌ سنگ ڪو ويساه وني. نهچي ٻنان ڪنهن کي بہ نام نٿو ملي. ٻنان وويڪ، ويساه پد پراپت نٿو ٿئي، اها ساک، سامي ۽ کي سچن ڏني آهي. جڏهن سم جي ساڌن ڪري، اڻ هوندو آهنڪار من مان ميٽي، سڪ سمجھ ثابت رکي، ڪنهن پورن سنت کي پنهنجو وڪيل ٻڻائي، تڏهن هو ڪرپا جو ساگر سندس دل جو دليل ميٽي، ڪيس درسن جو سودو دستي ڪري ڏئي.

# پاونا

ويساه روحاني پانڌيئڙن لاءِ بيشڪ وڏو آهي، پر گرو ايشور بہ دل ڏسندو ۽ دل جي پاونا تپاسيندو. سچي ۽ دل تي صاحب راضي. جهڙي جهڙي پاونا، اهڙو اهڙو ڦل. سامي صاحب چوي ٿو تہ:

سڀ کي ڏئي ڦل، سامي پنهنجي پاونا،
چون ويد پران تا، ايها ڳالهہ اصل،
ڏنائون ڪري نرمل، حاضر شيشو هٿ ۾.

انهي ۽ پاونا ڪري ئي پانتين پانتين تفاوت ٿيا آهن. سامي پچاڙي ۽ وارن سلوڪن ۾ ان پاونا جو تت هينين ۽ ريت ٻڌايو آهي:

پاونا ڪري پُوت، راڪس، مانک ديوتا،
پاونا، ڀڳت، گياني، اُچارج اوڌوت،
پاونا، پرتا، استري، گرُو، چيلو، پُوت، ڪپُوت،
سامي سڀ جو سُوت، پاڳوتن پاونا چئي.

پاونا ئي چوراسي لک جوڻين جي پاڙ آهي. پاونا پرم ۾ وجهي، پاونا پرم مان ڇڏائي. پاونا گيان ڌيان، پاونا مورک مسخرو، پاونا پاپي پاڪندي، پاونا دان اسنان؛ مطلب تہ هر حال جي پاڙ پاونا آهي. سامي صاحب ان ڪري اسان کي صلاح ٿو ڏئي تہ سچي پاونا سان ايشور کي

ملڻ لاءِ ساڌ سنگت ۾ اچو.

## ساڌ مهما

سامي ءَ جا سلوڪ ساڌ مهما ۽ ساڌ سنگت جي ساراه سان پر آهن. سامي ءَ کي زبان ناهي جو ساپرسن جون ساکان ويهي ڳائي. چي:

"نوڪي وجائي، ڏنم جيءَ جهان جا،
سڀ ڪو مطلب پانهنجي، بنڌي ڳالهائي،
مطلب ري ڪو مهدجَن، سامي سمجهائي،
ممتا مٽائي، نرمل ڪري نپ جان.

سامي صاحب کين انن اپڪاري، پوجڻ جوڳ، عاقل عقل جا ڏٽي، ڀڳونت جا ڀڳت، نرمل نرالا، ديال پرک، سچا سونارا وغيره جي وصفن سان ورنن ڪيو آهي. سامي ءَ خوب ٿي ويد پران پڙهيا، تپ تيرٿ ساڌن ڪيا، غفا منجهه رهي ڏٺو، پر ان مان پاڻ هن جو اهم پاو وڌيو ۽ ممتا ميل نہ مٽي جڏهن مهد جنن سان جڙيو، تڏهن سندس اوديا ڳنڍ ڇڙي. ساپرس سڀ جي آس پجائين ٿا، سچن سکن کي سڌ ڪري سار لکائين ٿا، سوناري مثل ڀڳو جيءُ سچو ڪن ٿا. سندن درسن مها درلڀ آهن. سامي ءَ موجب سچو ساڌو ۽ ستگرو اهو جو:

ڪسنگ ڇڏائي ، سوئي ساڌو ستگرو،
ڏيئي گڻ، هر ڀڳت جا، اوگڻ مٽائي،
انترمک جوڙي ڪري، اوديا پٽ لاهي،
سامي لکائي، آتم پد اکن سان.

پوين سلوڪن ۾ سامي صاحب فرمائي ٿو تہ سارو جهان ووبڪ سان جاچي ڏٺم، پر ساڌوءَ سمان ڪوبہ ڪونہ ڏٺم يا بڌم. هو آتم گيان ڏيئي من سيتل ڪري ٿو. هرجن، قلعي گر مثل، من کي، مسڪلوڏيئي، ڪلپت ڪٽ لاهي ٿو. هو سودي سار جو هٽ ڪڍيو وينو آهي. سندس ساهمي ۽ وَٿ سم وارا آهن. ايڪو ايڪ توري ٿو ۽

ساڳي ئي چيز وانئي ٿو. پر وٽس ويساهه ڪيي. ڪو شرڌا سان وجي، هٿ هاري، سندس سرن پئي، تہ پل ۾ پرچن پنڊ پولي، سر تان سٽي وجهيس ۽ ستت ڪارج سڌ ڪريس، چوجو:

ساڌوءَ جي سرني، لڪين لوڪ تري ويا،
سڪي ٿيا سامي چئي، وچن صاف مني،
پرتڪ ڏسن پانهنجا، بيڙا لڳا بني،
ڪبير، روداس، ڌني، ساک ڏني سيني سچي.

پر اهڙو ساڌو جن، پورن پن تي ملي ٿو، جو پارس مثل گرمک کي بہ ساڌو ڪري ٿو. اهڙو ساڌو جن سورو سپاهي آهي، جو من مواس کي جيتي، عدل الاهي هلائي ٿو ۽ سڀ ۾ پرميسر پورو پسي ٿو. سندس ڪرپا سان گرمک جا بيڙا بني لڳن ٿا. تنهن ڪوٽ جنم جو سيتل ٿئي ٿو، ڦرنو هميشہ لاءِ مٽي وجي ٿو. چي:

ڪليو بيحد باغ، انيئہ جي آڪاس ۾،
سامي گل سڀ رنگ، پڳت، جوڳ، وئراڳ،
سئل ڪري ساڪي ٿي، ڪو ساڌو جن سڄاڳ،
ڦرني بنا ڦاڳ، پل پل ڪيلي پيءَ سان.

## ساڌ سنگت

ساڌوءَ جن جي ساراهہ ڪندي، سامي صاحب ساڌ سنگت مان جي انيڪ فائدا پڙ پون ٿا، تن ۾ اچي پلٽيو آهي. ساميءَ آتمڪ اُنتيءَ لاءِ سڄو زور ساڌ سنگت ۽ ستگر تي ڏنو آهي. رام ملڻ جون راهون بہ اگم اُپار آهن، هر رستي پرين ملي ٿو پر ساميءَ موجب انهن سيني ۾ ساڌ سنگت نروار آهي. جيڪو ان سان نينهن لائي، سو ستت دوست جو ديدار بنان ڀيد ڪري ٿو. ساڌ سنگت جي ساراهہ ڪندي، سامي، پتت ۽ پاپي جيون ۾ جڻ نئين اميد ۽ شڪتي ڦوڪي آهي. ڀَو ساگر جي ڀيڙ، پرم ڀولائو، سنسو سيءُ، مايا جو موهہ، ڪلپت ڪال، ڦرني جي

منجهائيندڙ فوج، ساڌ سنگت ويچاريندي سندس آخر ۾ ٿي نہ ٿيون اچن. چي:

اٿي سڀ ڪلياڻ، پرم پولائو دور ڪر،
ملي مهد جنن سان، چن ماتر پد چاڻ،
پسي پنهنجو پاڻ، تون سامي ره سياو ۾.

وري، آکي ٿو:

اٿي سڀ ڪليا ڻ، پرم پولائو دور ڪر،
ملي ساڌ سنگت سان، سامي پاڻ سڃاڻ،
اها اوديا ڇاڻ، پائڻ پرميسر جو.

پر ساڌ سنگت ۾ اچي ساڌڪ ڇا ڪري، ان نسبت سامي صاحب ڪي صلاحون ڏنيون آهن: پرينءَ جي سڪ ۽ حق حقيقت ڳالهڙي در در ڪي مَ ٻڌاءِ. ساڌ سنگت ۾ وائي سڀ وڃاءِ. گروءَ جي گيات سان من انترمک لاءِ، ۽ ويساهين واٽ وٺي اهائي پوٽي پڙه جنهن سان الک کي لهين. ساڌ سنگت ۾ اچڻ بعد پنهنجو پر ڪارٿ پڻ هلاءِ، سڪ سان قدم وڌاءِ، تہ ساڌ سنگت مان نرمل مت مليئي ۽ من جي ممت مٽيئي. تون ڇا، پر ٻيا پڻ لکين لوڪ ساڌ سنگت جي ست سان تريا، جن سنساري سک، سپني ماتر، مرگهہ ترشنا جو جل سمجهي، آتم پد اڪٿ گهر مان لوڙي لڌو. ساميءَ لاءِ ساڌ سنگت، هر ڀڳت جو پد سڀ کان اوچو آهي، ان نسبت چوي ٿو:

ڪيتري ڳٽيان، مهما ساڌ سنگت جي،
سِڌ ساڌڪ جوڳي جتي، ڳاون سهس ڦٽيان،
جنڪ، سنڪ، سڪديو دت، سامي داس ٻٽيان،
جن کي واڪ وٽيان، سي سيئي سڌريا.

اهڙي ساڌوءَ جو سنگ ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي ملي، انڪري سامي فتوئِ تو ڏئي تہ ٻيا سڀ ڪوڙا ڪرم آٿيئي، ٻي اٿيئي سڀ سچ، ٻنان ساڌ سنگت هر ڀڳت جي، پلي تہ جيو سڀ ويد پڙهي، ڇهہ شاستر اڀياس ڪري يا ارڙهن پران واچي، وٽيس تہ وينو تپ تيرٿ ساڌن

ڪري، پر ساڌ سنگت بنان، جڙ مايا جي وهڻ ۾ وهي ويندو.

سامي ٿو چوي تہ:

تـوڙي نـت چـئـي، چـيءَ انـارهـن مـک سـان،
تپ، تيرٿ، ساڌن ڪري، غـفـا مـنـجـهـہ رهـي،
بـنـان ساڌ سـنـگـت جـي، وهـڻ مـنـجـهـہ وهـي،
سـامـي ڪـيـئـن لـهـي، پـنـي ڏيـئـي پـاڻ کـي.

پيارو پرين بہ ساڌ سنگت سان ملندو. ساڌ سنگت سان جوڳ، جپ، تپ، ساڌن بحال ٿيندا. چو جو پنهنجو پاڻ پڇاڻبو. سامي پنهنجو انيڀ بتائيدي چوي ٿو تہ مون بنان رام جي ہيا سييئي سؤدا ڪري ڏٺا ۽ سييئي تڙ تانگهي چڪس، سييئي بيک ڪري، جوڳي، جتي، پنث پڇي ٿڪس، او ٿيئي لوڪ رلي رهيس، پر جيءَ منهنجي کي سانت نہ آئي، ڪنهن بہ ممتا جي مٽڪي منهنجي سر تان ڪانہ لاٿي. جڏهن سچي سنت سرن آيس، تڏهن شانتي پاتم. پر اهڙي ساڌوءَ کي بہ پر کڻ گهرجي. سامي تہ سچارن جو سوڏي سنگ ٿو ڪري، جن جي من ۾ محبت مچ ہري ٿو ۽ جي ستهہ سڌ سروپ کان پلڪ بہ پري نٿا ٿين ۽ سڀ ڪنهن کي سُک جا پنڌار پري ٿا ڏين. ساميءَ کي اهڙن جي ئي اندر ۾ لوڙ لڳل آهي. ستگر جي وڏي واڪي واڪ ڏين تہ:

اچـي هـن اوسر، جـيـڪـو پـريـت پـڪـيءَ سـان،
ونـي ويـان تنهن جن کي، پرچي پـنـهـنـجـي گـهـر،
چاڙهي پريم چوڏول ۾، ڪريان سينـي ڪـون سـر،
حـاضـر ڏسـي هـر، سـامـي پـيـد پـرم ري.
سـامـيءَ کـي تـن جـي ئـي تـات لـڳـل آهـي.

دنيويءَ ساڌ سنت، جي پاڻ کي گرُو سڏائي ”گهرُو“ ثابت ٿين ٿا، سامي انهن بنڌ گيانن جي ڳالهہ ڪانہ ٿو ڪري، جي پاڻ ئي بَڌل، سي ٻئي کي ڪيئن ڇڏيندا؟

اهڙن کي سامي، ڪوڙا ڪلپتي، مڪر وارا، نگ ۾ ڪروڏي ڪوني ٿو. اهي پيٽ پڄُو ۽ پاجي آهي. سامي تہ انهن سچن جي ساک

پري ٿو، جي آهنڪار جو اوڙو لتاڙي، داسن جا داس ٻٽيان آهن. جن ڪان ڏرم راءِ پڻ ڪؤ ڪائي ٿو، جي انيئي اچ تي چڙهي ويرو تار رمتا رام اکين سان پسي، سڀ ڪي رام رس پيئارين ٿا. اهڙن جي سنگت جو پاڻ جنهن جيؤ کي لڳي ٿو، جيڪو ساڻن لنوَ لائي ٿو، جن کي اهڙن مهاپرشن جي لوڙ لڳل آهي، سي سديو سکي آهن. جيئن مور گگن جي گرج ٻڌي نچن ٿا، تيئن اهڙا عاشق محبوب جي مستيءَ ۾ نچن ٿا. جن کي اهڙن ساڌن جو سنگ ٿئي ٿو، انهن جي گهران اوديا پوت ستت ڀڄي وڃي ٿو، ڪوٽ جنم جي ڪس مٽي وڃي ٿي.

اهڙيءَ ساڌ سنگت اڳيان سامي ٿا آکي، ڪهڙي ڀيٽ ڌري:

ڪهڙي ڀيٽ ڌريان، سامي ساڌ سنگت کي،
هيرا، مانڪ، موتي، ڪنچن ٿال ڀريان،
پٽ، پٽيهر، پاٻٽيون، توشا ڍير ڌريان،
توڻي صدقي سر ڪريان، تان ٻي پڄي نہ پريم
رتيءَ سان.

ساڌ سنگت جي شروعاتي سلوڪن جي ڀيٽ ۾ ان وشيہ تي سندس پويان سلوڪ بلڪل ٿورا ۽ ايوڳا پيا لڳن. ساڌ سنگت جي گهرج بہ گهٽي ساميءَ کي اوائلي اوستا ۾ هئي، جڏهن اوديا من ۾ هئس. ان وقت ئي رام رس پيتو اٿس. پوين سلوڪن ۾ وري جنهن ساڌ سنگت ڪئي آهي اُن جو بيان ڏنو اٿس. انهن ۾ چوي ٿو تہ جنهن تي مالڪ پرچي پنهنجي مهر ڪري ٿو، تڏهن اهو عاشق ساڌ سنگت ۾ اچي ٿو. هُو ويدانتي واڪ سمجهي، ڀير فرق ميٽي، اندر ٻاهر هڪ ڏسي ٿو. ڪانئس ڪوٽ جنم جو ترڻيتر تپ لهيو وڃي ۽ ساڌ سنگت سان ملي نہ پهہ نريو وڃي. منجهانئس اوديا، ڀرم، انڌير، سنسا ۽ ممتا منجي وڃن ٿا ۽ ڪپت جو ڪنڌو چڪتو ڪري، پنهنجو تڪيو اتي ڪري ٿو جتي ڏينهن نہ رات ڪا. اهڙو عاشق ڪڇ ۾ رب پايون ادب سان سيوڪ ٿي سيوا ڪري ٿو ۽ جيئن جل پپوٽو جل ۾ سمايو پيو هوندو آهي، تيئن هيءُ بہ هستي وڃائي وڃي جل ۾ لين ٿئي ٿو. هُو

ڪنهن جي بہ نندا ۽ استت نتو ڪري ۽ جاڳرت ۾ پڻ سڪپت ڏسي ٿو.
هيءَ ساک بہ ساميءَ سنتن ساپرسن جي انيؤ موجب ڏني آهي:

بي سڀ ڏني سچ، سامي ساڌ سنگت ري،
مرگهہ ترشنا جي جل مون، ڪنهن جي لٿي نہ اُڃ،
وڃي پڇ تنين کون، جن ڪيا پورن پچ،
توڙي ڪٽن مچ، تہ پيي راجا رانول ديس جا.

## ساڌ سنگ

ڪنهن مهاپرش، سچي ساڌ، جي سرن پئجي تہ بيڙو ئي پار آهي. اهڙي ساڌ جي سنگ جي مهما پڻ ساميءَ گهڻي ڪئي آهي. چي:

مهما ساڌوءَ سنگ جي، پري ڪون پري،
سيس سلاهي، سهس مک، ويد ومل اُچري،
برهما، وشن، مهيش، مهدجن، سامي ساک پري،
ڪوٽ اُپاو ڪري، من واٽي پهچي ڪانہ ڪا.

ساڌوءَ جو سنگ، ڏيل ۾ آتم سک انراگ بتائي ٿو، مستڪ تان ورڌاتا جو انگ ميٽي ٿو ۽ جنمن جي جهد جو ڦل ڏئي ٿو. جيئن ڪينئين کي پنور ڦيري ڦيري آخر پنور روپ ڪري ٿو، جيئن لوهي کي پارس سون روپ ڪري ٿو، جيئن ڪنڌ جو ڪيلوٽو پاڻيءَ ۾ پئي پنهنجي هستي پاڻيءَ ۾ وڃائي وهي ٿو، اهڙيءَ طرح ئي ساڌوءَ جي سنگ جو اثر ٿئي ٿو. ساڌوءَ جي سنگ سمان جپ، تپ، جوڳ، جڳت، دان، سنان، تياڳ، ويراڳ، گيان، ڌيان ڪونهي. ساميءَ ساڌوءَ سنگ جيون پدوي هن جڳ ۾ پاتي ۽ چت جي سموري چاه چڪائي، اوديا سنڌ سڪائي، اڻ گهڙيو ديو ديهہ ۾ ڏٺو، پوءِ هُو "ڇا کي گهمي جهنگ، جنهن گهر لڌا سپرين؟"

جيئن ساڌ سنگت ۾ تيئن ساڌ سنگ، ساميءَ پوين سلوڪن ۾ ان پرش جي حالت جو فوٽو ڪينچيو آهي جنهن ساڌوءَ جي سنگ مان

پاتو آهي. چي:

”وچي سڀ وهندي، خلق خام خيال ۾،
ساميءَ لڌي ساڌ سنگ، ڪرپا سان ڪنڌي،
پهتو پورن پد ۾، قابو ڪمر بنڌي،
ديا درد وندي، مک رکي موجان ڪري.

اهڙو جيؤ وچ بازار ۾، پريم پلنگ پائي وهي ٿو. ممتا مس متائي، ڪيول ڪنچن ٿئي ٿو. مٿس اپيد جو امل ۽ آتم رنگ لڳي ٿو ۽ سرت سميٽي لنؤ سان چيتنتا چاندي هٿ ٿو ڪري. پل تہ جهان جا چريا جيءَ ان کي چريو چون، پر هن جو تہ سمورو ڪارج ساڌوءَ سنگ سريو آهي.

سامي صاحب چوي ٿو:

تنهن کي چون چريو، چريا جيءَ جهان جا،
جنهن جو سنگ ساڌوءَ جي ڪارج سڀ سريو،
چڙهي گيان جهاز تي، اوديا سنڌ تريو،
سامي اجر جريو، پورن جاڻي پيءَ کي.

سامي صاحب پوين سلوڪن ۾ پڻ ساڌو سنگ جي چڱي مهما ڪئي آهي. جيئن ايشور، من، بڌ، واڻيءَ کان پري آهي، اهڙيءَ طرح سامي صاحب چوي ٿو تہ ساڌوءَ سنگ جي مهما پڻ ڳڻي ڪانہ سگهبي.

وچي ڪين ڳڻي، مهما ساڌوءَ سنگ جي،
من، بڌ، واڻيءَ کون پري، اونهي ات گهڻي،
ساک ڏين ٿالث مڙي، چڏي مان مٽي،
گهر ۾ گهر ڏٺي، سامي ڏنو جن سرب گت.

ساڌوءَ سنگ هر جيوَ کي پرم پنيت ڪري ٿو. اهو اسان کي تار منجهان تاري ٿو. هونءَ تہ پؤ ساگر پاري لنگهڻ مشڪل آهي، پل تہ سڀ ساڌن، جوڳ، جتن ڪري. اهو ڪو اتم اڌڪاري ساڌوءَ سنگ ئي لنگهي سگهندو.

# گرمڪ

گرمڪ جي سلوڪن ۾ سامي صاحب ستگر ۽ گرمڪ جي وچ ۾ واه جي روح رهاڻ ڪئي آهي. گرمڪ نهايت نيازيءَ سان، پڙ ساگر جي پيڙ مان پئہ پيت تي ستگر سرن اچي ٿو ۽ هيٺيون سوال ڪري ٿو:

سامي ڪري سوال، اهو ستگر سور کي،
داتا منهنجي جيءَ مون، ڪتي ڪلپت ڪال،
رهي نہ رتيءَ جيترو، هو مين رکي روال،
اندر ٻاهر لال، ڏسان هن اکين سان.

اهو سوال شاعراني نوع ۾ جدا جدا روپن ۽ پاشا ۾ سامي پيش ڪري ٿو، جي:

”ستگر ڪيئن مٽي، اوديا ڪلپت جيءَ جي،
اُٿندي، وهندي، سمهندي، تي پل پل منجھ پٽي؟“

يا

”عجائب پرسن، ڪيو سڪ گروءَ ڪان،
وڃي ڪيئن اندر مان، سامي روڳ منن؟“

سامي صاحب ان جو جواب ڏئي ٿو تہ سنتن سودي سار جو هٿ ڪڍيو آهي. جڏهن ڪو گرمڪ، سڪ سڄاڻ، گرگم سان، سرت ڏيئي اواچ وچن ٻڌي، رام رتن پيئي ۽ پاڻ کي ڏسي ٿو، تڏهن ئي اپيد تي سکي ٿئي ٿو. اُن لاءِ رهت رهڻي آهي، من پؤن کي ساڌٹو آهي ۽ پنهنجي جاڻ وڃاڻي آهي. هن جڳ جي جيئن کي پرم پلايو آهي. سنسي جي ساگر ۾ ساري وس وهندي تي وڃي. سندن خام خيال ئي خلل پيدا ڪيو آهي ۽ باه مثل ڪين جلايو آهي. مايا، جا اوديا جي پيدائش آهي، تنهن موه، ممت، حرص ۽ حرڪت سان سڀ کي چِلي چڏيو آهي. ان مها چار مان نڪرڻ لاءِ.

”سامي سوالي، آيو سرن گروءَ جي،
برڌ سڃاڻي پانهنجو، پريت گروءَ پالي.“

روئي ڳل پيو، سامي سيوڪ گروءَ جي،
ڏسي ڇل مايا جو، پاري پئہ ٿيو،
سهجي رمز سهي ڪري، ڪامل ڪرم ڪيو،
وئي تت ويو، جت پرم پولائو ناه ڪو.“

سامي صاحب اهڙي سڏ شيوڪ کي جنهن پورو گرو پرتيت سان پيتيو آهي، صلاح ڏئي ٿو تہ:

”نڪي ڪڏ نہ پاءِ، نڪي ڪاءِ نہ بک مر،
نڪي سمهہ نہ جاڳ ڪي، نڪي چپ ڳالهاءِ،
جتي تون مان ناه ڪا، لوڙي لهہ سا جاءِ،
تہ سامي پولي پاءِ، ستهہ ملني سپرين.“

گر پوءِ سِک کي بتائي ٿو تہ ”محل منجهي آهين، سڏاتورا سپرين، هيڏي هوڏي هتڙا مورک ٿا پائين.“ تون آتم جوڳ ڪماءِ، پاڻ يک ديهي نہ جاڻ. جپ، تپ، دان، ديهيءَ سان واسطو رکن ٿا، تون انهن کي ڇڏي انترمک ابياس ڪر. جاڳي، منهن مڙهيءَ پاءِ ۽ جيئندي ئي جهان کان خلاصي پاءِ ۽ جانيءَ سان جوڙ. پنهنجي اندر جو شوشو شڏ ڪر ۽ اندر مان گند ۽ غير ڪڍ. پنهنجي باهرئين روپ کي ڇڏي، اندرئين سروپ جو درشن ڪر تہ پوءِ ان نڳ جي ڪل پوندي، جو نانا روپ ڌاري، ٻيائيءَ جا ٻنڌن جوڙي، وتي جڳ کي ٺڳي ندو. من مک نہ ٿيءُ، پر سچو گرمک ٿيءُ. اهڙي گرمک جا لڪشڻ سامي صاحب ٻڌائي ٿو تہ:

”گرمک سو آهي، جو رهي گر گيات ۾،
ٻي ڳالهہ جاڻي ڪانڪا، ستگر جي سعيي.“

۽

چيتن سو چيلو، جو سمجهي گيان گروءَ جو،
جڳ ۾ جڳ جهڙو ٿي، وتي اڪيلو،
سامي ڳٽي ڪينڪي، وقت ۽ ويلو،
ممتا ري ميلو، پل پل ڪري پرينءَ سان.“

گرمک من جي مريدي ڪانہ ٿو ڪري. هُو هنس مثل موتي ٿو چگي ۽ سديو گڻ گراهي آهي. ڪنهن سان بہ ڪوڙ ڪپٽ نٿو ڪري ۽ چاترڪ جان چت ۾ سدا رام رتي ٿو. ساڌ سنگت سان لنو لائي، من مک اجاڻ کان ڏور ڀڄي، هميشہ هرگڻ ڳائي، رنگ ۾ رتو رهي ٿو. پد پائيندي بہ ڪنهن کي ڪين ٿو سلي ۽ چرن ڪنول جي پريت هردي ۾ ڌاري ٿو. هُو هن جڳ ۾ پاڻ کي مهمان ڄاڻي ٿو. ويساهہ سان گر واڪ مڃي ساکي جو ديرو جو من، ٻڌ، واڻيءَ کان پري آهي تنهن کي سمجهي، مها پرک کي محبت سان ريجهائي ٿو ۽ پنهنجي ڄاڻ وڃائي آگيا ۾ اچي ٿو. هو پوءِ سکپت سيج ماڻي ٿو. اهڙي گرمک جي ساراهہ مان سامي ڍاپي ئي نٿو. اهو گرمک سنسو ڀرم وڃائي، جڳت ۾ اليپ ٿي رهي ٿو:

گرمگ جي گادي، انل جان آڪاس ۾،
هار جيت، دک سک کون، اگم الادي،
چڙهي تنهن چوٽيءَ تي، ٿيو سهجي سماڌي،
لڌائين آدي سامي سک سروپ جو.

اهڙي شيوڪ جا سامي کهڙا ڀاڳ ڳڻي؟

ڳڻيان کهڙا ڀاڳ، سامي تنهن شيوڪ جا؟
جنهن ٻڌي ڏني پانهنجي، ستگر جي هٿ واڳ:
ڇڏي نانا راڳ، لڳو رهي لک ۾.

پوين ٿورن سلوڪن ۾ سامي صاحب ڳنڀير نموني ۾ انهيءَ گرمک جو بيان ڪيو آهي جو دنيا کان منهن موڙي، ستگر سرن اچي، پنا ۽ پوٿيون پاسي رکي هڪڙو حرف لهي، ڀرم گهڙو ڀڃي ٿو. سامي صاحب چوي ٿو تہ هر ڪو من روپي گهوڙو پلاڻي ده دس ڊوڙي ٿو ۽ سنسار کي ست ڄاڻي، نت چائي چاڻي ٿو. ڪو ڪو وڏ ڀاڳي، ساڌ سنگ، ان گهوڙي کي، گهر ۾ آڻي ٻڌي ٿو ۽ پاڻ ورائي پاڻ سان ملي موج ٿو ماڻي. پر اهو تڏهن ٿيندو، جڏهن ڪو ستگر ڪيس جڙئي جي جڳت ٻڌائيندو، ڪا پد اگم جي خبر ڪري ٻتائيندو. وري ڪو ورلو وڏ

ياڳي هوندو، جو گر سِکيءَ جي گت ڄاڻي، من پَون کي انترگت آڻي، سوڌي راه رهت جي وٺندو. چوجو:

"وڏو وچ وچاءُ، کـهـڻـيءَ رهـڻـيءَ پـاڻ ۾،
ورلي ڪنهن گرمک کي، سامي پيو سماءُ."

اهڙو گرمک:

"جنهن کي آتم گيان، سامي ڏنو ستگروءَ،
ڪيو سم ساگر ۾، اُلٽي تنهن اسنان،
ممت متائي من جي، ٿيو نرمل نرباڻ،
ڄاڻي سڀ جهان، چمتڪار چيتن جو."

اهڙو گرمک غريبيءَ جو ڏڪو ڪٽي، مدعن کي ماري، مها مساڻ موڪلي ٿو. سندس مستڪ تي مرم جي مڻ جگمگات جهلڪي ٿي ۽ اهڙ ئي انيئي دائما اُگهاڙن کي ڏڪي ٿو. هُو اندر ۾ اُدار آهي، جڳتر روپي ڪپڙي جي تاجيءَ پيٽي تند سمجهي اٿس، ان ڪري هن جو طمع سان تعلق ڪونهي ۽ پنهنجي اڪئين پاڻ کي پسي، ٻل سان اناالحق جي ٻولي ٻولي ٿو. ان لاءِ سامي چوي ٿو:

"سو گرمک گياني، سو جو گيسر جڳ ۾،
جنهن سامي ڳالهه سهي ڪئي، هڪڙي حقاني،
جڳت ڏسي جانيءَ ۾، جڳت ۾ جاني،
سياڻپ ناداني، ستي وينو سم ٿي."

## ايشور مهما

گرمک ساڌ سنگت ۾ ايشور مهما سڻي ٿو. سامي هر وقت آدرشي گروءَ مثل سکيا تو ڏئي. ايشور من، ٻڌ، واڻيءَ کان پري آهي. ان جو نہ آد آهي، نہ انت. اصل نرآڪار، جڳ ۾ آڪار ڌاري آيو آهي. اها سندس جڳ سان نڳي آهي، جنهن سبب مايا جي وس ٿي، ڪوبہ ڪيس سڃاڻي نٿو سگهي. انهيءَ نڳ سان ساميءَ پريت رکي آهي. اها

سندس ليلا يا راند آهي. جيئن نہ ڪنهن ناٽڪ ۾ ڪو ويس ڏاري جدا جدا ويس ڪري مختلف پارٽ ادا ڪري ٿو، تيئن ئي هيءُ ناگرنٽ پڻ ڪري ٿو. ڪٿي پير فقير ٿيو آهي، ڪٿي شيخ ملان قاضي، ڪٿي گرو، گسائين، گيانوان ، ڪٿي حج ڪري حاجي، ڪٿي سوربير داتار ٿيو، ڪٿي ڪري منٿ موٿاجي. مطلب تہ طرحين طرحين روپ رنگ آهن هن يار جا. سامي هن قادر جي قدرت ڏسي نري ٿو ۽ سندس صفت ڳائي ٿو. بيک ڌري آيو. آه خاوند پنهنجي خلق ۾، پر نہ فقط انسانن ۾ پر ساري مخلوقات ۾، سامي ان کي پسي ٿو. ڏسو تہ سامي پنهنجي سهڻيءَ ڀاشا ۾ ان جو ڪهڙو بيان ٿو ڪري:

آيو ناگر نٽ، بيک ڌري بازار ۾،
بانيڻ چوي ٻيائيءَ ري، ڪِدي وينو هٽ،
پاڻ واپاري وڻج ٿيو پاڻ تارازي وٽ،
رعيت راجا پاڻ ٿيو، ڪانئر، سور، سپٽ،
پاڻ ڪنيير، آوي ٻٽيو، چڪ، متي، گهٽ مٽ،
پاڻ قول قل پتر ٿيو، پاڻ ڏار، ٻج، ٻٽ،
اندر ٻاهر ده دسا، ڪيلي گپت پرگهٽ،
پرچي ڪوليو پٽ، پاڻ لڪائي پاڻ کي.

ان ڪري نرگڻ ۽ سرگڻ ٻئي الک جا آڪار آهن. جنهن سان تنهنجو من لڳي ان روپ ۾ ان کي ڏياءِ. جنهن مان ساري وِس ٿي آهي سو انهيءَ وس ۾ ائين وياپڪ آهي، جيئن پاڻي پاري ۾. خالق خود خلق ۾ آهي ۽ خلق خالق ۾: هو هر جاءِ حاضر ناظر آهي. ان جو ديرو تنهنجي دل ۾ ئي آهي. جيئن ٻالڪ متيءَ جا ٻت جوڙي، راند ڪري ٿو، تيئن هيءُ نٽ پڻ اسان کي پتلين مثل نچائي ٿو. هن رام جي رچنا ۾ ساميءَ کي ڪا ڪمي نتي ڏسڻ ۾ اچي. سندس نام ئي فقط دارون ۽ ڏِپ آهي، اُن بنان ٻي ڪابہ ٻڪي ڪانهي. پاڻ جڏهن ڏوهہ معاف ڪري تڏهن ڦڪيءَ ري فرق ٿئي ٿو. اها سوکمہ راه ڪو هرجن سمجهي، جنهن يڳت هار ڳچيءَ ۾ پاتو هجي. اهڙي رنگ رتي لعل جو

من، لالن جو لتڪو ڏسي مستان ٿئي ٿو ۽ چت جو چٽڪو لائي نانا پياءَ ڪيلي ٿو. ڪبير صاحب هڪ شبد ۾ چوي ٿو:

"ساڌو ائسا ديس همارا،
بن بادل جهان بجلي چمڪي،
بن سورج اجيارا،
ساڌو ائسا ديس همارا."

سامي پڻ چوي ٿو تہ:

"نئنن لاءِنينهن، نور محل جي ناٿ سان،
جتي سور نہ چنبڊ ڪو، نڪو رات نہ ڏينهن،
بنان بادل مينهن، سامي سدائين وسي."

ساميءَ سچڻ جي ساراهہ چڱي وستار سان ۽ نهايت ئي ڳنڀيرتا سان پوين سلوڪن ۾ ڪئي آهي. هو اسان کي ٻڌائي ٿو تہ الک پرک پاڻ سنسار جو سيل ڪرڻ آيو آهي ۽ هڪ کن ۾ خيال سان ساري رنگ پري رچنا رچائي اٿس. اسان جي ديهن ۾ پڻ سندس ئي ديرو آهي. جيئن نپ اندر باهر وياپڪ آهي تيئن ايسر پڻ آهي. سامي اها ڳالهہ سوال جي صورت ۾ پيچي ٿو، چي:

بولي، ٻڌي ڪير، سامي سڀ گهٽن ۾؟
چيو وچي نہ منهن سان، نج نرمل نروير،
جنهن جو روپ نہ رنگ ڪو، نڪو سر نہ پير،
گهڙي لهندين گهير، تڏي پاڻ نہ رهندءِ پاڻ ۾.

رام اهڙو سمرٿ آهي، جو سڀ خلق خيال سان نٿي چڏي اٿس ۽ پاڻ ديو اڻ هوندي اولي وچي ديهيءَ ۾ لڪو آهي. اهو ابناسي، جنهن جي آسري ڌرتي، ڌول، آڪاس، سورج، چندر ۽ پاڻي، پون آهن، سو پرميسر پرتپال، سدائين ساڻ رهي ٿو. مورک جيو پنهنجي خام خيال. ڪري ان کي دور جاڻي پيو ده دس دوڙي. هيءَ ڪايا مايا جو موه ڪوڙو آهي. رب بنا ڪوبہ وفيق ڪونهي. انهيءَ ڳالهہ کي پوريءَ پرتيت سان شل ڪو سمجهي. شل ڪنهن تي پورن گرو مهر جي نظر ڪري.

جڏهن گر پوري گيات ڏني، تڏهن پتو پوندو تہ گهر ۾ ئي گهر وارو آهي ۽ جيئن چمڪ لوهي جر کي چلائي ٿو تيئن ئي چيتن سڀ ڪان ڪريا ٿو ڪرائي. جڏهن ستگر گيان روپي ڏيئي سان اوديا روپي انڌارو لاهي اجارو ڪري ٿو، تڏهن ئي پرو پئي ٿو ۽ اهو گرمک ساميءَ جيان چوي ٿو تہ:

لحظي منجهہ ڪلپ، لنگهي لک پري پيا،
اکهہ سک سروپ جو، چئي سگهن نہ چپ،
۽
سجڻ جي سوپيا، ڪهڙي چوان مک سان؟
سامي سهسي سج چنڊ، لڄامان ٿيا،
پڇي ڏس تنين کون، جن ديدار ڪيا،
لنگهي پار پيا، سنسي جي ساگر کون.

شاهہ عبداللطيف پڻ ساڳيو خيال ظاهر ڪيو آهي جڏهن چوي ٿو:

سهسين سجن اُڀري، چوراسي چنڊن،
بِاالله ري پرين، سڀ اونداهي پانئيان.

## ڀڳتي

اهڙي مها پريوءَ ئي جيوت جي آخرين آدرش ۽ ڪرتويہ آهي. ان ڀڳتي ۽ ڀڳت جي مهما سڏ ڪرڻ لاءِ سامي ويدن، پرانن، سڌن، ديوتائن جا حوالا ڏيئي، خود شري ڪرشڻ جي مک مان نارد کي ڏنل گيان ٻڌائي، منش کي ان طرف ڇڪي ٿو ڇي:

وڏي وڏائي، سامي چاڻ ڀڳت جي،
نيچ اوچ ٿيا ڪيترا، ڪري ڪمائي،
ڍيڍ، چمار، جولاها، پيڃارا، نائي،
جنين لنوَ لائي، سي سڀيئي سُڌريا.

هي اشارا روداس، ڪبير، دادوءِ سئني ڀڳتن جي جنم ساکين

ڏي آهن. خود شري ڪرشڻ ڀڳوان نارد کي هيئن آکي ٿو:

ڀڳت پيارا جاڻ، نارد مان کي سڀ ڪون،
جني منهنجي نانو تي، ڏنو پنهنجو پاڻ،
سنسو ڪڍي جيءَ مون، سمر رهن سڀ ساڻ،
پوري تن جو پاڻ، سامي چڏيان ڪينڪي.

وري، آکي ٿو:

جاڻج سڌ سروپ، نارد نج ڀڳتن کي،
تارڻ ڪاڻ سنسار جي، ڌاريم اهو روپ،
سامي وچن انوپ، ست چوان ٿو صفت سان.

اهڙا مها پريوءَ جا پيارا، جي ايشور جو ڌيان ڪن ٿا، تہ ايشور پڻ سندن ڌيان ڪري ٿو. چوندا آهن تہ "منڙا، گهر تہ گهرانءِ." دلبر بہ دل ٿو گهري، دل ري گهري ڪينڪي، ان ڪري جڳائي تہ دل دليل ان ڪڍي، سندس چرنن ۾ پيٽ ڌريون.

اهو پد پاري آهي. ڪوڙن ۾ ڪنهن هڪڙي وڏ ڀاڳيءَ کي اهو پڙ پوي ٿو. جو ممتا ماري، خودي خواري ميٽي، چيٽيءَ ۽ ڪنچر ۾ ساڪي ست ڏسي، سو انهيءَ پد جي لائق ٿئي. اها ڀڳتي سرڌا ۽ پريم سان ڪرڻي آهي، گر گم سان ئي اپيد جو پيد پوندو. ڀلا گيان فقط ڪافي نہ آهي؟ سامي صاحب فتويٰ ڏئي ٿو:

ڀڳت ري ڀڳوان ڪنهن پاتو ڪينڪي،
توڙي ويد پران پڙهي، ڪري گيتا گيان.

۽

ڀڳت ورائي گيان، جئين موتي آب ري،
بوڌ ورائي نہ مِٽي، اوديا جو ايمان،
سمجهي ڏس سامي چئي، ڪڍي سڀ انمان،
نرمل پد نرباڻ، حاضر ڏسين هٿ ۾.

جنهن کي پريوءَ پرچي ڀڳت ڏني، تنهن سڀ جپ، تپ، دان اسنان ڪيا، اهڙو ماٺهو جنم، مرڻ، دک سک جي چنتا نتو رکي ۽

سديو اندر ۾ سڪ ماڻي ٿو. سامي انڪري اسان کي صلاح ٿو ڏئي تہ:

پري پاءُ پڳت، سامي تر سنسار تون،
بيڙي ڪر وساه جي، چپو محبتي مت،
ستگر پرک ملاح ڪر، پتڻ ڪيڊ ڪمت،
ساڪي جاڻي ست، پهچين پار پرم ڪون.

سامي ءَ پوين سلوڪن ۾ ان پڳت جي مهما ڳاتي آهي، جنهن ريجهي پڳت جو بج پون ۾ پوکيو آهي. اهڙو جن تدروپ ٿِي، امرت ڦل کائي ٿو ۽ ديھ ڌاريندي بہ وديهي رهي ٿو. گهاٽو واڌو، جي ڪلپنا جي پيدائش آهن، تن کي ڪوڙ سمجهي ٿو. هار ۽ جيت، هردي ۾ نٿو ڳڻي، پر آڪاس جان پرميسر پورن کي پسي، سڀ منن ميٺي، سڀ کي پريم رس پياري ٿو ۽ تن، من، ڌن، ان سڪ تان قربان ڪري ٿو. اهڙن پڳتن کان پڳوان پلڪ پرانهون نٿو ٿئي ۽ کين سرب گت درسن دان ڏئي ٿو. سامي چئي ٿو:

پڳتن کون پڳونت، پاسي ٿئي ڪينڪي،
ڪائي ڪنچڻي، ڪير، ساڳ ڳلان اَئون پت،
سامي سڀ ۾ سار، جن جاتو آتم تت،
رکي نہ من ممت، جاڻي روپ سڀ تنهنجا.

هيءُ ودر ۽ سندس زال، ڪرما پڳتڻ، گوپين ۽ ڌني پڳت جي جنم ساکين ڏي اشارو آهي.

نہ فقط ايترو پر مالڪ پاڻ پڳتن هٿ وڪاڻو آهي. ڪتا هر پريمي ءَ کي معلوم آهي. سامي صاحب سِتگر کان ان جو پيد پڇي ٿو. چي:

پڳتن هٿ پڳوان، ڪيئنو وڪامي وس ٿيو؟
سامي چئي هي ستگرو، پرچي ڏي پرماڻ،
ڪياٺون سڪ سچي ءَ سان، تن، من، ڌن، قربان،
پائي پد نرباڻ، ماهل ٿيا مهراڻ ۾.

ء

ياڳوتي يڳت، پاسي تين نه پيءَ کون،
سهجي جن جي ستگروءَ، ڪٽي سڀ ڪلپت،
سدا رهن سامي چئي، جاڳرت ۾ سڪپت،
گورک، نارد، دت، ساک ڏني سکديو جي.

اها ساک نه فقط ساميءَ ڏني آهي پر گورک، نارد، دت، سکديو، سيني ائين چيو آهي. جاڳرت اوستا ۾ به هو سک مئه آهي. اهڙو ياڳوتي يڳوت اڃا رهت ٻين جون اڃائون پوريون ڪري ٿو ۽ سندس جيون ٻين لاءِ آنند مئه بڻجيو پوي:

جئين هريو درخت، ڇايا، ڦل ڦل، سک ڏئي،
تئين سڀ ڪارج ڪري، ياڳوتي يڳت،
رکي نه رتيءَ جيترو، مايا موه ممت،
عين اييد اپرت، سامي رهي سياءَ ۾.

## راهون رام ملڻ جون:

هن ايشور پراپتيءَ جا ساڌن، ساميءَ وستار سان ورنن ڪيا آهن. انهن مان ٽن- ساڌ سنگت، پورن ساڌوءَ جو سنگ ۽ ايشور مهما ٻڌڻ جو مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. سامي صاحب انهن کان سواءِ ٻين پڻ ڪيترين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي. سچو سنت، سچو ساڌو، ستگرو رستو بتائيندو، روشني ڏيندو، پر ان موجب هلڻ ته شش جو ڪم آهي. ڳالهين سان ڳوٺ نه ٻڌبا آهن. سامي صاحب موجب هڪ رتي رهت جي، ڳالهين جي ميڙ سمير کان ڀاري آهي، اُها ويساهه سان وني، الک جي ايبد يڳتي ڪرڻي آهي. منهن سان پڊ اگم جون ڳالهيون ڪرڻ اجايون آهن. چو ته:

مکه سان رام چئي، سانت نه اچي جيءَ کي،
ان پاڻيءَ جي ناءَ سان، بک اڄ ڪين لهي،
ننگر پهچي ڪونڪو، بنان پنڌ ڪئي،
گر گم رهت رهي، ته سکي ٿئي سامي چئي.

گروءَ جي گيات وني، لک ۾ لڳو رهي، اکيون موڙي مرم ۾ رکي، سل الوٽي سم جي چٽيندو رهي ۽ ائين چرخو چوري، جئين پوڻ ۾ پٽڪو نہ ٿئي، تڏهن ڪم نهيس. هٺ، مان، وڏائيءَ، موه کي ڦٽو ڪرڻو آهي ۽ غريبيءَ جي گدا سان، ويرين کي جيئڻو آهي. ساڌڪ کي کپي تہ دل صاف ڪري، ڌيرج ۽ ڌرم سانديي ۽ هار جيت، دک سک ۾ صبر سان گهاري. سامي صاحب سيني ساڌڪن کي سمجهہ سان سروپ جا چار ساڌن ساڌڻ لاءِ آگيا ڪئي آهي، جي آهن: سم، دم، وويڪ ۽ ويچار. انهن ساڌڻ سان سالڪ سار ٿئي ٿو ۽ پاڻ ۾ ساکي سرجڻهار پائي پرچيو رهي ٿو. نرپک نر، شڪر، صبر ۽ عقل جي چوڏول ۾ چڙهي پنهنجو انيئي آدي گهر لهي ٿو ۽ سياءَ ۾ سيتل رهي ٿو. هو بري ساڻ پڻ يلو هلي ٿو، سک، دک، لاپ، الاپ ۾ وهلور نٿو وجي ۽ ڪلَ ڪٽنب کي ٻيڙيءَ جو پور ڪري ٿو ڇاڻي. اهڙو پرک ٻل هوندي، نٻل آهي، جڳت ۾ جڳ جهڙو هلي ٿو ۽ سدائين آنند ۾ رهي ٿو. اهڙي پرش جي سدائين جيءِ آهي.

سامي پوين سلوڪن ۾ پڻ رهت جي خوب ساراه ڪئي آهي. جي رئندي سک کي پرچيو گرو رهت سان پرچائي، دلبري دلاسو ڏيئي گهر وٺي اچي ٿو. سک کي پرڪارڻ جو پير ڏسي ٿو، تڏهن ئي ڪيس انيئہ آدي گهر جو گهير حاصل ٿئي ٿو. ڪيس ٻتائي ٿو تہ رمتا رام سچ وسنو جي وچ ۾ وسي ٿو ۽ نرگڻ ۽ سرگڻ ۾ هڪ ئي ستا سمان وسي رهي آهي. چي: تون ڪميا جو ڪرگ ڪٽي پنج ئي دوت دهہ. اهو شش وچن تي ويساه رکي رس پيري رهت رهي ٿو ۽ جيئندي جڳ ۾ مرڻ قبولي، سوڪم ٿي، خواري ۽ خود پسندي ميٽي، گيان گندي پائي، سمتا صفائيءَ سان وڃي سيج ليٽي ٿو: هر طرح:

"ڪامڻ پنهنجو ڪنت، ريجهايو رهت سان،
پيٺيو پيد پرم ري تيئن پڳت ڪون پڳونت،
ڪنهن کي سلن ڪينڪي، سامي سک بي انت،
بلاول بسنت گاوندا وتن ڳوٺ ۾."

بس، اهڙو پرش راجا جنڪ جيان انيئي تخت تي ويهي، سالڪ سمان وهنوار ۾ ورتي ٿو ۽ ڦرني کان فارغ ٿي، اندر ٻاهر آتما پسي ٿو. سامي صاحب انڪري چوي ٿو ته هر ڪو پنهنجي پوک پوکي، لڻي ٿو. نرنجن ديو جي نيت آد کان وني ائين آهي، پوءِ ڇو نه اها ڳالهه سمجهي، گروءَ جو گس وٺون ته هو مهر ميو، ڪرپا جو ڪڪر، اسان جو پنڌارو پري ڇڏي ۽ ڏروءَ تاري مثل پاڻ کي آڪاس ۾ استت ٻڌائڻ جي راه ٻتائي ۽ پاڳوتي پڳت سيڪاري.

# شيوا ٽهل

نشڪام ڪرم ڪرڻ، هر ديهه ۾ دلبر جو ديدار پسڻ، رضا تي راضي رهڻ، اهي پڻ رهت جا انگ آهن. جنهن من مان ٻيائي ميٽي، ساڌ سنگت جي رج مستڪ تي لاتي آهي ۽ سنسار کان سبق وٺي، پنهنجي ڇاڻ وڃائي، خاوند کي خلق ۾ پسي، شڌ شيوا ڪئي آهي، تنهن جي واکاڻ مان سامي صاحب ڍاپي ئي ڪين ٿو. پر اهڙو ڪو سوروير نڪري، ڪو رهت رهي، جو ٿڌيءَ ڪوسيءَ، گرميءَ سرديءَ، هڪ رس رهي شيوا ڪري! چي:

"شيوا منجهون جن، لڌو لعل اڻ ملهو،
سي سامي سڪ سچيءَ سان سدا شيوا ڪن،
لنيون، مڪان، موچڙا، سر تي سپ سهن،
رتا رنگ رهن، انئي پهر عجيب جي.

ان ڪري سامي صاحب آکي ٿو ته هٺ وڃائي، داسين جي داسي ٻڻجي، پريءَ کي پرچاءِ، ته ڪو سنت حصي اچي، تنهنجي گهر کي روشن ڪري. جڏهن ائين ٿيو، تڏهن تنهنجا ٻيڙا پار آهن. آخر ٻه هن جهان مان ڇا ڪڻندين؟

جيڪي تون ڏيندين، نثري نانءِ سائينءَ جي،
ڪٽي هن جهان مان، سامي سو نيندين،

ڪري وٺ ڪلپت ري، ٻڌنديـن ٻوليـنديـن،
مـوتـي نـہ ايـنـديـن، هـر هـر اهـڙي هـٿ تـي.

انڪري دردوند تي سيني دلين جو درد لاهہ ۽ ڪنهن کي ڪين ستاءِ. دل دلبر جو ديرو تنهن ۾ جو داتارو سي ٿو ان کي ڪين رنجاءِ. اهو پڻ رهت جو ساڌن آهي.

## گيان يوگ

سامي صاحب رهت ۽ شيوا سان گڏ من وس ڪرڻ جا ساڌن پڻ ٻڌائي ٿو. رهڻي گروءَ جي ٻڌايل گيان موجب آهي. شيوا دواران پاڻ ماري، اندر صاف ڪجي. پر من، جو چنچل آهي جنهن نسبت ارجن سري ڪرشن کي چيو ٿو تہ "من کي ڪيئن روڪيان؟ من پربل، مڙڻ کان محال آهي، ان کي روڪڻ اهڙو آهي، جهڙو طوفان کي روڪڻ. راجن ڪا وات ٻڌايو؟"

ڀڳوان ارجن کي جواب ڏئي ٿو تہ "برابر من کي روڪڻ مها ڪَٺن آهي، تہ بہ اهو ويراڳ ۽ ابياس دواران روڪجي سگهي ٿو."

سامي صاحب پڻ ساڳيون ڳالهيون ڪيون آهن. ابياس جي ڳالهہ ٿي هنڌ ڪبي، پر سامي چوي ٿو تہ وويڪ ۽ ويراڳ ساڻ رک. ايڪانت واسي ٿي، شڌ ويچار سان چنڊ چاڙ ڪر، اهنڪار مٽاءِ تہ ساڪي سرجڻهار ساريءَ وس ۾ ڏسين:

"ايڪانت ري اهنڪار ڪنهن جو مٽيو ڪينڪي،
سمجهي ڏس سامي چئي، تون ڪري سڌ ويچار،
تہ سـاڪـي سـرجـڻـهـار، ڏسـيـن سـاريءَ وس ۾.

جي: پڙهي ڪڙه، پرم گهڙو پيچ تہ سار سهي ڪرين. اوديا روپي جل، ڪرم سان ڪين ڪٽندو. تون وويڪي ويچار ڏار. گروءَ جي وچنن تي ويچار ڪر، ڦرني جي ڦاس ڪاٽي، ممتا ميل اندر مان ڌوئي سيتل ٿي ۽ بيحد جي ٻاري پٽ.

ڦرني منجهہ سنسار، ڦرنو ڪلپت پانهنجي،
جئين سپني ۾ سڌ تيو، اڻ هوندو وهنوار،
سمجهي ڏس سامي چئي، تون ڪري سڌ ويچار،
تہ اوديا جو اهنڪار، مٽي وڃيئي من مون.

سامي جي پوين سلوڪن ۾ فقط هڪ سلوڪ وويڪ تي مليو، جنهن ۾ سنتن جي ساک تي هيئن چوي ٿو تہ:

”بنا وويڪ ويراڳ، لال نہ ليي انيئي،
ساک ڏين سامي چئي، ساڌو جن سجاڳ،
موڙي من مواس جي، وس ڪئي جن واڳ،
جاڳي پورن ڀاڳ، استت ٿيا آڪاس جان.“

## وئراڳ

سامي صاحب وشين ۾ لمپٽين جيوَ کي، جو مايا ۽ ڪايا جي موه ۾ ڦاٿو پيو آهي، هن دنيا جي دوزخ مان ڪڍي، دلبر جي ديس وڃي وڃڻ لاءِ وئراڳ جي سڌي واٽ ڏسي آهي. چي: وقت سارو، سڀ کي لڏڻو آهي. پير، پيغمبر، اوليا، سوربير، جن پنهنجا پنٿ هلايا، جن جي هٿن ۾ رڌ، سڌ جهڙا ٿوڪ هئا، جن مانک، راڪاس، ديوتا سڀ وس ڪيا، سي بہ لڏي ويا، تون ڪيئن استت رهندين؟

اهڙا لوڪ لڏي ويا، سامي هن سنسار مان،
جن جي رت ڦيٽن سان، ست ئي سمنڊ ٿيا،
مانک، راڪاس، ديوتا، پنڪي وس ڪيا،
اهڙا سڀ ويا، استت رهي نہ آدمي.

وري:

ڪري ڪوچ ويا، سيئي سنسار مون،
پير، پيغمبر، اوليا، جن پنهنجا پنٿ ڪيا،
گياني، ڌياني، گرستي، سامي پنڌ پيا،

سيي غيب ٿيا، تو ڇا سمجهو پاڻ کي؟

ڪايا، مايا، ڪل جي وڏائي ڪوڙي آهي، جا پل ۾ پرائي ٿي ٿئي. جيئن سپني جو سک جٽاءُ نٿو ڪري، جيئن جل ۾ بدبدو سٺ نٿو جهلي، جيئن ڪنهن درخت جي ڇايا جيئالي نٿي، تيئن ڪايا ۽ مايا ۽ سندن سک آهن. اهي تنهنجي ئي ڪلپت جي بناوت آهن. اهو ايمان ڇڏ، سمرڻ ڪر ۽ ساڌ سنگت ۾ اچ. تون مايا مال ڇاکي ٿو ميڙين؟ اهي توسان ساڻ نه هلندا. تون آهين پانڌيڙو پنڌ جو، هتي جهوڪ ماري ڇو ويٺو آهين؟ هيا، ڪجهه هوش ڌار، ڪا سڻئين وات وٺ. دبُ ديهي پائي، اهو امولڪ رتن نه کوهه. جي ائين ڪندين ته پوءِ هٿ هٽڙا پوندءِ چوندين:

”ڪيم نه سار سهي، ديهي دبُ پائي ڪري،
نانا لوڀ لهر ۾، ويو جيءُ وهي،
سامي سنگ ڪونه ٿيو، اچي چوٽي ڪالَ گهِي،
جهڙي مان ڪئي، تهڙي انڌو ڀي نه ڪري!

هن پڇتاو چٽڪ جيءَ کي سڌير ڪيو آهي، انڪري وري ٿو چويس:

رهيا سنت چئي، اُٺي ڏٺي گهر جو گهر ۾،
بنڌي بڌم ڪينڪي، ڪيم نه گهر سهي،
چپ چٽيندي راتڙي، وهامي وئي،
جهڙي مان ڪئي، تهڙي انڌو ڀي نه ڪري.

جڳت جا ڏيک است آهن، ٿهار ڪال ڪنڌ تي ڪاني جهليو بيٺو آهي، آورجا هٽن مان وڃيئي ٿي گذرندي، ڪجهه سوچ ڪر، هوش ڌار، وئراڳ ورتي ڌار. من کي مايا مان موڙي، انترمک آڻ، ته ڀڳت، جوڳ، وئراڳ جو مول سمجهين. وئراڳ کان سواءِ ڪجهه حاصل نه ٿيندو:

بنان ڀڳت وئراڳ جي، جڳياسي نه جڙي،
بار پنگهوڙي نه ڏسي، ناري بنا سهاڳ،

جگياسي وئراڳ ري، تجي نہ نانا راڳ،
جاڳن جنهن جا ڀاڳ، سو سامي سڌ سهي ڪري.

سامي صاحب وئراڳ ۽ تياڳ تي زور انهيءَ ڪري ڏنو آهي، جو سمجهي ٿو، تہ اهي پرين پائڻ جا وسيلا آهن. پر، پرين پائڻ بہ اڳيان آهي، اهي پاڻ سڃاڻڻ جا وسيلا آهن. مايا، ڪايا، ڪل جو ايمان ڇڏڻ بہ سولو آهي، پر انهن جو بنياد جتان اهي سڀ ڦٽن ٿا، يعني "اهم ڀاو"، تياڳڻ ئي، سچو وئراڳ ۽ سنياس آهي. سامي صاحب آکي ٿو تہ:

تياڳيو جنهن اهنڪار، تنهين سرب تياڳ ڪيو،
سامي سيتل جل جيان، نري ٿئڙو نار،
اندر ٻاهر ده دسا، ڏسي ساکي سار،
جاڻي سڀ سنسار، ڪلپت پنهنجي جيءَ جي.

ٻاهريان نيم، جهڙوڪ وقت سارو اٿڻ، جاڳڻ، ڪلڻ، ڳالهائڻ بہ ڪرا، پر انهن ۾ ڪهڙو چش، جي دلبر نہ ملي؟

نڪو سک سمهڻ ۾، نڪو جاڳڻ جس،
نڪو خير کلڻ ۾، نڪو رئڻ رس،
دل ۾ دلبر پس، تہ تو هي سين توه ٿئي.

شروعاتي سلوڪن ۾ پنهنجي من کي جيئڻ سامي صاحب پربوڌ ڏنو آهي ۽ پنهنجي حال تي هاءِ دوس مچايو آهي، اهڙيءَ طرح سامي صاحب پڇاڙيءَ وارن سلوڪن ۾ وري انڌن، اناڙي، چنچل جيون تي خون جا ڳوڙها ڳاڙيا آهن، جي پاڻ سان انياءُ ڪري مانک ديهہ کي کوهن ٿا. ڪال جو سندن ڪنڌ تي آهي ۽ جنهن سڌ، صادق اوتار سيني کي دنيا مان ڪنيون آهي، تنهن کي ڏسن ئي نٿا.

ان جي سامهون پيءُ ماءُ يا ٻيو ڪو سنگتي ساٿي ڪونہ ٿو بيهي. جي:

"انڌا ڪري انياءُ، کوهہ نہ مانک ديهہ کي،
ملي وٿ محبوب سان، ڇڏي دتيا ڀاءُ،

ڪال تنهنجي ڪنڌ تي، ٿو دم دم تڪي داءُ،
سامي چئي پيءُ ماءُ، سنگي ساٿي ناهه ڪو.

تنهنجي عمر ائين اڪيار تي گذرندي ٿي وڃي، جيئن ريتي مٺ ۾ يا پاڻي ڪنهن ڦٽي گهڙي ۾. توکي دنيوي سک ماڻيندي سال نبري ويا پر ست است جي ڪل تو ڪانه رکي، هاڻي پڻ پاڻ سنڀال ۽ سمجهه ته:

بنان وئراڳ ويچار، ڪنهن پد پاتو ڪينڪي،
تڪي بينا ڪيترا، حيلا ڪري هزار،

هيءُ سامي فقط پنهنجي ساک تي نٿو چوي پر

ائين چون سڀ انيئي، درد وند داتار،
ٻٽيءَ تي هسوار، سدا رهن سامي چئي.

سامي صاحب انڪري اسان کي صلاح ٿو ڏئي ته گر گيات سان وويڪ ۽ وئراڳ دواران، سرب تياڳ ڪريو، ته سرب ڪلا سمرٿ مليوَ.

## من ۽ آتما جي پڇاڻ

هن گيان يوگ ۾ سامي صاحب من ۽ آتما جي پڇاڻ تي پڻ ڪيترا سلوڪ لکيا آهن. مهاٻلي من جنهن ڪلپت جي راند رچي، سوروير ليٽايا آهن، جو نه ڳاڙهو، نه ڪارو، نه ڪمزور، جنهن جو نڪو ماءُ، نه پيءُ، نه وطن، جو ڪن ۾ خيال سان ڪري ٿو ٿيئي لوڪ گمن، جو ڪڏهن جهنگ ۾ ته ڪڏهن رنگ ۾، جنهن جي جيتئي جڳ جيتي سگهجي ٿو، سو به ساڌ سنگت ۽ گرگيات سان وس اچي ٿو. سامي انڪري اسان کي صلاح ٿو ڏئي ته:

”مني من خلل، ٿو ناحق تپ ۾ تپين،
آهين ساکي سڀ جو، سدائين سيتل،
پرم منجهه پلي ڪري، ڄاڻي چل اچل،
سامي جل کي مل، ڪڏهن لڳي ڪينڪي.“

مورک جيءُ، پنهنجي ٻچيءَ ۾ پاڻ نوڙ وجهي، راتيون ڏينهون تو نچي ۽ جيئن ڏانور مک مان چار ڪڍي، ان چار ۾ ٿي قيدي ٿيندو آهي، ان جو پڻ اهڙو حال آهي. جيئن پاڻيءَ کي ڪو رنگ روپ ڪونهي، پر جنهن تانؤ ٿيپي ۾ وجهجي ٿو اهو روپ ٿو وٺي، تيئن ٿي اسان جو خيال آهي. هن ڦرندڙ گهرندڙ خيال جي حالت کي جنهن جي چئنچلتا خاص وصف آهي، من چئجي ٿو. هن من کي روڪڻ، چئنچلتا کي دٻڻ ۽ هڪ رس ٽيڻ لاءِ ٿي، سڀ ساڌن آهن. جيو وشين جو خيال ڪري، انهن لاءِ پاڻ ۾ ممت پيدا ڪري ٿو، ممت مان چاهنا پيدا ٿئي ٿي، چاهنا جي ترپتي نہ ھئڻ سبب ڪروڌ اتپن ٿئي ٿو ۽ ڪروڌ ۾جيو پنهنجي ذات وساري، پاڻ کي کوهي ٿو. هن ممت ميٽڻ لاءِ سامي صاحب فرمائي ٿو تہ:

بنان آتم گيان، ممت نہ مٽي من جي،
توڙي سڀ ساڌن ڪري، پڙهي ويد پران،
سامي سک ساکيات کون، اوري ٿيا انمان،
گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي ائين چيو."

اها آتما ائين آهي جيئن ڍنڍ جو ڪو مانو پاڻي جنهن ۾ پاڻيءَ جون لهرون نٽيون اٿن. اهڙي پاڻيءَ ۾ هر چيز جو فوٽو جا سندس سامهون آهي ڏسي سگهجي ٿو. جيئن ڪنهن آرسيءَ ۾ جنهن مان لٿ ۽ ڪٽ اتاري ويئي آهي، ماڻهو هر چيز جو فوٽو کينچي سگهي ٿو، اهڙيءَ طرح ٿي پنهنجو قبضي ۾ آندل خيال آهي، جنهن ۾ اچا روپي ڪٽ ڪانهي ۽ ترشنا روپي لهر عدم پيدا آهي. ان حالت ۾ هر شيءِ ۽ حالت جو صاف فوٽو کينچي سگهجي ٿو ۽ ست، چت، آنند پڙ پوي ٿو. هيءَ آتم پد، اندرين، واٽيءَ واچ کان مٿي آهي. سامي صاحب، آتما تي پنهنجا سمورا سلوڪ پنهنجي پچاڙيءَ واريءَ اوستا ۾ لکيا آهن، جو ڏيکاري ٿو تہ آتما جو انيو ۽ ان جو وستار سندس آخرين انيو جو نتيجو آهي. هنن سلوڪن پڙهڻ سان گيتا ۽ اپنيشدن جا ڪيترا سلوڪ ياد اچن ٿا. اهڙي مشابهت بين مذهبن جي ڪتابن مان پڻ

پوندي. واستو ۾ تت ۽ ستيہ هڪ آهي، جنهن جو انيو بيان ڪندي فقط ڪن شبدن جو ڦير پوي ٿو نہ تہ معنيٰ ۾ سڀ ساڳيا آهن. اڇو تہ ڏسون سامي صاحب ڇا ٿو چوي:

جاڳيو جاڳائي، اپروڪ لکايو آتما،
ڇيديو ڀيديو نہ وڃي، پون نہ سڪائي،
جل نہ ٻوڙي، ڏرتي نہ دٻي، اگن نہ جلائي،
نڪي ڪال کائي، سام پرڪاسي سڀ ڪي.

وري:

نڪي جيءُ مري، نڪي اڇي گرڀ ۾،
نڪي ٻڏي جل ۾، نڪي اگن جري،
رهي اليپ آڪاش جان، توڙي روپ ڌري،
سنتن سهي ڪري، ساک ڏني سامي چئي.

هي سلوڪ گيتا جي ٻئي اڌياو جي 23 ۽ 24 سلوڪ سان ملي ٿا اچن. اڇو هينين سلوڪن تي:

ڪارج جو ڪارڻ، پرتک پورن آتما،
آهي جنهن جي آسري، ٻولڻ ٻڌڻ، ڏسڻ،
سڏ ڪري سامي چئي، سڀ، رتي، ماسو مڻ،
لکي لک لکڻ، سدا ماڻن سانت سک.

بدن ۽ آتما جو سنبنڌ سامي هيئن ٿو سمجهائي:

چمڪ چلائي، جئين جڙ لوهي کي،
تئين آتما ديهہ کي، ڪارج ڪرائي،
سمجهي ڏس سامي چوي، منهن مڙهيءَ پائي،
ممتا متائي، سدا ماڻي سانت سک.

مٿئين سلوڪ جا ويچار ڪين اپنيشد جي ٽئين چوٿين ۽ ڇهين سلوڪ ۾ اچن ٿا. هيءَ آتما ڪارج ۽ ڪارڻ پاڻ آهي، پورن آتما مان ئي سڀ جهان اپجي، نپجي ۽ لين ٿئي ٿو. پري کان پري ۽ اوري کان اوري آتمائي آهي، جا برهما چيتيءَ کان وٺي سڀ کي سڏ

ڪري ٿي. اها ڏيان ۽ يوگ جي وسيلي هردي اندر سورمن پاتي آهي. آتما ست، چت، آنند روپ آهي. سامي صاحب چوي ٿو:

سامي گهر ۾ گهر، تنهن ۾ گهر اگهر ٿي،
پاڻ گهرن ڪون پار ٿي، انيئه، پرڪ امر،
پيهي ڏس پرتيت سان، دل جو ڪولي در،
ڪڍي غير گنجر، ميلو ڪر محبوب سان.

## گيان ۽ گياني:

هن مارگ جي پانڌيئڙي ڪي عقل ۽ عشق ٻنهين ڪان ڪم وٺڻو آهي.

عشق عقل آهين، ٻئي پر پکيءَ جا،
انيءَ جي آڪاس ۾، گر گم پهچائين.

وري:

عشق ۽ عقل، ٻئي ساڌن سم جا،
ساڌي لهه، سامي چئي آتم پد عمل.

اهو عقل، آتم گيان جو عقل آهي، جنهن بنان، ڪنهن جي گت ڪانه ٿيڻي آهي. پل تہ تپ، تيرٿ يا نانا پت ساڌن ڪري. اها نہ فقط ساميءَ جي راءِ آهي پر سيني سنتن ساڌن جي پڻ ساک آهي.

سو چيو گرن، سا ويدن ساکه ڏني،
دانا ديوانا سنت جن، ٻي ڳالهه ڪانه چون،
مت سين جو هڪڙو، جي انيئه ديس رهن،
سامي سمجهيو جن، سي ماهل ٿيا مهران ۾.

هيءَ گيان، گرگم سان اچي ٿو. الک پرک آٽي ديرو ڪيو آهه ديهن ۾. گرو پڻ ائين ئي آکي ٿو تہ "خلق منجهہ خدا ۽ خالق آهي خلق ۾، هيڏي هوڏي هٿڙا مورک ٿي مر پاءِ." جڏهن گر مک اندر ۾ جهاتي پائي ڏسي، تہ "ساڪي آهي ساڻ سامي سڀ ڪنهن ڪي" تڏهن انيئه ۽ جوت جي اثر هيٺ سندس لنو لنو نري ٿي. اهو آتم جڳ شل ڪو

ڪري. اهو ممتا جو سورج شل ڪنهن تي ڪِرَي، پوءِ تہ اوديا روپي اونده پر ڪٽي پچندي. هيءَ آتم ڏن اپار آهي. سامي صاحب ان نسبت چوي ٿو تہ:

آتــم ڏن اپــار، ڪــتــي وڏي ڪــيــنــڪــي،
ڳــڻــتــيءَ لــيــڪــي ڪــون پــري، بــيــحــد بــيــشــمــار،
وٺــي، پــاري، رنــد، بــاه ڪــون ســامــي نــرمــل ســار،
اهــڙو اڪــٿ پــنــدار، گــر گــم لــڌو گــهــر مــون.

سامي صاحب اهڙن عاشقن ۽ اوڌوتن جي حالت، چڱي وستار سان بيان ڪئي آهي. سندس شروعاتي سلوڪن جو ڪجهہ حصو ۽ اٽڪل سمورا پويان سلوڪ، انهن گيانين جي ساراہ سان پريا پيا آهن. سامي صاحب آخرين اوستا ۾ انهن جي ئي اپٽار ڪئي آهي. شايد اها خود سندس حالت آهي. چي: اهي سچا سورما من کي ماري، ڪلپ قلعو ڪيري، آدي گهر ۾ اچي، سديو سياو ۾ رهن ٿا. هو رام رس پي، ونڊي ورهائين ٿا. اندر ٻاهر هڪ ئي ڏسن ٿا. سپ جان سنوات چکي، سيتل ٿين ٿا. سم ڏسي درشت پڻ اپيد رکن ٿا. تيئي لوڪ لنگهي، چيتن چٽ تي چڙهن ٿا. اهڙا فقير انل پکيءَ مثل آهن، جو آڪاس تي چڙهي ٿو. سندن مڪان سچ وسنو جي وچ ۾ آهي. سنسار ۾ ڪنهن سان بہ ڪوڙ ڪپٽ نٿا ڪن، ڇو جو هو پاڻ کي ٿا پسن.

”پــاڻ ورائــي پــاڻ ســان، مــوج مــلــي مــاڻــي،
ڳــرو ٿــيــو پــاڻــي، پــاڻــيءَ جــي پــروار ۾.“

کين گنگا، گيا، مڪو پوڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. هو بي غم پرجا راجا آهن. نہ واڌيءَ ۾ وڌن ٿا ۽ نہ گهاٽي ۾ گهٽجن ٿا. سدائين سواڌان ٿي، سڀ جي سر تي خوشيءَ سان شيوا ڪن ٿا. اندر ۾ شهنشاهہ، ٻاهران داسن جا داس. پنهنجي ڏيل ۾ شو ۽ شڪت ٻئي ڏسن ٿا. وري عجب اهو جو دنيا جا جيو هنن کي چريو چون ٿا اگرچ هنن جي ڏيل ۾ بنان ٻيائيءَ ڏيئو پيو ٻري. تون اهڙن گيانين جي سرن اچ. هو ستيہ روپ آهن. سچ ڳالهائين، سچ ٻڌن ۽ سچ ڏسن. ڪايا،

مايا، ڪل ڪان نيارا آهن. اوديا رن رلي ڪٽي وتائنئن اٿي پڳي آهي.

هي سڀ خيال، گيتا جي ٻئي اڌياو ۾ سري ڪرشن ارجن کي سندس پرشن نسبت ظاهر ڪيا آهن، جڏهن ارجن پڇي ٿو تہ ”هي پڳونت، گيانيءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟ گياني ڪهڙيءَ طرح هلي ٿو، ڪيئن چلي ٿو؟ سندس گڻ ۽ وصفون ڪهڙيون آهن؟“ سامي صاحب آکي ٿو تہ:

گيـان اگـم جـو گـل، ڪـلـيـو بـيـحـد بـاغ ۾،
سورج چندر چراغ جان، ڪرانت جنهن ۾ ڪل،
ونـن واس يـنـور جـان، سـامـي اوڌوت اصـل،
ميٺي هيبت هل، لٽڪي منجهہ لٽڪي رهيا.

# ڀڳتي يوگ
## سڪ، پريم، ڀڳتي

سامي صاحب سڀ ساڌن ڀيٽي، ڪشٽ ڪشالا سهي، اسان کي آتم گيان ۽ ايشور ڀڳتيءَ جي پرن سان انيئي جي آڪاس ۾ اُڏامڻ جي سکيا ڏني. ”عشق ۽ عقل ٻئي پر پکيءَ جا.“ هن عشق جي واٽ لاءِ، سڪ ضروري آهي. هيءُ فقط ساميءَ جو انيؤ نہ آهي، پر هو صاحب چوي ٿو تہ:

ويـدن پـرانـن ۾، چـرچـا هـيءَ چـلـي،
سپرين جي سڪ جي، تون ڳولهي لهہ ڳلي،
سامي سان ملي، جنهن ده دس ڏنو دوس کي.

سڏ رکندڙ سهسين، سچي سڪ رکندڙ ڪي ڪي. گر پورو، پڻ شش جي سچي سڪ ڏسي، پريتوان کي حد مان بيحد ڏي نئي ٿو. سڪ بنان سڄڻ پسڻ اهڙو محال آهي، جهڙو ڏهيءَ بنا کير مکڻ ڪڍڻ:

بنان سڪ سڄڻ، ڪنهين پاتو ڪينڪي،
نڪري ڪين ڏهي ۽ ري، منجهن ڪير مڪڻ،
ڦل ورائي وڻ، سامي سچو سڪڻون.

هي ۽ ڳالهه، سامي وري وري سالڪ کي سمجهائي ٿو. چي: سڪ ڪان ڪوٽ جنم جي ڇڪ مِٽي ٿي، ممت موه ڪان ماڻهو منهن موڙي ٿو، سنسو سوڪ من مان گم ٿئي ٿو ۽ سڀ ڪلپت ڪچ اندر مان نڪري ٿو. گر مڪ، سڪ مان ئي سچ لهي ٿو ۽ سندس هردو صاف ٿئي ٿو:

سڪ ري صفائي، اڇي ڪين اندر کي،
توڙي سڀ ساڌن ڪري، پائي سر ڇائي،
اها ڳالهه سمجهه ۾، ڪنهن ورلي کي آئي،
گر گم جنهن لائي، سامي لنو سروپ سان.

اهڙي انسان لاءِ، سنسار ساگر ترڻ، سگم ٿيو پوي، اوديا روپي اوندهه پر ڪيو پرواز ڪري ۽ محبوبن جي مايا ڪيس نٿي ستائي. اهڙا سڪ وارا، در در ڪين پڪارين ٿا، نڪي گهمن ڏيورا، نڪي گهمن مسيت، پل پل ۾ سڀ ۾ اهو ساڪيات پرميسر پسن ٿا ۽ ان درسن روپي قوت تي ئي هو تڳن ٿا. اهڙا لنو وارا، سنسار ۾ سورج جيان ظاهر آهن، سندن مستڪ تي مرم جي مڻ جهڳ مڳاد جهلڪي ٿي، ۽ گرچ ڪين سروپ جو سڪ آهي، تہ بہ سدائين وڏيڪ ۽ وڏيڪ موج ماڻڻ لاءِ سڪن ٿا. سامي چوي ٿو تہ:

نڪو آر نہ پار، سپيريان جي سڪ جو،
سنواتي ۽ بنان سپ کي، اڇي ڪين قرار،
مچي ۽ جي من ۾، سوسي پران آڌار،
سامي سرجڻهار، پلڪ پرانهون نہ ٿئي.

پر اها گلي ڪٿي ڳولي؟ سامي صاحب چوي ٿو:

سڀ جي گهر آهي، پريم پدارٿ رام ڏن،
سامي ڏسي ڪونڪو، منهن مڙهي ۽ پائي،
ستگر لڪائي، تہ ڏسي پد اکين سان.

آدرشي گرو تہ پل پل شش کي ڪوٽ ٿو ڪري. چي:

آءُ تہ پياريانءِ، پري پيالو پريم جو،
سامي هن اوسر ۾، تن من سڀ ٺاريانءِ
ڏه ڏس ڏيکاريانءِ انيي پُرک اکين سان.

پر سڏڙيا آهن سهسين، سچي سڪ نباهيندا ڪي ڪي. هر چيز جو ملهہ ٿيندو آهي. سؤدو ڪبو آهي تہ سوچي، سامي صاحب پڻ اسان کي چتاءُ ٿو ڏئي تہ:

پرجهي پائج پاءِ، محبت جي ميدان ۾،
ڪنا پيا تي ڪيترا، جانيءَ لڳ تنهن جاءِ،
ڏسندي ڏهڪين ڪينڪي، سامي سڪ وڏاءِ،
جيئندي پاڻ جلاءِ، تہ پسڻ ٿيئي پرينءَ جو.

محبت منائي جو اپار ملهہ انهن کان پڇ، جن اها ڪائي ڏٺي آهي، جي پروانن جيان عجيبن جي مچ ۾ ٽا ٽپو ڏين ۽ انهيءَ لک ۾ ٽا لئہ ٿين، جنهن ۾ تون مان ناه ڪا، نڪي پنج ئي تت. ان ڪري محبتن جو مت سمجهڻ ضروري آهي. سامي پوين سلوڪن ۾ چوي ٿو:

محبتن جو مت، ڪامل آهي ڪهڙو؟
سچ ڄاڻن سائينءَ کي، ڄاڻي جوٽ جڳت،
سامي پڇ پرتيت سان، گورک، نارد، دت،
چڏي ويل وقت، لنگهي چڙهيا چٽ تي.

هن ميدان ۾ ڪانئر ڪين ايندو. انسان ڪانئر تڏهن ٿو ٿئي، جڏهن پاڻ کي ديهي ٿو سمجهي. اهڙي جيؤ سان گرو بيحد جي بولي ئي نہ ٻوليندو. جيڪو سچي سڪ رکي ٿو ۽ توڙ تائين پهچڻ جو محڪم ارادو ڪري ٿو ان کي گرو پرچي پهہ ڏئي ٿو. چي: اٿندي ويهندي عشق سان اور، تڏي ڪوسي سر تي سهہ، هتي سياٽپ جي جاءِ ڪانهي. ڇو؟

عشق پنيءَ آيو، عقل پيهي پاٽيهي،
سورج سان لڳو رهي، جيئن سورج سايو.

ڪڏهن بہ عاشقن آرام نہ ڪيو آهي، سديو سچيت ۽ سجاڳ آهن. هو من کي اوديا کان موڙي، سروپ طرف ڪن ٿا. پنهنجي من جي ميل پريم جي ڳوڙهن سان ڌوئن ٿا. دنيا کان انئي پهر اداس آهن.

هو پل پل نيڻ پري پڪارين ٿا تہ هي سپرين، اسان کي وساري نہ ويهہ، اسان مٺن کي ماري، ڪڏهن ميلو ڪندين؟ سامي صاحب اهڙن دردوندن جي حالت هينئن بيان ڪئي آهي:

پل پل ڪن پڪار، ڪتا درد فراق جا،
سامي چئي سرير جي، رکن ڪانہ سنڀار،
آءُ مل جاني يار، نہ تہ ڏيون ٿا دم درد ۾.
روئن زارون زار، ڪتا درد فراق جا،
سسني لاهي ڌڙ کون، ڪيائون ڌارون ڌار،
هار جيت، سک دک جي، سامي رکن نہ سار،
رهن منجهہ خمار، سدا سپيرين جي.

سامي پاڻ کي اهڙن دردوندن جي حالت ۾ وجهي چوي ٿو:

آءُ منهنجا سپرين، تو بن جيءُ جري،
رڳان روئي ٽڪيون، ٽي لنؤ لنؤ دانهن ڪري،
نيڻن نير نہ نکري، روئن رت پري،
موهن ٿي مري، درسن ڪارڻ دوست جي.

جڏهن عشق سندس اندر اجهل آنڌ مانڌ ۽ بيتابي مچائي ٿو، تڏهن پرينءَ کان پڇي ٿو تہ:

ڪو اڳي ٻي عاشق ٿيو، ڪي اسين ٿياسي سپرين؟
درد ديرو ڪيو دل ۾، ياري پيچ پيو،
رئندي رئندي رات ڏينهن، پلي تن ويو،
اچي ڪو بيو، سڏ لهندو سامي چئي؟

پر پرين تہ هيءُ جاڻي واڻي ٿو ڪري. سندس مرضي آهي تہ عشق شير جيان چنبو هڻي، عاشق جو چت چڪناچور ڪري، بيائي سندس دل مان ڌوپجي وڃي ۽ وجود جا ورق صاف ٿين:

پرين بيپرواه، قيمون ڪن ڪنن ڪي،
سامي سر صدقي ڪري، عاشق ڪين آه.

هيءُ نيهي نماڻو، جڏهن باڏائي تڪجي ٿو، تڏهن ڪرپا جو ڪڪر متائنس وسي ٿو. هن تڪيءَ کي پوءِ تر ۾ تانؤ ملي ٿو.

پرين پوءِ پنهنجو برڏ سجاڻي، پنهنجا نئنن سندس نئنن سان گڏي ٿو. اهڙي عاشق کي لوپ لهر لوڏي نٿي سگهي، ڇو جو هن تن، من، ڌن سڀ نينهن ۾ پلائي وينو آهي.

لڳي ميخ نہ اڪڙي، هنئين جا هوتن،
سوين سونارا مڙيا، لکين لوهارن،
انبورن سان اکري ڪري، ڪس نہ ڪيدي تن،
شابس تن پرين، جن چٽر سان چوري ڪيي.

هن حالت ۾ عاشق عجيبن جي سڀ آگيا مڃي ٿو. سر وڃي تہ وڃي پر هيءُ سڪ ۾ وچن نٿو پچي: ڪيس جيئڻ ۽ مرڻ جو سنسو شوڪ ڪونهي ۽ هار، جيت ۽ دک سک کان علحدو آهي. هن جڳت ۾ هاڻ جڳديش ڏٺو آهي ۽ جڳديش ۾ جڳت. سنسار جا سک کيس اڪ مثل لڳن ٿا، ڇو جو ڇوڏهن درن کي هڪڙوئي سم جو ڏڪ ڏيئي وينو آهي. هو هاڻ دم تي رکي دم، انيئي جي اچ تي چڙهيو آهي، هو پيد چڏي اپيدي عاشق بڻيو آهي. سامي ان کي "نهڪامي نيهي" سڏيو آهي. ههڙو عاشق:

"پيءُ پرچي تي پاڻ، تہ بہ پيءُ پيءُ ڪري پپيهہ جان."

جو جيئرن ۾ ڪونهي مرڻان اڳ مئو آهي. سامي اهڙن عاشقن کي سچو عاشق سڏيو آهي:

عاشق سي چئجن، جن تي عاشق پاڻ ٿيو،
جتي ڏسن نيڻ پري، تتي پرين پسن،
اٿندي وهندي ننڊ ۾، سامي مليا رهن،
اهڙي رنگ رچن، سي عاشق معشوق ٿيا.

ههڙي پريميءَ کان، پريتم ڪڏهن بہ پرانهون نہ رهي:

پريميءَ کون پريتم، پلڪ پرانهون نہ ٿئي،
شيوڪ جو شيوڪ ٿي، ڪري سيوئي ڪم،
سدا سپرين جو، رکي من مرم،
سامي هڪڙو دم، هر پڳتن ري نہ رهي.

ههڙيءَ طرح:

پريمي ٿيو پريتم، اچي پريم ننگر ۾،
پاتائين پرينءَ جو، سامي سهج مرم،
پلائي يرم، پاڻ ڏسي ٿو پاڻ ۾.

سامي پنهنجن پوين سلوڪن ۾ گهڻو ٺٽو انهيءَ عاشق جو بيان ڪيو آهي، جو البيلو سدائين جهروڪن ۾ جهولي ٿو. هو درد وند داناءُ آهي، جو هر ڪنهن کي پريم پٽي پاڙهي پڪو ڪري ٿو. البت عشق جي ڪن سلوڪن ۾ ساڳي آنڊ مانڊ چٽي اٿس، اهڙا سلوڪ ڳاڻ ڳٽيا آهن. هن ۾ اسان کي چئي ٿو:

عشق آسان نہ جاڻ، سامي چيو ستگروءَ،
مڇي، مرگهہ، پنؤر کون، پڇي ڏس پر ماڻ،
ڏئو ڏسي نہ رهي، پتنگ جلائي پاڻ،
چڪويءَ جو چندر ساڻ، هميشہ ئي هيت رهي.

نہ تہ تہ، سندس پوئينءَ اوستا وارو عاشق، پريم جو اکر پڙهي، بيا سڀ ورق ويڙهي وينو آهي، هو داناءُ ديوانو آهي، جنهن پنهنجي من مون نانا، انانا ميٽي آهي، هو ان ڳالهہ جي ساک ڏئي ٿو تہ خلق ۾ خالق ۽ خلق وسي خالق ۾. ڪيس ستگر پورن پاڪ يقين ڏنو آهي، جنهن جي زور تي مري، هن پرميسر کي ملهہ ڳڌو آهي. هو ڏنيءِ ۽ ڏيکارو نٿو ڪري.

هو پروس نہ آهي، پلي ڪو ننديا ڪري يا ڪو ڏئيس شابس. هن، ٽرتا جي ٽنيءَ سان ان نڳ کي بہ بڌو آهي، جو سڀ کي پيو نڳي. اهڙو دردوند، هاڻ داتار آهي جو دل ۾ ديا ڏاري سڀ کي سم صلاح ڏئي ٿو. سامي چوي ٿو:

دعـويٰ ڪـري ڪـيـر، دردونـد دانـاه سـان،
آدي انيئـ گـهـر جـو، گـهـڙي لـڌو جـنـهـن گـهـيـر،
پـائـي پـورن پـدوي، تـيـو نـريـؤ نـرويـر،
رائـي ائـون سـمـيـر، سـم ڄـاڻـي سـامـي چـئـي.

## سهاڳڻ

منهنجي خيال ۾ ساميءَ جو آدرشي عاشق سهاڳڻ آهي. سنڌي سنتن چاهي هندي ڀڳتن، سهاڳڻ جي ساراه ڪئي آهي. سوال اٿي ٿو تہ پريم ڀڳتيءَ ۾ سهاڳڻ کي ڇو چونڊي اهڙي اهم جاءِ ڏني ويئي آهي؟ شاه پنهنجن ڪهاڻين ۾ مرد مالڪ کي ٻڌائي، سيني سورمين کي سالڪ ٻڌايو. سچل ۾ پڻ اهڙي تمثيل آهي. گرونانڪ ديو، ڀڳت ڪبير وغيره پڻ ساڳي واٽ ورتي. هن جي سمجهاڻي منو گيان جي ويچار ڪان، اسان کي نارد جي ڀڳتي سوترن ۾ ملي ٿي.

نارد آد ڪان وٺي پريم ڀڳت ڪري ليکيو ويندو آهي. هندو ڌرمي اتهاس موجب، هن ٺي ڀڳتي مارگ ڦهلايو. سندس ڀڳتيءَ نسبت ويچار، اسان کي سندس ڀڳتي سوترن ۾ ملن ٿا.

هن ۾ ڪل 84 سوتر آهن. آخرين طرح، نارد پنهنجو انيؤ ٻڌائي چوي ٿو تہ پريم گرج تتو ليکي هڪ، تہ بہ يارهن روپن ۾ ظاهر ٿئي ٿو. ايشور جا گڻ ۽ مهانتا، سندس سندرتا ويچارڻ، سندس اپاسنا ۾ پريم، سندس شيوا ۾ نينهن لڳائڻ، ساٿس مترتا جو موه رکڻ، ڏانهس مائٽ لاءِ موه، پريمي استريءَ جو پتار لاءِ موه، خود ارپڻ يا ايشوري گڻن لاءِ موه، دائما پاڻ ميٽڻ لاءِ موه وغيره.

ايشور کي نرگڻ ۽ سرگڻ روپ ۾ ڏيائجي ٿو. انساني دماغ لاءِ سرگڻ روپ جو ويچار آسان آهي. ان سرگڻ روپ ۾ پڻ، انساني ناتن دواران هن محدود جيوَ بيحد کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪرستان هن کي پتا جي روپ ۾ ڏيائي ٿو، مسلمان نرگڻ روپ ۾ ۽

سوامي رام ڪرشن پرمهنس جهڙو سنت پاڻ کي ٻالڪ سمجهي ڪيس ماتا جي روپ ۾. ٻالڪ کي پيءُ کان ماءُ وڌيڪ ويجهي ۽ مٺي لڳندي آهي.

ارجن، سري ڪرشن کي متر جي روپ ۾ ڏٺو. جڏهن سندس ويراٽ روپ ڏٺائين تڏهن ڏجي ويو ۽ استتي ڪري چوڻ لڳو تہ "هي ناٿ، جي توکي متر سمجهي، اٿندي، ويهندي، چرچا گهڻا ڪندي، ڪا بي ادبي ڏيکاريم تہ ڪميا ڪجان." هنومان شري رامچندر کي مالڪ ۽ پاڻ کي ان جو شيوڪ سمجهي شيوا ڪئي. جسوتا ان گرڌر کي پالڪ سمجهي، ان جي ٻال ليلائن سان موه رکيو. راڌا پتي پريم ڏيکاريو: ميرا، چيتن مها پربوڀڻ، پاڻ کي سندس استري سمجهي ان پتار کي ڏياڻيو.

هنن انساني رشتن دواران پريم جو اظهار ٿئي ٿو ۽ ناتو پڻ وڌي ٿو. پر ويجهي ۾ ويجهو ناتو جنهن ۾ ٻيائيءَ جا ٻنڌن گهٽي قدر دور ٿي وڃن ٿا، سو آهي زال مڙس جو. هڪ، ٻئي جو "ارڌ سرير" آهي. زال جي جيوت مرد ٻنان اڌوري، ۽ مرد زال ٻنا اڻپورو. اهو ناتو، اهو روپ ٿي آهي، جنهن ۾ سالڪ پنهنجي پرينءَ جي مشاهدي ماڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

سامي صاحب پڻ ان سهاڳڻ جي ساراه ڪئي آهي، جنهن پنهنجي پرينءَ کي ريجهايو آهي ۽ پرين جنهن کي ڀانئين ٿو:

1- جا شهہ کي ريجهائي، آءُ سهاڳڻ سا چوان،
اٿي وهي آڳيا ۾، آڳيا ۾ ڪائي،
ڪڏي پاڻ ادب سان، رهي لُنؤ لائي،
سهجي سا پائي، سامي سُک سهاڳ جو.

2- جنهين من ڏيئي، پرين ريجهايو پانهنجو،
سا سهجي سهاڳڻ ٿي، پرين ڳل پيئي،
منن ساڻ مرم جي، سرتيون سيئي،
تاريائين ٻيئي، سامي پيڪا ساهرا.

ھھڙو عاشق جوڳين، سڏن، ساڏن ڪان متي آھي. ڪانڌ دائما سندس ڪڇ ۾ آھي، جنھن سان ھو نت بسنت ڪيلي ٿو.

پتار ڪي پائي، سا راڻين جي راڻي ٿي،
سامي ملي تنھن کي، وڏي وڏائي،
رڏيون سڏيون پانھيون، سپ ڪرن ڪمائي،
سچڻ سدائي، نھاري نيڻ پري.

پر اھڙي سھاڳڻ ڪا ورلي، جا بنان ھار سينگار جي ”خصم“ کي وڻي، جا سنسو پرم ڦتو ڪري ادب ۾ اچي ۽ سپ کي محبت مٺائي ڪارائي. اھڙي سھاڳڻ ڏک سک جو سنسو ڪوه ڪري، جنھن کي ڪانڌ سدائين ڪڇ ۾ آھي؟ ڏک تہ ڏھاڳڻ کي آھن، جنھن جي چپن چٽيندي راتڙي وھاميو وڃي. ھوءَ پل تہ گنگا، گيا، مڪو پيتي. سھاڳڻ کي انھن ڳالھين جي ڪابہ ضرورت نہ آھي.

چي:

ڏھاڳڻ پيئي، ور ورائيءَ ڏک ۾،
چپ چٽيندي راتڙي، وھامي ويئي
سامي سھاڳڻ کي، آھي پئِہ ڪيھي؟
جنھن تن من ڏن ڏيئي، پري ريجھايو پانھنجو.

ھن ڏھاڳن جو سبب عاشقن جي حالت ۾، پاڻ ڳٽڻ آھي. انڪري سامي صاحب سالڪ کي صلاح ٿو ڏئي تہ:

مُئي پاڻ مَر ڳڻ، متان ڏسين ڏک ڏھاڳ جا،
جي پاڻ ڳٽين سي
ادب ري اجھاڳ، ڪن سينگار سرير جو،

پر

سونپي سپرين کي، ڪنھن ورلي ڏني واڳ.

سھاڳڻ اھا آھي جنھن کي صبر جو سينگار آھي ۽ پرتيت سان حليمائيءَ جو ھار پاتو اٿس، جا جاڳي جڳ سان جيئندي جدائي ڪري ويئي آھي ۽ نانا راڳ ڇڏيا اٿس. سامي صاحب چوي ٿو:

ماڙيءَ ست دريون، سيني ۾ ڏس سوجهرو،
وينو تي تنهن محل ۾، خاوند ڏير ڏريون،
انهيءَ خلوت خاص ۾، ڪي پهچن پريم پريون،
سامي رهن نريون، پائي سک سهاڳ جو.

## محبتي، عاشق، نيهي، درد وند

سامي صاحب محبتن، عاشقن، نيهن ۽ دردوندن تي جيڪي پويان بيت لکيا آهن سي چٽڪ سهاڳڻ جون صورتون آهن.
پريمي پيارا ڪتر جيترو بہ ڏنپ ۽ ڏيکارو نہ ڪري، سرير ۾ ڪنول جيان نيارا رهن ٿا. هو سم ۾ سمانا آهن ۽ لنؤ ۾ ائين لين ٿيل آهن جيئن مين جل کان پلڪ پراهون نٿي ٿئي. هو سار روپي سورج ۾ انڏيرو نٿا ڏسن.

عاشق البيلا، ڪاڻ نہ ڪدين ڪنهن جي،
لنگهي چڙهيا لک تي، ساگر سهيلا،
باهر تون مان ۾ رهن، انتر اڪيلا،
گرو ائون چيلا، سامي تين سچ جا.

ههڙا محبتي مگنا، پيءَ کان پاسي نٿا ٿين، هو بيحدي بولي بولن ٿا ۽ ديس اگر ڪان آيل محبت منائي پاڻ بہ ڪائن ٿا، تہ ٻين کي پڻ ڪارائين ٿا.

محبتن ميلاپ، پرچي ڪيو جنهن پانهنجو،
پئن پئارن پريم جو، پيالو عين اُماپ،
لنؤ لنؤ لال گلال تي، جپن جاپ اجاپ،
ميٽي سڀ سنتاپ، سامي ماڻن سانت سک.

# سامي ۽ جوڳ

رواجي طرح ساميءَ کي اداسي ۽ ويدانتي سمجهيو ويندو آهي، پر سامي نج ويدانتي، اصل اداسي، اکنڊ جو اڀياسي ۽ جاڳيو جوڳيسر آهي. سندس ڪوتا ۾ هر هڪ فرقي جا لکشڻ، نج اڀياس جون واتون ۽ پاتنجل يوگ جي چڪرن جو ذڪر آهي. هن پهلوءَ کان ساميءَ کي ڪين تپاسيو ويو آهي. رواجي طرح ائين چيو وڃي ٿو تہ سامي ويدانتي آهي جنهن ساڌ سنگت، گرمهما ۽ گر ڪرپا تي زور ڏنو آهي. سندس مراد آهي تہ ساڌ سنگت دواران پنج ئي دوت دَلي، وڃي مڪتي حاصل ڪجي ۽ حق سان واصل ٿجي. اڀياسيءَ جي نقطي نگاہ کان ڏسجي تہ معلوم ٿيندو تہ ساميءَ انهيءَ مقصد لاءِ پڻ هر ڪا وات ورتي. جڏهن چوي ٿو تہ:

آهن اگم اپار، راهان رام ملڻ جون،

۽

ڇهہ انارهن چار، ڳالهہ ڪرن ٿا هڪڙي،
يڳت ڪري پڳوان جي، نانا پرم نوار.

تڏهن فقط ٻڌل ڳالهيون نٿو ٻڌائي. سندس سلوڪن ۾ اهڙا ڪي اشارا اچن ٿا، جن مان هن جي جدا جدا اڀياسن جي ڄاڻ پوي ٿي. سامي صاحب جدا جدا سلوڪن ۾ بيگم پور شهر جو ذڪر ڪيو آهي تہ اهو سچ وسنو جي وچ ۾ آهي، دلبر جو ديرو چار آڱر آڪاس ۾ آهي، سَسي هائي ۽ اومر جو ذڪر ڪيو اٿس ۽ چڪرن ۾ اکن جي آستان ، ڪنٺ چڪر ۽ دسوين دوار يا سهسر چڪر جو ذڪر ڪيو اٿس. اهي سڀ اڀياس ۽ جوڳ سان تعلق رکندڙ ڳالهيون آهن. اچو تہ سندس سلوڪ ڏسون:

(1)

اچل آڪاسي، مورت محبوبن جي،
سمجهي ڪو سامي چئي، انهد ابناسي،
جو وجي تو واسي، بيحد بيگم پور جو.

(2)

چار آڱر آڪاس، تنهن ۾ درسن دوس جو،
بنان انگ اويو جي، ستهه سڌ پرڪاس،
سيني ۾ سامي چئي، تنهن واسديو جو واس،
اهڙو جنهن اپياس، سي گر ڪي گڏيا گودڙيا.

(3)

سسو ڪر سهي، تہ هن ڪي وائي ڪهڙي وات ۾،
محبت سان مينگهو چئي، ههڙو لال لهي،
تہ منجهي راج رهي، توکي ڪرم نہ لڳي ڪڏهين.

(4)

هاهو ۽ سسو، هيءُ آهي سپ سرير ۾،
منجهس موتي مونڊ ڪا، پن پرن منجهہ پسو،
پائي منهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ وائيءَ منجهہ وسو،
سوئي هاهو سپ سسو، سوئي موتي مونڊ ڪا.

(5)

اکن جو آستان، تنهن کي جڳت چوي جاڳرتا،
ڪايا ڱڙ ۾ ڪنٺ جو، سو سپني جو سمان،
سڪوپت سرير ۾، هردو هيڪر جاڻ،
ڪايا جي ڪاپار ۾، تريا ٿا هرتان،
هيءُ چو گهرو چوگان، آهي اونڪار جو.

(6)

نين، ناسڪا، ناپ، سوڌيو جنهن گر گيات سان،
سو سامي نانا پر ۾، ڪري نہ جيءُ خراب،

پـاتـائـيـن پـرچـي ڪـري، انـيـئـي آتـم لاپ،
جـم جـو حـرف حـسـاب، واري واصـل ٿـي رهـيـو.

هنن ڪان سواءِ جدا جدا چڪرن مان جيئن پراڻ لنگهن ٿا، تڏهن ايياسي جيڪي آواز ٻڌي ٿو، تن جو پڻ ذڪر آيل آهي. سمير پربت تي چڙهڻ، ترڪٽي اڏڻ، انهد جو جهڻڪار ٻڌڻ، آڪاس ۾ دپ تارو پسڻ، ڏرتيءَ جو آڪاس تي چڙهڻ، بين مهامڌري ٻڌڻ، انهد ناد سڻڻ وغيره اهي سڀ يوگ سان تعلق رکندڙ ڳالهيون آهن.

انڪري ضروري آهي تہ يوگ جو چڱيءَ طرح وستار ڪجي، جنهن ڪري مٿيون ڳالهيون سمجهي سگهجن.

يوگ لفظ جي معني آهي ميلاپ. هتي جيو آتما جو پرماتما سان ميلاپ. هن ميلاپ پائڻ لاءِ جدا جدا رستا ٻڌايل آهن. هندستان ۾ يوگ يعني ايشور ملڻ جا مکيہ رستا ست ڳڻيا ويا آهن. اهي آهن:

(1) راج يوگ (2) ڪرم يوگ (3) گيان يوگ (4) هٺ يوگ (5) ليہ يوگ (6) ڀڳتي يوگ (7) منتر يوگ.

ساميءَ جي سلوڪن ۾ ڪرم يوگ، ڀڳتي يوگ ۽ گيان يوگ مٿي بيان ڪري آيا آهيون. هٺ يوگ جو واسطو شروعاتي تندرستيءَ، پرانن جي يمن، نارين کي صفا ۽ شڌ ڪرڻ سان آهي. هٺ يوگ جا ڇهہ انگ آهن:

(1)آسن (2) پراڻا يام (3) يم (4) نيم (5) مدرائون (6) سماڌي.

آسڻ دواران خون جو دؤرو برابر ٿئي ٿو، پراڻا يام نارين (Nerves) کي صاف ڪري ٿو. ڏهہ يم يعني هلت جا بنڌن آهن: اهنسا، ستيہ، چوري نہ ڪرڻ، پرهيزگاري، ڪميا، سهن شيلتا، ديا، سچائي، ميزان موجب کائڻ ۽ شڌتا. خود ضابطي جا قانون آهن: تپس، پاڻي ۾ پنو رهڻ، ايشور وشواس، دان، ايشور اپاسنا، ڌرمي سڌانتن تي وياکياڻ ٻڌڻ، نهنائي، ٻڌيءَ کان ڪم وٺڻ، ڌيان ڪرڻ ۽ يا جنا.

مدرائون، هٺ (بدن) يوگ جون ڪريائون آهن، جن دواران

ٻڌاپي ۾ موت تي وِجهه پائي سگهجي ٿي. هنن ذريعي سان ايياسي ڪنڊلني نالي شڪتيءَ کي پڙ اٿاري ٿو، جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو. سماڌيءَ ۾ من آتما ۾ لين ٿي وڃي ٿو. هٺ يوگ، راج يوگ لاءِ هڪ ڏاڪو آهي.

راج يوگ، ڌيان دواران انسان کي پنهنجي سروپ ڏي وٺي وڃي ٿو. ان جو وسيلو يا طريقو اِچا شڪتيءَ تي منحصر آهي.

ليہ يوگ، چڪرن تي گهٽي ۾ گهٽو ڌيان ٿو ڏئي. انهيءَ جو طريقو هيءُ آهي تہ ڪنڊلنيءَ جون اوچيون شڪتيون جاڳائجن ۽ چڪرن منجهان ڪنڊلنيءَ کي لنگهائجي.

## چڪر ۽ ڪنڊلني

چڪر شبد سنسڪرت ٻوليءَ مان آهي. اهو يوگ ۾ انهيءَ ڪري ڪم آندو ويو آهي جو انسان جي آڪاسي سرير ۾ ڪا شيءِ چڪرن جيان ڦرندي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. منش کي هڪ کان وڌيڪ سرير يا ڪوش آهن. اسٿول، سوڪيم، مانسڪ وغيره. اسٿول سرير ۾ شڪتي سوڪيم سرير مان گهڙي ٿي. سوڪيم سرير ۽ اسٿول سرير جي وچ ۾ آڪاسي سرير (Etheric double) آهي، جو شڪتي موڪلڻ جو واهڻ آهي. انهيءَ آڪاسي سرير ۾ ڦرندڙ چڪر ٿا ڏسڻ ۾ اچن، جن دواران شڪتي سوڪيم مان اسٿول سرير ڏي ڏري ٿي. ايياسين انهن کي رڪابين مثل ڏٺو آهي. رواجي حالتن ۾ اهي موڳا، ننڍن گولن وانگر ٿا لڳن پر جن انهن کي جاڳايو آهي، انهن ۾ اهي تيز (1) مولاڌار، (2) سواڌ ستان، (3) نابي چڪر (مني پور)، (4) هرديہ چڪر (اناهت)، (5) ڪنٺ چڪر (وشڌ)، (6) ترڪٽي چڪر (اجنہ)، (7) سهسر چڪر.

هندو پستڪن ۾ ڇهہ چڪر ڄاڻايل آهن. جن جا نالا هيٺيان آهن:

(1) مولاڌار، (2) سواڌ ستان، (3) مني پور، (4) اناهت، (5) وشڌ،

(6) اجنہ. اسان سولائيءَ ڪري سندن آستان جا نالا ڄاڻايا آهن.

ستين چڪر کي سهسر دل ڪري ڳڻيو اٿن، ڇو جو منجهس هزار اڙا آهن.

1. **مولادارم گديا وٽ:** هي چڪر پٺيءَ جي ڪنڊي جي هينان آهي. آدي شڪتي هن مان چئن اڙن (petals) واري ڦيٿي جيان ٿي نڪري. هتي لعل ۽ سنگترائي رنگ ٿا ڏسڻ ۾ اچن. هلندي ۽ ڦرندي هي اڙا صليب (cross)+ جي شڪل ٿا ٺاهين جنهن ۾ اندر اگني نانگ (ڪنڊلني) ٿو رهي.

2. **سوادستان:** هيءُ چڪر ڇٽڻ وارين اندرين جي مٿان ٿو ڇئجي. برهم وديا (Theosophy) جي ڄاڻن جي رايي موجب هيءُ چڪر اثارڻ خوفائتو آهي. پراچين مصر جي يوگ جي ڪتابن ۾ پڻ اهڙو اشارو آيل آهي. برهم وديا وارا وري ٻيو چڪر ٻڌائين ٿا جنهن کي هيانچو (سپلين) چڪر ڪري ڪوٺين ٿا. سندن چوڻ آهي تہ سورج مان جا پراڻ شڪتي اچي ٿي سا هن چڪر کان جدا ٿي ورڇجي ٿي. هتي ڇهہ اڙ (Petals) آهن. ستون ڦيٿي جي منهن ۾ اندر چڪيل آهي. هن سورج سمان چمڪندڙ چڪر کي ڇهہ دل آهن جن کي وري پنهنجا پنهنجا رنگ آهن. لعل، سنگترائي پيلو، سائو ۽ واڱڻائي.

3. **نابي چڪر** (**مني پور**): دن وٽ آهي. ڪيس ڏهہ دل آهن ۽ شڪتي منجهانئس ڏهن اڙن مان ٿي يري. هن جو واسطو ياون ۽ جذبن سان آهي. مکيہ رنگ منجهس لعل آهي پر ڪي قدر منجهس ساواڻ پڻ آهي.

4. **هرديہ چڪر** (**اناهت**): هن کي 12 دل آهن ۽ سندس آڪاس جو رنگ سونو آهي.

5. **ڪنٺ چڪر** (**وشڌ**) : پنجون چڪر نڙيءَ وٽ آهي ۽ هن کي 16 دل آهن، انڪري 16 ياڱن ۾ آهي. هيءُ رنگ ۾ گهٽو نيلو آهي. رنگ جو اثر ائين پيو لڳي جيئن پاڻيءَ مٿان چانڊوڪي.

6. **ترڪٽي چڪر (اجنا)**: هي ڀرن جي وچ ۾ آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ڄڻڪ ٻن اڏن ۾ ورهايل آهي. پراڻن جي قسمن موجب هنن اڏن جا رنگ آهن. هڪ ۾ پيلي جو گهڻو ياڱو ۽ ٻيو واڱڻائي نيلو. هر هڪ اڌ ۾ 48 دل آهن، يعني مڙيئي 96.

## سهسر چڪر يا سهسر پدم:

هندو ڪتابن ۾ هن کي "سهسر دل" چون ٿا، ڇو جو سهسر معنيٰ هزار. هن جي اندر وري ٻيو چڪر ڏسن ٿا، جنهن ۾ 12 دل آهن. هتي طرحين طرحين رنگ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جڏهن هيءُ چڪر کلي ٿو ته ان جو تيج پڻ سورج مثل لڳي ٿو. مهاتمائن ۽ اوتارن جي شڪلين ۾ جو سندن منهن جي چوڌاري ٻهڪندڙ گول ڏيکاريندا آهن سو پڻ چڪر ڪري آهي. هن جو مطلب آهي ته سندن سهسر چڪر کليل آهي. هيءُ چڪر جو رواجي طرح ننڊيو هوندو آهي سو جڏهن جاڳي ٿو، تڏهن متي جي سموريءَ چوٽيءَ کي ڀري ٿو ڇڏي. هيءُ جوت جو چٽ آهي ۽ ان جو ڪوليندڙ گيات جي خزاني جو راجا آهي.

ليہ يوڳ جا ڪتاب هنن چڪرن ۽ دلن جي تهہ ۾ گهڻو ويا آهن. انهن سنسڪرت الف بي جا اکر ڪ، ک، گ وغيره چڪرن جي دلن کي ڏنا آهن. 49 اکر ۽ پنجاهون ڪش، انهن پنجاه اچارن ۾ سڀ انساني آواز اچي وڃن ٿا. اهي سڀ هڪ آدي شبد جا روپ آهن. پوتر "اوم" وانگر اها اُتپتيءَ جي ٻولي آهي. مثلاً 12 لاڪنائون (ا، آ، ا، اي وغيره) ڪنٺ چڪر تائين، ڪ کان ٺ تائين، هردي چڪر تائين، ڊکان ف تائين (د، ڏ، ن، ت، ث وغيره) نابي چڪر تائين، ب کان ل تائين، ٻئي چڪر تائين، ۽ وکان س تائين پهرئين چڪر تائين.

هہ ۽ ڪش ترڪٽي چڪر کي ڏنل آهن ۽ سهسر چڪر ۾ ساري اکر مالا (50 اکر) ويهہ دفعا ٿي اچي وڃي. اوم جو اچار انهن سيني جو تت آهي ۽ شانتڪاري ۽ منگلڪاري آهي. اهو ئي سبب آهي، جو ان جي اچارڻ کي ايڏو مهتو ڏنل آهي. ان جي اچار ۽ ويچار سان من

شانت ٿئي ٿو. انهيءَ کي پرانو جو منتر چئجي ٿو، جنهن کي ڪي پنڊت سوهم ڪري پڻ چون ٿا. سامي صاحب سسي ۽ هائي جي وارتا جا اسان کي ٻڌائي آهي ۽ جا مٿي سلوڪن ۾ ڏنل آهي سو پڻ اوم جو نمونو آهي. اپنيشدن ۾ اوم جي تير سان من کي مارڻ ۽ شانت ڪرائڻ جا گهڻيئي اشارا، گرو شش لي ڏئي ٿو.

اها ڳالهه پڻ نہ وسارڻ گهرجي تہ هر هڪ چڪر، خاص ريت، هڪ تتو جي لاءِ بيٺو آهي. انساني پتلو پنجن تتن مان ٺهيل آهي. پرٿوي، جل، اگني، وايو، آڪاس ۽ ڇهين چيز مادي جي ٺهيل آهي من. هنن ڇهن تتن جي ورهاست جدا جدا چڪرن موجب "شٽ چڪر نروپڻ" شاستر موجب هينئنءَ ريت آهي:

| چڪر | تتو | شڪل | رنگ |
|---|---|---|---|
| 1.مول آڌار | پرٿوي | چورس | پيلو |
| 2.لنگ | پاڻي | چنڊ ڪور | اڇو |
| 3.نايي | اگني | ٽڪنڊو | ڀهڪندڙ لعل |
| 4.هردو | هوا | ٻہ انتر مليل ٽڪنڊا دونهي وارو (ڇهہ ڪنڊي شڪل) | |
| 5.ڪنٺ | آڪاس | گول | اڇو |
| 6.ترڪٽي | من | ...... | اڇو |

ڪڏهن ڪڏهن مٿينءَ ياداشت ۾ سنگترائي ڳاڙهو، پيلي جي بدران، دونهائين بدران نيلو ۽ پنجين چڪر ۾ ڪارو اڇي بدران، ڏنل آهي. جيتوڻيڪ اهو سمجهايل آهي تہ ڪارو، نيري يا ڪاري نيري بدران آهي. يورپ جي ماڻهن کي شايد عجب لڳي تہ من پڻ هڪ تتو ليکيو ويو آهي. پر هندن لاءِ اها ڳالهہ رواجي آهي. شري ڪرشن، گيتا جي ستين اڌياو ۾ چوي ٿو تہ "پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو، آڪاس، من، ٻڌي ۽ اهنڪار اهي آهن اٺ ڀاڱا منهنجي پرڪرتيءَ جا." وري چوي ٿو تہ اها هينئين پرڪرتي آهي. چو انهن چڪرن کي اهي تتو ۽ مٿيون جاڻايل شڪليون ڏنائون ان لاءِ هينئين سمجهاڻي آهي. پنڊت

رام پرساد پنهنجي گرنٿ "پرڪرتيءَ جون سوکيم شڪتيون" ۾ جدا جدا شڪلين جا سبب ٿو ڏئي. چي: جيئن اکين کي جوت ڏيڻ لاءِ سوکيم آڪاس آهي، تيئن رس، گنڌ، سپرش ۽ شبد لاءِ جدا جدا آڪاس آهي. انهن جا جيڪي تتون سان لاڳاپا آهن سي ينترن (جياميٽريءَ جي شڪلين) دواران ڄاڻايل آهن.

گنڌ پرٿوي (چورس) سان، رس پاڻي (چندرڪور) سان، روپ اگني (ٽڪنڊي) سان، سپرش وايو (ڇهڪنڊي) سان ۽ شبد آڪاس (گول) سان.

پنڊت دليل ٿو ڏئي تہ شبد گول جي شڪل ۾ ٿو هلي يعني پنهنجي ڏارا چوڌاري ٿو وجهي، تنهنڪري ڪنٺ يعني پنجين چڪر جي نشاني گول آهي. جوت جو هلڻ ٽڪنڊي جي صورت ۾ آهي ڇو تہ روپ لهر جو نُڪتو اڳتي ٿو وڌي ۽ پوءِ گونيءَ سان ٿو هلي. جڏهن سندس چال پوري ٿي ٿئي تڏهن ٽڪنڊو ٿو ٺاهي، تنهنڪري ٽئين چڪر جي نشاني ٽڪنڊو آهي. اهڙيءَ ريت لهرن جي چال تي شڪلين جي سمجهاڻي و گيان پرماڻي ڏني اٿس.

**سرير ڌيان:**

ڪڏهن ڪڏهن يوگي ڌيان اپياس، سرير سان لڳائيندا آهن. يوگہ تتوا اپنيشد ٿو چوي تہ:

"پنج تت آهن. پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو ۽ آڪاس. پنجن تتن لاءِ پنج ڌيان آهن. پرٿويءَ جو ديس آهي پيرن کان گوڏن تائين، هن جي صورت چوپاسي آهي، رنگ سندس پيلو آهي ۽ اکر سندس ل آهي. ل اکر سان پراڻ کڻي، پرٿوي ديس مان لنگهي، چومکي سون ورن برهما جو ڌيان لڳائي، اتي ڌيان ڌري.

پاڻيءَ جو ديس گوڏن کان وٺي گديا تائين آهي. پاڻيءَ جي شڪل اڌ چنڊ آهي ۽ رنگ اٿس اڇو. سندس اکر آهي و. و اکر سان پراڻ کڻي پاڻي ديس مان لنگهي چوٻانهين مٿي تي چِتر واري نارايڻ

ديوتا تي ڏيان ڌري، جنهن جو رنگ نج نرمل آهي.

گديا ڪان وٺي هردي تائين، اگني ديس آهي. اگنيءَ جي صورت ٽڪنڊي آهي، لال سندس رنگ آهي ۽ ر سندس اکر. ر سان پراڻ کٽي، اگني ديس مان لنگهي، ردر تي ڌيان ڌري، جنهن کي ٽي اکيون آهن جو سڀ ور ٿو ڏئي، جنهن جو رنگ ٻپهرن جي سج وانگر آهي، سندس ساري بت تي رک مکيل آهي، سندس مني مورت آهي.

دل ڪان وٺي ڀرن تائين وايو ديس آهي. وايو جي شڪل ڇهه ڪنڊي آهي، رنگ ڪارو اٿس، ڀ اکر سان چمڪي ٿو. وايو ديس مان پراڻ کٽي، ايشور تي ڌيان ڌري، جو سرو گياتا آهي ۽ جنهن جا مک چوڌاري آهن.

ڀرڪٽي کان وٺي مٿي جي چوٽيءَ تائين آڪاس ديس آهي. شڪل سندس گول آهي، رنگ دونهين جهڙو اٿس ۽ هه اکر سان چمڪي ٿو. آڪاس ديس مان پراڻ کٽي، هيٺينءَ ريت سدا شو تي ڌيان ڌري: هو آنند داتا آهي، هن جي مورت "بندو" آهي، مهاديو آهي، آڪاس مورت آهي، جهلڪندڙ آهي، چندر ڪور سندس مٿي تي آهي، پنج منهن اٿس، ڏهه مٿا ۽ ٽي اکيون، مني مورت اٿس، سڀ مٽين سان سينگاريل آهي، اُما ديوي سندس سرير جي اڌ ۾ آهي، ور ديوتا آهي، سيني ڪارڻن جو ڪارڻ آهي.

مٿيون بيان يادگيريءَ لاءِ خاص ڪارائتو آهي.

**پراڻ:**

اسين پراڻ وايو منڊل مان کڻون ٿا. پراڻ جو اٺو وايو منڊل ۾ نهايت چمڪندڙ آهي. اهو اٺو ست تهو آهي. جڏهن اهو اٺو هيانچي وٽ چڪر جي ڪن ۾ ٿو گهڙي تنهن وقت منجهي جدا جدا رنگ جي لهرن جي صورت ٿو وٺي. اهي رنگ آهن سوسنو، نيلو، سائو، پيلو، سنگترائي، ڳوڙهو ڳاڙهو ۽ گلابي ڳاڙهو. پهريان ڇهه رنگيُ لهرا، هيانچي جي ڇهن اڙن مان ٿا لنگهن ۽ ستون گلابي ڳاڙهو، جو

اصلوڪي آهي سو چڪر جي منهن وٽ غائب ٿيو وڃي. هندو شاسترن ۾ ڄاڻايل آهي تہ پراڻ پنجن مکيہ لهرن ۾ ٿو ڊوڙي، ڇو جو هيانچي واري چڪر مان لنگهندي نيلو سوسنو هڪ ٿي ٿا وڃن، اهڙيءَ ريت سنگترائي ۽ ڳوڙهو ڳاڙهو.

يوگين ۽ اپياسين پراڻ جي اَٺوءَ جا ڪرٽا بدنِ جا جدا جدا هنڌن ڪم ڪندي ۽ طاقتور بڻائيندي ڏٺا آهن. مثلاً سوسني نيلي چمڪ، ياڳا ٿي هلڪو نيلو، ڳوڙهو نيلو ۽ سوسنو ٿين ٿا. هلڪو نيلو، ڪنٺ چڪر ڏي، ڳوڙهو نيلو ۽ سوسنو کوپريءَ ڏي ۽ پوءِ سهسر چڪر ڏي ٿو وڃي.

پيلي چمڪ هردي ڏي رخ رکي ٿي، اتان وري کوپريءَ ڏي ۽ پوءِ سهسر چڪر کي قوت بخشي ٿي.

سائي چمڪ جو دائرو جيري ۾ بڪين، آنڊن ۽ هاضمي جي انگن تائين آهي ۽ گلابي چمڪ سرير تي تنتن تان ڊوڙي ٿي ۽ تنتن جي سرشتي (Nervous System) جي جيوت آهي.

سنگترائي ڳاڙهي چمڪ جو ڪم، پنيءَ جي ڪنڊي جي پار کان جٽڻ وارين اندرين ڏي آهي. رواجي ماڻهوءَ ۾ هيءَ چمڪ سريري ڪامنائون وڌائي ٿي پر جيڪو شخص نفس کي وس ٿو ڪري تہ پوءِ هيءُ ڪرٽو دماغ جي کوپريءَ ڏانهن وڃي سگهي ٿو جتي دماغي شڪتيءَ، اڻ سوار تي پيار ۽ آتمڪ پرڪتيءَ کي وڌائي ٿو. اهڙي انسان لاءِ ڪنڊلنيءَ جو اٿارڻ سولو ٿيو پوي ۽ ان جي اٿارڻ ۾ هو گهڻن خطرن کان آجو رهي ٿو.

## پنج پراڻ

هندو گرنٿن، پنجن واين يا پراڻن جو ذڪر ڪيو آهي. گهيرنڊ سمهت گرنٿ، سندن آستان هيٺيان بتايا آهن:

پراڻ هردي ۾، اپان گديا ۾، سمان ناڀي ديس ۾، ادان ڪنٺ ۾ ۽ ويان ساري سرير ۾.

مٿين پراڻن جي استانن کي سندن چڪرن سان ڳنڍجي تہ هوند هينئين خاڪو جڙي پوي.

| پراڻ وايو | آستان | پراڻ جو ڪرٽو | چڪر |
|---|---|---|---|
| پران | هردو | پيلو | دل |
| اپان | گديا | سنگترائي ڳاڙهو | مولاڌار |
| سمان | دن | سائو | نابي |
| ادان | نري | سوسنو-نيلو | ڪنٺ |
| ويان | سارو سرير | گلابي | هيانچو |

هنن پراڻن جي ڪرٽن جي گهٽ وڌ ٿيڻ تي بدن جي جدا جدا انگن جي صحت جو مدار آهي. خود آتمڪ اُنتي پڻ پراڻ وارن ڪرٽن تي آڌار رکي ٿي.

## ڪنڊلني شڪتي

هٺ يوگ ۽ راج يوگ ۾ ڪنڊلني ديويءَ، جڳت ماتا کي اتاري متي ڪاپار جي آستان ڏي کڻي وڃڻ تي گهڻو زور ڏنل آهي. هٺ يوگي اهو مقصد آسن، مدرائن، بنڌن ۽ پراڻا يام رستي حاصل ڪري ٿو ۽ راج يوگيءَ لاءِ وسيلو ڌيان ۽ اڇا شڪتي آهي.

ڪنڊلني يا نانگ اگني هڪ قسم جي گپت شڪتي آهي، جا هر انسان ۾ ستل روپ ۾ ويڙهي پيئي آهي. ڪيس نانگ اگني چون ٿا، ڇو جو ان جو روپ نانگ مثل آهي. سوامي وويڪانند پنهنجي ڪتاب "راج يوگ" ۾ ڪنڊلنيءَ شڪتيءَ نسبت چوي ٿو تہ:

"The Center where all residual sensations are as it were, stored up is called Mul-dhara chakra and the coiled up energy of action Kundalani the coiled up."

مولاڌار چڪر ۾ ڪرم جي شڪتي ڪنڊلني ويڙهيل پيئي آهي. شري آرترائويلان پنهنجي ڪتاب "سرپنٽ فاير" يعني "نانگ اگني" ۾ چوي ٿو تہ "ڪنڊلني ستل شڪتي آهي. اها شڪتي جا

جڳتر ڪي پيدا ڪري پالي ٿي، تنهن جو روپ انسان ۾ اها شڪتي آهي.“ سر چارلس ليڊبيٽر پنهنجي ڪتاب ”سڌيون ۽ چڪر“(*) ۾ هن شڪتيءَ نسبت لکي ٿو تہ:

”اسان جي بدن ۾ جيڪا ڪنڊلني جي شڪتي آهي، سا زمين جي اندر اونهو جيڪو برهما جو ڪيميا گري ڪارخانو آهي، اتان ٿي اچي. هيءَ شڪتيءَ انهيءَ پراڻ اگنيءَ کان علحدي آهي، جا سورج منجهان ٿي اچي. هيءَ پراڻ اگني واري شڪتي، وايو ۽ جوت ۽ وڏن ڪليل ديسن جي آهي، پر اگني جا هينان ٿي اچي، سا وڏيڪ ڳتيل مادي جي آهي، جيئن باه ۾ لعل ٿيل لوه جي اگني. هيءَ الاهي طاقت هڪ ريت نهايت هيبت ناڪ آهي. ائين پيو ڀائنجي تہ اندر ۽ اندر، هيٺ مادي ۾ پوندي ٿي وڃي، پوءِ آهستي پر ڪنهن بہ اٽڪ جي پرواه بنان، پڪ سان اڳتي وڌي ٿي، آخرين حد کي پهچي، وري مٿي چڙهڻ جو رخ انهيءَ آد ڏي ٿي رکي، جتان آئي آهي. اها پهرين ڏارا جڏهن موٽڻ ٿي لڳي، تڏهن ان کي ڪنڊلني ٿو سڏجي. پر ڪنڊلني روزمره جي جيوت ۾ بہ انسان جي سرير ۾ پيو ڪم ڪري رهي آهي. اهو سندس روپ وڌيڪ نرم آهي، انهيءَ ۾ ڪوبہ جوکو ڪونہ آهي، پر اهو فائدي وارو آهي. اها پنهنجو ڪم پيئي ڪري. اها ساڳي شڪتي آهي، جا سرير جي تنتن تان ٿي هلي، انهي کي تنت رس (Nerve Fluid) ٿو چئجي . ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ هيءَ شڪتي انسان جي سرير ۾ مولاڌار چڪر کان ٿي گهڙي.“

هٺ يوگ پرديپڪا ڪنڊلنيءَ کي ديوي ڪري ڪوٺيو آهي. هوءَ برهم دوار وٽ سمهي پيئي آهي، ان کي اٿارڻ لاءِ ئي جوڳيءَ جو سمورو جتن آهي. يوگي، راج يوگ ۾ ڪنڊلنيءَ کي اٿاري ، ان کي مٿي ذڪر ڪيل جدا جدا چڪرن مان لنگهائي، انهن کي چست ڪري ڪين سٿول ۽ سوکيم ديهن جي وچ ۾ دروازو بڻائي، برهم رندر (سهسر چڪر) تائين ٿو پهچائي. سندس مٿي چڙهڻ جو رستو ٽن

* سنڌيءَ ۾ ان جو ترجمو پروفيسر جيٺمل پرسرام ڪيو آهي

نارين (Nerves) منجهان آهي. انهن کي ايرا، پنگلا ۽ سشمنا چون ٿا. سشمنا وچين ناري آهي ۽ ايرا ۽ پنگلا ان جي ٻن پاسن کان منتريءَ مثل آهن. انهن تان سوکيم آڪاس جي ڌارا متي چڙهي ٿي. انهيءَ ڪنڊلنيءَ جي چڙهڻ جو نمو وروڪڙ نانگ مثل آهي. اهي ٽي ناريون، پٺيءَ جي ڪنڊي جي وچ ۾ آهن، جنهن کي يوگ جي ساهت ۾ برهم ڏنڊو چيو اٿن.

ڪنڊلنيءَ جو بيان ويدن، اگمن، پراڻن، اپنيشدن ۽ سنتن جي ٻاڻين ۾ اچي ٿو. يوگ ڪنڊلني اپنيشد چوي ٿو تہ اها ٻن ويڙهن (ڪنڊلن) جي ٺهيل آهي، انڪري کيس ڪنڊلني سڏيو وڃي ٿو. مولا ڌار چڪر جي وچ ۾ تيز روشنيءَ جي وچ ۾ سندس گھر آهي. اها جيون شڪتي آهي، جنهن کي "ڪنڊل" چئجي ٿو ۽ پراڻن جي شڪل موافق آهي ۽ تيج ۽ روشنيءَ جي ٺهيل آهي. کيس "مها ڪنڊلني" بہ چئجي ٿو ۽ ساڳي آهي، جنهن کي "پار برهم" چئجي ٿو. هوءَ شبد برهم سان ڳنڍي پيئي آهي، جو هڪ مان گهڻا اکشر ٿيو آهي. اها سفيد ڪنول جي ڏانديءَ جي تاندوري مثل آهي.

گيانروا تنتر چوي ٿو تہ "هيءَ آدي گيان آهي، جنهن کي لکها وڄن ۽ سورجن جو تيج آهي ۽ لکها چندر مائن مل وٽندڙ ۽ شانت مئہ آهي."

گهيرنڊ سمهيتا موجب "هيءَ مهاديوي آهي، نانگ جي روپ ۾ آهي." هٺ يوگ پرديپيڪا ۾ لکيل آهي تہ "مولاڌار چڪر مٿان ڪنڊلني ستي پيئي آهي. اها يوگين کي موکش ۽ مورکن کي باند ڪرڻ لاءِ ستي پيئي آهي. جو کيس جاڻي ٿو، سوئي يوگ ۾ نپڻ آهي. هوءَ شڪل ۾ گول ويڙهيل نانگ مثل آهي، جو هن شڪتيءَ کي اٿاري ٿو سوئي يوگي آهي. هوءَ پنهنجو منهن هيٺ ڪيو سمهي پيئي آهي. سندس بدن وڄ جو آهي، سندس روپ آگ جي الن سان ڀرپور آهي.

"جڏهن ڪنڊلنيءَ جي ڏاندي ڪڙي ٿئي ٿي، تڏهن سمورو بدن سندس روشنيءَ سان روشن ٿيو پوي."

ست چڪر نرپڻ شاستر، يوگيءَ ڪي صلاح ٿو ڏئي ته ”انهيءَ ڪنڊلنيءَ ڪي، جا انن نمونن ۾ ويڙهيل آهي، اٿي جاڳاءِ.“

سوانو پوڊناڪرا ڪلپ ۾ چيل آهي ته ”ڪنڊلني شڪتي آدي مايا آهي، جا جڳتر ڪي جيوت ڏيندڙ آهي. هوءَ هر هڪ بدن ۾ ستي پيئي آهي پر ته به ان ڪي هلائي ٿي.

هوءَ جوان نانگ مثل، وڄ وانگي روشن، آگ جي الن سان پرپور آهي يا ڪٽي چئجي ته سچي سون ورني آهي.“

ڪنڊلني شڪتي، انڪري جڳتر ۾ به آهي ته پراڻيءَ ۾ به. جڳتر شڪتيءَ کي مها ڪنڊلني چئجي ٿو ۽ بدني شڪتيءَ کي ڪنڊلني. جڳتر کي هلائڻ واري ادرشت ڪنڊلني آهي ۽ جيو کي هلائڻ واري درشت ڪنڊلني. انسان جڳتر جو ڇوٽو روپ به انڪري آهي، جو آدي شڪتيون، پنج تت، انهن جا مرڪز وغيره سڀ سندس بدن ۾ آهن. هوءَ ٻن ويڙهن، ايرا ۽ پنگلا جي نهيل آهي. اسان جو ڪرنگهو جنهن کي يوگ جي ساهت ۾ ”ميرو ڏنڊو يا برهم ڏنڊو“ چون ٿا، ان جي تري ڪان ٽي رڳون، ناريون، هلن ٿيون، ايرا کٻي طرف ڪان، پنگلا سڄي ڪان ۽ وچ ۾ سشمنا آهي، جنهن ۾ وري ٻيون سوکيم ناريون آهن. انهن مان هڪ چترني آهي. ڪنڊلنيءَ جو رستو چترنيءَ مان آهي.

ڪنڊلني چڪرن مان لنگهي ٿي ۽ انهن کي روشن ڪري ٿي. اهي چڪر جڻڪ بلبن مثل آهن ۽ ڪنڊلني بجليءَ مثل. جيئن ته اهي چڪر جڳتر جي تتن جا نهيل آهن، انڪري انهن تي ڏيان اپياسيءَ کي عجيب غريب شڪتيون سونپي ٿو. اهي چڪر سشمنا ناريءَ تي ڪرنگهي منجهه آهن. ايرا ۽ پنگلا ڪرنگهي ۾ سشمنا تي وروڪڙ نموني ويڙهجي پنج چڪر ٺاهين ٿيون. ڪنڊلني انهن نارين تان مٿي هلي ٿي، پر سندس خاص پرياو سشمناتي آهي. اهي ٽيئي مٿي پرن جي وچ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ان هنڌ کي ”مڪت تروپٽي“ چئجي ٿو. پنج چڪر، جن جو مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون، سي آهن:

مولاڌار، سواڌشٽان ، منيپور، اناهت ۽ وشد (ڪنٺ). اهي پنج چڪر جيئن مٿي ٻڌائي آيا آهيون جڳتر جي پنجن تتن جا عيوضي آهن: (1) مولاڌار- ڌرتي تتو (2) سواڌستان، جل تتيو، (3) منيپور- اگني تتو (4) اناهت- وايو تتو (5) وشد- آڪاس تتو. اجنيہ چڪر وٽ شو جي ٽين اک چئي وڃي ٿي. جيئن جيئن ڪنڊلني مٿي چڙهي ٿي، تيئن تيئن انهن چڪرن تي ضابطو ٿئيس ٿو. جڏهن ڪنڊلني مٿي سهسر چڪر ڏي اچي ٿي، تڏهن ئي کيس آرام اچي ٿو. هن هنڌ جيُو، شوَ روپ ٿئي ٿو. جڳت ماتا ڪنڊلني، وڃي جڳت پتا سان ملي ٿي ۽ روحاني طرح اهائي شادي آهي، جنهن لاءِ جوڳي سڪندا آهن. اتي جوڳيءَ کي سماڌي حاصل ٿئي ٿي. هيءَ ٻنان تڙق آهي، ترشنا آهي، انچا جو ٻج آهي. هن سماڌيءَ جي حالت ۾ بدن پنهنجيون ڪريائون نٿو ڪري. دل هلڻ بند ڪيو ڇڏي، ننهن ۽ وار نٿا وڌن. هي سڀ حالتون ڪنڊلنيءَ جي مٿي چڙهڻ ڪري آهن.

سهسر چڪر، مٿي جي چوٽيءَ کان 4 آڱر مٿي آهي. سامي صاحب جڏهن 4 آڱر آڪاس جي ڳالهہ ڪري ٿو، تڏهن سندس اشارو ايڏانهن آهي.

(1)

چار آڱر آڪاس، تنهن ۾ درسن دوس جو،
ٻنان انگ اويو جي، ستهہ سڌ پرڪاس،
سيني ۾ سامي چئي، تنهن واسديو جو واس،
اهڙو جنهن ايپاس، سي گر کي گڏيا گودڙيا.

مولاڌار جتي ڪنڊلني ستي پيئي آهي، سا هڪ تڪنڊي آگ جي چڪر مٿان آهي، جنهن کي ”ترائپرا“ چون ٿا. سهسر چڪر وٽ پڻ اهڙو تڪنڊو ڪمل آهي. سهسر چڪر جي هينان هڪ ٻيو ڪمل آهي، جنهن کي 12 پتا آهن، جي منهن هيٺ ڪيو پيا آهن. ڪنڊلني جڏهن اتي اچي ٿي، تڏهن ٻين چڪرن وانگي، انهن جو منهن مٿي ڪري ٿي. هن ٻارهن اڙن واري ڪمل ۾ ترائپرا مثل

تڪندو آهي. هن تڪنديءَ ۾ موتين مڙهيل هنڌ آهي، جنهن کي ”مني پيٺ“ چون ٿا.

مني پيٺ ۾ وري موتين جو پيٺ آهي، جنهن جي چوڌاري امبرت جو ساگر آهي. سامي صاحب پنهنجي هڪ سلوڪ ۾ انهيءَ ڳالهه ڏي هيٺئن اشارو ڪيو آهي:

(الف)

الٽي آڪاٽي، گروءَ ٻنڌائي مڪ ري،
ڏرتي چڙهي آڪاس تي، پريت ٿيو پاٽي،
سهجي سوکم ٻوند ۾، سلتا سماٽي،
موج تنين ماٽي، جن سامي ٻڌي ساه ري.

(ب)

عجائب اسرار، گروءَ لکايو گيات سان،
ڏرتي چڙهي آڪاس تي، کليو دسميون دوار،
اڇي جاڳيو پاٽهين، لنؤ لنؤ اونڪار،
ساکي سر جٽهار، سامي ڏسي سپ ۾.

ڪنڊلني ديوي، مولاڌار (ڌرتي تتو) ڇڏي، مٿي سهسر چڪر (آڪاس ديس) ڏي رخ رکي ٿي. جڳت ماتا (ڪنڊلني)، سداشو وٽ جو ڪ مٿي سمير جبل تي آهي، پهچڻ جي ڪري ٿي. سهسر چڪر وٽ پهچڻ کان اڳ، ڪيس جيوت جو پاٽي، امبرت جو ساگر ملي ٿو. سامي صاحب مٿين سلوڪن ۾ ان يوگ جي آزمودي ڏي اشارو ڪيو آهي.

شروعات ۾ جيڪي سلوڪ ڏنل آهن انهن ۾ نين، ناسڪا ۽ ناپ، انهن ٽنهي چڪرين کي گرگيات سان ساڌڻ ڏي سامي صاحب اشارو ڪيو آهي.

چي:

(2)

نين، ناسڪا، ناپ، سوڌيو جنهن گرگيات سان،
سو سامي نانا پرم ۾، ڪري نه جيءُ خراب،

پاتائين پرچي ڪري، انيئي آتم لاپ،
جم جو حرف حساب، واري واصل تي رهيو.

سامي اسان کي ٻڌائي ٿو تہ ساڌڪ منيپور (دن چڪر)، ڪنٺ چڪر ۽ اجنيہ چڪر کي پنهنجي وس رکي، مٿي سهسر چڪر ڏي هلي ٿو، سو جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي ٿو.

## انهد شبد

ليہ يوگ ۾ اندران نڪرندڙ آوازن جو پڻ بيان اچي ٿو. ڪنڊلني جڏهن پنهنجي گهر مولاڌار مان اٿي ٿي ۽ مٿي چڙهڻ جي ڪري تڏهن ڪجهہ چر پر ٿئي ٿي. اها چر پر آواز پيدا ڪري ٿي. آواز ٻن طرحن جو ٿيندو آهي. رواجي طرح جڏهن هڪ شيءِ ٻيءَ سان لڳندي آهي، تڏهن آواز ٿئي ٿو. هتي بنان ٻن شين جي لڳڻ جي آواز پيدا ٿئي ٿو. اهڙي آواز کي سنسڪرت ٻوليءَ ۾ اناهت چون ٿا. سنڌيءَ ۾ ساميءَ ان کي انهد چيو آهي.

من، جو دنيا جي ٻاهرين آوازن ڏي ڇڪجي ٿو، ان کي اتان ڪٽي انترمک ڪرڻ لاءِ، ايياسيءَ کي اندر مان نڪرندڙ جدا جدا آوازن ڏي، گرو ڏيان ڇڪائي ٿو. سامي صاحب پڻ چوي ٿو تہ:

انهد جو آواز، ٻڌو جنهن گر گيات سان،
پرچي ڪيو تنهن پانهنجو، بنا ڪلپت ڪاج،
مايا جو موتاج، ڪڏهن ٿئي ڪينڪي.

يا

انهد جو جهٽڪار، ٻڌو جنهن ٻانيڻ ڇئي،
مٽيو تنهن جي من مون، وڏنڪيد وهنوار،
چڙهي سهج سمير تي، ڏسي دپ ديدار،
پائي پد اپار، مشڪي ڪشڪي ڪينڪي.

هيءَ اناهت شبد، جدا جدا هنڌن تي، جدا جدا نموني ۾ ٻڌڻ ۾

اچي ٿو. اندر مان جدا جدا سازن جا آواز نڪرن ٿا. ڪنڊلني جڏهن هرديه چڪر وٽ اچي ٿي تڏهن انهد شروع ٿو ٿئي. مثلا جڏهن ڪنڊلني اجنيه چڪر ڪولي ٿي (پيشانيءَ جي وچ ۾) تڏهن شبد اناهت گرنٿ ۾ لکيل آهي، تہ گروءَ جي آواز ٻڌڻ جي شڪتي پراپت ٿئي ٿي، جو آواز جيو آتما يا ساکي آتما جو سمجهڻ گهرجي.

سامي صاحب چوي ٿو تہ:

جنين ٻڌو ناد، گروءَ گورک ناٿ جو،
لوري لڳو تن کي، بيحد جو بسماد،
ماهل تيا مهراڻ ۾، ڇڏي باد بباد،
وجي پڇ سواد، سامي تن سڌن کون.

يا

گورک وڄائي، سڱي سهج آڪاس ۾،
ورلي ڪنهن جوڳيءَ کي، سمجهہ منجهہ آئي،
سامي جنهن جي ست گروءَ، ممتا مٽائي،
وڄائي وائي، رهي نرت نگر ۾.

ٻيا سلوڪ جن ۾ هن انهد شبد جو ذڪر آيل آهي انهن مان ڪي مکيہ هيٺ ڏجن ٿا:

(1)

نريئہ نگارو، اڪند وڄي ٿو آد جو،
ٻُنڌي ڪو ٻانيڻ ڇئي، پاڳوان پارو،
مٽيو جنهن جي من مون، اوديا انڌارو،
ڇاٽي جڳ سارو، چمتڪار چيتن جو.

(2)

انئي پهر وڄي، ٿي مرلي من موهن جي،
ٻنڌي ٻن ڪنن سان، سامي ڪين رڃي،
توڙي پران تجي، تان پي ڌن ڏيان ۾.

(3)

منجهين تن تنوار، وجي ويل سڀ ڪنهن،
چنگ تنبورا ڪيترا، آهن ساز اپار،
انئي پهر اندر ۾، سامي پرينءَ پچار،
ڪنهن ڪنهن مڱڻهار، سوجهي هن سرود جي.

(4)

انيئـ اگم پري، گروءَ لڪائي گيات سان،
جنهن ۾ وجي واڄ ري، بين مها مڌري،
ٻڌي من مگن ٿيو، رهي نـ پلي ٻري،
سامي ميلو سري، ستهـ سڌ سروپ سان.

هنن آوازن نسبت سمجهاڻي يوگ جي اپنيشدن ۾ ڏنل آهي.
ناد ٻنڌو اپنيشد، جوڪ رگ ويد جو اپنيشد آهي، اهو هنن نسبت هيئن ٿو چوي:

"يوگي سڌ آسن ۾ ويهي، ويشنوي مدرا استعمال ڪري، سڄي ڪن دواران دائمان اندريون آواز ٻڌڻ جي ڪري.

"آواز، جو هن طرح ٻڌندو سو ڪيس ٻاهرين آوازن کان ڇوٽڪارو ڏيندو. سيني رڪاوٽن کي دفع ڪري هو پنڌرهن ڏينهن ۾ تريا جي حالت کي پهچندو.

"اڀياس جي شروع ۾، هو گهڻيئي زوردار آواز ٻڌندو. اهي آهستي آهستي سوکيم ٿيندا ويندا.

"شروع ۾ آواز ائين ڀاسجن ٿا جيئن سمندر، بادلن، نغاري ۽ آبشارن مان آواز نڪرندا آهن. مڌيم اوستا ۾ گهنڊ، سڱي ۽ مردالا (Mardala) مرڌنگ جهڙو لڳي ٿو.

"آخرين اوستا ۾ اهو آواز، بين، مرليءَ ۽ گهنڊ جي گهڻ گهڻ جهڙو ٻڌجي ٿو. جڏهن هو ان اوستا کي پهچي، جو مها نغارو سڻي سگهي، تڏهن ڪوشش ڪري، ڪيس سوکيم ۽ وڌيڪ آواز ٻڌڻ گهرجن.

"هو پل تہ پنهنجو ڌيان سٿول آواز مان سوڪيم آواز ڏي ڪٽي وڃي ۽ سوڪيم مان سٿول ڏي بدلي، پر ڪيس گهرجي تہ آوازن جي پٺ وٺي، ۽ انهن کي ڇڏي، پنهنجو چت ٻئي طرف نہ ڀٽڪائي.

"من ڪنهن بہ آواز تي ايڪاگر ٿي، ان ۾ لين ٿي وڃي ٿو."

اپنيشد وري چوي ٿو:

"ٻاهرين اٿرن کان آجو ٿي، يوگي، شبد سان هڪ ٿي وڃي ٿو، جيئن کير پاڻيءَ سان ۽ جلدي چد آڪاس ۾ ڏچا کوڙي ٿو.

"ٻاهرين شين کان بيپرواه يوگيءَ کي، پنهنجي واشنائن تي قابض ٿي، دائمان ناد ڏي چت ڪُپائڻ گهرجي، جو آخر ۾ من جو انت آڻيندو."

"جيئن، ڪا ماکيءَ جي مک، ماکيءَ جي سواد وٺندي، سندس سڳنڌ ڏي ويچار نہ ورائيندي آهي، ان طرح چت جنهن جو ڌيان اندرئين آواز ڏي آهي سو وشين وارين شين ڏي ڌيان نٿو ڏئي، ڇو جو هو مڌر آواز تي ريڌو آهي ۽ پنهنجي چنچلتا ڇڏي ڏني اٿس."

سرپ روپي چت، ناد ٻڌندي، ناد ۾ ئي لين ٿئي ٿو ۽ هر ڪنهن وشيہ کي ڇڏي، اتي ئي ڌيان ڪپائي ٿو.

"جيسين آواز يا ناد آهي، تيسين آڪاس سنڪلپ آهي. ان کان مٿي اشبد پار برهم آهي، جو خود پرماتما آهي. من جي هستي تيسين آهي، جيسين ناد آهي پر جڏهن ناد بند ٿئي ٿو، تڏهن جا حالت آهي، ان کي من جي اُنمني (اها حالت جا من کان مٿي آهي) چئجي ٿو."

هن حالت ۾ يوگي مڪت آهي، هن بعد هو ڪي بہ آواز نٿو ٻڌي. سندس بدن ان حالت ۾ سماڌيءَ ۾ آهي ۽ هڪ ڪاٺ جي بنڊ مثل آهي، جنهن کي گرمي، سردي، دک وغيره نٿا ستائين.

هن مان ظاهر آهي تہ ڪنڊلني جڏهن سهسر چڪر ۾ اچي ٿي تڏهن ئي بين ۽ مرليءَ جو آواز ساڌڪ سڻي ٿو. سامي صاحب پڻ اهڙي ساک ڏني آهي جڏهن چوي ٿو تہ:

انيئہ اگم پري، گروءَ لڪائي گيات سان،
جنهن ۾ وڄي واڄ ري، بين مها مڌري،
ٻڌي من مگن ٿيو، رهي نہ ٻلي بري،
سامي مليو سري، ستهہ سڌ سروپ سان.

اجا اُتي من آهي، جو مگن ٿي، سري سروپ ٿئي ٿو. مرليءَ نسبت سامي صاحب چوي ٿو تہ:

اڻ ٿئي پهر وڄي، ٿي مرلي من موهن جي،
ٻنڌي ٻن ڪنن سان، سامي ڪين رڄي،
توڙي پر ان تجي، تان پي ڏن ڏيان ۾.

هن مان ظاهر آهي تہ انهن سازن جي آوازن ۾ ڌيان لڳائڻ سان، من مگن ٿئي ٿو، ڏن ڌيان ۾ رهي ٿي ۽ آخر ساڌڪ وڃيو سروپ سان هڪ ٿئي.

هنس اپنيشد هن ناد بابت چوي ٿو:

"ناد ڏهن قسمن جو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. پهرين چني لفظ جهڙو آواز، ٻيو چني چني، ٽيون گهنڊ جو آواز، چوٿون سنک يا ناد جو، پنجون تانتري (Lute) جو، ڇهون جهانجهہ جو، ستون مرليءَ جو، اٺون دهل جو، نائون مرڌنگ جو، ڏهون بادلن جي گجگوڙ مثل. هو ٻلي تہ ڏهون آواز ٻڌي ۽ ٻهريان نَو نہ ٻہ انيو ڪري.

هيءَ اپنيشد سڪل يجرويد جو آهي، جنهن ۾ رشي گوتم ۽ سنت ڪمار جي وچ ۾ گفتگو ڏنل آهي. هن ۾ ڪنڊلني وغيره جي ڳالهہ ڪانہ ڪيل آهي پر جاپ جو نمونو ٻتايل آهي. هتي پڻ ٻتايل آهي تہ ناد بند ٿيڻ تي، من جي هستي گم ٿيو وڃي.

## منتر يوگ

منتر يوگ جي خيال کان ساميءَ جي سلوڪن ۾ اوم يا اونڪار جو ذڪر، سسي ۽ هائي جو ذڪر ۽ گيان جو احوال اچي ٿو.

اوم شبد انادي آهي ۽ پار برهم جو روپ آهي. اهو ئي هتڪاري سرو وگهن نشٽ ڪندڙ سک ميہ آهي. ويدن، پرانن ۾ ان جي مهتو تي ڪافي ڪجهہ چيل آهي. ان ۾ سڀ لوڪ، ويد، گڻ، رڌيون، سڌيون، اوستائون، اسان جي ڀاشا وغيره اچي وڃن ٿا. هن اوم شبد جي ٽيڪا تي ڪئين ليک لکجن ٿا ۽ ڀاشڻ ٿيا آهن. ويدانتي، گياني، ڌياني، يوگي وغيره سڀ هن جي مهتو کي مڃين ٿا. هن کي پراڻ جو منتر ڪري پڻ چون ٿا ۽ جنهن نموني ۾ اچارجي ٿو، ان طرح نتيجا نڪرن ٿا.

هن اوم شبد کان سواءِ، ساميءَ سسي ۽ هائي جي وارتا ڪئي آهي. سامي صاحب چوي ٿو تہ:

(1)

اندر ۾ آهي، اچارو اوانڪار جو،
جو پيرن سان پنڌ ڪري ائون هتن هلائي،
جو وائي ڪري وات سان، خوشيءِ سان کائي،
مينگها منهن پائي، ڪي تنهن کي پسج پاڻ ۾.

(2)

سسو ڪر سهي، تہ هنکي وائي ڪهڙي وات ۾،
محبت سان مينگهو چئي، ههڙو لعل لهي،
تہ منجهي راج رهي، توکي ڪرم نہ لڳي ڪڏهين.

(3)

سسي چيو سچ، رام رميو سڀ راج ۾،
پائي منهن ميگهو چئي، رنگ تنهين جي رچ،
آتڻ انهيءَ اچ، تہ توکي پاپ نہ پُڙي ڪڏهين.

(4)

سسي اندر ساه، تو وائي وشن جي ڪري،
بڌج ڪي بيڪ سان، هيءُ ڳجهہ اندر جي ڳاه،
تہ روح منجهين ئي راه، اُتي ملڻ جي مينگهو چئي.

(5)

هاهو ۽ سسو، هيءَ آهي سپ سرير ۾،
منجهس موتي مونڊيڪا، ٻن پڙن منجهه پسو،
پائي منهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ وائيءَ منجهه وسو،
سوئي هائو سپ سسو، اُتي سوئي موتي مونڊيڪا.

هيءُ لفظ "سسو ۽ هائو" انهن مان "سوهم" جو لفظ ٺهي، جنهن جي معنيٰ سنسڪرت ۾ آهي، "مان اهو آهيان"، "مان برهم آهيان" هن ۾ اوم جو ٻج آهي ئي آهي. ڏيان ٻنڌو اپنيشد انهيءَ جي سمجهاڻي هينئن ڏئي ٿو:

"جيوهه شبد سان ٻاهر ٿو اچي ۽ س سان اندر ٿو وڃي. هن طرح هميشه جيؤ (پراڻن رستي) "همس" لفظ اچاري ٿو. ڏينهن رات ۾ هن طرح جيو 21 هزار ۽ 6 سؤ اچار ڪري ٿو. هن کي "اجاپ گايتري" چون ٿا. هن جي اچار سان يوگي نروان کي پراپت ڪري ٿو. هن جي ويچار سان ئي انسان پاپ رهت ٿئي ٿو. هن جهڙو گيان، و گيان، ڀڄ وغيره نه ٿيو آهي ۽ نه ٿيندو."

سامي صاحب پڻ انهيءَ ويچار ڏانهن اسان جو ڌيان ڇڪائي ٿو. جڏهن چوي ٿو ته سندس وائي جا ڇيو، محبت سان اهو لعل لهو، وغيره. همس شبد ۾ به پد آهن: هم يا اهم ۽ س يا سهه. "هم" جي معنيٰ آءٌ ۽ "سهه" معنيٰ "اهو يا هو" جنهن جو مطلب وري به ٿيو ته "مان (آهيان) اهو (برهم)." اهي ٻئي اکر ساهه کڻڻ ۽ ڪڍڻ سان پڻ اچارجن ٿا.

سان اهي به اکر اچارجن ٿا، وڻندڙ موتين سان ٿو پيئي، جن جو ملهه مهانگو آهي. اهي املهه آهن ۽ ائين اڪيارٿا نه وڃائڻ گهرجن. جيئن سپ ۾ موتي اندر هوندا آهن، تيئن هنن ٻن شبدن ۾ پڻ پراڻ روپي موتي اندر هوندا آهن، جن ۾ جيڪو ويچار سمايل آهي، تنهن جو ملهه ڪٿڻ مهانگو آهي. سامي صاحب تنهنڪري اسان کي صلاح ٿو ڏئي ته:

"پائي منهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ وائيءَ منجهه وسو." انهيءَ ويچار ۾

نت رهو، پنهنجي سروپ جي ڌيان ۾ مگهن ۽ مست رهو. هن طرح هائي ۽ سسي واريءَ سپ، جا موتي روپي پراڻن دواران ٻڌجي ٿي، ان ۽ موتين وچ ۾ ڪوبہ تفاوت نہ آهي.

**دل ۾ هرديہ چڪر جي اهميت:**

(1)

تڙ لهي تڪرار، پيهج دل درياه ۾،
اکر اونڪار جو، سو ڪج اندر منجهہ اچار،
تہ صاحب سرجڻهار، توکي منجهيئي معلوم ٿئي.

(2)

رڳ رڳ منجهہ راڳ، آهي اونڪار جو،
سوجهي لهہ سرير مون، مينگهون چوي هي ماڳ.

(3)

اندر اونڪار جو، اتي چانڻ ۽ چراڳ،
پسيو تن سهاڳ، جن درس سچاتو دم ڪي.

سامي صاحب دل سندي درياه ۾ پيهي، کهڙي چانڻ ۽ چراغ ڏانهن اشارو ڪيو آهي ۽ ڪيس چراغ سان ڀيٽيو اٿس؟

رشي، مني، جوڳي، جن آتم پد کي پاتو آهي سي اسان کي ٻڌائين ٿا تہ گرڀ ۾، آتما جو، پرماتما جو روپ آهي، جو ديهہ ۾ مٿي جي سهسر چڪر مان لنگهي، اجنيہ ۽ ڪنٺ چڪر لنگهي، وچيو دل جي غفا ۾ گهر ڪري. سندس ئي جوت ۽ اثر ڪري، جيو سڀ ڪجهہ سمجهي، ويچاري ۽ پاسي ٿو. هن آتما جو وچتر احوال اپنيشدن ۾ آيل آهي، جي اپنيشد ويدن جا انگ آهن. انهن مان ڪي حوالا ڏجن ٿا.

آتما بوڌ اپنيشد، جوڪ رگہ ويد جو انگ آهي، هيئن شروع ٿو ٿئي:

"اوم-ڏنڊوت هجي ان نارائڻ کي، جو سنک، چڪر ۽ گدا ڌاري آهي، جنهن جي نام جپڻ سان يوگيءَ کي جنم مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو ٿو حاصل ٿئي، جنهن جو روپ پراڻو، اوم آهي، جو ٽن

اکرن، ا، ا. ۽ م جو نهيل آهي، جو دائما آنند آهي ۽ جو برهم پرش آهي: اوم. هن ڪري ”اوم نمو نارائڻ“ منتر جو جپيندڙ وئنڪٺ ڌام کي پهچي ٿو. اهو وئڪنٺ دل جو ڪمل آهي يعنيٰ برهم پُري آهي. اها وڄ جيان چمڪات ڏيندڙ ۽ بتيءَ جيان ٻرندڙ آهي. هو برهمڻيہ، برهم پريءَ جو راجا ٿي ديوڪيءَ جو پٽ آهي. اهو برهمڻيہ ٿي مڌوسودن (مڌو کي ماريندڙ) آهي. اهو برهمڻيہ ٿي پندريڪ اکشيہ يعني ڪمل نينن وارو آهي. اهو برهمڻيہ ٿي وشنو ابناسي آهي. جو اهڙي نارائڻ جو ڌيان ڪري ٿو، جو سڀني ۾ ڳجهو وسي رهيو آهي، جوئي ڪارڻيہ (Causal) پرش آهي، جو اڪارڻ آهي، جو پار برهم، اوم، آهي، جو دک ۽ پرم رهت آهي، جو هر جاءِ وسي رهيو آهي. اهڙو جيو دک ۾ نٿو اچي. هو ڀهو مان ڦري اپيہ ايڪو ٿو بڻجي. جو جڳتر کي ڀهو روپ ڏسي ٿو سو مرتيو کان مرتيو ڏي وڃي ٿو.

**دل جي ڪمل ۾ ٿي برهم آهي جوئي سڀ آهي.**

ڌيان بندو اپنيشد، جو سام ويد جو انگ آهي، سو چوي ٿو تہ:

”هينئر اسين آتما جو بيان ڏينداسين. دل جي استان تي هڪ اٺن پتن وارو ڪمل (هيءُ هرديہ چڪر، جو 12 پتن وارو آهي، ان کان نيارو آهي) آهي. ان جي وچ ۾ جيو آتما جوتي سروپ، اٽوءَ جي قد جيڏي (Atomic in size) آهي، جا گول چڪري ۾ ڦري ٿي. منجهس ٿي سڀ ڪجهہ آهي. اهائي سڀ ڄاڻندڙ آهي. اها ٿي سڀ ڪجهہ ڪري ٿي. اها ٿي سڀ ڪرم ڪري ٿي ۽ جيڪي ڪري ٿي سو پنهنجي شڪتيءَ نسبت چڪي ان جي وصف ڏيکاري ٿي، ۽ جيو چوي ٿو تہ آءٌ ڪريان ٿو، آءٌ سکي آهيان، آءٌ دکي آهيان، مان انڌو آهيان، منڊو آهيان، مان ٻوڙو آهيان، وغيره.

جڏهن اها آتما اڀرندي ڏي، جو ڪنول جو پتو آهي ان تي آرامي ٿئي ٿي، تڏهن ان جي من جو لاڙو ڌرم ۽ ڀڳتيءَ ڏي ٿئي ٿو، جڏهن ڏکڻ اوڀر واري پتي تي اچي ٿي، جوڪ ڳاڙهي خون جهڙي رنگ جو آهي، تڏهن ان جو من ننڊ ۽ سستيءَ ڏي مائل ٿئي ٿو، جڏهن ڏاکڻي

پتي تي (ڪاري رنگ وارو) آهي تڏهن ڪيس ڪاوڙ ۽ نفرت ڇڪي ٿي. اهڙيءَ طرح ڏکڻ اولهه واري نيلي آسماني پتي تي سندس من پاپ وارن ۽ نقصانڪارن ڳالهين ڏي رخ رکي ٿو. هن طرح جدا جدا پتن جو جيڪر خاڪو ناهجي، تہ هوند هيئن بيهي:

| ڪنول جو پتو | رنگ پتي جو | من جو لاڙو |
|---|---|---|
| 1.اوير وارو | سفيد | ڌرم ۽ ڀڳتي |
| 2.ڏکڻ اوير وارو | خون جهڙو ڳاڙهو | ننڊ ۽ سستي |
| 3.ڏاکڻو | ڪارو | نفرت ۽ غصو |
| 4. ڏکڻ اولهہ وارو | نيلو | پاپ ۽ نقصانڪار ڳالهيون |
| 5. اولهہ وارو | شفاف يا بلوري | نخرو ۽ وندر |
| 6.اتر اولهہ | لعل ياقوتي | گهمڻ ڦرڻ يا وئراڳ |
| 7. اترين | پيلو | پريم ميہ ۽ انند وارو |
| 8.اتر اوير | لاجورد(Lapis Lazuli) | ناٽو ميڙڻ، خيرات يا ڪام |

جڏهن ٻن پتن جي وچ ۾ جو خال آهي اتي اچي ٿي، تڏهن وايو پت ۽ ڪف جي پوري انداز ۾ نہ هئڻ سبب، جي مرض ٽين ٿا، انهن جي ڪري جوش ۽ غصي ۾ اچي ٿي. جڏهن وچ ۾ آهي، تڏهن ڪيس سڀ ڄاڻ پوي ٿي، جيئو نچي، ڳالهائي ۽ آنند ۾ اچي ٿو. سڀني ڏينهن جي ڪم بعد جڏهن اک سور تي ڪري، تڏهن سور لاهڻ لاءِ هڪ گول ليڪ ڪڍي، ان ۾ پيهي تي وڃي. پهرين ليڪ جو رنگ "ٻنڌوڪ گل" جهڙو ٿئي ٿو. پوءِ ننڊ جي حالت آهي. ننڊ جي وچ ۾، خواب جي حالت آهي. خوابن لهندي جيو جدا جدا ڳالهيون ڏسي ۽ محسوس ڪري ٿو. پوءِ ٿڪ ٿئي ٿو. هن ٿڪ لاهڻ لاءِ ، اها ٻيو گول ڪڍي ٿي ۽ وچ ۾ گم ٿئي ٿي. ٻئي گول جو رنگ "اندر گوپ جيت" جهڙو آهي (ڳاڙهي يا اڇي رنگ وارو). تنهن ڪان پوءِ گهري ننڊ جي حالت آهي، جنهن ۾ ڪوبہ خواب ڪونهي. بي خوابي ننڊ ۾ ڪيس فقط خيال اهو آهي، جنهن جو واسطو پرميشور سان آهي. اها حالت دائما

گيان جي حالت آهي. ان بعد جيو ان حالت کي پهچي ٿو، جڏهن هو سروپ ۾ تدروپ ٿي وڃي ٿو. پوءِ اها ٿيون گول، لعل رنگ جهڙو ڪڍي ٿي. پوءِ تريا واريءَ حالت ۾ فقط پرماتما سان ناتو آهي. آتما پوءِ دائما گيان واري سياو کي رسي ٿي. هن بعد جيو کي ڪپي تہ درجي بدرجي خود ضابطي سان بڌيءَ کي مانو ڪري، من کي آتما ۾ لين ڪري ۽ بيو ڪوبہ ويچار نہ ڪري. پوءِ پراڻ ۽ اپان جو يوگ آڻي، پنهنجو مقصد اهو رکي تہ هيءُ سمورو جڳتر، آتما روپ آهي. پوءِ اها اوستا اچي ٿي، جنهن کي ترياتيت (يعني تريا کان بہ مٿي) چئجي ٿو. پوءِ هن جي لاءِ آنند ئي آنند ٠آهي. کيس پوءِ دک سک، ٿڌ، گرمي وغيره، نٿا ستائين. جيسين کيس ديهہ آهي، تيسين هتي رهي ٿو. پوءِ هو پرماتما روپ ٿئي ٿو ۽ هن طرح پنهنجو موکش پائي ٿو. آتما ڄاڻڻ جو اهو ئي رستو آهي.

يجر ويد جي انگ، سبال اپنيشد جي ائين کنڊ ۾، آتما جو هيٺيون بيان آيل آهي:

”سيني جي آتما، جا پوتر، نرمل ۽ نشڪلنڪ آهي، تنهن جو آستان بدن جي اندر غفا (دل) ۾آهي. آتما ان بدن جي وچ ۾ رهي ٿي، جنهن ۾ ماس، چربي، بلغم وغيره آهن پر سندس آستان تمام خبرداريءَ سان انهن پتين سان بند ٿيل آهي، جي گونا گون رنگن سان چمڪي رهيون آهن. اهو آستان گندرو نگر سان پيتي سگهجي ٿو. منجهانئس سوکيم تت بدن جي بين پاڱن ڏي وڃي ٿو. ان جي ڪيوڙي جي گل (Plantian Flower) سان پڙ پيٽ ڪري سگهجي ٿي ۽ دائما پاڻيءَ جي ڦوڦينڊي مثل جنبش ۾ آهي. هيءَ آتما ايشوري ديو آهي، جو بي روپ، نرمل، نرسنگ آهي ۽ ممڪن الفهم نہ آهي. سندس بدن، تيجس (آتمڪ روشني) جو هر روپ آهي، سروپتي، ديهہ رهت، ويچار هيٺ نہ ايندڙ امر ۽ چمڪندڙ آهي ۽ غفا جي اندر رهي ٿي اهو خود آنند آهي. گياني فقط اهو آهي، جو آتما کي ان روپ ۾ پڇاڻي ٿو ۽ نہ بيو.

مٿيان بيان رشين، منين ۽ گيانين جو آتما نسبت انيئؤ بڌائين ٿا.

برهمو اپنيشد جوڪ ڪرشن يجرويد جو انگ آهي، سو هيٺينءَ ريت ٿو لکي:

پرش جا چار آستان آهن: (1) اکيون، (2) هردو، (3) ڪنٺ، (4) شيش يعني مٿو. برهم اتي پنهنجي چئن پيرن سان چمڪي رهيو آهي. اهي پير آهن: جاگرت، سوپن، سشپتي ۽ تريا.

هردو بند ٿيل ڪنول جي گل مثل آهي، جنهن جي چوٽي هيٺ لٽڪيل آهي، چوٽيءَ ڏي هڪ ٽنگ آهي. اها ڄاڻ رک، ته اهو سڀ ڳالهہ جو وڏو آستان آهي. جاگرت ۾ جيو اک ۾ وسي ٿو، سپن اوستا ۾ ڪنٺ ۾، سشپتيءَ ۾، هردي ۾، تريا ۾، مٿي ۾.

سڀ ديو دل ۾ ئي آهن، دل ۾ ئي سڀ پران آهن، هردي ۾ ئي پران، جوتيون ۽ ٽيٽون ٿيل پوتر ڌاڳو (ياجنوپوت) آهن. دل ۾ ئي چيتنيہ آهي. پوتر. اوچو، ياجنوپوت (پوتر جڻيو) پاءِ، جو پرجاپتيءَ سان گڏ هستيءَ ۾ آيو. جو ڏيرگ آيو ڏيندڙ ۽ تمام اتم آهي. اهو پل تہ توکي بل ۽ تيج ڏئي. گياني پل تہ سمورو مٿو ڪوڙائي، ٻاهريون ڌاڳو ڦٽو ڪري، مها اتم ۽ اڪال برهم جو ڌاڳو پائي . اهو ئي سندس سوتر آهي. ان کي سوتر چئجي ٿو، ڇو جو ”سنچات“ معنيٰ آهي ڏيکاريندڙ (تہ آتما دل ۾ وسي ٿي) ۽ سوتر معنيٰ ”مها آستان.“ جنهن ڄاتو آهي تہ سوتر، وير (برهم) آهي، سو سمجهہ تہ ويدن جو ساگر لتاڙي پار پيو آهي. انهيءَ (برهم) ۾ ئي سڀ پوتا پيا آهن. يوگي، جو يوگ ۾ نپڻ آهي ۽ جنهن کي ستيہ جي پوري پڇاڻ آهي، تنهن کي اهوئي سوتر پائڻ گهرجي. اتم يوگ ڪمائيندي، گيانيءَ کي ٻاهريون ڌاڳو ڇڏڻ گهرجي. جو برهم جو سوتر پائي ٿو، اهو ئي ٻڌيمان آهي. سوتر پائيندي هن کي ڇوت نٿي لڳي. اهي جن جو سوتر اندر ۾ آهي، جن جو ياجنو پوت، گيان آهي. انهن کي ئي سوتر جي ڄاڻ آهي ۽ اهي ئي هن جڳ ۾ ياجنو پوت پهرين ٿا. اهي جن جي چوٽي پڻ گيان آهي، جي گيان ۾ محڪم آهن ۽ جن جو ياجنو پوت گيان ئي آهي، سي گيان کي ئي اوچ ڄاڻن ٿا. گيان ئي مها اتم آهي. اهي جن جي سکا،

چوٿي، گيان آهي، سکيءَ اگنيءَ جي جيءَ مثل، سچي چوٿي رکن ٿا؛ ٻين کي فقط وارن جو مچو مٿي تي آهي.

سامي صاحب پنهنجي سلوڪن ۾ پڻ ڏيکاريو آهي تہ:

(1)

اکن جو آستان، تنهن کي جڳت چوي جاڳرتا،
ڪايا ڳڙ ۾ ڪنٺ جو، سو سپني جو سمان،
سکو پت سرير ۾، هردو هيکر ڄاڻ،
ڪايا جي ڪاپار ۾، تريا ٿا هرٿان،
هيءَ چو گهرو چوگان، آهي اونڪار جو.

(2)

جاڳرت ۾ جوئي، سپني ۾ سوئي اڇي،
سمهي سکپت ۾ڪري، آنند اهو ئي،
تريا سان تدروپ ٿي، تو ساک ڏئي سوئي،
آتم اهو ئي، جو چئن ئي کي چيتن ڪري.

(3)

استول جو آچار، اکن جي آستان ۾،
گهڙي گهاٽ آستان تي، ڪري واسنا وستار،
رڙهي ردي مون ڪري، آنند جو م اهار،
مون رڏ ۾ موٽي اچي، ڪري سوهن جو سماچار،
ائين چيتن جو چمڪار، جو ٿو سپني جي ساک ڏئي.

(4)

جاڳي بنا جوڳ، سڌ سپورڻ نہ ٿئي،
سمجهي ڪو سامي چئي، انيئي اروڳ،
مٿيو جنهن جي من مون، سک دک سنسو سوڳ،
توڙي ڀوڳي ڀوڳ، تہ ڀي رهي اليپ اڪاس جان.

(5)

جوڳي سو پرواڻ، جو جيتي من پون کي،

تربيٽيءَ سر سير ۾، نت ڪري اسنان،
ٻنڌي گورک جو گيان، رهي گئب گگن ۾.

(6)

جوڳي سي پرواڻ، مندران جن مرم جون،
تربيٽي سرسير ۾، اوجل ڪن اسنان،
سڱي وائن سهج جي، ڪن گورک ساڻ گيان،
دوادس منجهه ڏيان، لڳو لاهوتين جو.

(7)

سي اتيت چئجن، جن سرب اتيت سهي ڪيو،
ٽوپي پائي سچ جي، سيلي سرت رکن،
ڏوٽي لائي ڌرم جي، ڪميا ڪقني ڪن،
سامي سم رهن، اڦر آتم پد ۾.

هن طرح ڏسڻ ۾ ايندو تہ سامي صاحب ڪيئن اسان کي ويدن جي واٽي، سنڌيءَ ۾ سٽائي آهي.

## ستگر مهما ۽ ڪرپا

سامي صاحب، جو شروع ۾ مورکن مثل ڪامل مرشد وٽ سوال ڪٽي ويو هو تہ:

الله جو استان، ڪامل آهي ڪهڙو،
جتي رات نہ ڏينهن ڪو، نڪو جيءُ جهان،
نڪو قبو قبلي، نڪو ڪتاب قرآن.

۽ جنهن کي گروءَ ڏس ڏنو هو تہ:

عين ڪري ايمان، التي ڏس اندر ۾.

سو جڏهن بتايل راه موجب هلي پنهنجي پريںءَ کي اندر ۾ پائي ٿو، تڏهن سندس بيحد ساراه ۾ اچيو چئنڪي. هونءَ بہ سامي۽ جا سلوڪ، پوءِ ڪٽي مايا جا ڪٺويا اگيان جا، منجهن گر مهما يا گر ڪرپا

تہ هر هنڌ ڳتني پيئي آهي. مون کي ڪنهن بہ ملڪ جي ساهت ۾ ڪوبہ اهڙو شاعر نتو ملي جنهن پنهنجي مرشد جي ايڏي ساراه ڪئي هجي، جيڏي ساميءَ. ڀائي چئنراءِ تہ پنهنجو ڀاڻ وڃائي گروءَ جي نالي کي عزت ڏيئي، شعر ۾ پنهنجو تخلص ئي سامي رکيو. ساميءَ جا شروعاتي چاهي پويان سلوڪ، هن ساراه سان ڀرپور آهن. ائين بہ چونہ ڪري؟

ڪيس ستگر، پريم جي پٽي پاڙهي، پرپڪ ڪيو آهي. جيئن پيءُ ماءُ، پتر کي پالي پڪو ڪن ٿا، ستگر پڻ ساڌس ائين ڪيو آهي. پاڻ چوي ٿو تہ:

جئن پالي ٻار، ماءُ پيءُ پنهنجي پريم سان،
سامي تئين سِک کي، هرجن ڪري هوشيار،
ممت متائي من جي، ستهہ لکائي سار،
کولي اکت ڀنڊار، سنپي ڏئي، سوگهو ڪري.

گروءَ ڪيس ڪچ منجهان ڪنچن ڪيو آهي، ڪيس ڀري پريم جي بندوق هنئين آهي، چاپ هٽي کوٽو جيءُ کرو ڪيو آهي ۽ سڀ سارن جو سار ٻتائي، مورک کي گياني ٻڻايو آهي. ستگر ڪيس سڪ، سمجهہ ۽ ويساه ڏنا آهن، ڪيس هنن اکين سان اڇرج ڏيکاريو آهي، دربڻ ۾ پنهنجو مک پسايو آهي ۽ انيئي دات اگم جي رڌ ڏني آهي. هن ڪري سندس اندر مان ڪنچاتاڻ مٽي ويئي آهي.

اهڙي گروءَ جي هو واکاڻ ڇو نہ ڪري، جنهن جي ڪرپا جي ڪک سان رئندو ريجهبيو، ٻنڌن ڪٽيا ۽ سک راجائن جو راجا ٻڻيو؟

هينئر سندس جنمن جو تتو ڪوٽ ٺريو آهي، هن پنهنجي ڏيل ۾ انيئي آتم لعل ڏٺو آهي. سامي هاڻ سڀ خيال متائي ائين لعل ٿي ويو آهي جيئن لعل گلال رنگ ۾ سديو رتو رهي ٿو. ستگر ڪيس اکنڊ جوت عجيب جي پسائي آهي، جتي ٻنان بادل جل جي ورکا وسي ٿي. هيءُ انيئي لعل اهڙو آهي جنهن جو نہ تول نہ مول، نہ آد نہ انت. هتي اود يا اونده نٿي رهي، ٻنان سورج اجيارو آهي، ٻنڌنن جون

ڳنڍيون ڇڙيو وڃن، ۽ پنجن جوڙن جو ٻل ڪسجيو وڃي. هيءَ بيگم پور جي واٽ آهي، جتي آتم گيان دواران پهچجي ٿو.

هتي خود ڪيٿ ڪايا پلٽي يرنگي ٿيو پوي.

ههڙي گروءَ کي جي سامي عجائب استاد، انيئي اپڪاري، پرڏان پرک، پورو گُر، پورن پرک ديال، ڪامل نہ سڏي، تہ وري ڇا سڏي؟

سامي ۽ پوين سلوڪن ۾ پڻ دل کولي سندس ساراه ڪئي آهي ۽ سندس ڪرپا جو ورنن ڪيو آهي.

ستگر، مڪتو مموکي، رنگيلو رهبر آهي، جنهن من جو موه مڪر مٽايو آهي، هو اهو مها سورمو آهي، جنهن سندس لاءِ مايا جو مهاڇل ڪاٽيو آهي، ستگر هر جن حلوائي آهي، جنهن لاءِ چوي ٿو تہ:

هر جن حلوائي، اڇي مليو اوچتي،
تنهن ڪارائي خوش تي، محبت مٺائي،
آيو ٻل بيحد جو، تي لنؤ لنؤ لالائي،
سامي سمائي، سرت سناتن پد ۾.

سامي جڏهن سڀ ڏنڊا ڏٺئين، سيئي گهاٽ گهمي، مت مرم ري آيو، تڏهن ستگر ساڻس ڪرم ڪيو:

گهمي سيئي گهاٽ، آيس مت مرم ري،
ڪنهين لاتي ڪين ڪي، اڻ هوندي اچ اساٽ،
سامي هنئين ستگروءَ، لنؤ سان يري لپاٽ،
ڪليا بجر ڪپاٽ، پرتک ڏٺو پيءُ کي.

هيءُ چيتن چپاٽو، هيءَ لنؤ سان يري لت جا ستگر سک کي هئين آهي، انڪري ساميءَ رام نگر جي راه ڏني آهي، سچ وسنو جي سنڌ سهي ڪئي آهي ۽ اوديا جو اوکد پاتو آهي. سندس ستگرو، دينانا‌ٿ ديال آهي، جنهن ڪرپال ڪيس نظر سان نهال ڪيو آهي، جنهنڪري سندس من ۾ رتيءَ جيترو بہ جوئو جڳ جنجال نہ رهيو آهي. سندس لنؤ لنؤ لال گلال ٿي آهي ۽ پاڻ بي غم بڻيو آهي.

سامي صاحب چوي ٿو تہ:

درد ونـد داتـار، سـامـي مـلـيـو سـتـگـرو،
تـنـهـن ڏيـكـاريـو ڏيـل ۾، انـيـئہ پـركـہ اپـار،
جنهن جو روپ نہ رنگ ڪو، نڪو انگ آڪار،
ازغـيـبـي اسـرار، الـيـو سـلـيـو نـہ وڃـي.

ساميءَ لاءِ ستگر هرجن حقاني، گيان سپن، گهرو گيان اٿاه، عين اپيد ادار، عجائب ڪامل آهي، جنهن ڪيس گيان انجن پاتو آهي ۽ پرچي پريم جو پيالو پياريو آهي. ساميءَ هاٽي گهر ۾ گونگي ٿي هنئي آهي. هر هيرو هاڻ سندس هٿن ۾ آهي، ممت متجي ويئي اٿس ۽ سندس اکين ۾ فقط سک ئي اچي ٿو. هن مانک ديهہ جو قدر سمجهي، چت چونڪو پائي، انيئہ تخت تي ويهي، سم سنتوک سان کير پيڙا کائڻ شروع ڪيا آهن. سامي هاٽي تر آهي. هو گونگي جان گد گد ٿي، من ئي من ۾ پيو مشڪي. ڪيس عقل عين انوپ آيو آهي ۽ سروپ جو سک پڙ پيو اٿس، جنهن سک جي ساک نارد، وياس ۽ وششٽ پڻ ڏني آهي. هينئر هو درس جو دور ماٽي ٿو ۽ پُوپن جو پوپ ٻڄي، انيئي عدل چلائي ٿو. ساميءَ جوت پسي آهي، جنهن لاءِ چوي ٿو تہ:

گـر گـم غـيـبـي گـل، ڏنـو بـيـحـد بـاغ ۾،
سـورج چـنـڊ، چـراغ كـون، آهـي جـوت اصـل،
ونـن جـنـهـن جـو واس تـا، سـامـي سـنـت اصـل،
مـيـتـي مـمـتـا ڪـل، لـڏن هـنـدوري حـال ۾.

شل اهڙو گر اسان سيني کي ملي ۽ پنهنجي ڪرپا جو هٿ اسان مٿان ڌري.

## سامي ءَ جي سنڌي ۾ ڪوتا

سامي صاحب پنهنجي مٿڙ ڪوتا، پنهنجي منڙي وطن شڪارپور جي ٻوليءَ ۾ لکي. جا سنڌي ٻوليءَ جي اپڀاشائن مان سري يعني مٿاهين تڪر جي ٻولي آهي:

سنڌ ۾ چوڻي آهي تہ "سنڌ ۾ ڇپي ڇپي تي ٻولي ٻي." اهو پڻ پهاڪو آهي تہ "ٻارهين ڪوهين تي ٻولي ٻي". پوبون پهاڪو هر ڪنهن ٻوليءَ سان لاڳو آهي، ڇو جو تڪر تڪر تي ماڻهن جي اچارن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ تفاوت رهي ٿو. سنڌي مول ڀاشا جون تنهن هوندي بہ ڪي مکيہ اپڀاشائون (Dialects) آهن. اهي آهن سريلي، وچولي، لاڙي ۽ ٿري. لس جي طرف جا ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي، تنهن کي لاسي ۽ ڪڇ جي تڪر واري ٻوليءَ کي ڪڇڪي سڏيو ويندو آهي. هن طرح سنڌيءَ جون 6 اپڀاشائون آهن.

سنڌ ملڪ جي طبعي بناوت کي خيال ۾ رکي، ان جا ڪي مکيہ حصا يا ڀاڱا ڪٽيا وڃن ٿا. سرو معنيٰ مٿئين ڀاڱي وارو تڪر، جنهن ۾ سنڌ جو توڙي سنڌونديءَ جو اتر طرف اچي وڃي ٿو. هن ۾ خيرپور رياست کان وٺي وبندي اباوڙي تعلقي جي چيڙي تائين ۽ سيوهڻ دادوءَ کان وٺي سجو لاڙڪاڻو ضلعو توڙي شهداد ڪوٽ ۽ جيڪب آباد وارو پاسو، ڪشمور تعلقي جي چيڙي تائين اچي ٿو وڃي. شڪارپور ان سري ۾ اچي وڃي ٿي. وچولي، سنڌ جي وچين تڪر ۾ ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي. جنهن جون حدون، ڪنڊياري ۽ دادو تعلقن جي اتر ڀاڱي کان وٺي. هيٺ ڪوٽڙي ڊويزن تائين آهن. لاڙي سنڌ جي لڙيل يا هيٺاهين ڀاڱي ۾، جو سنڌ جو ڏاکڻو ڀاڱو وچولي جي هيٺان آهي ۽ وڃي سمنڊ سان لڳي ٿو، تنهن جي ٻولي آهي. هن ۾ بہ ڀاڱا آهن: هيٺڙو حيدرآباد ضلعي وارو لاڙ جو بدين ۽ ٽنڊي باگي کان هلي. بلڙي شريف تعلقي گونيءَ تائين آهي، ٻيو ڪراچي ضلعي جو

لاڙ جو ٻن نامور درگاهن يعني بلڙي شريف ۽ جهوڪ شريف (ميران پور) جي وچ ڪان وٺي ڪراچي ضلعي جو سمورو ڏاکڻو ڀاڱو، جو ڪيٽي بندر ۽ ڪراچيءَ طرف لڙي اچي سمنڊ سان لڳو آهي. انهن ٻنهي ضلعن جي لاڙ جي ٻولي "لاڙي" سڏجي ٿي. ٿريلي، ٿرپارڪر ضلعي جي ٻن طبعي ڀاڱن مان هڪ ٿر ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ٿرپارڪر جا ٻه طبعي ڀاڱا آهن. ڊٽ يعني ٿر ۽ ٻيو پٽ يعني ڏاڍيءَ زمين وارو ٽڪر، جنهن ۾ نارو ڊويزن اچي ٿي وڃي. ٿر ۾ ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگر پارڪر تعلقا ۽ امر ڪوٽ اچي وڃن ٿا. ناري ڊويزن ۾ گهڻو ٽڪو وچوليءَ جو واهپو آهي. لس ٻيلي جي رياست ۾ لاسي ۽ ڪڇ ۾ ڪڇڪي ڳالهائين ٿا.

هر هڪ اپڀاشا کي پنهنجون پنهنجون خوبيون ۽ خصوصيتون آهن. سريليءَ ۽ لاڙيءَ جي ڀيٽ ڪجي ته ڪي تفاوت اسانکي ڏسڻ ۾ ايندا.

ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ ٻين ودوانن جي راءِ موجب سنڌ جي اتر واري ڀاڱي جي ٻوليءَ جا اچار سنڌ جي ڏاکڻي ڀاڱي جي ٻوليءَ کان وڌيڪ چٽا آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ ته پنهنجي گرامر جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته:

"سري جي ٻولي اهڙي ته مٺي، نيٺ ۽ گرامر جي اصولن مطابق آهي جو ڀهاڪو عام جام چيو وڃي ٿو ته "لاڙ جو پڙهيل سري جي ڍڳي سمان آهي."

پروفيسر ڀيرومل مهرچند پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ۾ لکي ٿو ته:

"ٻولي ته شڪارپور جي! جهڙي آهي سپڪ ۽ سوادي، تهڙي آهي مٺي رسيلي! واه جو منجهس ميناج آهي! انهيءَ ٻوليءَ ساڻ سنڌ جي ٻئي ڪهڙي به هنڌ جي ٻولي، ميناج ۾ مٽ پئجي ڪين سگهندي."

"حرفن جي پدن تي زور ڏيڻ (Accent)۽ آوازن کي ڪٽڻ يا سر سان اچارڻ (Pitch or musical accent)، اهي ٻئي ڳالهيون سيي

ڪنهن ٻوليءَ ۾ آهن پر ڪن جو لاڙو پڊن تي زور ڏيڻ تي آهي، تہ ڪن جو لاڙو آواز ڪڍڻ ۾ سر سان اچارڻ تي آهي. اهو نمونو ويدن واري زماني جو آهي."

I the oldest form of Indo Aryan as preserved in the Rig and other Vedas in the Brahmanas; pitch or musical accent was the prominent one.

(Dr. S. K. Chatterji: Origin and Development of the Bengali Language.)

ٻين هنڌ چون، "اٿ نہ، هل نہ"، پر شڪارپوري چون، "اٿ ني، هل ني". يعني "نہ" جي ننڍي اچار کي وڌائي "ني" ڪن ٿا، جنهن ڪري اچار چٽو ۽ سر سان ٿيو پوي.

عدد: سنڌ ۾ ٻين هنڌ "راهہ"، "رڳ"، "چاٽ"، تنهن جو جمع چون، "راهون"، "رڳون"، "چاٽون"، پر سري وارا چوندا "راهان"، "رڳان"، "چاٽان".

## سامي ؔ جا سلوڪ

1) آهــن اگــم اپــار راهــان رام مــلــڻ جــون.

2) رڳان روئي ٽڪيون، تي لنوَ لنوَ دانهن ڪري.

3) تـوڙي لـک لڳـن چـاٽـان حـرف حسـان جـون.

پراڪرت ۾پڻ جمع "آ" گڏجڻ سان ٺهي ٿو. هن ۾ "ن" گڏي شڪارپور ۽ سري وارا "آن" چون ٿا.

ضمير: لاڙ ۾ چون، مون پنهنجو ڪم ڪيو آهي. شڪارپور طرف چوندا، مان پانهنجو ڪم ڪيو آهي.

لاڙ: اسين ايندا سون، سرو: اسان ايندا سي. لاڙ: توهين، شڪارپور: توهان. لاڙ: هُو، شڪارپور: ٻيا. مثال: جنهن-جنهين، تنهن -تنهين، جَن-جِن، تَن - تِن.

## سامي ۽ مان مثال

(1) ساڌو جن سڌي، **جنهن** کي ڪري **پانهنجو**.

(2) ورلو جن چتي، ڪو سامي هن سنسار **ڪون**،
جو پنهنجي هٿين **پانهنجو**، گر گم گهر لتي.

(3) مورڪ ڪوه **مرين**، تو لڳي ڪوڙي لوپ سان.
لاهي چو نه **ڏرين**، اوديا پنڊ مٿي تون.

(4) **مان** پانيو تي ڏور، وني ڪامل ڏنا ڪچ ۾.

(5) **جنهين پانهنجو** پاڻ، سڃاتو سامي چئي.

(6) جنهين جن ڪيو، سمجهي سنگ ساڌوءَ جو.

(7) **جنين** کي آئي، گر گم سم سروپ جي،
ميل تنين جي **من** ۾، رهي نه رائي.

## ظرف ۽ حرف جر

| لاڙ | سرو-شڪارپور |
|---|---|
| 1. اڪين ڪان | اڪين ڪون |
| 2. مشڪ تان | مستڪ تون |
| 3. ڪتي | ڪاٿي |

## سامي ۽ جا سلوڪ

(1) پلڪ نه تئي پري، رمتا رام اڪين **ڪون**.

(2) ميتي ڏئي مستڪ **تون**، ورڏاتا جو انگ.

(3) ڪاٿي پير فقير امير تيو، **ڪاٿي** شيخ ملان قاضي.
ڪاٿي گرو **گوسائين** گيانوان، **ڪاٿي** حج ڪري حاجي.

## ضميري پڇاڙيون

| لاڙ | سرو |
|---|---|
| مون جاتو | جاتم |
| مون ڏنا، مون ڏنو | ڏنم |

**ساميءَ جا سلوڪ**

(1) اڳ نہ **چاتم** چاڻ، تہ ڪو جڳ مڙيوئي سپنو.

(2) سودا سيئي، ڪري ڏنم رام ري.

**فعلن جون پڇاڙيون**

سنڌ ۾ بين هنڌ چون، ”ايندا سون، پڏوسين“، پر سري ڏي چون ”ايندا سين، پڏوسين“. يعني ”اين“ جو ڊگهو اچار ڪن ٿا.

**ساميءَ جا سلوڪ**

(1) ابناسيءَ جو ناس، ڪونہ **پڏوسين** ڪاٿهين.

(2) ليءِ **ڏٿوسين** لڪ ۾، سامي جڳ سارو.

(3) منجهين لوڪ **لڪين**، تون پاڻ نہ **ڪرين** پڌرو،

اٿ ئي پهر عجيب جي، منجهين سڪ **سڪين**،

چاڪن منجهہ **چڪين**، تہ پاڻ بندني پٿيون.

بيا ڪيترا لفظ جي شڪارپور پاسي ڪم ايندا آهن سي لاڙ ۾ ڦريل صورت ۾ اچن ٿا.

| سرو- شڪارپور | لاڙ |
|---|---|
| جڏي، تڏي | جڏهن، تڏهن |
| اٺارهن | ارڙهن |
| منيو | مڃيو |
| موٿاج | محتاج |
| اٿي | اٿيئي |
| اشنان | سنان |
| سرن پيو | شرڻ پيو |
| وتي(ودي) | ورتي |
| عجب | عجيب |

اتي — چٽي
ماتو (مان اتو) — مون ڇيو
ڪلپي — ڪاوڙجي

هي لفظ اسان کيساميءَ جي سلوڪن ۾ ملن ٿا.

سامي صاحب، سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ودوان هو. سندس سلوڪن ۾ پڻ ڪي ڪي لفظ انهن جي اصلوڪين صورتن ۾ رکيا اٿس.

**مثال**

(1) متي ويو من مون پولائو **پَرَم** (سنڌي پرِمُ)
(2) وسيو ميگهه مهر جو ٻيپ **چيتن چندر ڪلي**
(3) ڪو نيهي ويس نڪري نرو ڪلپ **نهڪام**
(4) **دوڙي** پنهنجو پاڻهي ڦاهيءَ منجهه ڦسي.

سامي صاحب نه فقط سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ودوان هو پر عربي ۽ پارسي لفظن مان پڻ بخوبي واقف هو.

هيٺيان سلوڪ، عربي، ۽ پارسي لفظن سان پر آهن:

(1) بتي **مسلا**، ڳٽي ڪين اندر ۾،
چڙهي نورمحل ۾، ڪيائين سڀ **تسليا**،
ڇڏي **غير** گلا، **واصل** ٿيو **وحدت** ۾،

(2) جنين پهريو پوش، **فارغ فقيريءَ** جو،
سي اندر ٻاهر نيپ جا، ده دس ڏسن دوس،
ڪنهن کي ڏين ڪينڪي، گيان ورائي **گوش**،
ڪمان ۽ **خاموش**، ڪڏيائون ڪلپ ڪڏي ڪري.

(3) سهسين پڙهي سبق، **حافظ** ڄاڻن پاڙ کي،
سمجهن ڪين سلوڪ جو، اشارو **احمق**،
ورلو ڪو **واقف** ٿيو، ويڙهي سڀ **ورق**،
ڏٺا جنهن **طبق**، چوڏهن پنهنجي **چت** ۾.

(4) پاڙهي ڪيو پر يڪ، **مرشد خام مريد** کي،
چڙهي **عين عرش** تي، لنو سان ٻڌي لڪ،

ڏسي منهن محبوب جو، سامي تيو عاشق،
لُنوَ لُنوَ اناالحق، ٻولي ٻيائيءَ ري سدا.

(5) عجائب عقل، سالڪ ڏنو سڪ سان،
سمجهي روح راضي تيو، چڏي هنگامو هل،
چڙهي نور محل تي، ڪيائين حق حاصل،
وحدت ۾ واصل، پرچي تيو پريم سان.

ڪيترا پارسي ۽ سنسڪرت لفظ، ساميءَ بگڙيل صورت ۾ پڻ ڪتب آندا آهن.

**مثال**

(1) ويهي وڃائي نگارو نرباڻ جو (نغارو نرواڻ)
(2) سامي تيو سر ٻگ چاه متائي چت جي (سروگيہ)
(3) انتر جامي جاڻ سامي سپيرين ڪي (انتر يامي)
(4) نندي نواجي (نوازي)، خاوند کسمانو ڪري
چڙهي سکپت (سشوپت) سيج تي عيبن کان خالي
ڪنهن جي رکي ڪانہ ڪا، منٿ موتاجي (محتاجي)
نجاڻا راجي (راضي)، تيڙو کهڙيءَ ڳالهہ تي.
(5) واري ڪاتو کت (خط) جيئندي وينو جڳ سان
(6) سامي ٿيا سنسار جي قرني ڪون قارڪ (فارغ)

## ساميءَ جي ٻولي ۽ عبارت

سامي صاحب جي ٻولي سياوڪ ۽ قدرتي آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي محنت ۽ جفاڪشيءَ جا آثار نہ آهن ۽ نہ وري منجهانئس ڪو مصنوعي هنر يا استادي پيئي بکي. سڌو سنواٽو سامي پاڻ چوي ٿو:

ويدن جا وادي، اسين آهيون ڪينڪي،
نڪي جاڻون چت ۾، ڪا اتڪل استادي.

ويدانتي وبچار سنڌيءَ ۾ سٽايا اٿس ۽ ويدانت وارا جيڪي مکيہ روپڪ ڪتب آڻيندا آهن، سي هن بہ ڪتب آندا آهن. انهن تشبيهن وسيلي اهي ڳجهہ، جي هوند عام فهم نہ ٿين، سي رواجي ماڻهن کي سولي نموني ۾ سمجهايا ويا آهن. هي تشبيهون سندس عبارت جو خاص سينگار آهن.

مثال طور: ويدانت وارا هن جيوت کي سپني مثل سڏين ٿا. جي سنسار کي سچي هستي آهي ئي ڪانہ. اهو رج مثل آهي، جنهن جي پنيان جيو هرڻ مثل ڦٿڪي ڦٿڪي ساه ڏئي ٿو. سامي هن ڳالهہ کي هيئن ٿو ظاهر ڪري:

1- اڻ هوندو سنسار، ڪلپت ڪري سڌ ٿيو،
جئين سپني ۾ سڌ ٿيو، نانا وڌ وهنوار.
2- ڪئي خلق انڌي، مايا موه ممت سار،
مرگهہ ترشنا جي جل ۾، وڃي سپ وهندي.

جيو آتما جڏهن پرم آتما جو ويچار ڪري ڪري، پاڻ کي ان ۾ ليءِ ڪري ٿي، تڏهن ان جي هستي رهي ئي ڪانہ ٿي. هن ڳالهہ سمجهائڻ لاءِ سامي چوي ٿو:

ويدانتي واٽي، بڌي جنهن بانيڻ چٽي،
تنهن مورت محبوبن جي، چاڻ ڪيڏي چاٽي،
جئين گهاگهر لوڻ جي، پرن هلي پاٽي،
سنڌ ۾ سماٽي، موٽي موئي ڪينڪي.

جيئن پتاشو پاڻيءَ ۾ ۽ جل پپوٿو جل ۾ گم ٿي وڃي ٿو، اهڙيءَ طرح انيئي پرش پرماتما ۾ لين آهي. اوديا اسان جي من جي پيدائش آهي ۽ وڪوڙي بہ اسان کي ويئي آهي. اهو ئي قيد آهي، جنهن مان اسان کي نجات يا مڪتي حاصل ڪرڻي آهي:

"اود يا من رچي، سا ويڙهي ويئي من کي،
جئين ڏانور تار ۾، مري پاڻ پچي."

اسان کي ڪنول گل جيان اليپ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجي ديهہ

۾ ائين بديهي ٿيڻ گهرجي، جيئن آڪاس سڀ هنڌ هوندي بہ اليپ رهي ٿو. جيئن مڇلي نير ڪان پلڪ بہ پري نٿي ٿئي، جيئن ڪارڻ سرويت جي سڀ ورلاپ ڪري، جئين پروانو محبت جو مچ پسي ان تي پاڻ قربان ڪري ٿو، سچي عاشق کي پڻ ائين ٿيڻ گهرجي.

سندس شعر ۾ تجنيس خطي (Alliteration) پڻ جڃهي آهي. سنڌي شعر جي اها هڪ خاص خوبي آهي. هن سان گڏ شاه صاحب پنهنجي سلوڪن جي پهرين سٽ ساڳي رکي، ٻين ۾ ڦير گهير ڪري ٿو جنهن ڪري سندس خيال دل ۾ چڀيو وڃي.

1- مايا منجهہ مغرور، مورک رهن مت ري،
ست جاٽي سنسار کي، سامي سهن سور،
ڪال مرڏسن ڪنڌ تي، تو ڪري نت ڪلور،
راٽا راو مغرور، ماري جنهن متي ڪيا.

2- مايا منجهہ مغرور، مورک رهن مت ري،
ڪال نہ ڏسن ڪنڌ تي، ڪندوچڪنا چور،
سامي هلن حليم تي، ڀاڳوان ڀرپور،
ترڪي، تازي، تور، ڪُوڙا جاٽن ڪلپ جا.

3- مايا منجهہ مستان، مورک رهن مت ري،
ڪال نہ ڏسن ڪنڌ تي، ڪسيو بينو ڪان،
ورتن ويد ويچار سان، نيهي نرايمان،
ڀڳت ڏني ڀڳوان، جن کي پرچي پانهنجي.

هنن خاصيتن هوندي بہ سامي سادو سودو پيو لڳي. اهائي سندس سونهن آهي. جيئن ڪنهن سندر زال کي ٻاهرئين ٺاه ٺوه جي ضرورت ئي نہ هوندي آهي ۽ هٺرادو يا ٻاهريون رنگ روپ سندس قدرتي سونهن کي وڌائڻ بدران پاڻ گهٽائيندو آهي، اهڙي ئي حالت سامي ۽ جي ڪوتا سان آهي. سامي جڏهن چوي ٿو تہ:

هيءَ ڪنهن لائي آءِ، اوديا ڏائڻ جيءَ کي؟
سيوڪ جاٽي پانهنجو، ستگر تون سمجهاءِ،

۽ گرو جواب تو ڏئيس:

نانگ ڏسي نوڙيءَ ۾، پُليِن پولي پاءِ
منهن مڙهيءَ ۾ پاءِ، تہ سيتل ٿين سامي چئي.

تڏهن جڙ جلندي جيءَ جي اندر جي صدا بيان ڪري، وري تڏو چندو هنيو اٿس ۽ مايا روپي اوديا جو علاج اهڙو تہ ڏسيو اٿس جو بڏي پاڻ تي ڪل پيئي اچي تہ آخر بہ اسين منجهيا ڪهڙيءَ ڳالهہ تي آهيون! وري چوي ٿو:

مايا چايو ڪوڙو ڪيل ڪلپ جو،
تنهن ۾ ڪن تدروپ تي، مورک من پايو،
ورلي ڪنهن گرمک کي، انيئہ ۾ آيو،
سامي ساميو، جل پپوتو جل ۾.

جيئن پاڻيءَ جو بدبدو هوا نڪرڻ سان پاڻيءَ ۾ ملي وڃي ٿو، سامي صاحب چوي ٿو تہ اهڙيءَ طرح، خوديءَ يا آپي جي واءُ نڪرڻ بعد، جيو جزي جي حالت مان نڪري ڪل جي ساگر ۾ سمائجي ٿو. شاہ صاحب جل پپوٽي جو مثال ڏيئي انسان جي بي بقا جيوت جو ذڪر ڪيو:

جل ۾ ڦوٽو جيئَن، لهرن لڳندي اڏ ٿئي،
تون پڻ آهين تيئَن، دنيا ۾ ڪو ڏينهڙو.

سامي ان جل پپوٽي مان پرش جي حالت جو بيان ڪيو.

ساڳي جل پپوٽي جي ڳالهہ، مايا جي پوين سلوڪن ۾ هيئن تو ڪري:

ڏورڻ هٽي ڏنگ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
مورک منا ڪيترا، سامي ڪري سنگ،
نيارو رهي نيي جان، ڪو محبتي ملنگ،
جل ۾ جل ترنگ، لئہ ڏنو جنهن لک سان.

ساڳي جل پپوٽي جي تشبيهہ وري ٻيءَ طرح ڪتب آندي اٿس:

حيرت ائون هاسي، اچي هڪ اچرج تي،
ڪپڙيءَ ۾ آڪاس پيو، ڦاهيءَ ري ڦاسي،
پاڻيءَ ۾ پياسي، مري پپوتو مت ري.

هيءَ آتما پرماتما جي قولهہ، ڏسو تہ هڪ ئي شلوڪ ۾ ڪهڙن نہ سهڻن روپڪن سان ڪئي اٿس:

حيرت ائون هاسو، اچي هڪ اچرج تي،
سامي قولهي آتما، ڪنڊ ڪي پتاشو،
ڳهڻو ڊونديي سون ڪي، متيءَ ڪي ڪاسو،
پاڻي پياسو، سامي رهي نت سير جو.

هن ڪري ڏسبو تہ ساميءَ جي سلوڪن جي عبارت قدرتي ۽ سياويڪ آهي، تجنيس حرفي سندس زيور آهي، مڌر، سريلي ٻولي سندس پوش ۽ اوچ خيالي سندس روح.

## ساميءَ جي سلوڪن جي رچنا

سلوڪ لفظ سنسڪرت لفظ شلوڪ مان آهي جنهن جون گهڻيئي معنائون آهن. ڪيرتي يا جس واري ڪوتا کي پڻ شلوڪ چئجي ٿو. شعر يا ڪوتا کي پڻ ٿلهي ليکي شلوڪ چون ٿا. شلوڪ کي ٻيو نالو انشٽپ پڻ ڏين ٿا، جو هڪ قسم جو وزن آهي. هن ۾ ڀڳوت گيتا جا سلوڪ آهن. ان جو واسطو پدن سان آهي. شلوڪ ۾ چار سٽون ٿين ۽ هر هڪ سٽ ۾ اٺ پد. ڪل پد انڪري 32 ٿين.

سامي صاحب جا سلوڪ ان نموني جا نہ آهن. هن صاحب ڪنهن سنڌي شاعرن جو نمونو ورتو جن جو شعر هندي ڇند شاستر جي اصولن مطابق آهي. هندي ڪوين جو جيڪو اثر سنڌ تي ٿيو، انڪري اسان جي اصلوڪن شاعرن پڻ، دوهي يا سورٺي يا دوهي سورٺي کي ملائي پنهنجو شعر چيو. سامي صاحب پنهنجا سلوڪ دوهن ۽ سورٺن جي صورت ۾، ملائي لکيا آهن. اچو تہ سمجهون

دوهو ۽ سورنو ڇا آهي.

ڇند شاستر موجب ننڍي ۾ ننڍي پد (Syallable) کي اچارڻ ۾ جيڪو وقت لڳي ٿو تنهن کي هڪ "ماترا" چون ٿا. ڊگهن پدن کي اچارڻ ۾ وري ٻيڻو وقت ٿو لڳي، ان ڪري اهڙا پد "ٻن ماترائن" وارا آهن.

مثال طور: اَ، ڪَ، ڪِ، گَ، وغيره اچارڻ ۾ هڪ ماترا لڳي پر آ، اي، او، اُو، يا ڪا، ڪي، ڪو، ڪُو وغيره اچارڻ ۾ ٻه ماترائون لڳن ٿيون. ڇند شاستر موجب ماترائن جي ڳڻپ يا سنکيا ٿيندي آهي.

اکر يا حرف تنهن کي هنديءَ ۾ ورڻ چئجي ٿو، حرف علت (Vowels) کي سر ۽ حرف صحيح (Consonants) کي وينجن. ٻن سٽن جي نظم کي اسين سنڌيءَ ۾چئون بيت (Couplet) پر ڇند شاستر ۾ چون دوپدي، هر هڪ سٽ کي مصرع (Verse) چئجي ٿو تہ ڇند موجب چونس "پاد" يا "پنڪتي." هر هڪ مصرع يا پاد تنهن کي ٻہ چرن ٿين ٿا.

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيوم،
سو پاروئي آهہ پيو، جتان پرين پسيوم.

هتي پهرئين پاد کي ٻہ چرن آهن. ڪنز قدوري ڪافيا ۽ ڪي ڪين پڙهيوم، ۽ ٻئي پاد کي پڻ ٻہ چرن آهن: (1) سو پاروئي آه پيو، (2) جتان پرين پسيوم. هر هڪ چرن پنيان دم ساعت بيهڻو ٿو پوي، جنهن کي بيهڪ جو ستان يا يت چون ٿا.

دوهي جي لفظي معنيٰ آهي "ٻيڻو" يعني مثنوي. هر هڪ دوهي ۾ ٻہ ٻہ مصراعون هئڻ گهرجن، جن جي پڇاڙيءَ جو قافيو ساڳيو هئڻ گهرجي. دوهو هڪ خاص قسم جو پڌيہ آهي جنهن ۾ ٻہ پاد يا 4 پد ٿين ۽ ماترائن جي سنکيا هر هڪ پاد جي 24 آهي، پهريون ۽ ٽيون پد 13 ماترائن وارو ۽ ٻيو ۽ چوٿون پد 11 ماترائن وارو. دوهي ۾ انڪري ڪل 48 ماترائون هئڻ گهرجن، جن ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار ڇوٽيون ۽ باقي چوئيتاليهہ ماترائون ڊگهيون هجن يا ڇوٽيون.

مثال: 2 2 2 11 2 1 2 = 13، 2 12 112 2=11

پائي ڪان ڪمان ۾ تون ميان مارم مون

112 22 212= 13، 2 2 2 1 22 = 11

تهجوئي توڪي لڳي، جو مون ۾ وسين تون.

هتي پهرئين پاد جي پهرئين ۽ ٽئين پد ۾ 13 ماترائون ۽ ٻئي ۽ چوٿين ۾ 11 ماترائون آهن. هتي بيهڪ جو ستان يا يت پهرئين ۽ ٽئين پد جي پڇاڙيءَ 13 ماترائن بعد آهي. هاڻي هي دوهو جي قيرائي رکجي ۽ چئجي:

2 1 22 11 2 2 1 2 2 2 11 2 1 2

تون ميان مارم مون، پائي ڪان ڪمان ۾،

2 2 2 1 2 2 11 2 2 2 2 2 1 2

جو مون ۾ وسين تون، تهجوئي توڪي لڳي

يعني، دوهي جي ٻئي ۽ چوٿين پد وارو قافيو (تڪ) هينئر پهرئين ۽ ٽئين پد واري قافيي موجب ناهي بيهارجي، تہ هن نموني جي پڌيہ کي اسين سورٺا چئون.

سورٺا چند، دوها چند جو انڪري الٽو روپ آهي. هن چند جي هر هڪ پاد ۾ دوها جيان 24، 24 ماترائون آهن.

سامي صاحب پنهنجو شعر سورٺن ۾دوها ملائي رچيو آهي. ڪٿي سورٺي ۾ اڌ دوهو آهي، ڪٿي سڄو دوهو، ڪٿي تي دوها.

مثال:

**سورٺي ۾ اڌ دوهو**

هيرو جنم نہ هار، مورک من جي پاءِ تون،
ملي ساڌ سنگت سان، اوديا پرم نوار،
پنهنجو پاڻ سنيار، تہ سکي ٿئين سامي چئي.

**سورٺا منجهہ دوها:**

ستگر جهڙو شاهہ، ڪونہ ڏٺوسين ڪاٿهين،
پرچي ڏنو جنهن پوربي، آتم ڌن اٿاهہ،

نڪي پڇيائين جات پات، نڪي پڇيائين راهه،
ڪري من اڇاهه، سامي ڇڏيائين ڇن ۾.

**سورٺي منجهه تي دوها:**

اڻ هوندي بازي، بازيگر برحال ڪي،
ڪاٿي پير فقير امير ٿيو، ڪاٿي شيخ ملان قاضي،
ڪاٿي گرو گسائين گيانوان، ڪاٿي حج ڪري حاجي،
ڪاٿي راجا پرجا چوڌري، ڪٿي مهتو ميان جي،
ڪاٿي سوربير داتار ٿيو، ڪاٿي منٿ موٿاجي،
ڪاٿي چور چغل ٺڳ مسخرو، ڪاٿي پنڊ ڪٺي پاجي،
ڪاٿي ڳٽتيءَ ليڪي دک ۾، ڪاٿي رضا ۾ راضي،
سامي جنهن ساجي، سو ساکي پد پارٿي.

روپ جي خيال کان ساميءَ جا سلوڪ انڪري دوها سورٺا ميل آهن، پر ماترائن جي ويچار کان ساميءَ ڪن ڪن هنڌ قاعدن قانونن کي اورانگهي شاه صاحب وانگي ماترائن جي سنکيا گهٽائي وڌائي آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه نسبت چوي ٿو ته "ڪن بيتن جي بناوت اصلوڪي هندستاني دوهي جهڙي آهي، يعني منجهن ٻه مصراعون آهن، ۽ پهرئين پد ۾ تيرهن ماترائون آهن ته ٻئي ۾ يارهن. ڪن بيتن ۾ ته وري هر هڪ پد ڏهن يا يارهن ماترائن جو ٿهيل آهي. ڪٿي ڪٿي ته هڪ پد ۾ نَوَ ماترائون آهن ته ٻئي ۾ ڏه يا يارهن. مطلب ته شاه جي آزاد طبع هن ڳالهه ۾ به ڪنهن جي تقليد نه ڪئي آهي، مگر پنهنجو هڪ نئون ۽ سهڻو طريقو اختيار ڪيو اٿس."

سامي صاحب پڻ ائين ڪيو آهي. سندس گهڻن سلوڪن ۾ ماترا جي سنکيا پوري آهي پر ڪٿي ڪٿي اها مقرر ڪيل قاعدي موجب نه آهي. البت جي ڪنهن پاد ۾ 31 يا 32 ماترائون آهن ته سيني پادن ۾ اوتريون رکيون اٿس. هن جو ڪارڻ هيءُ آهي ته ڪويءَ جو روح جڏهن رقص ڪري ٿو تڏهن ان ۾ جو لهرو پيدا ٿئي ٿو اهوئي وزن ۽ قافيو ناهي ٿو. جذبو ۽ امنگ پهرين آهي، مستي اول اچي ٿي، جا

شعر جو روپ وٺي ٿي ۽ پنگل (Prosody) يا ڇند شاستر جا قاعدا قانون پوءِ ٿا ٺهن.

هن طرح سامي؏ دوهن ۽ سورٺن کي ملائي پنهنجا سلوڪ رچيا آهن. جيڪي بہ مشهور فقير ڪهنا شاعر آهن، انهن سيني، هندن توڙي مسلمانن، پنهنجو شعر ائين ڇند شاستر جي اصولن موافق رچيو. شاه ڪريم ۽ قاضي قاضن دوهرا چيا. پارسي علم عروض جي طرزن تي شعر چوڻ جو نمونو تازو رواج ۾ آيو آهي.

## سامي؏ جي سلوڪن جا ڇاپا

ڀائي چٽنراءِ جي جيون چريتر ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ ڪهڙي؏ طرح سامي؏ جا سلوڪ پوٿي؏ جي صورت ۾ آندا ويا. اها پوٿي گرمکي اکرن ۾ هٿ جي لکيل هئي.

سلوڪ پهريائين گرمکي ڇاپي ۾ لاهور ۾ ڇپيا هئا. انهن جو عدد فقط 800 کن هو ۽ پٿر جي ڇاپي هئڻ ڪري ۽ ڇپڻ وقت پروف برابر نہ جاچڻ سبب اها پوٿي اشد، گهٽين چوڪن واري ۽ بيڪار ثابت ٿي.

(1) سنڌ ۾ پهرين ديوان ڪوڙيمل 2100 سلوڪ گرمکي؏ پوٿي؏ تان اتارائي عربي سنڌي اکرن ۾ ٽن حصن ۾ بہ ڀيرا (سنہ 1885ع ۽ 1890ع) ۾ ڇپايا. انهي؏ ڪتاب ۾ ڪوي؏ جو ورتانت ۽ رشي ڏيارام گدومل جو لکيل سامي؏ جي سلوڪن جو تاتپرج ڏنل آهي. ڪتاب جي پڇاڙي؏ ۾ اوکن لفظن جي معني پڻ ڏني ويئي آهي. هن صاحب جي سلوڪن جو ڇاپو جو پهرين لٿو پريس ۾ هو ۽ سو پوءِ رواجي پريس ۾ ڇاپيو ويو. سنڌين هن صاحب جي محنت ۽ پريشرم ڪري چڱو لاڀ پاتو آهي.

(2) سنبت 1951، عيسوي سنہ 1900ع سکر جي مني سنگت جي ڪم هلائيندڙ ڀائي خوشي سنگهہ، ڀائي شام سنگهہ ڪتابن واري

معرفت 2101 سلوڪن جي پوٿي چڱيءَ گرمکي ٽائيپ ۾ لاهور جي ائلبين پريس ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.

(3) ڀائي گنگارام صاحب روهڙيءَ واري وڏي ڪوشش ڪري مٿي ذڪر ڪيلن 2101 سلوڪن سان گڏ ٻيا 1400 سلوڪ پڻ ڪٺا ڪيا، جي سامي صاحب امرتسر ۾ ڇپيا هئا ۽ مڙيئي 3500 سلوڪن جي پوٿي 1900ع ۾، لاهور جي ايڪاناميڪل پريس ۾ ڇپائي پرسڌ ڪئي. هيءَ صاحب پڻ ڏنيواد جو ڀاڳي آهي.

(4) ماستر هريسنگهه سکر واري سنه 1901ع ۾ اهي سلوڪ ڀائي گنگارام وٽان حق تصنيف جو وٺي عربي سنڌي اکرن ۾ چار حصا ڪري ڇپايا ۽ ماڻهن جي سهوليت ڪاڻ سلوڪ الف بي وار ڪري رکيا، جيئن سلوڪن ڳولڻ ۾ سهولت ٿئي.

(5) سنه 1904ع ۾ ڀائي ٻڌ سنگهه جي ڪوشش سان گرمت پريس لاهور مان، ملڪ هيرا 3500 سلوڪن وارو ڪتاب ڇپيو.

(6) سنه 1910ع ۾ سرڳواسي شري مولچند گياني ڪوئٽيا واري، ساميءَ جا ڦهريان 2100 سلوڪ گرمکيءَ ۾ مضمون وار ٻن ڀاڱن ۾ ڇپايا.

هيءَ ڇاپو بين ڇاپن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڪارائتو آهي، ڇو جو اُن ۾ اکر صاف آهن، پروف جون گهٽيون چوڪون ڪونهن ۽ صحيح اچار تي چڱو ڌيان ڏنو ويو آهي. مضمون وري آئيوپتا جي اوٽ تي رکيل آهن.

(7) سنڌ جي مشهور ڪتب فروش سرڳواسي شري پوڪرداس ٿانورداس شڪارپور واري وري مولچند گيانيءَ جي ڦهرئين ڀاڱي کي ٻن ڀاڱن ورهائي. ڪتاب عربي سنڌي اکرن ۾ ڪڍيو، جن مان پڻ ماڻهن چڱو فيض ورتو. مولچند گيانيءَ جو ٻيو ڀاڱو ڪونه ڪڍيو ويو.

(8) ڪڏڙيمل سنڌي ساهتيه منڊل ٻاران ساميءَ جا چونڊ سلوڪ (معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سان). اصل گڏ ڪيل سرڳواسي راءِ بهادر

ڪوڙيمل چندنمل جا ۽ چونڊيل سرڳواسي مسٽر واڌومل مولچند جا، ٻہ ڇاپا سنہ 1938ع ۽ 1948ع ۾ عربي سنڌي اکرن ۾، شري هريسندر روپچند، سيڪريٽري ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل حيدرآباد واري ڇپايا. پهرئين ڇاپي ۾ رشي ڏيارام جو ساميءَ جي سلوڪن جو تاتپرج، پروفيسر جيٺمل پرسرام جو مهاڳ ۽ شري واڌومل مولچند جو ساميءَ جي سلوڪن ناهيندڙ جو مختصر جيون چريتر ڏنل آهي. ڪتاب راءِ بهادر ديوان هوتچند چاندومل جي سرڳواسي پٽر مسٽر آسودي مل جي يادگيريءَ ۾ ڇپايل آهي. هن ۾ شري واڌومل مولچند پومڪا پڻ لکي آهي، جا سندس اپياس ۽ فقيري سپاءَ جي پيدائش آهي. ٻئي ڇاپي ۾ شري وشن- آءِ- جڳتياڻيءَ مهاڳ لکيو آهي ۽ ساميءَ جو جيون چريتر پروفيسر جيٺمل پرسرام لکيو آهي، جنهن ۾ پنهنجي علميت ۽ جدا جدا ڌرمن ۽ ساهتيہ جي اپياس مان ساميءَ کي پيٽي سچو سون ثابت ڪيو اٿس. پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ وري "سامي صاحب جا سلوڪ" جي سري سان مختصر طور پنهنجا ويچار لکيا آهن، جن ۾ سامي صاحب جي شعر جون خوبيون ٻڌايون اٿس. هو صاحب پارسيءَ جو سنو ڄاڻو آهي، انڪري هن جي ادبي ڪٿ پڻ سکيا دائڪ آهي.

(9) شري شانتي-ايل-شهاڻيءَ وري سنہ 1947ع ۾ ساميءَ جا ڪي چونڊ سلوڪ ڪٺي، انهن کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري، انگريزي دانن اڳيان "سانگ آف دي اسپرٽ" جي نالي سان رکيا آهن. ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي مشهور فيلسوف، ڪرشن ڀڳت ساڌو واسواڻيءَ لکيو آهي ۽ ڀائي چيٺراءِ ساميءَ جي سلوڪن رچيندڙ جي جيوت جو احوال مشهور پروفيسر ۽ وديا ماهر شيوارام ڦيرواڻيءَ جو لکيل آهي. ساڌو واسواڻي صاحب چند چندن لفظن ۾ سنڌي نواسين کي پيغام ڏنو آهي تہ نئين سنڌ اڏڻ لاءِ شاه، سامي ۽ سچل، جي سنڌ جا ٽي بي بها رتن آهن، انهن جي سکيا

پنهنجي جيوت ۾ گرهڻ ڪريو.

پروفيسر ڦيرواڻيءَ علميت ۽ تصور جي اڏاو ڪي ڳنڍي، سامي صاحب جي جيوت جو بيان ڏنو آهي، انڪري سپاويڪ سندس بيان ۾ حقيقتن کان وڌيڪ فيلسوفي جاٽايل آهي. هيءُ ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهي، انڪري ساميءَ جي ٻولي منجهس ڪانهي. منجهانئس سندس خيالن جي جهلڪ اچي ٿي پر اهو ميناج ۽ مزو ڪونهي. شري شانتي شهاڻيءَ ڪي وري به شابس هجي، جو هڪ ڏاري ٻوليءَ ۾ سنڌي شاعر جا خيال انگريزي شعر ۾ ڏنا اٿس.

تازو ماستر هرچند سنگهه ساميءَ جي چونڊ سلوڪن نالي هڪ سستو ڪتاب عربي سنڌي اکرن ۾ ڇپايو آهي، جنهن ۾ هينان ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڏنل آهي. هن ڪتاب جو چڱو ڪاپو آهي. سنڌ جي ٻين ڪتب فروشن ۽ ڪن ٻاون پڻ ڪي سلوڪ چونڊي ڇپايا آهن، جي ذڪر ڪرڻ جهڙا نه آهن.

مٿين سيني ڪتابن ۾ پنهنجو پنهنجو رس ۽ خاميون آهن. هنن مان جيڪي ڇاپا خاص ڪري مون پيٽيا آهن، اهي آهن 3500 سلوڪن وارو ملڪ هيرا جو گرمکي ڇاپو، 2101 سلوڪن وارو گرمکي ڇاپو، ديوان ڪوڙيمل جا 2101 سلوڪ سنڌيءَ ۾، ڀائي مولچند گيانيءَ جا گر مکيءَ ۾ ڀاڱا، پوڪرداس ٿانورداس وارن جو سنڌيءَ ۾ مولچند گيانيءَ وارو ڇاپو.

پيٽ تمام دقت پيري هئي. ساميءَ جي سلوڪن جا نمبر هر هڪ جدا جدا رکيا هئا. ڪيترن هنڌن تي صورتخطيءَ جون چوڪون، ڪٿي ڪٿي ساڳيا سلوڪ وري وري آيل هئا.

مثلاً ڪوڙيمل واري ڇاپي ۾ مون کي ڪيترا ساڳيا سلوڪ هٿ لڳا، جهڙوڪ نمبر 932 ۽1462 (ڪوڙيمل ڇاپي جا)، 121 ۽ 2042، 1320 ۽ 2029، 973 ۽ 1749، 1714 ۽ 761، 907 ۽ 2040، 1207 ۽ 1032، 1557 ۽ 1736، 1554 ۽ 1733 وغيره. ان کان سواءِ لفظ ۽ تڪون به ڪن

هندن تي ڦريل لڳم. اچار جي خيال کان پڻ شڪارپور جي رس ڀري مٺي ٻولي بدلائي اسڪولي ڪتابن واري ٻولي رکي ويئي آهي، پر اهڙا مثال ٿورا آهن.

هيرا ملڪ واري گرمکي ڇاپي جون ايتريون تہ چوڪون آهن، جو ڪوبہ ڄاڻو ماڻهو جيڪڏهن جدا جدا ڇاپن کي نہ پيٽي تہ هوند پنهنجا پنهنجا مطلب ۽ معنائون ڪڍي. هتي پڻ ساڳيا سلوڪ آيا آهن. جهڙوڪ پوين سلوڪن ۾ 943 ۽ 1244، 1201 ۽ 83، 730 ۽ 704، 1228 ۽ 924، 1240 ۽ 938 وغيره وغيره. گرمکيءَ جي ڇاپن ۾ پروف برابر نہ جاچيا ويا آهن.

ڀائي مولچند گيانيءَ واري ڇاپي ۾ پروف جون چوڪون ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ آهن ۽ ساڳيا ساڳيا سلوڪ ڪونہ ٿا اچن. سلوڪ بہ مضمون وار ڪري رکيا ويا آهن، پر اهو ڇاپو گرمکيءَ ۾ آهي ۽ اڄڪلھ ناياب آهي. ٻن ڀاڱن ۾ فقط 2101 سلوڪ آيا آهن، جي سامي صاحب سنڌ ۾ ڇپيا. مضمون جيڪي وڌل آهن، سي تمام گهڻا ۽ اهي آئيوڻا جي اوٽ تي رکيل آهن. هن ۾ سامي صاحب جا پويان 1400 سلوڪ جي هن امرتسر ۾ ڇپيا ۽ جي سندس آخرين انيؤ جو نتيجو آهن، سي ڄاڻايل ڪونهن. مضمون وري آتمڪ ترقيءَ جي خيال کان نہ ٻيهاريا ويا آهن، انڪري اهي اڻپورا ۽ نقصدار آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ ئي اٽڪل 73 مضمون ڏنل آهن ۽ جي ٻئي ڀاڱي جا مضمون بہ شمار ڪجن تہ سندن تعداد 211 ٿيهندو.

مون کي انڪري ڏسڻ ۾ آيو تہ جيڪڏهن ڪو سَند وارو ڇاپو عام اڳيان رکڻو آهي تہ جدا جدا ڇاپن جي پيٽ ڪرڻي پوندي، نہ تہ تہ خود ساختہ پڙهڻين ۽ انهن جي معني جو شڪار ٿبو. انڪري سيني سلوڪن کي الف بي وار وجهي، ٻين سلوڪن جا نمبر سامهون ڪري، پوءِ هر هڪ سلوڪ پيٽبو ويو آهي. جتي جتي پڙهڻين جا ڦيرا آهن، اهي هيٺان ڄاڻايا ويا آهن، انهيءَ خيال سان تہ جيڪي صاحب مون سان شامل راءِ نہ ٿين، سي ڀلي پنهنجو لفظ چونڊي پڙهن.

ڪيترين حالتن ۾ هينيان لفظ غلط آهن، پر ڪن ۾ معنيٰ جي ڦير سبب پڻ ڇاڻايا ويا آهن. پنجتيهہ سئو سلوڪن کي ٿي مضمون وار بيهاريو ويو آهي ۽ اهي مضمون اهڙيءَ طرح رٿيا ويا آهن، جو ساميءَ جي فيلسوفيءَ جو پتو برابر پئجي سگهي. سلوڪ آتما جي اُنتيءَ جي ويچار کان منو وديا جي اصولن کي خيال ۾ رکي رٿيا ويا آهن. ڪن هنڌ تي ساميءَ جي مضمون جي خيال کان پڻ انهن کي رٿيو ويو آهي:

جيئن تہ: سک، پريم، محبت، عشق، فقير، درد وند وغيره.

مون هر هڪ مضمون جا اهي سلوڪ ٻن دفعن ۾ ورهائيا آهن.

هڪڙا سنڌ ۾ رچيل ۽ ٻيا امرتسر وارا. مراد اها آهي تہ اهڙا سلوڪن رچيندڙ جي شروعاتي خيالن ۽ آخرين انيؤ مان واقف ٿي پنهنجو رايو ناهي.

مختلف پڙهندڙن مٿان هر هڪ سلوڪ ۾ ايندڙ اوکن لفظن جي معنيٰ پڻ ڇاڻائي ويئي آهي، جنهن ڪري سلوڪن سمجهڻ ۾ سهنجائي معلوم ٿئي.

سلوڪن جي ترتيب اهڙيءَ طرح بيهاري ويئي آهي، جو دلڪش ٿئي ۽ جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر گروءَ ۽ شش جي وچ ۾ روح رهاڻ جو روپ وٺي.

رواجي طرح جيڪڏهن ڪنهن بہ ڪويءَ جي چيل ڪوتا وقت انوسار معلوم ٿي سگهندي آهي تہ صحيح طريقو آهي تہ ان ڪوتا کي اهڙين تاريخن ۽ مهينن انوسار رٿي ڇپائجي. هن وقت رابندر ناٿ ٺاڪور جون ڪي ڪوتائون ائين ڇپايل آهن. هن مان فائدو اهو ٿو ٿئي جو ڪويءَ جي خيال جي ترقي ۽ ان جي من ۾ وقت بہ وقت لاها چاڙها جاچي سگهجن ٿا ۽ اهو اڀياس نرنئہ ڪري ٿو تہ ڪيئن جدا جدا وقت جي حالتن لکندڙ جي من ۾ ڦيرو آندو.

جتي اهي تفصيل نہ ملي سگهن، اتي بهتر آهي تہ مضمون وار ورچ ڪجي. هن مهل تائين جيڪي ڇاپا گرمکيءَ جا، سواءِ مولچند گيانيءَ جي، يا سنڌيءَ جا سواءِ اهي جيڪي مضمون وار هئا، تن

سيني ۾ گاڏڙ ساڏڙ معاملو آهي. ڪي سلوڪ گروءَ جا، ته ڪي مايا جا، ته ڪي محبت جا ڏنا ويا آهن. هڪ هنڌ وحدت جي ڳالهه ڪري گرمک کي ستين آسمان چاڙهيو ويو آهي، ته وري ٻئي سلوڪ ۾ انڌو ايماني آهي. مون کي لڳو ته هن طرح سان سلوڪ پيش ڪرڻ ۾ من تي ڪوبہ اثر نٿو وهي ۽ سامي ۽ جي جدا! جدا مسئلن جي ويچارن جو ته جٽڪ پتوئي نٿو پوي. البت ڪُن رس ڪٽي هجي پر من رس ته آهي ئي ڪانہ. انڪري متين اصولن کي ويچاري، سلوڪ مضمونن انوسار رتيا اٿم ۽ اهي اڳيان ۽ پويان ڪري ٻيهاريا اٿم، انهيءَ لاءِ ته اپياسيءَ کي گهٽي ۾ گهٽو فائدو رسي سگهي. سلوڪن رتڻ ۾ شاعر جي ڪوتا جون خوبيون پڻ خيال ۾ رکيون ويئون آهن، جنهنڪري سندس ڪوتا جون جدا جدا وصفون ۽ گڻ پڻ ظاهر ٿي سگهن.

ٿي سگهي ٿو ته ڪي رس جا ڪوڏيا، ساڳئي مضمون تي ايترا سلوڪ پڙهي، ورچجي، ان کي ڇڏي ڏين، پر مون کي اميد آهي ته من رس جي ڪانکين کي اهو امرت جو چشمو لڳندو.

انسان خطائن سان پريل آهي، کن کن ڀولڻهار آهي. ٿي سگهي ٿو ته هيتريءَ محنت ۽ جفاڪشيءَ هوندي بہ ڪي چوڪون ٿيون هجن. پڙهندڙ جيڪڏهن اهڙين چوڪن کان مون کي آگاه ڪندا، ته ٻئي ڇاپي ۾ اهي سڌاريون وينديون.

**پروفيسر بي ايچ ناگراڻي**

علامتون

| | |
|---|---|
| ت | ترڪي |
| پرا | پراڪرت |
| پن | پنجابي |
| سرا | سرائڪي |
| سن | سنسڪرت |
| ص | صفحو |
| ف | فارسي |
| گ | گجراتي |
| هيم | هيمچندر آچاريہ جي "ديسينام مالا" ۾ آيل ديسي لفظ. |
| : | يا. فقط ڌاتوءَ يا اشتقاق جي حالت ۾، جيڪڏهن ڏنگين اندر هجي. |
| ؟ | شڪ |
| 8 | مصدر |
| 0 | ڌاتو |

# آ

آيا (سن. آيا. آ= گهٽو+0 يا= چمڪڻ)، جهلڪ، چمڪ، روشني، سندرتا.

آتارَڻ (سن.آ= چوڌاري. 0 ترَ = ٿرڻ، پار لنگهائڻ)، پار أڪارڻ، لنگهائڻ؛ ڏُتارڻ، ريجهائڻ.

آتَرُ (سن. آ+ستر= ڍڪڻ)، پردو، ڍَڪ.

آتُرُ (سن. آتر.آ= تائين، چوڌاري+تُرَ= ايذاءُ، 0 تورَ= تڪڙ- جلدي ڪرڻ) بي صبر، ڏڪويل، گهبرايل، حيران.

آتَمُ (سن. آتَمن. آت= بغير رڪاوٽ جي هلڻ، مستقل هلندو رهڻ)، روح، آتما.

آتَمُ پَدُ (سن. آتمَن+پَد= درجو، منزل)، آتما جي گيان جو درجو، پاڻ سڃاڻڻ جو درجو، روحاني درجو، منزل، عرفان.

آتَم ڌَنُ (سن. آتمَن. آتما= روح+ ڌَنَ= دولت)، آتما جو ڌن، روحاني ڌن.

آتَم رَتُ (سن. آتمَن+ رَڪتَ= رَتل)، آتما ۾ رتل، جنهن کي گيان حاصل ٿيو هجي.

آتَم سَرُ (سن. آتمَن+ سَرَس= تلاءُ). آتما جو تلاءُ.

آتَم گيانُ (سن.آتمَن جڃانَ.0 جڃا= ڄاڻڻ)، روحاني علم، پاڻ سڃاڻڻ جو علم.

آتَم وَتُ (سن. آتمَن+وَت= جهڙو) آتما جهڙو.

آتَڻُ (سن. آيَتَن. آ= ساڻ+ يَت= ڪوشش ڪرڻ، آ+0 تَن= ڪَتڻ)، ايٺ ڪَتڻ جي جاءِ، عورتن جي ڪَتڻ جي جاءِ.

آچارِجُ (سن.آچاريَہ آ. تائين+0 چَر= وَڃڻ)، استاد، معلم (مذهبي

ڳالهين جو)، اُپديش ڪرڻ وارو.

آچمان (سن. آچمَن. آ= تائين+0 چم= پيئڻ، سُرڪي پرڻ)، پاڻيءَ جي لَپ، چُرُون، ڪُرڙي.

آچمَن ڏسو ”آچمان.“

آد (سن. اد. آ+0دا= وٺڻ)، آدِي، بنيادي، پهريون، اصل، منڍ.

آدِ (سن. آدِ.آ= گهٽو+0 ڏيي= غور سان نهارڻ)، مَنَ جي پيڙا، درد، دک.

آد جُڳادِ (سن. آدِ+يُگَ= زمانو)، زماني ڪان، جُڳن ڪان، اوائل ڪان.

آدَرُ (سن. آدَر. آ= ساڻ، تائين. 0 در= عزت ڏيڻ)، عزت، مانُ.

آدِسَڪَتِ (سن. آدِ+شَڪتِ= طاقت)، اصلي شڪتي.

آدِڪ (سن. آدِڪ. آدِ+ڪَ.0 دا= ڏيڻ)، وغيره

آدِي ڏسو ”آدِ“.

آديسُ (سن. آديش. آ= تائين+0دِش= ڏسڻ، اِشارو ڪرڻ)، سناسن جو سلام، نياز، نمسڪار.

آرائِي (سن. آرا مِڪ. آ +0 رَم= آرام ڪرڻ، آنند ماڻڻ)، آرائين، باغائي، مالهي.

آرِجا (هہ.آوَردا. س. آيُردا. آيُس= حياتيءَ جو عرصو+ دا= حصو. 0دا = ڏيڻ)، عمر، ڄمار، حياتي.

آرِسِي (پرا. آرسِي. سن. آدرشَ. آ= چئني طرفن ڪان+0 درش= ڏسڻ)، آهينو، آئينو، دَرسني.

آڙاهُ (سن. آوَرت. آ= تائين+ورت= ڦِرڻ)، اونهي ڳَڏ، ڪُنُ، اونهو پاڻي، اوڙاهُ.

آسَ (سن. آشا. 0 آش= حاصل ڪرڻ)، اُميد آسرو؛ پروسو.

آسانُ (ف. آسان)، سولو، سهنجو. ضد ”دشوار“.

آسائُو آس وارو. ڏسو ”آس“.

آسَڻُ (پرا. آسَڻ.سن. آسَن. 0 آس= ويهڻ)، ويهڻ جي جاءِ،

بينڪ: ٽڪيو، ماڳ.

آڪارُ (سن. آڪار. آ= تائين+0 ڪر= ڪرڻ)، روپ، شڪل، صورت.

آڪاسُ (پرا. آگاس. سن. آڪاش. آ= چَئني طرفن ڪان+0 ڪاش= چمڪڻ)، آسمان: نڀُ (Ether)

آگِ (پرا. اگِّ. سن. اگنِ) آڳ، باهہ.

آگو (ت. آقا. ف. آغا)، مالڪ.

آگيا (پرا. اڄّا. سن. آ جڃا. آ= تائين، ساڻ+0 جڃا= ڄاڻڻ)، حڪم، فرمان، مڃتا.

آلادي (ع. عَلحده)، عَلحدي، نرالي، نِياري.

آلَسُ (سن. آلَسيہ. اَ= نہ+0 لَس= ڪم ڪرڻ)، آرس، سُستي.

آنَ (سن. اَين.)، هَٺ، وڏائي، اهنڪار: ٻيائي: ٻِوُ.

آنَندُ (پرا. آنند. سن. آنند. آ= ساڻ +0 نَد= خوشي ڪرڻ)، خوشي، سَرهائي.

آڻ (پرا. آڻا. سن. آجڃا. آ= تائين، ساڻ+ جڃا= ڄاڻڻ)، فرمان، حڪم، آگيا: طاقت، سَتا.

آوَرَڻُ (سن. آوَرَڻ. آ= ساڻ، تائين+ ور= ڍڪڻ)، پردو، ڍَڪُ.

آوِي (ع. هاوِيَہ. ف. آوَہ)، نِهائِين.

آهارُ (ف. آهار. پرا. آهار. سن. آهار. آ+ هر= ڪٽي وجهڻ)، ڪاڏو، ڀوڄَنُ.

آهان (ف. آہ)، آهون، دانهون.

آهُوتِي (سن. آهُتِ. آ= تائين+هُہ= ٻَلِ چاڙهڻ، قرباني ڏيڻ) آهوتِ، ديوتائن اڳيان ٻَل چاڙهڻ جي رسم.

اَبدالِي (ع. اَبدال. واحد بَدَل، بَدِيل. "ي" نسبتي. بَدَلُ= ڪنهن شيءِ جو بدلجڻ) ، الهہ لوڪ، مست، سَنت.

اَبکُ (سن. اَيَڪشيَہ= ڪائڻ جوڳو. يَڪش= ڪائڻ)، نہ ڪائڻ

جوڳو، حرام.

أبِناسِي (سن. اَوِناشِي. اَ= نہ+ وِناشِي= ناس ٿيندڙ. 0 نَش= ناس ٿيڻ)، امرُ، لازوال، غير فاني.

اَبُجُهہ (سن. اَ=نہ+ بڌ.0 بُڌ= سمجهڻ)، ابوجهہ، پوررڙو. ابوهيو.

(سن. اَ= نہ+ وَپَنَ؟)، سالم، اَڻ وِنڌيَل، ناياب، قيمتي. ڏسو "ٻوهَڻ".

اَياسُ (سن. اَ= نہ+ياسَ.0 ياس= چمڪڻ، ڏسڻ ۾ اچڻ)، جو ڏسڻ ۾ نہ اچي؛ غير محسوس؛ جنهن کي سچي هستي ڪانهي، اولڙو، عڪس.

اَياڳُ (سن. اياگيہ. اَ= نہ +ياگيہ= ياڳ.0 يَج= حصو ڪرڻ)، نياڳ، ڪمبختي، بدقسمتي.

اَياءُ (سن. اَياوَ. اَ= نہ+ ياوَ= هستي.0 يُو= هئڻ)، نيستي، نابودي، گم.

اَپُلُ (سن. اَ= نہ+پرَمر= پتڪڻ، غلطي ڪرڻ)، نہ پلندڙ، خطا نہ ڪائيندڙ.

اَپِلاڪُ (سن اَپِلاشَ. اَپِ= وڌيڪ، گهڻو+0 لَش= خواهش ڪرڻ)، تکي خواهَش- چاهنا.

اَپِمانُ (سن. اَپِمانَ. اَپ+ مانَ= وڏائي. 0 مَن= سمجهڻ. پاڻ کي گهڻو سَمِجَهڻ)، تڪبر، وڏائي.

اَپِنُ (سن. اَپِنَ. اَ= نہ. پِنَ=پَڳل 0 پِد= ٽڪر ڪرڻ)، هڪجهڙو، جو جدا نہ آهي.

اَيَنگُ (سن. اَ= نہ+يَنگَ= قوتِ. 0يَجع= يَجڻ)، جنهن ۾ يَنگُ- پيجڪڙي نہ پوي؛ اڪنڊُ، پُورَن.

اَيوڳُ (سن. اَ+ يوگَ = مزو. يُج= ماڻڻ، مزو وٺڻ)، نہ ماڻڻ جهڙو يعني لاثاني؛ خشڪ، بي سواد.

اَپِياسِي (سن.اَپِياسِي. اَپِياسَ. اَپِياسَ. اَپِ= گهڻو+0 اس= ڦهلڻ،

چمڪڻ)، (پڙهڻ جو) خَفتي، شائق، محنتي.

**اَپيدُ** (سن. اَپيدَ. اَ= نہ+ پيدَ= فرق، تفاوت. 0 پِد= ٽوڙڻ)، جنهن ۾ پيد يا فرق نہ هجي، ساڳيو، هڪجهڙو.

**اَپيوَ** (سن. اَپيدَ)، جنهن جو رنگ، روپ، ڳُجهہ ڄاڻي نہ سگهجي. ڏسو ”اپيد“.

**اَت** (سن. اَتِ)، تمام گهڻو، نهايت.

**اَتبارُ** (ع. اِعتبار)، ڀروسو.

**اُتپَتِ** (سن.اُتپَتِ. اُد= مٿي+0 پَد= وجڻ)، پيدائش ڄمُ، رَچنا.

**اُتپَتِ** (سن. اُتپَتَ. اُد= مٿي+ 0 تَپ= تَپڻ)، انتظار، ڳڻتي، بي آرام.

**اُترُ** (سن. اُتَرَ. اُد= مٿي+ تَرَ.0 تر= پار پَوڻ)، جواب.

**اُتَمُ** (سن. اُتَمَ. اُد= مٿي+ ”تَم“ صفت مبالغي واري پڇاڙي)، سڀ کان مٿي، اعليٰ، پرڌان.

**اَتنتا** (سن. اَتيَنتَ. اَتِ= گهڻو، نهايت، حد کان ٻاهر+ اَنتَ= حد، انتها. 0 اَنت= ٻَڌڻ)، تمام گهڻو، بيحد.

**اُتو** (سن. اُڪتَ. 0 وَچ= ڳالهائڻ)، چيو.

**اَتيتُ** (سن. اَتِيتَ. اَتِ+اِتَ= وِيَلُ. 0 اِ= وڃڻ)، سنياسي، تياڳي، تارڪ، نيارو، الڳ، آزاد.

**اُتانُ** (سن. اُتتانَ. اُد= مٿي+0 ستا= ويهڻ)، ڪوشش، سعيو، اُٿڻُ: اُمنگ، خوشي: اُتپتي.

**اَٿاهُ** (هہ. اَٿاهہ. سن. اَ= نہ+ ٿاهَ. سن. ستا= ترو. جنهن جي تري جو پتو لڳائي نہ سگهجي)، اونهو، عميق.

**اَٽڪُ** (سن. اَ= نہ+ ستگَ= ٽڪ)، جو نہ ٽڪجي، اورچ.

**اَنارَهن** (هہ. اَنارَهہ. سن. اَشتا دَشَن. اَشٽ= اَٺ+ دَشَن= ڏهہ)، ارڙهن. اشارو ”پُراڻَن“ ڏانهن، جي ارڙهن آهن.

هندن جا اِهي ڌرمي پستڪ ’وياس‘ گڏ ڪيا. هر

هڪ 'پراڻ' ۾، پنجن وَستن جو وِستار ڪيل آهي: 1- دنيا جي پيدائش يا رَچنا. (2) دنيا جو پَرلَئہ يا ناس ٿيڻ. 3. ديوتائن ۽ سورمن جوذڪر. 4. مَنُو بابت 5. سندن پوين جو ذڪر. ارڙهن پراڻن ۾ ڪل چار لک شلوڪ آهن:

1- برَهم 2- پَدمَ 3- برَهمانند 4- اگني 5- وِشنُو 6- گُرُڊَ 7- برَهمَ ويَورتَ 8- شِوَ 9-لِنگَ 10- نارَد 11- سِڪَند 12- مارڪَنڊيَہ 13- ڀَوِشيَت 14- مَتسِيَہ 15- وِراهَہ 16- ڪُورمَ 17- وامَن 18- ڀَڳوَت.

**اَناسي اُجَ** (سن. اَشتاشِيتِ. اَشٽَ= اَٺ+ اَشِيتَ= اسي.+ اُدُنيا)، نانا روپي مايا جي اُج، اڻ هوندو جهان يا سنسار.

**اَٽپَٽي** (سن. اُٽ= چَلڻ+0 پَت= ڪرڻ)، اٽانگي، مشڪل.

**اَٽڪَ** (سن. اَرٽَ+ڪَ)، رنڊڪ، روڪ، اَڙ؛ اَٽڪَ جو درياھ، سنسار رُوپي ساگر.

**اَٽلُ** (پرا. اَٽل.سن. اَٽل. اَ= نہ +0 ٽَل= چُرڻ)، محڪم.

**اُٽيلا** (سن. اُد= مٿي+0 لُٽ= ليٽ؟) اُٿلون.

**اُپاڌِ** (سن. اُپاڌِ. اُپَ=ويجهو+آ= تائين+0 ڌا= رکڻ)، ڇَل، ٺڳي، فريب، دوکو؛جنجال؛ سرير جا ٻاهريان ڏک.

**اَپارُ** (سن. اَپارَ. اَ= نہ+ پارَ= پريون ڪنارو. 0 پر= پر= پرڻ)، بيحد، بيشمار.

**اُپاسَڪُ** (سن. اُپاسَڪ. اُپَ= ويجهو. 0 آس= ويهڻ)، شيوڪ، ٽهليو، نوڪر؛ پوڄاري.

**اُپاسنا** (سن. اُپاسَنا)، عبادت، پوڄا، شيوا. ڏسو "اپاسڪ".

**اُپانڌي** ڏسو "اُپاڌ".

**اُپاءُ** (سن. اُپايہ. اُپَ= ويجهو+آ= ساڻ+0 اِ= وڃڻ)، ڪوشش.

**اُپجَڻُ** (سن. اُپَ= ويجهو+0 جَن = جمڻ، ڦُٽڻ)، پيدا ٿيڻ.

أپدا (سن. آپدا. آ= تائين، ساڻ+ 0 پد= وڃڻ)، مصيبت، آفت.

أپديش (سن. أپديش. أپ= ويجهو+0 دِش= ڏيکارڻ)، وعظ، پرچار؛ نصيحت.

أپر ڏسو "اپار".

أپرتِ (سن. أپرتِ. أپ+ رتِ= خوشي+ 0 رت خوشي+ 0 رم= خوش ٿيڻ)، تياڳي؛ نيارو؛ بي پرواهه.

اَپرسُ (سن. أ= نہ+ 0 سپرش. ڇُهڻ)، جو ڪنهن بہ شيء کي نہ ڇُهي، پرهيزگار؛ تياڳي؛ نيارو.

اَپروکُ (سن. أ+ پرَ= پري+ اَڪشِ= اک. 0 اَڪش= سپ جڳهہ ڦهلڻ)، سامهون، ظاهر.

أپڪارُ (سن. أپڪارَ. أپ= گهٽو، ويجهو+ 0 ڪر= ڪرڻ)، ڀلائي، مهرباني، احسان.

أپڪاري (سن. أپڪارن)، ڀلائي ڪندڙ، مددگار، سَهايڪ، محسن. ڏسو "أپڪار".

اَپکُ (سن. اَپکش. اَ= نہ+ 0 پکش= پاسو ونڻ)، بي طرفدار.

اَپيرِي (سن. آ= نہ+ پدَ = پير. 0 پد= هلڻ+ "اي" پڇاڙي)، جنهن جي پير يا واٽ جو پتو پئجي نہ سگهي؛ مخفي، ڳجهو.

اجاتِ (سن. آ= نہ+ جاتِ. 0 جن= ڄمڻ)، جنهن کي ساڳي ذات نہ هجي؛ ذات پات مان تڙيل.

أجارو (سن. أججول. أد= مٿي+ 0 جول= چمڪڻ، ٻرڻ)، أجالو، روشني.

اَجاڻُ (سن. اَ= نہ+ جڃانَ. 0 جڃا= ڄاڻڻ)، اَجاڻ، اڻ ڄاڻ، بي سمجهہ.

اَجپو (سن. أ= نہ+ 0 جپ= دل ۾ دُهرائڻ)، جو جپڻ ۾ نہ اچي، ياد ڪري نہ سگهجي؛ ناممڪن، ناشدني.

اَجرُ (سن. اَجر. اَ= نہ+0 جول= ٻرڻ، سڙڻ، پچڻ)، لازوال، غير

فاني، اَبناسي؛ جو جيتي نہ سگهجي؛ جو نہ سَڙي نہ
بَري. اَجَرُ جَري= نہ جَلڻ يا ناس ٿيڻ واريءَ وَستوءَ کي
پَچائي يا قَبائي، محڪم رکي.
اجر پد جري= آتمڪ پد حاصل ڪري، روحاني منزل
حاصل ڪري.

أجرو (سن. اُججَوَل)، اوجَل، صاف، روشن. ڏسو "اُجارو."

اُجَڙُ (سن. اُد= مٿي+ جَنا= پاڙ)، اُجاڙ، ناس، تباه.

اُجگيبِي ڏسو "ازغيبي".

اُجِيارو ڏسو "اُجارو".

اَجِيتُ (سن. اَجِتَ. اَ= نہ+ 0 ج= جيتڻ)، اڻ جيت، جنهن کان ڪو
ڪٿي نہ سگهي، غير مغلوب.

اَجاڻُ ڏسو "اَجاڻُ".

اجهاڳ (سن. اگاڌ. اَ= نہ+ گاڌ= ترو.0گاڌ= ٿبي هٽڻ)، اٿاهہ،
اونهو، عميق.

اچارج ڏسو "آچارج"

اَچانڪ (سن. اَ= نہ+ ججانڪ= معلوم. 0 ججا= ڄاڻڻ)، اوچتو.

اَچاهہ (سن. اَ= نہ+ اِچِيا= خواهش. 0 اِش= خواهش ڪرڻ)، بنان
خواهش.

اَچِتُ (سن. اَ= نہ+ چِت. 0 چِت = سمجهڻ)، خيال کان آجو، بي
پرواهہ.

اُچت (سن. اُچِتَ. 0 اُچ= نهڻ، نيڪ ٿيڻ) لائق، نيڪ، مناسب.

اَچرَجُ (سن. آشچَريَہ. "آ" عجب جي نشاني+ 0 چَر= هلڻ، ڪرڻ)،
حيرت، تعجب.

اُچري (سن. اُد= مٿي+ 0 چَر= هلڻ)، اُچاري، زبان مان ڪڍي، چوي.

اَچَلُ (سن. اَچَل. اَ= نہ+ 0 چَل= چرڻ)، اَچُر، اَڏولُ، محڪم.

اَچِنتُ (سن. اَچِنتا. اَ= نہ+ چِت= خيال ڪرڻ، ياد ڪرڻ)، بي فڪر.

| | |
|---|---|
| اَچيتُ | (سن. اَ= نہ+ چيت. 0 چِت)، بي فڪر، بي سمجهہ. ضد "سُچيتُ". |
| اَڇ | (سن. اڇڇ= صاف، اڇو. اَ= نہ+0 ڇَد= ڍڪڻ)، صفائي؛ اَڇاڻ؛ پاڻيءَ جي اَڇ واري پڪڙيل ايراضي؛ وحدت؛ نِرملتا. |
| اِڇا | (سن. اڇڇا. 0 اِش= خواهش ڪرڻ)، خواهش، مرضي. |
| اَڇارِي | (سن. اَڇڇادِتَ= ڍَڪيل. اَ= چڱيءَ طرح سان+ ڇد= ڍَڪڻ) لِڪائِي، ڍَڪِي. |
| اَڇُتو | (س. اَ= نہ+0 ڇُپ، ڇُهڻ)، صاف، اوجل، پوتر، پاڪ. |
| اَحَدُ | (ع. اَحَد)، واحد، ايشور،الله. |
| اُدارُ | (سن. اُدارَ. اُد+آ= نيڪ طرح+ 0 را= دانُ+ خيرات ڪرڻ)، ڪشاده دل، سخي، داتا، داني؛ لائق. |
| اُداسُ | (سن. اُداسَ. اُد= مٿي+ 0 آس= ويهڻ)، غمگين، بيقرار؛ دنيوي پدارٿن کان پري، تياڳي. |
| اُدتُ | (سن. اُدِتَ. اُدُ= مٿي+0 اِڻ= وَڃڻ)، ممتاز، مشهور. |
| اُدَمُ | (پرا.اُجَمَ. سن.اُديَمَ. اُد = مي+ 0 يَم= ڪوشش ڪرڻ)، ڪوشش، جتن، محنت. |
| اَدُوَيتُ | (سن. اَدوَيت. اَ= نہ+دوَيت= دوئي، ٻِيائي. دوِ= ٻہ)، ٻيائيءَ بنان، بي مثل؛ وحدت، هيڪڙائي، هڪ. |
| اُدَءِ | (سن. اُدَيَ. اُد= مٿي+ اِ= وَڃڻ)، مٿي چڙهڻ؛ روشنائي. |
| اُدِي | (سن. اُڪتِ. 0 وَڇ= چوڻ)، چئِي . ڏسو "اُتو". |
| اَديسُ | نمسڪار. ڏسو "آديس". |
| اَدِيُتُ | (سن. اديُتَ. اتِ= گهڻو+0 يُو= هئڻ)، حيرت انگيز، عجيب، انوکو؛ گجهو. |
| اَڌِڪ | (سن. اَڌِڪَ. اَڌِ= مٿي)، زياده، گهڻو، وڌيڪ. |
| اَڌِڪارُ | (پرا. اَهِيارَ. سن. اَڌِڪارَ. اَڌِ= مٿان، تي+ ڪر= ڪرڻ)، |

اختيار، قبضو، حق.

اَڏڪاري حقدار، اختياريءَ وارو، لائق. ڏسو "اڏڪار".

اَڎوت (سن. اَوڎوت. اَوَ= پري، هيٺ+ ڎوتَ= ڏٿيل. 0 ڎو= ڎوٽڻ. جنهن دنيوي خواهشون ڏوٽي، ڦٽي ڪيون هجن)، سنياسي، جوڳي، تارڪ الدنيا.

اَڍِينُ (سن. اَڍِينَ. اَڍِ= ساڻ+ اِنَ= مالڪ)، تابع، پوئِلڳ، پَرَوَس، محتاج، مسڪين.

اَڏ (سن. اَٽ)، اَڏو، جاءِ، مڪان.

اَڎولُ (سن. اَ= نہ+ 0 ڎُل= لُڏڻ. جو نہ لُڏي)، محڪم، اِستر.

اَڎوهِي (سن. اَ= نہ +دوشِي. دوشَ= ڎوهہ)، ڎوهہ بنان، صاف.

اَرپَڻُ (سن. اَرپَڻَ. 0 ر = وجڻ)، سونپڻ، حوالي ڪرڻ، پيش ڪرڻ، نذرانو ڪرڻ.

اَرٿُ (سن. اَرٿَ. 0 اَرٿ= ڳولڻ)، مطلب، معنيٰ، شرح.

اَرِجان (ع. عرض)، عرض، مِنٿ.

اُرجَهڻُ (سن. اُڏَ= متي+ 0 جَهت= اَٽڪڻ) مُنجهي پوڻ، ڦاسي پوڻ.

اَرداسَ (سن. اَردَنا+ آشَہ. 0 اَرد= گهرڻ)، `عرض، التجا، پيش، نذرانو.

ارڎاُرڎ (سن. اَڎَرَ= هيٺ+ اُورڎوَ= متي)، هيناهين متاهين.

اُرواُرپارَ (سن. اَوارَ= هِنَ پَرِ+ پارَ= هُنَ پَرِ)، اورينءَ پَر ۽ پَرينءَ پَر.

اَروڙِي (سن. آرُوڊَ. آ= تائين+ رُڍَ= اُپريل. 0 رَهہ= اُپرڻ)، بيائي، ڏوئي، خرابي، ڪُپَتِ.

اروڳُ (سن. اروڳيہ. اَ= نہ+ روڳ، بيماري. 0 رُج= بيمار ٿيڻ، سور ٿيڻ)، تندرستي، چڱيلائي، چاقائي، روڳ يا وِڪار کان ڇُٽل.

اَزغَيبِي (ف. اَز= کان، مان+ع. غيب. "ي" نسبتي)، اوچتو، ڳجهيءَ طرح.

أساڙ (سن. أ+سارَ= تَت، جوهر. 0 سر= وڃڻ)، اَسَتُ، ڪُوڙو، ڪُوڙ، بي بقا.

أساس (سن. اُدَ= مٿي+ شواسَ= ساهُ. شوَس= ساهه ڪڍڻ)، ساهه جي روڪ، ساهه جي بندش.

أسباب (ع. أسباب. واحد "سبب")، سامان.

اَسَت (سن. اَ= نہ+ سَتيَہ= سچ. 0 أس= هئڻ)، ڪوڙو، بي حقيقت.

اَسِتا مَلُ (سن. هَستَ آ مَلڪَ= آؤرو. 0 مَل= جَهلڻ، پڪڙڻ)، پورؐ ريت جاڻڻ.

اُستَت (سن. ستُتِ. 0 ستُ= ساراهڻ)، ساراهہ، تعريف، واکاڻ.

اِستِري (سن. ستري. 0 ستتيَ = گڏ ٿيڻ)، عورت، زال، ناري.

اِستِتِ (سن. ستِتَ. 0 ستا= قائم ڪرڻ)، محڪم، مضبوط، ثابت قدم، اِستر، قائم.

اِستِرُ (سن. ستِرَ. 0 ستا = قائم ڪرڻ)، اڇل، اَٽلَ، قائم، مضبوط، نيبَهُ.

اِسٿُولُ (سن. سٿُولَ. 0 سٿُول = ٿُلهو ٿيڻ)، ٿُلهو، ڀاري؛ جڙ، بدن. ضد "سُوڪيم".

اسپَندُ چُهَڻُ، متحرڪ. ڏسو "نِسپند".

اَسُر (سن.اَسُرَ. أ= نہ + سُرَ= ديوتا. نہ ديوتا)، راڪاس، دَئِيتُ.

أسرارُ (ع. ا- أسرار. واحد . سَر. ع.2- اِسرار= لڪائڻ)، ڳُجهہ، راز، ڀيدُ.

اَسَرِيرُ (سن. أ = نہ+ شَرِيرَ= جسم. 0 شر = ناس ٿيڻ)، سرير کان سواءِ، بي جسم، نِرآڪار.

اَسِگاهُ (سن. اَستاگهہ. أ= نہ+ ستاگهَہ=تانگهو)، اَتانگهہ، اَٿاهہ، عميق، بي حد؛ ڳُجهو، ڳَئُن.

اَسگهِتِي (سن. اِيشَت= تورو+ گهِتِي. 0گ= اڻ چٽو ڳالهائڻ؟)،

سُرڪي، چُڪو.

أَسَمُجَهہ (هہ. أَسَمَجهہ. سن. اَ= نہ+ سَمر= گڏ، چگّيءَ طرح سان. 0 أوهہ = ڏيان ڏيڻ)، بي سمجهہ، اڻ ڄاڻ.

أَسِميڌُ (سن. اَشوَ ميڌ. اَشوَ= گهوڙو+ ميڌ= يَگيَہ، قرباني. 0 مِڌ= کُهڻ)، گهوڙن جي قرباني.

اسميديگ، جنهن ۾ گهوڙي کي چوڌاري ڦيرائي، آخر ان کي ماري، ان جي آهوتي يگّيہ ۾ ڏيندا هئا.

أَسَنَ (سن. أشمَن. 0 أش= جلڻ، ٻَرڻ)، تپت، گرمي.

اسنانُ (سن. سنانَ. 0 سنا= وهنجڻ)، اِشنان، سَنانُ، وهنجڻ.

اَسَنگُ (سن. اَسَنگَ. اَ= نہ+سَنگَ= لاڳاپو، تعلق)، جنهن جو ڪنهن سان تعلق نہ هجي، آزاد.

اَسوڪُ (سن. اَ= نہ. شوڪَ= ڏک. 0 سُچ = چنتا ڪرڻ)، بي غم.

اَسوڳُ ڏسو "اسوڪ".

أَشنائِي (ف. آشنائي. آشنا= واقف)، واقفيت، ڄاڻ سڃاڻ.

اَشوڪُ ڏسو "اسوڪ".

اَصِيلُ (ع. اَصيلُ)، بنيادي، اصل نسل وارو، شريف.

اَقُرُ (سن. اَ= نہ+ سڦُر = ڦرڪڻ، ڏڪڻ)، بنا ڦُرٽي، بي اونو، ڪنهن بہ خيال کان سواءِ، سَنتوش وارو.

اَڪالُ (سن. اَڪالَ. اَ= نہ. ڪالَ= وقت. 0 ڪَل= وڃڻ)، وقت جي حد کان آزاد، موت کان آجو، اَمَرُ.

اَڪَٿُ (سن. اَڪَٿَ. اَ= نہ + ڪَٿ= ڪَهڻ)، بي شمار، بي انداز، چوڻ کان ٻاهر.

اُڪو (سن. اُگهہ)، سَچو، سپ، سمورو.

اَڪَهُ (سن. اَڪَٿيَہ. اَ= نہ+ ڪَٿ. ڪَٿڻ)، چوڻ يا بيان کان ٻاهر، جو چئي نہ سگهجي.

اُڪِيرَ (پرا. اُڪَلِيا، سن، اُتَڪَلِڪا)، سِڪ، اُڪنڊ.

اڪيڪُ (سن. ايڪَ+ ايڪَ. 0 اِڻ= وجڻ)، هڪ هيڪڙو.

اَڪِيلو (سن. ايڪَ+ ه. "لا" پڇاڙي)، هڪ جِٽو، ڇَڙو؛ نِرالو.

اَگندُ (سن. اکندَ. اَ= نہ+ کَندَ= ٽُڪرو، ڀاڱو.0 کَدَ= ڀَڃڻ)، سڄو، سالم، ثابت؛ ناغي کان سواءِ، اَيَنگُ، لاڳيتو، دائما، سَديوَ.

اگاڌُ (پرا. آگاهَ. سن. اگاڌَ. اَ= نہ+ گاڌَ= تَرو، جاءِ)، اٿاھ، عميق، اونهو، بيحد. ڏسو "اَجهاڳ".

اگست (سن. اگستِ. اگَ= پهاڙ، جبل+ اَستِ= اُڇليندڙ.0 اَس= اُڇلڻ)، هڪ مها رشيءَ جو نالو، جنهن ونديا جبل کي ڪيرائي وڌو هو.

رشي اگست، هٿ تي پاڻي وجهي، سُرڪ پري، مَنتَر اُچاريو تہ ساگر (درياءُ) سڪي ويو.

اگَمُ (سن. اگمَ. اَ= نہ+ گمَ= وڃڻ)، مَنَ ۽ اِندريُن جي پهچ کان پري، سخت، کَٺن، ڳجهو، مخفي؛ بيشمار.

اگنِ (سن. اگنِ.0 اگَ= متي چڙهڻ)، آگ، باھ.

اگڻِتِ (سن. اگڻِتَ. اَ+0 گڻ. ڳڻڻ)، بيشمار، جنهن کي ڳڻي يا ڪٿي نہ سگهجي.

اگوچرُ (سن. اگوچرَ. اَ= نہ+گوچرَ= حواسن جي سامهون. گو= حواس، اِندري+0 چَر = هلڻ)، اَدِرشٽِ، جو اِندرين (حواسن) سان جاڻي نہ سگهجي، جو ڏسڻ ۾ نہ اچي، مخفي.

اگُوهِين (سن. اَ= نہ+ گُهيَہ. 0گُهہ= لڪائڻ)، صاف، ظاهر، پرتڪش.

اگيانُ (سن. اَجيانَ. اَ= نہ+ جِجانَ= جاڻ.0 جيا= جاڻڻ)، جهالت، اڻ جاڻائي.

اڳو (سن. اگرَ.0 اَنگ= ويجهو اچڻ- وڃڻ)، اَڳُ، اڳيان، اڳيون پاسو؛ شروعات، اڳو پيڇو، اڳيوءَ.

اگهايو (سن. اَ+ گهرَ)، ڍائو، ڍَريو.

اَڳهرُ (سن. اَ= نہ+ گرهہ= داخل. ڳڌ تيڻ)، جنهن کي ڳهر نہ هجي، لامڪاني، سَروَ وِيا پَڪُ.

اڳهورِي (سن. اَ+ گهورَ= خوفناڪ. 0 گُهر = خوفناڪ تيڻ. جنهن کان وڏيڪ ٻيو ڪو خوفناڪ نہ هجي)، ڀيانڪ، خوفناڪ، قهر جو، پوائنتو.

اَلُ (سن. اَپَلَپَنَ= اَلَڻُ. اَپَ=پري+ لَپَنَ. 0 لَپ= چوڻ، ٻولڻ)، سچي نہ ڪرڻ، لڪائڻ، ڳجهو ڪرڻ.

اَلاڀُ (سن. اَلاڀَ. اَ= نہ. لاڀَ= فائدو. 0 لَڀَ= حاصل ڪرڻ)، نقصان.

اِلاهي (ع. اِلاه= خدا+ "اي" پڇاڙي)، خدائي، خدا جي طرف کان؛ تمام گهڻو،ڪوڙ.

اَلبيلو (سن. اَلَمَ= گهڻو+ ويل= وجڻ)، اَربيلو، لاڏلو، پيارو.

اَلِتي لڪائي،، ڏسو "اَلُ"

اُلَتِي (سن. پَرا= پري+ وَرتَ. ورت= ڦِرڻ)، اُبتِي، سنسار کان ابتڙ، اٽانگي.

اَلپَتُ (سن. اَلپَتا. 0 اَل= طاقتور تيڻ)، سُوکيم، باريڪ، دقيق.

اَلساٽو (سن. آلَسيَہ. اَ= نہ +0 لَس= ڪم ڪرڻ)، آرِسي، آرس وارو، سست، ڪاهل.

اَلڪيُون (سن. اَلَڪَ)، اکين جون پلڪون، پنبٽيون.

الڪُ (سن. اَلَڪشيَہ. اَ= نہ+ لَڪشَ= لک، خبر. 0 لڪش= ڏِسڻ. جو ظاهري يا جسماني اکين سان ڏسي نہ سگهجي)، مخفي، پوشيده؛ خدا.

اَلوڪُ (سن. اَ= نہ + لوڪَ= دنيا.0 لوڪ= ڏِسَڻ)، روحاني دنيا.

اَلوَلو (هہ. اَرُ= وري، وڌيڪ+ سن. بَلِ= ڦيرو؟)، ڏکيو، منجهيل.

اَلوِڻِي (سن.آ= نہ+ لَوَڻَ= لُوڻ. 0 لُو= وڍِڻ، ڪاٽڻ)، لوڻ بنان، ڦِڪِي، بيسواد، اٽوٽندڙ (رَسُ رَهَتِ).

اليپُ (سن. اَليپَ. اَ= نہ+ ليپَ= داغ. 0 لِپ= داغ لڳڻ)، جنهن کي ڪو ليپ لڳي نہ سگهي، بي داغ، نيارو.

اَليڪُ (سن. اَليڪ. اَ= نہ+ ليڪَ= حساب، ڳڻت. 0 لِڪ = لکڻ)، جو لکئي ڪان ٻاهر هجي، بيشمار؛ اَلکُ.

اَماپُ (سن. اَ= نہ+0 ما= ماپڻ)، جو ماپي نہ سگهجي، ماپ کان ٻاهر، اندازي لڳائڻ کان ٻاهر.

اَمِتَ (سن. اَمِتَ. اَ= نہ+ ما= ماپڻ)، بيحد، بي انداز.

اَمِٽُ (سن. اَ= نہ+ مرشٽ. 0 مرج= ميٽڻ، صاف ڪرڻ)، نہ مِٽندڙ، نہ ڊهندڙ، لازوال، پائدار.

اَمَرُ (پرا. اَمَر. سن. اَمَر. اَ= نہ+0 مر. مرڻ)، لازوال، غير فاني، اَبدي، دائمي، زنده جاويد.

اَمُرُ (ع. امر)، حڪم.

اَمرَتُ . (سن. اَمرَتَ. اَ= نہ+ مرتَ= مُئل. 0 مر= مرڻ)، سدائين جيئرو رکندڙ (ڪابہ شيءِ)، اَڪِسيرُ. ڏسو "اَمَرُ."

اَمَلُ (سن. امرتَ)، ڪابہ نشيدار شيءِ، آفيم؛ نشو، ڪيفُ.

اَمُلُ (پرا. امولَ. سن. اَمُوليہ. اَ= نہ+ مُوليَہ= مُلهہ، قيمت. 0 مُول= قائم- مضبوط هئڻ)، اَملهہ، بي بها، لاثاني.

اَمُلهہ ڏسو "اَمُلُ".

اَمْنُ (سن. اَ= نہ+ مَنَن. 0 مَن= ويچارڻ)، ڦُرٽي- خيال کان سواءِ، بنا ترٽي.

اَمَندُ (سن. اَ= نہ+ منترَ. مَتر= ايڪانت ۾ چوڻ، صلاح ڏيڻ)، مَندَ يعني مايا جي ڇَلَ وَلَ کان آجو.

اَمُولُ ڏسو "اَمُلُ".

اَمُولَڪُ (سن. اَمُوليہ+ ڪا)، املهہ. ڏسو "اَمُلُ".

اَمُولو ڏسو "اَمُلُ".

اَمَلِي ڏسو "اَمَلُ".

أناڙِي (سن. أناريَہ. اَن= نہ + آريَہ= أتم، اعلىٰ، مانائتو. 0ر= وجڻ)، اڻ سڌريل، جهنگلي، مورک.

اَن الحق (ع. انا الحَقّ. أنا= مان+ حقّ= خدا)، مان خدا (برهم) آهيان. منصور حلاج وارو بيخوديءَ جو نعرو.

أنانا (سن. أ= نہ+ نانا= قسمين قسمين)، سڀ ڪجهہ، ڏسو ”نانا“.

اَنبَرُ (سن. امبَر)، آسمان، أڀُ.

اَنِيَيہ (سن. اَنِيَو. اَنُ= پنيان+0 يُو= هئڻ)، ڄاڻ، علم، گيان.

اَنيئِي اَنِيَئِي جوت= اندر جو سوجهرو، باطني نور، گيان جو پرڪاش.

اَنتُ (سن. اَنتَ. 0 اَنت= بَدڻ)، حد، پڇاڙي.

اَنتَرِ (سن. اَ نتَر)، اَندَرُ؛ ۾، منجهہ؛ ڳُجهُہ، ڀيدُ.

اَنتَرالُ (سن. اَنتَرال. اَنتَرَ+ آلِ)، درمياني مفاصلو، پردو.

اَنتَرگَتِ (سن. اَنتَرَ+ گَتِ)، دل جي حالت.

اَنتَرمُکِ (سن. اَنتَرَ= مُکَ. گَن= ڪوٺڻ)، اندريون مُنهن، اندروني جهاتي- نظر.

اَنتَريامِي (سن. اَنتر+يامِي= يامِن= ڄاڻندڙ، 0 يَم= روڪڻ)، مَنَ جي بات سمجهڻ وارو.

اَنجَنُ (سن. اَجَنَ. 0 اَجج= سينگارڻ، سهڻو ڪرڻ)، سُرمون.

اِنچا ڏسو ”اِچا“.

اِندرِي (سن. اِندرِيَہ. 0 اِد = طاقتور ٿيڻ)، حواس.

اَنُراڳُ (سن. اَنراگَ. اَنُ= ساڻ+ رَجج= پيار ڪرڻ)، پريم، پيار، پريت.

اَنرواڪُ (سن. اَنِرواچيَہ. أ= نہ+ نِر= ٻاهر.0 وَچ= ڳالهائڻ)، جو ڳالهائڻ ۾ نہ اچي، بيان کان ٻاهر.

اَنگُ (سن. اَنگَ. 0 اَنگ= گهمڻ، ٺهلڻ)، بدن جو عضوو.

| | |
|---|---|
| اَنگورُ | (سن. اَنڪُرِ)، سَلو، گوشو، مورِ، ٻُونگرِ. |
| اَئلُ | (سن. اَئلَ. 0 اَن= جيئڻ، ساهہ کڻڻ)، پکيءَ جو نالو، جو چون ٿا تہ آسمان ۾ رهي ٿو؛ باهہ. |
| اَنُمانُ | (سن. اَنُمانَ. 0 اَن= پنيان+0 ما= ماپڻ. ڪنهن ڳالهہ موجب ماپڻ يا تور تڪ ڪرڻ)، اَنومان، اندازو، گمان، خيالي ڳڻ. |
| اُنمَتِ | (سن. اُنمَتَ= چريو. اُد+0 مَد= چريو ٿيڻ)، چريو، مستانو، بي سمجهہ. |
| اَنمَن | (اَنمَنا. سن. اَنيَمَنَس)، وِيا ڪل، ڏُکي، پريشان، اُداس. |
| اَنُ | (سن. اَنَ= نہ+اَنيَہ= ٻيو. ٻئي جو نہ، پر هڪ پرماتما جو)، ٻيائيءَ ٻنان، لاثاني.<br>اَنن اَيپاس= اپياس، جنهن ۾ ٻيائي نہ هجي<br>اَنن اَيپدَ پڳت= پيد ٻنان اکنڊ ڀڳتي. |
| اَنوپُ | (سن. اَنُپَمَ. اَ= نہ+ اُپَما= برابر.0 ما= ماپڻ)، لاثاني، لاجواب، بي نظير، تمام عمدو. |
| اَنوَيہ | (سن. اَنوَيَہ. اَن= پويان+ 0 اِڻ= وڃڻ)، سَنبَنڌ، لاڳاپو. |
| اَنهَدُ | (سن. اَناهَتَ. اَنَ= نہ+ آهَتَ= ڌَڪَ هَنيل.0 هَن= ڌڪ هڻڻ. ڌَڪَ هڻڻ کان سواءِ)، اندر جو آواز، مَنَ واڻي. |
| اَنيتِ | (سن. اَنيتِ. اَ= نہ+ نِيتِ= نياءُ، هلت. 0 نِي= نِئڻُ، وٺي وڃڻ)، بي انصافي، بد هلت. |
| اَنيڪَ | (سن. اَنيڪَ. اَنَ= نہ+ ايڪَ= هڪ. 0 اَڻ= وڃڻ)، گهڻا، بي انت. |
| اَٽاسُ | (سن. اَناسِڪَ. اَ= نہ+ ناسا= ناسَ، نَڪُ.0 نَس= آواز ڪرڻ) نِرلَڄو، بي شرم. |
| اَٽِي | (سن. اَڻُ. 0 اَڻ= آواز ڪرڻ)، ذري؛ آسرو. |
| اَٽِيا | (سن. اَڻِ+ "والا" پڇاڙِ)، اَٽيءَ وارو، نوڪدار، چهنبدار، چهنبيارو. |

أواچَ (سن. أواچيَہ. اَ= نہ+ واچيَہ= ڳالھائڻ لائق. 0 وَچ= ڳالھائڻ) بيان ڪرڻ کان ٻاهر، اهو (درجو) جو چوڻ ۾ نہ اچي سگهي.

اوتارُ (سن. اَوَتارَ. اَوَ= هيٺ+ تَرَ= لنگهڻ، پار پوڻ. هيٺ زمين تي ڪنهن ديوتا جو اچڻ)، ايشور جو ٻيو روپ، ديوتا.

اوتَ پروتَ/ اوتَ پُوتَ (سن. اوتپروتَ. 0 وِي= ڪپڙو اُڻڻ)، ڳتيل، اُرس پَرس.

اوتارو (سن. اَڪرانتَ= حملو ڪيل. ڪرَم= هلڻ)، خوفناڪ خواب- سُپنو.

اوٽ (سن. اُٽ)، پناهہ، پردو.

اُوجَلُ (سن. اُججَوَلَ)، صاف، نرمل؛ روشن. ڏسو ”اُجارو“.

اَوِديا (سن. اَوِديا. اَ= نہ+ وِديا= علم. وِد= ڄاڻڻ)، جهالت، بي علمي، اڻڄاڻائي، اگيانُ.

اَوَڌُتُ (سن. اَوَڌُتَ. اَوَ= پري+ ڌُتَ= ڌُڻيل. 0 ڌُو= ڌُڻڻ)، سنياسي، جوڳي، ويراڳي پرش.

اورَ اورڻ (سن. اَوَرتَنَ= وري وري چوڻ)، رهاڻ، دل جو حال.

اورارُ (سن. آوارَ)، اورين پَر، هِن پَر؛ ويجهو طرف.

اوراٽو (سن. آوَرتَنَ. اُد= متي+ لَل= ڪيڏائڻ)، لولي، مني يا وٽندڙ ٻولي.

اُورَنُ (سن. اُونَ. 0 اُون= گهٽ ٿيڻ)، خالي، سکڻو.

اوڙو (سن. آوَرَڻَ. آ= چڱيءَ طرح سان+ ور= چوڌاري بند ڪرڻ)، لوڙهو.

اوڙي (سن. اٺَ= ڏڪوئڻ؟)، پياسِي.

اَوسَرَ (سن. اَوَسَرَ. اَوَ= هيٺ+ سر= وڃڻ)، سَمو، وقت، موقعو.

اَوکَدُ (سن. اَوشَدَ. اوش. گرمي. 0 اش= ٻرڻ+0 ڌا= رکڻ)، دوا، دارون.

اوگاهہ (ف. آگاہ)، گواهہ، شاهد.

اوگاهي (ف. آگاهي)، گواهي، شاهدي؛ خبر.

اَوگُڻُ (سن. اَوگُڻَ. اَوَ= سواءِ+ گُڻَ= خوبي)، عيب، بُرائي.

اوڳو (سن. اَوَ= پري+0 جيجا= ڄاڻڻ)، موڳو، مُنجهيل، بيوقوف.

اَوگهٽُ (سن. اَوَ+ گهٽَ= گهاٽ. گهٽَ= کولڻ)، اُتاهون، اُيَڪپرو، ڏکيو.

اولاٽو ڏسو "اوراٽو"

اولو (سن. پَٽَلَ. 0 پَٽَ= ڍڪڻ)، پردو؛ اُجهو، آسرو.

اولو (سن. اُلَ= ٻرڻ)، اُلو، تاندو، چڻنگ.

اولياءُ (ع. اولياءَ. واحد. وَلِي)، الله جو دوست؛ الله وارو؛ پهتل شخص؛ وَلي.

اونَ (سن. اُنمَنَس. اُد+ مَنَس= مَنُ. 0= خيال ڪرڻ)، اونو، انتظار، اُلڪو، اوسيڙو، فڪر.

اُونڪارَ (سن. اومِ+ ڪارَ. پاڪ اکر. او= هائو- قبول ڪرڻ)، ڀڳوان جي نالي جو اکر.

اُونگهہ (سن. اَدو= هيٺ+ گمَنَ. 0 گم= وڃڻ)، اوجهراٽي، پنڪي، ننڊ جو خمار، گهيرٽ؛ گهاٽي ننڊ.

اُوٽو (سن. اُونَ)، گهٽ. ڏسو "اُورن".

اَوِيچارِي (سن. اوِچار. اَ= نہ+ وِچارَ. وِ= گهٽو+ چَرَ= هلڻ)، بي خيالو، خيال نہ رکندڙ، اَڻ ڳاٽو.

اويو (سن. اَوَيَوَ)، عضوو؛ نشان.

اَهَنڪارُ (سن. اَهَنڪار. اَهَم= مان+ ڪارَ. 0 ڪر= ڪرڻ)، مان مان ڪرڻ، ايمان، غرور، وڏائي.

اَهَنگُ (سن. اَهَم)، آپو، خودي، پاٽپٽو.

اَهَنگٽُ اهنڪار وارو. ڏسو "اهنگ".

اَهَميوُ (سن. اَهَم+ "ايو" زور ڏيڻ جي علامت)، خود پاڻ،

پاٽپٽو، خودي، اهنڪار.

اِيسَرُ (سن. اِيشوَر. 0 اِيش= حڪومت ڪرڻ)، پرميشور، ڌڻي.

اِيشُ (سن. اِيشَ)، حاڪم.

اِيشَرُ ڏسو "ايسرَ".

ايڪانتِ (سن. ايڪانت. ايڪَ= هڪ+ أنتَ= حد.0 أنت= ٻَڌڻ)، اڪيلائي، ئويڪلائي، گوشہ نشيني.

ايڪِتا (سن. ايڪَتا. ايڪَ= هڪ 0 اِڻ= وڃڻ)، ايڪو، اتحاد، ٻَڌي.

ايلچِي (ت. ايلچي. ايل= پيغام. "چِي" فاعليت جي نشاني)، قاصد.

## "ب"

بادِ (سن. وادَ. وَد= چوڻ)، ڳالهائڻ، بحث: اجايو، بادبڪن= اجايو وات هڻن، اجايو ڳالهائڻ.

بادَلُ (سن. واردَ. وا= پاڻي+ 0 دا= ڏيڻ. پاڻي ڏيڻ وارو)، ڪَڪَرُ.

بارِي (پرا. يارَ. سن. يارَ)، ڀاري، وڏو، ڏکيو، ڪنن.

بارِيڪ (ف. باريڪ)، مِهين، سُوڪيم، لطيف، نفيس.

بازار (ف. بازار. اَبا= شُروو+ زار= جاءِ. اها جاءِ جتي شُرو ۽ ٻيون شيون وڪامن)، وڪري جي جاءِ، جتي دڪانن جي قطار هجي.

بازِي (ف. بازي 8 باختن= کيڏڻ)، راند، کيلُ.

بازِيگرُ (ف. بازيگر. بازي+ گر)، رانديگر، بازي وجهندڙ، تماشائي.

باندَرُ (س وانرَ. وانَ= وڻ جو ڦل+ 0 را= وٺڻ)، ٻولڙي جي ذات جو جانور.

باندِي (سن. بَندَنَ= بَڌڻ.0 بَندَ= بَڌڻ)، قيدي، گرفتار.

بانوِرو (سن. واتُلَ. 0 وا= هوا وانگر هلڻ)، چريو.

بَٽ (سن. پراشٽرَ. 0 پراج= چمڪڻ)، ٻَن؛ ٻاھ؛ باھ جو مچ-آڙھ.

بَجَرَ (سن. وَجرَ. 0= سخت ٿيڻ)، سخت، ڪٺن.

بَحرُ (ع. بَحر)، سمنڊ؛ دريائُ.

ٻُڊٻُڊو (سن. ٻُدٻُدَ. 0 ٻُد= پَڇاڻ ڪرڻ)، ٻوڙيو، پاڻيءَ جو ڦوٽو-ڦوڪٽو، حباب.

بِديھي (سن. وِ= نہ+ ديھَہ= سرير، جسم)، جنھن کي پنھنجي سرير جو ڏيان نہ ھجي يعني فقط ڏٺيءَ ڏانھن ڌيانُ ھجي؛ ديھہ کان سواءِ.

بِراجَڻُ (سن. وِراجنيَہ= وِ= گھڻو+0 راج= چمڪڻ)، ٺَٺَ پِررھڻ، رونق، افروز ٿيڻ.

بِرتُ (سن. ورتَ. 0 ورَج= وجڻ: ور= پسند ڪرڻ)، ورتُ، اُپواسُ، لَنگھڻُ.

بِرِڇُ (سن. ورڪَشَ. ورڪش= ڇانءَ ڏيڻ: وَڍڻ)، وڻ.

برحال (ف. بَر+ ع. حال)، رَڇي، ناھي، ٻٽائي؛ برابر، قائم؛ صحيح، چڱيءَ طرح.

بِرِڌُ (سن. ورڌ. ورڌ= وڌڻ)، ٻُڍو، ڪُراڙو، پوڙھو.

بِرِدُ/بِرِدُ (سن. وِرُدَ)، ننگُ، ناموس، عزت، آبرو.

ٻُرو (سن. وِرُوپَ. وِ= خراب+ روپَ= شڪل0 رُوپ= ڏسڻ)، خراب، بڇڙو.

بِرِھُ (سن. وِرَھَ. وِ= پري+0 رَھ= ڇڏڻ)، فراق، جدائي، وڇوڙو.

بِرَھَمُ (سن. برَھمَ. 0 برھ= وڌڻ)، پرميشور، ڏڻي.

بِرَھما (سن. برَھما)، ڪرتار، سرجڻھار، خالق، مھاديو.

بِرھَمَنڊُ (سن. برَھمانڊَ. برَھمَ= برھما+ آنڊَ= آنو)، دنيا، جڳت، سنسار.

بِرَھِن (سن. وِرَھِڻي)، پريمڻ، وڇوڙيل، اھا پريمڻ جنھن جو

پيارو وٽس موجود نہ هجي.

بِرَهمَڻُ (سن. براهمَڻَ)، هندنِ جي چئن ذاتين مان اتم ذات. هندن جون چار ذاتِيون: 1- برهمڻ 2- کتري 3- وَيشَ 4- شُودر.

بِسماد (سن. وِسمَيَہ. وِ= کجھ کجھ +0 سمِ= مشکڻ)، اچرج، حيرت، تعجب.

بَسَنت ' (سن. وَسَنتَ. 0 وَس= خوشبودار ڪرڻ)، بهار جي مند؛ هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

بَقائڻ (سن. ياوَنِيَہ. 0 يُو= هئڻ)، باقي باهر ڪڍڻ، ٻڙڪ ٻولڻ، واتان ڪڇڻ؛ واقِڻ، باقِڻ.

بکُرو (ف. بَهرَه)، بَخرو، حصو، ڀاڱو.

بکيڙو (سن. وِڪِرَڻَ. وِڪرِ= هڪٻئي سان وڙهڻ)، جهنجهٽ، جهڳڙو.

بِگاسَڻُ (سن. وِڪاسَنَ. وِ= گهڻو+ 0 ڪَس= ظاهر هئڻ)، کُلڻ، ٽڙڻ.

بِگرِ (ف ب+ ع. غير)، کان سواءِ، ڌاران.

بگِري (ف. بَغِلي. بَغل= ڪَڇَ "ي" نسبتي)، بغل ٿيلهي، فقيرن جي گودڙي.

بگلو (هہ. بگلا. سن. وَڪَ. 0 وَنڪ= ٽيڙهو هلڻ. "لا" پڇاڙي) بَڱُه پکي.

بَلا (ع. بَلا)، مصيبت، آفت.

بِلاسُ (سن. وِلاسَ. وِ= گهڻو+ لَس= کيڏڻ، نچڻ)، آنند، خوشي؛ هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

بِلاوَل (هہ. بِلاوَل، بلاوَلي)، هڪ راڳڻيءَ جو نالو

بَنُ (سن. وَنَ. 0 وَن= آواز ڪرڻ)، جهنگل، ٻيلو، بيابان.

بِن (سن. وِنا)، سواءِ، بغير.

بُڻُ (ف. بُن)، بنياد، نسل.

بٽي (سن. ورٽنَ؟)، پاٽو، رضا.

بورانِي (سن. واتُلَ)، پاڳل، چريو. ڏسو "بانورو".
بُوندَ (سن. وِندَ)، مينهن جي ڦُڙي- ڦڙي- ڪَڙِي.
بُهُه (سن. بُشَ. بُس= چِرَڻ)، ڪٽڪ جو ڳاهيل سُڪل گاهه.
بَهَرُ (ف. بَهار)، وسندڙ، ڦُلندڙ ڦوليندڙ.
بي آرٿو (ف. بي= سواءِ+ سن. اَرٿَ. 0 اَرت= ڳولڻ)، بي مطلب.
بي باڪ (ف. بي+ باڪ= پَوُ)، بي خوف، بي ڊپو.
بِيتي (سن. ويَتيتَ. وِ= جدا+ اَتِيتَ) گذريل وقت.
بيحد (ف. بي+ ع. حد. جنهن جي حد نہ هجي)، بي اَنت، بي شمار، لاانتها.
بيڌَڻُ (سن. ويڌَن. ويَد= ڻُنگ ڪرڻ)، زخم ڪرڻ، وڍڻ، ڏکوئڻ.
بيراڳِي (سن. وَيراڳِي. وِ= نہ+ راڳَ= پيار. 0 رَجج= ِخوش) ويراڳي، سنياسي.
بيرَنگي (ن. بي= سواءِ+ رَنگ= +"اِي")، رنگ روپَ کان سواءِ، لاثاني.
بِيکَ (سن. پِڪشا. 0 پِڪش= منگڻ، گهرڻ)، ڀِکيا، پِنَ، خيرات.
بيکُ (سن. وَيشَ. 0 وِش= داخل ٿيڻ)، ويسُ، پوشاڪَ.
بيگَ (سن. ويگَ. 0وِج= الڳ ڪرڻ)، تيزي، تِکُ.
بيگرجُ (ف. بي= سواءِ+ غ. غرض= مطلب)، بي غرضي، بي مطلب، بي طمع.
بيگمَ (سن. وِ= سواءِ+ گمَ= چاڻ)، پنهنجي چاڻ کان سواءِ.
بيگم پور (سن. وِ= سواءِ + گمَ= چاڻ. 0 گم = وڃڻ+ پُورَ= نگر، شهر، پُري)، اهو مڪان جنهن جي چاڻ (اندرين يا حواسن رستي) نہ پوي.
بِينَ ف (سن. وِيڻا. 0 آج= وڃڻ)، ساز جو هڪ قسم

# ”ٻ“

| | |
|---|---|
| ٻاجُهون | (سرا. ٻاجُهون)، ڪان سواءِ. |
| ٻارِ | (سن. وارَ. 0 ور= ڍَڪڻ)، راهِ، اَنَ جو ڍِڳ، لُٽيل فصل. |
| ٻارِ | (سن. وار. 0 ور)، وانهو پاٽي (سمنڊ يا درياءَ جو). |
| ٻارُ | (سن. بالَ.0 بال= جيئڻ)، ننڍو ڇوڪرو، اَبهم. |
| ٻارَڪُ | (سن. بالَڪ)، ٻارُ، ٻالڪ، شِشُ، ڇيلو. |
| ٻارِي | (هہ. ٻارِي. سن. وارَ. 0 ور= ڍَڪڻ)، دَرِي؛ جاءِ، گهرُ. ٻِن ٻارين جي وچ ۾ = ننڊ ۾ سُپني، جي ٻنهي حالتن جي وچ ۾ يعني ٻنان غيرَ. |
| ٻالا | (سن. بالَڪ)، ٻار، ننڍو ڇوڪرو. ٻال جَتي= ٻاراٽي وَهي. |
| ٻانيَڻُ | (سن. برَهمَڻ. برهہ= وَڌڻ)، برهمڻ، هندن جي چئن ذاتين مان اُتم ذات. ڏسو ”برهمڻ“. |
| ٻاڻ | سَمجَهہ، ٿيٺ؛ ٻاڙ؛ لوڙ؛ پياس. |
| ٻاڻِ | (سن. واڻي. 0 وَڻ= آواز ڪرڻ)، ٻاڻي، ڳالهہ، ٻولي. |
| ٻاڻُ | (سن ٻاڻ. 0 وَڻ= آواز ڪرڻ)، تِير. |
| ٻاڻُ/ ٻاڻو | (سن. واڻِ. وِي= اُڻڻ)، ويس، لباس، پوشاڪ. |
| ٻاوَن | (سن. وَرڻَ. 0 وَرڻ= تعريف ڪرڻ)، ٻاڻي، اکر، ٻولي. ٻاون ٻاهري= ٻوليءَ يا اکرن کان ٻاهر. |
| ٻَٿُ | (سن. وَٿَ. 0 وَٿ= وکوڙڻ)، ٻَڙ جو وڻ. |
| ٻُجهائِڻُ | (هہ. بُجهانا. سن. ويُندَيَتِ)، وِسائڻ. |
| ٻَجَهڻُ | (سن. بَنڌيَہ+ اَنِييَہ)، ٻڌجڻ، قابو ڪرڻ. |
| ٻُجَهڻُ | (سن. بُڌَ.0 بُڌ= ڄاڻڻ)، سڃاڻڻ،پروڙڻ. |
| ٻُڌِ | (سن. بُڌِ. 0 بُڌ= ڄاڻڻ)، ٻُڌي، سمجهہ، عقل. |
| ٻُڌِوانُ | (سن. بُڌِ+ هہ. وانَ= وارو، مالڪ، صاحب)، سمجهدار، |

| | |
|---|---|
| | عقلمند. |
| بِرِڄُ | ڏسو "برڄ." بُڌ يا گيان جو وڻ. |
| بُڪي | (سن. دوِڪَ؟)، شاديءَ جي هڪ رسم. |
| بِڪُ | (سن. وَڪشَس= چاتي)، ياڪُر. |
| بَلُ | (سن. بَلَ. 0 بَل= مضبوط ڪرڻ)، طاقت، سگهه. |
| بَلونتُ | (سن. بَلَونتَ)، طاقتور، سگهارو. |
| بَلِهارُ | (سن. بَلِ= قرباني، ديوتائن جو نذر. 0 بَل. چوڌاري ڦرڻ هار)، صدقي، گهور گهور ، قربان، گهوري. |
| بَلي | (سن. بَلِي. بَلَ= طاقت)، شهزور، طاقتور، سگهارو، بَلوانُ. |
| بِندي | (سن. وِندَ. 0 وِند= حصو ٿيڻ)، ٻڙي، نقطو، ٽُبڪو. |
| بَنڌڪُ | (سن. بَند= ڦاسائڻ)، ڦاسائيندڙ. |
| بَنڌنَ | (سن. بَنڌن، ٻڌڻ)، بَنڌڻُ، جَهل، روڪَ، اٽڪاءُ. |
| بَنو | حد، سَنڌو. |
| بوجُهه | (سن. ووڍَ . وَهه= کڻي وڃڻ)، بوجو، بارُ. |
| بوڌ | (سن. بُڌ)، گيان. ڏسو "بُڌ". |
| بوڌِي | (سن. بوڌَڪَ. بُڌ= ڄاڻڻ)، سٽوپرو، سياڻو، سڄاڻ. |
| بورايو | چريو ڪيو. ڏسو "بوراني". |
| ٻُوڙو | (هيمر. ٻُوڙو)، سَرُ يا ڪانهن، گاهه جو ٿُبُ: آسرو: وسيلو. |
| ٻُوهَٿُ | (سن. بوهِتڻ، 0 وَهه= پهچائڻ)، ٻيڙي. |
| بوهِڻُ | (سن. وَپَنَ. 0 وَپ= ٻج ڇَٽڻ- پوکڻ)، پوکڻ، ڇَٽڻ. |
| بيائي | (سن. دوِ=ٻه)، دوئي، ڪوٽ، دولاب. |
| ٻِيجُ | (سن. ويجَ. وِ= گهڻو. 0 جَن= پيدا ٿيڻ، ڄمڻ)، ٻِجُ. |
| ٻيجو | ٻج، پوک. ڏسو "ٻيج". |

# ”پ“

پاري (سن. پاري. 0 پر= پَرڻ)، ڳرو، وزني؛ ڪنن، ڏکيو.
پاڙِ (سن. پاٽ.0 پَٽ= پاڙڻ، پاڙي تي رکڻ)، بي عزتيءَ جو معاوضو، حرام جو پيسو.
پاڙو (سن. پاٽڪ. 0 پَٽ= مدد ڪرڻ)، ڪرايو،مزوري، معاضو، بدلو.
پاسَ (سن. پاسَ. 0 پاس= ڏسڻ ۾ اچڻ)، چاڻ؛ اِچا.
پاسَڻُ (سن. پاسَنِيَہ. 0 پاس)، ڏسڻ ۾ اچڻ، چاٽڻ، سڃاڻڻ.
پاڳُ (سن. پاڳيَہ. 0 پَڄ= حصو ڪرڻ)، قسمت، نصيب.
پاڳوانُ (سن. پاڳيَہ+ وان)، پاڳ وارو، بختاور، خوش نصيب.
پاڳوَتَن (سن. پڳوَت= پڳوان+وَت)، پڳوان جي چاٽندڙن.
پانُ (سن. پانُ. 0 پا= چمڪڻ)، سڄ.
پانُ/ پاڻُ (سن. اَوستانَ. اَوَ+ ستا= رهڻ، ترسڻ)، گهر، ماڳ، مڪان.
پانتِ (سن. پنتا. 0 پِد= پَچڻ)، نمونو، قسم، ريت، طرح.
پانِي ڳوتِري.
پاٽو ڏسو ”پاڻ“.
پاٽو (سن. پاوَنا.0 پُو= هئڻ)، خيال، ارادو، رضا، مرضي.
پاٽِي (سن. پاوَ. نا. 0 پُو= ٿيڻ، هئڻ)، وٽِي، پسند پئي.
پاءِ (سن. پاوَ0 پُو)، ريت، نمونو؛ پاونا؛ نِشچو.
پَٽُ (سن. پَڪتَ. 0 پَڄ= پچائڻ)، رڌل چانور.
پَيُوتُ (سن. وِيُوتِ. وِ= گهڻو، خاص طرح+ 0 پُو= ٿيڻ)، خاڪ، رک، چارُ، ڦلهيار؛ پَسم.
پَتارُ (سن. پرتا. 0 پر= سنڀال ڪرڻ، بچائڻ)، خاوند، مڙس.
پَتڪڻُ (سن. پرانتَ. پرم= ڦِرڻ)، رُلڻ.

پَجوالُ (سن. پاجَ. 0پَج= جدا ٿيڻ+ "وال")، پُنيءَ پونڌڙ.

پِڄائي (سن. اَپِيَنج)، آلو ڪري، محبت ۾ رڱي.

پَڄَڻُ (سن. پَنجنَ. 0 پَج= پُوڄڻ)، خدا يا ديوتا جي تعريف ۾ گيت.

پَڄچَٽُو (سن. پَنجَنَ= پَچڻ+ چَٽ. 0 چَٽ= ٽوڙڻ)، پچندڙ، چَٽ ڪندڙ.

پرانتِ (سن. پرانتِ.0 پرَم= ڦِرڻ)، سَنسو، ڦُرڻو، وَسوسو.

پَرتا ڏسو "پتار".

پَرڪَڻُ (سن. پرم) جوش ڪائي پوئتي موٽڻ.

پَرَمُ (سن. پرَمَ. 0 پَرَمَ= گهمڻ، ڦِرڻ)، سَنسو، ڦرڻو، وَهم.

پرَنگُ چيلاٽو. ڏسو "پرنگي".

پرَنگِي (سن. پرنگِي. 0 پر= پالڻ)، پنگِي، ڏڪٽهاري، گهريتڙي؛ چيلاٽو.

پَڳتِ (سن. پَڪتِ. 0 پَج= پوڄڻ)، پڳتي، بندگي.

پَروسو (سن. پَدرَ= پلو+ پَد= پلائي ڪرڻ+ آشا= اُميد. 0 اَش = حاصل ڪرڻ)، آسرو، اعتبار.

پَسُ/ پَسمُ (سن. پَسمَ. 0 پَس= ڪپي) خلاص تي وجڻ، چار، رَڪَ، خاڪ.

پِڳوا (هه. پڳواڻ)، گيڙوءَ رَتا ڪپڙا (جي جوڳي فقير پائيندا آهن).

پَڳوانُ (سن. پڳوان. پڳَ= ايشورَيَہ، اُتمتا، بزرگي. 0 پج= پوڄڻ+ واٺ= وارو)، ايشور، پرميشور، خدا.

پَڳونٿُ (سن. پَڳونت)، پڳوت جو پاٺو. خدا جي رضا يا پاونا . ڏسو "پڳوان".

پُلَ (سن. پرَمَ. 0 پرَم= پلجڻ)، چُڪ، غلطي.

پَلو (سن. پَدرَ. 0 پَدِ= خوش ٿيڻ)، نيڪ، چڱو ماڻهو، ستَپرش.

پَندارُ (سن. پاڏدا گارَ. پاندَ= خزانو+ آگار= گهرُ)، خزانو.

پنان — پنَلَ، رَسيَلَ، مِنا، وٽندڙ. ڏسو "پڇائي".

پَنگَ — (سن. پَنگا. 0 پچج= پڇڻ، ذرا ذرا ڪرڻ)، هڪ نشيدار بوٽي.

پَنوَرُ — (پرا. پَمَرَئو. سن. پرمَر. 0 پرَم= ڦيريون پائڻ. جو ڦيريون پائي ٿو)، هڪ قسم جو ڪارو جيت، جو گلن متا گُنجار ڪندو آهي.

پوائِي — (سن. پَرمَ= ڦِرڻ)، رُلائي.

پُوتُ — (سن. پُوت. 0 پُو= هئڻ)، چيتَن، پِراڻِي، سَت وَستو: هستي، وجود.

پوپو — (سن. پُوتَ+ رُوپَ)، پُوتَ يا جِنَ ڪيڻ وارو: هوشيار.

پُوجَلُ — (سن. پَيَہ+ جَلَ. 0 جَل= تکو ٿيڻ)، سنسار ، ساگر.

پورِي — (ن. پرَم= پلجڻ)، سادِي، اَبوجهہ، ڳهيلِي.

پَوساگر — (سن. پَيَہ. 0 پِي= ڊڄڻ+ ساگرَ=سمنڊ)، خوفناڪ سمنڊ، سنسارَ روپي ساگر.

پوڳُ — (سن. پوگَ. 0 پُج= ماڻڻ)، مزو، لطف

پوڳِن — ماڻِن. ڏسو "پوڳ".

پولُ — پولو، پرم، سنسو. ڏسو "پُل".

پَوَلُ — (سن. پرَم= ڦِرڻ)، رُلن، پٽڪن.

پَوَنِ — (ن. پَوَنَ. 0 پُو= هئڻ)، ڌرتي، جاءِ: گهر: پناهہ.

پَونڊُو — (سن. پردُڪَ)، بيوقوف. مترادف "مُڏُو".

پُونءِ — (سن. پُومِ)، زمين.

پَرَڻُ — (سن. پرَمَڻَ. 0 پرَم= آواره ڦِرڻ)، گهمڻ، رُلڻ،پٽڪڻ.

پيتَ — (سن. پيت. 0 پِي= بوجڻ) پؤوارا. (سن. اَپياوَتَ)، نذرانو، پيٽا.

پيدُ — (سن. پيدَ. 0 پِد= پيچڻ)، تفاوت: ڳُجهہ، راز.

پيدي — ڳُجهہ لهي، ڏسو "پيد".

| | |
|---|---|
| پيڊِيو | ڦٽيو. ڏسو "بيڊيو". |
| پيڙ | (سن. اَپيَرڻ. اَپ+0 اَرد = پڪيڙڻ، زور ڏيڻ)، دٻاءُ. تڪليف. |
| پيشُ | (سن. ويشَ)، ويسُ، پوشاڪ. ڏسو "بيک". |
| پينگَ | (سن. پَجج)، سڪٺو، سُڄ، ويراني، اُجاڙ. |
| پيُو | (سن.پيدَ)، پيدُ، ڳُجهه، راز. ڏسو "اَپيدُ". |

# "ت"

| | |
|---|---|
| تاتِ | (پرا. تات= پيارو، وَٽيل. ع. طاعَة= فرمانبرداري)، سنڀال، يادگيري. |
| تاپَ | (سن. تاپَ. 0 تَپ= گرم ٿيڻ، دک ڪرڻ)، ڏُک: جَلن؛ روڳُ. ٽي تاپ= ٽن قسمن جا ڏُک: شرير جا دک، مَن جا دک ۽ ٻاهريان دک. |
| تاجا | (ف. تازه)، تازا، خوش. نئوَ بَنؤ. |
| تاجي | (ف. تانہ. 8 تَنيِدن= اُٽڻ. سن. تانيَہ. 0 تَن= ڇڪڻ)، تاني، ڪپڙي ناهڻ لاءِ ڌاڳن جو ميل ڏگهائيءَ ۾. تاجي پيٺو= ڪپڙي جي ڊيگهه ۽ برَ وارا ڌاڳا. |
| تارِ | (ف. تار= چوٽي)، اونهو، عميق. |
| تاري | (سن. تر= پار پوڻ)، تاتِ، طلب؛ آسرو، مدد. |
| تاڙِي | (سن. تَر ڪَيَہ. 0 ترڪ= اندازو لڳائڻ)، تات، اُڻ تُڻ. |
| تازِي | (ف. تازي)، عربي گهوڙو، تيز رفتار گهوڙو. |
| تاگِيرُ | نرادر، اَيمان، وڏائي. |
| تامَسِ | (سن. تَمَس. 0 تَمر= دک جي ڪري دل ۾ هلاڪ ٿيڻ)، جوش، ڪاوڙ. |
| تانگهو | (سن. ستانَ= جاءِ)، ننديو پاٽي. |
| تاٽِي | (سن. تَن= ڇڪڻ)، ڇڪي. |

تَباک (ع. طَباخ)، تاڻهه.

تَت (سن. تَت. تَد)، تِتي، اُتي.

تَتُ (سن. تَتوَ. تَد= اُهو+ توَ= ياوَ، گڻ. 0 تَن= ڦهلڻ)، عنصر، مُول، سارُ، بنيادي وَستُو.
تَتَ يا عناصر پنج آهن: اگني (باهه)، وايو (هوا)، جَل (پاڻي)، آڪاس، پرٿوي (زمين).

تَتِپَرِ (سن. تَتپَر. تَت= اُهو+ پَرَ= وڏو، اتم)، نهايت مشغول.

تَتِڪالُ (سن. تَتڪالَ. تَد= اُهو+ ڪالَ= وقت. 0 ڪَل= ڳڻڻ، حساب ڪرڻ)، اُنهيءَ وقت، جَهٽ پَٽ، بِنان دير.

تَپُ (سن. تَپَ س. 0 تَپ= گرم ٿيڻ)، تَپسيا، يوگُ، رياضت؛ ڌيان.

تَپَتِ (سن. تَپتَ)، گرمي، تپش.

تَجَڻُ (سن. تَيجَنِيَيه. 0 تَيج= ڇڏڻ)، ڇڏڻ، ترڪ ڪرڻ.

تُخم (ف. تُخم)، ٻج.

تَختُ طائوسِي (ف. تَخت طائوسي. طائوس= مورُ)، تخت جيڪو شاه جهان بادشاهه مور جي شڪل تي ٺهرايو هو (جنهن ۾ جواهر جڙيل هئا)، عمدو تخت، لاثاني تخت.

تَدَ (سن. تَد)، اُهو.

تَدَرُوپُ (سن. تَدرُوپَ. تد= اُهو، ساڳيو+ رُوپَ= شڪل)، برابر، هڪ ساڳيو روپ، اصلي شڪل.

تَرُ (ف. تَر)، تازو.

تِرُ (سن. تِل)، ذرو.

تَراڪُ (ع. تارِڪ)، تارِڪ، تياڳي؛ الله لوڪ فقير.

تَرِپيڻِي (سن. تَروِيڻِي. تِر= ٽي+ وِيڻِي= چوٽي، ميندِي، ڳُتَ،0 وِي = اُڻڻ)، ٽن ندين (گنگا، جمنا ، سَرسوتي) جو ميلاپ.

تَرِتاپَن (سن. تِر= ٽي+ تاپَ=گرمي، دک. 0 تَپ= گرم ٿيڻ)، ٽي دک: سرير جا دک، شينهن ۽ نانگن بلائن جا دک ۽ جِنن

پُوتن جا دڪ.

ٿُرسو (ف. ٿُرش)، ڪٽو.

ترشنا (سن. ترشٽا. ترش= اُڃ لڳڻ)، اُڃ، پياس: لالچ، خواهش.

تَرڪُ (سن. تَرڪَ . 0 ترڪ= خيال ڪرڻ، اندازو لڳائڻ)، بحث، دليل: اعتراض.

تِرڪُٽي (سن. تر= ٽي+ ڪُٽي= مَڙهي، آستان.0 ڪُٽ= وِنگو-ڏِنگو ٿيڻ)، جوڳين جي ڏيان جو چڪر (جو پيشانيءَ مٿان آهي). ڏسو "تربيٽي".

ترڪِڙي (پرا. تَڪا. سن. تَرڪا)، ساهمي، تارازي.

ترڪو (ع. تَرِڪَة)، سامان.

تَرَنگَ (سن. تَرَنگَ. تر= تَرڻ)، لَهَرِ، چولي: اُمنگ.

تَرنگُ (سن. تُرگَ. تُرَ= تيز+0 گم= وڃڻ)، گهوڙو.

تِرڻ (سن. ترڻَ. ترڻ= چَرڻ)، ڪکُ، گاهه جو تِيلو.

تَروِيٽي ڏسو "تربيٽي".

ٿُرَهو (سن. تِرِي. 0 تر= ترڻ)، اها شيءِ (ڪکن، ڪانن، ڪانين وغيره جي نهيل) جنهن تي تَرجي، وسيلو، آڌار.

ٿُرِي ڏسو "ٿُريا".

ٿُرِيا (سن. ٿُرِيَہ. چَتُر= چار) چوٿين منزل، جتي پهچڻ سان (هندن جي عقيدي موجب)، خدا سان ملي سگهجي ٿو. چار منزلون: جاگرت، سوَپَنَ، سُشُپتَ، ٿُريا.

تَڙُ (سن. تَٽَ)، گهيڙُ، گهاٽ.

تَسَلو (ع. تَسَلّي)، تَسلا، دلجاءِ.

تَقديرَ (ع. تقدير)، مُقدر، لِکيو، قسمت، نصيب.

تَڪرارُ (ع. تَڪرار)، وري وري چوڻ جي حالت: پَڪ، بي شڪ.

تَڪِيو (ع. تَڪيَہ)، وهاڻو: آڌار، آسرو: آستان ، جاءِ.

تُلُ (پرا. تُلَ. سن. تُليَہ)، برابر، مَٽُ، جوڙُ.

تلافي (ع. تَلافي)، عوض، بدلو؛ پُورائي.
تِلڪُ (سن. تِلَڪَ. 0 تِل= سٽيو ڪرڻ)، ٽِڪو، نشان.
تَمُ (سن. تَمَس. 0 تَمر= انڌارو ٿيڻ)، اوندهہ.
تَنبورو (ف. تَنبُور<دُبِ بَرَه. دنب= دُم= پُڇُ+ بَره= دُنبو. دُنبي جو پُڇُ. تنبوري جو "ڏِڏَرُ" بہ "دُنبي" جي پُڇ جهڙو آهي)، وڄائڻ جو هڪ ساز.
تَڙي چڪي، ويڙهي. ڏسو "تاڙي".
توڏي (سن. ترونِڪَ. 0 تُرٿ= يَجڻ)، راڳڻيءَ جو نالو. توڏِي ڳائڻ= خوشي ڪرڻ.
ٿُورُ (ع. طور؟)، ريت، نمونو ، طرح.
توشا (ف. توشهہ)، قيمتي سامان.
تَوڪَلَ (ع. تَوَڪَل. 0 وَڪَلُ= سُپرد ڪرڻ)، خدا تي ڀروسو رکڻ.
تولَ (سن. تولَ. 0 تُل= تورڻ)، تورَ، وَزَنُ.
تِياڳُ (سن. تياڳَ. 0 تَيج=ڇڏڻ)، دنيو شين کي ڇڏڻ.
تِياڳي تارڪ، ويراڳي. ڏسو "تياڳ".
تيبَرُ /
تيبَرُ (سن. تِيوَرَ. 0 تِيو= وڏڻ)، تکو، تيز.
تيجُ (سن. تيجَس.0 تِج= تِکو ڪرڻ)، چمڪ، روشني؛ تيزي.
تِيرُ (سن. تِيرَ. 0 تِير= پار پهچائڻ)، ڪنارو.
تِيرَٿُ (سن. تِيرٿَ. 0 تر= اُکرڻ، پار پوڻ)، پوتر جڳهہ، ياترا جي جاءِ.
تِيکَڻُ (س. تِيکَشنَ)، تيزي.

## "ت"

تانءُ/ تاءِ (سن. ستانَ. 0 ستا= ترسڻ)، آرام جي جاءِ.
ترُ (سن. سترَ. 0 ستا= قائم ڪرڻ)، اِستر، قائم، محڪم.
ترِتا (سن. سترِتا. 0. ستا= قائم ڪرڻ)، اِسترتا، بيهڪ، محڪمتا.
ترداس (سن. سترَ= قائم+ داس)، آلسي، سُست.
ٿنيُ (سن. ستَميَ)، ٿنيو: جَهلو، ٽيڪ.
توڪَ (سن. ستوڪَ.0 ستُڇ= خوش ٿيڻ)، چيز، شيءِ، وَستُو.
ٿُوهَرُ (سن. سٿُوڻ. 0 ستا)، ڪندن واري ٻوٽي جو قسم، زَقوم.

## "ٿ"

ٿالو (سن. تارَيَہ. 0 تر)، ٿارو، پاسو، گُساءُ، ٿرٽي.
ٿٽو (سن. تَرَ+ تٿ. 0 تر)، ننڍي قد وارو گهوڙو.
ٿُرَڻ (سن. تُورڻ. 0 تورَ، تڪڙو هلڻ)، هَلڻ.
ٿُڪَ (سن. ستوڪَ)، ٿورو.
ٿُڪَدَمُ (سن. ستوڪَ+ دَم)، ٿورو وقت.
ٿِڪَرَ شام، سانجهيءَ جو وقت.
ٿڪڙي تارازي، ساهمي، ڏسو "ترڪڙي".
ٿولُ (هہ. ٿول)، چيز، شيءِ: سنگت.
ٿويو گڏ
ٿي تاپَ آڌ، وياڌ، اُپاڌ يعني سرير جا دک: شينهن نانگن بلائن جا دک ۽ جنن ڀُوتن جا دک. ڏسو "تاپ".
ٿيڊو (سن. ترِيَڪَ. ترَس= ڏنگي نموني، هيٺ+ 0 اَنچ= وڃڻ)، ڏِنگو، وِنگو.

ٽيڪَ (سن. ترايَ+ڪٽ. 0 تر= بچاءُ ڪرڻ)، اڌار، سهارو.
ٽيڪِڻُ (پرا.ٽايَڪَ. سن. ترايَ+ ڪر)، ڏرڻ، رکڻ.
ٽي لوڪَ (سن. تِرلوڪَ. تِر= ٽي + لوڪَ= جهانَ)، ٽي جهانَ يا عالَم: سُرگ (بهشت)، پرٿوي (ڌرتي، زمين)، پاتال (دوزخ).
ٽيوَ (هہ. ٽيوَ)، نشان: عادت.
ٽِيئڙُتپُ (سن. ترِتِيَہ= ٽيون+ ف. تَپ=بخار)، ٻہ ڏينهن ڇڏي ٽئين ڏينهن ايندڙ بخار، ٽِيهڙُ تپ: ٻِرو: مصيبت.

# "ٺ"

ٺاٺُ (سن. ستائم. 0 ستا= بيهڻ)، دبدبو، پيڪو: مانداڻ، اجايون سڪٽيون ڳالهيون.
ٺاڪُرُ (سن. ٺڪُرَ)، ديوتا، سامي، عزت جو لقب (هندن ۾).
ٺَٺُ ٻاهريون ڏيک. ڏسو"ٺاٺ".
ٺَپُ (هہ. ٺَپنا= ڌڪ هڻڻ)، زخم.
ٺِڪَرُ (سن. شرڪَرا)، مٽيءَ جي پَڪَل ٺانءَ جو ڀڳل ٺُڪر، اَدنا چيز، خسيس شيءِ.
ٺڳُ (سن. ستگَ. 0 ستک= لڪائڻ، ڍڪڻ)، دغا باز.
ٺڳوري (هہ. ٺگوري. سن. ستگَ+ رَ+ اِڪا)، ٺڳي، فريب، دغابازي.

# "پ"

پابِريُون (سن. پَدمَ)، ڪنول جون ڏوڏيون.
پاتالُ (سن. پاتالَ. 0 پَت= ڪِرڻ+ آليَہ= جاءِ)، زمين ۾ ڏيناهون ملڪ، ٽِرو: دوزخ.

پاتِشاهُ (ف. بادشاه < پادشاه. پاد= تخت< پات= نگهباني+ شاه= ڏٽي)، حاڪم.

پاتِڻي (هہ. پاٿوني. سن. پَٿ+ آني. 0 پَٿ= وجڻ)، پَتڻ وارو، ملاح؛ مرشد، گُرو.

پاتِي (سن. پَتِڪا)، پَتي، ڦرهِي.

پاٺُ (سن. پاٺَ. 0 پَٺَ= پڙهڻ)، مطالع، پڙهڻ، ڌرمي ڪتاب جو دَور.

پاپُ (سن. پاپَ. 0 پائڻ)، گناهہ، ڏوهہ.

پاپِڻ (سن. پاپِتي. پاپ= گناهہ.0 پا= بچائڻ)، ڏوهارِڻ، گنهگار؛ خَبيثِ؛ مَايا.

پاڄِي (ف. پاڄِي. سن. پايہ= ڌڪار جي لائق)، پاڄِي؛ ڪميٽو؛ نوڪر.

پاڃارِي (سن. يُگَ. 0 يُج= جوٽڻ، ڍُڪائڻ)، ڏِگن ڪي ڪلهن ۾ وجهڻ جو ڪاٺ جو چونڪو، پانجاري.

پارَسُ (سن. سپَرشَ. 0 سپَرش= ڇُهڻ، لڳڻ)، پارس پٿر (جو لوهہ کي لڳي تہ سونُ تي پوي).

پارڪُ (سن. پرِيڪشَڪَ. پَرِ= چوڌاري+ اِيڪشَ= ڏِسَڻ)، پارکو، پرکيندڙ.

پارو (سن. پراليَيہ)، سَردي، رُهي، سخت ٿَڌِ.

پارو (سن. پارَدَ. 0 پر= پَرڻ، پُورو ڪرڻ)، هڪ قسم جو پَتڙو ڌاتو، سيماب.

پاروسي (سن. پرَتِويشي: پرَتِواسي. پرَتِ= پرسان، سامهون+ واسِي= رهندڙ. 0 وَس= رهڻ)، پاڙيسري، پاڙي ۾ رهندڙ، انسان سان گڏ رهندڙ پنج دشمن: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار.

پارِوَتي (سن. پارِوَتِي)، پارپتي، مهاديو (شِوَ) جي زال.

پاڪوڙڻ (سن. پرَڪرشڻ. پرَ= چڱيءَ طرح سان+ ڪرش= ڇڪڻ) زور سان جهلڻ.

پاڪُ (ف. پاڪ)، پوتر.

پاڪي (ف، پاڪي. پاڪ)، پوترتائي، پاڪائي، پاڪيزگي، پرهيزگاري.

پاگندِي (سن. پاشَنڊِي. پاشَنڊَ= پاکنڊ، نڳي، دوکو. پا= ويد ڌرم+0 شَنڊ= پَجڻ. جو ويد جي ڌرم کي ٽوڙي ٿو)، ڊونگي، ڇلي، دوکيباز.

پالَڪُ (سن. پالَڪَ. 0 پال= رکيا- پالنا ڪرڻ)، نگهبان، سنڀاليندڙ.

پالِڪي (سن. پَريَنڪَ. پَرِ= پرسان+ انڪَ= گودُ. 0 انڪ= گود ۾ جهلڻ)، پلنگ، ڏولي.

پانُ (سن. پانَ. 0 پا= پيئڻ)، پيئڻُ، پيئڻ جي شيءِ.

پانڊو (سن. پانڊَوَ)، بهادر.

پاڻُ (سن. آتما)، خود، پنڊ: وڏائي، تڪبر، خودي.

پاوَلي (سن. پادَ= پير+ آليَہ. جاءِ. جنهن جِي پيرن ۾ جاءِ هجي)، گهٽ ذات وارو، شُودَرُ.

پاوَنُ (سن. پاوَنَ. 0 پُو= پاڪ ڪرڻ)، پاڪ، پوتر.

پاهو (سن. پَشچات)، سُئيءَ جو سوراخ- دُڪ.

پَتِ (سن. پَدَ. 0 پَد= حاصل ڪرڻ)، عزت.

پَتِ (سن. پَتَ. 0 پا= بچائڻ)، پَتي، خاوند: مالڪ.

پَتاشو (سن. واتا سَهَہ. واتَ= هوا. 0 وا= وَهڻ، وڄڻ)، هڪ قسم جي مٺائي.

پَتالُ (سن. پاتالَ. 0 پت= ڪرڻ. جتي پاپي اُڇلايا وڃن تا+ آليَہ= جاءِ)، ڏسو ”پاتال“.

پَتِتُ (سن. پَتِتَ. 0 پَت= ڪرڻ)، پاپي، گنهگار: نيچ.

پَترُ (سن. پَترَ)، پَنُ.

پُترُ (سن . پُترَ. پُتَ= هڪ دوزخ جو نالو+0 ترَئي= بچائڻ. جو دوزخ کان بچائي ٿو. آرين جي عقيدي موجب، پُٽ پيءُ کي دوزخ مان تاري پار ڪندو)، پٽ، فرزند.

پَتري (سن. پَترِڪا)، چِني.

پَتَنگُ (پرا. پَيَنگَ. سن. پَتَنگَ. پَت= ڪِرڻ+ گم= هلڻ. جو ڪِرندو وڃي ٿو)، پروانو، هڪ جيت جو قسم (جو برندڙ بتيءَ جي چوڌاري ڦرندو آهي.)

پَتَڻُ ڏسو "پاتڻي".

پَتِورتِ (سن. پَتِورَتا. پَتِ= مڙس+ ورَتا. ورتَ= مذهبي فرض. مڙس جي خدمت ڪرڻُ جنهن جو فرض آهي). مڙس جي فرمانبردار عورت، سُني عورت.

پَتِيو (سن. پرَ=پَرڻ؟) رَجيو، ڏؤ ڪيو؛ راضي ٿيو.

پَٽُ (سن. پَتِن.0 پَت= وجڻ)، رستو، مارگ.

پَٿرُ (سن. پرَستَرَ. پر+0 ستر= پکيڙڻ)، پَهَڻُ، پاهَڻُ.

پَٽُ (سن. پَٽَ. 0 پَٽ= بند ڪرڻ)، پردو؛ ڪپڙو؛ روپُ.

پَٽ چِيرُ (سن. پَٽَ= ريشم+ چِيرَ= ڪپڙو)، ريشمي ڪپڙو.

پَٽلُ (سن. پَٽَلَ. 0 پَٽ= بند ڪرڻ)، پردو.

پَٽو (سن. پَٽو)، اوني ڪپڙي جو قسم.

پَٽي (سن. پَٽِڪا. پَٽ+ اِڪا)، ڦرهي.

پُٺا (سن. پرَشٺَ)، پُٺيءَ طرف، پوئتي، پويان.

پَٺَڻُ (سن. پرَستاپَنَ)، موڪلڻ، روانو ڪرڻ.

پَپوٽو (سن،سڦُٽ. 0 سڦُٽ= ڦوڪڻ) ڦوٽو، بوڙيو، حُباب.

پَپيهَه (سن. وَپيهَه)، ٻابيهو. ڏسو "چاترڪ".

پُڄُ (سن.پُڻيَہ. 0پُو= پاڪ ٿيڻ). پُنُ، ڌرم، ثواب جو ڪم.

پَچارَ (سن. پرَچارَ. پرَ= چوڌاري+ چَرَ= وڃڻ. جو چوڌاري وڃي ٿو)، پَچَرَ، تات، يادگيري، ڳالهه ٻولهه، ذڪر.

پَڇاڻُ (سن. پرَتِ جڃانَ. ترَتِ= پاڻ ۾، هڪٻئي ۾+0 جڃا= ڄاڻڻ)، سڃاڻڻ، سَهي ڪرڻ.

پڇاڻو سڃاڻيندڙ، پارکو. ڏسو "پڇاڻڻ"

پَڇائون (سن. پرَتِڇايا. پرَتِ=وري+ ڇايا= ڇانءَ، پاڇو)، پاڇائون، پاڇولو، پاڇو، ڇانءَ، سايو: اولڙو.

پَڇَمُ (سن. پَشچِمَ. پَشچَ= پويون، اولاهون)، اولهه: هڪ صوفيانه منزل جو نالو. ضد "پورب".

پڇو (پرا. پَڇڇئو. سن. پَشچَ+ڪَ)، پيڇو، پُٺِ:پويون پاڱو. ضد "اڳ" يا "اڳو".

پَدُ (سن. پَدَ. 0 پَد= حاصل ڪرڻ)، درجو، منزل: مرتبو، ماڻُ.

پَدارَٿ (سن. پد ارٿ. پَدَ= شبد، لفظ+ اَرٿَ= مطلب)، چيزَ، وَستُو.

پَد اُسگاهُ (سن. پَدَ+ اَسگاهَ)، برهم پَد. ڏسو "پد" ۽ "اسگاهه".

پَد نِراس (سن. پَد نِراشَ. نِر= سواءِ+ آشَ= اميد)، اهو درجو جنهن ۾ ڪابه آسَ نه هجي.

پَڌَرُ (سن. پرَ سِدِ. پرَ= چوڌاري+0 سِدّ= وڃڻ)، پڌرو، ظاهر.

پِرُ (سن. پرِي= پيار ڪرڻ)، پرينِ، محبوب.

پُرائڻُ (سن. پُرائنَ. پُرا= پراڻو، قديم. 0 پُر= اڳتي وڃڻ)، پراڻي زماني جو، پراڻو، پراچين، آدي، اصل جو، اڳاتو.

پِراپَتِ (سن. پراپِٿ. پرَ= گهڻو+ 0.آپ= حاصل ڪرڻ)، حاصلات: لاڀ، فائدو.

پَرَاُپَڪارَ (سن. پَرَ= ٻيو+ اُپَڪارَ= ڀلائي)، ٻين جو ڀلو. ڏسو "اُپڪار".

پرارَبدِ (سن. پرارَبدِ. پرَ= گهڻو+ آ= تائين+ رَڀ= شروع ڪرڻ)، نصيب، قسمت، ڀاڳ.

پِرانُ (سن. پراڻَ. پرا= گهڻو+ اَن= جيئڻ)، ساهه، پَساهه: حياتي.

پِرانَ پَتي (سن. پراڻَ+ پَتي= مالڪ، پراڻن جو ڏڻي)، ايشور، ساهه جو مالڪ: خاوند، مڙس.

پرانِي (سن. پراڻي. پرَ+ آن)، ساهوارو، جِيئُ.

پُرانَ (سن. پُراڻ. پُرا= پراڻو. 0 پُر= اڳتي وڃڻ)، قديم، پراچين.

پُراڻ (سن. پُراڻ. جي پراڻي سَمي ۾ نهيا هجن)، هندن جا ڌرمي پستڪ جيڪي وياس گڏ ڪيا (ڪل ارڙهن آهن).

پَربَتُ (سن. پَروَتَ. 0 پرو= پَرڻ)، پهاڙ، جبل.

پَرَبِينَ (سن. پرَوِيڻَ. پرَ= گهڻو+ وِيڻا= بِينَ. 0 اَج: وِي= وڃڻ)، هوشيار، چَتر، پَڪو، ڪامل، قابل، سياڻو.

پَربَلُ (سن. پربَلَ. پرَ= گهڻو+ بَلَ= طاقت . 0 بَل= مضبوط ڪرڻ)، طاقتور، گهڻي بل وارو.

پَرَبوڌ (سن. پرَبوڌ. پرَ+بوڌ. 0 بُڌ= سمجهڻ)، سمجهه، سياڻپ.

پرِيات (سن. پرِيات. پر= گهڻو+0 يا= چمڪڻ)، سوير صبح، اسر

پرِياءُ (سن. پرَياو. پرَ= اوليت، اُتمتا+ يُو= ٽيڻ)، طاقت؛ اثر.

پرَيُو (سن. پرَيُو. پرَ+ يُو= ٽيڻ)، مالڪ.

پَرَتِ (سن. پرَتِ)، ويجهو، سامهون، ڏسو ”پرتڪُ“.

پَرَتابُ (سن. پرَتاپَ. پرَ= گهڻو+0 تَپ= چمڪڻ)، ڏيا، مَهما، جلال، مرتبو.

پرِتپالُ (سن. پرَتِ= چوڌاري+ پالَنَ= بچائڻ.0 پا= بچائڻ)، بچاءُ، رکيا، سنڀال؛ پريت نباهيندڙ؛ مالڪ.

پرتڪُ (سن. پرَتيڪشَ. پرَتِ= ويجهو، سامهون+ اَڪِش= رک)، ظاهر، پڌرو.

پَرتِيتِ (سن. پرَتِيتِ. پرَت+0 اِ= وڃڻ)، ويساهه، وشواس، اعتقاد، صدِقُ.

پَرپِڪُ (سن. پَرِپَڪوَ. پَرِ= چڱيءَ طرح+ پَڪوَ= پَڪو. 0 پَچ= پچڻ)، پَڪو، پختو، ڪامل.

پَرپَنچُ (سن. پرَپَنچَ. پرَ= گهڻو+0 پچَچ= ڦهلائڻ)، گوڙ، بکيڙو؛ نبِگي.

پرَچا (سن. پرَجا. پرَ= گهڻو+ 0 جَن= ڄمڻ، پيدا ٿيڻ)، رعيت.

پُرَجهڻُ (سن. پرَبُد. پرَ+0 بُدَ= سمجهڻ)، سمجهڻ، ڄاڻڻ، پروڙڻ.

پَرِچو (سن. پَرِچِيَہ. پرَ= چوڌاري، سڀ طرح سان=0 چِ= گڏ ڪرڻ)، ڄاڻ، سڃاڻپ: ديدار؛ وصال: پريت.

پَرِچُ (سن. پَترَ)، پاٿَلَ، وڻ جي پنن مان ٺهيل ٿالهي(جنهن تي هندو ڪاڏو رکي کائيندا آهن يا فقير کي ڏيندا آهن).

پَرِڇَنُ (سن. پرَ ڇڇَنَ. پرَ = گهڻو+ ڇَنَ= ڍَڪيل. 0 ڇَدَ= لڪائڻ، ڍَڪڻ)، محدود، الڳ، جدا: پيائي.

پَرِڇَنُ (سن. پَرِ ڇڇِنَ)، پَرسن، خوش، نوبنو.

پَرِڏانُ (سن. پرَڌانَ. پرَ= گهڻو+ ڌانَ. 0 ڌا= رکڻ)، مکيہ، مُک، وڏو، سردار.

پُرِڏو سمجهيو. ڏسو ”پُرجهڻ“.

پَرِسادُ (سن. پرَسادَ. پرَ= چوڌاري+0 سَد= وڃڻ، ويهڻ)، مهرباني، عنايت، ڪِرپا، مِهر.

پَرِسپَرَ (سن. پَرَ سپَرَ. پَرَ= ٻيو+ سَ+ پَرَ= ٻيو.0 پر= پر= پَرڻ)، هڪٻئي ۾، پاڻ ۾.

پَرسَنُ (سن. پرَسَنَ. پرَ= گهڻو+ سَد= ويهڻ)، خوش.

پَرسِي پَرڪِي، ڄاڻِي. ڏسو ”پرڪَڻُ“.

پُرِشُ (سن. پُرُش. پُرِ= بدن+0 شِي= سمهڻ)، پُرکُ، پُرسُ، ماڻهو، آدمي.

پرِشن (سمن. پرشن. 0 پرڇ= پڇڻ)، سوال

پرِڪاش (سن. پرَڪاشَ. پرَ= گهڻو+0 ڪاش= چمڪڻ)، پَرڪاسَ، روشني، جوتِ.

پُرکُ ڏسو ”پُرش“.

پُرِکارَٿُ (سن. پُرُ شارٿَ. پُرُشَ= ماڻهو+ ارٿَ= مطلب. ماڻهوءَ جو مطلب: ڌرم، ارٿ، ڪام، موکش)، اُدم، ڪوشش.

پَرِکڻُ (سن. پَرِيڪشَڻَ. پَرِ= چوڌاري+0 اِيڪش= ڏِسَڻ)، جاچڻ، چڪاسڻ، امتحان وٺڻ.

پَرِگهٽُ (سن. پَرَڪَٽَ. پرَ= گهڻو+ ڪَٽَ= پاسو. 0 ڪَٽَ= وجڻ)، ظاهر، پڌرو.

پَرلاءُ (سن. پرَلاپَ. پرَ= چوڌاري، گهڻو+ لَپ= ڳالهائڻ)، آواز.

پَرلو (هه. پَرَلا.سن. پَرَ= هُتي، پَري+ لَ)، هُن طرف جو.

پَرلوڪُ (سن. پَرَلوڪَ. پَرَ= ٻيو+ لوڪَ= جهانُ)، ٻيو جهان، ايندڙ جهان.

پَرلَي (سن. پرَلَيَہ. پرَ= چوڌاري+0 لِي= ڳرڻ)، جهان جي فنائي، قيامت، فنا.

پَرَمَ (سن. پَرَم)، اعلىٰ، اُتم، اوچو.

پرِمائمُ (سن. پَرَماتمَن. پَرَم= پهريون+ آتمَن= آتما، روح)، پرميشور، ڏڻي.

پَرِمادُ (سن. پرَمادَ. پرَ+0 مَد= متوالو ٿيڻ)، بي پرواهي.

پَرمارَٿُ (سن. پَرَ مارٿَ. پَرَم= اُتم، اعلىٰ+ اَرٿَ= مطالب)، اُتم ڪم، ڀَلو ڪم؛ ڌرم، ڀلائي.

پَرِماڻُ (سن. پرَماڻَ. پرَ= گهڻو+0 ما= مَئڻ، ماپڻ)، اندازو؛ انومان، دليل، ثابتي؛ مثال.

پَرِماڻو سچيءَ دل ۽ جان سان. ڏسو "پرماڻ".

پَرميسَرُ (سن . پَرميشوَرَ. پَرَم= اُتم، اعلىٰ+ اِيشوَرَ= ڌڻي. 0 اِيش= حڪومت ڪرڻ)، پرماتما، خدا.

پَرِڻامُ (سن. پرَڻامَ. پرَ= گهڻو+0 نَمَ=نِمڻ، جُهڪڻ)، نمسڪار، عزت ڀريو سلام.

پَرِوانُ (سن. پرَماڻ)، قبول، بحال، سچو.

پَرِوانو (ف. پروانہ)، اُڏامندڙ جيت جو هڪ قسم (جو بتيءَ جي روشنيءَ تي ڦرندو آهي، ۽ آخر ان ۾ وجي پوندو آهي).

پَرِوانڻ ڏسو ”پروان“

پَرِواهَ (پرَواهَ. پرَ+0 وَهہ= ڪٽي وڃڻ)، وَهُڪَ، وَهُڪرو.

پَرِوَرتا (سن. پَرِوَرتَ. پَرَ=چوڌاري+و رت= ڦيرائڻ)، اصليت ڇڏي ٻيو روپ ونڻ؛ وهنوار.

پَروَسُ (سن. پَرَوَشَ. پَرَ= ٻيو+ وَشَ= تحت، تابع، هيٺ؛ طاقت)، لاچار، مجبور.

پِرولِي (سن. پرَ هيلِڪا. پرَ= گهڻو+0 هِل= وِندرائڻ، ڪيڏڻ) ٻُجهارت جو قسم؛ مام.

پَرويسُ (سن. پرَويشَ. پرَ= گهڻو+0 وِش= اندر پيهڻ)، واسو، داخل.

پَرَهيجَ (ف. پرهيز)، پاسو، ڪنارو، ٽارو.

پِريت (سن. پريتَ. پرَ= گهڻو+ اِتَ= ويو)، جِنُ، ڀُوتُ.

پِريتَمُ (سن. پرِيَتَم. پرِيَہ= پيارو.0 پرِي= پيار ڪرڻ+ تَم)، سڀ کان پيارو. ڏسو ”اُتم“

پريمَ نگرُ (سن. پريم+نگرَ. نگَ= وڻ+گِر= پهاڙ. جنهن ۾ وڻ يا پهاڙ هجن يا وڻن ۽ پهاڙن جيڏيون جايون نهيل هجن)، محبت جو گهر.

پَرِي (ف. پَري)، حسين عورت، اپسرا، اپڇَرا.

پَريمِي (سن. پريمي. پريم= پيار)، عاشق، پريم وارو.

پُڙُ (سن. پُٽَ. 0 پُٽ، ملائڻ)، ڍَڪُ.

پَڙو/پَڙهو (سن. پَٽَنِيَہ. پَٽ= پڙهڻ)، پڙهو، منادي، ڍنڍورو، اعلان جو دهل تي ڪيل هجي، وڏي واڪي ڳالهاءُ.

پَسارو (سن. پرَسارَ)، وِستار، بيان، اُپٽار، ديگهہ؛ نظارو؛ جنسار.

پَساچُ (سن. پِشاچَ)، ڀُوتُ.

پُستَڪِي (سن. پُستڪي. پُستَڪَ= ڪتاب. 0 پُست= عزت ڪرڻ)، مذهبي يا ڌرمي ڪتابن جو ڄاڻو.

پَسرَڻُ (سن. پرَسَرَڻِيَہ. پرَ= گهڻو. 0 سر=وڃڻ)، پکڙڻ، ڦهلڻ.

پَسريو — جيڪو هر هنڌ پسريل يا سمايل هجي يعني ڏٺي. ڏسو "پسرڻ".

پَسَڻُ — (سن. پَشيَہ. 0 درش= ڏِسڻ)، ڏسڻُ، پالڻ.

پَسُون — (سن. پَشُ. 0 درش= ڏِسڻ. جو سيني جو هڪجهڙو ڏسي تو پر يلي بُري جو ويچار نتو ڪري)، چوپايو مال، جانور.

پَشاچُ — ڏسو "پساچ".

پُڪري — (پرا. پُڪارَ)، آواز، سَڏ، رَڙ.

پَڳُ — (سن. پَدَ. 0 پد= هلڻ. جنهن سان هلجي تو)، پيرُ.

پکُ — (سن. پَڪشَ. 0 پڪش= ونڻ، پڪڙڻ)، پاسو، طرف.

پکاڻُ — (سن. پَڪشِن. پَڪشَ= پَرُ، گنيُ+اِنِ= رکندڙ)، پکي.

پَلُ — (سن. پَلَ. 0 پَل= چُرڻ)، پَلڪ، گهڙي، لحظو، کِنُ.

پَلالُ — (پرا. پَلالَ. سن. پَلالَ) سارين جو سُڪل گاھ.

پَلالِي — پَلالُ ڪُٽيندڙ: مڪار، ٺڳ، ڪوڙو. ڏسو "پلالُ".

پَلتارِجَڻُ — (سن. پَرَ= ٻيو+ تالَ.0 تَل= قائم ڪرڻ)، ڏُنڌاڙجڻ، وڏيءَ آزمائش هيٺ اچڻ.

پَلپَل — هر گهڙيءَ، ذري ذري، هر هر. ڏسو "پَل".

پَلَڪَ — (ف. پَلَڪَ= پنبٽي)، پَل، کِن، چِن، لحظو، اکِ چِنيَ. پَلڪن جي پردي ۾= اکين جي ڇَپرن ۾.

پُلڪَڻُ — (سن. پُلَڪَ. 0 پُل= متي تيڻ)، کِد کِد تيڻ، خوش تيڻ.

پَلَءُ/ پَلَوُ — (پرا. پَلَوَ. سن. پَلَو)، پَلانڊُ، پاندُ ، دامن.

پَلَنگُ — (سن. پرَيَنڪَ)، چيرڪٽ، سيج. ڏسو "پالڪي".

پَليدُ — (ف. پَليد)، ناپاڪ، اَپوتر، متي ميرو.

پَنِ — (سن.پَرَڻ)، وڻ جو پَنُ- پَتو.

پُنُ — (سن. پُڻيَہ. 0 پُو = پاڪ تيڻ)، شُڀُ ڪَرَمُ. ڏسو "پُج".

پَنٿُ — (سن. پَنٿَ. 0 پَٿ= وڃڻ)، رستو، مارگ: مذهب، مَتو.

پَنتي سالڪ؛ ڪنهن خاص مذهبي فرقي جو فرد. ڏسو "پنت".

پَنجُ (سن. پَنجَ= ڊِڳ. پَر= ماڻهو+0 جِي= سمهڻ)، بيحد، تمام گهڻو.

پِندُ (سن. پِنڊَ. 0 پِنڊ= ڍير- ڍڳ ڪرڻ)، پَري: پاڻ، جسم، بدن. پِندَ سَٿو= پَري ڦِٽي ڪندڙ.

پَندَتُ (سن. پَنڊِتَ. پَندا= گيانُ، سمجهه)، وِدوانُ، عالِمُ.

پِنگُ (سن. پَنگُ. 0ڳج= منڊائڻ)، پِنگلو، لَڱڙو؛ جَڏو.

پِنگَلُ (سن. پِنگَ+"ل" پڇاڙي. 0 پِجَ= رڱڻ، رنگ ڏيڻ)، رَتُلُ.

پِنگُلو سَندن سُڪل، لَڱڙو. ڏسو "پِنگُ".

پُنِيتُ (سن. پُنِيتُ. 0 پُو= صاف ڪرڻ)، پوتر، پاڪ، نِرمل.

پُوٽُ (سن.پُترَ. پُت= هڪ نرڳ- دوزخ جو نالو+0 تَرِي= بچائڻ. جو دوزخ کان پيءُ کي بچائي تو)، پُٽ.

پوتي (سن. پُستِي.0 پُست= عزت ڪرڻ)، هندن جو ڌرمي ڪتاب.

پوتِرُ ڌرمي ڪتابن وارو. ڏسو "پوتي".

پوٿَ (سن. پوٿ. 0 پُٿَ= ڳنڍ ڪرڻ، ٻَڌڻ)، پَري.

پُوڄِڻُ (پرا. پُڄَڻَ. سن. پُوجَنَ.0 پُوج= بندگي ڪرڻ)، پوڄا ڪرڻ، عزت ڪرڻ، مڃڻ.

پُور (سن. پُل)، ويچار.

پُورَبُ (سن. پُوروَ . 0 پُر= اڳتي وڃڻ)، اوڀر؛ هڪ صوفيانہ منزل جو نالو. ضد "پَڇم".

پُورَنُ (سن. پورڻ)، پورو، سالم، سارو، ڪامل.

پُورِي (هہ. پَير؟) ٻَڌي. ضد "اِڪي".

پوسُ (سن. پوشَ. 0 پُش= پالڻ)، پاليندڙ.

پوشُ (ف. پوش)، لباس، ڪپڙا.

پوشاپوشَ (ف. پوايست. پو= پري+ اِيست= بيهہ. 8 اِستادن= بيهڻ)، پري تيو پري تيو؛ هلچل: آبادي؛ شاهوڪاري.

پولو (سن. پُليَہ. 0 پُل= ويڪرو- وڏو ٿيڻ)، خالي، پورو، سڪٺو، ٺلهو.

پَوَنَ (سن. پَوَنَ. 0 پُو= پوتر- پاڪ ڪرڻ)، هوا؛ پراڻ، ساهہ.

پَھُ (سن. پَٿَ= رستو)، ويچار؛ صلاح.

پَهاڙُ (سن. پراگ+ هارَ)، جبل.

پيُ (سن. پريَہ. 0 پرِي= پيار ڪرڻ)، پرين، محبوب.

پياسَ (پرا. پِئاسا. سن. پپاسا. 0 پا= پيئڻ)، اُڃ، خشڪي.

پِيتُ (سن. پرِيتِ. 0 پرِي)، پريت، پيار.

پيچارو (سن. پِچج= ڪار. 0 پِچج= آواز ڪرڻ)، ڪپھہ پچڻ وارو. اشارو: اُڌو پڳت ۽ منصور ڏي.

پيراڊُو (سن. پَد= پير)، پيرانِي، پيري، پاڳِي، چور جو پيرو ڪڍندڙ، پيرانديو؛ طالب.

پيڪو (سن. پِترڪَ. پِتر= پيءُ. 0 پا = سنڀالڻ)، پيءُ جو گھر، ابي ڏاڏي جو گھر.

پينگھوڙو (سن. پريَنڪا+ "اوڙو" پچاڙي)، پينگھہ.

پيهو پوڪ ۾ نهيل ننڍو مَنهُن جنهن تي چڙهي ڪڙمي پوڪ تان جهار هڪليندا آهن.

## "ٿ"

ٿابُوتُ (ع. ثابِت)، مضبوط، قائم.

ٿابُوتي مضبوطي، پختگي، محڪمتا، اسِترتا، اڪنبتا، اڏولتا. ڏسو "ٿابوت".

ٿالِثُ (ع. ثالِث)، ٽيون؛ ٽِياڪڙُ، امِينُ، نِرپَڪشُ.

# ”ج“

جاتِ (سن. جاتِ. 0 جَن= ڄمڻ)، ذات، ڪُلُ، ڪُٽنب، قبيلو، فرقو.

جادِ ڏسو ”جات“.

جاڳرتِ (سن. جاگَرت. 0 جاگر= جاڳڻ)، بيدار، سُچيت: پهرين اَوَستا. هندن جي عقيدي موجب چار اوستائون يا منزلون آهن:

1-جاگَرت، 2-سوپَڻ، 3- سُشُت، 4- تُريا.

جاڳِيرَ (ف. جاگير< جاڳِير. جاءِ+ گِير. 8 گرفتن= وٺڻ)، سرڪار طرفان انعام طور مليل زمين.

جاڳِئي بيدار تيل، جاڳندڙ يعني گُرو، مرشد. ڏسو ”جاگرت“.

جالِي (سن. جالَ. 0 جَل= ڍَڪڻ)، جاري، ڦندو.

جَتَنُ (سن. يَتَنَ. 0 يَت= ڪوشش ڪرڻ)، ڪوشش، سعيو.

جَتِي (سن. يَتِ. 0 يَم= روڪڻ، جهلڻ)، ڪام جِيت، نفساني خواهش تي قبضو ڪندڙ.

جَٽ (هہ. جاٽ)، جاٽ قوم، (جيڪا پوڪي راهي ڪندي آهي).

جَپُ (پرا. جَوَ. سن. جَپَ.0 جَپ= اندر ۾ خاموشيءَ سان ڌُهرائڻ)، ذڪر، وظيفو، سُمَرڻِي سورڻ جي حالت.

جَپَڻُ (سن. جَپَنَ.0 جَپ)، بندگيءَ ۾ خدا جو نالو (بار بار) وٺڻ، نام اُچارڻ.

جُدِ (سن. يُدّ. 0 يُدَ= لڙائي ڪرڻ)، لڙائي.

جَرنا ڌيرج. تحمل.

جَري (سن. جوَلَ). بَري: ڦبائي، قبضي ۾ ڪري. ڏسو ”اجر“. جرين پد اجر= ناس تيڻ واري پَدَ کي نِهچي ڪرين.

جڙَڻُ (سن. جَٽَنَ. 0 جَٽ= مِلڻ، لڳڻ)، ملائڻ، ڳنڍڻ، مَڙهڻ.

جُڙَڻُ (سن. جُڊِت. 0جُڊ= ٻَڌڻ)، ملڻ، ٺهڻ.

جَسُ (سن. يَشَس. 0 اَس= چمڪڻ)، نيڪ نامي، تعريف، شاباس.

جَفا (ف. جَفا)، محنت، ڪشالو.

جڪَ (س. جيهَہ)، اجائي بَجي، بڪواس؛ ڦرٽو.

جُڪَ (سن. جُش= ايذاءُرسائڻ، ڏکوئڻ)، ايذاءُ: آنڌ مانڌ، ڳڻتي، هُر ڪُر؛ ڦُرٽو.

جڳُ (سن. يَڳيَہ. 0 يَج= قربانيءَ سان پوڄا ڪرڻ)، قرباني.

جڳاتِ (ع. زڪوات= شريعت موجب مال جو چاليهون حصو خيرات)، خيرات، دانُ؛ ڍَلَ.

جڳاتي (ع. زڪوات+ "اِي")، زڪوات ونڻ وارو، ڍل ونڻ وارو.

جڳمڳاتِ (سن. جڳمَ. 0 ڳمَ= وڃڻ)، تجلو، چمڪو، تکي روشني.

جَڳُ ڏسو "جڳ".

جَڳُ (سن. جڳت. 0 ڳمَ= وڃڻ)، جڳت، سنسار، جهان.

جُڳُ (سن. يُڳَ. 0 يُنڳ= ڇڏي وڃڻ)، زمانو، (چار جڳ آهن: 1- ٻَستيَہ 2- تريتا3- دواپرر4- ڪَل)؛ ميلُ (چوپڙ راند جو).

جُڳادِ (سن. يُڳادِ. يُڳ. +آدِ)، اوائل، اصل جُڳن کان. ڏسو "آدِ".

جَڳَتُ ڏسو "جَڳُ".

جُڳَتِ (سن. يُڪتِ. 0 يُج= هلائڻ)، ريت، نمونو، ڍنگ؛ حڪمت، تدبير.

جُڳتي جُڳت وارو؛ پرهيزگار. ڏسو "جُڳتِ".

جَڳديشُ (سن. جَڳديشَ. جَڳت= جهان+ اِ شَ = حڪمران. 0 اِش= حڪم هلائڻ)، جهان جو مالڪ، ايشور، ڌڻي.

جَڳمَڳَ ڏسو "جڳمڳاتِ".

جِڳياسي (سن. جِجاتيَہ. 0 جِجا= ڄاڻڻ)، ايشور جو ڪانکي، ڌڻيءَ جو ڳولائو، طالب المولیٰ.

جَلُ (سن. جَلَ. 0 تکو تيڻ)، پاڻي.

جُلاهو (ف. جُلاه. پرا. جُئِلائو. سن. يُگَلَ. 0 يُج= ملائڻ)، ڪوري (ذات). اشارو "ڪَبير پڳت" ڏي.

جَمُ (سن. يمَ. 0 يم= روڪڻ)، ڪالُ، موت.

جَمراءِ (سن. يَمَ= موت+ را= راجا)، دوزخ (نرڳ) جو راجا.

جَنُ (سن. جَنَ.0 جَن= ڄمڻ)، ماڻهو، آدمي؛ مرد.

جَنَتا (سن. جَنَتا)، ماڻهو؛ انبوهه، ميڙ.

جَنترُ (سن. يَنترَ. 0يَترِ= روڪڻ)، جادو، مَنتَر.

جَنتَرو واڄو؛ مَنتر. ڏسو "جنتر".

جَنجالُ (سن. جَنَ= ماڻهو+ جالَ= ڄاري)، جَنجل، ڏُقيڙ، ڏوجهرو، تڪليف.

جَنَڪ (سن. جَنَڪ)، ماڻهوءَ جو نالو؛ مِتيالا جو راجا (سيتا جو پيءُ).

جَنمَڻُ (سن. جَنمن. جَنمَ. 0 جَڻ= ڄمڻ)، ڄَمُ، جَنم، پيدائش.

جوتِ (سن. جيوتِ. 0 ديُت= چمڪڻ)، روشني، چمڪ، پَرڪاشُ.

جوتِشي (سن. جيوتِشِڪَ)، نجومي. ڏسو "جوت".

جُوڻ (سن. اَيُڪتَ. اَ= نه+ يُڪتَ= ڳنديل. جا ڳالهه سچ سان ڳنديل نه هجي)، ڪُوڙ.

جورُ (ف. زور)، زور، زبردستي.

جوڳمُ (سن. يوگَ+ ڪشيمَ. ڪشِ= رهڻ)، ملڪيت.

جوڳُ (سن. يوگَ. 0 يُج= ملائڻ)، ڌيان؛ ميل ميلاپ؛ لائق؛ زُهد، تَپسيا.

جوڳي (سن. يوگي. 0 يُج= ملائڻ. جيڪو پنهنجو ڌيان ڌڻيءَ سان ملائي تو)، ڌياني، تَپسِي، سناسِي فقيرن جو قسم.

جوڳيسَرُ (سن. يوگيشوَرَ. يوگَ- اِيشوَرَ= مالڪ. يوگَ جو مالڪ)، وڏو جوڳي، ڪامل درويش، زاهد، تَپسِي.

جولاهو ڏسو "جُلاهو".

جُوڻِ (سن . يونِ. 0 يُ= ٻَڌڻ)، پيدا ٿيڻ جي جاءِ، پُنر جَنم، تَنا سخ.

جَوهَرُ (ع. جَوهَر< ف. گوهر)، اصل. ضد "عَرَض".

جُوهَڻُ (سن. جُشَڻَ، 0 درش= ڏِسَڻ)، تَڪِڻ؛ شڪست ڏِيڻ.

جُوءِ (ف. جاءِ)، مڪان، هنڌ، ماڳ.

جَهاجُ (ع. جَهاز)، جَهازُ.

جُهدُ (ع. جُهد)، ڪوشش، سعيو.

جَئِڪارَ (س. جَيَہ+ ڪارَ. 0 ج= جِيتَڻ)، سوڀ. فتح.

جِيتَ (سن. جِتِ.0ج= جيتڻ)، سوڀ. ضد "هار".

جِيُو (سن. جِيوَ.0 جِيو= جيئڻ)، آتما؛ ساهوارو. جيءَ جَنتَ= ساهوارا (رهندڙ)

جيوَنُ (سن. جِيوَنَ. 0 جِيو= جيئڻ)، زندگي، حياتي.

## "ڄ"

ڄارُ (پرا. جالَ. سن. جالَ. 0 جَل= ڍَڪڻ)، وڏي ڄاري؛ ڦندو، ڦاهِي.

## "جه"

جهارِ پکين جو ولر جيڪو پَڪل پوڪ کائي.

جُهجُهہ هڪ رُوپُ.

جَهرُوڪو (سن. گو= ڳئون، گانءِ+ اَکشِ= اک)، کِڙکي، دَرِي، بارِي؛ محلات؛ هندورو؛ جاءِ.

جُهرَڻُ (سن. ڪشرڻَ. 0 ڪشر= ٽِمَڻُ)، ڳرڻ، دُکي ٿيڻ.

جهڪو (سن. ڪشپ)، هيٺ، گهٽ؛ اُداسُ.

جُهِڳو (ف. جاءِ؛ گاه؟)، جهوپڙي؛ گهر، مڪان.
جُهلَڻُ (سن. ڏلَنَ.0 ڏل= لُڏڻ)، لُڏڻ، لَهرَڻُ.
جَهلَڪَ (سن. جَهلِڪا (جوَلَڪا. 0 جوَل= چمڪڻ)، چمڪ، روشني.
جِهلِمِلِ (سن. جوَلَ+ مولَ. 0 جوَل= چمڪڻ)، جِهرمِر، چَمڪ، چهچٽو.
جَهنِلو (سن. جانگلَڪَ)، راڳڻيءَ جو هڪ قسم.
جَهنجهو (هہ. جِنجهوٽي)، راڳڻيءَ جو هڪ قسم.
جُهولو (سن. دولا. 0 ڏُل= لُڏڻ)، هندورو، پينگهو؛ پينگهه.
جُهومَڻ (سن. جَهنپ. 0 جَهم= ڪاٽڻ)،ڪَنڌُ ڏوٽڻ.
جُهونجهارُ (سن. يُڌَ= لڙائي+ ڪارَ.0 يُڌ= لڙائي ڪرڻ)، جوڌو، پهلوان.
جِهيٽو (سن. ڪِشيڻَ)، آهستو (آواز).

# “چ”

چاتِرِڪُ (سن. چاتَڪَ. 0 چت= گُهرڻ. جو سدائين بادل کان پاڻي گهري ٿو)، پپيهو پکي.
چاتان (سن. چوٽيَہ. 0 چُٽ= ڪاٽڻ)، چوٽون، ضربون، تڪليفون.
چارِ (سن. چَتُر) چار ويد. ڏسو ”ويد“.
چارِ (سن. چَتُر)، چار زندگيءَ جو اَوستائون (ٻالپڻو، جواني، وچولي اوستا، ٻڍاپو)؛ چار پَهَر ڏينهن جا ۽ چار پَهَرَ رات جا.
چارا (ف. چاره)، ڪوششون.
چاڪُ (ت. چاق)، خوش.
چاڪ (ف. چاڪ)، زخم، ڦٽُ.
چاهُہ (سن. اِڇيا. 0 اِش= خواهش ڪرڻ)، مَن، اندرُ، دل.

چاهِڻ (هہ. چاهنا)، سمجهڻ.
چِتُرُ (سن. چِتُرَ. 0 چِت= گهرڻ)، سياڻو، ٻُڌوان: چالاڪ.
چُتي چُوڙ، دَرَ ڦِرڻ واري جاءِ (؟)
چِٽ (سن. چِترَ. چِت= محسوس ڪرڻ)، حيرت پريو ڏيکاءُ: آڪاس.
چِٽَڪَ (سن. چِٽُلَ= سُندر)، چمڪ، چمڪات، تجلو.
چُٽَڻُ (سن. چوٿَنَ)، نِشانو هڻڻ، نِشانَ تي پورو هڻڻ.
چِٺو (سن. چِترَڪَ. 0 چِت= قاصد ٿيڻ)، اعمال نامون: پوتا ميلي ڪاغذ: ڪاغذ.
چَپَلَ (سن. چَپَل. 0 ڪَمپ= ڏڪڻ، لڏڻ)، چَنچَل، چالاڪ.
چَپو (سن. ڪَشپِٽي. 0 ڪشَپ= اُڇلڻ)، ٻيڙيءَ جوگِڻُ- هٿيو- اولو.
چِدَ آڪاسُ (سن. چِد اڪاشَ. چِت= آڪاشَ. آ= گهٽو+0 ڪاش= چمڪڻ)، چيتن پرماتما جيڪو خالي جاءِ وانگر هر هنڌ آهي ۽ سڀ کان الڳ آهي، شُڌ برهم.
چَراچَر (سن. چراچَر. چَرَ+ چَرَ+ اُچَرَ. 0 چَر = وڃڻ، هلڻ)، ساڪن ۽ متحرڪ، جاندار ۽ غير جاندار= مخلوقات: دنيا، جهان، عالَمُ.
چَراغُ (ف. چَراغ)، بَتي، ڏِيو: روشني.
چَراڳُ ڏسو ”چراغ“.
چَرَنَ (سن. چَرَڻ. 0 چَر= هلڻ)، پيرَ، چَرَڻ. چرن ڪمل= ڪنول جهڙا پير.
چسَ (ف. 8 چَشيدن= چکڻ. سن. چَش)، چَشڪو، مزو.
چُغُل (ف. چُغُل)، گلاخور، لائي چائي ڪندڙ.
چَقمقُ (ت. چَقمق)، پٿر جو هڪ قسم ( جو لوهہ کي چڪي).
چَڪُ (سن. چَڪرَ)، ڪبير جو گول چَڪرو (جنهن تي ٿانءَ ناهين).

چِڪَ (سن. چِڪِل)، گپَ، گارو: گندگي.

چُڪاءِ (سن. چيُت )، چَڏِ، ختم ڪر.

چَڪورُ (سن. چَڪور. 0 چَڪ = خوش ٿيڻ)، پهاڙي تِتر.

چَڪوو (سن. چَڪرَ+ واڪَ. 0 وَچ= ڳالهائڻ)، پکيءَ جو قسم.

چڪي (پرا. چَڪِّئا. سن. چَڪِري: چَڪرَ+ اِڪا)، جَنڊُ ، جانڊَهه.

چِکيا (سن. چِتا. 0 چِ= گَڏ ڪرڻ)، اگن سَنسڪار، ڏاگهه، اها باهه جنهن ۾ هندو مُردي کي ساڙين.

چِلُ بِہ چِلُ (سن. چَلَ وِ چَلَ)، چَنچَل، ڦرنڌڙ گهرنڌڙ.

چَمارُ (سن. چَرمَڪارَ. چَرمَ= چَمِ+ ڪار)، چمڙي جو ڪم ڪندڙ، سوچي: هڪ ذات.

چِمتِڪارُ (سن. چَمَتڪارَ. چَمَت= عجب+ ڪارَ)، حيراني، عجب، اچرج: پرڪاش، روشني.

چِنتا (سن. چِنتا. 0 چِت= خيال ڪرڻ)، سوچ، ويچار، فڪر.

چَنچَلُ (سن. چَچچَلَ. 0 چيچ= چُرڻ)، چلِولو، بي پرواهه.

چَندرُوُ (سن. چَندرَ. چَند= چمڪڻ)، چَنڊُ.

چَندالُ (سن. چَڊالَ. 0 چَد= ڪروڌ ڪرڻ)، چَندو، نياڳو، شيطان، پليد.

چن ماتَر (سن. چيتَنَ+ ماترَ)، چيتن ماتر، پُورن چيتنا. ڏسو "چيتن".

چِٽنگَ (سن. چرت= ٻارڻ)، اُلو، ٽانڊي جو ذرڙو.

چوبارو (سن. چَتُر= چار+ وارَ= دروازو)، بالا خانو: اوچو روحاني- آتمڪ پَدُ- منزل: آنند ۽ خوشيءَ جي جاءِ.

چوتو (سن. چيُتِ+ اَڙ= چُتڙ)، چُتڙن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر: لانگوٽ.

چُوتِي (سن. چُودِ، چودَ+ اِڪا)، وارن جي چڳ (جا هندو مٿي تي ڇڏيندا آهن).

چوڏِري (سن. چَتُر= چار+ ڏَرَ= رکندڙ. 0 ڌر= ڌَرڻ، جهلڻ، رکڻ)،

پرڏانُ، مُکي، وڏو.

چوڏولُ (سن. چَتُردولَ. چَتُر= چار+ دولَ . دُلَ= لُڏڻ)، ڏولي، پالڪي. پينگهو.

چوراسي (پرا. چَئُرا رسي. سن. چَتُر شِيتِ)، اسي ۽ چار. اشارو 84 لَکَ جُوڻ ڏانهن، جي هينيئن ريت آهن؛ 4 لک مُنگهڻ ۽ جِيُون، 7 لک پاڻيءَ جا جيوَ، 27 لک وڻ ٽڻ پهاڙ وغيره. 9 لک ڪيئان وغيره. 10 لک پکي، 27 لک چوپايو جانور.

چوُرَن (سن. چُورڻ)، چُور، چُور، ڪُٽو، باريڪ ذرڙا.

چوِري هُرکر؛ ويچار؛ خيال؛ يادگيري.

چَوڪو (سن. چَتُشڪَ)، ليپي ڏنل جاءِ جتي هندو ويهي ماني کائين، پوچو، پوچي، ليپو.

چوڪي (سن. چَتُشڪَ+ اِڪا)، ڪاٺ جي صندلي: جاءِ، آستان.

چولو (سن. چولَ. 0 چِل= ڪپڙا پائڻ)، پهراڻ، ويڪري قميص.

چَونڪِي ڏسو "چَوڪِي".

چَوهَٽِي (سن. چَتُر= چار+هَٽُ. 0 هَٽ= چمڪڻ. "اِي" پچاڙي)، اُهو هنڌ جنهن جي چئني طرفن کان دڪان هجن، چَوواٽو؛ بازار.

چُهڙو (هہ. چوهَڙا)، ٻالو، گهٽ ذات وارو.

چَئُدَسِ (سن. چَتُر= چار+ دِشا= طرف. دِسِ= اشارو ڪرڻ، ڏسڻ؛ چوڌاري، چؤطرف.

چيٽُ (سن. چيتَ. 0 چِت= سمجهڻ)، سمجهہ- خيال، فڪر؛ ڳڻتي؛ وِرتي، هَلتِ.

چيتَنُ (سن. چيتَنَ. 0 چِت= سمجهڻ)، آتما، روح؛ جِيُؤ؛ پرماتما، پرميشور. چيتَنُ جا چمڪتار= پرماتما جا عجائب. چيتن چِد آڪاسُ= سَروَ وِياپَڪ پرماتما. ڏسو "چد آڪاس".

چيٽڙا (سن. چِدرَ. 0 چِد= ڦاڙڻ)، اڳڙيون، تڳڙيون، لِيڙُون.

چيٽي (سن. ڪِيٽِي. 0 ڪِٽِ= وجڻ)، ڪولِ، ماڪوڙي.

چرو (سن. چِيرَ. 0 چِ= گڏ ڪَنو ڪرڻ)، ڪپڙو.

چيرو (سن. چيٽڪَ. 0 چِٽ= خدمت ڪرڻ)، غلام، ٻانهو، داس، نوڪر، شيوڪ.

چيلو (سن. چيٽڪَ. 0 چِٽ= قاصد- نوڪر ٿيڻ)، شِشُ، مُريد.

چَينُ (سن. شَيَنَ. 0 شِي= سمهڻ)، آرام، سُک، سانت.

## "ڇ"

ڇارَ (سن. ڪشارَ. 0 ڪشَر= بيڪار ٿيڻ)، خاڪِ، رَکَ، ڦُلهيارَ.

ڇالُ (سن. اُد= متي+0 شَل= ڇُرپُر ۾ اچڻ)، ٽپو.

ڇاندِيو (سن. ڇرِتَ. 0 ڇرت= ٻَڏڻ)، ٻَتو.

ڇائِي (سن. ڪشارَ. ڪشَر= بيڪار ٿيڻ)، مِٽي، ڌوڙِ.

ڇايا (سن. ڇايا. 0 ڇو= ڪاٽِڻ)، پاڇو.

ڇَبِ (سن. ڇَوِ. 0 ڇو= ڪاٽِڻ. جو انڌارِيءَ کي ڪاٽي ٿو)، سونهن، سوڀيا، سندرتا؛ چمڪ.

ڇَترُ (سن. ڇَترَ. 0 ڇَد= ڍڪڻ)، ڇَٽُ، تاجُ.

ڇَٽُ ڏسو "ڇترُ".

ڇَپَرُ (سن. ڇَد= ڍَڪڻ)، ڏُونگر، جبل، ڪوهه.

ڇَڄُ (سن. ڇادَ. 0 ڇَد)، سُپُ. اَنَ ڇَنڊَڻ لاءِ تيلين مان ٺهيل ٿانءُ.

ڇَڄَرُ گهرُ، جهوپڙي. ڏسو "ڇڄو".

ڇَڄو (سن. ڇاديَہ. 0 ڇَد)، ڇاپرو، مَنُهَن: جهوپڙي؛ تلاءُ، ڍنڍ.

ڇَرَ پاڻيءَ جي اُٿل، پاڻيءَ جو چاڙهه، پاڻيءَ جي لَسَ.

ڇِڪا (سن. ڪرشَ)، واسطا، لاڳاپا.

ڇِڪَڻُ (سن. ڇَڪَنَ. 0 ڇَڪ= ڏَؤ ڪرڻ)، ڪائي ڍؤ ڪرڻ، ڪائي

خوش ٿيڻ؛ رگجڻ؛ محبت جي نشي ۾ اَلوٽ ٿيڻ.

چِڪَنُ (سن. چِڪَن. 0 چَڪ= خوش ٿيڻ)، موهَتُ، فِريفتہ، عاشق.

چَلُ (سن. چَل)، ڪپَٽُ، ٺڳي، مَڪرُ، ڍونگُ.

چُلڪَڻُ (سن. اُد متي+0 شَل= تحرڪ ۾ اچڻ)، چُلڻُ، اُٿلي پوڻ.

چُلَڻُ (سن. اُچچلَنَ)، هَلَڻُ، پَنڌ ڪرڻ.

چِلي موهي، ڏسو "چل".

چَنِ (سن. چَد)، تلاءُ، ڍنڍ.

چِنُ (سن. ڪشَڻ)، ڪِنُ، لحظو.

چِنٽُ (سن . چِندَس. 0 چِند= ڍڪڻ)، چَند؛ گيتُ.

چِنَڻُ (سن. چِنَ= چِڇَڻُ. 0 چِد= جدا ڪرڻ)، ٽوڙڻ، الڳ ڪرڻ، جدا ڪرڻ.

چِنِي/چِنِئي لَٽِي،گهٽ ٽئي (پاٽيءَ جي)، ڏسو "چنڻ".

چوتِ (سن. چُپتا. 0 چُپ= لڳڻ، ڇُهڻ)، پَلِيتي، ناپاڪائي .

ڇَهہ (سن. شَٽ)، ٽِن جي ٻيڻ.

ڇَهہ' اشارو آهي هندن جي "ڇهن شاسترن" ڏانهن: ويدانت، سانکيہ، يوگ، مِيمانسا، نياءِ ۽ وَيشيشِڪ.

چِيدڻُ (سن. چِدرَ. 0 چِد= ڪَپڻ)، وَڍڻ، ڪَپڻ.

ڇيڪ (سن. ڇِدرَ. 0 ڇِد= ٽُنگ ڪرڻ)، ٽُنگ، سوراخ، سَلُ؛ آزاد.

## "ح"

حُجَتَ (ع. حُجة. حَج= بحث ۾ غالب پوڻ)، دليل، ثابتي، سَنَدَ.

حُجِرو (ع. حُجرة. حَجرُ= روڪڻ)، ڪوٺي (مسجد جي پرسان).

حِرصُ (ع. حِرصُ. حَرَصُ= تکي خواهش- لالچ ڪرڻ)، لالچ. ضد "قناعت".

حِرفَتَ (ع. حِرفة. حَرَفُ= ڪنهن چيز جي طرف ڦرڻ)، ٺڳي،

مڪاري: ڪيڏ، اٽڪل.

حَرَڪَتَ (ع. حَرَڪَة. حَرَڪُ= هِلَڻُ)، چالبازي، لچائي، شرارت.

حصو (ع. حِصَة. حَصُ= ڪَٽڻ)، ڀاڱو، وَنڊَ، ورهاست.

حُضوري (سن. حُضور. حَضَر= حاضر رهڻ)، پيش اچڻ، حاضر ٿيڻ.

حَقاني (ع. حَقاني، حق= انصاف وارو ٿيڻ)، عاشق مولا، خدا پرست: حق وارو، سچار: حقيقي .

حُقو (ع. حُقة. حَقُ)، ڪنهن شيءِ کي ضروري بڻائڻ)، ننڍي چلم.

حَلِيمُ (ع- حَلِيم. "حِلمر" جو اسم فاعل. جمع "حُلماءُ". حَلَمُ= بردبار ٿيڻ)، بردبار.

حمايَتَ (ع. حِمايَة. حَمَيُ= بچائڻ)، مدد.

حُورَ (ع. حُور. جمع "حَورا")، پوري، ڪارين اکين ۽ ڪارن وارن واري عورت، نهايت حسين عورت: پَري، اَپڇَر.

حِيلو (ع. حِيلَة. حَلَوُ= قِرڻ، بدلجڻ)، ڪوشش.

# "خ"

خاصا (ع. خاص، جو وري اسم فاعل آهي "خصوص" جو. خَصُ= تفاوت ڏيکارڻ)، ڀلا، سُٺا.

خامر (ف. خام)، ڪچو، اَڻپڪَلُ: سيڪراٽ.

خاوَندُ (ف. خانہ وند. خانہ= گهر+ وَند= وارو)، صاحب، ڌڻي: ڀَتار.

خَزانو (ع. خِزانة، جمع "خَزائن". خَزَنُ= جمع ڪرڻ، حفاظت ڪرڻ)، اها جڳهہ، جتي روڪڙا پيسا رکيا وڃن، گنجُ.

خَسُ (ف. خَس)، تِيلو گاهہ جو، ڪکُ.

خَصَمُ (ف. خَصم)، ڀتار، مُڙس، پَتِي.

خَفتِي (ع. خِفة. خَفُ= هلڪو ٿيڻ)، شوقين.

خَلَلُ (ع. خَلَل. خَلُ= ڪمزور ٿيڻ)، فُتور، بگاڙو.

خُلقي (ع. خُلق. خَلَقَ= پيدا ڪرڻ)، خُلق وارو، مِني ۽ سُني گُڻ وارو.
خَلوَتدار (ع. خَلوَة. خَلوُ= خالي ٿيڻ+ ف. دار8 داشتن= رکڻ)، گوشہ نشين، ايڪانتي، اڪيلائيءَ ۾ رهندڙ. ضد "جَلوَت".
خُمارُ (ع. خُمار. خَمَرُ= ڍَڪڻ)، نَشو.
خودي (ف. خودِي. خود= پاڻ)، پاٽپٽو، وڏائي، هَٺ.
خوُءِ (ف. خُو)، عادت، سڀاءُ.
خويش (ف. خويش)، مِٽ مائٽ، قَريبُ، پنهنجو.

# "د"

دات (سن. داتِ 0 دا= ڏيڻ)، ڏاتِ، بخشش.
داتار (سن. داتر. 0 دا = ڏِيڻ)، داتا، ڏاتَرُ، ڏاتار، سخِي، درياه دل.
دادُ (ف. داد)، نياءُ، انصاف؛ پِلو، تَدارڪ.
دارُون (ف. دارُو. درَ ويَہ)، دوا، علاج.
داسُ داسُ (پرا. داسَ، سن. داسَ. 0 داس= ڏيڻ)، نوڪر، ٻانهو، ٽهليو.
داسِي ٻانهي، ڏسو "داس".
دامُ (ف. دام)، ڦندو، ڄارُ.
دانُ (پرا. داڻ. سن. دانَ. 0 د= ڏيڻ)، خيرات، ڀِيکَ.
داناهي (ف. دانائي. "ي" مصدري. 8 دانستن= ڄاڻڻ)، دانش، سياڻپ، ڄاڻ، پروڙ.
دانو (ف. دانا. 8 دانستن = ڄاڻ. امر "دان" "الف" فاعلي)، داناءُ، عقلمند، سياڻو.
داوا اگن (سن. داواگِن. داوَ= جهنگل. 0 دَهہ= ٻَرڻ+ اگنِ= باهہ. جهَنگل- ٻَن جي باهہ جيڪا تمام تکي ٿيندي آهي)،

طلب جي آگ.

داوَڻُ (ف. دامن. سن. دامَن. 0= ٻَڌڻ)، دامَنُ: پَلَوُ، لَڙھہ، پنارو.

داھَڻُ (سن. داھيہ. 0 دَھہ= ٻَرڻ)، جلائڻ، ساڙڻ.

داءُ (پرا. دَوَ. سن. دَرَويَہ)، موقعو، وَجُھہ.

دبَ (سن. دويَہ.0 دوِ= چمڪڻ)، روشن، جوت ٻريل: اُتم، اعليٰ.

دُبارو (ف. دو= ٻہ + بار= ڀيرو)، ٻيو ڀيرو-گُھمرو، دَفعو.

دُبِدا (سن. دوَيڌ. دو= ٻہ+ 0 ڌا= رکڻ)، ٻيائي، کوٽائي، دُئيت ياءُ: شَڪُ، سنسو.

دِبِ ڏسو "دِبَ"

دِبِ رَتَنُ انمول هيرو، بي بها موتي، ڏسو "دب" ۽ "رتن". کتائن ۾ آيل آهي تہ اُهو سُرڳ جو هيرو جيڪو ماڻيندو تنهن جا سڀ ڪم پورا ٿيندا.

دَتُ (سن. دَتَ.0 دا= ڏيڻ)، نالو هڪ مها پرش جو: آتم پرش.

دَتَرُ (سن. دُر= خراب+ تَٽ= گهيڙ= ڪنارو)، ڏُتَرُ، اوکو ٽَڙ. ضد "سُتَرُ".

دُتيا (سن. دوِتِيِيا. دوِ= ٻہ)، ٻِيائي.

دَراجُ (ف. دَراز)، ڪشادو، وڏو.

دَربارِي (ف. دَرباري. در= ۾، اندر+ "بار" ظرفيت جو)، شاهي ڪچهريءَ جو، مُقرّب، ويجهو.

دُربَلُ (سن. دُربَل. دُر= گهٽ+ بَلَ= طاقت)، ڏٻرو، ڪمزور.

دَرپَڻُ (سن. دَرپَڻَ. 0 درپ= مغرور ٿيڻ، چمڪائڻ)، آئينو، آرسي.

دَرختُ (ف. دَرخت)، وڻ.

درد وَندُ (ف. درد+ وَند= وارو)، درد رکندڙ، ڏکويل.

دِرڙتا (سن. درِڏتا. 0 درهہ= مضبوط ٿيڻ)، محڪمتا، ثابت قدمي، پختائي.

دَرسَنُ / دَرسُ (سن. دَرشَنَ. 0 درش= ڏسڻ)، ديدار، درشن: نظر.

دَرِسيو — ديدار ڪيو. ڏسو "درسن".

دِرِشِٽِ — (سن. درشٽ. 0 درش= ڏسڻ)، نظر

دِرِشِٽِانتِ — (سن.دِرشٽانتَ. 0 درش= ڏسڻ)، مثال.

دُرگتِ — (سن. دُرگتِ. دُر= خراب + گَت= حالت. 0 گم= وڃڻ)، بُري حالت.

دُرلَڀُ — (سن. دُرلَڀَ. دُر= گهٽ، مشڪل+ 0 لَڀ= ليڻ)، اَلڀُ، اَڻ لڀُ، ناياب.

دُرمَت — (سن. در= خراب+ مَتَ= سمجهه)، خراب سمجهه- خيال.

دَرويشُ — (ف. دَرويز= در آويز. در= دروازو+ آويز 8 آويختن= لَٽڪڻ. جو دروازي ڪي لٽڪي يعني پينُو.2. "دريوز" قري، "درويز" ٿيو ۽ مٿجي "درويش" ٿيو. در= دروازو+ يوز8 ويدن: يوزيدِن= چنبڙڻ. دروازن ڪي چنبڙندڙ يعني پينُو. 3. دُر=موتي+ ويش: واش: وَش= مثل، جهڙو. موتيءَ جهڙو يعني الهه لوڪ فقير)، پهتل شخص.

دَستِي — (ف. دَست= هٿ، "اِي" نسبت جي نشاني)، هٿون هٿ.

دَسودَر — (سن. دَشَم= ڏهون+ف. دَر. سن. دوارَ)، ڏهون دَرُ (جوتارُونءَ وٽ آهي)، ڏهَه دَرَ: ٻه اکيون، ٻه ناسُون، ٻه ڪَنَ، هڪ واتُ، گُديا، اِندِري ۽ ڏهون در آهي تارونءَ وٽ.

دقَتَ — (ع. دَقة)، تڪليف، ڏکيائي، مشڪلات.

دُڪو — (سن. دوِڪ)، آني جي چوٿين پتيءَ جو وزن، تمام ٿورو.

دُکدائي — (سن. دُهکَ. 0 دُهک= ڏک ڏيڻ+ دايڪَ. 0 دا= ڏيڻ)، ڏک ڏيندڙ.

دَگڌُ — (سن. دگڌ. 0 دَهه= رک ٿيڻ، جلڻ )، ڀسم، رکَ، خاڪ.

دَلُ — (سن. دَلَ)، لشڪر، فوج. پنج دَلَ: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار.

دَلالُ — (ع. دَلال. دَلَ= هدايت ڪرڻ)، ٽيا ڪُڙُ، ثالِث.

دلبَرُ (ف. دِلبَر. دل+ بُر 8 بُردن= کڻڻ)، محبوب؛ سهڻو.

دَلَڻُ (سن. دَلَنَ. 0 دَل= چيرڻ، ڏارڻ)، مارڻ، دَسَڻُ.

دَلِيلُ (ع. دَلِيل. دَلَ= واٽ ڏيکارڻ)، ثبوت، ثابتي؛ ويچار، خيال؛ وَهم، گمان.

دَم (ف. دَم)، ساھُ، حياتي.

دَمُ (سن. دَمَ. 0 دَمَ= روڪڻ)، اِندرين (حواسَن) جو روڪڻ، پنهنجي جذبي کي ضابطي ۾ رکڻ.

دماڪُ (ع. دماغ)، مغز، سمجھ، عقل.

دَنبُ/ دَنبُ (سن. دَمڀَ. 0 ڏَمڀ= ڏوڪو ڪائڻ)، پاکنڊ، ٺڳي؛ پيڪو.

ڊُوادَسُ (سن. دوادَشَ. دوِ= ٻہ+ دَشَن= ڏھ)، ڏھ ڏِسائون؛ چوڌاري، چوگرد.

ڊُوارُ (سن. دوارَ. 0 در= ڍڪڻ)، دَرُ، دروازو؛ هنڌ، جاءِ.

ڊُوارڪا (سن. دوارَڪا. دروارَ= رستو (چوٽڪاري جو)، هندن جي پاڪ شهر جو نالو (جو هندستان ۾ آهي).

ڊُوتُ (سن. دُوتَ. 0 دُ= قاصد موڪلڻ)، قاصد.

دَورُ (ع. دَور)، حالت؛ موج.

دوسُ (ف. دوست)، دوست، سڄڻ، يارُ.

دوساڻو (ف. دوستانہ)، دوستاڻو، دوست جو؛ دوستي، سنگت.

دوکُ (سن. دوشَ. 0 دُش= ڏوهي ٿيڻ)، دوشُ، ڏوھ؛ الزام.

ڏَوَلُ (سن. ڏَوَلَ. 0 ڏار= صاف- نِرمل ڪرڻ)، نِرمل، صاف.

ڊُويشَ (سن. دويشَ. 0 دوِش= خطا وار ٿيڻ)، دُويک، دشمني، ويرُ.

ڊُويکَ ڏسو "دويش".

ڊُهائي (سن. دوِ= ٻہ+ هاها. 0 ها= سُک کي ڇڏڻ. ٻَہ ڀيرا چوڻ "هاءِ هاءِ")،دوهي، قسم، سُنهَن.

دَهَہ دِسَ ڏسو "دوادس".

دَهَہ دِسا (سن. دَشن= ڏھ+ دِشا= طرف)، ڏھ طرف. چار مکيہ

طرف: اتر، ڏکڻ، اوڀر، اولهه- اتر اوڀر، ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولهه، اتر اولهه. ڏسو ”دهه دس“.

دَهَڻُ (سن. دَهَنَ. 0 دَهه= ساڙڻ)، دَسڻ، مارڻ؛ ساڙڻ؛ ڏکي ڪرڻ.

دُئارو (سن. دوارَ= دروازو)، مَڙهي، ٽِڪاڻو. ڏسو ”دُوارُ“.

دُئيت (سن. دوَيتَ. دوِ= ٻه)، ٻيائي، دُوئي.

دَيا (سن. دَيا. 0 دَيَه= ڏيڻ، دانُ ڪرڻ)، ٻاجَهه، ڪِرپا، رحم.

دَيالُ (پرا. دَيالُ. سن. دَيالَ. 0 دَيَه)، دَيالُو، ڪِرپالُو، دَياوان؛ رحمدل، ٻاجهارو.

دَياوَندُ (سن. دَيا+ ف. وَند)، ديالو، ٻاجهارو، سخي.

دِيپ راڳُ (سن. ديپَ= ڏِيئو+ راڳ)، راڳ جو هڪ قسم. چون ٿا ته هن راڳ جي ڳائڻ سان باهه پيدا ٿئي ٿي.

ديپَڪُ (سن. دِيپَڪَ. دِيپَ= ڏِيئو. 0 دِيپ= چمڪڻ)، ڏِيئو، چراغ؛ راڳ جو هڪ قسم. ڏسو ”دِيپ راڳ“.

ديدَ (ف. دِيد 8 ديدن = ڏسڻ)، نظر.

ديرو (ف. ديره)، جاءِ، هنڌ، مڪان.

ديرينو (ف. ديرينه)، گنڀير، ڳُڻَ ڳوتي، بردبار؛ جهونو، پُراڻو.

ديسُ (سن. ديشَ. 0 دش= ڏسڻ، ڏيکارڻ)، مُلڪ، وطن.

ديکيا (سن. ديکشا. 0 دِيکش= سِکيا ڏيڻ)، سِکيا گُر مَنتر.

ديماڪُ (ع. دِماغ)، دبدبو، تيجُ.

دِين (سن. دِينَ. 0 دِي= گهٽجڻ، ڇٽ ٿيڻ، ناس ٿيڻ)، ويچارو، غريب.

دِيناناٿُ (سن. ديناناٿ. دِينا< دِينَ= غريب+ ناٿَ= مالڪ)، غريبن جي رکيا ڪندڙ، اِيشور.

ديو (سن. ديوَ. 0 دِوِ= چمڪڻ)، ديوتا؛ وڏو ٽي ديوَ: برهما، وِشنو، مَهيش.

ديوانو (ف دِيوانه- ديو= ڀُوت، جِن+ ”آنه“ ڪلمو نسبت)، پاڳل،

چريو.

| | |
|---|---|
| ديوي | (سن. ديوي)، ديوَ جي اِستري، ديوَ پَتني. |
| ديُورو | (سن. ديواليَہ. ديوَ= ديوَتا+ آليَہ= جاءِ)، ڏيورو، مڙهي. |
| ديهہ | (سن. ديهَہ. 0 دِهہ= وڌائڻ)، جسم، سرير. |
| ديهُرو | ڏيورو، ديورو، مَڙهي؛ منڊر، ٺڪاڻو. ڏسو "ديورو". |

## "ڌ"

| | |
|---|---|
| ڌارَ | (سن. ڌارا. 0 ڌاو= صاف ڪرڻ)، ڪِنارِ. |
| ڌامَ | (سن. ڌامَن. 0 ڌا= رکڻ، جاءِ، گهر، مَڪانُ؛ هنڌ. |
| ڌايو | (سن. ڌاوَن= ڊوڙڻ. 0 ڌاو= ڊُڪڻ)، ڊوڙيو، ڊُڪيو. |
| ڌُتارَڻ | (سن. ڌورتَ= ٺڳ)، ٺڳڻ، ريبَڻ، ريهَڻُ. |
| ڌَجا | (سن. ڌَوَجَ. 0 ڌوَج= لُڏڻ)، جهنڊو، عَلَمُ. |
| ڌرُ | (سن. ڌرُوَ. 0 ڌر= مضبوط ٿيڻ)، پاسو، طرف؛ حد، پڇاڙي. |
| ڌَرمُ | (سن. ڌَرمَ. 0 ڌر= جهلڻ، پَڪڙڻ)، مذهب. |
| ڌَرِڻو | (سن. ڌَرَ (تي)= جاءِ. ڌر)، ڪُپُ ڪوڙي ويهڻ جي حالت. |
| ڌَرَڻُ | (سن. ڌَرَڻَ. ڌر) رَکڻ. |
| ڌُرو تارو | (سن. ڌرُوَ.ڌر= محڪم ٿيڻ+ تارو)، قطب تارو. |
| ڌُمَ ڌامِي | (سن. ڌوَنِ. 0 ڌوَن= آوازڪرڻ. "ڌم دامي" ٻٽو لفظ)، هُل، بکيڙو، گوڙ. |
| ڌُنِ | (سن. ڌُنِ. 0 ڌُ= لوڏڻ، جنبش ۾ آڻڻ)، خيال. |
| ڌُنو | (ڌُنو يڳت. |
| ڌُني | مَحويَتَ وارا، پنهنجي خيال ۾ مستغرق. ڏسو "ڌُنَ". |
| ڌَوَلُ | (سن. ڌَوَلَ. 0 ڌاو= صاف ڪرڻ)، نرمل، صاف؛ سُندر. |
| ڌَوَلِ | (سن. ڌوَنِ. 0 ڌوَن= آواز ڪرڻ)، آواز. |
| ڌُوٽَڻُ | (سن. ڌُونَنَ. 0 ڌُو= چورڻ)، لوڏڻ. |

ڌڌياسَنُ (سن. ڌيي= ڌيان ڏيڻ)، وري وري ڌيان يا سُمرَڻُ ڪرڻ.
ڌيانُ (سن. ڌيانَ.0 ڌيي= ڌيان ڏيڻ)، خيال، توجهه.
ڌياني (سن. ڌيانِن. 0 ڌيي= ڌيان ڏيڻ)، ڌيان وارو، مُفڪر، پڳٽُ.
ڌِيرَ (سن. ڌيريَہ)، اونهو، ڳجهو: دلاسو، ڏڍُ: ڌيرج، تحمل، بردباري، صبر.
ڌيرج ڏسو "ڌير".
ڌِيرَ گُ (سن. دِيرگهَہ)، وڏو.

# "ڏ"

ڏاٺَ (سن. دَنشترا. دَنش= چَڪ وجهڻ)، هوڙ.
ڏاجو (سن. دايَہ. 0 دا = ڏيڻ)، ڏاجُ.
ڏانوَرُ (ف. دام= ڦندو= ور؟)، ڪوريئڙو، ڏاوَرُ، عنڪبوت.
ڏائِڻِ (پرا. ڈاڪِڻي. سن. ڈاڪِني)، پوپي، جادوگرڻ: ٻانيَ.
ڏَرَڻُ (سن. دَرَ. 0 در= ڏکوئڻ)، ڊڄڻ= پؤ ڪرڻ.
ڏِڪَ (سن. ديڪِشا. 0 دِيڪش= مذهبي رسمن لاءِ تيار ڪرڻ)، سُڳَنَ ساٺ.
ڏَمَرُ (سن. دِمَرا)، ڪاوڙ، غصو، ناراضگي.
ڏَنڀُ (سن. دَمڀَ. 0 دَمڀ= دوکو ڏيڻ)، پيڪو، پاکنڊ، ڍونگُ، ڏيکاءُ: وڏائي، مغروري، ڏسو "دنڀ".
ڏَنڊُ (سن. دَنڊَ. 0 = سزا ڏيڻ)، جُرمانو، سزا.
ڏَنڊُري (سن. دَنتَ+ اِڪ. 0 دَم. 0 دَم= روڪڻ)، وڏن ڏندن واري: خوفناڪ، ڀيانڪ.
ڏَنڊوَتُ (سن. دَنڊوَت. ڏَنڊَ= ڏنڊو+ وَتَ= وانگر، جهڙو)، آداب، سلام، نمسڪار.
ڏوتِي (سن. دوِ+ "تِي" پڇاڙي)، طاقت واري: مَست.

ڏورون (ف. دُور. سن. دُور= پري)، پري ڪان.
ڏهاڙو (سن. دِوَس= ڏينهن. 0 دوِ= چمڪڻ+"ڙو" اسم تصغير جي علامت) ڏيهاڙو، روزانو.
ڏوهاڳُ (سن. دُرياڳيَہ. دُر= خراب+ ياڳيَہ= ياڳ، قسمت)، بدقسمتي. ضد"سهاڳ".
ڏهَڻُ مارڻ. ڏسو "ڏهَڻ".
ڏهِي (پرا. دَهي. سن دَڌِ)، ڄهڻ، ولوڙيل ڏڌو، گهاٽي لَسي.
ڏيلُ (هہ. ڊيل)، بدن، جسم، ديهہ.
ڏيوالو (سن. دُيوتَ= نقصان)، ڪُتَل.
ڏيوالِي (سن. دِيپاوَلي. دِيپَ= ڏِيئو. 0 دِيپ= چمڪڻ+ آوَلي= قطار. ڏِيئن جي قطار)، ڏِياري.
ڏيُورو ڏسو "ديُورو".
ڏِيئو (سن. دِيپَ. 0 دِيپ= چمڪڻ)، چراغ.
ڏيهُہ ڏسو "ديهہ".
ڏيهُہ (سن. ديش)، وطن، ملڪ. ڏسو "ديس".

## "ڊ"

ڊاوان ڊولُ (سن. ڏاوَنَ. ڏاو= وڃڻ+دولَ.0 دُل= هِلَڻ، لُڏڻ)، دَرهم بَرهم، اُلٽ پُلٽ، بگاڙيل: برباد، ناس.
ڊاءُ (سن. ڊَرَ.0 در= ڊڄڻ)، ڊپُ، ڀَوُ.
ڊَپُ (سن. درَويَہ)، اڪين جو دارُو، اڪين جي دوا.
ڊوهُہ (سن. دروهَہ.0 دُرهہ = خراب سوچڻ)، ٺڳي، فريب، دغا.
ڊوهِي ڏسو "دهُائي".

## "ڏ"

ڏَبُ (سن. ڏَرمَ. 0 ڌر= پڪڙڻ، جَهلڻ)، ڍونگ، ڍول، ريت، نمونو؛ هنر؛ لِچڻ؛ رَسو، ڦاهي، ڦاس.

ڏُتِي (سن. درشٽ؟ "اِي" پڇاڙي)، ٺڳيناڪَ، چالاڪ، چورِتِي.

ڏِڪَ (هہ. ڏينچو)، ڏِڳي يا مينهن جي رَنپ.

ڏُڪَڻُ (سن. ڍوڪَ. 0 ڍَوڪ= پهچڻ)، پهچڻ، رَسَڻُ، منزل ڪرڻ.

ڏِلو (پرا. سِڍِلَئو. سن. شِٿِلَ+ڪَ. 0 شلَٿ= ڍرو ٿيڻ)، آزاد؛ ڍَرو، سُست؛ غافل.

ڏَنگُ (سن. ڏَرمَ+ أنگَ. 0 ڌرا= جهلڻ)، ريت، نمونو: عادت؛ نوڙيءَ جو وَرُ يا ڳِنڍُ.

ڏَوَ رَمز، اٽڪل.

ڏورُ (سن. ڌُريَہ. 0 ڌُ= جوٽڻ، ڏُڪائڻ)، جانور؛ جاهل.

ڏولُ (پرا. ڍولَئو. سن. ڌُورتَڪ)، پيارو، دوست.

ڏولَ ڏَمَڪَ (سن. ڍولَ. ٻئو لفظ)، دهل دماما.

ڏُنڍِڻُ (سن. ڍُڻڍَ. ڍُڻڍ= تلاش ڪرڻ)، ڳولڻ.

ڏوئِڻُ (سن. ووڍَ 0 وَهہ= ڪٽڻ)، هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين بار کڻڻ، ٻِيَڻُ، ڪٽي وڃڻ؛ لَڏڻ.

ڏيڏُ (سن. ڌرشٽ.0 ڌرش= دل کي سخت رنجائڻ )، مئل جانور جو چمڙو لاهيندڙ؛ گهٽ ذات وارو؛ چمڙي جو ڪم ڪندڙ. اشارو آهي: چوکا، ميرا، رَو داس ۽ رامو ڀڳت ڏانهن.

# "ر"

راتو (سن. رَڪتَ. + 0 رَجج= رگڻ)، رَتو ، لعل ٿيو.

راڄُ (سن. راڄيہ) بادشاهي، بادشاهت.

راڄا (پرا. راجا، راجَن. 0 راج= چمڪڻ)، بادشاه.

راڙِ/ راڙي (سن. رَڏ. 0 رڏُ= وڏڻ)، پوڪ.

راسِ (ف. راست)، نيڪ، پورو، برابر.

راڪاسُ (سن. راڪشس.0 رَڪش= سنڀال ڪرڻ)، راڪاس، پُوٺ: خبيث روح.

راکِي (سن. رَڪشَڪَ.0 رَڪش= حفاظت ڪرڻ)، رکيا ڪندڙ، محافظ، راکو.

راڳِي (سن. راڳ. 0 رَجج= رگڻ، پيار ڪرڻ+ "اي" پڇاڙي)، ڳائڻو، ڪَلَونتُ.

رامائڻُ (سن. رامايَن. رام+ اَيَن= گهر)، شاستر يا ڪتاب جنهن ۾ شري رامچندر جو احوال لکيل آهي. والمِيڪ رشيءَ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ منظوم ڪيو.

رامَ رسُ (سن. رامَ+ رَسَ)، ڌڻيءَ جي محبت، پرميشور جي ڀڳتي.

رامَڪلِي (سن. رامَڪلي. رامَ= فرحت بخش+ ڪَلِي= جيڪو رکي ٿو). هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

رامَ نگرُ (سن. رامَ+ نگرَ= شهر)، مالڪ جو مُلڪ: منزل مقصود.

رانجهو (سن. رَججَڪَ. رَجج= پيار ڪرڻ)، هيرَ جو عاشق.

راوَ (سن. راجَڪَ. 0 راج= چمڪڻ)، راجا، بادشاه.

راوَلُ (پرا. راڦلَ. سن. راجَ+ ڪُلَ= خاندان.. 0 ڪُل= جمع- گڏ ٿيڻ)، رانول، شهزادو.

راوَڻُ (سن. راوَڻَ. 0 رُ= دانهون ڪرڻ)، لَنڪا (سِلون) جو راجا

جنھن شري رامچندر جي اِستري ڪنئي ھئي ۽ رامچندر ڪيس ماري ڌرمپتنيءَ ڪي ونئي آيو.

راھِي (ف. راھ)، راھ- رستي- واٽ تي.

رائِي (سن. راجِڪا. راجُ= چمڪڻ)، ننڍڙا ذرڙا.

رَت (سن. رَتِ. 0 رَم= خوش ٿيڻ)، پريت، محبت.

رَتگي (پرا. رَتَ. سن. رَڪتَ+ "گي" پچاڙِي)، رت جا ڳوڙھا.

رَتَنُ (سن. رَتن. 0 رَم= خوش ٿيڻ)، جواھر، ھيرو؛ ڪابہ قيمتي شيءِ.

رَتِي (س. رَڪتِڪا. 0 رَجج)، تمام ٿورڙو.

رَٿُ (س. رَٿَ. 0 رَم= خوش ٿيڻ)، گاڏي.

رَٽِڻُ (س. رَٽَيہ. 0 رَٽ= ڳالھائڻ)، بار بار چوڻ، دھرائڻ، سَمرڻ، ٻولڻ.

رَجَ (سن. رَجَس. 0 رَجج)، مٽي، ڌوڙ، خاڪ.

رَجا (ع. رَضا)، رَضا، ڀاڻو، مرضي، ارادو.

رُجاتَ (ع. رُجوعات. رَجَعُ= موٽڻ)، لاڙو.

رَجَڻُ (سن. رَجَنِيَہ. 0 رَج= خوش ٿيڻ)، ڍاپَڻ، ڌِوَ ڪرڻ.

رُجُھہ (پرا رُجّھ. سن. رُڌَ= اٽڪڻ)، رُڌل رھہ، مشغول رھہ.

رَچَنا (سن. رَچَنا. 0 رَچَ= ناھڻ)، جوڙجڪ؛ قدرت.

رَچُ (سن. رَشمِ. 0 رَچَ= آواز ڪرڻ)، ٿانءُ؛ چار؛ رسي.

رِدو (سن. ھرديہ. 0 ھر= ونڻ)، ھردو، ھنيون، دل

رِڌِ (سن. رِڌ. 0 رِڌ= وڌڻ)، ڌَنُ، دولت.

رَسُ (سن. رَسَ. 0 رَس= سواد ونڻ، پيار ڪرڻ)، سَتُ، سارُ؛ مزو، لطف.

رَسالُ (سن. رَسالَ. رسَ= سَتُ+ لا= جھلڻ، حاصل ڪرڻ)، رَسَ ڀَريو؛ مِنو؛ سُندر.

رَسَ بِينَ (سن. رَسَ+ ھہ. بِينَ.سن. وِيڻا. 0 وِي: اَج= وجڻ)، وڄائڻ

جو هڪ ساز.

رَسِڪَ (سن. رَسِڪَ. 0 رَس= سواد وٺڻ)، رَسِيلي.

رِشِي (س.رِشِ. 0 رِش= تڪليف وٺڻ)، مُني، تپشيا ڪندڙ، بزرگ.

رَفيقُ (ع. رَفِيق. رَفَقُ= مهربان ٿيڻ)، ساٿي، سنگتي؛ مددگار.

رِڪُ (سن. رِشِ)، رِشِي. ڏسو "رشي".

رُڪُ (ف. رُخ)، مُنهن؛ طرف، پاسو.

رِڳُپُ هڪ رشيءَ جو نالو.

رُڳِي رڳِي، رڳو، فقط، نِلو.

رَلو (سن. راوَ. رُ= آواز ڪرڻ)، رولو، بگاڙو، مونجهارو.

رِلِي (سن. رَلَڪَ. 0 رَم= خوش ٿيڻ)، رِلهِي، اڳڙين مان ٺهيل اوڇڻ- گِندي.

رَمَتا (سن. رَمَتا. 0 گمر= هلڻ)، رَمَندڙ، هلندڙ، هر جاءِ حاضر.

رِمِ جِهمِ (هہ. رِمَ جِهمَ)، برسات جي بوندن جو آواز، ٽُڙ ٽُڙ، ٽِمِ ٽِمِ (مينهن جي)؛ خوشي.

رِندُ (ف. رِند)، مست، بي پرواهہ.

رَندُ (سن. رَندَرَ)، وَڍِو، نِشانُ؛ ايذاءُ، تڪليف؛ زخم، گهاءُ.

رَنگِ مَحلَ (سن. رَنگ= آنند، خوشي+ مَحَلَ)، عيش منزل، اها جاءِ جنهن ۾ بادشاهہ ۽ امير عيش ڪن.

رَنگِيلو پرا. رَنگَ+ اِلٽو.سن.رَنگ+اِلَ+ڪَ)، خوش مزاج-طبع، عياش؛ پريمي؛ آنندِي.

رَوالُ (سن. لَوَ+ آلَ. 0 لُو= وڍِڻُ، ڪَٽڻ)، ذرڙو؛ ڏوڙ، خاڪ.

رُوبَرو (ف. رُوبَرُو. رو+ مُنهن+ بَہ+ رُو= مُنهن)، مُنهان مُنهن، سامهون، مُنهن سامهون.

رُوپُ (سن. رُوپَ. 0 رُوپ= ڏسڻ)، صورت، شڪل.

رَوِداسُ (سن. رَوِ= سج. 0 رُ= آوازڪرڻ+ داسَ)، هڪ مشهور

ساڏوءَ جا نالو.

روزِينو (ف. روزِينہ. روز= ڏينهن)، ڏهاڙيءَ جي خوراڪ.

روسَ راڙو (سن. روشِ. 0 رُش=خفي ٿيڻ+ راٽ. 0 رَٽ= رڙ ڪرڻ)، دانهن ڪُوڪَ.

روڳُ (سن. روگ)، بيماري. ڏسو "اروڳ".

رُومُ (سن. رومَن. 0 رُ= ناهڻ)، لومُ، وارُ.

رَؤ (ف. 8 رَوِيدن= وجڻ. امر "رَو")، وَهُڪرو، وَهُڪ.

روماسَر هڪ رِشيءَ يا ساڌ جو نالو.

رَهتِ (سن. رَهِت. 0 رَهہ= ڇڏڻ)، رَهٽي، سُوڌي چال؛ سواءِ، بغير.

رَهَتِوانُ رهٽيءَ وارو. ڏسو "رهت".

رَهَسُ (سن. رَهَس. 0 رَهہ= ڇڏڻ، تياڳڻ)، خوش، آنند؛ سُک؛ ڳجهو.

رَهسائي خوش ڪري، آنند ۾ آڻي. ڏسو "رَهَس".

ريتِي (پرا. ريتئِئا. —ن. ريت+ اِڪا. 0 رِي= ٽِمڻ، سِمڻ)، وارِي جبل جي.

رِيسَ (سن. اِيرشيا. 0 ايرشيَہ= حسد ڪرڻ)، حسد، ساڙو.

رِيجهڻ (سن. رَججَنَ. 0 رَجج= خوش ٿيڻ) راضي ٿيڻ، پرسن ٿيڻ.

ريکَ (سن. ريکا. 0 لِک= لِکڻ)، نِشانُ، لِيکَ.

رَينَ (سن. رَجَن. 0 رَجج)، رات.

ريلو (هہ. ريلا= وهڪرو)، دل جو ميلُ، چاهَت، لاڙو- رغبت.

رينڻ (سن. رينڻ. 0 رِ= چُرڻ)، مٽي، ڌوڙ.

## "ز"

زَحمَتَ (ع. زَحمة. زَحمُ= ڳاهَٽ ٿيڻ)، تڪليف، مصيبت.
زنجِير (ف. زَنجِير)، لوهہ جي ڪڙين جي نهيل قطار؛ لاڳاپو، تعلق، بَندڻ.
زوراوَر (ف. زور= طاقت+ آور. 8 آوردن= آڻڻ)، طاقتور؛ زبردست.
زيرِ (ف. زير)، هيٺ، هيٺان.

## "س"

ساب (سن. ساڦلِيَہ)، ڦلدائِڪ، سَجايو، قبول.
سابَس (ف. شاباش. شاد= خوش+ باش= هُج. 8 بُودن= هئڻ)، شابس، آفرين، جَس.
ساٿُ (پرا. سَٿ. سن. سارٿ. 0 سر= وڃڻ)، ساٿاري، ٽولو؛ سنگت.
ساپُرسُ (سن. سَت+ پُرُشَ)، سَت پُرشُ، ساڌو جَنُ، چڱو مڙس. ڏسو "پُرش".
ساجَنُ (سن. سَجَن.سَت= سچو+ جَنَ= ماڻهو)، سڄڻ؛ ڀلو ماڻهو؛ پرين، محبوب.
ساجِي (سن. سَجيہ. 0 سجج= لڳڻ)، ناهِي، تيار ڪئِي، سينگاري.
ساڌَڪُ (سن. ساڌَڪ. 0 ساڌ= پورو ڪرڻ)، سَنتُ، سَت پُرڪ، سِڌُ، جوڳِي؛ ڀلو آدمي.
ساڌَنَ (سن. ساڌَن. 0 ساڌ= پورو ڪرڻ)، جَتن، ڪوشش، اُپاءُ.
ساڌنا (سن. ساڌَنَ. 0 ساڌ)، آتمڪ انتظام.
ساڌو جَن (سن. ساڌُ+ جَنَ= ماڻهو)، سَت پرش، ڏسو "جَن".
سارُ (سن. سارَ. 0 سر= وڃڻ)، ٿَت، مُول، نِج، سَچو؛ سَچُ؛ ٿَت؛

وَستو.

**سارِٿو** (سن. سارٿَ، سَ= ساڻ+ رَٿَ= گاڏي)، گاڏي هلائڻ وارو.

**سارِوڏُولُ** (سن. شارڏُولَ. شورَ= ماري وجهڻ)، شينهن، شير.

**سارِگَتِ** (سن. سارَ= سنو+ گَتِ. 0 گم= هلڻ)، سني هلت، چڱي هلت.

**سارَنگَ ڌرُ** (سن. سارَنگَ= تير، ٻاڻ. شر= وجهڻ+ ڌَرَ. 0 ڌَر= جَهلڻ)، ٻاڻ ڌارڻ وارو، نالو وشنو ڀڳوان جو.

**سارِي** (سن. سارِي. 0 شر= ناس ڪرڻ)، شطرنج جي ڳوٽ.

**ساسُ** (سن. شواسَ. 0 شوَس= ساهه ڪڻڻ)، ساهه، دم.

**ساڪُ** (سن. ساڪَم. سَ= ساڻ+اَڪَ= وجهڻ)، ساڳ.

**ساڪُ** (سن. سوَڪِييہ. سوَ= پنهنجو)، مائٽي، سَنبَنڌ.

**ساکَ** (سن. ساڪشييہ. سَ= ساڻ، سامهون+ اُڪش= اک)، نيڪنامي، پَتِ، ويساهه؛ عزت؛ قسم؛ شاهدي.

**ساکِي** (سن. ساڪشِي. سَ + اَڪشِ. سامهون ڏسڻ وارو)، گواهه، شاهد، ڏسندڙ؛ مالڪ، ڌڻي.

**ساکِياتُ** (سن. ساڪشات. سَ+ اَڪشِ)، اکين اڳيان، حاضر، سَنمُک، سُڌ پُڌ.

**ساگر** (سن. ساگر. سگر. سَ= ساڻ+ اگَرَ= زَهر. 0 گر= ڳِھَڻُ. جو زهر سان پيدا ٿيو هجي، ايوڌيا جي هڪ راجا جو نالو جنهن تان "ساگر " ٿيو)، سمنڊ.

**ساڳُ** (سن. شاڪَ. شَڪ= ڪم ڪرڻ جي طاقت رکڻ)، سائي ڀاڄيءَ جو هڪ قسم.

**سامِي** (سن. سوامِن. سوَ= ڌَنُ، ٻاڻُ+ مِن= وارو) سوامي، مالڪ، گُرو.

**سانتِ** (سن. شانتِ. 0 شَم= ٺڏو ٿيڻ)، شانتي، ماٺِ، چُپ؛ سُڪون، دل جو آرام.

سانجهو سچار.

سانگو (سن. شَنڪا. 0 شڪِ= ڊِڄڻ)، خيال، لحاظ.

سانوَڻ (پرا. ساوَڻ. سن. شراوَڻ. 0 شرُ= سُٽڻ)، هندن جهه پنجون مهينو ( جنهن ۾ پاڻيءَ جو سخت چاڙهه هوندو آهي.)

ساوِڌانُ (سن. ساوَ ڌانَ. سا= ساڻ+ اَوَڌانَ= چوڪسي. آوَ= هيٺ+ 0 ڌا= رکڻ)، خبردار، هوشيار، سجاڳ.

ساهُرا (سن. شُوَ شُراليہ. شوَشُرَ= سَهُروشُ= جلدي+ 0 اس= حاصل ڪرڻ. جو جلد عزت حاصل ڪري+ آليہَ= گهر)، سُهري جو گهرُ.

ساهمي تارازي.

ساءُ (سن. سواد.0 سواد= چکڻ)، سواد، مزو، لذت.

سايو (ف. سايہ)، پاڇو؛ بچاءُ.

سَبدُ (سن. شَبدَ. 0 شَبد= آواز ڪرڻ: شَپ= پڪارڻ)، شَبد؛ آواز؛ گيت، ڀڄَن.

سَبِيلَ (سن. سُبَهوِي+ لَ)، تمام گهڻو جهجهو، جام.

سَبَلُ (ف. سَبَل. سَ= ساڻ+ بَلَ= طاقت)، سَبَرُ، سَيَرُ، طاقتور، بلوانُ.

سَبَنگُ ڏسو "سَربَنگ".

سُپُ (سن. شُپَ. 0 شُپ= سهڻو لڳڻ)، سُنو، ڀَلو، سدورو، سڀُورو.

سُياءُ (سن. سوَياوَ. سوَ= پنهنجو+ ياوَ= نمونو. 0 يُو= هئڻ)، مزاج، عادت، فطرت.

سُياوَڪ سياويڪ، فطري طرح؛ لازمي. ڏسو "سيارو".

سُيَٽُ (سن. سيٽ. سن= چڱو+يٽ= ويڙهو)، بهادر؛ سياٽو.

سُيَرُ (سن. شُيُر.0 شُپ= چمڪڻ)، اُوجَل، صاف؛ چڱيءَ طرح؛ ڀَريل، ڀَرپور.

سَتُ (سن. سَت. 0 اَس= هئڻ)، سچ؛ عصمت، پاڪدامني؛ لَڄَ.

سَتا (سن. سَتَا. 0 اَس= هئڻ)، آتمتا؛ ٻَلُ، شڪتي، طاقت.

سَت رَڇي (سن. شَپتَ= ست+ رَشمِ= تانءُ )، ڪاڏي جا (مختلف قسم جا) ست تانءَ، ٻوڙ پلاءُ، عمدو طعام. ڏسو "رڇ".

سَتِسَنگُ (سن. سَتسَنگَ. سَت= سني+ سَنگَ= صحبت) سُني سنگت، ڀَلن ماڻهن جي صحبت.

سَتِگُرُ (سن. سَتگُرُ. سَت= سچو+ گُرُ= مرشد.0 گُر= هدايت ڪرڻ)، پُورَن گُرُو، ڪامل مرشد.

سُتَهَ (سن سوَتوَ. سوَ= پنهنجو)، پاڻمرادو، پاڻهي، سياويڪ.

سَتي (سن. سَتِي، اَس= ٿيڻ)، مرد جي فرمانبردار اِستري، اُها استري يا زال جيڪا پنهنجي مڙس جي لاش سان گڏ چکيا تي چڙهي.

سَت ڏسو "سارت".

سَپُ (سن. سَرپَ. 0 سَرپ= وڃڻ، کِسڪَڻ)، نانگ.

سَپُ (سن. سپَرشَ)، ڇُهڻ، ڏسو "پارس".

سِپَ (پرا. سِپي. سن. شُڪتِ. 0 سُڄ= ڏک ڪرڻ)، سِپي، ڪوڏ - گر ڪٽي جو قِسم.

سَپاڙِي (سن. سَ= ساڻ، سُوڌو+0 پَٽ= پَٽڻ)، پاڙ سُوڌو، پاڙون، بنياد ڪان، ڇُوئي ڪان.

سَپَٽَ (سن. شپت. 0 شَپ= قسم کڻڻ)، قسم

سَپَتِ (سن. سُپرَتيَيَہ. سُ= چڱو. پرَتيَيَہ= پَتِ. پرَتِ= وري+0 اِڻ= وڃڻ)، سچائي، ايمانداري.

سُپِرين (سن. سُ= چڱو+ پرِيَہ = پرين. 0 پري= پيار ڪرڻ)، محبوب.

سُپَن (سن. سوَپَن. 0 سوَپ= سمهڻ)، سُپنو، خواب.

سُپَنو ڏسو "سُپن".

سُپيدُ (ف. سُفيد. سن. شوَيتَ)، سفيد، اَڇو، صاف، نرمل.

سَجا (ف. سَزا)، سزا، سيکَتِ.

سَجاتِي (سن. سَجاتِ. سَ= ساڳيو+ جاتِ)، هڪ جات (ذات) وارا، ساڳئي ڪٽنب وارا.

سجاڪا (سن. سُ. ساڻ+ جاڳرَڻ. 0 جاڳر= جاڳڻ)، سجاڳ، بيدار؛ هوشيار. ڄاڻندڙ، سمجهو؛ گياني، چڱيءَ ڄاڻ وارا.

سُڄاڻُ/سُڄاڻ (سن. سُ- ساڻ+ جُڄانَ= ڄاڻ.0 ڄيا= ڄاڻڻ)، سَمجُهو، سياڻو.

سُڃَ (سن. شُونيَہ. 0 شو= وڌڻ)، ويراني، پيينگ، خالي. ضد”وَسنوَ“.

سُڃَڪَ (سن. سُڃ+ اَ+ ڪہ. 0 سُڃ= سوچ ڪرڻ)، خبردار، سياڻو؛ پارکو، ڄاڻو.

سَچُوڙا (سن. سَتيَڪَ)، سچارَ.

سُچيتُ (سن. سُچيتَس. سُ= چڱو+ چِتَ= مَنُ. 0 چِت= خيال ڪرڻ)، سجاڳ، خبردار، هوشيار.

سُخنُ (ف. سُخن)، بولُ؛ واڻِي؛ گفتگو؛ وياڪاڻ.

سَديءُ (سن. سَدَيوَ. سَد+ ايوَ= فقط، رڳو)، سدا، سدائين، هميشہ، نِتُ.

سِڌِ/ سِڌِي (سن. سِڌ. 0 سِڌ= پورو ڪرڻ)، (ڪنهن بہ شيءِ ڪي پوريءَ طرح حاصل ڪرڻ لاءِ) طاقت، ڪرامت، سامرٿائي، پُورائي؛ پُورو.

سِڌُ (سن. سِڌ0 سِڌ= پورو ڪرڻ)، پُورن ساڌنا ڪيل؛ پُورو سَنتُ؛ ثابت تيل؛ رشي، وَلِي.

سُڌِ (سن. سُڌِي. سُ= چڱو+ ڌِي= سمجهہ. 0 ڌئي= ڌيان ڌئي)، سمجهہ، خبر، پَتو.

سُڌُ (سن. شُڌ. 0 شُڌ= صاف ڪرڻ)، پاڪ، پوتر، صاف، صفا، شُڌ.

سُڌا — سُڌِ: گيان. ڏسو "سُڌِ".

سُڌا ٿُورو — (سن. سُ= چڱو+ ڌات= عادت، سياءُ، گڻ. ڌرتِ. 0 ڌر= جَهلڻ)، سٺين عادتن وارو، سٺي سياءُ وارو. ضد "ڪُڌاتورو".

سُڌِيرُ — (سن. سُ= چڱو+ ڌِيرَ( سن ڌيريہ= ڌيرج.0 ڌُر= پڪڙڻ، جهلڻ)، عقلمند: ديو جوان، بهادر.

سَرُ — (سن. سَرَس. سَر= وڃڻ)، تلاءُ.

سَرُ — (سن. شَرَ. 0 شَرَ= مارڻ)، ٻُوڙو.

سِرُ — (ع. سِرَ)، ڳُجُهہ.

سَرُ — (ف. سَر)، مٿي، اڳرو.

سِراپُ — (پرا. شاپَ. 0 شَپ= پاراتو ڏيڻ)، پِٺ. پاراتو، بد دعا.

سَراءِ — (ف. سَرا)، گهر، مڪان، جاءِ.

سَرِبَ — (سن. سَروَ. 0 سر= وڃڻ)، سڀ، سمورو.

سَرِبَ اَتيتُ (سن. سروَ+ اَتِيتَ)، سڀ کان نيارو، ايشور. ڏسو "اَتيت".

سَرِبگُ — سن. سَروگَ. سَروَ= سڀ. +0 گم= وڃڻ)، سڀ ۾ وياپڪ-

سَرِب گت — سمايل: سڀ ڄاڻندڙ.

سَرِب گت

سَرِبَنگ — (سَرِبَ وِياپُ (سن. سَروَ+ وياپَڪَ)، سڀ- هر جاءِ حاضر. ڏسو "وياپڪ".

سُرتِ — (سن. سَمرتِ. 0 سَمر= ياد ڪرڻ)، هوش؛ سمجهہ، ڌيان، خيال، پوجهہ.

سُرت مڇي دنيوي شين جو خيال.

سَرپُ — (سن. سَرپَ. 0 سَرپ= وڃڻ)، سَپُ، نانگ.

سَرِجڻهارُ — (سن. سرِجَنَ. 0 سرج= خلقڻ، پيدا ڪرڻ+ هارَ)، خلقيندڙ، خالق، خدا.

سُرِجيتُ — (سن. سُ= چڱيءَ طرح+ 0 جيجا= ڄاڻڻ)، سجاڳ،

خبردار، سُرتيون.

سُرِجهو — سجاڳ؛ آزاد، مُڪتو. ڏسو "سُر جيت".

سَرسِي — (سن. شرِيَيس)، گهڻائي؛ ڪاميابي، سوڀ؛ فتح.

سِرڌا — (سن. شرَڌا. شرَت= پروسو+0 ڌا= رکڻ)، پڪو وشواس.

سَرِگُڻُ — ايمان. (سن. سَ= ساڻ+ گُڻَ= وصف، خوبي)، گُڻَ سَهِتَ؛ پرماتما جو اُهو رُوپ جيڪو 'سَت'، 'رَج'، ۽ 'تَمر' ٽنهي گڻن ۾ مليل هجي. ڏسو "نرگڻ".

سُرگُ — (سن. سورَگَ. 1. سورَ= آواز+ گي = ڳائڻ يا چوائڻ. جتي سُنا آواز تين تا. 2- سُ= چڱيءَ طرح سان+0 رج= وڃڻ. جتي چڱيءَ طرح سان وڃن تا يا رهن تا)، اِندر لوڪ، بهشت. ضد "نَرڳ".

سَرِلُ — (سن. سَرَل. 0 سر= وڃڻ، ڦهلڻ)، سڌو، صاف، نيڪ.

سَرَنِ — (سن. شَرَڻ، 0 شر= مارڻ. جو پناهہ ۾ اچي تنهن جي دشمن کي مارڻ)، شَرن، سامَ، پناهہ.

سَرَڻِ — ڏسو "سَرَ".

سَرَڻُ — (پرا. سَرَڻ. سن. سَرَٽِييَہ. 0 سر= وڃڻ)، مِلڻ، حاصل ٿيڻ؛ ڊِهڻ.

سِرِڻِ — هِلِ، چيل، پکيءَ جو قسم.

سِروتو — (سن. شروتا. 0 شرُ= ٻُڌڻ)، ٻُڌندڙ.

سَرُوپُ — (سن. سوَ= پنهنجو+ رُوپ)، آتما.

سَروِجُ — (ف. سَرود)، راڳ؛ آواز؛ ٻاٽي؛ گيت.

سَروِدِسا — (سن. سَروَ = سڀ+ دشا= طرف)، سيني طرفن يا پاسن کان.

سِرومَڻِي — (سن. شِرومَڻِ، شِرُس= سِرُ+ مَڻِ= موتي، جوهر. 0 مَڻ= آواز ڪرڻ)، پرڌانُ، سردار، مَهندارُ.

سِروَڻُ — (سن. شرَ وَڻ. 0 شرُ= ٻڌڻ)، ٻُڌڻ.

سَرِوَنسُ (سن. سَروَ سوَ)، سَپ ڪجهہ، سڀ ڏن دولت، اگر تگر.
سَرِيهُ مُردو، لاشُ.
سَسُ (سن. ششِي)، چنڊ.
سَعِيدُ (ع. سَعيد)، سڀاڳو، سدورو، بختاور.
سَعيو (ع. سَعِي. سَعيُ= ڪوشش ڪرڻ)، ڪوشش، جَتن.
سَقِلُ (سن. سقِل. سَ= ساڻ+ قِل= ميوو)، سَقرو، سَجايو.
سَڪارَڻُ (سن. سوِڪار. سوَ= پنهنجو+ ڪار. 0 ڪر= ڪرڻ)، قبول ڪرڻ، مڃڻ.
سَڪَتِ (سن. شَڪتِ. 0 شَڪ= طاقت رکڻ)، بَل، طاقت، شڪتي.
سُڪديوُ (سن. شُڪَديوَ. 0 شُڪ= چمڪڻ+ ديوَ)، هڪ مُنِيءَ جو نالو.
سِکُ (سن . شِشيَہ. 0 شاس= سيکارڻ)، چيلو: گرونانڪ صاحب جي ڌرم کي مڃڻ وارو.
سُکالا (سن. سُک+ آليہ.0 سُک= سُکي- آرامي تيڻ. 2 سُ= چڱيءَ طرح سان+ کَنَ= کوٽڻ)، سُکي، آرامي؛ آسودو.
سُڪانُ (ع. سُڪان. سَڪَنُ= پختو بيهڻ)، بيڙيءَ جو ڳَنُ.
سُکَپَتِ (سن. سُشُپتِ. سُ= چڱو+0 سوَپ= سمهڻ)، گهري آنند واري ننڊ؛ ٽين منزل يا اوستا. ڏسو ”ٽُريا“.
سُکدائي (سن. سُکداين.0 دا= ڏيڻ)، سُک ڏيندڙ.
سَکَرُ (سن. سا ڪشَرَ. سَ= ساڻ+ اَڪشَرَ = اکر، علم، وِديا)، عزت وارو، چڱو ماڻهو.
سَکِي (سن. سَکي. سَ= ساڻ+ کيا= چوڻ)، ساهيڙي، سهيلي، سَرتِي.
سَکياتَ (سن. ساڪشات)، سامهون؛ اُهو ساڳيو.
سُگَمُ (سن. سُگم. س= چڱو+ 0 گم= وڃڻ)، سولو.
سُڳَنڌُ (سن. سُگَنڌَ. سُ= سُٺي+ گَنڌَ= بُوءِ.0 گَنڌَ= وڃڻ. سونهن

كرڻ)، خوشبوءِ.

سُگهَڙُ (سن. سُ= چڱيءَ طرح سان+0 گهت= ٺاهڻ)، سگهڙ، سُپُورَنُج، گُڻوان; سالڪ.

سِڱي (پرا. سِنگِئا. سن. شرنگِڪا. شرنگَ= سيڱ. 0 شر= ناس ڪرڻ)، ٽُوتاري.

شِلَ (سن. شِلا. 0 شِل= داڻو داڻو گڏ ڪرڻ يا چونڊڻ)، سِرَ، پٿر; هڪ قسم جي سائي ڀاڄي; گاهه جو قسم.

سَلُ (سن. شَليَه. 0 شَل= پار وجهڻ)، ٽُنگ، سوراخ.

سُلاڪَ (ف. سوراخ)، ٽُنگ.

سَلاهَه (سن. شِلاگها. 0 شلاگهه= ساراهڻ)، ساراهه، واکاڻ، صفت.

سَلِتا (سن. سرت. 0 سر= وجهڻ) ندي.

سُلِڪي (سن. سَنلَگَ. سَم+ لَگَ= لڳڻ)، پڙڪو کائي اُٿي.

سَلَڻُ (سن. سَملَپَنَ. 0 لَپ= چوڻ)، باسڻ، سچي ڪرڻ. ضد "اَلَڻ".

سِلوڪُ (سن. شلوڪَ. 0 شلوڪ = گڏ ڪرڻ، وڏڻ)، چئن پَدن جو شعر.

سَمُ (سن. سَمَ)، ٽُلُ، سَمان، برابر، هڪجهڙو.

سَما (ع. شَمع)، شمع، بَتِي.

سَماڌِ (سن. سَماڌِ. سَم= برابر+ آ= چوڌاري+0 ڌا = رکڻ. چئي طرفن کان خيال رکڻ)، گهرو ڌيانُ، اِستغراق; اُها حالت جنهن ۾ جيوُ برهم ۾ لِين ٿئي.

سماڌِي جو ڌٽيءَ جو ڌيان لائي وهي، جوڳي. ڏسو "سَماڌ".

سَمانَ (سن. سَمانَ. سَ= برابر+ ما= ماپڻ)، مَٽُ، برابر; جهڙو، وانگر، هڪجهڙو.

سُمَتِ (سن. سُ= چڱو+ مَتِ +مَتِ. 0 مَن= ڄاڻڻ)، سني سمجهه.

سَمِتا (سن. سَمَتا. سَمَ= برابر)، ٽُليَتا، برابري، هڪجهڙائي; هڪ نظر; وحدت.

سَمِتاوانَ هڪ درشنيءَ وارا. ڏسو "سمتا".

سَمَدَ رشِي (سن. سَمَدَ رَشِي. سَمَ= برابر+ دَرشِي= ڏسڻ وارو. 0 درشُ= ڏِسڻ)، سڀ کي هڪجهڙو ڏسندڙ، جنهن کي سڀ هڪجهڙو نظر اچي.

سَمَرُ (سن. سَمبَل= مسافريءَ جو سامان)، توشو، سامان، ذخيرو.

سُمِرتُ (سن. سمرتِ. سَم= ساڻ+ اَرتَ= ڏن)، ٻَلوانُ، سگهارو.

سُمَرِٽي (سن. سمَرَٽِي. 0 سَمر= ياد ڪرڻ)، جپ مالها، تَسبيح.

سُمَرَڻ ياد ڪرڻ. ڏسو "سمرٽي".

سَمو (سن. سَميَہ. سَم= ساڻ، چڱيءَ طرح سان+ 0 اِڻ= وڃڻ)، وقت.

سَموڪُ (سن. سَمَڪش. سَم+اَڪشِ = اک)، اکين اڳيان، ظاهر، حاضر؛ آزاد.

سَميٺڻُ (سن. سَنوَرتَ. سَم= ساڻ، گڏ+ 0 ورت= ٿيڻ)، گڏ ڪرڻ.

سُميرُ (سن. سُميرُ . سُ= چڱو+ ميرُ= جبل)، ميرُو جبل- پربت، جبل جو نالو، جنهن کي هندو ديوتائن جو آستان ڪري سمجهندا آهن؛ محڪم، قائم.

سُنَ (سن. شُونيَہ. 0 شوِ= وَڌڻ)، شانتِ، ماٺِ؛ ڏيان.

سَناسِي (سن. سَنياسي. سَم= چڱيءَ طرح سان+ نِ= ويجهو+0 اَش= اُڇلڻ. جو ڪجهہ ويجهو (مال ملڪيت وغيره) هجي سو اُڇلي ڏيڻ)، تياڳي، چوٿين آشرم ۾ رهڻ وارو.

سَنانُ (سن. سنانَ. 0 سنا= وهنجڻ)، وِهنجڻ.

سَنبَتِ (سن. سَميرتِ. سَم+0 ڀر= جمع ڪرڻ)، سانباهو، تياري.

سَنبَندُ (سن. سَمبَنڌ . سَم= ساڻ+0 بَند= ٻَڌڻ)، ناتو، رشتو.

سَنبَندِي مائٽ، واسطيدارَ، تعلق وارا. ڏسو "سنبند".

سَنيائِڻَ سَباڻ، ڏڌَ يا لَسِيءَ جي چُڪِي جيڪا کير ۾ جمائڻ لاءِ وجهجي.

سَنتُ (پرا. سَنتو. سن. سَنتَس. سَت= سچو. 0 اَس= ٿيڻ)، ساڌو، ڌرماتما، سَتپُرشُ.

سَنِتاپُ (سن. سَنتاپَ. سَم= چڱيءَ طرح سان+0 تَپ= ٽپڻ)، دک، درد، سُور.

سَنتوشُ، سَنتوڪ، سَنتوڪُ (سن. سَنتوش. سَم+0 تُش= خوش ٿيڻ)، صبر، تحمل، ڌيرج؛ قناعت؛ خوش؛ خاطري؛ دلپسندي؛ راضپو.

سَنپَنَ (سن. سَمپَنَ. سَم= ساڻ+0 پَد= وڃڻ)، سَنپُورَڻ، پُورو؛ سيني عضون ۾ وياپڪ.

سَنجَمُ (سن. سَنيَمَ. سَم+ 0 يَم= روڪڻ)، ڪفايت، صرفو؛ نِيَمُ؛ پرهيزگاري.

سُندَرُ (پرا. سُندَر. سن. سُندَرَ. سُ= چڱيءَ طرح سان+در= عزت ڏيڻ)، خوبصورت.

سَنديهُہ (سن. سَديهَہ، سَم= ساڻ+ 0 دِهہ، وڌڻ، گڏ ڪرڻ)، يَرم، سَنسو.

سَنڌِ (سن. سَنڌِ. سَم+ ڌا= رکڻ)، سَنڌو، نشان، حد، پَتو؛ ملڻ جو آستان؛ سُوڪيم پيڌُ؛ نِرباڻ جو پَڌُ.

سِنڌ (سن. سِنڌ.0 سِيند= وَهڻ)، سنڌوندي، درياءُ؛ سمنڊ؛ خوف جو ساگر.

سَنڌو حد، سرحد. ڏسو "سَنڌِ".

سَنڊِ (سن شَئڊَ. 0شَڊ= بيمار ٿيڻ، ڪدڙي عورت.

سَنِرو (سن. سَرَلَ. 0 سر= وڃڻ)، خوش، تازو.

سَنسارُ (سن. سنسارَ. سَم= ساڻ+ 0 شِي= شر= وڃڻ)، جهانُ.

سَنسو (سن. سَنشَيَہ. سَم= ساڻ+ شِي= شڪ- گمان ڪرڻ)، يرم، وَسوَسو.

سَنِڪَ (سن. سَنَڪ. 0 سَن= شيوا ڪرڻ)، مُنِي (بزرگ) جو نالو.

سَنڪوچُ (سن. سَنڪوچَ. سَمر= ساڻ+0 ڪُچ= سُسَڻ)، سوس، سُسڻ، گهٽجڻ.

سَنڪُ (سن. شَنڪَ. 0 شَمر= تڏو تيڻ)، نادُ، ڪوڏ.

سَنگُ (سن. سنگَ. سَمر= ساڻ+0 گمر= وڃڻ: سَجج= مِلڻ)، ميلُ، دوستي.

سَنگرامُ (سن. سَنگرامَ. سَمر+ گرامَ= لشڪر. 0 گرَهہ= پڪڙ، جهلڻ)، جُنَ، جنگ، لڙائي.

سَنگڻُ (سن. شَنڪا)، ڊِڄڻ، ڪَنبڻ.

سَنگهُ سنگت، جماعت. ڏسو "سنگ".

سِنگهاسَڻُ (سن. سِنهاسَنَ. سِنهَہ= شينهن. 0 هِنس= مارڻ+ آسَنَ.0 آسَ= ويهڻ. شينهن جي شڪل وارو تخت)، راجا جو آسن- تخت.

سَنمُکُ (سن. سَمَکَ. سَمر= اڳيان، سامهون+ مُکَ.0 گن= ڪوٺڻ)، سامهٽي، سامهون، دوبدو.

سُنواتِي (سن. سواتِي. سُ= چڱيءَ طرح سان+0 وات= وجڻ)، برساتي بُوند (جنهن لاءِ سِپَ ماندي رهندي آهي).

سُنياسِي ڏسو "سناسي".

سَواڏانُ (سن. ساوَڌانَ)، هوشيار. ڏسو "ساوڌان".

سِواسُ (سن. شواسَ. 0 شوَس=ساه ڪڍڻ)، ساهہ- دَمُ.

سُواسُ (سن. سُواس. سُ = سنو+ واس= بُوءِ)، خوشبو، سُگَنڌ.

سُوتُ (سن. سُوترَ= ڌاڳو. 0 سو= سبڻ)، مَت، ويچار: آواز: آتما: روح: سارُ.

سودائي (ف. سودائي (ع. سودا)، خفقاني، پُورالو، چريو، سوداءَ وارو.

سوڌڻ (سن. شوڌَنَ. 0 شُڌ= صاف ڪرڻ)، چڪاسڻ: سَهي ڪرڻ: صاف ڪرڻ: انتظام ۾ آڻڻ.

سُوڌو (سن. شُڌ+ ڪَ. 0 شُڌ)، سِڌو،سَنئون، درست، نيڪ، برابر: سهڻو.

سُورُ (پرا. سُورو. سر. شُورَ.0 شور= بهادري ڪرڻ)، سورمو، بهادر.

سُورُ (سن. سُورَ. 0 سُو= جَڻڻُ )، سج.

سُورِ بِيرُ (سن. شُورَ+ ويرَ. 0 وِير= طاقت ڏيکارڻ)، بهادر مڙس.

سُورِجُ (سن. سُوريَہ. سُر= وجڻ)، سج، سورج.

سُورِمو (سن. شُورَ+ مان. 0 شُور= بهادري ڪرڻ)، وِيرُ، بهادر.

سُورو (سن. شُورَ)، سورمو. ڏسو "سُور".

سُورِ وِيرُ ڏسو "سُوربير".

سورِيو ڏسو "سُورو".

سُوڪمُ (سن. سُوڪشَم. 0 سُوچ= چِتائڻ)، باريڪ، مِهين ، لطيف. ضد "اِستُول".

سوڳُ/سوڪُ (ف. سوگ. سن. شوڪَ. 0 شُچ= چِنتا ڪرڻ). سوڳ، شوڪُ، درد، ڏک، چِنتا.

سونَ (سن شُونيَہ)، خالي، اجايو، وَئڙت. ڏسو "سُج".

سونُ (سن. سورَڻَ. سُ= چڱو+ وَرڻ= رنگ. 0 وَرڻ= رڱڻ) ڪَنچن، طلا، زر.

سَونِپڻ (س. سَمرپَڻَ. سَم= ساڻ+ ارپَڻَ= پيشا، نذر. 0 ر= وجڻ)، حوالي ڪرڻ.

سُهاڳُ (سن. سَو ياڳيَہ. سُ= چڱو+ ياڳيَہ= ياڳ)، مڙس جو پيار. ضد "ڏهاڳ".ڏسو "ڏهاڳ".

سُهاڳِڻِ (سن. سَو ياڳِنِي)، وَر سُهاڳڻ، وَر واري عورت. ڏسو "سهاڳ".

سَهائِتا (سن. سَهايتا. سَهہ= ساڻ+ اِڻ= وجڻ)، مدد.

سَهَج (سن. سَهَج. سَهہ= ساڻ+ 0 جَن= پيدا ٿيڻ)، سهنج،

آسان،سولو؛ سپاويڪ؛ سپاءُ؛فطري لاڙو.

سهجي سولائيءَ سان، جلدي. ڏسو ”سهج“.

سَهَجانندُ (سن. سَهَج+ آنند= خوشي. آ+0 نَند= سُکي ٿيڻ)، فطري يا اصلوڪو آنند- سُک- آرام.

سَهرِڳ سَرِڳ. ضد ”نرڳ“.

سَهَسُ (سن. سَهَسرَ. 0 هَس= کِلڻ)، هزار.

سَهَنُ سيلُ (سن. سَهَن شِيلَ. 0 سَهہ= برداشت ڪرڻ+ شِيلَ= چال چلگت= لَڇڻ، گُڻ)، بردبار. ڏسو ”سيل“.

سُهيلو (سن. سُکَ+ اِلَ+ ڪَ. 0 سُک = سُکي ٿيڻ. 2- سُ= چڱيءَ طرح سان+0 گن= کوٺڻ)، سولو، بي پرواھ. ضد ”ڏهيلو“.

سُئانتِي برساتي بوند. ڏسو ”سُنواتي“.

سَئِنَ (سن. سنجيا. سَم= چڱيءَ طرح سا جيا= ڄاڻڻ)، اشارو؛ صدا؛ سوال.

سُئيت ڏسو ”سنواتي“.

سِياهُ (ف. سِياه)، ڪارو. ضد ”سفيد“.

سِياهي مَسُ. ڏسو. ”سياه“.

سيَبڻ (سن. شويَن. 0 شُيِ= چمڪڻ)، وڻڻ، جُڳائڻ، پسند پوڻ، سُهائڻ.

سِيتَ (سن. شِيتَ. 0 شِيِ= ڄمي پوڻ)، ٿَڌِ، سَردي.

سِيتَلُ (سن. شِتَلَ. 0 شِيِ= ڄمي پوڻ)، ٿڌو؛ خوش؛ سُکي.

سِيتا (سن. سِيتا. 0 سِ= بَڌڻ)، شري رامچندر جي ڌرمپتني.

سِيرَ تيز ۽ اونهو وهڪرو؛ گيانَ رُوپي وَهڪرو.

سيرُ (ع. سَير)، رستو.

سيسُ (سن. شيشَ. 0 شِش= ماري وجهڻ)،شِيش نانگ، جنهن کي نانگن ۽ پاتال لوڪ جو راجا چوندا آهن.

سيباڪُ (سن. شيشَ. 0 شِش= باقي رهڻ)، باقي؛ بچيل وستو.

سيگهُ (سن. شِيگهرَ)، جلدي، ترت، سِگهو.

سيلُ (سن. شَيل. 0 شَل= وڃڻ)، پاٻرو ڪندو؛ رَسِي.

سَيلُ (ع. سَير)، شَيلُ، سَيرُ، هوا خوري.

سِيلُ (س. شِيلَ. 0 شِيل= چڱيءَ طرح سوچڻ، اپياس ڪرڻ)، سُنو گڻ، نيڪ اخلاق- خصلت؛ سچائي، سُپتيائي.

سَيلاني (ع. سَيران)، سير ڪندڙ، گهمندڙ، رَمتو.

سيلِي (سن. شيڪرَ. 0 شِڪ= وڃڻ)، مَٿي تي يا ٽوپيءَ جي چوڌاري ڌوري يا پَٽي جيڪا فقير ويڙهيندا آهن.

سَيلِي سَيل ڪندڙ. ڏسو "سيلاني".

سينڌو (سن. سينڌوَ)، سينڌو لوڻ، لوڻ جو ڳنڍو.

سِينگارُ (سن. شرِنگارَ. شرِنگ= نفساني خيالن جو وڌڻ+ ر= وڃڻ، جنهن جي ڪرڻ سان مَنَ ۾ نفساني خواهش وڌي ٿي). سجاوٽ، ناهَ نوهَ.

سيوڙا (سن. سيوَ+ رَ+ ڪَ)، جَين ڌرم جو فقير.

سيوَڪُ (سن. سيوَڪَ.0 سيو= خدمت ڪرڻ)، شيوڪ، ٽهَلِيو، چاڪر، نوڪر.

# "ش"

شاسِتَرُ (سن. شاستَرَ. 0 شاسُ= سيکارڻ)، ڪنهن ديوتا يا مُنيءَ (رِشِيءَ) جو ناهيل ڪتاب- پستڪ.

شاڪِرُ (ع. شاڪِر. "شُڪر" جو اسم فاعل)، سَنتوشي، شڪر ڪندڙ.

شاهُ (ف. شاه)، وڏو ؛ بادشاه؛ مالڪ؛ آقا.

شَبدُ (سن. شَبدَ. 0 شَب= آواز ڪرڻ: شَپ= پڪارڻ)، آواز؛

بول، وَچن.

شُبُ (سن. شُبَ)، سنو، ڀلو. ڏسو "سُبُ".

شُڌُ (سن. شُڌ. 0 شُڌ= صاف ڪرڻ)، پاڪ،صاف، اُوجل.

شَرڌا ڏسو "سرڌا".

شَرِيڪُ (ع.شَرِيڪ. جمع "شُرَڪاءَ")، مِٽ، مائٽ؛ رفيق.

شَڪتِ (سن. شَڪتِ. 0 شَڪ= سگهڻ، طاقت رکڻ)، شڪتِي، طاقت؛ مايا.

شَنڪا (سن. شَنڪا. 0 شَنڪ= شڪ ڪرڻ، ڊڄڻ)،شَڪ؛ ڀَوُ.

شِوُ (سن. شِوَ. 0 شِي= سمهڻ)، مهاديوُ؛ ايشور.

شوڪُ ڏسو "سوگ".

شَهه (ف. 'شاه' جو مخفف)، شاه، وڏو؛ ڀَتار، پَتِي، مڙس.

شَهه رَگَ (ف. شَهه+ رَگ)، وڏي رڳ، شِريان. حبل الوَرِيد.

شَهِيدُ (ع. شَهِيد. اسم فاعل "شُهود" ۽ "شهادت" جو)، خدا جي راهه ۾ بي گناه قتل ٿيل.

شيشُ ڏسو "سيسُ".

شَيلُ ڏسو "سَيل".

شيوَڪُ ڏسو "سيوڪُ".

## "ص"

صَبوري (ع. صَبُور.) صَبر، تَحمل، تامُرِ.

صدقُ (ع. صِدق. صَدَقُ= سچ ڳالهائڻ)، سچائي، خلوص، وشواس.

صرافُ (ع. صَرَاف. صَرَفُ= بدلڻ)، سونَ، چاندي، رپئي کي پرکڻ وارو؛ مرشد.

صَرفو (ع. صَرفة. جمع"صُروف")، ڪفايت شعاري، خرچ ۾ ڪمي ڪرڻ.

## "ض"

ضابِطُ (ع. ضابِط. "ضبط" جو اسم فاعل، ضَبَطَ= محفوظ رکڻ)، سوگهو جهليندڙ؛ موت جو ملائڪ.

## "ط"

طالعُ مَندُ (ع. طالع. "طُلوع" جو اسم فاعل. + ف. مَند= وارو)، ڀاڳ ڀريو، خوش نصيب، سڀاڳو.

طالعُ وَندُ (ع. طالع+ ف. وَند= وارو)، نصيب وارو.

طَلاقَ (ع. طَلاق. طَلَقَ= ڪنهن کان آزاد يا جدا ٿيڻ)، ترڪ.

طَمَع (ع. طَمَع. اسم فاعل "طامع")، لالچ

طَوقُ (ع. طوق. جمع "اَطواق")، ڳٽُ.

## "ع"

عاجِزُ (ع. عاجِز. اسم فاعل " عجز" جو)، بيوس، لاچار.

عالَمُ (ع. عالَم. عَلَمُ= ڄاڻڻ)، جهانُ، سنسار؛ مخلوقات.

عَجائِبُ (ع. عَجائِب. واحد "عجيب". عَجَبُ= حيران ٿيڻ)، حيرت انگيز، عجيب.

عَدالَتَ (ع. عَدالَة. عَدَلُ = انصاف ڪرڻ، هڪجهڙو برتاءُ ڪرڻ)، عَدل، نِياءُ، انصاف.

عَرِشُ (ع. عَرش. عَرَشُ= ڇَپر ٻڌائڻ)، اها جاءِ جيڪا نائين عرش کان مٿي آهي (جتي خدا اجو تخت آهي).

عَمَلُ (ع. عَمَل. عَمَلُ= ڪم ڪرڻ)، ڪم؛ اثر؛ جادو.

عَهَدُ (ع. عَهد. عَهَدَ= وعدو ڪرڻ)، انجام، وعدو، ٻول، سخن.
عينُ (ع. عين. جمع "عُيُون". عَيَنُ= ڳوڙها ڳڙڻ)، نيڪ، پورو، صفا، صاف: اکِ.

## "غ"

غارُ (ع. غار. غَوَرُ= هيٺ وڃڻ)، گم، غرق، تباه.
غُبارُ (ع. غُبار. غبرُ= گذرڻ)، ڌُنڌ، لُڙاٽ، اُونداهه.
غرقِي (ع. غرق. غرَقُ= ٻُڏڻ)، غرق تيل، ٻُڏل، گم تيل.
غفا (سن. گُها. 0 گُههِ= لِڪائڻ)، گُفا، چُرِ.
غلطانُ (ف. غلطان. 8 غلطيدن= غلتيدن= ڦِرڻ، ڦيرو ڪائڻ) خيال ۾ غرق- ٻُڏل.
غوطو (ع. غوطة. غَوَطَ= داخل تيڻ، ٻُڏڻ)، ٽُٻي، پاڻيء ۾ اندر وڃڻ.
غيبِي ڏسو "اَزغيبي".
غيرَتُ (ع. غيرَة)، شَڪ، گمانُ.

## "ف"

فارَغُ (ع. فارغ. فَرَغُ= خالي تيڻ)، آزاد، واندو.
فارِقُ (ع. فارِق)، فرق ڪرڻ وارو، پيرُ سڃاڻندڙ.
فاضِلُ (ع. فاضِل. جمع فُضلاءَ. فَضلُ= وڌڻ)، عالم، هوشيار، وِدوانُ.
فاقو (ع. فاقة)، بُکَ، لَنگهڻُ.
فصُلُ (ع. فصل. جمع "فُصُول")، پوک: آبادي: موسِم.
فِڪرُ (ع. فِڪر. فڪرُ= سوچڻ)، سوچ ويچار، غور.

## "ڦ"

ڦارڪتِي (ع. فراغ. فرَغُ= ڪنهن ڪان آزاد ٿيڻ+ "ڪتي" پچاڙي)، جدائي.

ڦاسُ (سن. پاشَ. 0 پَش= ٻَڌڻ)، ڦاهي يا ڦندو.

ڦاڳُ (سن. فالگُنَ. 0 ڦَل= ڦَرُ ڏيڻ)، ڦڳڻ، بهار، بَسَنتُ.

ڦِرڪَ (سن. سڦر+ ڪر)، چِنيَ. اک ڦرڪ= اک چِنيِ؛ بنان دير، فوراً.

ڦُرڻو (سن. سڦُرَڻ. 0 سِڦُر= ڏڪڻ) اجايو خيال، سنسو.

ڦُتِڙي (سن. پرشت.0 پرش= ڇٽڪارڻ)، ڦُتِڙو، ٽيپو، ذرو.

ڦِروڻِي (سن. پَريي= ڦِرڻ. پَرِ= چئني طرفن ڪان+0 اِ= وڃڻ)، دنيوي- سَنسارِي چَڪر.

ڦستو فساد، جنجال، ڦڏو.

ڦسِي (سن. پَش= ڦسَڻُ)، ڦاسي.

ڦِڪِلُ (ع. فِڪر)، ڦندُ؛ ڏيان جي بگڙيل صورت؛ فڪر، ڏيان.

ڦندُ (سن. پاشَ+ بَنڌ)، ڦندو؛ دوکو، ٺڳي. ڦڪل ڦند= اٽڪل- دَول بازي.

ڦَلُ (سن. ڦَلَ. 0 ڦَل= ڦَر ڏيڻ)، ميوو؛ نتيجو؛ فائدو؛ عوضو؛ اِجا.

ڦَڻِ (سن. ڦَن)، نانگ جو متو.

ڦوٽ (سن. ڦاٽ)، پوڏ، ڏڪارَ پريو جواب.

ڦوڪَ (سن. اَپسڪَرَ: اَوَسڪَر. اَپَ:اَوَ= خراب+0 ڪر= ڪرڻ)، ابتر، بي فائدو؛ سُجا، پِينگيا؛ سڪٽا.

ڦِين [illegible]. 0 سٿايہ= وڌڻ)، گَج، جَهڳ.

ڦِيٺو ٿوڻو [illegible]، [illegible]، جاڏو؛ شر [illegible] [illegible].

## ”ق“

قبلو (ع. قِبلَة=ڪَعبي جو طرف، ڪعبة الله)، منزل مقصود.

قبِيلو (ع. قَبِيلَة)، خاندان، گهراڻو، ڪُل، ڪُٽنب.

قلَعِي گرُ (ع. قَلَعِي. قَلع= ڪاڙِ+ ف. ”گر“ اسم فاعل جي علامت)، ٽامي جي ٿانوَن کي قلعي ڪندڙ؛ مرشد.

قُلُوب (ع. قُلوب. واحد ”قَلَب“. قَلَبُ= ڦِرڻ، اُونڌو ٿيڻ)، دليون، اَندَرَ.

قَندُ (ع. قَندِ. سن. کَند. 0 کَد= ڀَڃڻ)، کَندُ، کِنڊيو.

قَولُ (ع. قَول. جمع ”اَقوال“)، ٻولُ، انجام ، گفتار.

قَهَہ قَهَہ (ع. قهقه. 0 قَهَقُهُ= ڏاڍيان کِلڻ)، ٺَهَہ ٺَهَہ.

## ”ڪ“

ڪاپڙِي (سن. ڪارَپَٽِڪَ. ڪَرپَٽَ= اڳڙين لڳل، ڇِنَل ڦاٽل ڪپڙو)، جوڳِيءَ جو هڪ قسم.

ڪاڄُ (سن. ڪاريَہ. 0 ڪر= ڪرڻ)، ڪارج، ڪَم، مطلب.

ڪاسو (ف. ڪاسَہ< ڪاسة)، پيالو (مٽيءَ جو).

ڪاسِي/ڪاشِي (سن. ڪاشِي. 0 ڪاش= چمڪڻ)، بنارس شهر (جو هندن جو سڀ کان وڏو زيارت گاهه آهي)

ڪاڳُرُ (ف. ڪاغذ)، ڪاغذ، پَنو.

ڪالُ (سن. ڪالَ. 0 ڪَل= ڳڻڻ، حساب ڪرڻ)، موت.

ڪامَ (سن. ڪامَ.0 ڪَم= خواهش ڪرڻ)، نفسياتي خيال.

ڪامِلُ (ع. ڪامِل)، پُورو، مڪمل. ضد ”ناقص“.

ڪامَنا (سن. ڪامَنا. 0 ڪَم)، چاهنا، نفساني خيال.

كامِڻِ (سن. ڪامِني. 0 ڪَمر= وڻڻ، پيار ڪرڻ)، عورت، سهڻي ۽ سُلڇڻي عورت.

ڪانڌ (سن. ڪانڊَ. 0 ڪَڻ= آواز ڪرڻ)، تِير.

ڪانڌ شري ڪرشن جو لقب.

ڪانڌ (سن. ڪانتَ. 0 ڪَمر= پيار ڪرڻ)- مڙس، پَتِي، پتار.

ڪانڊَ (سن. ڪانڊَ. 0 ڪَڻ)، حصو، ڀاڱو.

ڪانِڪي (سن. ڪانڪشا. 0 ڪاڪش= چاهنا- خواهش ڪرڻ)، سڪايل، خواهشمند.

ڪائِرُ (سن. ڪاتَر)، ڳيدِي، ڊڄڻو، بُزدل.

ڪانِي تِيرُ؛ پِٺ پاراتو، ڏَڪُر. ڏسو "ڪانُ."

ڪاڻِ (سن. ڪاڻ)، گھٽتائي.

ڪاڻو ڪانيارو، مياري، ڪاڻيارو؛ حَرفي؛ اَنڌو. ڏسو "ڪاڻ".

ڪايا (سن. ڪايَہ. 0 چِچ= وڌڻ)، بدن، جسم؛ صورت، شڪل؛ جوڙ.

ڪِبرُ (ع. ڪِبر. ڪَبرُ= وڏو ٿيڻ)، وڏائي، هَٺ، غُرور.

ڪَبِيرُ (ع. ڪَبِير)، هڪ ساڌوءَ جا نالو، ڀڳت ڪبير.

ڪَترُ (سن. ڪَرتَنَ= ڪَتڻ)، ڪَترو، ڀُترو، ذرو.

ڪَتَڻُ (سن. ڪَرتَنَ= ڪَتڻ)، چرخي جي وسيلي ڌاڳو تيار ڪرڻ.

ڪَٿَ (سن. ڪَٿ= چوڻ)، اندازو.

ڪَٽُ (سن. ڪِٽ 0 ڪِٽ= وڃڻ)، زَنگُ، ڪَسُ، موريائڻ، مُرچو.

ڪَٽاڪي (سن. ڪَٽ ڪشِي. ڪَٽ+ اَڪشِ=اک. زهريلي اک سان ڏسڻ)، ڪَروڙ، زبردست.

ڪُٽنب (سن. ڪُٽنبَ. 0 ڪُٽُ نب= آکَهِ کي مدد ڪرڻ)، ڪُڙمر، آکَهِ، ڪُل، مائٽ.

ڪَٽوري (سن. ڪَٽورِي)، وَٽِي، پيالي، ٽَسرِي.

ڪُٽي (سن. ڪُٽِي. 0 ڪُٽ= ڏِنگو- وِنگو ٿيڻ)، ڪُٽيا، جهوپڙي.

ڪَنورُ (سن. ڪَنور. 0 ڪُٺ= ڏکي ٿيڻ)، سخت.
ڪُنِي ڪشالو. ڏسو "ڪنور".
ڪَپاٽُ (سن. ڪَپاٽ. ڪَ= هوا+ 0 پَٽ= وڃڻ. جو هوا کي ٻاهر وڃڻ ڏئي ٿو يعني جو هَوا کي ٻاهر ڪڍي ٿو)، دروازو.
ڪُپَتِ (سن. ڪ= خراب+ پَتَ= پَدَ= اختيار)، نڳي. ضد "سُپَتِ".
ڪَپَٽُ (سن. ڪَپَٽ. ڪَ= مَتو+ پَٽ= يَڪُ، اوچَڻ)، نڳي، دغا، دولاب.
ڪَپُوٽُ (سن. ڪُپُترَ. ڪُ= خراب+ پُترَ= پُٽ. پُت= هڪ نرڳ (دوزخ) جو نالو+ 0 ترَي= بچائي. جو دوزخ کان پنهنجي پيءُ کي بچائي ٿو)، اڻ سڌريل پُٽ. ضد "سَپوت".
ڪُپيرِي (سن. ڪُ= خراب+ پَدَ= پير)، ڪُلَڇٽي.
ڪَثرَتَ (ع. ڪَثرة. ڪَثرُ= گهڻائي ٿيڻ)، گهڻائي، سواءِ ذات خدا جي باقي سڀ موجودات، ماڻهن جو هجوم. ضد "وحدت".
ڪَڄَڻُ ڍَڪِڻ.
ڪَڇُ (سن. ڪاچَ. 0 ڪَچ= چمڪڻ)، شيشو؛ ٺا ڪُئين شيءِ؛ خسيس چيز. ضد "ڪِٽ".
ڪُچَرُ (سن. ڪُچَرَ. ڪَ= خراب+ 0 چَر= هلڻ)، ڪميڻو.
ڪچِيلُ خراب. ڏسو "ڪُچر".
ڪَڇَ (سن. ڪَڪش. 0 ڪش= ڏکوئڻ)، بَغل؛ تمام ويجهو.
ڪَڇُ (سن. ڪَڇڇَپَ. ڪَڇڇَ= ڏُٻَڻ+ پَ= جيڪو اُميد رکي ويهي ٿو)، ڪَڇُون، ڪُمُ.
ڪَداچِت (سن. ڪَداچِت. ڪَدا= ڪڏهن+چِت)، ڪڏهن ڪڏهن، شايد.
ڪَدَلِي (سن. ڪَدَلِي. ڪَ= هوا+ 0 دَل= ڦاٽڻ)، ڪيوڙو، ڪيلو.
ڪُڏَڻُ (سن. ڪُوردَن. 0 ڪُورد= ڪيڏڻ)، خوش ٿيڻ.
ڪِرانتِ (سن. ڪرانتِ. 0 ڪرم= چڙهڻ)، تيجُ، جوت، چمڪ.
ڪِرِتِ (سن. ڪرتِ. 0 ڪر= ڪرڻ)، ڪم، ڌنڌو، مشغولي.

كَرِتا پُرکُ (سن. ڪرتا= ڪرڻ وارو+ پُرُش)، اُپائيندڙ، خالق.

كَرِتارُ (سن. كَرِتا)، پرميشور، خدا.

كَرِتارِٿُ (سن. كَرِتَ= كَيَلُ+ اَرٿَ= مطلب)، جنهن جو مطلب پورو ٿيو هجي، ڪارج سِڌِ.

كَرَتَبُ (سن. كَرتويَہ. 0 ڪر= ڪرڻ)، هنر، ڪم.

كَرِتَوُ (سن. كَرتويَہ)، فرض. ڏسو "ڪرتب".

كِرِپا (سن. ڪرِپا. 0 كُرپ= رحم ڪرڻ)، ٻاجھہ، دَيا، رحم.

كِرِپَڻُ (سن. ڪرِپڻَ. 0 ڪرپ= ڏٻرو ٿيڻ)، ڪنجوس، بخيل، شُوم.

كَرِڙو (سن. كَرالَ. 0 ڪر)، پَوائتو: سخت.

كَرَلُ (سن. كَلَ. 0 كَل= آواز ڪرڻ)، آواز.

كُرلائِڻُ (سن. كَدَروَ. كَلَ= جهڪو، اَڻ چِٽو+ رَوَ= آواز.0 رُ= دانهن ڪرڻ)، اوسارڻ، آلاپَڻ، دانهون ڪرڻ.

ڪرمُ (سن. كَرمَ. 0 ڪر= ڪرڻ)، مذهبي رسم: ڪم: اعمال. ڪرم وڏي= ڀاڳ واري.

كَرَنيجو (سن. كَرَ= هٿ+ ف. نيزه= ڀالو، بَرڇي)، هٿ جو نيزو.

كَرُڻا (سن. كَرُڻا. 0 كرَ = پکيڙڻ)، ٻاجھہ، ديا، كَهل، رحم.

كِرودُ (سن. ڪرودَ.0 كُرُدَ= غصو ڪرڻ)، غصو، ناراضپو.

كَرُورُ
كَروڙُ (سن. ڪرُورَ.0 ڪرت= گهيرو ڪرڻ)، ڀيانڪ، خوفناڪ.

ڪريا (سن. ڪريا. 0 ڪر= ڪرڻ) ڪم: مذهبي رسم- فرض، ريت، رسم.

كرِيتِ (سن. كُريت. كُ= خراب+ رِيتِ= چال.0 رِي= ٽِمَڻ)، بچڙي- خراب رسم، كُپِرِ.

كَشُ (سن. كَشايَہ. كَش= ڏکوئڻ)، كَٿُ. رَنگ: سياهي.

كَسَبُ (ع. كَسب)، ڌنڌو.

ڪُسَتِ (سن. ڪُ= خراب+ سَت= درست)، خرابي.
ڪُسنگُ (سن. ڪُسَنگ. ڪُ= خراب+ سَنگُ)، خراب سنگت. ڏسو ”سنگُ“.
ڪَسِوَٽي (سن. ڪَش+ پَٽ.0 ڪَش= آزمائڻ+ پَٽ= پٽر)، سون کي پرکڻ جو پٽر؛ آزمائش.
ڪَسِيو (ف.8 ڪشيدن= ڇڪڻ)، ڪَشيو، تيار ڪيو.
ڪَشٽُ (سن. ڪَشٽ. 0 ڪَش= ڏک رسائڻ)، تڪليف.
ڪَشِي ڇڪي. ڏسو ”ڪسيو“.
ڪَلَ رمز، حڪمت. ڏسو ”ڪلا“.
ڪُلُ (سن. ڪُلَ. 0 ڪُل= جمع ٿيڻ، مائٽن وانگر هلڻ)، ڪُرُ، ڪُٽنب، خاندان.
ڪَلا (سن. ڪَلا. ڪَل= حساب ڪرڻ)، هنر، فن؛ گڻ؛ روشني؛ جوتِ؛ رمز؛ حڪمت.
ڪَلالُ (سن. ڪَليَہ= شراب+ پالَ = رکندڙ. 0پال= رکڻ)، شراب وڪڻڻ-پيارڻ وارو.
ڪَلپُ (سن. ڪَلپَ.0 ڪرپ= ويچارڻ)، سَنسو، ڀرم. ٻيائي.
ڪَلِپِتِ (سن. ڪَلپِتَ. 0 ڪرپ)، ڦُرٽو، سَنسو، اجايو خيال؛ اَستيَہ، ڪُوڙو، ڄُڙتو.
ڪَلِپَنا (سن. ڪَلپَنا. 0 ڪرپ)، مَنَ گهڙت ڳالهہ، ڦُرٽو.
ڪَلجُڳُ (سن. ڪَلِ= جهڳڙو.0 ڪَل= آواز ڪرڻ+ يُگَ= زمانو)، چوٿون جڳ. ڏسو ”جُڳُ“.
ڪُلَڇَڻُ (سن. ڪُلَڪَشڻ. ڪُ= خراب+ لَڪشَڻ= لڇڻ+0 لَڪش= نشان ڪرڻ)، خراب عادت.
ڪَلَرُ (هہ. ڪَلَر)، لوڻانيل زمين، زمين جو مٿيون ڪارو تَهُہ.
ڪَلڪائڻ (سن. ڪَدَ+0 ڪر؟)، ٽِڪو ڪرڻ، لائِڻ.
ڪِلڪِلِ (سن. ڪَلڪَلَ.0 ڪَل= آوازڪرڻ)، ڪِرِ ڪِرِ، رنجهہ ڪِنجهہ.

كَلَنڪَ (سن. ڪَلَنڪَ.0 أنڪ= نشان ڪرڻ)، داغ، چٽو، نِشان.

ڪَلُوڙ (هہ. ڪَلوَل)، ظُلم ؛ ڏاڍ، ڦهر.

ڪَلولَ (سن. ڪَلوَلَ. 0 ڪَلَ= اَڻ چِٽو آواز ڪرڻ)، موج، خوشي.

ڪَلَهَہ (سن. ڪَلَهَہ. 0 هَن= مارڻ)، وِواڌ، جهيڙو، لڙائي؛ ڳهِپي.

ڪِلِي (هہ. ڪِلَي. سن. ڪِيلَ+ اِڪا)، ڪُنجي، چابي.

ڪُلِي (ع. ڪُلّ)، ڪُلُ ئي، سَڀ ئي، سموري.

ڪَلِياڻ (سن. ڪَلياڻ. ڪَليَہ= تندرست+ 0 آڻ= جيئڻ)، سُک: هڪ راڳڻيءَ جو نالو: سوڀ: ڀَلو.

ڪَليجو (سن. ڪاليِيَہ)، جيرو.

ڪَليسُ (سن. ڪليشَ. 0 ڪِلش= گهڻو ڏک ڏيڻ)، ڏک: جهيڙو.

ڪمَانو (ف. ڪَمان< خُمان. خَم= ڏِنگُ، ورُ+ "آن" نسبت جي نشاني)، ڪمانَ، سِيڱ.

ڪُمَتِ (سن. ڪُمَتِ. ڪُ= خراب+ مَتِ= سمجهہ)، خراب سمجهہ، ناداني. ضد "سُمت".

ڪُنُ (سن. ڪُنڊَ. ع. ڪُنة)، گرداب، چَڪر هڻندڙ پاڻي.

ڪُنيَرُ (سن. ڪُميَڪارَ. ڪُميَ= گهڙو، دِلو. 0 ڪُمي= ڍَڪڻ+ ڪارَ= ڪرڻ وارو. 0 ڪر= ڪرڻ)، ڪُنيارُ.

ڪُنڀِي (سن. ڪُمڀِي. 0 ڪُمڀ= ڍَڪڻ)، هڪ نرڳ (دوزخ) جو نالو.

ڪَنتُ (سن. ڪانتَ. 0 ڪَم = پيار ڪرڻ)، ڪانڌ، وَرُ، مڙس، پِتار، پَتي.

ڪُنچَرُ (سن. ڪُجَچرَ. 0 ڪُجج= انوکو آواز ڪرڻ)، هاٿي.

ڪَنچَنُ (سن. ڪانچَن. 0 ڪانچ= چمڪڻ)، سونُ.

ڪُندُ (سن. ڪُنتَ. ڪُ= خراب+ اَنتَ= پڇاڙي)، نيزو، ڀالو.

ڪَندِ (سن. ڪَڻتڪَ= ڪَندو. 0 ڪَٽ= وڃڻ)، ڪندن جو لوڙهو.

ڪَنڪَرِ (سن. ڪَرَ ڪَرَ.0 ڪرِ= ڏک- تڪليف ڏيڻ)، پٿرن جي

پور، پاهڻي: خسيس شيءِ.

ڪَنگالُ (سن. ڪَنڪالَ= هڏن جو پڃرو. 0 ڪَل)، سُڃو.

ڪنگرُ وڏي ڪِنگرِي، لوٽو.

ڪَنگَڻ (سن. ڪَنڪَڻَ. 0 ڪَي= آواز ڪر)، هٿ جو زيور.

ڪَنوَلُ (سن. ڪَمَل. 0 ڪَمِ= خواهش ڪرڻ)، ڪنول جو گل يا ٻوٽو: ڪُوٽيءَ جو گل.

ڪَڻِ (سن. ڪَڻَ. 0 ڪَڻ= ننڍو ٿيڻ)، ذرو.

ڪَڻِڪو (سن. ڪَڻِڪا. 0 ڪَڻ)، داڻو، ٻِجُ.

ڪواڙُ (سن. ڪَپاٽ)، دروازو. ڏسو "ڪَپاٽ".

ڪوٽ (سن. ڪوٽِ. 0 ڪَٽ= وجڻ)، ڪِروڙ.

ڪوٽ جَنَمُ ڪروڙين جَنَم. ڏسو "ڪوٽ".

ڪوپِينَ (سن. ڪَوپِينَ. 0 ڪُوپ= ڪمزور ٿيڻ)، لانگوٽي.

ڪوڏِي شوقين. ڏسو "ڪُڏَڻ".

ڪوڏِي (سن. ڪَپَردَ. 0 پَرِو= پَرڻ)، ننڍو گرڪٽو، ننڍو ڪوڏ: ڪجهہ ٻہ، ٽوري ٻہ.

ڪورَڻُ (سن. ڪَرتَنَ)، ڪُرڙڻ، ڇِلڻ.

ڪَورو (سن. ڪَرَڪَ)، ڪونرو، ڪُوزو، ٻَدنو.

ڪوڙِ (پرا. ڪوڊِ. سن. ڪوٽِ. 0 ڪَٽ= وجڻ)، ڪِروڙ. ڏسو "ڪوٽِ".

ڪوشُ (سن. ڪوش. 0 ڪُش= نڪرڻ)، ڍَڪُ، پوشُ، پردو. پنج ڪوش: ڪام، ڪروڌ،لوڀ، موهہ، اهنڪار.

ڪُونجَ (سن. ڪَروِڃَ. ڪَرنچ= تيزهو هلڻ)، ڪُونج پکي، سِهَہ.

ڪُونڊي (سن. ڪُڨَڊ+ اِڪا)، اَنَ ڇڙڻ جي ننڍي اُکرِي.

ڪوهُ (سن. ڪروشَ. 0 ڪرش= ڇڪڻ)، ٻہ ميل (مفاصلي جا).

ڪوهُ (سن. ڪُتہ؟)، ڪُجهہ، ڇا، ڇا لاءِ، ڇو.

ڪُوِڻ (سن. ڪُہ= خراب+ وَچَنَ. 0 وَچ= چوڻ)، گهٽ وَڌ ڳالهہ.

ڳالهاءِ: مهڻو، طعنو؛ ڏوراپو.

كوهِنور سڄي دنيا ۾ مشهوري هيري جو نالو.

ڪُهاڙي (سن. ڪُنار. 0 ڪُٽ= جدا ڪرڻ)، تبر، ننڍو ڪهاڙو.

ڪَهاڻي (سن. ڪَٿا نِڪا. 0 ڪَٿ = چوڻ)، ڳالهه.

ڪَهاوَت (سن. ڪَٿا+ وَت)، ڳالهه.

ڪَهڻي (سن. ڪَٿَنَ. 0 ڪَٿ= چوڻ)، چوڻي، ڳالهه ٻولهه، گفتار.

ڪِيباڙو (سن. ڪَپاٽ)، دروازو؛ پردو؛ ڪوٽ. ڏسو ”ڪواڙ“.

ڪِيٺ (سن. ڪِيٺ. 0 ڪِٽ= وڃڻ، ڊيڄارڻ)، ڪِيڙو، ڪِنئون، جِيتُ.

ڪيدارُ (سن. ڪيدارَ)، راڳڻيءَ جو قسم؛ جنگ؛ ميدان.

ڪِيڙو ڏسو ”ڪيٺ“.

ڪِيڪَ (سن. ڪُ= رڙ ڪرڻ)، دانهن، رڙ.

ڪِينو (ف. ڪِينَہ)، وير، حَسد، ساڙ، بُغض.

ڪِيوَلُ (سن. ڪيوَلَ. ايڪَ= هڪ+ وَل= ملائڻ)، اڪيلو، نرالو؛ فقط، رڳو.

ڪيهَرُ (پرا. ڪيسَر.-ن. ڪيسَرِن) شينهن.

## ”ک“

کاتو (سن. کشَت.0 کشَڻ= توڙڻ، ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ)، روزنامچو، روزانہ حساب جو ڪتاب.

کاري (سن. کُشارِڪا)، تو ڪِري.

کاموش (ف. خاموش)، سانت، چُپ، ماٺ.

کانياڻي (سن. کَشِپَڻِ. 0 کشَپ= اُڇلڻ)، غُليل جو قِسم.

کانڊو (سن. کَڊگَ)، ترار. ڏسو ”کڙڳ“.

کاڻِ (سن. کان: کَن= کوٽڻ)، کاڻِي، زمين ۾ اها جاءِ جتان

قيمتي مال ڪوٺي ڪيجي.

ڪَتو (سن. ڪَنتا. 0 ڪمَ= چاهڻ)، ڏڙو، لوئيءَ جو قِسم.

ڪجَڻ (سن. ڪِديَتي. 0 ڪد= دک ڏيڻ)، هلاڪ ٿيڻ، چٽڻ.

ڪِچِٽِي (سن. ڪرشَرَ)، دال سان رڌل چانور.

ڪِرسُ (سن. ڪشپرَ؟)، بي بقا- جنّا، جنهن ڪي ڪو بقا نہ هجي.

ڳَڙڳَ (سن. ڳدڳ. 0 ڳد= وڍڻ)، ترار.

ڪستُورِي (پرا. ڪَٿُوري، -ن. ڪَستُورِي. 0ڪَس= تيز ڪرڻ) ڪٿُوي، مُشڪ، نافِ آهو.

ڪسڪَسَ (ف. خشخاش.سن. ڪسڪسَ)، پُستَ جي داڻِ.

ڪسَمُ ڏسو "خصم".

ڪسِمانو (سن. ڪشَميہ. 0 ڪشَم= ڪِميا ڪرڻ)، مِهر، ديا.

ڪَفِنِي (ع. ڪَفَن.) اَلفي؛ مُردي ڪي ڪِچيءَ ۾ پهرائڻ جو خاص نموني جو ڪپڙو (جو ڪيترا فقير بہ استعمال ڪندا آهن ).

ڪَلڪَلِ ڏسو "ڪِلڪِل".

ڪَلَلُ (ع. خلَل)، خلَلُ، خرابي.

ڪَلو (سن. ڪَلَ) جُوتو، پادر، موچڙو.

ڪليٽو (ع. خرِيطَة. خَرَطَ= چِڪڻ)، پَٽ يا چمڙي جو ٿيلهو.

ڪميا (سن. ڪشما. 0 ڪَشم= سَهڻ)، صبر، تحمل.

ڪنپيڙو (سن. ستَميَ. 0 ستَمپ= روڪڻ، بيهارڻ)، ٿنڀُ: بدن.

ڪِنچاتاڻ (سن. ڪَرشيہ. 0 ڪرش= چِڪڻ+ تائيہ. 0 تن= ڊِگهو ڪرڻ)، ڪِهل ڳنداڙ، چِڪتاڻ.

ڪَنڊو (سن. ڪاڏڪ= ڪائيندڙ)، ليکو چوکو، حساب ڪتاب.

ڪَنڊِي ترار . ڏسو "ڪاندو".

ڪِڻُ (سن. ڪشَڻ. 0 ڪشڻ= ناس ڪرڻ)، ڪِنُ، چِنُ، پَل، دَم، تمام جلدي.

کُڻُ (سن. ڪشَڻ. 0 ڪشڻ)، مقرر وقت، عمر جو مُدو، انجام.
کوجَ (سن. ڪشُدَ. 0 ڪَشُد= لتاڙڻ)، پَتو، نشان.
کوهِڻُ (سن. ڪَشَيَہ. 0 ڪشِ= گهٽجڻ)، ناس ڪرڻ، وڃائڻ.
کيت، کيٿ (سن. ڪشيترَ. ڪشِ= آباد ڪرڻ، رهڻ)، ٻَنِي- زمين؛ پوک.
کيپُ (سن. ڪشِيبَ.0 ڪشِب= نشي ۾ تيڻ)، نشو، خُمار.
کيپُ (سن. ڪشيپَ. 0 ڪشِپ= موڪلڻ)، سامان، وکر، مال؛ گهمرو، دفعو، پيرو. کيپَ کَٽڻ= سورهياڻي ڪرڻ؛ ڪاميابي حاصل ڪرڻ.
کيدُ (سن. کيدَ. 0 کِد= ڏک پوڳڻ)، دُک.
کيسلُوٽو (سن. ڪيلِ + اُونا. 0 ڪيل= کيڏڻ)، کيڏڻ جي شيءِ، رانديڪو؛ کينُوڙو، کينهون.
کِيو (سن. ڪشِيبَ)، مَستُ؛ پَرسَنُ، خوش، ڏسو "کيپ".

## "گ"

گاجَ (سن. گرجَ. 0 گرِج= گجڻ)، گجگوڙ.
گادِي (هہ. گدِي)، بينڪ؛ جاءِ.
گارُ غار، غُفا، چُرَ. ڏسو "غارُ".
گارو (سن. گَردَمَ. 0 کرد= خراب آواز ڪرڻ)، گپ، راڙو.
گاسِي (سن. گهر شَڻَ= گڻ. گهرش= گسڻ)، لڳاءُ، پيار، پريت.
گاوَنِ (سن. گانَ. 0 گي=ڳائڻ)، ڳائڻ.
گاهَڪُ (سن. گراهَڪ. 0 گرَهَ= ڳِنهڻ)، گِراڪُ، خريدار، ٻوهٽي؛ ٻُڪي؛ طالبُو.
گاهِي (سن. گهاسَ. 0 گس> کائڻ)، گاهہ ڪندڙ؛ سَئِس.
گتِ (سن. گتِ.0 گم= وڃڻ)، ريت، نمونو؛ چال، وِک.

گُپَرُ (سن. گُپتَ. 0گُپ= لِڪڻ)، لِڪل، ڳجهو.
گدَا (ف. گدا)، فقير؛ پِنَ.
گدَا (سن. گدا) لَٺ.
گُڏڻ مارڻ، ڪُٽڻ.
گِراسُ (سن. گراسَ. 0 گرَس= کائڻ)، گِرَهُ؛ ڪاڏو.
گِراسِي ڳِهي، ڳِيهي، ڳِرڪائي. ڏسو "گراس".
گِرانوَ (سن. گِرامَ، گِرَه= سامل- گڏ تيڻ)، ڳوٺ
گراهِي (سن. گراهَ= پڪڙڻ. 0گرَه= وٺڻ)، پَڪڙي.
گَرَبُ (سن. گروَ. 0 گرو= مغرور تيڻ)، اَيمانُ، اَهَنڪار، معذوري.
گِربُ (سن. گرپَ. 0 گر= چَٽڻ)، ڳِپُ، حَمل، پيٽ.
گرِجَ (سن. گرجَ)، گجگوڙ. ڏسو "گاج".
گرِجُ (ع. غَرَض)، مطلب، غرض، ڪاڻ، پرواه.
گَرستِي ڏسو "گِرَهَستُ".
گرڪُورُ (ع. غرق)، غرق،گُمُ.
گُرگمُ (سن. گُرُ= مرشد.0 گُر= سِکيا ڏيڻ+ گمَ= ڄاڻ)، گُروءَ جي (ڏنل) ڄاڻ- سمجهه.
گُرگِياتِ (سن. گُرُ+ جِجاتِ. 0 جِجا= ڄاڻڻ)، گُروءَ جي ڏنل سمجهه- سمجهاڻي- ڄاڻ.
گُرَمُکُ (سن. گُرُ+ مُک= مُنهن)، سِکُ، چيلو، مريد؛ گروءَ جي وَچنَن تي هلندڙ.
گُرَمُکِي گروءَ جي مُکَ مان نڪتل واڪيه- بولُ- آواز.
گُرَمنتُ گروءَ جو مَنترُ. ڏسو "منتر".
گُرُو (سن. گُرو. 0 گر= سِکيا ڏيڻ)، مرشد، استاد.
گرَهَستُ (سن. گرهَست. 0گرهَ= گهُر)، گهر بار وارو، سنساري؛ ٻيو آشرم.
گرَهَڻ (سن. گرَهَڻ. 0 گرَه= وٺڻ، حاصل ڪرڻ)، وٺڻ، حاصل

ڪرڻ، ڪٽڻ (دنيوي ڏنڊو).

گِرهي — پڪڙي. ڏسو ”گرهڻ“.

گسُ — (ف. گشت)، راهِ، رستو، واٽ.

گُسائين — (سن. گوسوامڪ. گو= ڳئون+ سوامِڪَ= مالڪ) سنياسي، ساڌو. ڏسو ”سامي“.

گگنُ — (سن. گگن. 0گم= وڃڻ)، آسمان، آڪاس.گگنِي ڳئون ڏڍي= هِردي ۾ ڀڳتيءَ جي وِرتي ڌارِي.

گُلالُ — (ف. گُلاَل. گل+ لال)، ڳاڙهو: ڪامياب.

گُلزارُ — (ف. گُلزار، گل+ زار= جاءِ)، باغ.

گلولَ — گُليلو: قهري ڏڪُ. ڏسو ”گُليلو“.

گلِي — (سن. گلَ+ اِڪا)، ڳلي، گِهٽي، رستو، واٽ.

گُليلو — (ف. غُليلَة)، ڳوڙهو.

گمُ — (ف. غم< ع. غمّ جمع ”غُموم“)، غم، دک، رنج.

گنڀيرُ — (سن. گمڀيرَ.0 گم= وڃڻ)، ڳورو، ڀارو، مُتحمل، بردبار، سَنجيدو: اونهو.

گنتِي — (پرا. گڻَتِئا. سن-گڻ+ آپتِڪا. 0 گڻ= ڳڻڻ)، ڳڻتِ، ڳڻپَ.

گنِدي — گودڙِي.

گنڌُ — (سن. گند. 0گند)، مَهَڪ، بُوءِ. ڏسو ”سڳنڌ“.

گنگا — (سن. گنگا)، نديءَ جو نالو.

گنگهُه — نندو ڳوٺ.

گنوائڻ — (سن. گمَ+ اَپَ. 0 گم= وڃڻ)، وڃائڻ، ناس ڪرڻ.

گُنِي — (سن. گُڻِن. گُنَ= وِديا+ اِن= وارو)، گُنوانُ، گڻن وارو، خوبين جو مالڪ.

گڻَ — (سن. گڻَ.0 گڻ= ڳڻڻ)، لشڪر.

گُوار. گُوالُ (هـ. گوالَ، سن. گو+پالَ)، گوپُ: ڳنوار. ڏسو”گوپال“.

گوبِندُ — (سن. گووِندَ. 1- گو= ويد جي ڀاشا (ٻولي)+ وِد= حاصل

ڪرڻ. جو ويدَ سان چاتو وڃي ٿو. 2- گو= سرڳ، بهشت+ ود= حاصل ڪرڻ. جنهن جي پڳتي ڪرڻ سان سرڳ حاصل ڪن ٿا.

گوتو (ع. غوطَة، غَوطَ= داخل ٿيڻ، ٻڏڻ)، ٽٻي، پاڻيءَ ۾ اندر وڃڻ جي حالت.

گوپالُ (سن. گوپالَ. گو= ڳئون، ڳانءِ+ پالَ= پاليندڙ. 0 پا= سنڀال ڪرڻ)، سِري ڪرشڻ جِي.

گوپِي (سن. گوپِي)، گوپَ جي زال.

گوڊڙيو (سن. ڪَنٿا= گودڙي. 0 ڪَم)، دلَقُ، پوشُ، فقير جو هڪ قسم. ڏسو "ڳتو".

گورَکُ (سن.گو= حواس، اِندرِي+ رَڪشا= سنڀال. 0 رَڪش= رکوالي ڪرڻ. جنهن پوريءَ طرح حواسن کي ضابطي ۾ رکيو هجي)، هڪ مشهور سِڌِ (سَنت) جو نالو.

گوسائين ڏسو "گُسائين".

گوشُ (ف. گوش)، ڪَنُ.

گوگاءُ (ف. غوغاءَ)، آواز، شور، غُل.

گولو (-ن. گولَڪَ؟)، ٻانهو، غلام.

گوَڻ (سن. گمَنَ. 0 گم= وڃڻ)، ڦِرڻ، چَڪر هڻڻ؛ ٻٽڪڻ؛ وڃڻ، هلڻ.

گُونا گُون (ف. گُوناگُون. گُون= رنگ، طرح)، رنگ برنگ، طرحين طرحين.

گُوندرُ (ف. غم، درد)، ڏک، فڪر.

گهِرَ (-ن. گمڀيرَ)، اونهو. ڏسو "گنڀير".

گهر گمڀيرَ گهڻو اونهو.

گيا (سن. گيا)، هندستان ۾ هڪ شهر جو نالو (جو هندن جو تيرٿ گاه آهي).

گياتِ (سن. ججاتِ. 0 ججا= جاڻڻ)، بوجهہ، سمجهہ، ڄاڻ. گيات گيئر= آتم گياني.

گِياتو سياڻو: ودوانُ، عالِم. ڏسو "گيات".

گِيانوانُ (سن. ججانَ+وانَ)، گياني: سياڻو، سَمجُهو.

گيانِي ڏسو "گيانوان".

گِيتا (سن. گِيتا)، هندن جو هڪ ڌرمي پُستڪ.

## "ڳ"

ڳارو (سن. گل= ڳِچي+"آرو" پڇاڙي)، ڦاهِي: رسو، نوڙي.

ڳاهُہ (سن. گاٿا)، بيت: پرولي: رمز.

ڳِٽُ (سن. گرنٿ. 0 گرَنٿ= ٻَڌڻ)، طوقُ، گهانگهو، ڦاهي.

ڳِٽِي ڦاسِي. ڏسو "ڳٽُ".

ڳُجُهہ (سن. گُهيَہ. 0 گُهہ= ڍَڪڻ، لِڪائڻ)، راز.

ڳَڙهہ (سن. گَڏهہ. 0گَڌ= ٻاهر ڪڍڻ) قلعو، ڪوٽُ.

ڳَلِ (سن. گَل. 0 گَل= ڪائِڻ)، ڳِچي، ڳلو، گردن.

ڳَلهہ (سن. گَل)، ڳَالهِہ، باتِ.

ڳَنڍُ ڏسو "گَنڍ".

ڳَنڍِ (سن. گرَنٿِ. 0 گرَنٿ= ٻڌڻ)، وَڪَڙُ، اوديا يا جهالت، (اڻ ڄاڻائيءَ) جي ڳَنڍ- وَڪڙ.

ڳَڻِ (سن. گڻ= ڳڻڻ)، ليکِ، شمار ۾ آڻ، سَمجهُہ. ڏسو "گنتي".

ڳورو (سن. گُرُ)، بردبارُ، ڀَريا مَٺ، سَنجِيدو.

ڳُوڙو (سن. گُوڍَ. 0 گُهہ= ڍَڪڻ)، ڳُوڙهو، گنڀير، بردبار.

ڳَير اَڏنبر ۾ رهندڙ.

# "گھہ"

گھاٽ (سن. گھٽ. 0 گھَٽ= ٻٽائڻ، گھڙڻ)، گھيرُ.
گھاٽ (سن. گھٽ. 0 گھٽ = گھڙڻ)، رِٽ؛ بناوت.
گھاگھرِ (سن. گرگرِ). چَونرِي، ساڙِهي، وَڏو مَنگھہ.
گھاٽو (سن. گھن. 0 گھَن= جمع ڪرڻ)، چيچڙو، ڪولُھو.
گھَٽ (سن. گھٽِي. 0 گھٽ)، گھڙِي، دلي.
گھٽُ (سن. گھٽ. 0 گھٽ= ٻٽائڻ)، نِڙِي؛ گھڙو؛ مَٽڪو؛ پِراٽي؛ سَريرُ، ديھہ؛ هِردو، دل.
گھٽِي (سن. گھرشَٽِ. 0 گھرش= رڳڙڻ، گھرڙِڻ)، هڪ قسم جي دوا.
گھرُ (سن. گِرھَہ. 0 گرَھہ= شامل- گڏ ٿيڻ)، مڪانِ، رهڻ جي جاءِ؛ سَرِيرُ؛دِل.
گھڙو (سن. گھٽ. 0 گھٽ)، دِلو.
گھنُ (سن. گھنَ. 0 هَن= مارڻ)، ڪَڪر، بادل، جُھڙ.
گھڻُ (سن. گھڻَ. 0 گھڻ= گھمڻ)، گُھٽو، جِيتَ جو هڪ قسم.
گھورُ (سن. گھورَ. 0گُھر= خوفناڪ ٿيڻ)، خوفناڪ. ڀيانڪ، ڀَوائتو.
گُھورَڻُ (سن. گُھورٽَن. گُھورڻ= هيڏي هوڏي قِرڻ)، چتائي ڏسڻ، گُھور ڪري نهارڻ، تَڪڻ.
گُھونگھٽ (سن. اَوگنٺَنَ. اَوَ= هيٺ+ 0 گُنٺ= ڪيڻ)، پردو، نقاب.
گھيرُ ڏسو "گھاٽ".
گھيرَڻُ (سن. گرَھَہ+ اَت. 0گرَھہ= پڪڙڻ)، گھيرو ڪرڻ.

## ”ل“

لاٻالي (ع. لاأبالي. لا= نہ+ أبالي. مان پراھ نٿو ڪريان)، بي پرواھي.

لاڀ (سن. لاڀَ. 0 لَڀ= حاصل ڪرڻ)، فائدو، حاصلات، پراپت. لاڀ الاڀ= نفعو نقصان.

لاڏُ (سن. لَڏ= چاھڻ، ڪيڏائڻ)، ناز نخرو، اَنگل آرو، پيار؛ آرزو.

لاڙَ (سن. لالا. 0 لِي= پَٽڙو ڪرڻ)، ڳاڙ، ڏارَ، ڏارا.

لاشڪ (ع. لاشڪ. لا= نہ+ شَڪَ)، بيشڪ.

لاف (ف. لاف)، ڊاڙ، ٻٽاڪ.

لاقيد (ع. لا= نہ + قيد)، بَنڌَن رَھت، آزاد.

لاکَ (سن. لاڪشا. 0 لَڪش= نشان ڪرڻ)، جَرَ: ھڪ قسم جو ڳاڙھو رنگ.

لاڳو (سن. لگنڪَ= لڳل. 0 لڳ= لڳڻ)، ڏنڍُ، لاڳتِ.

لالُ (ف. لال)، لعل، ياقوت.

لانجھو واسطو، لاڳاپو.

لانگوٽِي (پرا. لِنگوٽِي.-ن. لِنگَ+ پَٽ. لِنگ= اِندري + پَٽ= ڪپڙو) لَنگوٽي، چوتو.

لانگھو (سن. لَنگھَنِيَہ. 0 لَنگھ= لنگھڻ)، لنگھڻ وارو رستو.

لاءِ ڪنا اعرابون، زيرون زبرون.

لائون (سن. نَمَنَ. 0 نَم= نِوڙَڻُ، نِمڻ)، پرڻي وقت گھوٽ ۽ ڪنوار جو متو متي سان ملائڻ.

لَقبُ (ع. لَقب)، خطاب.

لاھُوت (ع. لاھُوت. لاھ= ڏٺي+ أوت)، عالَم ذات الاھي (جنھن ۾

